# سنڌ جي هندن جي تاريخ



پيرو مل مهر چند آڏواڻي



# سنڌ جي هندن جي تاريخ

[مڪمل- ٻئي جلد گڏ]

پيرومل مهرچند آڏواڻي



سنڌي ساهت گهر- حيدرآباد، سنڌ

سنڌي ساهت گهر- ڪتاب نمبر- 100

ڪتاب جو نالو: سنڌ جي هندن جي تاريخ
ليکڪ: ڀيرومل مهرچند آڏواڻي
ڇاپو: اداري پاران پهريون، اپريل 2000ع
ڇپائيندڙ: سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد
لي آئوٽ: اين. اي جان فائونڊيشن ڪمپوزرس، حيدرآباد
رابطي لاءِ: 0346-3818859
قيمت: پڪي جلد سان اوڇي ڪاپي=/350
سادي ڪاپي =/250

ڪتاب ملڻ جا هنڌ

آئيڊيل ڪتاب گهر: رابعه اسڪوائر، حيدر چوڪ، گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ
پوسٽل ائڊريس: پوسٽ باڪس نمبر 58، جنرل پوسٽ آفيس، حيدرآباد، سنڌ

- سنڌي ادبي بورڊ بوڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد
- پٺاڻي ڪتاب گهر، گاڏي کاتو، حيدرآباد
- رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو
- عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ، سکر
- سنڌ بوڪ ڪلب، نواب شاهه
- قاسميه لئبرري، ڪنڊيارو
- المنعم لئبرري- 17، پبلڪ هيلٿ انجنيئرنگ ڪالوني، ذوالفقار باغ، لاڙڪاڻو.
- بوڪ ورلڊ، لاڙڪاڻو

Sindh Je Hindun ji Tareekh

By: Bherumal Maharchand Advani
Published by: *Naz Sanai*
Chairman- Sindhi Sahat Ghar
Rabia Square, Gari Khato,
Hyderabad, Sindh.
Book No: 100- April-2000
Price Rs: 350/- Hard Binding
250/-

# ٻه اکر

سنڌي زبان، ادب ۽ تاريخ سان چاهه رکندڙ دوست، پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جي نالي تان ئي نثار پيا ٿيندا آهن. هُن سنڌ جي تاريخ تي هڪڙو شاهڪار ڪتاب 'قديم سنڌ' لکيو. ٻوليءَ جي حوالي سان 'سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ' جهڙو انتهائي اهم ڪتاب تحرير ڪيو. ان کانسواءِ ان جا ٻيا به ڪيترا ڪتاب، پنهنجي پنهنجي جاءِ تي انتهائي اهم ۽ ڪارائتا ڪتاب آهن. جن جي پڙهڻ کانسواءِ اسين سنڌ جي تاريخ تي ڪا راءِ نه ٿا جوڙي سگهون.

'سنڌ جي هندن جي تاريخ' ڪتاب به گهٽ اهميت جو حامل ناهي. سنڌ ۾ هندن جي سمورين آکهين جو احوال، توڙي انهن جي وڏن جي زندگي ۽ ڪارنامن کي يڪجاءِ ڪيو ويو آهي. 'سنڌ جي هندن جي تاريخ' رڳو سنڌي هندن جي تاريخ ڪانهي، اها سنڌ جي تاريخ آهي ۽ ان تاريخ جي زنجير جي اها ڪڙي آهي، جيڪا اڃا مڪمل جڙي نه سگهي آهي، پر اُن جي ڪيترين ئي ڪڙين کي ڄاڻي ٻُجهي الڳ الڳ ڪيو ۽ رکيو ويو آهي، جيئن ڪڙي ڪڙيءَ سان نه ملي سگهي ۽ اسين پنهنجي شاندار ماضيءَ کي پڙهي، ان مان ڪي چڱيون ڳالهيون اخذ ڪري، پنهنجي مستقبل کي سنوارڻ ۽ نئين ڏِگ لڳائڻ لاءِ ڪو تحرڪ نه وٺي سگهون.

پيرومل مهرچند آڏواڻي اهڙو محقق نه هو، جو هو تاريخ ۾ رڳو لکيل ۽ اڳ آيل ڳالهين جو ورجاءُ ڪري. هو اهڙو جاکوڙي ماڻهو هو جو سڄي سنڌ گُهميو ڦريو. 'سنڌ جو سيلاني' ڪتاب ان جي گواهي ڏئي رهيو آهي. هُن سنڌ جي ڍڙن، ڳوٺن، شهرن، ريتن رسمن ۽ اسان جي سنڌي ماحول ۽ معاشري جو مشاهدو ڪيو، ان تي تنقيدي نظر وڌي ۽ پنهنجي راءِ جو به کلي طرح اظهار ڪيو. صحيح تاريخ جوڙڻ لاءِ هن وڏي محنت ۽ جاکوڙ ڪئي ۽ ايڏو وڏو اٿ ڪانيو ۽ ڪنن ڪم ڪيڏو نه سهڻي نموني پايهٔ تڪميل تي پهچايو. ان ڳالهه جا گواهه ته سدائين سندس ڪتاب ۽ تحريرون رهندا.

پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جي شخصيت تي اسان ڪينجهر جي هڪڙي ضخيم نمبر جي تياري ڪري رهيا آهيون. پر گڏوگڏ ان ڳالهه کي به محسوس ڪيوسين ته ان جو ڪم به ته مارڪيٽ ۾ مهيا ڪجي ۽ ضايع ٿيڻ کان بچائجي. ورهاڱي کان اڳ هي ڪتاب ٻن الڳ الڳ جلدن ۾ ڇپرو ٿيو. ويجهڙائي ۾ هندستان ۾ وري ان جو اختصار طور هڪ جلد ۾ ڇاپو پڻ آيو آهي اسان ان جي ٻنهي جلدن کي گڏي هڪ ڪتاب جي صورت ۾ آڻي رهيا آهيون. خاطري آهي ته سنڌ جي تاريخ سان محبت رکندڙ دوست، اسان جي هن پيشڪش تي پنهنجي سرهائي جو اظهار ڪندا.

ناز سنائي

حيدرآباد
20- مارچ 2000ع

# سٺاءُ

| صفحو | عنوان | نمبر |
|---|---|---|

# مُنڍ

سنہ 1919ع ۾ هڪ ننڍڙو ڪتاب ”عاملن جو احوال“ ڇپائي پڌرو ڪيو هوم. هينئر اهو گهڻي قدر وڌايو اٿم، ۽ ڀائيبندن جو احوال بہ اُن ۾ گڏيو اٿم، جو اُهي اسانجا ”ڀائي“ (ڀائر) ۽ ”ٻنڌو“ (مائٽ) آهن. هڪبئي سان مٽيون مائٽيون بہ اٿئون تہ پوءِ هيءُ ڀيد ڇو رکجي؟ اسين سڀيئي ”هندو“، تنهنڪري هن ڪتاب جو نالو ئي رکيو اٿم ”سنڌ جي هندن جي تاريخ“. سيئي آکهيُن جا نالا الف - ب وار بيهاريا اٿم، تہ هرڪو پنهنجي پنهنجي آکہ جو احوال هن ڪتاب مان سولائيءَ سان ڳولي سگهي.

هيءُ اڄا پهريون ڀاڱو آهي. جن عامل توڙي ڀائيبند آکهيُن جا احوال هن ڀاڱي ۾ ڪينهن، تن جا جنهن وقت ملندا، تنهن وقت ٻيو ڀاڱو ڇپائي پڌرو ڪندس.

جن آکهيُن جا احوال هن پهرين ڀاڱي ۾ اچيئي آهن، تن بنسبت هن ڪانپوءِ ڪي وڌيڪ حقيقتون ملنديم، تہ اُنهن ساڳين آکهين جا نالا وري ٻئي ڀاڱي ۾ ڏيئي، اُهي وڌيڪ حقيقتون اُن ۾ گڏيندس. ڀاوُن ۽ ڀانيجن جو ذڪر ڌار ڀاڱن ۾ ڪندس. ائين سنڌ جي سيني هندن جي هڪ مڪمل تاريخ تيار ٿي پوندي، جا اسان جن پوين لاءِ بہ گهڻو ڪمائتي ٿيندي.

هيءُ ڪتاب سنڌ جي پنگتي تاريخ جو هڪ مکيہ ڀاڱو آهي. ان کي وڌيڪ ڪارائتي ڪرڻ لاءِ ”هندن جي صاحبي جي تاريخ“ مختصر طرح مُنڍ ۾ ئي ڏني اٿم. جو اهڙي تاريخ اَڄ تائين ڪنهن ڪانہ لکي آهي، ۽ اُها سنڌ جي هاٺوڪين پنگتي حالتن، ۽ هن ڪتاب جي ڪيترين ڳالهين، سمجهڻ ۾ گهڻي مدد ڪندي.

ڀيرو مل مهرچند

77، مڊل ڪلاس ڪالوني،
اجمل خان روڊ، نيو ٽائون، ڪراچي نمبر ۵.

Social, Cultural and Political History of Ancient Sind
(Pre-Muslim Period)

# هندن جي صاحبيءَ جي تاريخ

## باب پهريون

## رگ ويد زمانو

**آريه:**

هندو سڀيتا جا باني‌ڪار آڳاٽا آريه لوڪ هئا. "آريه" معنيٰ "شريف، خانداني، پوڄيل". رگ ويد ۾ آرين جي چاليهه کن ڪلن يا خاندانن جا نالا ڏنل آهن، جن مان پنجن ڪلن وارا مکيه هئا، جنهن ڪري رگ ويد ۾ "پنچ جن" يعني پنج ڄڻا يا پنج قومون (نياتيون) Five folks or five peoples لفظ گهڻا ڀيرا ڪم آيل آهي. انهن مان هڪڙا يدو، ٻيا تروسو، ٽيان انو، چوٿان درهيو ۽ پنجان پرو هئا. جي چندر ونسي گهراڻي جي راجا يياتيءَ جي نسل مان هئا.

سنڌ، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جا سما راجپوت، ۽ جيسلمير جا ڀٽي راجپوت، جن جو اولاد سنڌ جا "ڀاٽيا" آهن، سي يدو آرين (جادو ونسين) جي ڪل مان آهن، جن مان مهاڀارت واري زماني ۾ سري ڪرشن پيدا ٿيو هو. پرو آرين مان راجا دشينت ۽ شڪنتلا جو پٽ راجا ڀرت پيدا ٿيو، جنهن جي نالي پٺيان سڄو هندستان "ڀارت ورش" ۽ "ڀارت کنڊ" سڏجي ٿو. رگ ويدڪ زماني ۾ اهي سڀ آريه سنڌو ماتر ۾ رهندا هئا ۽ هندو سڀيتا جا مکيه باني‌ڪار اهي ئي هئا.

### سپت سنڌو:

رگ ويدڪ زماني ۾ آڳاٽا آريہ ستن ندين جا ڪنارا، پاڻي جي سهنج ڪري والاري ويٺا هئا، جن مان پنج نديون هاڻوڪي پنجاب واريون هيون، ڇهين سرسوتي ۽ ستين سنڌو، جنهن ۾ سندس پرتي ڪنڌڙ شاخون Tributaries يعني ڪابل ندي، سوات وغيره بہ ليکجن ٿيون. اهو سمورو ملڪ رگ ويد "سپت سنڌو" يعني ست درياءَ سڏيو ويو آهي، جنهن ۾ پنجاب، سنڌ ۽ گنڌار (قنڌار) يعني هاڻوڪو پشاور وارو پاسو بہ اچي ٿي ويا. اها هئي رگ ويدڪ زماني جي "سنڌو ماتر". سنڌونديءَ جي ڪناري تي ۽ سنڌو ماتر ۾ رهڻ ڪري آريہ لوڪ پاڻ بہ "سنڌو" (سئنڌو) سڏجڻ ۾ آيا.

### "هندو" نالو ڪيئن پيو؟

پارسين جو ڌرمي پستڪ "زند اوستا" آهي. ان ۾ "سپت سنڌو" جو اُچار لکيل آهي "هپت هندو" يعني "س" ڪي مٽي "هہ" ڪيو اٿن، جيئن اسين بہ سنڌيءَ ۾ چئون "ڦاسي - ڦاهي ۽ ساس - ساهہ". مطلب تہ قديم ايراني لوڪن "سنڌو" جو اُچار ڦيرائي ڪيو "هندو" جنهن جي اصل معنيٰ هئي "سنڌو نديءَ جي ڪناري تي رهندڙ" يا "سنڌو ماتر ۾ رهندڙ". پوءِ ٻيون قومون (مسلمان وغيره) آيون، تہ "هندو" معنيٰ تي "براهمڻي ڌرم کي مڃيندڙ". سنڌو (هندو) نالي مشهور هئڻ سبب انکي ايترو شرف مليو، جو سڄي هندو جاتي ۽ سڄي هندستان تي "سنڌو" (هندو) تان نالو پيو.

### سنڌ جي سڀيتا جون ساکون:

سنڌ جي تاريخ سنڌ جي سڀيتا ۽ شاهوڪاريءَ جي ساکن سان شروع ٿئي ٿي. رگ ويد ۾ هڪ رشيءَ سنڌ جي سڀاراهہ جا جنسي ڏڪ پريا آهن.[1] اجهو هيئن چيو اٿس:

"سنڌ گهوڙن ۾ شاهوڪار، رٿن (گاڏين) ۾ شاهوڪار، عمدن گهڙيل ڳهڻن (زيورن) ۾ شاهوڪار، ڪاڌي پيتي ۾ شاهوڪار، ۽ سدا تازي اُن ۾ شاهوڪار آهي. "سلما" ٻوٽا يعني مڃ وغيره جن مان ڪٿولن لاءِ واڻ ۽ رسيون ٺهن ٿيون، سي ٻوٽا به سنڌ ۾ ڪوڙ آهن، ۽ سياڳي سنڌوءَ جا ڪنارا ماکي ڏيندڙ گلن سان سينگاريل آهن."(۱) (رگ ويد، منڊل ۱۰، سوڪت 75)

ڏسو ته ڪپڙا، ڳهڻا (مڻيا)، گهوڙا ۽ گاڏيون، جي سڀيتا جون شاهاڻيون شيون آهن، سي سنڌي ماڻهن وٽ انهيءَ قديم زماني ۾ موجود هيون، جنهن زماني ۾ ٻين ڪيترين قومن کي اڃا پنهنجي ٻت ڍڪڻ جي به سڌ ڪانه هئي!

## سنڌ جي راجا جون ساکون:

رگ ويد جي پهرين ئي پهرين منڊل مان معلوم ٿئي ٿو، ته انهيءَ قديم زماني ۾ سنڌ جا جيڪي راجائون هئا، تن مان هڪڙو راجا سونيه هو، جو راجا ڀاويه جو پٽ هو، ۽ پرو آرين جي "ڪروي" (Krivi) شاخ مان هو، جي پوءِ "پنچال" سڏجڻ ۾ آيا. اهو راجا وڏو ڌرماتما هو. سندس راڻيءَ جو نالو "روماسا" هو. ڪيس ڏهه نياڻيون هيون، جي ڏهئي ڪاڪشون رشيءَ سان پرڻايائون. تن ڏينهن ۾ گهڻين زالن پرڻجڻ جو رواج بلڪل عام هو. ڏيتي ليتيءَ جو رواج تن ڏينهن ۾ ئي هو؛ پر نياڻيءَ کي جيڪي به ڏيندا هئا، سو "دان" ڪري ليکيندا هئا. ڪاڪشون رشيءَ کي جهجهو ڏاجو مليو، ته راجا سونيه ڀاويه Syanya-Bhavya جي گهڻي اُستتي ڪيائين، جا رگ ويد جي منڊل پهرين، سوڪت 26، منترا-5 ۾ ڏنل آهي. اها "دان اُستتي" يعني "سخا جي ساراهه" سڏي ويئي آهي. انجو مختصر مطلب هيءَ آهي:

(1) The Sindhu is rich in horses, rich in chariots, rich in clothes, rich in gold ornaments, well made, rich in food, rich in wool, ever fresh, abounding in Silama plants, and the auspicious river wears honey-growing flowers. (Rigvedu.X.75. Prof. Wilson's Translation)

"سنڌ جي راجا مونکي هڪ سؤ نشڪ (سونا سڪا) هڪ سؤ گهوڙا، هڪ سؤ ڏاند، هڪ هزار ۽ ست ڳئون ۽ يارهن رٿ (ڏهه رٿ ڏهن زالن لاءِ ۽ يارهون رٿ ڪاڪشون رشيءَ لاءِ) ڏنا. هر هڪ رٿ ۾ چار چار سنڌي گهوڙا ٻڌل هئا، جن تي موتين سان جڙيل سنج هئا. سنڌ جي راجا سونيه پاويي هيترو سارو دان ڪري، پاڻ کي امر ڪري ڇڏيو آهي."

هن مان به ظاهر آهي ته رگ ويدڪ زماني ۾ ئي سنڌ جو پرڳڻو نهايت پريو پاڳيو هو.

**سيپتا جي شروعات ۽ واڌارو:**

سيپتا جي شروعات ٿيندي ئي اول اُتي آهي جتي وڏيون نديون هونديون آهن، جو کوهڻ کوٽڻ ۽ کاٽين کٽڻ لاءِ اوزارن نه هوندي به اتي سولائيءَ سان پوک ڪري، ملڪ آباد ڪري سگهجي ٿو. اسين ياڳ وارا آهيون، جو اسان وٽ سنڌونديءَ آهي، جنهن تان سنڌ تي نالو پيو آهي.

سنسڪرت ۾ "سنڌو" معنيٰ "سمنڊ" يا "وڏو درياهه". ان جو ڌاتو يا بنياد آهي، "سيند" (Syand) معنيٰ "وهڻ". (To flow)، جنهن ڪري، "سنڌو" جي بنيادي معنيٰ آهي، "جا سدائين پيئي وهي" (سمنڊ وانگر). سائي سلي اسان وٽ پاڻيءَ جي اڻاٽ هئي ڪانه، باقي ماڻهن کي پنهنجو هوش ڀلائڻو هو. اسين هيڪاري وڏي ياڳ وارا هون ڪري چئباسين، جو رگ ويدڪ زماني ۾ ڪيترا رشي سنڌو ماٿر ۾ رهندا هئا، جي وڏي مغز وارا هئا. رڌڻ پچائڻ لاءِ پهريائين ته گهرجي باهه. باهه ٻارڻ جو هنر اُترون رشيءَ جاري ڪيو، جنهن جي نالي پنيان اترو ويد سڏجي ٿو. (ڏسو رگ ويد، منڊل ١٠، سوڪت ٢١، منتر ٥). باهه پيدا ٿي ته چڻ ته ڪرامت جهڙو ڪم ٿي چڪو. ان وقت کان وٺي انگيرس رشيءَ ۽ پرڳو رشيءَ جي ڪل وارن اگني پوڄا جو رواج وڌو (رگ ويد، منڊل ١، سوڪت ٣١ ۽ ٥٨). پارسي به آرين نسل مان

آهن ۽ اڄ تائين اگني پوڄا ڪندا آهن، ۽ پنهنجن پروهتن کي "اٿرون" سڏيندا آهن.

رگ ويد جي منڊل پهرين، سوڪت ١٢، منتر ١٦ جي ٽيڪا ڪندي شاين آچريہ ڄاڻايو آهي، تہ ٻج پوکڻ جو رواج اشوني ڪمار ديوتائن جو سيکاريل آهي. اٿرو ويد جي منڊل ٨، سوڪت ١٠، منتر ٢۴ موجب هر ڪاهڻ جو رواج "پرٿوءِ" وڌو، جو "وينا" جو پٽ هو. رٿن جوڙڻ جو رواج پرڳو رشيءِ جي ڪل وارن وڌو. ائين نوان نوان هنر جاري ٿيا، تہ رگ ويدڪ زماني ۾ ئي اسان جا ماڻهو ڪيتي ڪرڻ، سٽ ڪتڻ، ڪپڙي اُڻڻ، رٿن هلائڻ ۽ ٻين هنرن ۾ پڙ ٿي پيا. منجهن ڪيترا ڪاسبي جهڙوڪ لهار، سونارا، حجام، رازا، واڍا، ڪوري، رنگريز وغيره هئا. ڪنهن بہ ڪرت ڪار ڪرڻ کان ڪنهن کي اِهم ڪونہ هوندو هو. رگ ويد جي منڊل ٩، سوڪت ١٢، منتر ۴ ۾ هڪ رشيءِ پنهنجي ڳالهہ ڪندي چيو آهي تہ:

آءُ رشي، بابو ويڄ، امان پيهين آن،
ڪرت ڪاتر هرڪو دوڙي، جنهنجو جنهن ۾ لڳي من.

گهرن ۾ زالون اَن پيهنديون هيون ۽ سٽ بہ ڪتينديون هيون؛ پر بازارين ۾ ڪوري بہ هوندا هئا. آبادگارن ۽ ڪاريگرن کانسواءِ واپاري بہ هئا، جن وڻج واپار ڪري سنڌ کي هيڪاري سائو ڪيو هو.

## خشڪيءَ جي رستي واپار:

رگ ويد مان معلوم ٿو ٿئي، تہ سنڌو ماٿر ۾ ماڻهن جي ڪاپي کان وڌيڪ جيڪو اَن، ڪپڙو وغيره هوندو هو، سو واپاري ٻين هنڌ وڪڻڻ ويندا هئا. پنهنجو وکر گهوڙن، اُٺن، ڏاندن ۽ گڏهن تي لڏي، قافلا ٺاهي ويندا هئا. جنسن جي مٽاسٽا ڪنداهئا. ان، ڪپڙو وغيره ڏيئي اڪثر ڳايون، مينهون ۽ ٻيو چوپايو مال وٺندا هئا. نہ رڳو حاضر مال وڪامندو هو؛ پر وڏو سودو بہ ٿيندو هو.

**قديم سنڌ ورڪي:**

سنہ 1869ع ۾ سويز واھ کليو، تنھن کانپوءِ ھاٿوڪا سنڌ ورڪي مالٽا، جبرالٽر، قاھره ۽ مغرب ۾ ٻين ھنڌ وڃڻ لڳا. اُھي اول "سنڌ ورڪ" (Sind work) (سنڌ جو جڙيل سامان) جھڙوڪ ھالن جو جنڊيءَ ۽ ڪاشيءَ جو ڪم، مٽڪ بوچٽيون وغيره مغرب ڏانھن نيڪال ڪندا ھئا، تنھن ڪري "سنڌورڪي" سڏجڻ ۾ آيا. عجب نہ ڏسو تہ رگ ويدڪ زماني ۾، جڏھن سمنڊ جي سفر جا سھنج ڪين ھئا، تڏھن بہ سنڌو ماٿر جا واپاري ٻن جون سٽون ڏيئي، سٽن سمنڊن جي پار ويندا ھئا. رگ ويد ۾ اُھي قديم سنڌورڪي "پڻي" (Pani) سڏيا ويا آھن. "پڻي" معنيٰ "وڻجارو" (وڻج ڪندڙ) يا "واپاري". اُھي "پڻي" پوءِ "پڻڪ" ۽ "وڻڪ" سڏجڻ ۾ آيا، ۽ ھاڻ "واڻيا" ڪوٺجن ٿا. "واڻيو" معنيٰ بہ "وڻج ڪندڙ" يا "واپاري". ھندي لفظ "بنيا" ۽ "بنج" بدران سنڌيءَ ۾ چئون "واڻيا" ۽ وڻج.[1] انھن واپارين مان ڪي دنگيون ۽ جھاز جوڙي ڄاڻندا ھئ، ۽ جھاز رانيءَ ۾ بہ پڙ ھوندا ھئا. رگ ويد ۾ چٽيءَ ريت چيل آھي تہ "ڌن ڪمائڻ لاءِ پنھنجا جھاز سمنڊ "۾ ھلائيندا ھئا (رگ ويد، منڊل ١. سوڪت ٤٨، منتر ٣)، "واپاري پنھنجي نفعي لاءِ جھازن جون ٻيڙون موڪليندا ھئا". (منڊل ١، سوڪت ٥٦، منتر ٢). "سفر تي اُسھڻ کان اڳ سمنڊ کي آراڌنائون ڪندا ھئا". (منڊل 4، 55، 6). "سنڌن جھازن کي ھڪ سؤ اولا ھوندا ھئا." (منڊل ١، ١١٦، ٥). وڻج واپار ڪري ساچا تي پيا ھئا، تہ دان پڄ بہ وڏيءَ دل سان ڪندا ھئا. بربو (Brbu) نالي ھڪ وڏي سيٺ ڪشاديءَ دل سان دان ڪيا ھئا، تنھن ڪري رگ ويد جي منڊل ٦، سوڪت ٤٥، منتر ٣١-٣٣ ۾ سندس گھڻي ساک لکيل آھي: اڄ بہ اسانجا سنڌورڪي ۽ ٻيا پائيبند پائر وڏيءَ دل سان دان پڄ ڪندا آھن.

(1) Even is later Sanskrit lexicons, the Vanikas came to be identified with the Panikas who were no other than the Panis of the Rg Vedic times. (Dr. A.C. Das: Rg Vedic India, p. 188.)

**آرين جي اوائلي حالت:**

رگ ويد جا منتر جدا جدا زمانن جا آهن. انهن مان معلوم ٿئي ٿو، تہ آڳاٽا آريہ لوڪ چمندي چام ڪونہ هئا. ٻين قومن وانگر اول ڏٿ ۽ شڪار تي گذران ڪندا هئا. پوءِ چوپايو مال ڌارڻ لڳا، ۽ تنهن ڪانپوءِ کيتيءَ جو هنر آين. ايترو ڇئبو تہ منجهائن جيڪي رشي هئا، سي وڏيءَ اصليت وارا هئا، ۽ منجهن ڌرم جو انگ جهجهو هو، جنهن ڪري هندو سماج کي هڪ ڌرمي سماج بنايائون. ڇٽي، مانجهاندو، منڻ، جٽيو، وهانءَ مهل ڦيرا ڏيڻ، پني پائڻ، پنڊ پرائڻ، سراڌ ڪرڻ، ۽ ٻين ريتين رسمن جو بنياد سورهن سنسڪار آهن. هندڪيون نشانيون جٽيو، چوٽي ۽ تلڪ آهن. ٻگيہ ۽ هون هوم تہ هندڪا رواج آهن. "ورڻ" ۽ "جاتي" اهي ٻہ ڳالهيون هندو سماج شاستر (Hindu Sociology) ۾ اهڙيون آهن، جي ٻيءَ ڪنهن بہ قوم ۾ ڪينهن. اسانجي پنگتي جوڙجڪ ۾ "ڳوتر" ۽ "نکون" بہ نراليون ڳالهيون آهن. انهن سيني سببن ڪري هندو قوم ٻين سيني قومن کان بنهہ نرالي آهي.

# ڳوناڻي جيوت، پنگتي ۽ راڄنيتي جوڙجڪ

**ڳوٺ:**

آڳاٽا آريہ اڪثر ڳوٺن ۾ رهندا هئا، جيئن اڄ بہ هندستان جو گهڻو عالم ڳوٺن ۾ رهي ٿو. "ڳوٺ" اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "گوشٺ" (= گوسٺا) ۽ بنيادي معني اٿس "گاين ٻيهڻ جو هنڌ." گايون مينهون پيون چرنديون هيون ۽ پاڻ گهرڙا اڏيو وينا هوندا هئا ۽ اُهو "ڳوٺ" سڏبو هو.

**گهر:**

غريب آريہ ڪکاين پونگين ۽ ڇؤنرن (گول جهوپڙين) ۾ رهندا

هئا؛ پر ڪيترن آبادگارن ۽ واپارين جا گهر مٽيءَ ۽ تيڪن جا ٺهيل هوندا هئا. ۽ اهو رواج انگريزن جي صاحبيءَ جي شروعات تائين هلندو آيو.

**اگني شالا:**

هر هڪ گهر ۾ اگني شالا (رنڌڻي) ۾ رڌڻ پچائڻ لاءِ چلهو ڊار هوندو هو، ۽ روزمره جي يگيه لاءِ اگني ڊار ڪنڊ ۾ دڪائيندا هئا. پر رنڌڻو ساڳيو ئي هوندو هو، جنهن ڪري اُهو پوتر آستان ليکبو هو. اڄ تائين هندو رنڌڻي ۾ جتي پائي ڪونه ويندا آهن. شاهي ڪنديءَ جي هڪ ڪاٺي ٻيءَ تي گهي، اگني پيد اڪندا هئا. انهيءَ سبب ڪنديءَ پوڄڻ جو رواج پيو.

**وهانءُ:**

اڳاٽن رشين وهانءُ هڪ سنسڪار (Sacrament) ٺهرايو، جنهن پٽاندر استريءَ ۽ پرش کي سنساري توڙي آتمڪ اُنتي (روحاني واڌارو) گڏجي ڪرڻي آهي، ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين ۽ هڪٻئي جو ڪريا ڪرم ۽ سراڌ ڪرڻو اٿن. انهيءَ سبب اسان هندن ۾ طلاق جو رواج آهي ئي ڪونه.

**ٽي راتيون برهمچاريه:**

رگ ويدڪ زماني ۾ ٻال وواهه يا ننڍپڻ ۾ شادي ڪرڻ جو رواج هو ئي ڪونه. گهوٽ ۽ ڪنوار ٻئي بالغ هوندا هئا، تہ بہ پهرينءَ رات ٻئي هڪٻئي سان نہ ڳالهائيندا هئا، تہ متان ڪام وس ٿيڻ ڪري، نموڳٽي ٻار پيدا ٿئي، جو مائٽن جي نالي ڪڍڻ بدران مرڳو ڪل جو نقش ٻوڙي. سويل ۾ سويل تہ چوٿينءَ رات ياڻ ۾ ڳالهائيندا هئا ۽ پهريون ٽي راتيون من ماري برهمچاري ٿي ويهندا هئا.(1)

(1) "From a study of the Vedic marital rituals it appears that the marriage had to be consummated, at the earliest, on the fourth night after the ceremony, and this would not have been possible if the bride were not a youthful lady." (Dr. A.C.Das: Rg Vedic Culture. p 251.)

### پتر سنتان جي ضرورت:

''پت'' اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ''پتر''، پر بنياد موجب اُچار اٿس ''پؤتر''. ''پؤ'' نالو نرڪ جو ۽ ''تر'' معنيٰ ''ترڻ'' (To swim, to cross over). آڳاٽا آريہ لوڪ ائين وسهندا هئا تہ جنهن ماڻهوءَ کي پٽ ڪونهي سو ''پؤ'' نالي نرڪ (دوزخ) ۾ پوي ٿو. انهيءَ سبب ''پٽ'' (پوتر) جي بنيادي معنيٰ آهي جو ماٽين کي پوءِ نرڪ کان تاري ٿو ''ڪريا ڪرم ڪرڻ سان). ڏسو منو سمرتي. انهيءَ ڌرمي خيال وچان سڀ آريہ لوڪ ائين چاهيندا هئا، تہ پٽ هجي جو پترن کي پاڻي ڏئي، ۽ ماٽين جو نالو بہ قائم رکندو اچي. ڪنهن کي پٽ نہ ڄمندو هو، تہ پرائو پٽ، خاص ڪري ڏوهٽو، پنهنجو ڌرم جو پٽ ڪندو هو. گود ۾ پٽ وٺڻ جو رواج انهيءَ سبب پيو.

### ڪاڌو پيتو:

دال روٽيءَ کائڻ جو رواج رگ ويدڪ زماني کان وٺي هلندو اچي. رڌل دال کي چوندا هئا ''مگد اودن''. يعني ''مڱن جو کاڌو.'' پانئجي ٿو تہ اول رڳو مڱن جي دال کائيندا هئا، ۽ ٻيون داليون پوءِ پوکيائون. جوَن جي اٽي جي پر پيٺي (ڳهٽي گيهہ گڏيل) لوليءَ کي ''اپوپ'' چوندا هئا. جوَن جي آش ۾ ڏڌ ملائي کائيندا هئا. کير ۾ جو ڪاڙهي کيرٽي ناهيندا هئا. جو پيچي ''ستُون'' جوڙيندا هئا.

رگ ويدڪ زماني ۾ جوَن ۽ ترن جا فصل نهايت پلا ٿيندا هئا، تنهن ڪري اهي بہ ان بلڪل عام طرح ڪم آڻيندا هئا. اڄ بہ اسين هر ڪنهن پوڄا وغيره مهل جوَ ۽ تر ڪم آڻيون ٿا، سو رگ ويدڪ زماني وارو رواج آهي.

### هندن جي ويشنو ٿيڻ:

رگ ويدڪ زماني ۾ سنڌوماتر ۾ تڏ تمام گهٽي پوندي هئي، تنهن ڪري آريہ لوڪ مڇي مانس کائڻ جي ضرورت سمجهندا هئا.

ڳائو ۽ ماهيو گوشت بہ حلال ڪري چاٽندا هئا. (رگ-ويد، منڊل ٧٦ سوڪت ٣٩، منتر ١). مهاڀارت واري زماني تائين اهو رواج هلندو آيو ۽ پوءِ پڪا ويشنو ٿيا (مهاڀارت، شانتي پرو، موڪش ڌرم، ٢٥٥)، هن وقت ڪيترا هندو ميجي مانس رڳو پرڀان ڏسن تہ ٻچان پيئي اچين. آڳاٽا آريہ سوم رس جو چڪو چاڙهيندا هئا تہ ٻت ٻود ۾ ايندو هون. پڳل جون مان "سرا" (سرو) يعني شراب چڪائي پيئندا هئا. اڄ ڪيترا هندو شراب کي ڇهن بہ ڪونہ.

## اوائلي پوشاڪ:

هن وقت "وستر" معنيٰ "پوشاڪ يا ڪپڙو جو پهرجي"؛ پر اصل ۾ "وسا" معنيٰ وهہ يا چربي" ۽ "ترا" معنيٰ "ڍڪڻ"، جنهن ڪري "وستر" جي بنيادي معنيٰ آهي "جا وهہ يا چربيءَ کي ڍڪي ٿي" يعني "کل". رگ ويدڪ زماني جي اوائل ۾ آريہ لوڪ ٻڪرين ۽ رڍن جون کلون ڍڪيندا هئا، ۽ اڄ بہ ڪيترا "پوستين" پهرين ٿا. مرگ ڇالا يعني هرڻ جي کل بہ ڪم آڻيندا هئا. اهي کلون هيون اوائلي وستر يا پوشاڪون. پوءِ تازن چوڏن جا تأندورا وٽي، انهن مان وستر اُڻندا هئا، جي "ولڪل" سڏبا هئا. وڻنڻ پوڪڻ، ست ڪتڻ، ۽ اُڻڻ جو هنر اول سنڌو ماٿر ۾ جاري ٿيو ۽ پوءِ ٻيون قومون اسان وٽان اهي هنر سکيون.

## قومي يا نياتي پوشاڪ:

رگ ويدڪ زماني ۾ سنڌو ماٿر جا رهاڪو ٻت تي اڪثر بہ ڪپڙا ڍڪندا هئا: ڌوتي ۽ چادر. بينگالي اهو رواج اڄ تائين هلائيندا اچن. آڳاٽن رشين مان ڪي اچي تہ ڪي ڳاڙهي پڳڙي ٻڌندا هئا. براهمڻ ۽ پاڻيند اها پڳڙي اڄ تائين قائم رکندا اچن. اتهاسن واري زماني ۾ مرد لنڍين ٻانهن سان ڪرتو پائيندا هئا ۽ ائين انگر کي پائڻ جو رواج پيو. عاملن جي ابن ڏاڏن جي بہ اصل پوشاڪ اها هئي. پوءِ

ڪلهوڙن ۽ ميرن وٽ نوڪريون ڪيائون ته انهن وانگر ڊگهي ٽوپي، ڊگهو پهراڻ ۽ شلوار پائڻ لڳا. هاڻ انگريزن جي صاحبيءَ ۾ ٽوپلو ۽ سوٽ بوٽ پائين ٿا، ۽ پنهنجي قومي يا نياتي پوشاڪ اڻن ئي ڪانه!

### قديم سنڌين جي دولت:

هن وقت "ڌن" معنيٰ "دولت"؛ پر اصل معنيٰ هيس "ڌڻ"، جنهن ڪري "ڌڻي" لفظ جي اصل معنيٰ هئي "ڌڻ وارو يا مالدار". پوءِ سون ۽ چانديءَ وغيره جا سڪا جڙيا ۽ ٻيءَ ملڪيت ميڙڻ جي چوس آئي، ته "ڌن" ۽ "ڌڻ" لفظن جي معنائن ۾ ڦيرو آيو. هينئر "ڌني" معنيٰ "ڌن وارو يا شاهوڪار،" ۽ "ڌڻي" معنيٰ "مالڪ" (چوپائي مال جو يا ٻيءَ ڪهڙيءَ به ملڪيت جو).

### هڪ هنڌ يا گڏيل ڪٽنب جو رواج:

اڳي ماڻهن جي ملڪيت هئي چوپايو مال، ته چوري به چوپائي مال جي ٿيندي هئي. (رگ ويد، منڊل ٦، سوڪت ٢٨). اڄ به ٻهراڙيءَ ۾ مال جي چوري عام آهي. مال جي بچاءَ لاءِ گڏيل ڪٽنب جو رواج وڌائون، ته پٽ پوٽا ۽ ڀيا ڀاتي گهر ۾ گهڻا هجن، ته وقت تي مدد ڪن. ڪاٺي پيئٽي گڏ ٿيا، ته ملڪيت به گڏيل ٿين. شيوا پوڄا به گڏجي ڪندا هئا، ته ائين چئجي ته سنڌن آتمائون به گڏيل هونديون هيون!

### ويرتا جو انگ:

نياڻيون پس پيش پرڻجي، پرائو گهر وڃي وسائين ٿيون. گڏيل ڪٽنب جي رواج پوڻ ڪري ماءُ پيءُ جي حياتيءَ تائين پٽ ساڻن گڏ رهندا هئا، تنهن ڪري اباڻي ملڪيت جا وارث فقط پٽ ٿيا. جيڪڏهن پيءُ جي جيئري ئي ملڪيت ڦرجي ويندي ته پٽن پوٽن کي ورثي ۾ ڇا ملندو؟ پوءِ ته خود گهر جون زالون به ٻڪ مرنديون. انهيءَ سبب زالن توڙي مردن ۾ ويرتا جو انگ پيدا ٿيو. زالون به تير اندازي ڪرڻ ۽ رٿ هڪلڻ سکيون. مثلاً نل ۽ دمينتيءَ جي نياڻي "اندرسينا" مدگل نالي

هڪ رشيءَ سان پرٽيل هئي، تنهن ڪري مدگلاڻي بہ سڏبي هئي (1). هڪ لڳا ڪجي ڏاڙيل، سندس مڙس کي سوڙهو گهٽي، سندن چوپايو مال ڪاهي ٿي ويا، تہ هيءَ تير ڪمان کڻي رٿ ڊوڙائي، سندن پٺيان پيئي، ۽ ڪين ڪاري زخم رسائي، پنهنجو سمورو مال موٽائي هٿ ڪري آئي (رگ ويد منڊل ۱۰، سوڪت ۱۰۴). تير اندازيءَ ۽ رٿ هلائڻ ۾ زالون پوءِ تہ هيڪاري پڙ ٽيون. مثلاً هڪ لڳا راجا دسرٿ جو رٿ سنڌس راڻي ڪيڪئيءَ پي هڪليو. رٿ هلندي، هڪ ڦيٿي جي وچ واري ڪلي نڪري ويئي، تہ راڻي ڪيڪئيءَ، ڪليءَ بدران پنهنجي چيچ وجهي، رٿ هڪليندي رهي! اڄ ڪو مرد بہ جيڪر ائين ڪري ڪين سگهي.

**گوترو:**

چوپائي مال جي بچاءَ لاءِ آڳاٽن رشين پنهنجن گهرن ۽ وٿاڻن جي چوڌاري وڏيون پٽيون ڪنيون، تہ ڪو چور چڪار يا جهنگلي مرون اندر اچي نہ سگهي. اهو پناهہ وارو هنڌ "گوتر" سڏجڻ ۾ آيو. "گو" معنيٰ ڳانءِ ۽ "ترا" معنيٰ ڍڪڻ يا بچاءُ ڪرڻ تنهن ڪري "گوتر" جي بنيادي معنيٰ آهي ڳاين جي بچاءَ جو هنڌ. ائين گوتر اول تہ ڳاين جو وٿاڻ هو. رشي اڪثر گهڻا گهر پرٽبا هئا ۽ آڪهہ وڏي هوندي هين، چوپايو مال بہ گهڻو هوندو هون، تنهن ڪري هر هڪ رشيءَ جو گوتر پنهنجو پنهنجو هوندو هو، ۽ اهو سندس نالي پٺيان سڏبو هو. سندن پٽ پوٽا بہ ساڳي گوتر اندر رهندا آيا، تہ ائين گوتر هڪ "مها ڪل" ٿي پيو جنهن ڪري "گوتر" جي پوءِ معنيٰ ٿي برادري.

اڄ بہ سنڌيءَ ۾ "ڳوٽي" (گوتري) معنيٰ برادريءَ وارو. برادرين جو بنياد ائين پيو.

**سگوترو:**

جن ماڻهن جي آکهہ ننڍي هوندي هئي، ۽ چوپايو مال بہ ٿورو

(1) Dr. Sita Nath Pardhan: Chronology of Ancient India pp. 4-6

هوندو هون، تن مان ڪي گڏجي، پنهنجي لاءِ هڪ يڪو گوتر ٺاهيندا هئا. اُهي ساڳيءَ آکهہ وارا ڪين هوندا هئا تہ بہ "سگوتر" سڏبا هئا، جو هڪڙي ئي گوتر اندر رهندا هئا. اُهي هڪٻئي جي زالن ۽ نياڻين کي پنهنجي ماءُ ڀيڻ جهڙو ڪري سمجهندا هئا، جنهن ڪري قديم هندن جي قاعدي پٽاندر اچ تائين "سگوتر" پاڻ ۾ پرڻجي نٿا سگهن.

**سپنڊ:**

جن گوترن ۾ ساڳيئي هڪڙي ڏاڏي جو اولاد رهندو هو، جنهن ڪري منجهن رت ساڳيو ئي هوندو هو، سي "سپنڊ" سڏبا هئا. "پنڊ" معنيٰ "سرير يا جسم" ۽ "سپنڊ" معنيٰ اُهي جي ساڳئي سرير يا جسم مان پيدا ٿيل هجن ۽ ساڳيو پنڊ پرائيندا هجن." اولاد پنهنجي پيءُ ماءُ جي اَنس آهي، ۽ خود ماءُ پيءُ ۾ سندن مائٽن جو رت آهي. ساڳيو رت چڱيءَ ريت نہ ڦهلندو، تنهن ڪري سڳ ۾ مائٽي نہ ڪندا هئا. پر وڏي ڳالهہ تہ ساڳئي ڏاڏي جي ڪُل جي ڇوڪري پرڻجڻ سو ٿيو گويا پنهنجيءَ ڀيڻ سان پرڻجڻ. انهيءَ سبب رشين "سپنڊ" وهانءُ جي سخت منع ڪئي. منو سمرتيءَ پٽاندر پيءُ جي طرف ستن پيڙهين ۽ ماءُ جي طرف پنجن پيڙهين کان ٻاهر پرڻجڻ گهرجي. هن مان ظاهر آهي تہ آڳاٽن آرين ۾ غيرت جو انگ جهجهو هو. ويجهڙائيءَ ۾ ڪي هندو ڏاڏي پوٽي پرڻيا آهن، جنهن ڪري ڇنبو تہ هائوڪن هندن مان اهو غيرت جو انگ گهٽبو پيو وڃي جا نهايت ارمان جي ڳالهہ آهي.

**پاڻپيءَ جو انگ:**

سگوتر ۽ سپنڊ وهانءَ جي منع ٿي، تہ رشين جا جيڪي چيلا هئا، سي گُريائي هٿ سبب هڪٻئي کي پنهنجو سڳو ڀاءُ ڪري سمجهڻ لڳا، سو بہ ايتري قدر جو هڪٻئي جي ڀيڻ پرڻجڻ پاپ ڪري سمجهڻ لڳا. ائين گوترن پاڻپيءَ جو انگ وڌايو.

**نکون:**

ڳوترن اندر جيئن آکيون ويون وڌنديون، تيئن انهن کي ننڍن دفعن ۾ ورهائڻ جي ضرورت ٿي. ائين ڳوترن کي نکن ۾ ورهايائون.

"نک" اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "لکش" جنهنجو اچار سنڌيءَ ۾ "لک" به آهي ۽ معنيٰ اٿس "چاڻ، نشان، پتو." مطلب ته نک مان اهو پتو پوي ٿو ته اها ڪهڙي ڳوتر جي شاخ آهي.

هرهڪ نک تي نالا رکيائون. مثلاً ڪشيپ رشيءَ جي ڳوتر وارن جون نکون ڪنيئا، ڪانجا ۽ ڪاڪوٺا آهن. گوتم رشيءَ جي ڳوتر مان اوير، اُڏيچ ۽ ائين نکن وارا براهمڻ آهن.

کترين ۽ وئشن به پنهنجا ڳوتر ٺاهيا ۽ انهن جون به ڌار ڌار نکون ٺيون. مثلاً حيدرآباد جي آڏواڻين جي نک "مکُهو کتري"، "آهوجا" ۽ "ماکيجا" به نکن جا نالا آهن.

**آکين جا نالا:**

رگ ويدڪ زماني ۾ هر هڪ آکه وارا پنهنجي وڏي ڏاڏي جي نالي پٺيان سڏبا هئا: مثلاً "گرگ" رشيءَ جو اولاد "گارگاين" ۽ "دڪش" (پرجاپتيءَ) جو اولاد "داڪشاين – داڪشايڻي." سنسڪرت واري انهيءَ "آين–آيني" پڇاڙي (Suffix) جو اچار سنڌيءَ ۾ آهي "آڻي" ۽ معنيٰ اٿس "جو اولاد" (Descendant of). مثلاً آڏواڻي معنيٰ آڏو مل جو اولاد. اهو ويدڪ زماني وارو رواج هلائيندا پيا اچون.

**ورڻ آشرم:**

مهاڀارت جي شانتي پرو مان معلوم ٿئي ٿو ته اوائل ۾ ورڻ فقط هڪڙو هو. سڀ براهمڻ هئا. پوءِ چار ورڻ ٿيا؛ پر رگ ويدڪ زماني ۾ اُهي اجا پختي پائي تي بيٺل نه هئا. مثلاً وشوامتر اصل کتري هو؛ پر

پوءِ پنهنجيءَ تپسيا جي ڪري راڄرشي ۽ برهمرشي ليکجڻ ۾ آيو. ائين پين بہ ڪن ورڻ پئي مڃايو.

## پنچائتن جو بنياد:

"پنچائت" لفظ اصل ۾ آهي "پنچ + آت" يعني "اُهو ميڙ جنهن ۾ حاضر ماڻهن جو تعداد وڌي وڃي پنج تئي" (As far extending as five). راجا ٻياتيءَ جي نسل وارا يدو، تروسو، درهيو، انو ۽ پروُ اُهي "پنچ جن" يا پنج خاندان رگ ويدڪ زماني ۾ مشهور هئا (صفحہ ١) ۽ "پنچات" نالو انهن "پنچ جن" جو يادگار آهي. اڳي پئنچاتن جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جا پنج ميمبر هوندا هئا، تنهن ڪري "پنچات" نالو (پنجن ڄڻن جو ميڙ) عام ٿيو، جو اڄ تائين هليو اچي.

## ڳوٺاڻيون پنچائتون:

آڳاٽن آرين ڀرپائين هر هڪ ڳوٺ جي پئنچات ٿاهي، تہ اوکيءَ سوکيءَ ۾ هڪٻئي کي مدد ڪري سگهجي. ائين پاڙي جو ننگ ۽ ايڪتا جو انگ منجهن وڌيو.

## گهڻن ڳوٺن جي هڪ ٻيڪي پنچائت:

وقتي هڪ ڳوٺ وارن جا ٻير وارن ڳوٺاڻن سان ٻنين ۽ چراگاهن جي حدن ۽ ٻين ڳالهين تان تڪرار ٿيندا هئا. رگ ويد جي منڊلُ ٦، سوڪت ٢٥، منتر ۴ ۾ مخالف ڌرين ۽ هڪ ڪونڌر جو ٻئي ڪونڌر کي ڪهڻ جو ذڪر آهي. خونريزي ٽارڻ ۽ تڪرارن روڪڻ لاءِ گهڻن ڳوٺن جي هڪ يڪي پنچائت ٺاهيائون تہ مٿ محبت ۾ معاملا نبيري، پاڙن وانگر رهجي. انهيءَ سبب پنهنجن برادرين جو دائرو وڏائي وڏو ڪيائون.

## گرام ۽ گرام مني:

گهڻن ڳوٺن جو ميڙ "گرام" سڏبو هو، جنهن جو اُچار هاڻ عام

طرح ڪريون "گام - گانءِ" (معني ڳوٺ). اصل ۾ گرام هڪ وڏي بستي هوندي هئي، جنهن ۾ پهلوان آرين جا ڪٽنب ننڍڙا ننڍڙا ڳوٺ ٻڌيو وينا هوندا هئا. گرام جو مکي "گرام مني" سڏبو هو. گام جي چوڪيداريءَ، صفائيءَ وغيره بابت جيڪو خرچ ٿيندو هو، سو پٽبون ڪري گرام منيءَ کي پهچائيندا هئا. اتين جن ته ميونسپالٽين جو بنياد وڌائون.

## پرڳڻن جون پنچائتون:

آڳاٽن آرين پوءِ پرڳڻن جون پنچائتون ناهيون، جي ڳويا استاني يا مکاني سرڪار (Local Governments) هيون. جيڪو گرام مني هڪ سؤ ڳوٺن جي مٿان هوندو هو، سو مئترايائي سنهتا (يجر ويد) ۾ "شتپتي" يعني "هڪ سؤ (ڳوٺن) جو ڌڻي" سڏيو ويو آهي. اڄ به پنجاب جي روهتڪ ضلعي ۾ چوراسي ڳوٺن جي هڪ يڪي پنچائت آهي، جا "چوراسي ڪيرا" سڏجي ٿي. سنڌ ۾ ساهتي پرڳڻي جي پنچائت آهي جنهن سان نوشهروفيروز، پريا، تارو شاهه، ٻڍعيدن، منيائي، چنيجا، پرڻ وغيره ڳوٺ ٻڌل آهن. هيءَ ويدڪ زماني جو رواج آهي، جو هلندو پيو اچي.

## مکيءَ مکپڻ:

ويدڪ زماني ۾ موروثي مکپڻ جو رواج هئو ئي ڪونه. رڳو چونڊ جو سرشتو جاري هو. جدا جدا ڳوٺن وارا، هڪٻئي جي صلاح سان اهڙو مکي چونڊيندا هئا. جو هر طرح لائق انسان هوندو هو. ڪيس پنهنجي پتا سمان سمجهي پيرين پوندا هئا. اڄ به ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن جا ماڻهو هر هڪ چنڊ تي يا ڏياريءَ ۽ ٻئي اهڙي ڪنهن پرب تي، پنهنجي مکيءَ کي پيرين پوڻ ويندا آهن. هيءَ ويدڪ زماني جو رواج آهي.

**راڄوٽي فيصلا:**

رگ ويدڪ زماني ۾ اڪثر ڪو امين مقرر ڪري معاملو نبيريندا هئا. جيڪڏهن اهڙين معاملو نه نبرندو هو ته پوءِ گرام مني يا گام جي مکيءَ وٽ ڏانهين ويندا هئا، ۽ هو راڄوٽي طرح چار چڱا پاڻ سان گڏ ويهاري، جيڪو فيصلو ڪندو هو، سو تڪراري ڌريون قبول ڪرڻ لاءِ پڌل رهنديون هيون. پنج ٿي پنچ، ايشور ڪي ساکي سمجهي، ٻنهي ڌرين جي رضامنديءَ سان اهڙو فيصلو ڪندا هئا، جهڙو منديءَ تي تڪ! انهيءَ سبب اڄ تائين چوٽي آهي ته "پنچن ۾ پرميشر." اهو ڌرم تي هلڻ جو نمونو ڪيئن صديون ٻانڌهم هلندو آيو، جنهن ڪري يوناني تاريخ نويسن، بلڪ پوءِ جي مسلمان تاريخ نويسن، هندن جي سچائي، عدل انصاف ۽ جرئت جون ڏاڍيون ساکون ڪيون آهن، جي آئين اڪبريءَ ۾ به لکيل آهن. (1)

**راڄنيتي جوڙجڪ:**

قديم آرين جي راڄنيتي جوڙجڪ (Political Organisation) جو پهريون ۽ مکيه مرڪز گهر هو، جنهن ۾ هڪڙي ئي آکهه جا ڀاتي گڏ رهندا هئا. گهڻين آکهين جو ميڙ "ڪل" يا "پرور"، گهڻن پرورن جو ميڙ "نک"، ۽ گهڻين نکن جو ميڙ "گوتر" سڏبو هو، جو گويا "مها ڪل" هو. گهڻن گوترن جو ميڙ "ڳوٺ" ۽ گهڻن ڳوٺن جو ميڙ "گرام" سڏبو هو؛ پر هڪ هزار يا وڌيڪ ڳوٺن جو ميڙ "وش" Vish (Canton or District) ڪونبو هو. خود اتي جا رهاڪو به "وش" سڏبا هئا، جنهن ڪري "وش" معنيٰ ٿي "عام خلق". پوءِ چار ورڻ نهيا، ته انهيءَ "وش" لفظ مان "ويش" لفظ نهيو، جنهن ۾ آبادگار،

(1) The Hindus are religious, affable, cheerful, lovers of justice, given to retirement, able in business, admirers of truth, grateful and of unbounded fidelity; and their soldiers know not what it is to fly from the field of battle. (Samuel Johnson: India p.294.)

واپاري ۽ ڪاسبي ليکجڻ ۾ آيا، نہ تہ "وش" لفظ جي بنيادي معنيٰ آهي "واسو ڪندڙ يا بينڪي" جي سنڌو ماٿر ۾ بينڪون وجهي ويٺا هوندا هئا. گهڻن وشن جي ميڙ کي "جن" يعني نيات يا قوم (Tribe) چوندا هئا. سيني آرين ۾ "پنچ جن" مکيہ هئا: (ڏسو صفحو ٣). هر هڪ جن يا نيات جي پنهنجي پنهنجي ڏيهي رياست هوندي هئي.

**شهر:**

آرين وڏيڪ ترقي ڪئي، تہ وڏا شهر بڻائون. رگ ويد "پر" (پور) لفظ ڪم آيل آهي، جنهنجي معنيٰ آهي "شهر". اهو لفظ سنڌيءَ ۾ بہ ڪم پيا آئيون جهڙوڪ چئون ميرپور، خيرپور ۽ شڪارپور. سنسڪرت ۾ "پر" معنيٰ "قلعو" بہ آهي. اِها بہ معنيٰ هن ڪري ٿي، جو شهرن جي چوڌاري عالم پناهہ ڏيئي ڇڏيندا هئا. اهو رواج سنڌ ۾ بہ هلندو آيو. مثلاً 1617ع ۾ شڪارپور جو شهر بڌو، تہ اهو قلعي جي اندر هوندو هو جنهن کي اٺ دروازا هوندا هئا: لکي در، هاٿي در وغيره. سنہ 1728ع ۾ ڪراچيءَ جو شهر بڌو، تہ اهو بہ قلعي اندر هوندو هو، جنهن جا بہ دروازا "کارو در" ۽ "منو در" اڄ تائين مشهور آهي.

**قلعا:**

رگ ويد ۾ "درگا" لفظ بہ ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "قلعو". شهر ڪوٽن جي اندر، ۽ انهن ۾ اندر قلعا هوندا هئا، جن ۾ راجائون رهندا هئا ۽ حڪومت جو ڪاروبار بہ هلائيندا هئا.

## سڀا ۽ سمتي:

"سمتي" (سم + اِتي) معنيٰ "جنهن ۾ سڀ وڃي ڪٺا ٿين" رگ ويدڪ زماني ۾ راجائن جي چونڊ ٿيندي هئي، تہ تاجپوشيءَ جي جلسي ۾ ٻين اهڙن موقعن تي سڀ ماڻهو جتي وڃي ڪٺا ٿيندا هئا، اُها "سمتي" سڏبي هئي. جنهنکي "سڀا" چوندا هئا، تنهن ۾ سرڪاري ڪاروبار هلندو هو. راڄ سڀا ۾ ڪم ڪار لهڻ ڪانپوءِ راجائون، وزير ۽ ٻيا درٻاري ڪاٺينڌا پيئندا هئا. انهيءَ قديم زماني ۾ ئي ڏاري راند جي عادت گهڻي هوندي هئي. وقتي سڀا ۾ ڏاري راند بہ ڪندا هئا ۽ ائين سڀا ڪي هڪ "ڪلب" ڪري ڪم آڻيندا هئا.

## رشين ۽ براهمڻن جو زور:

رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو، تہ اُن وقت جا رشي ۽ براهمڻ ڌرم ۽ نيتيءَ جي ڳالهين جا پورا پورا ڄاڻو هئا. راجائن ۽ رعيتي ماڻهن کي وڏا يڳيہ ۽ پوڄائون ڪرائيندا هئا، ۽ عام خلق سندن ڌوريءَ ۾ اينڙي قدر ٻڌل هوندي هئي جو ڪنهن کي راجا ڪري چونڊڻ يا چونڊيل راجا کي راڄ گديءَ تان لاهڻ سندن وس جي ڳالهہ هوندي هئي. هيڏي هلنديءَ هوندي بہ ڪنهن رشيءَ يا براهمڻ ڪڏهن بہ راجا ٿيڻ جي ڪوشش ڪانہ ڪئي. پنهنجي تمنا ڇڏي، هو راجائن جا وزير ٿي رهندا هئا، جو ڄاڻائون ٿي تہ ديش جي شيوا ائين وڌيڪ چڱي ريت ڪري سگهبي. راجائن کي نيڪ صلاحون ڏيئي، حڪومت جو چرخو ڌرم ۽ نيتيءَ پٽاندر هلارائيندا هئا، ۽ عام خلق جي ڀلي لاءِ طرح طرح جا جتن ڪندا هئا. جنهن ڪري رگ ويد واري قديم زماني ۾ ئي هندو سڀيتا نهايت اعليٰ درجي تي پهتي. رگ ويدڪ سڀيتا ۽ هاڻوڪي سڀيتا جي وچ ۾ گهڻو ڦير آهي ئي ڪونہ، جنهن ڪري چئبو تہ آڳاٽن رشين ۽ براهمڻن اسانکي هن ڪڙيءَ تي آڻي پهچايو آهي●

باب ٻيو

# يجر ويد ۽ اُن کانپوءِ جو ويدڪ زمانو

## مڌيہ ديش:

رگ ويدڪ زماني ۾ آريہ لوڪ سنڌو ماٿر ۾ رهندا هئا. يجر ويد واري زماني ۾ منجهائن ڪيترا پنجاب ۽ سنڌ جا وڻ ڇڏي، هاٿوڪي آگري ۽ اَئوڌ جي گڏيل پرڳڻن ڏي ويا. رفتي رفتي هماليہ جبل کان وٺي ونڌيا جبل تائين پنهنجون بادشاهتون ٻڌايائون، ۽ اهو سمورو ملڪ "مڌيہ ديش" يعني وچولو ملڪ (Midland) سڏجڻ ۾ آيو. اُتي هنڌين ماڳين پاٺشالائون ۽ گروڪل ڪوليائون، ورڻ آشرم اُتي پختي پائي تي بيٺا (صفحہ 16)، ۽ سڀ هندستان کي ڌرمي پستڪ (اتهاس، پراڻ، سمرتيون، اُپنشد وغيره) اُتان مليا. اسانجا ڪيترا تيرٿ بہ اوڏهين آهن. براهمڻي ڌرم ۽ سنسڪرت جي اڀياس اُتي ڏينهون پوءِ گهڻو زور ورتو. سنڌ ۾ حالت هيءَ، جو ڪيترا هندو ديوناگري اکر بہ ڪونہ ڄاڻن! سنہ 1898ع ۾ بنارس ۾ هندو ڪاليج کليو ۽ اُهو وڌائي "هندو يونيورسٽي" ڪئي اٿن! اسان وٽ رڳو هڪڙو "هندو ڪاليج" کلي، تہ سنڌ جي هندن جي جيڪر سگهوئي ڪايا پلٽ ٿي وڃي.

## سنڌ ۽ پنجاب جي گڏيل حڪومت:

يجرويد واري زماني ۾ پنجاب ۽ سنڌ مان ڪيترا آريہ لڏي، مڌيہ ديش ڏي ويا، تہ اُنوءَ آرين جو مکو مچي ويو. منجهائن ڪي پنهنجي

ڌورانهين ڏاڏي راجا انوءَ جي ٽالي پنيان "انُو" ۽ "آنوَ" (انوءَ جو اولاد) سڏبا هئا، ۽ ڪي پنهنجي ويجهي ڏاڏي "شوي اؤشينر" جي نالي پنيان "شوي اربه" سڏبا هئا. رگ ويدڪ زماني ۾ اهي "پرشني" (پوءِ نالو "اراوتي"، هاڻ "راوي") نديءَ جي ڪناري تي رهندا هئا. يجر ويد واري زماني ۾ سڄو پنجاب ۽ ايران جا ڪي پاسا هٿ ڪيائون، ۽ پوءِ سنڌ به فتح ڪيائون. (1) اٿين سنڌ ۽ پنجاب جي گڏيل حڪومت ٽي، جنهن ۾ ٽي وڏا پرڳڻا هئا:

(1) ڪيڪيه: شوي اؤشينر جي هڪ پٽ جو نالو ڪيڪيه هو، تنهنجي نالي پنيان هيءَ پرڳڻو سڏجڻ ۾ آيو، جو ڪابل نديءَ ۽ "وپاش" (هاڻ اچار "وياس – بياس") نديءَ جي وچ ۾ هو، جنهن ڪري ديرو اسماعيل خان ۽ ديرو غازي خان، جي هن وقت پروچڪا منٺ آهن، سي ان ۾ اچي ٽي ويا. اڳي اهو هندڪو ملڪ هو ۽ وديا جو وڏو مرڪز هو. ساوتريءَ جو پتا، راجا اشوپتي، ڪنهن وقت هن ڪيڪيه پرڳڻي جو راجا ۽ فخرسان چئي سگهيو ٿي ته "منهنجي ديش ۾ نه ڪو آهي شرابي، نه ڪو نشئي، نه ڪو چور، نه ڪو وپچاري." ڪوبه حاڪم – جيڪر اهڙي هامر هڻي ڪين سگهي. وڏيڪ حقيقتن لاءِ ڏسو چانڊوڳيه اُپنشد ۽ شتپٿ براهمڻ گرنٿ.

(2 ۽ 3) سنڌو ۽ سؤوير: شوي اؤشينر جي ٻئي پٽ جو نالو سؤوير هو، ۽ سندس نالو هن پرڳڻي تي پيو. ملتان ۽ جهاروائڙ کي گڏي "سؤوير" سڏيندا هئا. اتهاسن ۽ پراڻن ۾ "سنڌو" ۽ "سووير" نالا جتي ڪٿي گڏ ڪم آيل آهن، جو ڪئين صديون پوءِ به حڪومت گڏيل هين.

**سڀ کان نهايت قديم شهر:**

انُو يا شوي آرين ايران وارو پاسو هٿ ڪري، پنهنجي جتي

(1) F.E. Pargiter: Ancient Indian Historical Tradition, pp. 264 and 293.

راڄڌاني ڪئي، تنهن کي "شو اسٿان" يعني شوي آرين•جو آستان يا ماڳ ڪوٺيائون، جنهن جو اُچار پوءِ بگڙجي "سبستان" ۽ "سيستان" ٿيو.(1) سنڌ ۾ به پنهنجيءَ راڄڌانيءَ تي ساڳيو نالو "شو اسٿان" رکيائون، جنهن جو اُچار بگڙجي "سيوستان" ۽ "سهوان" ٿيو، ۽ هاڻ عام طرح چئون "سيوهڻ" جنهن ڪري چئبو ته سڄيءَ سنڌ ۾ "سيوهڻ" جهڙو قديم نالو بئي ڪنهن به شهر تي پيل ڪونهي.

## ملڪي حالتن ۾ ڦيرو:

رگ ويدڪ زماني ۾ راڄائن جي چونڊ ٿيندي هئي. اُهي ننڍين ننڍين رياستن جا والي هوندا هئا. پر پنهنجيءَ حڪومت جي حد ٿوري ٿوري وڌائي، آشوميڌ يگيه ڪندا هئا. يجر ويد واري زماني ۾ پنهنجيءَ حڪومت جون حدون هيڪاري وڌائي وڏيون ڪيائون ۽ "راجسويه يگيه" ڪرڻ لڳا. راڄ گديءَ تي به موروثي حق ڄمايائون. رگ ويدڪ زماني ۾ راڄائن کي لشڪر ڪٺي ڪري ڏيڻ ۾ رشي گهڻي مدد ڪندا هئا. يجر ويد واري زماني ۾ راڄائن پنهنجون پگهاردار فوجون رکيون. سيناپتي (ڪمانڊر ان چيف) ۽ ٻيا جنگي کاتي جا عملدار مقرر ڪيائون، جن کي وڏيون اختياريون هونديون هيون، تنهن ڪري براهمڻ ڪانپوءِ انهن ڪترين جو جهجهو مان هوندو هو•

(1) The Sibis or Sivas have given their name to Sibistan.
R.D. Banerji: A Junior History of India, p.15.

# باب ٽيون

# اِتهاسڪ زمانو

### سنڌ ۾ سورجونسي:

هندن جا ٻه وڏا اتهاس رامائڻ ۽ مهاڀارت آهن. رامائڻ واري زماني (تريتا جڳ) ۾ ايوڌيا جو راجا دسرٿ هو، جو سورجونسي گهراڻي جو هو. ايوڌيا ۽ ڪوشل[ا] کان وٺي پنجاب ۽ سنڌ تائين، ۽ هوڏانهن بينگال ۽ دراوڙن جي ملڪ (مدراس ڪاتي) تائين، سندس حڪومت جون حدون هيون (رامائڻ، ايوڌيا ڪانڊ). هن مان ائين سمجهجي ٿو، ته راجا دسرٿ ياڻ، يا سندس وڏن، پنجاب ۽ سنڌ جي آنو (شوي) آرين ۽ ٻين جو زور ڀڃي، ڪين پنهنجو ڏن ڀرو ڪيو هو. راجا دسرٿ پنهنجي جيٺري ٿي پنهنجو راڄ پنهنجي مربي پٽ سري رامچندر کي ٿي ڏنو؛ پر سندس راڻي ڪيڪئيءَ اهو راڄ پنهنجي آنڊي جائي پٽ ڀرت لاءِ گهريو ۽ سري رامچندر کي چوڏهن ورهيه بن ڀوڳايائين.

### سنڌ ۾ سري رامچندر:

هنگلاج پراڻ ۾ لکيل آهي ته بنواس واري چوڏهن ورهين جي عرصي ۾، سري رامچندر، سيتا ماتا ۽ لڇمڻ هنگلاج پرسڻ ويا هئا.

هنگلاج ڏي ڪراچيءَ کان سونمياڻيءَ واري واٽ وٺي هاڙهي

(ا) ايوڌيا جو ٽالو ڪالوڪي اتوڌ تي پيل آ هي. اهو اتوڌ وارو پاسو اڳي ’ڪوسل‘ سڏبو هو. جو ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل هو: هڪڙو ”اُتر ڪوشل“، جنهنکي ”گوڙ“ به سڏيندا هئا. جني جا گوڙ براهمڻ مشهور آهن، ٻيو ”ڏکڻ ڪوسل“. سري رامچندر جي ٽنگي ماتا انهي ڪوشل پرڳڻي جي راجڪمارِ هئي، تنهن ڪري ”ڪوشليه“ يعني ”ڪوشل جي راجڪماري“ ڪوٺبي هئي. (مصنف)

جبل ڏي وڃبو آهي. هاڻوڪي ڪراچيءَ جي "راما سَر" (رام تلاءُ) تي اهو نالو هن ڪري پيل چوڻ ۾ اچي ٿو، جو سري رامچندر انهيءَ تلاءَ وٽ اچي لٿو هو. انهي تلاءَ وٽ هڪ باغ هو، تنهنڪري اهو سڄو پاڙو اڄ تائين "رام باغ" سڏجي ٿو.

سري رامچندر ڪجهه وقت ڪيپامازيءَ طرف هڪ ٽڪر (Oyster rock) جي غار ۾ ايڪانت ۾ وڃي گذاريندو هو، تنهن ڪري اهو اڄ تائين "رام جهروڪو" يعني "رام جو محلات" سڏجي ٿو. جبل نديءَ کان سونمياڻي وڃبو ته واٽ تي ٿوريون ڪيچيون ڪوهيون نظر اينديون، جي اڄ تائين "سيتا ماتا جون کوهيون" سڏجن ٿيون. سونمياڻيءَ جي پريان هڪ کلراٺي ميدان ۾ قدرتي طرح جڙيل کوهه آهن جي "چندر ڪوپ" يعني سري رامچندر جا کوهه سڏجن ٿا. سونمياڻي بندر جو ذڪر ڪندي ڪئپٽن هارٽ ڄاڻايو آهي ته چندرڪوپ جملي ارڙهن آهن، جن مان ست هتي آهن ۽ يارهن مڪران طرف ڪيچ ۽ گوادر جي وچ ۾ آهن ۽ "سري رامچندر جا ڪوپ" سڏجن ٿا. هي سڀ ڳالهيون ڄاڻائين ٿيون ته سري رامچندر اسانجي سنڌ ديش ۾ پنهنجا پوتر چرڻ گهمايا هئا.

## حڪومت جو ورهاڱو:

رامائڻ مان معلوم ٿئي ٿو، ته راجا دسرٿ ڪانپوءِ ايوڌيا جي ڳادي سري رامچندر کي ملي. پاڻس پرٿ بابت رگهوونش (87.15) ۾ ڄاڻايل آهي، ته "پرت کي سنڌ ديش مليو."

## وانهان ۽ لهاڻا:

سري رامچندر کي ٻه ڄاڙا پٽ ڪش ۽ لو (Lava) هئا. جن مان ڪش وڏو ليکبو هو. سري رامچندر ڪانپوءِ ايوڌيا جي گادي ڪش کي ملي. سندس اولاد "وانهان" آهن. ڏسو "وانهان" پاڻس لو کي ڪوشل جو اتر وارو پاڱو مليو. لوَ جو اولاد لهاڻا آهن، ڏسو "لهاڻا."

## سنڌ جي حڪومت جي وڌيل حد:

شري رامچندر جي پاڻ پرت کي سنڌ جو پرڳڻو مليو ته سنڌس پن پٽن تڪش ۽ پشڪر سنڌ جي حڪومت جون حدون وڌائي گنڌار[1] (قنڌار) يعني هاڻوڪي پشاور ۽ ان جي آسپاس واري ملڪ تائين ڪيون. انهيءَ پاسي پشڪر جي گاديءَ جو هنڌ "پشڪر وتي" ۽ تڪش جي گاديءَ جو هنڌ "تڪش سيلا" (Taksha-Sila) هو، جنهن کي ڪن تاريخ نويسن "ٽئڪسلا" (Taxila) سڏيو آهي. عيسوي سنه کان ڇهه صديون ڪن اڳي تڪشن سلا ۾ هڪ وڏو وشو وديالي (يونيورسٽي) برپا ٿيو هو، جنهن جو ويرانو اڃ تائين راولپنڊي ضلعي ۾ آهي. عيسوي سنه کان پنج صديون ڪن اڳي ناميارو پاڻني مني اتي ڄائو هو، جنهن جو جوڙيل سنسڪرت گرامر "آشٽا ڌيائي" نالي اڃ تائين مشهور آهي.

## مهاڀارت وارو زمانو:

مهاڀارت واري يڌ لڳڻ وقت دواپور جڳ پورو ٿيڻ تي هو، ۽ ڪلجڳ شروع ٿي ٿيو. هندستان جي آڳاٽن پنڊتن جوتش جي حساب موجب ليکو ڪري ڄاڻايو هو، ته 20 فيبروري 3102 ق م (B.C 3102) جي ڪلجڳ شروع ٿيو هو.[2] سنه 1030ع ۾ البيروني هندستان ۾ آيو هو، تنهن به اهڙي ڳالهه ڪئي آهي. مطلب ته مهاڀارت واري لڙائي کي اڃ پنج هزار ورهيه ٿيا آهن. موهن جي دڙي جي سڀيتا جيڪڏهن دراوڙن جي صاحبيءَ جي آهي، ته اها گهڻو گهڻو آڳاٽي چئبي.

---

(1) راجا ڌرتراشٽر جي راڻي، دريوڌن ۽ ٻين ڪورون جي ماءُ، گنڌار پرڳڻي جي راجا سبل جي نياڻي هئي، تنهن ڪري "گانڌاري" يعني "گنڌار پرڳڻي جي راجڪماري" سڏبي هئي.

(2) According to the astronomical calculations of the Hindus, the present period of the world, Kali Yuga, commenced 3,102 years before the birth of Christ on the 20the February, at 2 hours, 27 minutes and 30 seconds. Count Bjornstjarna: Theogomy of the Hindus.

**سنڌ جي حڪومت:**

مهاڀارت واري زماني ۾ سنڌ جو راجا ڄئدرٿ هو، جو پراڻن پٿاندر آنو (شوي) آرين جي نسل مان هو، جنهن ڪري چئبو ته انو آرين سنڌ موٽي پنهنجي قبضي ڪئي هئي. مهاڀارت ۾ راڄا ڄئدرٿ "سؤويرڪ" سڏيو ويو آهي. متي اڳيئي ڄاڻايو ويو آهي ته ملتان وارو پاسو "سؤوير" سڏبو هو. (ص-22)، تنهنڪري اڻ پڇو چئبو ته راجا ڄئدرٿ "ملتاني" هو. قديم زماني کان وٺي ويندي ڪلهوڙن جي صاحبيءَ تائين سنڌ ۽ ملتان جي حڪومت اڪثر گڏيل هوندي هئي. انهيءَ سبب اڄ تائين بمبئيءَ جا رهاڪو سنڌي ماڻهن کي "ملتاني" سڏيندا آهن.

**مهاڀارت ۾ سنڌ جو ذڪر:**

سنڌ جو راجا ڄئدرٿ، مڌيه ديش جي هستناپور شهر (دهليءَ طرف) مان، راجا ڌرتراشٽر جي هڪڙي ڌي سڪيلڌي ڏيءُ دهشلا پرڻيو هو، تنهن ڪري دريوڌن ۽ ٻيا ڪؤروَ سندس سالا هئا. مهاڀارت واري لڙائيءَ ۾، پنهنجن سالن جو طرف وٺي،پانڊون سان لڙڻ ويو هو. سندس سورهيه سپاهي پنهنجن ٻِل ٻلوڙ گهوڙن تي چڙهي، امبالي ضلعي ۾، ٿانيشور (آستان ايشور) جي نزديڪ، ڪرڪيتر واري ميدان ۾ وڃي، جنڊ ۾ شامل ٿيا هئا. مهاڀارت ۾ سنڌ جي گهوڙن جي گهڻي ساک لکيل آهي، ۽ ائين به چيل آهي، ته "پنجاب ۽ سنڌ جا سپاهي کهاڙي هلائڻ ۾ سڀني کان وڌيڪ هوشيار هوندا هئا."

**سنڌ پانڊون جي تابعي:**

مهاڀارت واري لڙائيءَ ۾ ڪؤرون هارايو، ۽ راڄا ڄئدرٿ سميت مارجي ويا. پانڊون ڪٽيو ته سندن وڏو ڀاءُ يڌشٽر راڄ گديءَ تي ويٺو، ۽ آشوميڌ يڳيه جي تياري ڪيائين. پنجاب، سنڌ ۽ ٻيا ڪيترا پرڳڻا

سندس تابعي ٿيا؛ پر سنڌ جي حڪومت جون واڳون پوءِ بہ اُنُو آرين جي هٿ ۾ رهيون.

## رسمون ۽ رواج:

رگ ويدڪ زماني وانگر، اِتهاسڪ زماني ۾، نندپڻ ۾ پرڻجڻ جو رواج اڪثر ڪونہ هو. وڏ گهراڻيون ڇوڪريون "سويمور" ڪنديون هيون يعني پنهنجي لاءِ ور (گهوٽ) پاڻ چونڊينديون هيون. وهاڻءَ جي صبوح جو منيون کوڙائيندا هئا، ۽ اهو رواج اڄ تائين هليو اچي. گهوٽ ڏڪجي چٽجي، جڃ وٺي ايندو هو. اهو رواج رگ ويدڪ زماني ۾ ٿي هو. وهاڻءَ مهل ڪنٽار کي ڪهنبا پيل هوندا هئا، جن ۾ سڀي ڊڪيل هوندي هئي. گهڻين زالن پرڻجڻ جو رواج عام هو. زالون سس، سهري ۽ مڙس جا نالا ڪين ڳنهنديون هيون. سهري کي "آريہ"، سس کي "آيا" ۽ مڙس کي "آريہ پتر" يعني "آريہ جو پٽ" (شريفن جو اولاد) سڏينديون هيون، ۽ اهو نهايت شاناڻاتو ڳالهائڻ سمجهيو ويندو هو.

## پردي جو رواج:

راماڻڻ ۾ لکيل آهي تہ سري رامچندر، راوڻ کي ماري، سيتا ماتا جا بند خلاص ڪيا، تہ پنهنجي ڀاءُ لڇمڻ کي چيائين تہ سيتا کي اسانجي سڀئنا ۾ وٺي اچ. اتي سيني حاضر ماڻهن کي عجب لڳو، تہ زال ماڻهو پراون مردن جي اڳيان ڪيئن ايندي! انهيءَ تي مرجادا پرشوتم سري رامچندر کين هيءُ وچن چيا:

"آپدا جي سمي ۾، وهاڻءَ مهل، ۽ يڳيہ جي وقت، جيڪڏهن ڪا استري ٻين جي اڳيان ايندي، تہ ان ۾ دوش ڪونهي." (راماڻڻ، يڌ ڪانڊ، 116-28).

رگ ويدڪ زماني ۾ پردي جو رواج هو ئي ڪونہ؛ پر مٿينءَ حقيقت مان ظاهر آهي، تہ تريتا جڳ ۾ زالون، خاص ڪري وڏ گهراڻيون، پراوُن مردن جي اڳيان (منهن اگهاڙي) نہ وينديون هيون.

مهاڀارت ۾ لکيل آهي، ته مهاڀارت واري لڙائي ۾ دريوڌن مارجي ويو، ته سنڌس پيرسن پتا راجا ڌرتراشٽر پنهنجون نهون (دريوڌن جون استريون) پاڻ سان وٺي، گنگا نديءَ ڏي ويو هو. انهيءَ ڳالهه جي ذڪر ڪندي، مهاڀارت جي رچيندڙ ويد وياس هيٺن لکيو آهي:

"اهي استريون جن کي اڳي ڪڏهن ديوتائن به ڪونه ڏٺو هو، سي هيٺئر وڌوائون ٿيون، ته رواجي ماڻهن به ڏٺيون. انهن وڌوائن پنهنجا وار کٽي چوڙيا هئا، مٿيا لاهي ڦٽا ڪيا هئائون، ۽ آناٿين وانگر شهر کان ٻاهر نڪتيون هيون." (مهاڀارت، استري پرو 10، 8-10).

مطلب ته پردي جو رواج ترينا جڳ کان وٺي سڄي اُتر هندستان ۾ پيو. سنه 1919-1920ع ڌاري خلافت هلچل مهل، هندو مسلمان هڪ ٿي بيٺا، آزاديءَ جي لهر آئي، ته حيدرآباد جي عامل چوڪرين پردي جو رواج ڇڏڻ شروع ڪيو، ۽ پوءِ ٻين سندن پيروي ڪئي. هن وقت فقط ڪي ٿوريون قدامت پسند زالون منهن ڍڪين ٿيون.

## سنڌ جي سڀيتا:

اِتهاسڪ زماني ۾ ٻه اوتار پيدا ٿيا. سري رامچندر ۽ سري ڪرشن جا مٺا نالا اڄ تائين سڄي هندستان جي ڪنڊڪڙڇ ماٺ ٻڌڻ ۾ اچن ٿا. رامنومي، دسهڙو، ڏياري ۽ ٻڙهه اهي وڏا ڏينهن سري رامچندر جي ڪري اڄ تائين ملهائجن ٿا. ساٺوڻ ۾ سري ڪرشن جي جنم جو ڏينهن "جنماشٽمي" ملهائجي ٿو. سيتا جي ستيا، دروپديءَ جي دليري، رام، لڇمڻ ۽ ڀرت جي ڀراتري پاؤ جا گيت هر هڪ هندوءَ جي دل ۾ عجيب اُمنگ اُٿارين ٿا! هر سال ڪتيءَ جي مهيني ۾ زالون جيڪي ورت رکن ٿيون، سي تلسيون ۽ ڀيکم سڏجن ٿا. اهو "ڀيکم" لفظ اصل ۾ آهي "ڀيشم"، جو پانڊون ۽ ڪورون جي وڏي ڪاڪي ڀيشم پتامهه جو نالو آهي، ۽ ڪڏهن به وسرڻ جوڳو نه آهي. رامائڻ ۽ مهاڀارت جون ڪتائون اڄ تائين سنڌ سميت سڄي هندستان جي هندن جي سڀيتا تي وڏو ئي اثر ڪري رهيون آهن.

### رعيت جي آسودي جيوت:

راماڻ واري زماني ۾ سڀ ڪنهن رعيتي ماڻهوءَ وٽ چوپايو مال هوندو هو. سواريءَ لاءِ گهوڙا بہ هوندا هئن. ڪو پورهيت ڪنهن وٽ سڄو ڏينهن ڪم ڪندو هو، تہ هڪ سوني مهر ملندي هيس. سون جي گهڻي واهپي سبب ڪيترن جي ٻاهن ۾ سونا ڪنگڻ پيل هوندا هئا. مهاڀارت مان معلوم ٿئي ٿو، تہ راجائون پوک گهڻي ڪرائيندا هئا تہ اَن، ڀاڄيون ۽ ميوا جام ٿين. آبادگارن کي رڳو برسات تي ياڙي ويهڻو نہ پوي، تنهن ڪري تلاءَ ۽ کوهہ گهڻا کوٽائيندا هئا. غريب آبادگارن کي پوک لاءِ ٻج ۽ کيتيءَ لاءِ اوزار سرڪاري خرچ تي ڏيڻ پنهنجو ڌرم سمجهندا هئا. ڪاريگرن کي بہ اوزار وغيره خريد ڪرڻ لاءِ پئسي جي مدد ڪندا هئا. ديس ۾ سڪار هئڻ سبب ماڻهو چڱيءَ ريت کائيندا پيئندا هئا، تہ بت ۾ وزندا هئا، ۽ عمر اڪثر وڏي هوندي هين. درون آچاريہ جي عمر "آشيتي پنچڪ" يعني پنجاسي ورهيہ ڄاڻايل آهي. سري ڪرشڻ هن پرٿويءَ تي هڪ سؤ ويهہ ورهيہ هو.

سنسڪرت ۾ "پرجا" بمعنيٰ "رعيت"؛ پر بنيادي معنيٰ اٿس "اولاد". هيءَ جهونو لفظ ڄاڻائي ٿو تہ مهاڀارت واري زماني ۾، بلڪ تنهن کان ٿي اڳي، آڳاٽا راجائون پنهنجيءَ رعيت کي پنهنجي آنديءَ ڄائي اولاد جهڙو سمجهندا هئا، جنهن ڪري انهيءَ ساڳي هڪڙي ئي لفظ جون آهي بہ معنائون ٿيون.

### ڏورانهن ڏيهن ۾ بينڪون:

راماڻ ۾ يون دويپ ۽ سورن دويپ (جاوا ۽ سوماترا) ۽ لوهت ساگر يعني ڳاڙهي سمنڊ (Red Sea) جو ذڪر آهي. راجا يڌشٽر جي تاجپوشيءَ جو جلسو ٿيو، نہ روم جا ماڻهو بہ سندس لاءِ سوکڙيون کڻي آيا هئا. ائين رگ ويدڪ زماني کان وني سنڌوءَ ماٿر ۽ مڌيہ ديش جي رهاڪن جو ڏورانهن ڏيهن سان ناتو هو. مهاڀارت واري لڙائيءَ ۾

هندستان جي ڪجهه قدر ستياناس ٿي ويئي، ته سنڌو ماٿر مان ڪن وڃي ائبيسينيا ۾ ۽ ٻين هنڌن بينڪون وڌيون، ۽ مڏيه ديش وارن مان ڪيترا الهندي ايشيا، يورپ ۽ آمريڪا ڏي ويا ۽ پنهنجيءَ هندو سڀيتا جو ڦهلاءُ به اوڏهين وڃي ڪيائون، جنهن جا سوين اُهڃاڻ هن وقت تائين معلوم ٿي چڪا آهن. وڌيڪ حقيقتن لاءِ ڏسو شربيت هربلاس ساردا جو جوڙيل ڪتاب "هندو سپيريارٽي"، پوڪوڪ صاحب جو جوڙيل ڪتاب "انڊيا اِن گريس" (India in Greece) ۽ شربيت چمن لال جو جوڙيل ڪتاب "انڊيا ان آمريڪا" (India in America). ائين هندستان ٻدران ٻين ملڪن کي لاڀ ٿيو.

## سنڌ ۽ پنجاب ۾ پشاچن جون بينڪون:

دواپور جگ جي پڇاڙيءَ ڌاري، ايران طرفان ڪي لوڪ، ڪشمير مان لنگهي، پنجاب ۽ سنڌ ۾ آيا. اهي ڪچو گوشت به کائي ويندا هئا، تنهن ڪري مڏيه ديش وارن آرين کين نالو ڏنو "پشاچ" (ڀوت). ۽ سنڌن ٻولين کي "ڀوت ڀاشا" يعني ڀوتن جي ٻولي سڏڻ لڳا. انهن پشاچن سنڌ ۾ شايد ڪراچي ضلعي واري لاڙ ۾، بينڪ وڌي، جتي "جهبير" ذات جا مهاڻا اڄ تائين آهن، جي پشاچن جي نسل مان آهن. سنڌي ماڻهو شايد ساڻن رلمل ڪرڻ لڳا [l]، ته مڏيه ديش وارا چوڻ لڳا ته سنڌ "مليڇ ديش" آهي، ۽ ايڏانهن جيڪو ويندو، تنهن کي پراچت ڪرڻو پوندو. (ڏسو مهاڀارت). ائين پنجاب ۽ سنڌ جو مڏيه ديش وارن سان ناتو ٽٽي ويو، ۽ اُهي آرين جي نيات مان نڪتل ليکجڻ ۾ آيا. هيءُ ڪلجگ جو پهريون چٽو چڻبو●

---

(l) ٻوڌاين جي سوترن ۾ ڄاڻايل آهي ته مڏيه ديش جي ٻاهرين پاسي يعني پنجاب، سنڌ، راجپوتانا، گجرات، بينگال وغيره جا رهاڪو گاڏڙ نسل جا اهن.

باب چوٿون

# ٻوڌي زمانو

**ٻڌ ڌرم ۽ پالي:**

ڪلجڳ شروع ٿيو، ته ويدڪ ۽ اتهاسڪ زمانن وارا ونءُ به ويا ته واهيرا به ويا! ڌرم ٻه ٻيو ته ٻولي به ٻي!

عيسوي سنه کان ڇهه صديون کن اڳي ٻڌ ڌرم جو بنياد گوتم ٻڌ وڌو ۽ مهاوير سواميءَ جين ڌرم جاري ڪيو. سندن وقت کان ٿي ڪي صديون اڳي (ڪلجڳ جي شروعات ڌاري) سنسڪرت سموري ڦري، ٻنهه نئين نموني جي ٻولي ٿي پيئي. اها "پراڪرت" سڏبي هئي، جا پوءِ "پالي" ڪوٺجڻ ۾ آئي. سندن وقت ۾ سنسڪرت اڪثر رڳو براهمڻ ڄاڻندا هئا، ۽ عام طرح ٻيا اها قديم پراڪرت ڳالهائيندا هئا. تنهن ڪري گوتم ٻڌ ۽ مهاوير سواميءَ پنهنجن ڌرمن جو پرچار انهيءَ پراڪرت ۾ ڪيو.. براهمڻن ذات پات جو ڀيد گهڻو ٿي رکيو، پر هنن ٻنهي ڌرمن جي باني ڪارن اهڙو ڀيد رکيو ئي ڪونه، ته عام خلق کي اها ڳالهه گهڻو پسند آئي، جنهن ڪري سنڌي ماڻهن ۽ ڪيترن ٻين ڌرم اختيار ڪيو؛ ۽ اهو جين ڌرم کان وڌيڪ پکڙيو. اُن وقت کان وٺي براهمڻن جو گهڻو زور گهٽجي ويو.

**سنڌ ۾ جَين ڌرم وارا:**

هن وقت سنڌ ۾ هالن طرف "ٻاڀڙا" ۽ ٿرپارڪر طرف "اوسواڙ" آهن، سي جين ڌرم جا آهن، سنڌ ۾ وقتي ڪي رمتا جوڳي ڏسڻ ۾

ايندا آهن، جي "سيوڙا" سڏبا آهن. اهي به جين ڌرم جا آهن. ڪراچيءَ ۾ به ڪي جين ڌرم وارا آهن؛ پر اهي سنڌ جا رهاڪو ڪينهن.

**قديم سنڌ جي جبري بادشاهت:**

جين ڌرم وارن جي ڌرمي پستڪن "ڀرتيشور بهو بلي ورتي" (Bharateshvar Bahubali Verti) ۽ "جين ساهتيه ليک سمگره" مان معلوم ٿئي ٿو، ته سنه 566 ق.م ڌاري سنڌ ۾ راجا اُدئين (Udayin) راڄ ٿي ڪيو. سنڌ جو پرڳڻو، سوُوير (ملتان وارو پاسو) ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ ٻيون اهڙيون سورهن رياستون سندس تابع هيون. سندس گاديءَ جو هنڌ "وتياڀيه پٽڻ" (Vittabhaya Pattan) هو، جو ڪيترن ميلن ۾ هو، ۽ منجهس لکها آدم رهيو ٿي. اهڙا 363 وڏا شهر سنڌ جي حڪومت اندر هئا، جن ۾ وڏا لکاپتي رهندا هئا. انهي جبري بادشاهت جي سنڀال لاءِ بيشمار پوليس عملدار مقرر ٿيل هئا.

**راڄ گديءَ جو تياڳ:**

سنڌ جو راجا اُدئين ارڙهن ورهين جي ڄمار ۾، وشال (اُجيني) جي راجا چيٽڪ جي نياڻي پرڀاوتي پرڻيو. سندس راڄ جي پڇاڙيءَ واري وقت ۾ مهابير سوامي سنڌ ۾ آيو. سندس اُپديش جو راجا تي ايترو اثر ٿيو، جو راڄ گدي تياڳي، سنياسي ساڌو بڻيو. دنيا کان ايتري قدر دل کڻي ٿيس، جو پنهنجي پٽ ڪيشوءَ کي به راڄ گديءَ تي ويهڻ جي صلاح نه ڏنائين، جنهن ڪري ڪانئس پوءِ سندس ڀائٽيو ڪيشي ڪمار سنڌ جي گاديءَ تي ويٺو.

**سنڌ مٿان آفت:**

ڪيشي ڪمار ڏهه ورهيه ڪن راڄ ڪيو؛ پر رعيت کي گهڻو آزار ڏنائين. راجا اُدئين گوشه نشيني اختيار ڪئي هئي، پر ڪيشي ڪمار جي قهر جي حسن جون ڳالهيون ٻڌي کيس اُپديش ڪرڻ آيو. ڪيشي ڪمار کي ڊپ لڳو ته هاڻ هيءَ شايد مون کان راڄ موٽائي

وننڌو، تنهن دعوت جي بهاني ڪيس پاڻ وٽ گهرائي، ڏڌ ۾ زهر ملائي ڏنس! راجا اُديئن پاٺمرادو اها ڳالهه سمجهي ويو. ڪيس سراپ ڏيئي هليو ويو. سگهو ئي پوءِ اهڙو خوفناڪ زلزلو ٿيو. جو سڄي راڄڌاني ۽ آس پاس وارا ڪيترا ٻيا وسيل شهر ويران ٿي ويا! اها الاهي آفت سنڌ مٿان سنه 536 ق.م ۾ ڪڙڪي. اُن ڪانپوءِ سنڌ وري پوريءَ ريت پاڻ نه ڪنيون، ۽ ڌاريون قومون مٿس ڪاهي پيون.(1)

## ايرانين جي سنڌ تي ڪاهه:

سنڌ جي سيپتا ۽ شاهوڪاريءَ جون ساکون ٻڌي، عيسوي سنه کان 516 ورهيه اڳي، ايران جو بادشاهه دارا پهريون پنجاب ۽ سنڌ تي ڪاهي آيو. اتي جي حاڪمن کي پنهنجو پرو ڪيائين، تي سؤ سٺ ٽليتٽ يعني اٽڪل ٻه سؤ سٺ مڻ سون جي خاڪي جا ساليانو ڍل طور ملندا هئس، ۽ ايتري ڍل ٻئي ڪنهن هنڌان ڪانه ملندي هيس.

## سڪندراعظم جي ڪاهه:

عيسوي سنه کان سوا ٽي سؤ ورهيه اڳي سڪندر اعظم سنڌ تي ڪاهي آيو، ۽ يوناني گورنر مقرر ڪري ويو. سگهو ئي پوءِ ٻٽلبونيا ۾ چالاٺو ٿيائين، ته اها خبر ٻڌي سنڌي ماڻهن يوناني گورنرن کي تڙي ڪڍيو، ۽ پنهنجي پرڳڻي جا والي پاڻ ٿيا.

## سنڌ بابت حقيقتون:

يوناني تاريخ نويسن چاڻايو آهي، ته سنڌ جا ماڻهو طب مان چڱيءَ ريت واقف هوندا هئا. ڪيترن سنڌين جي جمار هڪ سؤ ورهين کان ٻاهر هوندي هئي. ڪو رقم ڪائي ويندو هون، ته اها رقم سهسائي ويهندا هئا. پر ڪورٽن ۾ گهڙڻ پسند نه ڪندا هئا. سنڌ جي "پاتال" نالي بندر جي واپار ۽ شاهوڪاريءَ جي گهڻي ساک ڪٽي اٿن جو

(1) Dr. T L. Shah: Jain History of Ancient India. Vol 1.

هاٿوڪي ڪراچيءَ ضلعي جي لاڙ ۾، ننڍي طرف، ٻہ درياهيءَ وٽ، هوندو هو.

## سنڌ ۾ موريا گهراڻي جو راڄ:

سڪندراعظم جي وقت ۾ مگڌ يعني بهار جي ڏاکڻي ڀاڱي ۾ نند گهراڻي جي حاڪمن راڄ ٿي ڪيو. سندن لشڪر جو سپهہ سالار چندرگپت نالي هڪ جوڌو جوان هو، تنهن پنجاب ۽ سنڌ پنهنجي قبضي ڪيا، ۽ پوءِ نند گهراڻي جو زور ڀڃي، سڄي اتر هندستان جو والي ٿيو، ۽ مؤريا گهراڻي جو بنياد وڌائين. ڪؤٽليہ جي آرٿ شاستر مان معلوم ٿو ٿئي، تہ سندس حڪومت جو انتظام نهايت تحسين جوڳو هو. مئگستينز نالي هڪ يوناني ايلچيءَ چاڻايو آهي، تہ ملڪ ۾ امن امان ايتري قدر هوندو هو، جو جيڪڏهن ماڻهو پنهنجن گهرن کي ڪلف نہ ڏيئي نڪرندا هئا، تہ بہ ڪو ڪنهن جي ڪک جو بہ مندو ڪونہ ٿيندو هو!

## مهاراجا اشوڪ:

مهاراجا چندرگپت کان پوءِ پٽس بندوسر گاديءَ تي ويٺو؛ پر سندس ڏينهن ۾ ڪا مکيہ ڳالهہ ڪانہ ٿي. پوءِ مهاراجا چندرگپت جو پوٽو مهاراجا آشوڪ، سنڌ سميت اُتر هندستان جو والي ٿيو. ٻڌ ڌرم کي زور وٺائڻ ۽ اهنسامت ڦهلائڻ لاءِ ڪي شاهي فرمان پٿر جي ٿنڀن ۽ اُتاهن ٽڪرن تي اُڪرائي ڇڏيائين، جي اڄ تائين سالم بيٺا آهن. سندس وقت ۾ سنڌ ۾ ۽ ٻين هنڌ ڏيوڙا ۽ ٿلهہ نهيا.

## ڏيوڙا ۽ ٿل:

گوتم ٻڌ پرلوڪ پڌاريو، تہ اُنن پرڳڻن جي رهاڪن سندس سنک پنهنجي پنهنجي پرڳڻي ۾ پوري، ان جي مٿان ڏيوڙا ۽ ٿلهہ نهرايا ۽ اهي هنڌ تيرٿ ليکجڻ ۾ آيا. مهاراجا اشوڪ انهن انن هنڌان سنک کڍائي، ٿوري ٿوري ڪري، اُنهن ملڪن ۾ موڪلي، جن ۾ گوتم ٻڌ پنهنجي

سر وچي ٻڌ ڌرم جو پرچار ڪيو هو. مهاراجا اشوڪ جي گروءَ جو نالو سوامي اُپگپت هو. اهو بہ آهنسامت ٿهلاڻن لاءِ جن جن شهرن ۾ ويو هو، تن شهرن ۾ ٻہ سنک ڌرو موڪليائين. گوتم ٻڌ پنهنجا پوتر چرڻ سنڌ ۾ گهمايا هئا، ۽ اُپگپت سوامي بہ سنڌ ۾ آيو هو، تنهن ڪري اُنهيءَ سياڳيءَ سنک جو ڌرو سنڌ کي بہ مليو، تہ سنڌي ماڻهن "ستُوپ (Stupa or pagoda) جوڙايا. سمي پائي اُهي ڍهي ويا، تہ وري نوان سنوان ٺهيا، جن مان ڪاهوءَ جي دڙي ۽ موهن جي دڙي وارا ستوُپ مشهور آهن.

## سنڌ تي ڌارين جون ڪاهون:

مهاراجا اشوڪ کان پوءِ، عيسوي سنہ کان 180 کن ورهيہ اڳي پختر-باختر (Bactria) جا ڪي يوناني لوڪ پنجاب تي ڪاهي آيا، ۽ پوءِ سنڌ بہ فتح ڪيائون. سنہ 70ع ڌاري ساڪ يا سٿين لوڪ ڪاهي آيا، جي تاتاري ترڪن مان هئا. ڪائن اڳي ايراني ۽ يوناني آيا، تہ ملڪ ڦري هليا ويا؛ پر هيءَ هندستان ۾ اچي، ڪوپو ڪوڙي ويهي رهيا. سنڌ ۾ ايتري تعداد ۾ هئا، جو سنڌ تي نالو ئي پيو "اِنڊو-سٿيا". سندن وقت ۾ پرٿؤ يا پهلؤ لوڪ آيا، جن ڪانئن زور ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا؛ پر "چورن مٿان مور پيا." وچائين ڪش لوڪ آيا جي زور وٺيا ويا.

## ڪشن گهراڻو:

ڪشن گهراڻي جي راجا ڪنشڪ ٻڌ ڌرم کي زور وٺايو. ڪانئس پوءِ وسديو پهريون ۽ وسديو ٻيو سنڌ جا حاڪم ٿيا. موهن جي دڙي ۽ڪاهوءَ جي دڙي وارا ٺلهہ وسديو پهرين جي وقت (158-177ع) ۾ وري نئين سر جڙيا هئا. سندس وقت ۾ سنڌ جي اُتر ڏِي وڏا شهر هوندا هئا، جن مان ستاويهن وڏن ۽ ٽيونجاهہ ننڍن شهرن جا ويرانا اڃ تائين سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ آهن.(1)

(1) Dr. Sunitikumar Chatterji: Modern Review for December 1924 p.671.

## گپت گهراڻو:

سنہ 320ع ڌاري ڪانيہ ڪبج (ڪنوج) جي حاڪمن گپت گهراڻي جو بنياد وڌو. سندن وقت ۾ براهمڻن وري پاڻ ڪنيون، ۽ ڪوي ڪاليداس ۽ ٻين سنسڪرت جو ڦهلاءُ ڪيو، تہ بہ ٻڌ ڌرم هلندو آيو.

## سنڌ ۾ راءِ گهراڻو:

گپت گهراڻي وارن جي راڄ شروع ٿيڻ ڪانپوءِ، ڏيڍ سؤڪن ورهيہ سانده، امن امان هو. پوءِ گورجر اُهير (آڀير) وغيره آيا، جي "هُون–هُوڻ" White Huns سڏجن ٿا. اُهي ڦرلٽ ڪندا ۽ شهرن کي باهيون ڏيندا آيا. عيوسيءَ پنجين صديءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري، مالوا ۽ ٻين هنڌن جا والي ٿيا، ۽ پوءِ سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جو راڄ برپا ڪيائون. عيسوي ستين صديءَ جي شروعات تائين هن گهراڻي جا پنج مکيہ حاڪم راءِ ديوا جي، راءُ سهارس، راءُ ساهسي، راءُ سها رسي ٻيو ۽ راءُ ساهسي ٻيو سنڌ جا والي هئا. اهي سڀ اول شودر ليکبا هئا، پر براهمڻي ڌرم کي مڃڻ لڳا، تہ براهمڻن سندن شڌي ڪري کين کتري بنايو، ۽ اُهي اگني ڪل مان پيدا ٿيل کتري راجپوت سڏجڻ ۾ آيا، جنهن ڪري تاريخن ۾ راجپوتن جو زمانو 650ع کان وٺي ليکجي ٿو. اِنهيءَ کان ٿورائي ورهيہ اڳي هو ان شيانگ نالي هڪ چيني مسافر راءِ ساهسي ٻئي جي وقت ۾ سنڌ ۾ آيو هو. پنهنجي سفرنامي ۾ ڄاڻايو اٿس تہ سنڌ جو راجا شودر هو. ان وقت ڪڇ پڇ ۽ پنجاب جو ڪجهہ ڀاڱو سنڌ جي حڪومت هيٺ هئا. پنجاب جي ٽڪرن جو لوڻ (Punjab Rock Salt) اڄ تائين "سينڌو لوڻ" يعني "سنڌ جو لوڻ" سڏجي ٿو، انهيءَ لوڻ وارا ٽڪر سنڌ جي حد اندر هوندا هئا. راءُ ساهسي ٻئي جي وقت ۾ سيوهڻ، الور ۽ ميربور ماٿيلي وارا قلعا جڙيا.

## براهمڻ گهراڻو:

راءِ ساهسي ٻئي جي وقت ۾ چچ نالي هڪ براهمڻ سنڌ ۾ آيو. ڪشمير جي تاريخ "راج ترنگني" ڪلهڻ جي جوڙيل آهي، تنهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ "چچ" جو صحيح نالو "جج" هو، ۽ ڪشمير جي شاهي گهراڻي مان هو.

چچ جي من جي مراد اها ٿي ڏٺي تہ ٻڌ ڌرم جو زور ڀڃي، سناتن هندو ڌرم جو جهنڊو وري نئين سر بلند ڪجي. هو اول سنڌ جي وزير رامراءِ وٽ منشي ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. پنهنجيءَ قابليت ڪري، رامراءِ جي مرڻ کانپوءِ وزير ٿيو. پوءِ چالاڪي ڪري، راءِ ساهسيءَ جي راڻي سهنديءَ سان رستو رکيائين. آخر ساڻس پرڻيو، ۽ راءِ ساهسيءَ کانپوءِ سنڌ جو حاڪم پاڻ ٿيو، ۽ براهمڻي ڌرم کي زور وٺايائين. کانئس پوءِ ڀاڻس چندار گاديءَ تي ويٺو، تنهن وڌيڪ ٻڌ ڌرم کي زور وٺايو. اهو ست ورهيہ راڄ ڪري گذاري ويو، تہ چچ جو پٽ ڏاهر (ڏهرسين) گاديءَ تي ويٺو.

## عربن جي ڪاهہ:

ويدڪ زماني کان وٺي سنڌ ۾ اڪثر گڏيل حڪومت جو سرشتو (Oligarchy) جاري هو. راجا ڏاهر جي وقت ۾ عربن سنڌ تي ڪاهہ ڪئي تہ اُن وقت بہ سنڌ جي جدا جدا ڀاڱن جا ڌار ڌار حاڪم، هئا؛ پر وڏي ڳالهہ تہ گهر ڦٽل هون. ٻڌ ڌرم جي اَهنسا مت ڦهلجڻ ڪري، ويرتا جو انگ بہ ڪيتري قدر نڪري ويو هون، ۽ ڪن تہ عربن سان جنگ جوٽڻ ٺي پاپ ٿي سمجهيو! عربن کي منجنيقون يعني قلعن ڊاهڻ لاءِ ڪلون هيون، تن سان قلعا ڊاهائون تہ ماڻهن ۾ هراس پيدا ٿيو. انهن آسانيءَ سان عرب سنڌ فتح ڪري سگهيا.

## سنڌ جي حالت:

عربن جي ڪاهه وقت سنڌ ۾ هراس پيدا ٿيو ته ڪي ڪچ علائقي ته ڪي پنجاب ڏي ڀڄي ويا. پنجاب ۾ اڄ تائين ڪي "اروڙونسي" سڏبا آهن، جو اهي اَروڙ (الور) جي رهاڪن جو اولاد آهن. جيڪي هندو سنڌ ۾ رهيا تن مان ڪيترن ڪي عربن دين اسلام ۾ آندو. هن وقت سنڌ ۾ جيڪي مسلمان آهن، تن مان ڪيترا انهن جو اولاد آهن. خيرپور ڏهرڪيءَ جا چام راجا ڏاهر جو اولاد آهن، ۽ اڄ تائين وٽن پنهنجا شجرا آهن. ڪيترن هندن مسلمان ٿيڻ کان صفا نابري واري، ته بغداد جي خليفي جي حڪم موجب، مٿن جزيه واري ڍل ٻڌي ويئي، ۽ اهي ذمي ٺهرايا ويا. "ذمي" معنيٰ اُهي رعيتي ماڻهو، جي ڀلي ته پنهجن حاڪمن وارو دين اختيار نه ڪن، ته به سندن جان، مال ۽ عزت جو بچاءُ حڪومت جي ذمي هجي. اهڙي، ريت ڪيترن هندن ڍل ڀري ڏني؛ پر پنهنجو سناتن هندو ڌرم نه ڇڏيائون.

## سنڌ مٿي هندن جي قبضي:

سنه 711ع ۾ محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪئي. ان وقت کان وٺي اُموي خلافت پاران سنڌ ۾ نائب مقرر ٿيا. سنه 712ع ۾ محمد بن قاسم ملتان هٿ ڪيو؛ پر سگهو ئي پوءِ گذاري ويو. سنڌ جي ماڻهن پنهنجي حڪومت وڃائي، ته انهيءَ درد منجهن نئون جذبو جاڳايو. خليفن جي نائبن سان جنگيون جوٽي، گهڻو ڪري سمورو پرڳڻو موٽائي پنهنجي قبضي ڪيائون. خليفن جي نائبن جي هٿ ۾ پوءِ رڳو هاڻوڪي ڪراچي ضلعي جي لاڙ وارو ڀاڱو "ديبل ٺٽي کان وٺي سمنڊ تائين" هو.(1)

خليفن جي نائبن جي حڪومت 711ع کان وٺي 749-750ع تائين يعني چاليهه ورهيه کن هلي. تحفة الڪرام موجب اِنهيءَ عرصي اندر برهمڻ آباد (شهدادپور طرف) ۾ راجا دلوراءِ، ۽ ڀنڀور تعلقي

(1) Henry Cousens: Antiquities of Sindh, p. 29.

ميرپورساڪري ۾ راجا پنپُوراءِ راڄ ٿي ڪيو. هن مان ظاهر آهي ته ڪراچي ضلعي واري لاڙ مان به ميرپورساڪري وارو پاسو هندن جي هٿ ۾ هو. اُموي خليفن جي پاران منصور بن جمهُور سنڌ ۾ هو؛ تنهن براهمڻ آباد کان ٿورا ميل پري هڪ شهر ٻڌايو هو، جو سندس نالي پٺيان "منصوره" سڏبو هو، مطلب ته عربن جي هٿ ۾ سنڌ جو رڳو اهو ٿورو ٽڪر شهدادپور طرف هو؛ باقي ٻي سموري سنڌ سنڌي ماڻهن موٽائي هٿ ڪئي هئي.

## هندن جي خودمختياري:

سنه 750ع کان وٺي عباسي خلافت جو زمانو شروع ٿيو. اُنهيءَ گهراڻي وارن پنهنجا نائب سنڌ۾ موڪليا، ته خود منصور بن جمهُور انهن نون نوابن کي سامهون ٿيو، پر پوءِ شڪست کائي؛ ٿر ڏي ڀڄي ويو جتي پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب، اُڃ ۾ عاجز ٿي، ساهه ڇڏيائين (سنڌ گزيٽيئر، جلد پهريون، ص-91). هن مان چٽيءَ ريت ظاهر آهي ته منصور بن جمهُور رڳو پنهنجي ٻڌايل شهر "منصوره" جي حڪومت جي واڳ پنهنجي هٿ ۾ رکڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي ۽ کيس نڪي مسلماني دين وڌائڻ نڪي عربي ٻولي ڦهلائڻ جي نيت هئي. وڏي ڳالهه ته خود عربن ڪيترن هندن کان جزيه وٺي کين هندو ڌرم ۾ رهڻ ڏنو هو ۽ عربي سکڻ لاءِ کين ٻڌل ڪونه رکيو هئائون، جنهن ڪري آزادي هين. سگهو ئي خودمختيار ٿيڻ جو وجهه ملين، جو بني عباس گهراڻي وارن خليفن جي ڏينهن ۾ عراق ۾ ڪي بغاوتون ٿيون هيون. انهيءَ سبب هو پنهنجي ئي مونجهاري ۾ هئا ۽ سنڌ ڏانهن پورو ڌيان ڏيئي نٿي سگهيا. اهو وجهه وٺي سنڌ جو پرڳڻو سولائيءَ سان موٽي خود مختيار ٿيو.(1)

ميجر جنرل هيگ پنهنجي جوڙيل ڪتاب "انڊس ڊيلٽا ڪنٽري" جي صفحي 73 ۾ ڄاڻايو آهي، ته سنڌ جي لاڙ واري ڀاڱي ۾ "پراڻ"

(1) Major General Haig: Indus Delta Country, p.73.

طرف جيڪي هندو (راجپوت) حاڪم هئا، سي جيتوڻيڪ خليفن جي پاران مقرر ٿيل هئا، ته به خودمختيار ٿي پئي گذاريائون. مطلب ته 711ع کان وٺي سنڌ ۾ مسلمانن جي صاحبيءَ جو رڳو نالو هو، جو سنڌ جي حڪومت هندن پئي هلائي.

## سنڌ دهليءَ جي تابع:

سنه 1024ع ۾ محمود غزنويءَ سنڌ مان خليفن جي نائبن جو نالو به ڪڍي ڇڏيو. ان وقت کان وٺي سنڌ جو پرڳڻو دهليءَ جي بادشاهن جي هٿ هيٺ ٿيو. اها به مسلمانن جي فقط نالي جي صاحبي ٿي، جو سنڌ جي حڪومت جون واڳون پوءِ به هندن جي هٿ ۾ هيون، ۽ اها هندن جي صاحبي عام طرح سومرن جي صاحبي سڏجي ٿي•

## باب پنجون

# سومرن جي صاحبي

**صاحبيءَ جو بنياد:**

سومرا پرمار راجپوتن مان هئا. (سنڌ گزيٽيئر صفحہ 179).
سومرو ۽ ويڳو، بہ هندو ڀائر، پونياڙي ذات جا، ڏيپلي تعلقي جي ڏکڻ ڏي، پراڻ طرف رهندا هئا، تن سومرن جي صاحبيءَ جو بنياد وڌو. سومري پوءِ دين اسلام اختيار ڪيو؛ پر ويڳو هندو ڌرم ۾ رهيو. سندن وقت ۾ ڪڇ جي راءِ جو جوڙايل هڪ ڪوٽ ڪڇ جي رڻ ۾ نهيل هو، سو ويڳي هٿ ڪيو، ۽ اُهو سندس نالي پٺيان "ويڳهہ ڪوٽ" سڏجڻ ۾ آيو، جنهنجو ويرانو اڄ تائين ظاهر بيٺو آهي. هيءَ ٻئي ڀائر اصل خليفن جي پاران نائب هئا؛ پر خود مختيار ٿي پيئي گذاريائون، تنهن ڪري پنهنجي صاحبيءَ جو بنياد وجهڻ سولو ٿين.

**سنڌ ۾ خوفناڪ زلزلو:**

قديم زماني کان وٺي سنڌ ۾ بہ وڏيون نديون هونديون هيون؛ هڪڙي هاڪڙو سنڌو ندي، ۽ ٻي مهراڻ يا هاڪڙو. سنہ 962ع ۾ هڪ خوفناڪ زلزلو ٿيو، جنهن سکر ۽ بکر وارا ٽڪر بہ توڙي ڇڏيا! انهيءَ زلزلي وقت الور وٽان مهراڻ رخ ڦيرايو تہ پاڻيءَ جي اٺاٽ ٿيڻ سبب شهر ڦٽي ويو. ڏسو مسٽر هينري ڪزنس جو جوڙيل ڪتاب "انٽيڪئٽيز آف سنڌ" (Antiquities of Sind). روهڙيءَ جا ڪيترا هندو اڄ تائين چوندا آهن تہ اسين اصل الور ۾ ويٺا هئاسين، ۽ پوءِ اُتان لڏي روهڙيءَ ۾ اچي رهياسين. انهيءَ زلزلي وقت سنڌ جو حاڪم

دلوراءِ ڀيو هو، جنهن جا ٿهر جا ڪم اڄ تائين مشهور آهن. برهمڻ آباد، موهن جو دڙو ۽ ٻيا ڪيترا وسيل شهر به انهيءَ سومري حاڪم جي وقت ۾ زلزلي زبون ڪيا هئا.

**سنڌي ٻوليءَ جو جنم:**

ٻوڌي زماني کان وٺي سنڌ ۾ جيڪا پراڪرت ٻولي چالو هئي، سا ڏينهون ڏينهن پوءِ ايتري قدر اپڀرنش ٿي (بگڙي)، جو سنڌ جي پراڪرت تي نالو ئي پيو ”وراچڊ اپڀرنش“ يعني گهڻو بگڙيل يا ردي ٻولي. سومرا هندو هئا؛ پر سنسڪرت جي اڀياس جو چاهه شايد هون ئي ڪونه، جنهن ڪري ٻوليءَ جي ترقي، جو ڪوبه اُپاءُ ڪونه ڪيائون. نتيجو هيءُ ٿيو جو سنه 1100ع ڌاري، سومرن جي صاحبيءَ ۾، سنڌ جي ٻولي هيڪاري وڌيڪ بگڙجي، هاڻوڪي سنڌي ٻولي ٿي، جنهن جو درجو هنديءَ کان گهڻو گهٽ آهي.

**ٿر ۾ سوڍن جي صاحبي:**

عيسوي ڇهين صديءَ ڌاري، سنڌ جي راءِ گهراڻي وارن حاڪمن جي وقت ۾، ڪي راجپوت ابو پهاڙ کان ننگرپارڪر طرف آيا، ۽ اُتي پنهنجو ديرو ڄمائي ويٺا. سومرن جي صاحبيءَ ۾ وري ٻيا راجپوت وڏو لشڪر پاڻ سان وٺي سنڌ ۾ آيا. اول ڪپري تعلقي ۾ رتو ڪوٽ هٿ ڪيائون، ۽ سنه 1226ع ڌاري سومرن سان جنگ جوٽي، اَمرڪوٽ جو شهر به پنهنجي قبض ڪيائون. (ڏسو هيوز صاحب وارو جهونو سنڌ گزيٽيئر). عمر سومري جي وقت ۾ سنڌن زور گهٽيل هو، پر ڪانئس پوءِ گهڻو زور ورتائون، جنهن ڪري سڄي ٿر ڊويزن ۾ انهن سوڍن راجپوتن جي صاحبي ٿي. اهي سنڌ جي حاڪمن کي ليکيندا نه ڪين هئا، ۽ سڌو دهليءَ جي بادشاهه کي ڏن ڏيندا هئا. همايون بادشاهه سنڌ ۾ آيو، ته امرڪوٽ جي گاديءَ تي راڻو پرساد ويٺل هو، جنهن اَمرڪوٽ واري قلعي ۾ رهايو هوس. اڪبر بادشاهه جو جنم اُتي ٿيو هو. ٿر ڊويزن ۾ اڄ تائين ٺڪر (راجپوت)، لهاڻا ۽ ٻيا هندو گهڻا آهن، ۽ مسلمان آدم بلڪل ٿورو آهي.

## سومرن جي هلت:

سومرا اڪثر عياش هئا. سنه 1020ع ۾ همير سومرو سنڌ جو حاڪم هو، سو هڪ نئين پرڻيل ڪنئار "جاسل" نالي زبردستي ڪڻائي ويو. گرنار ڪوٽ جي حاڪم راءِ ڏياچ جو پٽ راءِ نوگهن انهي جاسل کي پنهنجي ڀيڻ ڪري سمجهندو هو، تنهن سان سنڌ ۾ هيءَ هلت ٿي؛ ته ڪاهي آيو؛ ۽ همير سومري کي شڪست ڏيئي، جاسل جا بند خلاص ڪيائين. وڌيڪ حقيقت لاءِ ڏسو ڪرنل وليم فورس بيل جي جوڙيل ڪانياواڙ جي تاريخ.

ساڳيءَ طرح سنه 1351ع ڌاري سنڌ جو حاڪم عمر سومرو ننگرپارڪر تعلقي جي ڳوٺ ملير مان، مارئي نالي هڪ مگيل هندو راجپوتڻ زبردستيءَ کڻي آيو هو. ان وقت کان وٺي عمر مارئيءَ وارو قصو سنڌ ۾ مشهور ٿيو. مطلب ته جهڙو دلوراءِ تهڙا سندس پويان. "جهڙي چالي تهڙي پني."

## سومرين جي هلت:

دودي چنيسر جي قصي مان معلوم ٿئي ٿو، ته چنيسر جو پنهنجي ڀاءُ دودي سان پڳ تان تڪرار ٿيو، ته سندس چوڻ تي سلطان علاؤالدين وڏو لشڪر وٺي سنڌ ۾ آيو. ان وقت سومرين ۾ ترٿلو پيو، سي ڪڇ علائقي ۾ سمي ابڙي جي وجهي سام پيون. علاؤالدين جو لشڪر اوڏهين به ڪاهي ويو، ته سومرين سائينءَ کي سوال ڪيو، ته اسانجو ست رک! جهٽ سندن لاءِ ڌرتي ڦاٽي ۽ ڌرتي ماتا پنهنجي جيءَ اندر جاءِ ڏنين.

روهڙيءَ طرف "ستين جو ٿان" آهي، سو به اهائي ڳالهه ياد ڏياري ٿو ته هندو زالون پنهنجي ست بچائڻ خاطر پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏينديون هيون؛ باقي سومرن حاڪمن کو ناماچار ڪونه ڪيو. خود ان وقت جا سما به سومرن مان سڙيا وينا هئا، جن آخر سندن صاحبيءَ جو خاتمو ڪري حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ ڪيون●

# باب ڇهون

# سمن جي صاحبي

**حڪومت جون حدون:**

عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي، تنهن ڪان گهڻو اڳي ڪڇ علائقو ۽ گجرات وارو پاسو، بلڪ لس ٻيلو (آرم ٻيلو) ۽ مڪران ڪنارو، هندو راجائن جي هٺ هيٺ هئا. سنڌ ۾ اڃا سومرن جي صاحبي هئي، ته سمن اول ڪڇ ۽ پوءِ ڪاٺياواڙ طرف پنهنجو ديرو ڄمايو، ۽ پوءِ سنڌ ۽ لس ٻيلو به پنهنجي قبضي ۾ ڪيائون.

**ڪڇ ۾ حڪومت:**

ڪڇ جو راءُ ڄاڙيجن جي نسل مان آهي. انهيءَ خاندان جو بنياد وجهندڙ ڄاڙو ولد لاکو ننگر ٺٽي جو ويٺل هو ۽ ذات جو سمو راجپوت هو. هيءَ حقيقت ڪڇ جي تاريخ ۾ ڄاڻايل آهي.

**جهوناڳڙهه ۾ حڪومت:**

سنڌ ۾ راءِ ڏياچ (راءِ دياس) ۽ سورٺ جو قصو مشهور آهي. اهو راءِ ڏياچ جهوناڳڙهه جو حاڪم هو، ۽ سنڌ جي چوڙا سما راجپوتن مان هو. هيءَ حقيقت ڪئپٽن ولبر فورس بيل جي جوڙيل ڪاٺياواڙ جي تاريخ ۾ ڄاڻايل آهي. هن حاڪم ۾ قديم هندن وارا ٽي مکيه گڻ هئا: سخا، ويرتا ۽ وچن جي پالنا. ٻيجل چارڻ پنهنجي راڳ تي ريجهايس، ته چيائينس، ته "جيڪي گهرين سو ڏيانءُ". ٻيجل سندس سر گهريو ته

پنهنجي قول تي قابو رهي، ڪلهن ڪان ڪنڌ ڪوري ڏنائينس! ائين سنه 1010ع ۾ هيءُ حاڪم پنهنجو هونهارو سر ڏيئي، ڪاٺياواڙ جي تاريخ جا ورق پنهنجي رت سان رڱي ويو، ۽ اها لعلاڻ ڪڏهن به لهڻ جڳي نه آهي. شاه جي رسالي جي سر سورٺ ۾ شاهه صاحب سندس سخا جي ساراهه ڪندي چيو آهي ته:

پسي پاٺ پر ٿيو، سندو جادم جود. (شاهه)

هن مصراع ۾ شاهه صاحب راءِ ڏياچ کي "جادم" سڏيو آهي. اهو "جادم" لفظ اصل ۾ آهي "جادو" (يادو) جنهن جي معنيٰ آهي. "جادو ونسي" يعني راجا يدوءَ جو اولاد، جن مان سري ڪرشڻ به پيدا ٿيو هو. (ڏسو صفحو 3). هن مان ظاهر آهي، ته شاهه صاحب کي سڌ هئي، ته اهي سما راجپوت جادو ونسي ڪل مان هئا، تنهن ڪري "جادم" لفظ ڪم آندو اٿس.

## لس ٻيلي ۾ حڪومت:

سنڌ جي سمي حاڪم ڄام اُنڙ جي خاندان مان "رونجها" هئا، جن لسٻيلي ۾ حڪومت ڪئي انهن مان "سپڙ" نالي هڪ حاڪم جهڙو هو ڏرمشٽ تهڙو ئي اُدار چت! ڪيترا منگتا ڪتان ڪتان ڪهي وٽس ويندا هئا، سخا ۾ ايترو ته نالو ڪڍيائين، جو اڄ تائين سڏيندا ئي "سڙ سخي" اٿس. شاهه جي رسالي جي سر بلاول ۾ شاهه صاحب سندس گهڻي ساراهه ڪئي آهي.

## سمن جي گاديءَ جو هنڌ:

سنڌ جا سما حاڪم ڄام سڏبا هئا. سومرن جي گاديءَ جو هنڌ ڪجهه وقت "وڳهه ڪوٽ" ته ڪجهه وقت "طور" هو. سنڌ جي سمن حاڪمن اهو پراڻو وارو پاسو ئي ڇڏي ڏنو. پنهنجيءَ گاديءَ جو هنڌ "ساموئي" ڪيائون. اڄ هڪ ننڍڙو ڳوٺ، ننگر ٺٽي کان ڏيڍ ڪوهه پري، مڪلي ٽڪريءَ جي اُتر طرف، بنهه ڇيڙي تي آهي. اڳي

درياهہ اتان وهندو هو. پوءِ درياهہ رخ ڦيرائي، ڪلان ڪوٽ وٽان وهڻ لڳو، ۽ تنهن ڪانپوءِ وڏيڪ رخ ڦيرائي، هاٿوڪي نئي وٽان وهڻ لڳو، تہ نئي جو شهر ڄام ننديءَ پڏايو.

## ڄام تماچي:

سنڌ جي سمن حاڪمن مان ڄام تماچي اڄ تائين مشهور آهي. اهو حاڪم نوريءَ نالي هڪ مهاڻي، ذات جي ”گندري“ پرڻيو هو.

تون سمو، آئون گندري، مون ۾ عيبن جوءِ،
پسي راڻين روءِ، متان ماگر مٽيين.
(شاهہ)

هن بيت ۾ شاهہ صاحب نوريءَ مهاڻيءَ کي ”ماگر“ سڏيو آهي. اهي ماگر ذات جا مهاڻا سجاول طرف ”ماجر“ سڏبا آهن.اڳي اتي اُهي ايتري تعداد ۾ هئا، جو اڄ تائين سجاول وارو پاسو سندن نالي پٺيان ”ماجر“ سڏبو آهي. اهي مهاڻا اڳي هيلايا تعلقي نئي ڏي، ڪينجهر ڍنڍ ۾ مڇيون ماريندا هئا، هينئر اُتي اهي ڪينهن. ڄام تماچي هيءَ حسين مهاڻي ڏسي، مٿس عاشق ٿي پيو ۽ پنهنجي پٽراڻي ڪيائينس. ڄام تماچيءَ ۽ نوريءَ جون تربتون اڄ تائين ساموئيءَ ۾ آهن.

## معمائي فقير:

ڄام تماچيءَ جي وقت ۾ ستن فقيرن کي اڳڪٿيون شهر ۾ ڪيون هيون. سندن چيل بيت اڄ تائين موجود آهن. اهي عام طرح ”ماموئي“ فقيرن جا بيت سڏجن ٿا. حقيقت ڪري صحيح اُچار ”معمائي“ آهي. ”معما“ معنيٰ ڳجهارت. انهن فقيرن ڳجهارتن ۾ ڳالهايو هو، تنهن ڪري اهو نالو پيو.

”جڏهن ڪڏهن سنڌڙي، توکي قنداران جوکو.“

سندن هيءُ اڳڪٿي گهٽيئي گهمرا سچي ثابت ٿي آهي.

**ڄام اوڍو:**

ڄام تماچيءَ جو پاءُ ڄام اوڍو سندس پاران ڪڪرالي (شاهبندر) ۾ حڪومت ڪندڙ هو. ڪڇ جي اِتهاس مان معلوم ٿئي ٿو، ته ڄام تماچيءَ جي هڪ راڻي ڄام اوڍي تي عاشق ٿي؛ پر هن اَشراف پنهنجيءَ ماءُ پيڻ جهڙو ڪري سمجهيس. انهيءَ تان راڻيءَ مٿس ڪوڙو الزامَ رکي، ڄام تماچيءَ جا ڪن ڀريا، ته هن ڏيس وٺو (شهر نيڪالي)ڏنس. ڄام اوڍو سنڌ مان لڏي ڀلاڻي ڪڇ علائقي ڏي هليو ويو. اُتي هوٿل پدمڻيءَ ساڻُ پرڻيو، جنهن مان هڪ پٽ ڄکرو ۽هڪ نياڻي "سکر" نالي ڄايس. اها سکر جنسي اَپڇرا (حور يا پري) هئي، تنهن ڪري شاهه جي رسالي جي سر مارئيءَ ۾ شاهه صاحب مارئيءَ جي واتان چوايو آهي ته:

"سونهن وڄايم، سومرا، سکر جهڙي سونهن."

شاهه جي رسالي ۾ ڄکري جي به گهڻي ساراهه لکيل آهي. شاهه صاحب ڄکري کي به "ڄادم ڄکرو" سڏيو آهي، جو اُهو به راءِ ڏياچ وانگر ڄاڏڙُ ڀرنسي ڪل مان هو. سومرن ۽ سمن مان ڪي مسلمان ٿيا هئا؛ پر ڄام اوڍو ۽ پٽس ڄادم ڄکرو هندو هئا، ۽ درياهه پنٿي هئا. انهيءَ سبب هندن جي صاحبي سمن جي صاحبيءَ تائين ليکڻ گهرجي●

باب ستون

# مسلمانن جي صاحبي

**ارغونن جو راڄ:**

سمن کان پوءِ سنڌ ۾ ارغونن جو راڄ ٿيو. ارغونن جي خاندان جو وڏو ارغون خان هو، تنهنجي نالي پنيان اهي پاڻ کي ارغون سڏائيندا هئا. سنه 1521ع ۾ شاهه بيگ ارغون سنڌ جو حاڪم ٿيو، ته هن پاڻ سان ايراني ۽ ترڪي شاعر ۽ ٻيا ڪي عالم آندا. سندس پٽ مرزا شاهه حسن به ناميارو شاعر ٿي گذريو آهي. ان وقت کان وٺي سنڌ ۾ عربيءَ سان گڏ پارسي تعليم جو به سلسلو باقاعدي شروع ٿيو ۽ مسلمانن جو تعداد انهيءَ وقت کان وٺي سنڌ ۾ وڌيو. ارغونن جي صاحبيءَ ۾ مغل ۽ شيرازي گهڻا آيا. اڄ تائين ٺٽي جي شهر ۾ "مغل واڙو" ۽ "شيرازي" پاڙو مشهور آهن. مطلب ته سنڌ ۾ مسلمانن جي حڪومت سچ پچ ته انهيءَ وقت کان وٺي شروع ٿي.

**سنڌ ۾ ڦرلٽ ۽ باهيون:**

سنه 1521ع ۾ سمن کان حڪومت کسڻ مهل شاهه بيگ ارغون ٺٽي کي باهه ڏياري! ان وقت ٺٽي جا ڪي سيد وچ ۾ اچي پيا، جنهن ڪري گهڻو نقصان ڪونه ٿيو. بکر وارن سيدن کي - شاهه بيگ ارغون بکر مان لڏايو هو، جنهن ڪري هو روهڙيءَ ۾ وڃي رهيا هئا. ڪيترن بلوچن جو خون ڪرايو هئائين، ۽ سندن بائيتاليهه ڳوٺ نابود ڪرائي ڇڏيا هئائين! (سنڌ گزيٽيئر، صفحه 100)

**ترخان:**

ارغونن کان پوءِ سنڌ ۾ ترخانن جي صاحبي سنه 1554ع ۾ شروع ٿي ته مرزا عيسيٰ ترخان سان مرزا شاهه حسن ارغون لشڪر جو هڪ مهندار سلطان محمد لڙڻ لڳو، ۽ بکر وارو پاسو پنهنجي قبضي ڪري ويٺو. انهيءَ تي مرزا عيسيٰ پورچوگيزن کان مدد گهري، جن پنهنجو بحري لشڪر پيدرو بريٽو رولم (Pedro Baretto Rolim) جي مهنداريءَ هيٺ موڪليو. انهن پورچوگيزن ٺٽي جي هندن توڙي مسسلمانن جي ملڪيت ايتري قدر ڦري، جو سڄي ايشيا ۾ اهڙي ڦرلٽ ڪا ورلي ٿي هوندي! (سنڌ گزيٽيئر صفحه 105). ڪيترن لکن جي ملڪيت ڦريائون، تنهن کانپوءِ به ٺٽي جي شهر کي باهه ڏنائون!! هيءَ سنه 1555ع جي ڳالهه آهي.

ٺٽي جو شهر وري نئون سنئون بڻائون، ته ٻيو اتفاق ٿيو. سنه 1591ع ۾ اڪبر بادشاهه جو لشڪر سنڌ تي ڪاهي آيو، جو مرزا جاني بيگ سندس آڻ ٺٽي مڃي. مرزا کي پرون پيا ته هاڻ ٺٽو هٿان ويندو، تنهن پنهنجي شهر کي پاٽيهي ڦوڪي ڏني باهه!!! ائين ٺٽي جو شهر ٽي گهمرا جليو! ٺٽي جي هندن ۽ مسلمانن جي گڏيل ڪوشش سان هيءَ شهر وري آباد ٿيو. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ نادر شاهه بادشاهه هڪ لک لشڪر وٺي ٺٽي ۾ آيو. پندرهن ڏينهن سانده هڪ لک لشڪر ماني کاڌي، ته به ٺٽي جي شهر مان اٽو کين کٽو!!!

## دهليءَ جي بادشاهن جي صوبن يا نوابن جي حڪومت

**نئون انتظام:**

سنه 1591ع ۾ اڪبر بادشاهه ترخانن سان جنگ جوٽي، کين پنهنجي تابعي ڪيو؛ پر کين صوبه (گورنر) ٿي ڪم ڪرڻ ڏنائين. سنه

1612ع ۾ مرزا غازي بيگ جي مرڻ تي ترخانن جي خاندان جو صفا خاتمو ٿيو. اُنهيءَ وقت کان وٺي دهليءَ جي بادشاهن جي پاران صوبا يا نواب مقرر ٿي ايندا هئا. انهيءَ نئين انتظام جو اثر هيءُ ٿيو ته پارسيءَ جو واهپو وڌيو، ۽ مسلمانن جو تعداد به ڏينهون ڏينهن پوءِ وڌندو رهيو.

## هندو مسلم ميلاپ:

اڪبر بادشاهه جي وقت جون ٿي مڪيه ڳالهيون گهڻو ڌيان ڇڪين ٿيون. هڪڙي ڳالهه ته هندو ۽ مسلمان پاڻ ۾ شير شڪر ٿيڻ لڳا. هندن وانگر مسلمان ڏاڙهين جي صفائي ڪرائيندا هئا، ۽ مسلمانڪي پوشاڪ ڍڪڻ ۾ هندو عار ڪونه ڪنداهئا. اهو رواج پوءِ سنڌ ۾ زور ٿيو. ٻي ڳالهه ته هندو مسلمانڪا لفظ ۽ مسلمان چاهه سان هندڪا لفظ ڪم آڻڻ لڳا. اهو دستور سنڌ ۾ زور ٿيو، جنهن ڪري اڄ به ڏسو ته ڪنڊڙيءَ تعلقي روهڙيءَ وارن درويشن (روحل، غلام علي، درياهه خان، مراد وغيره) جي ٻاڻي صفا هنديءَ ۾ آهي. ٽين ڳالهه ته دهليءَ طرف ڪيترن هندن کي سرڪاري نوڪريون پئي مليون، ته به پارسي سکڻ لاءِ کين ٻڌل ڪونه رکيو هئائون. ڪيترا هندو سرڪاري حساب ڪتاب هندي اکرن ۾ لکندا هئا. اُن وقت اڪبر بادشاهه جو روينيو وزير راجا ٽوڏر مل هو، تنهن حڪم جاري ڪيو، ته آئيندي سڀ ڪامورا پارسي سکن ۽ سڀ سرڪاري حساب ڪتاب پارسيءَ ۾ رکڻ ۾ اچي. سنڌ ۾ ارغونن ۽ ترخانن جي حڪومت هئڻ سبب سڀ سرڪاري حساب ڪتاب اڳي ئي پارسيءَ ۾ رکندا هئا. سنڌ ۾ هندو ڪامورن جو تعداد ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت کان وٺي وڌيو. منجهائن ڪيترا پنجاب طرفان آيا هئا، ۽ پارسي اڳيئي سکيل هئا. مسلمان حاڪمن وٽ نوڪريون به تڏهن مليون جو هندو مسلم اتحاد زور هو.

## ڪلهوڙن جي صاحبي:

ڪلهوڙا "عباسي" سڏجن ٿا: چاڪاڻ ته حضرت محمد صلعم جي چاچي حضرت عباس جي نسل وارن خليفن جو اولاد آهن. اڪبر

بادشاهہ جي صاحبيءَ ۾ سندس پاران نواب خان خانان سنڌ جو پهريون صوبو يا نواب مقرر ٿي آيو. سنڌ جي صوبي لاءِ پويان صوبيدار (گورنر) ڪلهوڙا هئا، جن کي ماڻهو پير ڪري پوڄيندا هئا. مُنجهائن پهريون مشهور ڪلهوڙو ميان آدم شاهہ، سکر ۾ هڪ ٽڪريءَ تي، دفن ٿيل آهي، جا سندس نالي پٺيان ”آدم شاهہ جي ٽڪري“ سڏجي ٿي. ڪائنس پوءِ سندس پوٽي ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جا مريد گهڻا ٿيا. اُن وقت لاڙڪاڻو هڪ ڳوٺڙو هو، جو لاڏڪ يا لاڙڪ ذات وارن جي نالي پٺيان سڏبو هو. ميان شاهل محمد گهاڙ واهہ کٽايو، تہ پوءِ لاڙڪاڻو جنسي غنچو ٿي پيو، جنهن ڪري چوٽي پيئي تہ ”جي هجيئي ناڻو تہ گهمہ لاڙڪاڻو، نہ تہ وٽ ويڳاڻو.“

ميان شاهل محمد کانپوءِ ميان يار محمد ڪلهوڙي زور ورتو، ۽ سنڌ جو حاڪم مقرر ٿيو. پنهنجن مريدن جي مدد سان دادوءَ جي نزديڪ خدا آباد وارو پاسو پنوهر ذات جي مسلمانن کان کسيائين. سندس قبو خدا آباد ۾ جڙيل آهي. شاهہ عنايت الله صوفي جهوڪ شريف وارو سندس وقت ۾ شهيد ٿيو هو. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي اُن وقت جوان هو، ۽ تصوف يا صوفي مت جي لهر سنڌ ۾ زور وٺندي پئي ويئي.

سنہ 1718-1719ع ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي وفات ڪئي، تہ پٺس ميان نور محمد ڪلهوڙو گادي نشين ٿيو. عاملن جو گهڻو احوال سندس وقت کان وٺي شروع ٿئي ٿو●

باب ائون

# هندن جو سنڌ ۾ اچڻ

**عامل ۽ پائيبند:**

اڪبر بادشاهہ جي وقت کان وٺي دهليءَ جي حاڪمن وٽ هندن کي سرڪاري نوڪريون عام طرح ملنديون هيون (ڏسو صفحہ 48). سنڌ ۾ پهريائين ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي اهو نمونو اختيار ڪيو. ديوان گدو مل (ڏسو "گدوائي") پاڻ وٽ مقرر ڪيائين، جو ميرن جي صاحبيءَ تائين ديواني عهدي تي هلندو آيو. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ ملتان سندس هٿ ۾ هو. ملتان ۽ اُچ طرف گشت ڪندي، ديوان آڏو مل (ڏسو "آڏوائي") ۽ ٻين ڪن هندن سان ڏيٺ ٿيس. پنجاب جي سکن ۾ گرو گوبند سنگهہ ملٽري پاؤ ٺوڪيو هو، ۽ انهن ٻيءَ طرح بہ پاڻ کي ڪارائتو ثابت ڪيو هو. ديوان آڏو مل ترار هلائڻ ۾ پڙ هو. ميان نور محمد پاڻ وٽ شمشيرزن مقرر ڪيس ۽ پاڻ سان سنڌ ۾ آندائينس. پوءِ تہ ٻيا بہ ڪيترا هندو جدا جدا وقتن تي سنڌ ۾ آيا. ڪي هندو سنڌ ۾ اڳيئي هئا. لاڙ پاسي تہ حڪومت ئي هندن جي هئي، ۽ ميان نور محمد سان ڪوبہ واسطو ڪونہ هون. مثلاً ٺٽي باگي طرف ٺارو، آسو سومرو (راجپوت)، تماچي (جادوُ ونسي راجپوت) وغيره حاڪمُ هئا. ميرپورساڪري طرف ڏاريجا جو راٺو خودمختيار حاڪم هو. (ڏسو سنڌ گزيٽيئر صفحہ 111) انهن راٺن تر ڊويزن ۾ اڳيئي حڪومت پئي ڪئي. (ڏسو صفحہ 41). ٺٽي ۽ جاتيءَ طرف

وڻجارا هوندا هئا، جي درياهه ۽ سمنڊ جي رستي وڻج واپار ڪندا هئا، جن جو ذڪر شاهه جي رسالي جي سر سراڳ ۽ سامونڊيءَ ۾ آهي. اهي درياهه جا شيوڪ هوندا هئا، جنهن ڪري سندن زالون درياهه ۾ ٻحرانا وجهڻ وينديون هيون تہ سندن مڙس سک سان سفر تان موٽن.

جـا جر جاتـون نہ ڏئـي، ڏئا نہ موهي،
سڏون ڪوهہ ڪري، سان پنهنجي ڪانڌ جون؟
(شاهہ)

اُنهيءَ وقت جيڪي هندو ڪلهوڙن وٽ نوڪرين ۾ گهڙيا، سي "عامل" ۽ "ديوان" سڏجڻ ۾ آيا، ۽ جن اباڻي ڪرت ڪار ڪئي، سي "پائيبند" ڪونجڻ ۾ آيا. ائين هندن جا ٻہ فرقا ٿيا.

## عاملن جا عهدا:

"عامل" معنيٰ عمل ڪندڙ، ڪاروبار هلائيندڙ عملدار. انهيءَ سبب سڀ ننڍا توڙي وڏا ڪامورا "عامل" سڏجڻ ۾ آيا. "ديوان" پارسي لفظ آهي ۽ ڌاتو اٿس سنسڪرت لفظ "دو" (div) معنيٰ "چمڪڻ يا ٻهڪڻ"، جنهن ڪري "ديوان" لفظ جي هڪڙي بنيادي معنيٰ آهي "ٻهڪي وارا يا ٻهڪندڙ" (درٻاري) ۽ ٻي معنيٰ "اُهو هنڌ جتي حاڪم يا سندن درٻاري ٻهڪندڙ پوشاڪون پائي اچي مڙن" يعني "درٻار". مثلاً ديوان خاص (پروي ڪائونسل يا ڪئبينيٽ ڪائونسل) ۽ ديوان عام (Public hall). مسلمانن جي صاحبين ۾ ديوان اڪثر روينيو کاتي جا وڏا عملدار هئا؛ پر ديوان چيتمل (ڏسو "چيتملاڻي") شڪارپور جو گورنر هو. ديوان گدو مل (ڏسو "گدواڻي") ڪلهوڙن ۽ ميرن وٽ وزير هو. ڪي ديوان پنهنجن حاڪمن جي پاران ٻنئي ڪندا هئا. اِئين جيڪي ديوان هئا، سي راڄ درٻار ۾ پنهنجي پنهنجي درجي پٽاندر جاءِ وٺي ويهندا هئا، ۽ اُهي درٻاري هئا.[1]

---

(1) جنهن شعر جي ڪتاب ۾ سڀ غزل الف-ب وار، ۽ ٻنهہ باترتيب، ٻيڙل هوندا آهن (جيئن درٻار ۾ درٻاري) تنهن کي بہ "ديوان" چئبو آهي، جهڙوڪ ديوان گل، ديوان ثاصل ۽ ديوان سانگي. (مصنف)

ڪيترا پائيبند. عاملن کي "مهتو" سڏيندا آهن. "مهتو" (پراڪرت "مهنتو" سنسڪرت "مها" معنيٰ "وڏو") جي بنيادي معنيٰ آهي "وڏيرو". اهو مان جو لفظ آهي. گجرات ۽ ڪن ٻين هندن جيڪي ڳوٺن جا وڏيرا هوندا هئا، يا زمين جي مالڪن جي پاران ڳوٺاڻن کان ڍلون يا مسواڙون اڳاڙيندا هئا، ۽ حساب ڪتاب رکندا هئا، سي "مهتا" سڏبا هئا. پوءِ "مهتو" معنيٰ ٿي "لکپڙهه ڪندڙ، ڪلارڪ". عامل به سرڪاري لکپڙهه جوڪم ڪندا هئا، تنهن ڪري اهي "مهتا" سڏجڻ ۾ آيا.

هن وقت "منشي" معنيٰ به "جو لکپڙهه جو ڪم ڪري" يعني "ڪلارڪ". جيڪي صاحب لوڪن کي سنڌي، هندستاني وغيره سيکاريندا آهن، سي به "منشي" سڏبا آهن. عام طرح "منشيءَ" جو عهدو گهٽ ليکجي ٿو. جهڙوڪ "ڊڪ منشي"؛ پر "هيڊ منشي" ۽ "مير منشي" جا عهدا آبرودار ليکجن ٿا. اڳي منشيءَ جو عهدو تمام وڏو ليکبو هو، جهڙوڪ منشي وليرام آڏواڻي مير نصير خان جو وزيراعظم هو ۽ منشي آوتراءِ ملڪاڻي مير صوبدار خان جو مالي وزير هو ۽ سندس عهدو "چانسلر آف ايڪسچيڪر" جهڙو هو. اهي منشي ۽ ديوان به سرڪاري ڪامورا هئا، تنهن ڪري عام طرح سڀ ننڍا توڙي وڏا ڪامورا "عامل" سڏبا هئا. منجهائن ڪيترا پنجاب کان آيل هئا. اڪبر بادشاه جي وقت کان وٺي پنجاب طرف ڪيترا هندو پارسي سکيا هئا، ۽ مسلمان حاڪمن جهڙي پوشاڪ پهرڻ ۾ پاڻ فخر ڀيندو هون. سنڌ جي عاملن به اهو ئي نمونو اختيار ڪيو (ڏسو صفحه 12).

## خدا آباد:

ميان نور محمد ڪلهوڙي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ دادوءَ طرف خداآباد جو شهر ڪيو هو، تنهن ڪري ڪيترا عمل نوڪرين سانگي، ۽ پائيبند وڻج واپار سانگي، اُتي رهندا هئا. ميان نور محمد پوءِ ٻيو هڪ شهر محمد آباد نالي ٻڌايو، جتي پٽس محمد مراد ياب خان رهندو هو.

سنہ 1755ع ۾ ميان نور محمد وفات ڪئي، محمد مراد ياب خان گاديءَ تي ويٺو؛ پر ياڻس ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي سنہ 1757ع ۾ کانئس گادي کسي، ۽ محمد آباد جي ويجهو وچائين ٻيو هڪ شهر الله آباد نالي ٻڌائي ان ۾ رهڻ لڳو، ۽ محمد مراد ياب خان وڃي خدا آباد ۾ رهيو. سنہ 1759ع ۾ ڪوسن جي گهل (ڌاڙيلن جي ٽولي)، ڪن ڪوسن سردارن جي چورڻ تي، خداآباد ۾ ڪاهي پيئي. هندن توڙي مسلمانن کي ڦري لٽي، پوءِ شهر کي ڏنائون باهہ! اُن وقت ياڇڙ پيئي. ڪي ساهتي پرڳڻي، ڪي ٺٽيءَ ۽ سيوهڻ، تہ ڪي لاڙڪاڻي ۽ سکر ضلعن ڏي ڀڄي ويا، جنهن ڪري خداآباد جو شهر اڄ تائين ڦٽل حالت ۾ آهي.

**حيدرآباد:**

حيدرآباد جو شهر اڳي "نيرن ڪوٽ" سڏبو هو، جو نيرن نالي هڪ هندو راجا جو اُتي ڪوٽ اڏيل هو. اهو شهر عربن جي ڪاهہ وقت ڦٽو. ميان غلام شاه ڪلهوڙي جي مرضي ٿي تہ انهيءَ پراڻي ڪوٽ واري هنڌ نئون قلعو جوڙائي، اهو شهر وري آباد ڪجي، ۽ گاديءَ جو هنڌ ڪجي. انهيءَ لاءِ ديوان گدو مل کي بہ ٻيڙيون ڏاٺي جون پراڻي ڏنائين. ديوان گدو مل ٻهريائين هاٿوڪي ڪوٽڙيءَ طرف اچي، درياهہ جي ٻئي ڪپ تي، هڪ ڳوٺ ٻڌو، ۽ پنهنجن ماڻهن جو ٽنڊو اُتي رهايائين، جنهن ڪري اهو ڳوٺ سندس نالي پنيان "گدوءَ جو ٽنڊو" سڏجڻ ۾ آيو. اهو بندر بہ هو، تنهن ڪري "گدو بندر" بہ ڪوٺجڻ ۾ آيو. ديوان گدو مل بہ قلعا جوڙايا: هڪ ڪچسرو ۽ ٻيو پڪسرو. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو وقت بوقت ڪم جي نگاهہ ڪرڻ ايندو هو، تہ انهيءَ ڪچسري قلعي ۾ اچي رهندو هو. پڪسرو قلعو 1768 ۾ جڙي راس ٿيو تہ ڪچسرو قلعو شاهہ مکي جي درگاهہ وارن کي ڏيئي ڇڏيائين.

شاهہ مکيءَ جي درگاهہ جا مجاور اڄ تائين چوندا آهن، تہ راجا نيرن جي وقت ۾ حضرت علي ۽ شاهہ مکي گڏجي آيا هئا. حضرت عليءَ جي قدمن جا نشان اڄ تائين قلعي واري چاڙهيءَ جي هيٺان هڪ

درگاهه ۾ آهن، تنهن ڪري اها درگاهه "قدم شاهه" نالي سان مشهور آهي. ڪلهوڙا مذهب جا شيعا هئا، ۽ حضرت عليءَ کي مڃيندا هئا. حضرت علي "حيدر" سڏبو هو. "حي" معنيٰ "نانگ" ۽ "در" پارسي لفظ "دريدن" مان آهي، جنهنجي معنيٰ آهي "ڦاڙڻ، مارڻ". "حيدر" معنيٰ "نانگ مارينڙ". حضرت عليءَ ننڍڙي هوندي هڪ نانگ ماريو هو، تنهن ڪري اهو نالو پيس. سندس اچڻ جي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ ميان غلام شاه ڪلهوڙي هن شهر جو نالو ئي رکيو "حيدرآباد". اهو شهر ٿورو ٿورو وسيو؛ پر ميان غلام شاهه حيدرآباد جو شهر اچا پنهنجو تختگاهه ڪيو ئي ڪين، ته سنه 1771ع ۾ پاڻ حياتيءَ جي تخت تان لهي پيو! سندس قبو حيدرآباد ۾ آهي. کانئس پوءِ ميان سرفراز خان ڪلهوڙو گادي نشين ٿيو، جنهن 1772ع ۾ هالن نون کان ڪوهه کن پري پيو هڪ نئون شهر ٻڌايو، جو "نئين خداآباد" سڏجڻ ۾ آيو. اهو سندس گاديءَ جو هنڌ هو؛ پر سندس قبو حيدرآباد ۾ آهي. پوين ڪلهوڙن جي وقت ۾ ٽالپر (مير) زور ٿيا. سنه 1783ع کان وٺي ميرن جي صاحبي شروع ٿي، ته به 1789ع تائين نئين خداآباد گاديءَ جو هنڌ هئي؛ ۽ ڪيترا عامل ۽ ڀائيبند اُتي رهندا هئا.

## خدا آبادي عامل ۽ ڀائيبند:

مير فتح علي خان ٽالپر پوءِ حيدرآباد جو شهر پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ڪيو، ته ڪيترا عامل ۽ ڀائيبند نئين خداآباد ڇڏي حيدرآباد ۾ اچي رهيا، جنهن ڪري نئين خداآباد ڏينهون پوءِ ويئي ڏڪائبي. جيڪي عامل ۽ ڀائيبند اول دادوءَ واري خداآباد ۽ پوءِ هالن واري نئين خداآباد ۾ رهندا هئا، تن کي پنهنجن حاڪمن جي تختگاهه ۾ رهڻ جو ايترو فخر ٿيو، جو حيدرآباد ۾ اچڻ کانپوءِ هو پاڻ کي "خداآبادي عامل" ۽ "خداآبادي ڀائيبند" سڏائڻ لڳا.

## حيدرآباد جو وسڻ:

عاملن هاٿوڪيءَ چوڙڪي بازار کان وٺي هاٿوڪي سري گهاٽ

تائين، ۽ ياڻيبندن چوڏڪي بازار کان وٺي جمن شاھ جي پڙ تائين پٽ والاريا. شهر جي بازار سڏي رکيائون جو نئين خداآباد ۾ بہ بازار سڏي هئي. ديوان گدو مل سيٺي ڪانپوءِ مير فتح علي خان سان گڏجي آيو ۽ جمن شاھ جي پڙ جي نزديڪ خالي پيل پٽ والاريائين. اها گدوائي گهٽي سڏجي ٿي. گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ مسر ويهاريائون ۽ ٽڪائو بہ جوڙايائون جو گهٽا گروءَ جا سک هئا. پوءِ سوڙھ ٿي، تہ 1875ع ڌاري هاٽوڪي "نوآباد" وسي ۽ اتڪل ويھن ورهين ڪانپوءِ هيرآباد وسي. هن وقت جتي نولراءِ مارڪيٽ آهي، اتي سنہ 1892ع ۾ ڪائين جي گودي هوندي هئي، ۽ هاٽوڪي هيرآباد طرف "سچ صفا ملڪ ميدان" لڳو پيو هوندو هو.

## حڪومت جي ورهاڱو:

سنہ 1793ع ۾ سنڌ جي ميرن حڪومت جو ورهاڱو ڪيو. مير سهراب خان خيرپور جو والي ٿيو، تہ اجوائي، واڌوائي ۽ ڪي ٻيا هميشہ لاءِ خيرپور ۾ وڃي رهيا، ۽ اهي "خيرپوري ديوان" سڏجڻ ۾ آيا. سندن سڳا سوٽ ۽ ٻيا جي حيدرآباد ۾ رهيا، سي "حيدرآبادي ديوان" ڪوٺجڻ ۾ آيا. مير سهراب خان جي پٽ مير ٺاري خان شاھ بندر ۾ وڃي حڪومت ڪئي، تہ ٺٽي جا ڪي پڙهيل وٺس نوڪرين ۾ گهڙيا، ۽ اهي "ٺٽي ديوان" سڏجن ٿا. وقت بوقت پناڻن قنڌار کان اچي سنڌ ۾ قرلت پئي ڪئي، ۽ شهرن کي باهيون پئي ڏنائون، تہ سنڌ ۾ ڀڄ ڀاڄڙ پئي پيئي. اهڙن سببن ڪري عامل ۽ ديوان فقط حيدرآباد ۾ ڪينهن؛ پر سنڌ ۾ ڪيترن هنڌ ٽڙيل پکڙيل آهن. رڳو ٺٽين ديري اسٽيشن تي لهي رتيديري ڏي وڃون، تہ واٽ تي پنجو ديري ۾ مولچنداڻي ۽ چڳاڻي، طيب ۾ جٽسنگاڻي، بنگلديري ۾ بدلاڻي، ڪيسواڻي ۽ واسواڻي، خيري ديري ۾ بجلاڻي ۽ ڳوٺ وليداد تعلقي رتيديري ۾ "ڪاڪا" ۽ "درياني" وينا آهن. ساهتي پرڳڻي ۾ بہ اٿين جدا جدا ڳوٺن ۾ ديوان آهن.

**شڪارپور جو وسڻ:**

هاٿوڪيءَ شڪارپور ۾ اڳي دائودپوٽن جو شڪار گاهه هو، ۽ ڳوٺ لکي ۽ تورا ٻيا پر وارا ڳوٺ وسيل هئا. سنه 1617ع ۾ لکيءَ جي مهرن کي دائودپوٽن شڪست ڏني. انهيءَ سوڀ جي يادگيريءَ ۾ قائم ڪرڻ لاءِ اهو شهر ٻڌائون، جو قلعي جي اندر هوندو هو. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ احمد شاهه دورانيءَ شڪارپور جو شهر ميان نور محمد ڪلهوڙي کان کسي، سبيءَ سان لاڳو ڪيو ۽ اتي جو حاڪم هڪ افغان ٿيو. تہ انهي وقت کان وٽي افغاني قافلا اچڻ لڳا. ائين واپار وڌڻ ڪري ڪيترا هندو ۽ مسلمان اتي آيا. هاٿوڪن شڪارپورين مان گهڻا اروڙ ونسي آهن، تنهنڪري سندن تاريخي احوال لاءِ ڏسو "اروڙ ونسي."

**سنڌ جو آدم:**

سنه 710ع تائين سنڌ ۾ سڀ هندو هئا. 711ع ۾ عربن جي ڪاهه وقت سنڌ ۾ چنا، سهتا، لاڪا، لهاڻا وغيره هئا، جن مان ڪيترا مسلمان ٿيا. سندن اولاد اڄ تائين سنڌ ۾ آهي. پوءِ سومرن، سمن، لهاڻن وغيره دين اسلام اختيار ڪيو، جن جو اولاد سومرا، سما، ڪاٺ ٻانيڻ، خواجه ۽ ميمڻ آهن (ڏسو "لهاڻا"). ارغونن ۽ ترخانن جي صاحبيءَ کان وٽي ڪيترو مسلم آدم ٻاهران آيو (ڏسو صفحه 48). پوءِ ڪلهوڙا، ڪوسا، بروچ وغيره آيا، ۽ ڪي هندو انگريزن جي صاحبي شروع ٿيڻ کانپوءِ بہ شيخ ٿيا. هن وقت سنڌ ۾ مسلمان اٽڪل ٽيهتر سيڪڙو ۽ هندو اٽڪل ستاويهه سيڪڙو آهن. انهن مان ڪيترا هندو ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبيءَ ۾ پنجاب، جيسلمير، جوڌپور، ڪڇ علائقي، گجرات ۽ قلات کان آيا. ڪهڙيون آکهيون اڳيئي سنڌ ۾ هيون، ۽ ڪهڙيون پوءِ آيون، تن جا جيڪي احوال ڪن ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪتابن ۽ شجرن مان، ۽ ڪيترن پير مردن کان پڇائڻ ڪرڻ سان، ملي سگهيا آهن، سي ڌار باب ۾ الف.ب وار ڏجن ٿا.

## باب نائون

# آکھين جا احوال

**آڏواڻي:**

نک "مگهؤ کتري" (ڏسو صفحو 15). انهيءَ نک وارا امرتسر ۽ ملتان ۾ ٻه آهن ۽ اروڙونسي سڏجن ٿا. ڏسو "اروڙونسي". آڏواڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان آڏو مل ولد کلومل ولد جسو مل ڳوٺ لوهه (لوهپور نزديڪ ملتان) جو ويٺل، ميان نور محمد ڪلهوڙي سان سنڌ ۾ آيو هو (ڏسو صفحو 50). پهريون گهر پنجاب مان پرڏيو هو، جنهن مان ٽي پٽ هئس: چندو مل، ڏتو مل ۽ لکو مل. اهي ٽيئي پاڻ سان آندا هئائين. پهرين گهر.واري گذاري ويس ته ٻيو گهر، ديهه ٽٽ تعلقي نوشهري فيروز مان، سيٺ آڏو مل جي گهران پرڻيو يعني سهرو ۽ ناني پنهي جو نالو آڏو مل. انهيءَ ٻئي گهر مان چار پٽ ڄاوس: بهارو مل، سندرداس، وسايو مل ۽ ٺارو مل. ٺارو مل ڄائي ڄم کان اکين کان سڄو هو، جنهن ڪري سڀ جي ڄمار ڪنڌارو رهيو. سڏيندا ئي "ٺارو جتي" هئس. سندس سمانڊ اڄ تائين ديوان بهادر هيرانند کيمر سنگهه جي اڳوٽي آڏواڻي گهٽيءَ واري گهر ۾ آهي.

ديوان آڏو مل، ميان.نور محمد ڪلهوڙي وٽ، شمشيرزن هو. پاڻ ۽ سندس ٻه پٽ سندرداس ۽ وسايو مل مغلن جي لڙائيءَ ۾ مارجي ويا.(ا) اهي ٻئي پٽ لا اولاد هئا، ۽ ٽيون پٽ ٺارو مل عمر ڀر ڪنوارو

(ا) "درجنگ مغلان بقتل رسيده". ديوان ٺاڪرسنگهه تاراچند آڏوانيءَ (نوآباد واري) جي دستخط ڪارگذاريءَ مان ورتل.

رهيو؛ باقي چار پٽ ايتري قدر وڌيا ويجهيا جو اڄ آڏواڻين جا پنج سؤ کن گهر آهن! انهيءَ سبب آڏواڻين جون جدا جدا شاخون آهن: سڌواڻي، سيتلاڻي، ٿنڌاڻي، منشياڻي ۽ شامداساڻي. آڏواڻين جو احوال سڌواڻين کان وٺي شروع ٿئي ٿو.

## سڌواڻي:

ديوان آڏو مل جي پهرين پٽ ديوان چندو مل کي ٻه پٽ هئا: چتو مل ۽ چينمل. ديوان چتي مل جو پوٽو ديوان سڌو مل ديواني مل تنهنجو اولاد سڌواڻي آهن.

الف (1) ديوان سڌو مل جو پهريون پٽ ديوان کانچند هو، جنهنجي پٽ ديوان تلوڪچند کي ست پٽ هئا: پهريون پٽس ديوان قسمتراءِ، جنهن جا ٽي پٽ ديوان شنڪرداس، ديوان هاسو مل ۽ ديوان چانڊو مل دفتردار.

(ا) ديوان شنڪرداس ميرن وٽ ڪاردار هو. کيس ٻه پٽ هئا: ديوان سچانند ۽ ديوان حڪومتراءِ. ديوان سچانند روينيو کاتي ۾ اسسٽنٽ ڪليڪٽر جو هيڊ منشي هو. کيس اولاد ڪونه هو، تنهن ڪري پنهنجو ڀائٽيو مسٽر ريواچند وڪيل پنهنجو پٽ ڪيائين. مسٽر ريواچند جو پٽ مسٽر آتمارام اليڪٽرڪ ۽ مڪينيڪل انجنيئرنگ لاءِ ولايت ويو هو. هن وقت هند سرڪار کيس چونڊي، دهلي ڪئنٽونمينٽ جي سينٽرل آرڊيننس ڊيپوءَ ۾ چڱي پگهار تي مقرر ڪيو آهي.


ديوان حڪومتراءِ شنڪرداس

ديوان حڪومتراءِ قليلي ڪئنالس آفيس ۾ هيڊ اڪائونٽنٽ هو. جنم 1846ع ۽ ديهانت 11 ڊسمبر 1926ع. سنه 1901ع ۾ هيرآباد ۾ وڃي رهيو، ۽ اُتي پنهنجن توڙي پراون کي اوکيءَ سوکيءَ ۾ مدد ۽

صلاح صولح ڏيندو هو، تنهن ڪري هيرآباد جو مکي ڪوٺبو هو. سندس پٽن مان هڪڙو مسٽر آسودو مل حيدرآباد جي ميونسپل اسڪولن جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر، ٻيو مسٽر ريواچند جنهن کي ٻسندس چاچي ديوان سچانند پنهنجو پٽ ڪيو، ٽيون مسٽر روچيرام، چوٿون مسٽر لال چند ۽ پنجون مسٽر شامداس جو گذاري ويو آهي. پر سندس اولاد آهي.


مسٽر آسودو مل حڪومتراءِ

مسٽر آسودو مل حڪومتراءِ مارچ 1879ع ۾ ڄائو هو. سنه 1902ع ۾ بي.اي. پاس ڪيائين. سنه 1904ع ۾ تعليم کاتي ۾ گهڙيو. ڪجهه وقت روينيو کاتي ۾ نوڪري ڪيائين؛ پر پوءِ پنهنجي خوشيءَ سان موٽي تعليم کاتي ۾ ويو. سندس پتا کي، پينشن تي وڃڻ وقت، پنج سؤ ايڪڙ زمين سرڪار ڏيڻي ڪئي. مسٽر آسودي مل ٻنيءَ سنڀالڻ جو ڪم نه قبوليو ۽ سندس ٻيا ڀائر به پنهنجن ڌنڌن ۾ مشغول هئا، جنهن ڪري اها زمين ڪانه ورتائون. مسٽر آسودو مل تعليم کاتي ۾ وڏي وجي، ميونسپل اسڪولن جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر ٿيو. پنجونجاهه ورهين جي ڄمار جو ٿيو، ته نوڪريءَ ۾ وڌيڪ عرصو رهاياٿوس ٿي؛ پر کيس پئسي جي تمنا ڪانه هئي، تنهن ڪري 1934ع ۾ پينشن ورتائين. سندس حسن خدمتيءَ ڪري حيدرآباد جي ڦليليءَ وارو اسڪول سندس نالي پٺيان سڏجي ٿو.

الف، (2) ديوان قسمتراءِ جي ٻئي پٽ ديوان هاسي مل جي اولاد سان نواسا، ويرو مل پرمانند زميندار ۽ پيا.

الف (3) ديوان قسمتراءِ جو ٽيون پٽ ديوان چاندو مل دفتردار هو. جنهن جي نالي پٺيان "سوڀيرام چاندو مل گرلس اسڪول" سڏجي ٿو. ديوان چانڊو مل پنهنجو فوٽو ڪڍڻ به ڪون

ڪڍايو. چوندو هو، تہ "هڪ مان بہ ٽيون ڇو؟" ديوان چانڊو مل کي ٽي پٽ هئا:

(1) ديوان سهجرام دفتردار. جنهن جا پٽ ديوان جيوترام، ديوان قيمتراءِ، ديوان خوشحالداس رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر، مسٽر ديالداس، مسٽر چيلارام، مسٽر گهنشامداس ۽ سندن اولاد.

(2) ديوان ڪيولرام، پٽس مسٽر مورجمل ۽ ٻيا.

(3) ديوان ٻولچند ڊپٽي ڪليڪٽر، جنهن جا پٽ ديوان چٿرراءِ، ديوان ڊولومل، ديوان دولترام ۽ ديوان ڪوڏو مل. ديوان چٿرراءِ بي.اي، ايل ايل بي پاس ڪري، وڏي وجي ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو. تہ بہ سدائين نهٺو ۽ نماڻو! سندس رچيل ڪي ڊرمي پستڪ موجود آهن. ديوان چٿرراءِ جو پٽ مسٽر نارائڻداس حيدرآباد ۾ خداآبادي عامل ڪوآپريٽو بئنڪ جو مئنيجر آهي، ٻيو پٽس مسٽر رامچند ڪراچيءَ جي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ پروفيسر آهي. ٽيون پٽس مسٽر موتيرام ڊنڊو ڪندو آهي.

ديوان دولترام ٻولچند ايم. اي ۽ ايل ايل بي پاس ڪري وڪالت ڪرڻ لڳو. ڪجهہ وقت حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو چيئرمين ۽ پريزيڊنٽ هو. هن وقت اين.ايچ. اڪيڊميءَ جو پرنسيپال ۽ حيدرآباد ڪاليج بورڊ جو پريزيڊنٽ آهي.

(ب) ديوان تلوڪچند جو ٻيو پٽ ديوان ڪلاچند هو.

(پ) ديوان تلوڪچند جو ٽيون پٽ ديوان هرداس مل هو، جنهن جي نسل مان ديوان ٽيڪچند هرگنداس مختيارڪار ۽ ٻيا.

(ٿ) ديوان تلوڪچند جو چوٿون پٽ ديوان بهار مل هو.

(ت) ديوان تلوڪچند جو پنجون پٽ ديوان شيوڪرام هو، جنهن کي ٽي پٽ هئا: (1) مسٽر دليتراءِ، جنهن جو هڪ پٽ مسٽر موتيرام بمبئيءَ ۾ انڪم ٽئڪس عملدار آهي. (2) راءِ بهادر ديوان پريداس، جو پهريائين پبلڪ ورڪس ڊپارٽمينٽ ۾ هو، پوءِ ساڌو هيرانند سان سندس اڪيڊميءَ ۾ هو ۽ تنهن کان پوءِ پنهنجو نوديالي هاءِ اسڪول برپا ڪيائين، جنهن جي عاليشان عمارت حيدرآباد جو هڪ

سينگار آهي. نوودياليہ جون ڪيترين شاخون آهن. ديوان پريداس جو پٽ مسٽر سندرداس جج آهي. (3) مسٽر کيمچند جنهن جو اولاد ماسٽر چيلارام ۽ ٻيا.

(ٽ) ڇهون پٽ ديوان درياهي مل ۽ سندس اولاد.

(ٺ) ديوانِ تلوڪچند جو ستون پٽ ديوان آئيداس جنهن جي نسل مان ديوان پيسومل اڪائونٽنٽ ۽ ٻيا.

مٿيون سڀ اولاد ديوان سڌو مل جي پهرين پٽ ديوان خانچد جو.

ٻيو: ديوان سڌومل جو ٻيو پٽ بهارمل ۽ ٻيا.

ٽيون: ديوان سڌومل جو ٽيون پٽ ديوان جهوڙومل، جنهن جي نسل مان ديوان منگهن مل، ديوان بولچند ۽ ديوان تلسيداس. ديوان منگهن مل ڪيترو وقت نوشهري فيروز ۾ وڪالت ڪندو هو. سندس جوان پٽ مسٽر هوندو مل گذاري ويو تہ دل کي اهڙو صدمو پهتس جو ويراڳ ورتي ڏاري، شراب ۽ مڇي مانس ڇڏي ڏنائين. پڪيءَ چمار هوندي بہ ديوناگري اکر سکيو، ۽ شريمد ڀاڳوت گيتا جو پاٺ پيو ڪندو هو ۽ گروءَ جي ٻاڻيءَ پيو اُچارينندو هو.


ديوان بولچند ڪندن مل

ديوان بولچند ڪندن مل، جنم 23 جنوري 1863ع، ديهانت 11 سيپٽمبر 1933ع، سنہ 1888ع ۾ وڪالت پاس ڪري، پنهنجي سؤٽ ۽ ننڍڙي هوندي جي پريتوان ديوان واڌو مل ٻيلارام آڏواڻيءَ سان گڏ ڪم ڪرڻ لڳو. اتندا ويهندا بہ گڏ هئا. ويهہ ورهيہ سانده حيدرآباد ۾ ميونسپل ڪائونسلر هو، ۽ خداآبادي عامل پنچات جي مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جو هڪ مکيہ ميمبر هو. پنهنجي ياءُ ديوان منگهن مل وانگر ننگائتو ۽ نهٺو هو، ۽ چت جو لاڙو ڌرم ڏي هوس. ڪراچيءَ جي بندر روڊ ايڪسٽينشن وارو "واڌو مل بولچند هاءِ اسڪول"

سندس ٽالي پٽيان سڏجي ٿو. انهيءَ هاءِ اسڪول جو پرنسيپال سندس پٽ مسٽر چنديرام آهي.

چوٿون ۽ پنجون: ديوان سڌو مل جو چوٿون پٽ ديوان آسرداس ويجهيو، مگر پنجون پٽ ديوان پاونداس ڪونه وڌيو. ديوان آسرداس جي نسل مان ماسٽر ڏرمداس خوبچند جا پٽ مسٽر گوبندرام رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر، مسٽر گوپالداس ڊي.جي. سنڌ ڪاليج جو پروفيسر، مسٽر پرسرام، مسٽر رامچند ۽ مسٽر ڪشنچند سنڌ جو وينائيل ڪوآپريٽو سوسائٽي وارا، ماسٽر ڏرمداس جي ڀائرن جو اولاد به آهي.

## سيتلاڻي شاخ:

مٿي ذڪر ڪيل سڌواڻي شاخ وارا پاڻ کي "آڏواڻي" ڪوٺائين ٿا؛ پر سندن ويجها سؤٽ، جي پڻ ديوان آڏومل جي پهرين پٽ ديوان چندو مل جي مربي فرزند ديوان چتي مل جو اولاد آهن، سي پنهنجي ويجهي ڏاڏي ديوان سيتلداس ولد ديوان بالي مل جي نالي پٺيان پاڻ کي "سيتلاڻي" سڏائين ٿا. اسانجي آکه ديوان چتي مل جي ننڍي ڀاءُ ديوان چينمل جي نسل مان آهي، تنهن ڪري هينئر پنهنجيءَ آکه جو ذڪر ڪريان ٿو.

## مصنف جي آکه:

منهنجو ڏاڏو ديوان آٽلمل آجومل مختيارڪار هو. منهنجو پتا منشي مهرچند سيٽلمينٽ کاتي ۾ هيڊ منشي هو ۽ چاليهه روپيا پگهار هوس. سنه 1888ع ۾ پينشن ورتائين ته ويهه روپيا پينشن مليس؛ پر پوءِ سندس عملدار مسٽر گلبرٽ ڪوپر پنج سؤ ايڪڙ زمين جا بنا مالڪاڻي، انعام طور وٺائي ڏنس. اُن وقت سندس ٻن سؤٽن به پينشن ورتي، جن مان هڪڙو ديوان خوبچند ننديرام آڏواڻي، حيدرآباد جي خداآبادي عامل پنچات جو مکي، (ديوان نولراءِ ۽ ساڌو هيرانند جو ڪاڪو) ۽ ٻيو منشي واڌو مل بدلداس آڏواڻي نوآباد وارو (مسٽر

گوپالداس ڇهمتمل جو وڏو ڪاڪو) هو. تيئي سؤٽ پينشن وٺڻ ڪانپوءِ گڏجي ٽيڪا ڪٽڻ لڳا. اڪثر ڪاٽين جا ٽيڪا ڪٽندا هئا. پهربائين منشي واڌو مل گذاري ويو، ته هنن ٻن سؤٽن ائين ڪين سمجهيو ته هو هاڻ اسانجو ڀائيوار ڪونهي. سندس اولاد جي پالنا جو خيال ڪري، ٻنهي سڀني چالاڻي ڪانپوءِ به سندس حصو هر هڪ ٽيڪي ۾ رکندا آيا. پوءِ ديوان خوبچند جو چالاڻو ٿيو، ته منهنجو پتا پنهنجن ٻنهي سرڳواسي سؤٽن جو حصو هر هڪ ٽيڪي ۾ رکندو آيو؛ جنهن ڪري سندن اولاد کي پئسي جي مدد پوءِ به پئي ملي. ڏسو سندن ڀائپيءَ جو تنگ! منهنجو پتا آگسٽ 1905ع ۾ گذاري ويو.



سنت ٽانور داس مهرچند

منهنجو مربي ڀاءُ مسٽر ٽانورداس حيدرآباد جي ميونسپل اسڪولن ۾ نائب ماسٽر هو. جوانيءَ ۾ ئي نرت بيهي ويس، جنهن ڪري ماستري ڇڏيائين. سائين ڪيسؤزام سپاهيءَ ملاٽي ۽ سندس پٽ سائين هريرام صوفيءَ سان اڳيئي سنگ هئس، جو سائين هريرام اسان جو ماستر هو. پوءِ ڀائي غريب داس ٻچ واري جو به سنگ ٿيس. انهن سنتن جي سنگ ۾ پاڻ به پوءِ سنت ٿي پيو. ڪيترا ورهيه سانده سنديس اهو نيم هوندو هو، جو ڏينهن جو تنڊ ڪندوهو، ۽ سڄي رات جاڳي ايشور جو ڌيان ڌاريندو هو!

سياري رات سيحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
اُن جي عبداللطيف چوي، مٽيءَ لڌو مان.
(شاهه)

راءِ صاحب ديوان گرداس سنگهه ٽيئون مل ڪيولراماڻي (پرياڻي) ڊپٽي ڪليڪٽر، مسٽر تاراچند ٿهلراماڻي (ٽلتياڻي) مختيارڪار، ۽ ٻيا

ڪي معزز سندس درشن لاءِ وٽس گهڻو ايندا هئا. اٽڪل سٺ ورهين جي ڄمار ۾ 1929ع ۾ گذاري ويو.

1895-1896ع ۾، ويهن ورهين جي ڄمار ۾ مان، سالٽ ۽ ايڪسائيز کاتي ۾، پنجويهن روپين پگهار تي مقرر ٿيس، ۽ 1924ع ۾ ٻه سؤ روپين پگهار تي ايڪسائيز انسپيڪٽر هئس. انهيءَ کان اڳي سنڌي رڳو مئٽرڪ تائين پاڙهيندا هئا. ڪاليج ۾ سنڌي هئي ڪانه. سنه 1924ع ۾ فقط بي.اي امتحان جي نصاب (Curriculum) ۾ سنڌي ٻولي درج ٿي، سا به آزمائش طور! شڪارپور وارو ڪاليج اڃا کليو ڪونه هو. حيدرآباد واري ڪاليج ۾ اڃا بي.اي ڪلاس ڪونه کوليو هئائون، تنهن ڪري سمورو مدار ڪراچيءَ واري ڪاليج تي هو. جيڪڏهن اُتي جي شاگردن ۾ سنڌيءَ لاءِ چاهه وڌيو ته واهه، نه ته بمبئي يونيورسٽيءَ کي بي. اي مان به سنڌي ڪڍي ڇڏڻي هئي! ڊاڪٽر دائودپوٽه جو هن وقت سنڌ جو ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن آهي، تنهن اُن وقت ايم. اي امتحان پاس ڪيو هو. جون 1924ع کان وٺي کيس ڪراچيءَ واري ڪاليج ۾ هڪ سؤ روپين پگهار تي سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ڪيائون. سگهوئي پوءِ هو صاحب ولايت ۾ ڊاڪٽريءَ جي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ ويو.

پٺيءَ ٽرم (نومبر 1924ع) کان وٺي مان سندس جاءِ تي سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيس، ته هڪ سؤ روپيه پينشن وٺي، ايڪسائيز کاتو ڇڏي آيس، جو ڪم هيءَ منهنجي دل وڻان هو. بي. اي جي شاگردن ۾ سنڌيءَ لاءِ چاهه وڌايم، ته پوءِ ڪاليج جي سينيئر ڪلاسن ۾ سنڌي پيئي ۽ پنهنجو پورهيو سڦلو سمجهيم. اٺاويهه ورهيه ايڪسائيز کاتي ۾ ۽ ٽيرهن ورهيه ڪاليج ۾ نوڪري ڪيم. انهن ايڪيتاليهن ورهين جي عرصي ۾ پنجيتاليهه کن ڪتاب لکيم. سنه 1905ع کان وٺي جيڪي سنڌي درسي ڪتاب اسڪولن ۾ پاڙهڻ ۾ اچن ٿا، تن ۾ هڪ سؤ سبق، نظم ۽ نثر ۾، منهنجا لکيل آهن. ماءُ جي پيار بابت ("ڪنهن

مونکي ٿي کير پياريو")، لاباري بابت ("اجهو اسوءَ جو مهينو آيو")، ماکيءَ جي مک بابت، "وقتُ چوي مان بادشاه آهيان" وغيره منهنجا جوڙيل آهن. اڄ تائين مان سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌ جي تاريخ جو اپياسي ۽ سنڌ جو سيلاني آهيان.

منهنجي پٽ پريداس عرف هرنام سنگ مون وانگر اخبارن ۽ مخزنن ۾ گهڻا ليک لکندو هو. پڇاڙيءَ ۾ "سالڪ جو سفر" (Pilgrim's Progress) لکيائين. پاڻ آگسٽ 1943ع ۾ گذاري ويو. تنهن کانپوءِ اهو دستخط سنڌي ادب (ساهت) لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ پسند ڪري، 350 روپيا انعام طور ڏنا. اُهو هاڻ ڇپيو آهي، ۽ تعليم کاتي وارن درسي ڪتاب طور منظور ڪيو آهي.

منهنجي ڏاڏي ديوان آئلمل جي ڀاءُ ديوان ڪشنچند آجو ملُ کي ٽي پٽ هئا:

(1) ديوان ٽيڪچند روينيو کاتي ۾ هيڊ منشي هو. سندس پٽ مسٽر سنتداس وڪيل، جنهنجو پٽ مسٽر نيپراج. ٻيو پٽس مسٽر بولچند، جنهنجا ٻه پٽ پروفيسر آهن: وڏو پٽس مسٽر ڪلياڻ بي. آڏواڻي، ايم. اي، حيدرآباد ڪاليج ۾، ۽ ننڍو پٽس مسٽر نانڪرام، بي.ايس سي پاس ڪيل، سڪرنڊ جي زرعي ڪاليج ۾ پروفيسر آهي.

(2) ديوان ڪيولرام، سنه 1880ع ۾ افغانن واري ٻي لڙائيءَ ۾، ڪاميسريٽ کاتي وارن سان گڏجي ڪابل ويو هو. انگريزن جي لشڪر جي کاڌي خوراڪ جو انتظام سندس هٿ ۾ هو. ڪابل مان موٽڻ کان پوءِ ڪجهه وقت ٽپال ماستر ته ڪجهه وقت جيلر هو. پڇاڙيءَ ۾ پبلڪ ورڪس ڊپارٽميٽ ۾ هو. سندس پٽ مسٽر گدو مل حيدرآباد جي مشن اسڪول ۾ ٽيهه ورهيه ساندهه ماستري ڪئي. اسڪول ڦٽو ته پويان ڇهه ورهيه ڪراچيءَ ۾ رهيو. سنه 1916ع ۾ گذاري ويو.

ماستر گدو مل جو مربي فرزند مسٽر جهامراءِ ڪراچيءَ جي رالي برادرس ڪمپنيءَ ۾ وڏي پگهار تي آهي. ائيتاليهه ورهيه نوڪري ڪئي


مسٽر جهامراءِ گدو مل

اٿس ۽ اڃا پيو ڪري. ڪراچيءَ جي خداآبادي عامل هائوسنگ سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري آهي، ۽ عاملن جي زمين خريد ڪرڻ واري سنڊيڪيٽ (Land purchase Syndicate) ۾ پندرهن ورهين ڪان آهي. ڪراچيءَ ۾ عاملن کي جايون لاءِ پٽن وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪندو آهي. ڪراچيءَ جي خالقڏني هال لئبرريءَ جو به جائنٽ سيڪريٽري آهي. عام خلق جي ڀلي جو جيڪو به ڪم ڪندو آهي، تنهن لاءِ ڪوبه اُچورو ڪونه وٺندو آهي.

(3) مسٽر سچانند ڪشنچند تيهه ورهيه کن سانده حيدرآباد جي مشن اسڪول ۾ ماسٽر هو. مشن اسڪول ڦٽو ته ڪراچيءَ جي مشن هائوس ۾ لکپڙهه جي ڪم تي هو. ٿورن ورهين کان گذاري ويو آهي؛ پر سندس اولاد آهي.

اسانجا ٻيا ويجها سؤٽ منهنجي ڏاڏي ديوان آٽلمل جي سؤٽ ديوان ٻدلداس لالچند جو اولاد آهن.


ديوان گوپالداس جهيمٽ مل

(1) ديوان ٻدلداس جو پٽ ديوان واڌو مل هو. (ڏسو صفحو 63). سندس پٽ مسٽر آسودو مل ۽ مسٽر اُتمچند گذاري ويا آهن؛ پر اُنهن جو اولاد آهي.

(2) ديوان ٻدلداس جو ٻيو پٽ ديوان رامچند بنا اولاد.

(3) ديوان ٻدلداس جو ٽيون پٽ ديوان ڪوڙو مل، جنهن جي پٽن مان مکيه ديوان جهيمٽمل، جو ٻيلن جي کاتي ۾ هيڊ ڪلارڪ هو ۽ ڦوهه جوانيءَ ۾ سنه

1887-1888ع ڌاري چالاڪو ڪيائين. ڪيس هڪڙو ٽي پٽ مسٽر گوپالداس هو، جو سندس قضئي وقت ذهن وزهين جي جمار جو مس هو. پوءِ پنهنجيءَ محنت، اُدم ۽ اورچائيءَ سان اڏجي پيو، جنهن ڪري خوداوري (Self-help) جو هيءَ هڪ نهايت عمدو مثال آهي. ڪيترائي ورهيه حيدآباد ۾ ميونسپل ڪائونسلر هو. سندس آفيس حيدرآباد ۾ اُلهندي ڪچي ۾ آهي. اُتان جيڪو رستو ديواني ڪورٽ ڏي وڃي ٿو، سو سندس نالي پٺيان سڏجي ٿو.



مسٽر ناڪرداس گوپالداس

ديوان گوپالداس جو مربي پٽ مسٽر ناڪرداس، بي اي پاس ڪيل، ڪراچيءَ جي سنڌ ٽائيپ رائيٽنگ ڪمپنيءَ جو مالڪ ۽ مئنيجر، ۽ ڪراچيءَ جي "ريگل"، "پئلس" ۽ "لائيٽ هائوس" سئنيمائن جو ڊائريڪٽر آهي. ڪراچيءَ جي سنڌ ڪاليج جي بورڊ جو ميمبر آهي، ۽ ڪراچي جي خداآبادي عامل بئنڪ جو پريزيڊنٽ آهي. ٻيا به عام ڀلي جا ڪم ڪندو آهي.



مسٽر هوتچند گوپالداس

مسٽر گوپالداس جو ننڍو پٽ مسٽر هوتچند بي. اي (لنڊن). "بئريسٽر ائٽ لا" آهي؛ پنهنجي پتا واري آفيس اڄ تائين پيو هلائي، ۽ سندس نالو چڱيءَ ريت قائم ڪندو پيو اچي. مسٽر هوتچند ڪجهه وقت ميونسپل ڪائونسلر هو، ۽ هن وقت حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو قاعديدان صلاحڪار (ليگل ائڊوائيزر) ۽ حيدرآباد ڪاليج بورڊ جو به ميمبر آهي.

مسٽر گوپالداس جهمٽ مل جي ڏاڏي ديوان ڪوڙي مل جو هڪ ڀاءُ ديوان سانوڻ مل هو، جنهنجا ٻه پٽ منشي پرمانند ۽ مسٽر بولچند هئا. پنهي جو اولاد هن وقت حيات ڪونهي.

## لاڙڪاڻي وارا آڏواڻي:

ڪجھ ورهين ڪان ڪي آڏواڻي لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا. پانئجني ٿو ته جڏهن خداآباد ۾ ڀاڄڙ پيئي (ڏسو صفحہ 52) تڏهن لاڙڪاڻي ڏي لڏي ويا. اهي ٻه اسان جا سؤٽ آهن. ديوان آڏو مل جي پوٽي ديوان چيتمل چندو مل جو پٽ ديوان مانسنگ، تنهن ان اسانجي آڪهه. ديوان مانسنگ جو هڪ پٽ ديوان ڪرنمل جنهنجي نسل مان مسٽر گوپالداس جهمٽمل وڪيل جي آڪهه. ديوان ڪرنمل جي ڀاءُ ديوان امرسنگ جا پٽ ديوان جيوڻ مل، ديوان يوڄراج ۽ ديوان ٽيڪچند جن جي نسل مان لاڙڪاڻي وارا آڏواڻي آهن. منجهائن مکيہ مسٽر شيوارام ٽلومل شڪارپور جو جج، جو ديوان يوڄراج جي خاندان مان آهي. لاڙڪاڻي وارن آڏواڻين مان پهريائين پهريائين پاڻ مئٽريڪيوليشن امتحان 1923ع ۾ پاس ڪيائين، ۽ سڄيءَ سنڌ مان انگريزيءَ ۾ پهريون نمبر آيو هو، جنهن ڪري بمبئي يونيورسٽيءَ انعام ڏنو هوس. سنہ 1927ع ۾ بي. اي (انگلش آنرس) ۾ سنڌ مان ٻيو نمبر آيو، تہ ڪراچيءَ واري ڪاليج ۾ "فيلو" مقرر ٿيو ۽ ٻئي سال دڪشڻا فيلو" هو. سنہ 1929ع ۾ ايل. ايل. بي پاس ڪيائين ۽ وڪالت ڪرڻ لڳو. پنهنجن لياقتن ڪري سنہ 1933ع ۾ سب جج مقرر ٿيو، ۽ هن وقت سنڌ جي فرسٽ ڪلاس سب ججن جي چوٽيءَ تي آهي. سنہ 1936ع ۾ سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جو پهريون سيڪريٽري هو، جنهن ڪري چئبو تہ اسانجو هيءُ سؤٽ ٻہ ڪو گهٽ ڪونهي.

لاڙڪاڻي وارن آڏواڻين مان ٻيو گريجوئيٽ مسٽر نيوندرام منشارام آهي، جو هن وقت سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ اسسٽنٽ آهي. سندن

پيو هڪ سؤٽ مسٽر ناراڻداس لڌارام آڏواڻي "ملٽري انجنيئرنگ سروس" ۾ آهي. سندن پين ڪن سؤٽن گهڻو ڪري مئٽرڪ پاس ڪئي آهي. هيءُ سمورو احوال ديوان آڏو مل جي پهرين پٽ ديوان چندو مل جي اولاد جو.

## ڏتي مل جو اولاد:

ديوان آڏو مل جو ٻيو نمبر پٽ ديوان ڏتو مل هو، جنهن کي چار پٽ هئا: (1) ديوان ورک مل، جنهن مان ديوان اوڌوداس ميٺارام جي آکهہ ٿيا. (2) ديوان ڦنڌاريمل، جنهنجو اولاد "ڦنڌاراڻي" خالصا. (3) ديوان نِهال سنگهہ، جنهنجي نسلِ مان "منشياڻي". (4) ديوان مهرچند، جنهنجو اولاد ديوان ٺاڪر سنگهہ تاراچند نوآباد وارو ۽ ٻيا.

## منشياڻي:

آڏواڻين جي منشياڻي شاخ وارا منشي وليرام ۽ ڀاڳس ديوان هردارام جو اولاد آهن. منشي وليرام مير نصير خان جو وزيراعظم هو (ڏسو صفحہ 52) ۽ وڏيءَ هلنديءَ چلنديءَ وارو هو. پنهنجو هڪ باغ هوس، جو ديوان نولراءِ شوقيرام جي بنگلي کان وٺي ڀائي مولچند واري گهٽيءَ تائين هو. هاڻ اتي جايون جڙي ويون آهن. منهنجي ڏسندي اتي کوهہ هئا، جي سنہ 1886ع ڌاري پورائي ڇڏيائون. حيدرآباد جي هندو پنچائتين جي تاريخ منشياڻين کان وٺي شروع ٿئي ٿي.

## پائيبند پنچايت جو بنياد:

رگ ويدڪ زماني کان وٺي پنچائتن جا مکي وڏا سيٺيون هوندا هئا. شهرن ۽ ڳوٺن جي صفائي، روشنائي ۽ ٻيو ميونسپل ڪم سندن هٿ وس هو. (ڏسو صفحہ 17). سنڌ ۾ اهو دستور ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين تائين هلندو آيو. مير فتح علي خان حيدرآباد جو شهر پنهنجي ڳاديءَ جو هنڌ ڪيو (ڏسو صفحو 54)، تہ سڄيءَ حيدرآباد جي صفائيءَ، روشنائيءَ وغيره جو ڪم ساڳرائي آکهہ وارن، خاص ڪري

مکي تاراچند ڏرمداس ساگرائيءَ جي نظر ۾ هٿ هيٺ هوندو هو. ڪانئس پوءِ پٽس مکي هيرانند اهو ڪم سنڀاليندو هو. هن باري ۾ ديوان واڌو مل گنگارام جج پنهنجي جوڙيل هڪ ڇوٽي رسالي ”خدا آبادين لاءِ ڪنٺ مالا“ جي صفحي پهرين ۾ هيئن لکيو آهي. ”منهن تائين شهر جو ميونسپالٽيءَ وارو ڪم خاص ڀاين (ڀائيبندن) جي نظر ۽ هٿ هيٺ هو. صفائي، روشنائي، ڪمي ڪاسبي، سڀ ساٿن ڀڏل، پٽ، ڀائي ڀانيڻ جا ڀنڊيان ۾ وس هئي. مکي هيرانند ڀلي ڀلي هو! شهر جا پيرسن ڪاڪا ڀاڀا ٻه مددي هئس؛ پر منجهن مکيه هو. منهن تائين عاملن ڪين ڪا ڏار پنچايت ڪانه هئي. پاڙن جو ڪم ڪاڪن ڀاين تي لاتو، مگر شهري ڪم لاءِ هڪ ئي چنچايت هئي؛ شهر جي ميڙ ۾ ڀوڏو مکي هيرانند تي ويهندو هو.“ مطلب ته اسانجا هندو ڀائر خدا آباد کان حيدرآباد ۾ اچڻ کان پوءِ جيتوڻيڪ پاڻ کي ”خدا آبادي عامل“ ۽ ”خد آآبادي ڀائيبند“ سڏائيندا هئا (ڏسو صفحه 54)، ته به هڪ ئي نيات جا ميمبر هئا، پنچايت ئي هڪي هين، ۽ مکي به هڪڙو ئي هئن؛ پر مکي تاراچند توڙي پٽس مکي هيرانند، قديم زماني جي رواج پٽاندر شهر جا مکي هئا، ۽ نه نيات جا. عاملن توڙي ڀائيبندن جي پاڙن ۾؛ شاديءَ غميءَ وقت، پاڙن جا پيرمرد وڏا تي ويهندا هئا، آئي وئي جو آدر، گڏجاڻيون، پرچاڻيون، تن سڀني ڳالهين کي پاڻيهي پيا پورا پوندا هئا؛ مگر جڏهن پٽ، جاجڪ وغيره کپندو هئن، تڏهن مکيءَ ڏي ماڻهو ڊوڙائيندا هئا. شهر جي ڪنهن عام ڳالهه بابت ڪو ميڙ ٿيندو هو ته ان ۾ مکي تاراچند ۽ ڪانئس پوءِ مکي هيرانند صدر تي ويهندو هو. اهو دستور انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل واري وقت تائين هلندو آيو. اڄ به سندن آکه ”مکين جي آکه“ سڏجي ٿي، ۽ سندن گهٽي اڄ تائين ”مکڪي گهٽي“ ڪونجي ٿي.

## عامل پنچائت جو بنياد:

هن وقت جنهن کي اسين ”ميونسپالٽي“ چئون ٿا، سا اڳي سڄي هندستان ۾ ڪٿي به ڪانه هئي. هندستان جي وائسراءِ لارڊ رپن جي

ايامڪاريءَ (1880-1884ع) ۾ سڌارا ٿيا ۽ ميونسپالٽيون 1885ع کان وٺي ڪم ڪرڻ لڳيون. سنه 1843ع ۾ سر چارلس نيپيئر سنڌ فتح ڪئي ۽ ان جو پهريون گورنر پاڻ مقرر ٿيو. سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ پهرياڻين حيدرآباد جو شهر ڪيائين. ٻئي سال (1844ع ۾) ڪراچيءَ ۾ وڃي رهيو. سنه 1846ع ۾ ڪراچيءَ ۾ سخت وبا پيئي، ءملٽري وارن جي ٻئريڪن ۾ ٻه ڪي ماڻهو اُٿليا. سر چارلس نيپيئر "حفظ صحت جا بورڊ" (Boards of Conservancy) برپا ڪيا. سي ٻه رڳي ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾، ٻين شهرن ۽ ڳوٺن ۾ صفائيءَ، روشنائيءَ وغيره جو بندوبست قديم رواج پٽاندر پنچائتون ڪنديون هيون؛ پر سرڪاري عملدار ٻه نگهباني ڪندا هئا. ڪراچيءَ وارو بورڊ عام طرح "ميونسپل ڪميشن" سڏبو هو، جنهن جا سڀ ميمبر سرڪاري عملدار ۽ سرڪار جا تاڦيل هئا. چونڊ جو سرشتو هئو ئي ڪونه.شهر ۾ ڪو گندگي ڪندو هو، ته ڏنڊ وجهندا هئس.ڏنڊن جي وصولين مان صفائي، روشنائي وغيره جو خرچ ڪندا هئا ۽ ٻئسي جي ڪجهه مدد سرڪار وٽان ٻه ملندي هين. ٻين شهرن ۽ ڳوٺن ۾ وهاڻءِ وڏاڻ مهل جيڪي پنچائتي لاڳا (ڳنڍايا مٺا) ملندا هئا، سي پنچائتون ميونسپل ڪمن بلي خرچينديون هيون. حيدرآباد جي پنچائت کي اها ٻه اختياري هئي، ته جيڪو ان ٻاهران ايندو هو، تهن تي ڪجهه محصول اُڳاڙي، شهر جي حفظ صحت بلي خرچ ڪندي هئي. (ڏسو سنڌ گزيٽيئر صفحه 465). حيدرآباد ۾ رستن تي ڇٽڪار ٻه ڪرائيندا هئا. اها ٻه خرچ جي ڳالهه هئي. اهڙيءَ حالت ۾ ضرور ٿيو، ته وهاڻءِ وڏاڻ تي سڀ پئنچائتي لاڳا وصول ٿيندا رهن، ته خرچ کي پورو پئجي سگهجي، حيدرآباد جو مکي تاراچند ۽ ڪانئس پوءِ مکي هيرانند هو. عاملن مان وصوليون ڪرڻ ڪين ڏکيون ٿين ها. ياڻئجي ٿو، ته اهوئي سبب هو جنهن ڪري پهريندي ئي شرط عاملن مان ٻه مکي مقرر ٿيا. شهر جي مٿين ياڳي جو مکي ديوان ننديرام منشياڻي ۽ هيٺين ياڳي جو منشي آوتراءِ ملڪاڻي هو. اهي شايد سرڪار جا تاڦيل هئا، جنهن ڪري فقط شهر جي ڪم لاءِ مکي هئا؛ پر پنهنجيءَ نيات ۾ ٻه جهجهو ئي مان هون. پاڙي پنبي وارا شاديءَ غمي ۾

ڪين پنهنجو مکي ڪري گهرائيندا هئا. ائين خدا آبادي عاملن جا اهي ٻه مکي شهر جو توڙي نيات جو ڪم ڪندا هئا، پوءِ عاملپٽي جي فخر وچان عاملن پنهنجي پئنچات ئي ڊار ڪاهي. 1

## منشياڻي آکهہ:



ديوانڻ ننديرام هردارام

منشي ولُيرام جو ڀاءُ ديوان هردا رام تنهنجو مربي فرزند ديوان ننديرام (ديوان نولراءِ جو ڏاڏو) هڪ وڏو بزرگ شخص هو. آڏواڻي گهٽيءَ ۾ انهن منشائين جو ڊار ويڙهو هوندو هو. ٻيا ڀاڙيوارا ۽ پر واري ميري گهٽيءَ ۾ رهندڙ شاديءَ غميءَ ۾ ڪيِش پنهنجو مکي ڪري گهرائيندا هئا. ائين پنهنجي نيات جي ڪجهہ ڀاڱي جو مکي هو. ديوان ننديرام جي پوءِ پيريءَ سبب ترت ٻيهي ويئي، ۽ ڊسمبر 1878ع ۾ چالاڻو ڪيائين.



ديوان شوقيرام ننديرام

ديوان ننديرام جو پٽ ديوان شوقيرام مختيارڪار هو. پهرين درجي جي مختيارڪاريءَ تان سنہ 1869ع ۾ پينشن ورتي،پنهنجي پتا جي جيئري ئي، سندس مکپڻ جي گادي ورتائين. نيات لاءِ هڏ ڪڙڪيس تي، تہ سندس همدردي ڏسي، شهر جي ڳچ ڀاڱي جا عامل ڪيس پنهنجو مکي ڪري سمجهڻ لڳا. سندس مکپڻ جي حد گدواڻي گهٽيءَ کان وٺ چنديراماڻي گهٽيءَ تائين هئي. منشي آوتراءِ ملڪاڻيءَ جي مکپڻ جي حد چنديراماڻيءَ گهٽيءَ کان وٺي هاٿوڪي

سري گهاٽ ٽائين هئي. نوآباد پوءِ وسي (ڏسو صفحہ 54). منشي آوتراءِ دل جو درويش هو، ۽ اڪثر گوشي نشيني پسند ڪندو هو، تنهن ڪري مکيپڻ جو گهڻو بار ڏينهون پوءِ ديوان شوقيرام تي پوندو ويو. ديوان شوقيرام پنگتي ڳالهين ۾ گهڻو بهرو وٺندو هو ۽ پنچات کي گهڻو زور وٺايائين. سندس وقت جي هڪ مکيہ ڳالهہ هتي ڄاڻائجي ٿي.

سنہ 1878ع ڌاري حيدرآباد ۾ هڪ وڏو تڪرار شيخ ٽارو مل بہ نسبت ٿيو هو. ٽارو مل کي شڌ ڪري، وري هندو ڪيو هئائون، تہ بہ ديوان شوقيرام کيس نيات ۾ گڏجڻ نٿي ڏنو. منشي آوتراءِ ملڪاڻي، راجرشي ديوان ڏيارام جو پتا منشي گدو مل، ڀائو گرپت صاحب ۽ ٻيا ڪي معزز چوڻ لڳا تہ جنهن صورت ۾ ديوان ٽارو مل جو يقين گرو نانڪ صاحب ۾ آهي، تنهن صورت ۾ کيس بيشڪ هندو سمجهڻ گهرجي. انهيءَ تي ديوان شيرو مل جو پتا ديوان چئنراءِ، جو منشي گدو مل جو پٽ هو، سو ٻيءُ سان شامل راءِ ٿيڻ بدران ديوان شوقيرام جي ڳالهہ کي ڪٽي بيٺو! اهو تڪرار ايتري قدر وڌي ويو، جو پنچائتي سامان تہ ڌار ٿي ڪيائون، پر مساڻا بہ ڌار ٿي ڪيائون! چون ٿا تہ ڀائي ...پٽ صاحب کي ديوان شوقيرام جو اهو اعتراض نہ وڻيو ۽ سراپ ...ر ڪجهہ چيائينس، جنهن ڪري سندس آکہ ڪين وڌي. ديوان شوقيرام صحيح هو يا غلط، تہ بہ هن حقيقت مان ظاهر آهي تہ پنهنجيءَ دل ڪري ائين ٿي سمجهيائين تہ جيڪو هندو پنهنجو سناتن ڌرم فقط ٿوري وقت لاءِ ڪٽي ڇڏي، تہ بہ کيس وري هندو سمجهڻ نہ گهرجي. انهيءَ تڪرار وقت پنچائت ايتري قدر بيهي ويئي، جو ڪن گهٽين وارن پنهنجون ديڳيون ۽ فرش خريد ڪري پنهنجون پنچائتون ٺاهيون، ۽ پنهنجن گهٽين مان مکي چونڊيائون. گهٽين جون پنچائتون ائين ٿيون. ديوان شوقيرام جو ديهانت 27 جولاءِ 1881ع تي ٿيو. کيس چار پٽ هئا: نولراءِ، تاراچند، هيرانند ۽ موتيرام.

(1) ديوان نولراءِ شوقيرام، جنم 10 جولاءِ 1848ع، ديهانت 22 نومبر 1893ع. ڊپٽي ڪليڪٽر هو، تہ بہ سندس پوشاڪ ھالن جي


ديوان نولراءِ شوقيرام

چيڪ جا ڪوٽ ۽ پتلوڻون، ۽ ڪنڌيءَ پرت ٽوپي، سنڌ ۾ برهمو سماج جو بنياد وڌائين. سن 1885ع ۾ "شوقيرام چانڊو مل گرلس اسڪول" کولرايائين. شراب جي برخلاف پرچار ڪرڻ لاءِ "آس جي ٽولي" 1886ع ۾ ٺاهيائين. سن 1887ع ۾ "ليڊي ڊفرن اسپتال" ۽ سن 1888ع ۾ پنهنجي ياءُ ساڌو هيرانند کان "يونين اڪيڊمي" کولرايائين، جا هاڻ "نولراءِ هيرانند اڪيڊمي" سڏجي ٿي. سندس ديهانت اُن ڏکي ڪاڻ سبب ٿيو.

سنڌ ۾ سندس ورسيءَ هر ڪنهن سال ملهائيندا آهن.

(2) راءِ بهادر ديوان تاراچند شوقيرام، پرنسيپال ٽريننگ ڪاليج، حيدرآباد. جنم 20 جون 1850ع، ديهانت 29 ڊسمبر 1938ع. چاليهه ورهيه کن حيدرآباد جي عامل پنچائت جو مکي هو. ڪيترين وڌوائن کي درمهيني روڪ پئسا، سيڌو ۽ ڪپڙو پهچائيندو هو. حيدرآباد جي برهمو مندر وٽ پنهنجي ياءُ ساڌو هيرانند جي نالي "پارڪ" (باغيچو) ٺهرايائين. پنهنجي ماتا شريمتي جواهر بائيءَ جي نالي هيرآباد ۾ هڪ ڇوڪرين جو اسڪول کولرايائين. سنڌ جو گورنر سر لانسيٽ گرهام ساڻس ملاقات ڪرڻ لاءِ، سندس بنگلي ۾ پاڻمرادو ويو هو، جو ديوان صاحب لاءِ جهڙي عزت هيس. حيدرآباد جو هوبقل فري اسڪول ديوان نولراءِ ۽ ديوان تاراچند جي نالن پٺيان سڏجي ٿو. برهمو سماج وارن ڪراچيءَ جي سولجر بازار ۾ هڪ سنڌي اسڪول سندس نالي کوليو آهي.


ديوان تاراچند شوقيرام


ديوان هيرانند شوقيرام

(3) ساڌو هيرانند شوقيرام، جنم 23 مارچ 1863ع، ديهانت 14-جولاءِ 1893ع. سورهن ورهين جي ڄمار ۾، 1879ع ۾، ڪلڪتي ۾ وڃي پڙهيو ۽ 1884ع ۾ بي. اي پاس ڪري موٽيو. 1884ع کان 1887ع تائين ڪراچي ۾ "سنڌ تائيمس" ۽ "سنڌ سڌار" اخبارن جو سمپادڪ ٿي رهيو. سنڌ ۾ پهريون ڪانگريسي پاڻ هو. پويان پنج ورهيه حيدرآباد ۾ رهيو. آڪٽوبر 1888ع ۾ "يونين اڪيڊمي" کوليائين ۽ ساڳي وقت ليڊي ڊفرن اسپتال جو سيڪريٽري ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. 1890ع کان وٺي "سرسوتي" ۽ "سڌار"، "پتريڪا" اخبارون ڪڍڻ لڳو. 1892ع ۾ حيدرآباد ۾ سخت وبا پيئي، ته سر جو ساڻگو نه ڪري بيمارن جي دوا درمل ڪرڻ لڳو ۽ ڪيترن کي ڇڏايائين. جون 1893ع ۾ پنهنجن ڀڻ نياڻين جي تعليم جي بندوبست ڪرڻ لاءِ بانڪيپور ويو. سنڌس هڪ نياڻيءَ کي دق تپ ٿيو ۽ هن جي خدمت ڪندي پاڻ به تپجي پيو ۽ چالاڻو ڪيائين.

سنڌ ۾ سندس ورسي هر ڪنهن سال ملهائيندا آهن. منگهي پير وارو ڪوڙهين جو آشرم سندس ئي پنيان ڪونجي ٿو. ڪراچيءَ جي سولجر بازار ۾ برهمو سماج وارن "هيرانند نندلال اڪيڊمي" کولي آهي. علمي ميدان ۾ سندس به ڪتاب "هيري جون ڪڻيون" ۽ "طليسم" چڱا يادگار آهن.

(4) ديوان موتيرام شوقيرام، جنم 1868ع، ديهانت 17 مئي 1941ع. ڪلڪتي ۾ تعليم ورتائين. هي ٻيو پهريون سنڌي هو جنهن ايم. اي امتحان 1888ع ۾ پاس ڪيو. اهو ئي پهريون سنڌي هو، جو 1889ع ۾ ولايت ويو، ۽ 1892ع ۾ بئريسٽر ٿي آيو. اول وڪالت ڪرڻ لڳو ۽ پوءِ سگهو ئي سرڪاري اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر ٿيو. سنه 1903ع


ديوان موتيرام شوقيرام

۾ جائنٽ ڊسٽرڪٽ جج ۽ ائڊيشنل سيشن جج مقرر ٿيو. ساڍا ٽيويھ سؤ روپيا پگهار هوس. سن 1924ع ۾ پينشن ورتائين. ڪي هڙون ته ڪي وڙون مدد ڪري شهر ۾ هڪ "مئٽرنٽي هوم" جوڙاياائين، جو سندس استريءَ جي نالي پٺيان "مسز مارگريٽ ايم. اي. آڏواڻي مئٽرنٽي هوم" سڏجي ٿو. سندس ديهانت حيدرآباد ۾ ٿيو.

## پڇاڙيءَ جي تند:


شريمتي لڇمي بائي

ديوان شوقيرام جي ڇئن پٽن مان ٿن کي اولاد ٿيو ئي ڪونه: رگهو ساڌو هيرانند کي ٽي نياڻيون ڄايون، جن مان ٻه ته وڃي سائينءَ وٽ سڪي ٿيون. هن وقت سندس فقط وڏي نياڻي شريمتي لڇمي بائي حيات آهي؛ جنهن کي پاڻ سان بانڪيپور وٺي ويو هو. اها راءِ صاحب ديوان حشمتراءِ لال سنگهه گدواڻي رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر جي ڌرمپني آهي، ۽ سن 1900ع ۾ پرڻي هئي. هن وقت سٺ کن ورهين جي ڄمار جي آهي. هيڏيءَ آکهه مان هيءَ هڪڙي تند وڃي بچي آهي! ڀڳونت جي اهڙي جوڙ جو ڪيس ڪوبه اولاد ڪونهي!

ديوان شوقيرام کي ٽي نياڻيون به هيون. سندس وڏي نياڻي ديوان هاسارام ميٺارام سب انجنيئر سان پرڻيل هئي، جنهن جو پٽ ديوان چوهڙمل هاسارام (ڏسو "منسڪاڻي"). ٻي نياڻي اٽڪل ٽيرهن ورهين جي ڄمار ۾ وڌوا ٿي، تنهن ڪري سندس اولاد ڪونهي. ٽين نياڻي ديوان گلاب سنگهه بجا سنگهه سان پرڻيل هئي، جنهن جو پٽ ديوان رتن سنگهه (ڏسو "شهاڻي").

## شيخن وارو مقدمو:

عاملن مان جيڪي پهريائين شيخ ٿيا، تن مان هڪڙو ديوان مورج مل هو، جو ديوان شوقيرام ننديرام جو سؤٽ هو. سنه 1891ع ۾ پنس مبشر ميوارام به شيخ ٿيو. مسٽر ميوارام جوپٽ پروفيسر پي. ايم. آڏواڻي (پرمانند ميوارام) هن وقت ڪراچيءَ جي اندن جي اسڪول ۾ ماستر آهي. مسٽر پرمانند ان وقت اجا ٻار هو، ۽ سندس ٻه ڀينرون به صغير هيون. مسٽر ميوارام پنهنجي استريءَ کي لکي موڪليو، ته تون ٻه ٻار وٺي اچي دين اسلام ۾ داخل ٿي. هن صفا ناڪار ڪئي، ته مسٽر ميوارام ڪورٽ جا در کڙڪايا. ساڌو هيرانند جي ڀاءُ ديوان موتيرام شوقيرام انهيءَ ڪيس جي ڪارروائي ڪتاب جي صورت ۾ ڇاپائي پڌري ڪئي. ڪتاب جوَ نالو هو The Great Sheikh Case. انهيءَ مان ٿوري ٽڪر جو مطلب سنڌيءَ ۾ ڏجي ٿو.

مسٽر ميوارام جي اٺن ورهين جي نياڻي ڪورٽ ۾ حاضر ٿي. جج صاحب پڇيس ته "تنهنجو نالو؟" چي "خوشحالي". "تنهنجي پيءُ جو نالو؟" چئي "ميوارام". تنهنجو پيءُ ڪٿي آهي؟ چئي "مري ويو". جج صاحب جي اشاري تي مسٽر ميوارام وڏي وڃي پنهنجي نياڻيءَ جي اڳيان بيٺو. جج صاحب ڇوڪريءَ کان پڇيو، ته "هيءَ ڪير آهي؟" ڇوڪريءَ چيو ته "هيءَ برابر ميوارام آهي؛ پر منهنجي لبڪي مئلن جي قطار ۾ آهي." جج صاحب پڇيس، ته "ڇو ٿي ائين چوين؟" وراڻي ڏنائين، ته "جيڪو پنهنجو ڌرم ڇڏي، سو مئلن جي قطار ۾ ليکڻ گهرجي. مان گروءَ جي سکڻي آهيان. منهنجو نسچو گرو نانڪ صاحب ۾ آهي." جج صاحب پڇيس، ته "گرمکي اکر ڄاڻين؟" چيائين "هائو". ڪورٽ ۾ پنج گرنٿي گهرائي ڏناٿونس. جج صاحب ۽ سکمني صاحب مان ڪي ٽڪر پڙهڻ لاءِ مليس، ته لس پڙهي ويئي. جج صاحب چيس، ته "جيڪڏهن سرڪار حڪم ڪري، ته تون پنهنجي پيءُ وٽ وڃي رهه، ته پوءِ؟" وراڻي ڏنائين، ته "مان ته جيڪر سرڪار کي وينتي

ڪريان، تہ پهريائين مونکي ڦاسيءَ تي لٽڪائي ماري، ۽ پوءِ مونکي منهنجي پيءُ جي حوالي ڪري." جج صاحب پوءِ پنهنجيءَ فتويٰ ۾ لکيو تہ "ڇوڪري ياڙهيل ٿي ڏسجي؛ پر جيڪي بہ جواب ڏئي ٿي، سي سندس دل جي اثيرين پردن مان بڙڪو ڏيئي نڪرن ٿا. اهڙيءَ حالت ۾ اهو گناهہ جو ڪم ٿيندو، جيڪڏهن هيءُ صغير يار پيءُ جي حوالي ٿيندو. يلي تہ سندن ماءُ سندن سنڀاليندڙ ٿي رهي." مسٽر ميوارام انهيءَ تي اپيل ڪئي؛ ان وقت صدر ڪورٽ جو ججج مسٽر مٽڪفرسن هو، تنهن اپيل ٿڏي ڦٽي ڪئي. انهيءَ لاءِ سبب زڳو هيءُ ڄاڻائين: تہ "سنہ 1890ع جي ايڪٽ انين موجب پيءُ لاءِ ضرور ٿي ڪونهي، تہ درخواست ڪري، تہ مان پنهنجن صغير ٻارن جو سنڀاليندڙ مقرر ٿيان." انهيءَ وچ ۾ ساڌو نولراءِ شوقيرام هيئن ڪيو، جو ٻئي نيائيون هڪڙيءَ رات ۾ پرڻائي ڇڏيائين، جنهن ڪري سندن سنڀاليندڙ سندن گهوٽ ٿيا. مسٽر ميوارام انهن ٻنهي گهوٽن تي قاعدي جي ڪارروائي ڪئي؛ پر ڪجهہ ڪين وريو: مطلب تہ هيءُ ماءُ ۽ڌيئر مسٽر ميوارام کي جيئريئي سهسائي ويئيون؛ پر پنهنجو سناتن هندو ڌرم ڪين ڇڏيائون. انهيءَ اوڪيءَ ويل ساڌو نولراءِ هنن ابلائن جو سچو پچو ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو، تہ سڄيءَ سنڌ جي هندن ۾ سندس واهہ واهہ پئجي ويئي!

**منشاڻين جو سلسلو:**

ديوان ننديرام هرديارام ڪان پوءِ پٽس ديوان شوقيرام ۽ پوءِ پيو پٽس ديوان خوبچند (صفحہ 62 ۽ 63) ۽ تنهن ڪانپوءِ راءِ بهادر ديوان تاراچند شوقيرام سڄيءَ حيدرآباد جي عامل پنچايت جا مکي ٿيا. اڻين موروثي مکيپڻ هليو. ديوان تاراچند ڪان پوءِ، 1939ع ڪان وٺي، چونڊ جو سرشتو جاري ٿيو (ڏسو صفحو 17).

ديوان خوبچند نندي‌رام جو ڏيهانت 1901ع ۾ ٿيو. سندس فرزند: (1) ديوان ياونداس ايڪسائيز انسپيڪٽر، جنهن جو ٿورو ذڪر

ساڌو هيرانند جي جيون چرتر ۾ آهي (2) ديوان چتو مل چيف انجنيئر جو هيڊ ڪلارڪ (3) ديوان گوبند بخش، رٽائرڊ مختيارڪار (4) مسٽر جهمٽ مل. ديوان چتي مل جو پٽ راءِ صاحب ديارام اسسٽنٽ انجنيئر هو. ٻيو پٽس راءِ صاحب ڪيسوداس رٽائرڊ ايگزيڪيوٽو انجنيئر، ۽ ڪراچيءَ واري ڪاليج جي بورڊ جو وائيس پريزيڊنٽ آهي. ٽيون پٽس مسٽر تلوڪچند ائڊووڪيٽ آهي.

ديوان ننديرام جو ٻيون پٽ ديوان ٽيڪچند، جنهن جو پٽ مسٽر نهالچند هو. هن وقت سندن ڪابہ پهر ڪانهي.



ديوان لالچند نانڪرام

ديوان هردارام جي پٽا ديوان ميارام جو هڪڙو ڀاءُ ديوان منشارام ۽ ٻيو ديوان ڪرپارام هو. ديوان منشارام جو ڙيوٽو ديوانل لالچند نانڪرام انجنيئر هو. پينشن وٺڻ کان پوءِ پنهنجون ٻنيون سنڀاليندو هو. سندس گهر، حيدرآباد جي الهندي ڪچي ۾، جنهن رستي تي آهي؛ سو رستو سندس نالي پٺيان سڏجي ٿو. جنم 15-جولاءِ 1852ع ديهانت 4 مئي 1924ع.

ديوان لالچند حيدرآباد جي مکي بسنتراءِ جي نياڻي شريمتي وشن بائي پرڻيو هو. سڄيءَ حيدرآباد جي عامليائڻين کي اهڙو تہ پنهنجي وس ڪري ڇڏيو هئائين جو جيڪي ڏڻ ۽ ٻيا رڪب پاڻ مقرر ڪندي هئي، سي سڀ عامليائيون ڏينديون وٺنديون هيون. عام طرح "وشن مکيائي" سڏبي هئي. پائيبندن جي نياڻي ٿي، عامليائڻين جي مکيائي ٿي، اهڙو ٻيو مثال سڄيءَ سنڌ مان مشڪل



شريمتي وشن بائي

ملندو. جنم 20-سيپٽمبر 1860ع، ديهانت 20-سيپٽمبر 1942ع.


ديوان چوهڙ مل لالچند

ديوان لالچند جو فرزند ديوان چوهڙ مل زميندار هو، ۽ حيدرآباد جي ڪريڊٽ بئنڪ جو مئنيجر بہ هو. سندس ٽي فرزند مسٽر هشمتراءِ، مسٽر گرداس مل ۽ مسٽر ديوانيمل زميندار ي ڪندا آهن. جنم 10 مارچ 1879ع، ديهانت 22 نومبر 1922ع.

سنہ 1885ع کان وٺي حيدرآباد ۾ ڇوڪرين جا ٽورا اسڪول کليا، تہ پهريائين ماسترياڻيون فقط وڏوائون مليون. پيون زالون شوڪارا پري ڇونديون هيون، تہ "هنن ويچارين جو ڪو ڪٽنڊڙ ڪمائيندڙ ڪونهي، تڏهن ههڙا حال ٿيا اٿن، جو ماستري ٿيون ڪن." پوءِ بيٺلن گهرن جون ڪماريون، ڪاليج ۾ تعليم وٺي، ماستري ڪرڻ لڳيون، تہ ماڻهن جا اڳيان خيال ڪافور ٿي ويا. انهن اوائلي ڇوڪرين مان هڪ ديوان لالچند جي پوٽي، ڪماري سرسوتي چوهڙ مل هئي، جنهن بي. اي پاس ڪئي. ۽ حيدرآباد جي ڪندنمل گرلس اسڪول ۾ ماسترياڻي هئي. جنمر 21 آگسٽ 1906، ديهانت 7 جنوري 1930..


ڪماري سرسوتي چوهڙ مل

ديوان لالچند جي پيتا ديوان نانڪرام جو ڀاءُ ديوان ڪيولرام مشتاق رام هو، جنهن جو اولاد مسٽر چٽنراءِ بڪس راءِ، ڊاڪٽر دولترام گوپالداس، مسٽر گوبند رام نهالچند "انگلش برڪ اسٽال" وارو ۽ ٻيا.

ديوان سنارام جي خاندان مان بي آڪهہ ديوان ٻيلا رام جي اهي، جنهن جا بي پٽ ديوان واڌو مل، مسٽر گيانچند ۽ مسٽر ڌرمداس.


ديوان واڌو مل پيلارام

ديوان واڌو مل ۽ ديوان بولچند ڪندن مل گڏ وڪالت ڪندا هئا (ڏسو صفحو 61). ٻئي خداآبادي عامل پنچائت جي مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جا مکيه ميمبر هئا. ڪراچيءَ جي بندر روڊ ايڪسٽينشن وارو "واڌو مل بولچند هاءِ اسڪول" سندن نالن پٺيان سڏجي ٿو. ديوان واڌو مل جو ديهانت 13 نومبر 1939ع جي ٿيو.

ديوان منشارام جي پاءُ ديوان ڪريارام جا پڙ پوٽا (1) ديوان موهن لال دولترام اسسٽنٽ سنڌي ٽرانسليٽر. سنه 1926ع ۾ پينشن ورتائين. ٻئي سال حيدرآباد ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر مقرر ٿيو. سنه 1934ع ۾ گذاري ويو. سندس پٽ مسٽر ٽوپڻداس بي.اي، ايل.ايل.بي، مسٽر واڌومل ۽ مسٽر گوپالداس آهن.


ديوان موهن لال دولترام

(2) ديوان موهن لال جو پاءُ ديوان ريواچند بي.اي ڪيترا ورهيه ڪراچيءَ جي سرڪاري هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر هو. سنه 1926ع ۾ پينشن ونئي، حيدرآباد ۾ وچي رهيو. ديوان تاراچند شوقيرام جي نظر خراب هئي، تنهن ڪري سندس خانگي لکپڙهه، گهر جو خرچ پکو، درمائو ۽ ٻيا ڪم ديوان ريواچند ڪندو هو. 13 جون 1944ع تي گذري ويو.

(3) ديوان رامچند دولترام جوانيءَ ۾ گذاري ويو. سندس پٽ مسٽر شولداس ڪراچيءَ جي ايم. جي شهاڻي ڪمپنيءَ ۾ پائيوار آهي،


ديوان ريواچند دولترام

ديوان ريواچند سڄي عمر برهمچاري ٿي رهيو هو، تنهن ڪري مسٽر شول//*داس کي پنهنجو پٽ ڪيو هئائين.

ديوان موهن لال ۽ ديوان ريواچند جا سڳا سؤٽ ديوان ديواني سنگهہ سروبر، مسٽر حشمتراءِ پرمانند ٻني وارو ۽ ٻائس مسٽر جهمٽمل زميندار. مسٽر هشمتراءِ جو ڀائٽيو ڪئپٽن جي.بي. آڏواڻي (ڊاڪٽر گيانچند ڀاونداس) سول سرجن هو.

آڏواڻي گهٽيءَ ۾ ديوان موهن لال جي گهر جي ڀرسان ويجهو ديوان پوچراج اچتراءِ آڏواڻي رهندو هو. ڪيس ڇهہ پٽ هئا، جن مان وڏو ديوان ريواچند هو. سندس مربي فرزند ديوان هوتچند سنڌورڪي هو. جنم 1871ع ديهانت 1- نومبر 1933ع.


ديوان هوتچند ريواننډ

ديوان هوتچند جا پٽ مسٽر تاراچند، مسٽر هيمنداس مسٽر رام (رامچند) گرئجوئيٽ، لڇمڻ، پربت ۽ شترگهن. هيءَ ڀائر نوڪريون ڇڏي، هاڻ ڌنڌو پيا ڪن.

ديوان ڏني مل آڏو مل جي ٽڙ پوٽي ديوان هر راءِ جي نسل مان ديوان سلامتراءِ وشنداس هو، جنهنکي ٻہ پٽ ڪيولرام ۽ تولارام هئا. ديوان ڪيولرام مختيارڪار هو. سندس حوڙيل ڪتاب "گلشکر" "گل" ۽ "سوکڙي" آهن ۽ ٺيٺ سنڌيءَ ۾، نهايت وڻندڙ ڍنگ سان، لکيل آهن. ديوان ڪيولرام جو پٽ ديوان پوچراج هڪ اوائلي فوٽوگرافر هو. سندس فرزند مسٽر درگداس بي. آڏواڻي آرڪيٽيڪٽ ۽ انجنيئر


ديوان مينگهراج ٽولارام

ڪيترا ورهيه ميونسپل ڪائونسلر هو ۽ 1937ع ۾ ڪراچيءَ جو "ميئر" هو. مسٽر درگداس جو پاءُ مسٽر پريتمداس ڪيترا ورهيه بمبئيءَ ۾ "ڊائريڪٽر آف ائڊمنسٽريز" هو، ۽ هن وقت سڄي بمبئي ڪاتي جي "اليڪٽريفڪيشن" لاءِ اسپيشل آفيسر آهي ۽ ماهيانو پگهار چار هزار رويا اٿس.

ديوان ڪيولرام سلامتراءِ جو پاءُ ديوان ٽولارام مختيارڪار هو، ۽ اُن جو فرزند ديوان مينگهراج به مختيارڪار هو، جنهن جا ٽي فرزند فتح چند، جهوڙو مل ۽ ٽلو مل آهن.


ماستر فتح چند مينگهراج

مسٽر فتح چند ڪيترا ورهيه سانڌهه ساڌو هيرانند جي ائڪيڊميءَ ۾ ماستر هو. هيءُ صاحب حيدرآباد جي هيرآباد واري "گور سنگت" جو هڪ مکيه باني‌ڪار آهي. ڪيترا ڌرمي پستڪ لکيا اٿس، پر وڏي شيوا هيءَ ڪئي اٿس، جو "گربائيءَ" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو اٿس.


مسٽر جهوڙو مل ميگهراج

ديوان مينگهراج جو ٻيو نمبر پٽ مسٽر جهوڙو مل بي.اي پاس ڪيل 1906ع کان 1925ع تائين سنڌي ٽرانسليٽر جي

آفيس ۾ هو. سنه 1926ع کان وٺي 1937ع تائين اوريئنٽل سنڌي ٽرانسليٽر، ڊائريڪٽر آف انفارميشن، ڪمشنر آف ليبر ۽ سنڌ جي ڊپارٽمينٽل ۽ ورنيڪيولر امتحان جي ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري هو. سنه 1930ع کان 1935ع تائين بمبئي يونيورسٽيءَ جي آرٽس فئڪلٽيءَ جو ميمبر هو، ۽ بي. اي ۽ مئٽرڪ امتحانن ۾ سنڌيءَ جو ممتحن مقرر ٿيو هو. سنه 1937ع کان وٺي پينشن تي آهي.

ديوان مينگھراج جو ٽيون نمبر فرزند مسٽر ٽلو مل. جنم 1888ع. ننڍي هوندي ٿي انگريزيءَ ۾ قابل هو. سنه 1904ع ۾، سورهن ورهين جي ڄمار ۾، مئٽرڪيوليشن امتحان ڏنائين، ته سڄيءَ سنڌ ۾ پهريون نمبر ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ ٻيو نمبر آيو. پريويئس، انٽر ۽ بي. اي ٽنهي امتحانن ۾ سيڪنڊ ڪلاس ۾ آيو. 1909ع ۾ ايم اي پاس ڪيائين. سنڌ اسڪالرشپ مليس ۽ "دکشڻا فيلو" هو. سنه 1911ع ۾ ايل.ايل.بي پاس ڪيائين ۽ وڪالت ڪرڻ لڳو. سنه 1912ع کان 1914ع تائين ڊي.اي. وي ڪاليج لاهور ۽ سري پرتاپ ڪاليج سري نگر ۾ انگريزيءَ جو پروفيسر هو. سنه 1914ع ۾ ڪراچيءَ جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ انگريزيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيو ۽ 1917ع ۾ پروفيسر ٿيو. هن وقت سنڌ ڪاليج جي فئڪلٽي آف آرٽس جو "ڊين" بمبئي يونيورسٽيءَ جو "فيلو"، ۽ ائڪيڊيمڪ ڪائونسل ۽ انگريزيءَ جي "بورڊ آف اسٽڊيز" جو ميمبر آهي. انگريزيءَ ۾ ڪيترا ڪتاب لکيا اٿس، جي ڪاليجن ۾ پاڙهڻ ۾ اچن ٿا.


پروفيسر ٽي. ايم. آڏواڻي

ديوان ننديرام هردارام جو پاءُ ديوان چنديرام هو، جنهن جا پٽ ديوان سوڀ سنگھه، نارائڻ سنگھه ۽ ڄشن سنگھه نوآباد وارا هئا. ديوان

جشن سنگهه جو پوٽو مسٽر پهلوان سنگهه هزاري ستگهه ڪراچيءَ جي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ پروفيسر آهي.

ديوان ننديرام جو ٻيو پاءُ ديوان تلجارام هو، جنهن جي فرزند ديوان حڪومتراءِ جا پٽ ڊاڪٽر پريتمداس، مسٽر چانڊو سنگهه انسپيڪٽر پوليس، مسٽر ريلارام، مسٽر ڊنگومل حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ ۽ مسٽر ليکراج آهن.

ديوان تلجارام جو ٻيون نمبر پٽ ديوان سنتوڪرام زميندار هو. سندس پهريون پٽ ديوان چينمل گذاري ويو آهي جنهن کي فقط هڪ نياڻي هئي. ٻيو پٽ ديوان ريواچند تار کاتي وارو اڃا حيات آهي.

ديوان سنتوڪرام جو ٽيون نمبر پٽ ديوان هيرانند هو. جنم 1871-1872ع. سنه 1892ع ۾ بي.اي پاس ڪيائين، ۽ پوءِ ايل. ايل. بي به پاس ڪيائين. پهريائين ڪجهه وقت شڪارپور هاءِ اسڪول ۾ ماسٽر هو، ۽ پوءِ وڪالت ڪرڻ لڳو؛ پر چت جو لاڙو ڌرم ڏي هوس، ۽ مالڪ ڏي مهڙ ڪرڻ لاءِ ٻين کي به تاڪيد ڪندو هو. هن باري ۾ راءِ صاحب سيٺ منگهر مل ٽيڪچند زميندار مانجهند وارو ڳالهه ٿو ڪري ته "ديوان هيرانند کي مانجهدن ۾ ڪيس گهٽا ملندا هئا، منهنجي پتا سان چڱو رستو هوندو هوس، تنهن ڪري هميشه اسان وٽ اچي رهندو هو. پريات جو اٿي پڳوان جي پرارٿنا ڪندوهو ۽ اسان کي به ڪرائيندو هو. اسان جي گهر ۾ اهو رواج اڃا هليو اچي. اسان جي شهر واسين ني به گهڻو اثر ٿيو، مانجهندن ۾ سيڪنهن گهر ۾ شيوا سمرڻ ٿيندو آهي. مانجهدن ۾ جيڪي به ڪيس ڪٽندو هو تن ۾ گهڻو ڪري سچائيءَ کان ڪم وٺندو هو. پهرين ٻهرين اصيل کي چوندو هو،


ديوان هيرانند سنتوڪرام

تہ سچ پڌاءِ تہ پوءِ مان ڪيس ۾ ڀهرو وٺان. اهو سندس مکيہ اصول هو.
سيٺ منگهرمل بي هيءُ ڳالهہ بہ ڪري ٿو تہ "مونکي سرڪار مان هڪ زمين ٽڪر، هڪ سؤ ايڪڙ مليو جو ڪلراٺو هو. ماڻهو مون تي کلون ڪرڻ لڳا ۽ بيت ٺاهيائون."

اڪ مٿي ڦلڙيون، ٻير مٿي ٻير،
منگهر مل شير، ڪلر ماپيندي ويندين مري.

دبوان هيرانند سان اها ڳالهہ ڪيم تنهن چيو تہ:

اڪ مٿي ڦلڙيون، ٻير مٿي ٻير،
منگهرمل شير، هن ڪلر مان ڪيميا ٿئي.

مطلب تہ سندس چوڻ هو تہ شيءِ ٻوليو ۽ شيءِ ويچاريو تہ چڱو ئي نتيجو نڪرندو. نيٺ ٿيو بہ ائين. اڄ تائين اها زمين آباد ٿيندي رهندي آهي، باقي چوگرد رڳو ڪلر آهي.
ديوان هيرانند پڪو ٿياسافسٽ هو. پنهنجي حياتيءَ جا پڇاڙيءَ جا ورهيہ حيدرآباد جي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو پريزيڊنٽ هو؛ پر علمي، پنگتي، سياسي ۽ ٻين ڳالهين ۾ بہ گهڻو ڀهرو وٺندو هو. ڪراچيءَ واري ڪاليج جي شاگردن "ائميچوئر ڊرئميٽڪ سوسائٽي" برپا ڪئي هئي ۽ هر ڪنهن سال فائنل جي ڏينهن ۾ ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ ناٽڪ ڪري مينارام هاسٽل لاءِ چڱو پئسو ڪٺو ڪيو هئائون. ان وقت ڪيترا هندو توڙي مسلمان ناٽڪن جي بنهہ برخلاف هوندا هئا، پر ديوان هيرانند ڪاليجي جوانن سان ساٿ ڏيئي بيٺو ۽ ڪيترن کيلن ۾ پاڻ "پارٽ" ورتائين. قومي خيالن وارو بہ هو ۽ ديس جي بهبوديءَ جو گهڻو اونو هوس، تنهنڪري "هوم رول" هلچل شروع ٿيڻ کان ئي اڳي هر سال نيم سان ڪانگريس جي ساليانن ميڙن ۾ وڃي شامل ٿيندو هو. سنہ 1917ع ۾ "آل انڊيا هوم رول لِيگ" برپا ٿي، تہ ان جي حيدرآباد واري شاخ جو پريزيڊنٽ مقرر ٿيو هو. نوجوانن

۾ ڏرمر جي انگ ڦوڪڻ ۽ ڏرمي سڪيا ڦهلائڻ جو ڍنگ چڱو ياد هئس. هر ڪنهن آرتوار تي حيدرآباد جي سينٽرل جيل ۾ قيدين کي چڱا چڱا ليڪچر ڏيڻ ويندو هو. هڪ لڳا جيل جي اختياريءَ وارن انهن عمدين ليڪچرن ڏين لاءِ هڪ هزار روپيا ڏيڻا ڪيس؛ پر وٽڻ کان انڪار ڪياڻين. چئي مان پنهنجي فرض ادائي ڪري رهيو آهيان ۽ عيوضو ڇا جو وٺان؟ اتڪل ستونجاهه ورهين جي ڄمار ۾، سندس دڪدائڪ ديهانت 15 ڊسمبر 1928ع جي ڇنڇر ڏينهن ٿيو. ديهانت کان ڪيترا ورهيه اڳي اسسٽنٽ سيشنس جج جي عهدي جي آڇ ٿيس، پر نه قبولياڻين. شايد نوڪريءَ جي ٻنڌڻن ۾ ٻڌجڻ نٿي وڻيس.


مسٽر گوپ هيرانند

ديوان هيرانند جا پنج پٽ آهن:

(1) مسٽر گوپ: ڄنم 25 نومبر 1904ع ۾، بي. اي پاس ڪيل آهي. حيدرآباد ۾ "ٻالڪن جي ٻاريءَ" جو بنياد پاڻ وڌائين، ۽ ٻست ورهيه ڪن ان جو منتري ٿي رهيو. هن وقت حيدرآباد ۾ ميونسپل شاپ انسپيڪٽر آهي. حيدرآباد ڪاليج جي بورڊ تي، شاگردن جي مائٽڻ جي پاران، عيوضي چونڊيل آهي، ۽ خداآبادي عامل ڪوآپريٽو بئنڪ جو ڊائريڪٽر به آهي.

(2) مسٽر نارائڻ: ڄنم جولاءِ 1917ع. اجا اسڪول ۾ پڙهندو هو، ته ملڪ جي آزاديءَ جو خيال دل ۾ اتپن ٿيس. سنه 1930ع ۾ قومي هلچل زور شور سان هلي، ته اسڪول کي الوداع ڪري، ديس جي هلچل ۾ لڳاتار لڳو رهيو. سنه 1930ع ۾ مهاتما گانڌيءَ لوڻ جي قاعدن ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو، ته هي ڳيرو ڪورٽ ۾ لوڻ وڪڻڻ ويو! انهيءَ ڳهمري ڏهه ڦٽڪا هٿي ڇڏي ڏنائونس. 1931ع ۾ ڪراچيءَ ۾ آل انڊيا نئشنل ڪانگريس ٿي، ته پاڻ کي والنٽيئرن ۾ ڀرتي ڪرايائين. 1932ع واري قومي هلچل ۾ "امپيريل


مسٽر نارائڻ هيرانند

بئنڪ" تي پڪيٽنگ ڪيائين، تہ ٽي مهينا سخت پورهئي سان سزا مليس. اهو مدو اڃا پورو۔ مس ٿيو، تہ نوٽيس مليس تہ قومي هلچل ۾ بهرو نہ وٺجانءِ؛ پر هن وري بهرو ورتو. انهيءَ تي‌ين ڳهري ڇهہ مهينا سخت پورهئي سان جيل جي سزا مليس. هن وقت ڏيساورن ۾ ڌنڌو ڌاڙي ڪندو آهي؛ پر اڳيون اتساهہ اڃا هليو اچيس.

(3) مسٽر واسديو: جنم 23 جون 1922ع. هي بہ پنهنجي ڀاءُ نارائڻ وانگر آزاد خيال ۽ اُصول پرست آهي. حيدرآباد ڪاليج جي "قليلي" مخزن جو بہ ڳهمرا، وديارٿين جي پاران، سمپادڪ چونڊيو ويو هو. هن وقت وڪالت لاءِ تياري ڪري رهيو آهي.


مسٽر رام ڪرشڻ هيرانند

(4) مسٽر رام ڪرشڻ: جنم 10 جولاءِ 1924ع. هن وقت حيدرآباد ڪاليج ۾ بي. اي ڪلاس ۾ آهي. پنهنجي ڀاءُ مسٽر واسديو وانگر بہ ڳهمرا "قليلي" مخزن جو سمپادڪ ٿيو هو. پنهنجي ڀاءُ مسٽر نارائڻ وارو قومي جذبو بہ اٿس ۽ هندو قوم ۾ وڌيڪ جاڳرتا پيدا ڪرڻ بلي پنهنجو ڪجهہ وقت ڏيندو آهي.

(5) پهلاج: جنم 9 نومبر 1925ع. هن وقت مئٽرڪ ڪلاس ۾ آهي، تہ بہ ديس شيوا جو انگ اٿس.

منشائين مان بي هڪ آکهہ ديوان هاسي مل مولرام جي آهي، جو منشي وليرام جي نسل مان هو. سندس فرزند مسٽر پوپٽراءِ، مسٽر تلوڪچند، مسٽر موتيرام ڪراچيءَ جي انجنيئرنگ ڪاليج جو وائيس پرنسيپال آهي.

ڊاڪٽر ڀيرو مل ٻالچند ۽ پاڻس مسٽر ڀڳوانداس ايس.سي شهاڻي "لا" ڪاليج جو پروفيسر بہ منشاڻين مان آهن. راءِ صاحب ٻولچند کيمچند آڏواڻيءَ جي آکھ وارا بہ "منشياڻي" ليکجن ٿا؛ پر سچ پڇ تہ عبدناڻي آهن.

### قنڌاراڻي:

ديوان ڏتيمل آڏو مل جو هڪ پٽ ديوان قنڌاري مل هو، جنهن جو اولاد "قنڌاراڻي" آهن (ڏسو صفحو 70). سندس نسل مان ديوان ڪشنچند رامسنگھ سنڌ جي ميرن جو هڪ وزير ۽ خاص صلاحڪار هو، ۽ اُهي پنجاب جي حاڪم مهاراجا رنجيت سنگھ وٽ پنهنجو ايلچي ڪري موڪليندا هئس. ديوان ڪشنچند جو پٽ ديوان ماڻڪ سنگھ مير شهداد خان جو خاص وزير هو؛ پر چٽ جو لاڙو ڌرم ڏي هئس. قنڌاراڻين جي اڪال ٻنگي جو بنياد پاڻ وڌو هئائين، تنهن ڳالھ جو ذڪر ڌار ڪجي ٿو.

### اڪال ٻنگي جو احوال:

آڏواڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان آڏو مل گروءَ جو سک هو، تنهنڪري سڀ آڏواڻ گروءَ جا سک آهن. ڪنهن وقت ديوان ماڻڪ سنگھ جي مرضي ٿي، تہ پنهنجن سؤٽن ۽ ٻين هندن ۾ سک ڌرم لاءِ اجا وڌيڪ اُتساھ پيدا ڪريان؛ پر بهتر ڄاتائين، تہ پهريائين مان پاڻ سک ڌرم مان وڌيڪ واقف ٿيان. اجا پنجويهن ورهين جي ڄمار جو هو، تہ ڪي متر ساڻ ڪري، گهوڙي تي سوار ٿي، پنجاب ويو. اُتي مهاراجا رنجيت سنگھ جي دربار ۾ راڄڻ مليس، جو سڀ پڻس کي سڃاڻندا هئا. درٻارين جي سنگت مان جهجهو لاڀ پرائي، مهاراجا رنجيت سنگھ جي صلاح سان ادي گرنٿ صاحب ۽ دسمان پاتشاھ سري گرو گوبند سنگھ جو گرنٿ صاحب، جهجهيءَ سرڌا ۽ وڏي تزڪ ۽ تومان سان، هاٿيءَ تي براجمان ڪرائي، حيدرآباد ۾ ڪٺائي آيو؛ ميرن کان پٽ وٺي،

حيدرآباد جي الهندي ڪچي ۾، هڪ ڪچسرو اڪال ينگو جوڙائي، ان ۾ گرنٿ صاحب رکايائين. پر ۾ هڪ مسجد هئي. اڪال ينگي ۾ صبح سانجهيءَ ناد ۽ نغارا وڄڻ لڳا، ته اهو آواز نماز پڙهندڙن کي منجهائڻ لڳو. ڪي مسلمان لنيون ڪٺي اهو آواز زوريءَ بند ڪرائڻ ويا. انهيءَ تي ڪي خالصا به دستارون ٻڌي ترارون ڪٺي بيٺا. بر وقت پوليس انسپيڪٽر ۽ ٻيا ڪي عملدار آيا، جن هنن ٻنهي ڌرين کي سانت ڪرائي. پوليس جي اچڻ کان اڳي ئي ڪن ملن ۽ مولوين ميرن کي وڃي دانهن ڏني. ميرن سندن دانهن واجبي سمجهي، اڪال ينگي ڍاهڻ جو حڪم ڏنو؛ پر خالصن ڪنهن به مسلمان کي اڪال ينگي جي ويجهو اچڻ نه ڏنو. ديوان مانڪ سنگهه بروقت ميرن کي وڃي چيو، ته اڪالي ينگي جوڙائڻ لاءِ پٽ اوهان ڏنو هو، تنهن لاءِ توهانجي گهڻي مهرباني مڃون ٿا. جيڪڏهن گهندن، نادن ۽ نغارن وڄڻ تي مسلمانن کي اعتراض آهي، ته اها ڳالهه اوهان کي اڳي سوچڻ کپندي هئي. ۽ اسين ٻئي ڪنهن هنڌ اڪال ينگو جوڙايون ها. هينئر جڏهن اڪال ينگو جڙيو آهي، ۽ اتي گرنٿ صاحب رکيل به آهي، تڏهن اهو ڍاهڻ، سو ٿيندو گرو صاحبن جي دربار جي بيعزتي ڪرڻ، جا اسان کان هرگز سٺي ڪانه ٿيندي. جيڪڏهن اوهان جا ماڻهو زوريءَ اڪال ينگو ڍاهڻ ايندا، ته به اسين سندن وار جو نالو به ڪونه ڳنهنداسين؛ پر گرو صاحبن جي دربار جي اهڙي بيعز تي اکين سان ڏسڻ بدران اسين پاڻ کي شهيد ڪنداسين. پوءِ ته سچ پچ ديوان مانڪ سنگهه، پاڻس ديوان منگهرمل، ديوان جيئسنگهه ۽ ٻيا ڪي خالصا اگهاڙيون ترارون هٿن ۾ ڪٺي، اڪال ينگي جي دروازي وٽ شهادت جي پيالي پيئڻ لاءِ تيار ٿي بيٺا. ديوان مانڪ سنگهه جي پٽا ديوان ڪشنچند نهه پهه ميرن کي وڃي چيو، ته هيءُ واهگروءَ جا خالصا پنهنجو سر ڏيندا، پر اڪال ينگو ڪڏهن به ڍاهڻ ڪونه ڏيندا. جيڪڏهن منجهائن رڳو هڪڙو ڄڻو شهيد ٿيندو، ته سڄي پنجاب جي سکن جو رت ٽهڪندو، ۽ وڏو غلغلو

محندو. مهاراجا رنجيت سنگهہ جنهنجي صلاح سان هيءُ اڪال ٻنگو جڙيو آهي، سو خود اها ڳالهہ هرگز برداشت نہ ڪندو، ۽ جي سنڌ تي ڪاهي ايندو، تہ وڏي خرابي پيدا ٿيندي، تنهن ڪري بهتر تہ سوچي ويچاري قدم کڻو. ميرن انهيءَ ڳالهہ تي غور ڪري. اڪال ٻنگي ڍهرائڻ جو حڪم رد ڪيو. ملن ۽ مولوين کي چيائون، تہ اها مسجد بہ قائم رهي؛ پر خاص مسلمان زالن لاءِ ڪم اچي. (زالون ٻانگون نہ ڏينديون آهن). اوهين مرد پنهنجي لاءِ مسجد ٻئي اهڙي ڪنهن هنڌ وجي جوڙيو، جتي نغارن ۽ نادن جو آواز اوهانجن ڪنن تائين نہ پهچي. هن پوءِ هاٿوڪي ميونسپل آفيس جي پريان ٽڪريءَ تي ٻي مسجد وڃي جوڙي. اتين سڪ سان رهجي آئي، تہ سڀ اڪالي گدگد ٿيا. اها جهوني مسجد اڄ تائين اڪال ٻنگي جي پرسان بيٺي آهي.

انگريزن جي صاحبي شروع ٿي، تنهن کان ڪجهہ وقت پوءِ قنڌاراڻين پاڻ ۾ چندو ڪري، تيويهہ سو ڪن روپيا ڪٺا ڪيا. ڪن ڪاٺ، تہ ڪن سرون بہ ڏنيون. پوءِ پڪسرو اڪال ٻنگو 1855ع ۾ جوڙائڻ شروع ڪيائون. ديوان چوهڙ سنگهہ رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر جي پتا ديوان ڏرم سنگهہ ۽ ٻين ڪن خالصن چيو تہ چندي ڏيڻ بدران، گرو صاحبن جي دربار جو اسين پورهيتن وانگر پورهيو ڪنداسين. پوءِ تہ سچ پچ مزورن وانگر تغارويون مٿي تي کڻي، سڄو ڏينهن ڪم ڪندا هئا. ڏهاڙي سانجهيءَ جو هر هڪ پنهنجو روز چار آنا لکائيندو هو، ۽ اهي پئسا چندي ۾ ڏيندو هو. ڌن سندن صدق! اهو اڏاوت جو ڪم 1858ع ۾ پورو ٿيو. ان کانپوءِ وقت بہ وقت ڦير ڦاريون ڪري، اڪال ٻنگي کي نهايت سندر بڻايو اٿن. هن وقت تائين اهو اڪال ٻنگو پنجويهہ هزار ڪن روپيا کائي ويو آهي. ان جي ايراضي ڏهہ هزار ڪن فوٽ آهي. ڪمترن ورهين کان اڪال ٻنگي جا ٽرسٽي مقرر ٿيل آهن.

**قنڌاراڻي خالصا ڪيئن ٿيا؟**

ديوان مانڪ سنگهہ، پنجاب ۾ مهاراجا رنجيت سنگهہ جي

درٻارين جي سنگ ۾، ٻهرياڻين پاڻ اڪالي ٿيو، ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ پنهنجن کن برادريءَ وارن ۽ ٻين کي، امرت ڇڪائي، خالصو ڪيائين. (ڏسو "اڪالي").

اُن وقت مهاراجا رنجيت سنگهه سنڌ تي ڪاهڻ لاءِ گرما گرم تياريون ڪيون هيون. سنه 1836ع ۾ سندس لشڪر شڪارپور ۾ اچي پهتو هو ۽ سنڌ جي ميرن کان ٻارهن لک روپيا ساليانو ڏن گهريو هئائين. (ڏسو سنڌ گزيٽيئر صفحه 121). سنڌ ۾ ڪيترن هندن ائين پئي سمجهيو، ته سنڌ جو پرڳڻوا ڄ نه سڀاڻي مهاراجا رنجيت سنگهه جي تابعي ٿيندو؛ ۽ وڏا عهدا اڻ پڇو خالصن کي ملندا. ائين ڪي عهدن ملڻ جي تمنا وچان به خالصا ٿيا. پوءِ ته وچان ٿي انگريزن جي صاحبي ٿي.

انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ ملڪي ڪمن لاءِ سڀ ملٽري عملدار ٿيا هئا. حيدرآباد جو ڪليڪٽر ڪئپٽن راٿبورن هو. خالصن ۾ ملٽري ڀاؤ ڏنائين، ته وٽي ويس. اُن وقت حيدرآباد ضلعي ۾ هاڻوڪو سڄو نوابشاهه ضلعو ۽ ٿرپارڪر ضلعي جو به ڪجهه ڀاڱو اچي ٿي ويا. انهيءَ سڄي ضلعي لاءِ تيرهن مختيارڪاريون رٿيل هيون، جن مان ٻارهن تي ديوان ماڻڪ سنگهه، ديوان چرتسنگهه، ديوان گرداس سنگهه، ديوان آتما سنگهه ۽ ٻيا خالصا مقرر ٿيا. خالصن جو هيترو مان ٿيو، ته جيڪي قنڌاراڻي اڳيئي خالصا نه ٿيا هئا، سي به مختيارڪارين ملڻ جي تمنا وچان اڪالي ٿيا. سندن پر ۾ رهندڙ ڪي جڳتياڻي ۽ ٻيا به ائين خالصا ٿيا. پوءِ ته سنڌ ۾ ٻين هنڌ به ڪيترن خالصن ٿيڻ تي زور رکيو. اڄ تائين ڪيترا پاڻ کي "سنگ" سڏائيندا آهن، جيتوڻيڪ ڪيس رکيل ڪونه اٿن.

## قنڌاراڻين جو سلسلو:

ديوان قنڌاري مل کي ٽي پٽ هئا: آسانند، امرتراءِ ۽ لکميداس.

(1) ديوان آسانند جو ٻڙ پوٽو ديوان ڪسنچند رامسنگهه ولد ديوان سچانند آسانند هو. سندس پٽ ديوان مائڪ سنگهه هو، جنهنجو

مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي. ديوان مانڪ سنگهہ جو جنم 1800ع ۾ ٿيو هو. سنہ 1888ع ۾ پرلوڪ پڌاريو، تہ قنڌاراڻين ڪيس مان ڏيئي، سندس سنک اڪال پنگي ۾ پوري، اُنجي مٿان سمانڌ جوڙائي. ديوان مانڪ سنگهہ جا پٽ ديوان تيغ سنگهہ، ماسترز شڪت سنگهہ هيڊ ماستر، ۽ مسٽر اچل سنگهہ وڪيل، جنهن جو پٽ آتو (آتما سنگهہ) گرئجوئيٽ آهي. ديوان مانڪ سنگهہ جو ڀاءُ ديوان منگهرمل هو، جنهن جو پوٽو مسٽر رام سنگهہ ديواني سنگهہ حيدرآباد جي اين. ايچ. اڪيڊمي جو رٽائرڊ پرنسپال آهي.

(2) ديوان قنڌاري مل جي ٻئي نمبر پٽ امرتراءِ جي نسل مان ديوان بسنت سنگهہ آسو مل هو. کيس چار پٽ ٿيا: (1) ڪنول سنگهہ (2) جوڌا سنگهہ (3) سجان سنگهہ، جو سورهن ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو (4) ڀڳوان سنگهہ.

مسٽر ڪنول سنگهہ کي سندس ناناڻن پنهنجو پٽ ڪيو هو، تنهن ڪري پاڻ کي "ڪنول سنگهہ پوهو مل ملڪاڻي" سڏائيندو هو. سنڌ ڪاليج جي "اميچوئر ڊرئميٽڪ سوسائٽي" جو مکيہ بانيڪار هو (ڏسو صفحہ 93). ڪيترا ورهيہ "سنڌ واسي" اخبار جو سمپادڪ هو. سنہ 1943ع ۾ چالاڻو ڪيائين.

مسٽر جوڌا سنگهہ گرئجوئيٽ هو. حيدرآباد ۾ "پريميئر" پريس کوليائين: پر سگهوئي پوءِ پاڻ گذاري ويو. کانئس پوءِ مسٽر ڪنول سنگهہ پريمريئر پريس هلائڻ لڳو، جنهن ۾ ماستر وسڻ مل ملڪاڻيءَ کي ڀائيوار ڪيائين. سڄيءَ سنڌ ۾ پهريون مسٽر ڪنول سنگهہ هو، جنهن 1914ع ۾ روزاني سنڌي اخبار "سنڌواسي" نالي جاري ڪئي. ڪيترا ڪتاب بہ ڇاپي



مسٽر جي. بي. آڏواڻي

سنڌي ساهت جو واڌارو ڪيائين. پوءِ واپار ڏي رخ رکيائين. ماستر وسڻ مل ۽ ٻيا ٿورا پائيوار ڪري، هڪ ڪمپني برپا ڪيائين جا پاٽس مسٽر جوڌا سنگھ بسنت سنگھ جي نالي پٺيان "جي. بي آڏواڻي ڪمپني" سڏجي ٿي. هن ڪمپنيءَ وارا پنن جا وڏا واپاري آهن. سندن هيڊ آفيس بمبئيءَ ۾ آهي، ۽ مدراس، ڪلڪتي، دهلي، لاهور ۽ ڪراچيءَ ۾ ان جون شاخون آهن.

ديوان بسنت سنگھ جي چوٿين نمبر فرزند ديوان ڀڳوان سنگھ جي چت جو لاڙو ڌرم ڏي آهي، ۽ پر اُپڪاري پرش آهي. ڪجھ ناٿو پنهنجي هڙان ۽ ڪجھ عامل پائرن کان وٺي، ڪراچيءَ جي بندر روڊ ايڪسٽينشن طرف "گرو مندر" جوڙايو اٿس، جو "پئنچاتي هال" وانگر به ڪم اچي ٿو. ڪيترين جايون جوڙائي غريب عامل پائرن کي ٿورڙيءَ مسواڙ تي ڏنيون اٿس. پنهنجي سرڳواسي پاءُ مسٽر جوڌا سنگھ بسنت سنگھ جي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ "جوڌا سنگھ بسنت سنگھ ڊسپينسري" کولي اٿس، جنهن مان هندن توڙي مسلمانن ۽ ٻين کي آني ٻي آني ۾ دوا سُتي ملي ٿي. پنهنجي ماتا جي نالي "ڏمي ٻائي بسنت سنگھ گرلس هاءِ اسڪول" کوليو اٿس، جنهن ۾ "لئباريٽري" به آهي. تازو هڪ لک روپيا ڏيئي پنهنجي پتا جي نالي "بسنت سنگھ آسو مل آڏواڻي ڪاليج آف ڪامرس اينڊ ايڪانامڪس" کولايو اٿس. ائين وڏيءَ دل سان دان ڪري، پنهنجو جس وڌو اٿس.

ديوان بسنت سنگھ وارن جا ويجها سؤٽ ديوان آوت سنگھ مهتاب سنگھ جي آکهي وارا آهن. ديوان آوت سنگھ جو جنم 1870ع ڌاري ٿيو هو. مئٽرڪ پاس ڪري وڪالت جو امتحان ڏنائين، ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. پهريائين مسٽر لالچند چوهڙ مل پنجابي وڪيل سان پائيوار هو. مسٽر بولچند گدواڻي وڪيل به ساڻن گڏ هو. سنه 1903ع ۾ ٿيئي ولايت ويا. ولايت مان موٽڻ ڪانپوءِ، ديوان آوت سنگھ سکر ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو، جتي چڱو نالو ڪڍيائين. سنه


ديوان آوت سنگهه
مهتاب سنگهه

1908ع ۾ اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر، 1913ع ۾ جيڪب آباد جو پبلڪ پراسيڪيوٽر، ۽ 1917ع ۾ سکر جو پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو. ديس سيوا جو انگ منجهس هو. سکر ۾ جيڪو وقت رهيو، سو اُتي جي ميونسپالٽيءَ جو مشير ٿي رهيو، ۽ ڏهه ورهيه وائيس پريزيڊنٽ هو. شهر جيءَ ڀلي لاءِ پاڻ چڱي ريت پتوڙيائين، تہ سرڪار قدر سڃاتي، سنہ 1921ع ۾ "راءِ صاحب" جو لقب ڏنس. سنہ 1927ع ۾ وڪالت ڇڏيائين، ۽ اٺ نو مهينا دنيا جو سير ڪرڻ ويو. نندڙي ئي ڇت جو لاڙو ڌرم ڏي هئس، تنهنڪري پوءِ سمورو ڌيان ڌرمي ڳالهين ڏي ڏيڻ لڳو: سندس ڪي ڌرمي پستڪ رچيل آهن، جن مان ڪن ۾ ڳوڙهي فلسفو سمايل آهي. سندس هڪ مکيہ ڳالهہ هيءَ آهي، جو 1934ع ۾ جهرڪن ۾ "سئنيٽوريم" (صحت گهر) جوڙايائين، جو سندس ڌرمپتنيءَ شريمتي پاروتي بائيءَ جي نالي پٺيان سڏجي ٿو. سنڌ سان اهو وڏو وڙ ڪري، سنہ 1937ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.


ديوان شنڪر سنگهه
آوت سنگهه

ديوان آوت سنگهہ جو مربي فرزند ديوان شنڪر سنگهہ جج آهي، جنهن جو جنم 1895ع ۾ ٿيو هو. بي. اي ۽ ايل. ايل. بي پاس ڪري، پوءِ پنهنجي پتا سان گڏ سکر ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. وڪالت ۾ پاڻ بہ چڱو نالو ڪڍيائين، تہ سنہ 1925ع ۾ سب جج، 1931ع ۾ فرسٽ ڪلاس سب جج، ۽ 1938ع ۾ ائڊيشنل سيشن جج مقرر ٿيو. هن وقت حرن جي

اسپيشل ٽربيونل جي مٿان سيشن جج جي عهدي تي آهي.

ديوان آوت سنگهه جو ٻيو نمبر فرزند ديوان گرمک سنگهه سنه 1909ع ۾ ڄائو هو. ولايت مان اليڪٽرڪ انجنيئرنگ پاس ڪري آيو آهي، ۽ هن وقت ڪراچيءَ ۾ ڌنڌو ڪندو آهي.

ديوان آوت سنگهه جو ٽيون نمبر فرزند مسٽر ڪشن سنگهه 1919ع ۾ ڄائو هو. بي. اي ۽بي. ايس. سي پاس ڪيل اٿس ۽ هن وقت "آل انڊيا ريڊيو" ۾ انجنيئر آهي. مطلب ته سڄو گهر ڇڳو ڇڙهيل آهي.

ديوان امرتراءِ ڦنڌاراڻي جي نسل مان ٻي مکيه آکهه ديوان گج سنگهه جي آهي جنهن جا پٽ ديوان سچيت سنگهه ۽ ديوان همت سنگهه وڪيل هئا. ديوان گج سنگهه جو پاءُ ديوان ٽوُنر سنگهه هو، جنهن جا پٽ ديوان شير سنگهه ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ ڊاڪٽر بهار سنگهه هئا. ديوان گج سنگهه جو ٻيو پاءُ ديوان هري سنگهه هو، جنهن جا پٽ ديوان ٻڄا سنگهه، ديوان جوهر سنگهه، ديوان جوت سنگهه انجنيئر، ديوان پريم سنگهه ۽ راءِ صاحب ديوان نارائڻ سنگهه رٽائرڊ هيڊ ماستر هئا.



پرنسپال ٻي: ٻي. آڏواڻي

ديوان ٻڄا سنگهه 1894 ۾ بي. اي پاس ڪئي. پوءِ ايل. ايل. بي پاس ڪيائين. ۽ وڏي وڃي فرسٽ ڪلاس سب جج ٿيو. سندس ديهانت 1945ع ۾ ٿيو.

ديوان ٻڄا سنگهه جو پٽ ديوان ڀهلاج سنگهه پهريائين ڪراچيءَ واري ڪاليج ۾ ۽ پوءِ بمبئي جي ولسن ڪاليج ۾ پڙهيو. سنه 1914ع ۾ بي. اي امتحان پوليٽيڪل اڪاناميءَ ۾ "آنرس" سان پاس ڪيائين، ۽ پهريون نمبر آيو، ته يونيورسٽيءَ جو "ڪابڊن ڪلب ميڊل"

مليس. سنہ 1915ع ۾ ايم. اي ۽ 1917ع ۾ ايل. ايل. بي پاس ڪيائين. 1939ع تائين وڪالت ڪيائين، ۽ ان ۾ چڱو نالو ڪڍيائين. سنڌ جي جُڊيشل ڪمشنر جي ڪورٽ ۾ "سينئر ائڊووڪيٽ" هو. وڪالت ڪندي سنہ 1926ع ۾ ڪراچيءَ جي شهاڻي "لا" ڪاليج ۾ پروفيسر مقرر ٿيو. سنہ 1927ع کان وٺي "سنڌ لا رپورٽر" جو ايڊيٽر هو ۽ هينئر "انڊين لا رپورٽر" ڪراچيءَ جو ايڊيٽر آهي. ڪيترن ورهين کان بمبئي ۽ دهليءَ جي يونيورسٽين ۾ ممتحن مقرر پئي ٿيو آهي. ڪمپنين جي قاعدن بابت ڪتاب سندس جوڙيل آهي. جون 1939ع کان وٺي "ايس. سي شهاڻي لا ڪاليج" جو پرنسيپال آهي. انهن مشغولين هوندي بہ پنگتي ڳالهين ۾ بهرو وٺندو آهي، ڪراچيءَ جي خداآبادي عامل پنچائت جو پريزيڊنٽ ۽ ڪراچيءَ جي حيدرآبادي عامل هائوسنگ سوسائٽيءَ جو چيئرمين آهي. ٻين بہ ڪلبن ۽ سوسائٽين جو هڪ مکيہ بانيڪار آهي. سندس ڀائر ٺاڪو ۽ ارجن (ايم. اي پاس ڪيل) چڱن عهدن تي آهن.

ساڳي ديوان امرتراءِ جي نسل مان مسٽر هاسا سنگهہ آرڪيٽيڪٽ ۽ ڪراچيءَ جو ميونسپل ڪائونسلر ۽ ٻيا آهن.

(3) ديوان قنڌاري مل جو ٽيون نمبر پٽ ديوان لکميداس هو، جنهن جي نسل مان ديوان جيٺ سنگهہ فوجدار واري آکهہ ۽ ٻيا آهن.

ديوان لکميداس قنڌاري مل جو پڙپوٽو ديوان تلوڪ سنگهہ آئيداس (ولد ديوان نهالچند لکميداس) انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ پهريائين مختيارڪار مقرر ٿيو هو. سنہ 1857-1858ع ڌاري منهوڙو ۽ ڪياماڙي بندر ٺي جڙيا، ۽ اوڏهين ڪنهن بہ وجھ نٿي قبوليو تہ ڪيس منهوڙي ۾ "اسٽور ڪيپر" ڪري رکيائون، جو اهو وڏي جوابداريءَ وارو عهدو هو. سندس پٽ ديوان خوشحال سنگهہ وڪيل هو. سندس ٻي پٽ ديوان ڌرم سنگهہ کي يوروپي عملدارن انجنيئري ڪم سيکاري، منهوڙي تي انجنيئر مقرر ڪيو. منهوڙي وارو "بريڪ واٽر"

سندس نظرداريءَ هيٺ ٿيو هو.


ديوان تولا سنگهه خوشحال سنگهه

ديوان خوشحال سنگهه تلوڪ سنگهه پٽ ديوان تولا سنگهه بي. اي، ايل. ايل. بي پاس ڪري، وڪالت ڪرڻ لڳو، ۽ سگهو ئي وڪالت ۾ چڱو نالو ڪڍيائين. ڪيترائي ورهيه ڪراچيءَ واري ڪاليج جي اسٽئنڊنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر، ۽ رابيندرناٿ ٽئگور لٽرري ۽ ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ جو پريزيڊنٽ هو. پنگتي ڳالهين ۾ به گهڻو بهرو وٺندو هو. سندس جاري ڪيل آفيس سندس فرزند مسٽر جوت سنگهه ايل. ايل. بي اڄ تائين هلائيندو اچي.

ديوان ڏرمه سنگهه جو مربي فرزند ديوان چوهڙ سنگهه رٽائرڊ ڊيپوٽي ڪليڪٽر هڪ ڌرمشٽ ۽ پر اپڪاري پرش آهي. پنگتي ڳالهين ۾ گهڻو بهرو وٺندو آهي ۽ سک ڌرم لاءِ به جهجهو ئي ڪم ڪري رهيو آهي. ديوان تلوڪ سنگهه جو ٽيون پٽ ديوان پريم سنگهه رنگون وارو هو.

قنڌاراڻين مان ديوان سروپ سنگهه ۽ ڀائس ديوان هوتچند جي آڪهه وارا خالصا نه آهن. ديوان هوتچند شيوارام وڏو ٺيڪيدار آهي.

ديوان ڏتي مل آڏو مل جو چوٿون نمبر پٽ ديوان مهرچند هو جنهنجي نسل مان ديوان ٺاڪر سنگهه ٿاراچند هو (ڏسو صفحه 70). ديوان ٺاڪر سنگهه جو پٽ ديوان چنديرام بي. اي، ايل. ايل. بي سب جج، نهايت سيتل سڀاءَ وارو ۽ جهڙو لائق انسان چئجي تهڙو هو. سنه 1918ع واري ”انفلوئينزا“ جي بيماريءَ ۾ گذاري ويو. سندس ڀائر مسٽر آسودو مل ۽ ماستر ڪوڙو مل آهن.

ديوان ٺاڪر سنگهه ٿاراچند جي ڏاڏي ديوان ميٺارام پنجو مل (ولد ديوان بودو مل مهرچند) جو ڀاءُ ديوان گروڏنو مل هو، جنهنجا پٽ

ديوان هرجسراءِ ۽ ديوان ريواچند هئا. ديوان هرجسراءِ کي چار پٽ هئا:

(1) ديوان سنگتراءِ، کيس ناناڻن پٽ ڪيو هو، تنهن ڪري پاڻ ۽ سندس اولاد "پاوناڻي" سڏجن ٿا. (2) ديوان ليکراج (بنا اولاد). (3) ديوان ماڌو داس (4) ديوان شيوارام.

ديوان ماڌو داس جا پٽ ديوان واڌومل، ديوان داسو مل ۽ ديوان پرمانند هئا. ديوان واڌو مل حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو هڪ اوائلي سينيٽري انسپيڪٽر هو. سندس پٽ پيسو مل، ڏرمداس، ڏيو مل، هاسو مل ۽ نارائڻداس.



ڊاڪٽر پيسو مل واڌو مل

مسٽر پيسو مل واڌو مل ڊاڪٽريءَ جو امتحان 1894ع ۾ پاس ڪيو. سنڌ ۾ ڪيترن هنڌ سرڪاري اسپتالن ۾ ڊاڪٽر ٿي ڪم ڪيائين. سنه 1928ع کان وٺي پينشن تي آهي. سندس هڪڙو ئي پٽ مسٽر ليلا رام آهي، جو چڱي عهدي تي آهي.

ڊاڪٽر پيسو مل جي ڌرمپتني شريمتي جهمتي بائي هئي، جنهنجا مکيه لڇڻ هي هئا، جو گروءَ جي بائيءَ جو پاٺ جهجهي پريم سان ڪندي هئي ۽ گپت دان ڪندي هئي. جنم 20 ڊسمبر 1874ع سرگواس 15 جون 1942ع.



شريمتي جهمتي بائي پيسو مل

مٿيون سمورو احوال ديوان آڏو مل جي پهرين ٻن پٽن ديوان چنڊو مل ۽ ديوان ڏتي مل جي اولاد جو آهي.

ديوان آڏو مل جي ٽئين پٽ ديوان

لکو مل جي اولاد مان سندس ٽڙپوتي ڏيوان ڪيرتراءِ جي آڏکهه وارا ماستر گوپالداس ڪيرتراءِ ۽ پٽس مسٽر خوشيرام آسسٽنٽ انجنيئر. ديوان آڏو مل جي چوٿين پٽ ديوان بهاري مل جو ٽڙپوٽو گلاب راءِ، ان جو پٽ ديوان کيم سنگهه هو جنهن جو هڪ پٽ يوان بهادر هيرانند کيم سنگهه گذاري ويو آهي ۽ ٻيو ديوان همت سنگهه حيات آهي، جو وڏو زميندار آهي. ٻنهي جو اولاد آهي. ديوان هيرانند کيم سنگهه نڪ جبرو وڪيل ۽ نهايت قابل شخص هو. "ديوان بهادر" جو لقب مليل هوس. سنه 1936ع ۾ سنڌ جو پرڳڻو بمبئي کاتي کان ڌار ٿيو، ته سنڌ جي گورنر لاءِ هڪ صلاحڪار بورڊ برپا ٿيو. هيءُ صاحب انهن صلاحڪارن (وزيرن) مان هڪڙو هو. ڪيترا ورهيه حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ هو. سندس حسن خدمتيءَ ڪري حيدرآباد جو "هيرآباد ڪوارٽر" سندس نالي پٺيان سڏجي ٿو.

**آهوڄا:**

اصل اروڙ ونسي آهن. نسو "اروڙ ونسي". عربن جي ڪاهه وقت سنڌ ۾ ڀاڄڙ پيئي ته ڪيترا اهوجا پنجاب ڏي ويا. جتن ڪي جدا جدا وقتن تي، جدا جدا سببن ڪري، موٽي سنڌ ۾ آيا. جنهن ڪري هن وقت هڪڙا پنجابي آهوجا ۽ ٻيا سنڌي آهوجا آهن. منجهائن ٿورا آريه سماجي آهن پر ٻيا گهڻو ڪري سڀ گروءَ جا سک آهن. ڦاضلڪا ضلعي فيروز پور ۽ ان جي پسگردائيءَ وارن آهوجن مان ڪي زميندار ته ڪي ڏنڌو ڌاري ڪندا آهن. منجهائن ڪي لکاپتي آهن. ملتان ۽ ٻين هنڌ ڪي وڏن عهدن تي آهن.

ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ڪيترا آهوجا پنجاب کان سنڌ ۾ آيا ۽ مديجي تعلقي نوشهري ابڙي ۾ زميندارِي ڪرڻ لڳا. انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ مديجيءَ ڪي درياهه پاتو، ته ڪي هتي ٿورو پرپرو وڃي رهيا، ٻيا سکر ۽ شڪارپور، ۽ ٽيان لاڙڪاڻي ڏي لڏي ويا. اتين آهوجن جون جدا جدا شاخون ٿيون. جيڪي سکر ويا، ۽ اڄ تائين اُتي

آهن، تن جو وڏو ڏاڏو ديوان چيتانند هو. سکر وارن آهوجن مان پوءِ ڪي جيڪب آباد ويا، جهڙوڪ ديوان ڪشنداس. جيڪي لاڙڪاڻي ويا، تن جو وڏو ڏاڏو ديوان خوشيرام هو. اتڪل هڪ سؤ ورهين کان اُتي رهندا اچن. سنہ 1915ع ڌاري مديجيءَ مان بيابہ ڪي آهوجا لاڙڪاڻي ويا، جن مان هڪڙو مسٽر پرتابراءِ وسومل آهي، جو پاڻ کي "آهوجا" سڏائيندو آهي؛ پر سندس پٽ، جو ڪراچيءَ واري آرٽس ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر آهي، سو پاڻ کي "رام پنجواڻي" ڪوٺائيندو آهي. پيءُ "آهوجا"، پٽ "پنجواڻي"!! مديجيءَ وارن سيٺي آهوجن جو وڏو ڏاڏو سيٺ کيمچند هو، جنهن جو پٽ سيٺ پنجاڻداس هو. تنهن ڪري ڪي آهوجا سندس نالي پٺيان پاڻ کي "پنجواڻي" سڏائين ٿا. منجهائن ڪي "ديوان" تہ ڪي "سيٺ" سڏجن ٿا، تنهن لاءِ سبب آهي. سيٺ پنجاڻداس جو پٽ سيٺ پڌر مل هو، جنهن جا بہ پٽ جاڙو مل ۽ لڇيرام هئا. جاڙو مل جاگيردار هو؛ پر ميرن وٽ نواب بہ هو، جنهن ڪري "ديوان" سڏجڻ ۾ آيو. گڙهي ياسين وارا آهوجا پاڻ کي اڄ تائين "ديوان" سڏائيندا آهن؛ پر بيا اڪثر "يائيبند" ليکبا آهن، جيتوڻيڪ ڏاڏنگ (اصل نسل) ساڳيو ئي اٿن.

شڪارپور ۾ لکي در اندر، "بن جي حويلي" آهي، جا سيٺ بنمل آهوجا جي نالي پٺيان سڏجي ٿي. سندس نسل مان سيٺ شولداس ليکراج ولد سيٺ چمن داس ولد سيٺ ٻچو مل بنمل آهي.


سيٺ شولداس ليکراج.

سيٺ شولداس ليکراج جا وڏا پنجاب کان اول ڪڇي (قلات) ڏي، واپار سانگي ويا هئا، جتان پوءِ شڪارپور ۾ آيا هئا، ۽ بينڪ ماڻهو هئا. سندس ناناڻا ديوان چيتمل جي اکھ وارا آهن، جو ميرن جي صاحبيءَ ۾ شڪارپور جو گورنر هو. (ڏسو

"چينملاٽي"). سيٺ شولداس جسٽس آف پيس، ڪمشنر صاحب جو درباري، ۽ شڪارپور ڪاليج جي بورڊ جو ميمبر آهي. پندرهن ورهيه ڪن شڪارپور جو ميونسپل ڪائونسلر، شڪارپور ۽ فاضلڪا (پنجاب) جو آنرري ماجسٽريٽ، ۽ شڪارپور جي آنرري ماجسٽريٽن جي بينچ جو چيئرمين هو. شڪارپور جي "بواءِ اسڪائوٽ ائسوسيئيشن" جو مربي ۽ وائيس پريزيڊنٽ، ۽ شڪارپور جي پسون رکيڪ منڊليءَ جو وائيس پريزيڊنٽ آهي. شڪارپور جي ايڊيوڪيشن سوسائٽي، ليڊي ڊفرن اسپتال، فيميل هيلٿ ائسوسيئيشن، سنڌ ۽ پنجاب جي "انڊين ريڊ ڪراس سوسائٽيءَ" ۽ پنجاب جي "وار ليگ جو لائيف ميمبر، ۽ سکر جي سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جو به ميمبر آهي. "روالور" رکڻ جو پروانو مليل اٿس. سنڌ ۾ اهوئي صاحب پهريون هو، جنهن شڪارپور ۾ وڏي پئماني تي "هوزيئري" جو ڪارخانو کوليو هو، جو سندس نالي پٺيان "شولداس نٽنگ ائنڊ ويونگ ملز" سڏبو هو.



راءِ صاحب گوڪلداس آهوجا

سيٺ شولداس آهوجا جو مربي فرزند راءِ صاحب گوڪلداس آهي، جنهن جو جنم شڪارپور ۾ 31 آڪٽوبر 1907ع جي ٿيو هو. شڪارپور هاءِ اسڪول ۾ مئٽرڪ تائين پڙهيو. ننڍڙي ئي هوندي تکو اسڪائوٽ ۽ راندين روندين ۾ برک هو، جنهن ڪري اسڪول ۾ ٽينس سيڪريٽري، ڪرڪيٽ ٽيم جو ڪئپٽن ۽ اسڪول جي هڪ "ٽروپ" جو اسڪائوٽ ماسٽر، ۽ شڪارپور شهر جي "بواءِ اسڪائوٽ ائسوسيئيشن" جو آنرري سيڪريٽري هو. سنه 1927ع کان وٺي 1930ع تائين پهريائين "شڪارپور اسڪائوٽ" ۽ پوءِ "سنڌ اسڪائوٽ" جاري ڪيائين، جنهن بمبئي جي پن گورنرن سر ليلي

ولسن ۽ سر فريڊرڪ سائيڪس جو ڌيان ڇڪيو، ۽ اُهي اُنجا مربي ٿيا. سنہ 1930ع ۾ سندس پتا سيٺ شولداس آمريڪا جي ٽئٽرسفيلڊ ڪمپنيءَ لاءِ اُن خريد ڪرڻ واسطي ڪراچيءَ ۾ گهرائي ورتس جتي اهو ڌنڌو اڄ تائين ڪندو اچي. انهيءَ مشغوليءَ هوندي به ڪراچيءَ جي ٻارهين ساڌو هيرانند ٽروپ جو اول اسسٽنٽ اسڪائوٽ ماسٽر ۽ پوءِ اسڪائوٽ ماسٽر ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. سنہ 1933ع ۾ "سنڌ اسڪائوٽ جمبوري" برپا ڪيائين. سنہ 1938ع ۾ مسٽر اي. ڊبليو. اوڪلي نالي هڪ گوري سان گڏجي سامونڊي اسڪائوٽنگ جاري ڪيائين. اُن کي پڪي پائي تي بيهارڻ لاءِ هڪ "سي اسڪائوٽ گروپ ڪائونسل" ناهيائون. جنهن جا ميمبر وڏيءَ هلنديءَ پڄنديءَ وارا ٿيا. انهيءَ اسڪائوٽ گروپ برپا ڪرڻ جو مهورت سنڌ جي گورنر سر لانسيٽ گرهام، 15 اپريل 1939ع جي، گورنمينٽ هائوس ۾ ڪيو.

سامونڊي اسڪائوٽن ۾ شيوا جو انگ ايترو تہ ٿوڪيو اٿس، جو هن وقت تائين ڏهن ڄڻن کي سمنڊ ۾ ٻڏي وڃڻ کان بچايو اٿن. هيءَ هڪ وڏو جيو ديا جو ڪم آهي، جو سياويڪ طرح عام خلق کي گهڻو پسند پيو آهي، ۽ سرڪار بہ ڪيترين سهوليتون ڪري ڏنيون اٿن ۽ موٽر بوٽ بہ مليل اٿن. هينئر ٻين کي بہ سامونڊي اسڪائوٽنگ سيکاريندو وتي. اُئين پنهنجو تن، من ۽ ڌن انهيءَ پلي ڪم ۾ لي ڏيئي بيٺو آهي. "ڪراچي هاربر موٽر بوٽ پيٽرول"، جو ڪراچي بندر جي بچاءَ لاءِ آهي، تنهن ۾ پهريائين پاڻ داخل ٿيو، ۽ 1- سيپٽمبر 1941ع کان وٺي "رايل انڊين نيول والينٽيئر رزرو" جو آنرري ليفٽيننٽ ٿيو آهي. سندس قدر سڃاڻي جنوري 1946ع ۾ سرڪار "راءِ صاحب" جو لقب ڏنس. سندس اها نسڪام شيوا اڄ تائين هلي اچي.

سيٺ شولداس جو ٻيو نمبر فرزند سيٺ دولترام آهي. شڪارپور ۾ پٽس "هوزيئري" جو ڪارخانو کوليو، تہ هيءَ ننڍڙي ئي، ڪيس انهيءَ ڪم ۾ مدد ڪرڻ لڳو. اُتي جو سمورو ڪم سندس نظر هيٺ


سيٺ دولترام شولداس

ٽيندو هو. ائين چاهه وڌيس، ته پنجاب جي سرڪاري "هوزيئري انسٽيٽيوٽ" مان سکيا وٺي، ڪوٽن، جرسين، گنجي، فراڪن وغيره جا اهڙا نوان نوان نمونا ڪڍيائين، جو ڏيهي توڙي يوروبي لوڪ اُهي پسند ڪرڻ لڳا. سکر جي اڳوڻي ڪليڪٽر مسٽر ايڇ. ٽي. سارلي آءِ. سي. ايس جي ٽرمپنٽيءَ لکيو آهي ته، "منهنجو اوني ڪوٽ ۽ گهگهرو شڪارپور جي انهيءَ ڪارخاني جا ٺهيل، منهنجي مڙس مونکي ناتال جي سوکڙي ڪري موڪليا هئا. اسڪاٽلينڊ ۾ اهي جن به ڏٺا، تن واهه واهه پئي ڪئي!" سنڌ جي جڙيل شيءِ جي ساراهه يورپ وارا ڪن، سا سنڌ لاءِ فخر جي ڳالهه آهي.

گذريل ڇئن ورهين کان شڪاربور وارو ڪارخانو بند آهي. اُن جي بدران، سيٺ دولترام، ڪراچيءَ جي جيل طرف، هڪ چڱي پيماني تي "سٽئنڊرڊ نٽنگ" کولي آهي، جنهن ۾ سڀ ڪنهن قسم جي هوزيئري جڙي ٿي.

سيٺ دولترام ۾ ديس شيوا جو انگ به آهي، ۽ پڪو اسڪائوٽ آهي. سنه 1939ع جي سکر ۽ شڪارپور وارن فسادن مهل هن نوجوان، شڪارپور جي امن امان لاءِ پنهنجي اسڪائوٽ ٽروپ سميت، رات ڏينهن پهرو پئي ڏنو. سرڪار به سندس قدر سڃاتي، کيس آفرين نامو، ۽ روالور ۽ بندوق رکڻ جو پروانو ڏنو. بندوق جي ليسن هئڻ سبب شڪار جو گهڻو ڪوڏيو ٿي پيو آهي.

**اجواڻي:**

نک "منچنديا". خيرپور مير صاحب واريءَ ۾ رهڻ تا. حيدرآباد جي ياوناڻين، جڳتياڻين ۽ گدواڻين جا سؤٽ آهن. ڏسو "ياوناڻي"

ديوان مول سنگهه خيرپوريءَ مهاڀارت جو ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪيو هو، جو پنجيتاليهه ڪن ورهيه ٿيا، ته ڇپيو هو. ان جي متيد ۾ پنهنجي اجوائي آڪهه جو احوال هيٺين لکيو هئائين:

"اسانجو وڏو ميان آدم شاهه ڪلهوڙي سان گڏ سنڌ ۾ آيو. ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين ۾ اسانجا وڏا ديوانيءَ جي عهدي تي مقرر ٿيا. پوءِ ميرن حڪومت جي تقسيم ڪئي (ڏسو صفحه 55). مير سهراب، خان پنهنجيءَ رياست جي گادي خيرپور مقرر ڪئي، ۽ منهنجي ڏاڏي ديوان اجو مل کي بعهدي ديوانيءَ جي مقرر ڪيائين. ٻيا سندس عزيز خويش ۽ برادر (ياوناڻي، جڳتياڻي ۽ گدواڻي) سڀ حيدرآباد جي مير صاحبن وٽ معزز رهيا. ديوان اجو مل ۽ سندس پيءُ (ديوان ڪرن مل) خيرپور ۾ سڪونت اختيار ڪئي. مير صاحب مير سهراب خان صاحب پنهنجيءَ حياتيءَ ۾ مير صاحب مير رستم خان صاحب کي پنهنجو تخت نشين ڪيو. ديوان اجو مل جو پٽ جوانيءَ ۾ اڪين کان ويهي ويو، تنهن ڪري سندس پوٽو ديوان دلپتراءِ، پنهنجي ڏاڏي ديوان اجو مل جي عهدي تي، مير صاحب مير رستم خان صاحب جي سرڪار ۾ ديواني عهدي تي، سرفراز ٿيو. منهنجو سڳو ڏاڏو ديوان املراءِ (ولد ديوان چتو مل)، مير مبارڪ خان جو مير رستم خان جو ڀاءُ هو تنهنجي سرڪار ۾، ديواني عهدي تي، سرفراز ٿيو. بقدرت پرميسر جي ديوان دلپتراءِ کي اولاد ڪونه هو، تنهنڪري ديوان املراءِ جو سندس سؤٽ هو تنهنجو پٽ يعني منهنجو پيءُ گود جو پٽ ڪيائين، جو بعد قضيئي ديوان دلپتراءِ جي ساڳي طرح سندس ديواني عهدي تي مير رستم خان صاحب جي سرڪار ۾، سرفراز ٿيو، انهي جي املاڪ ۽ جاگير جو مالڪ ۽ وارث ٿيو، ۽ پنهنجي سڳي پيءُ کان جدا رهيو، ۽ ديوان دلپتراءِ جو پٽ سڏجڻ ۾ آيو. منهنجي پيءُ جو نالو اصل "جيٺانند" هو. پوءِ جنهن ڏينهن ديواني عهدي تي سرفراز ٿيو، تنهن ڏينهن مير صاحب مير رستم خان صاحب سندس نالو بدلائي

"ديوانِ ڜير سنگهہ" رکيو، جنهن ڪري منهنجي پيءُ جو نالو اهو مشهور ٿيو.

"جڏهن انگريز صاحب بهادر سنڌ فتح ڪئي، تڏهن منهنجو پيءُ ديوان شير سنگهہ ڪليڪٽر صاحب بهادر سکر شڪارپور وٽ بعهدي دفترداريءَ تي مقرر ٿيو، ۽ پڻ ديوان املراءِ منهنجو سڳو ڏاڏو بعهدي مختيارڪاريءَ تي مقرر ٿيو. پيا بہ جيڪي منهنجي خاندان جي ڪٽنب جا هئا، سي چڱن عهدن تي مقرر ٿيا. قسمت سان ٻارهن مهينا مس گذريا، تہ منهنجي پيءُ ديوان شير سنگهہ جو قضيو ٿيو. مان ننڍڙو هئس؛ پر سرڪار انگريز صاحب بهادر جي مان ۾ جاگير منهنجي نالي مقرر ٿي، جا اڄ تائين هٿ ۾ آهي."

ديوان مول سنگهہ وڏي هوندي جاگيردار ٿي رهيو. کيس چار پٽ هئا: اڌا سنگهہ، شام سنگهہ، امر سنگهہ ۽ نهال سنگهہ. اهي سڀ زميندار هئا. ديوان اڌا سنگهہ جو پٽ ديوان جڳت سنگهہ زميندار گذاري ويو آهي ۽ هيو پٽس ديوان گوپال سنگهہ شڪارپور ۾ زميندار آهي. ٻين جو بہ اولاد آهي.



راءِ صاحب
ديوان امرسنگهہ مولسنگهہ

ديوان امر سنگهہ مول سنگهہ جو جنم 4 ڊسمبر 1858ع جي خيرپور ۾ ٿيو. سندس وقت ۾ مئٽريڪيوليشن امتحان بمبئيءَ ۾ ٿيندو هو، ۽ بمبئيءَ وڃڻ جي سهولت نڪا سمند نڪا خشڪيءَ جي رستي هوندي هئي، تنهن ڪري ڪو جزوي بمبئيءَ ويندو هو. جيڪي شاگرد انگريزي پنج ڇهہ درجا پڙهي، نوڪري ڪرڻ چاهيندا هئا، تن کي تعليم کاتي جي مقرر ڪيل راءِ صاحب ديوان امرسنگهہ مول سنگهہ ڪاميٽيءَ جو امتحان پاس ڪرڻو پوندو هو. جيڪي اميدوار

پاس ٿيندا هئا، تن کي سنڌ جي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر جي صحي سان هڪ سرٽيفڪيٽ ملندو هو، جو تنڊي درجي واري نوڪريءَ ملڻ لاءِ ٻي درجي جو سرٽيفڪيٽ" سڏبو هو. اهو پوءِ "سيڪنڊ گريڊ پبلڪ سروس" امتحان سڏجڻ ۾ آيو. ديوان امر سنگهه اڃا پنجون درجو پڙهندو هو، ته اهو ڪاميٽيءَ جو امتحان ڏيئي، 7 ڊسمبر 1877ع جي نوڪري لاءِ گهربل سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيائين، ۽ 1878ع ۾ ٽپال کاتي ۾ نوڪريءَ ۾ گهڙيو. پوءِ بلوچستان جي پوليٽيڪل کاتي ۾ اول سبيءَ ۾ 1880ع ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو. انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ کانسواءِ پارسيءَ ۽پشتو جو به ڄاڻو هو. پاڻ کي ڪارائتو ثابت ڪيائين، ته هيڊ ڪلارڪ مقرر ٿيو. سنه 1890ع ۾ روينيو لائين ۾ اضافو ڏيئي، تحصيلدار (مختيارڪار) جو عهدو پڪيءَ طرح ڏنائونس. بلوچستان جي جدا جدا تحصيلن ۾ سورهن ورهيه ڪن قابليت ۽ ايمانداريءَ سان تحصيلداري ڪيائين، ته بلوچستان جو ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڪمشنر (ڊپٽي ڪليڪٽر) مقرر ٿيو، ۽ انهيءَ گزيٽيڊ آفيسر جي عهدي تان 1914ع ۾ پينشن ورتائين. جملي پنجٽيهه ورهيه نوڪري ڪيائين. انهيءَ عرصي ۾ قلات ۾ نائب وزير تي به ڪم ڪيو هئائين. سندس حسن خدمتيءَ ڪري، 1914ع ۾ "راءِ صاحب جو لقب" مليس. هيءُ اُدم ۽ اورچائيءَ جو هڪ عمدو مثال آهي.

ديوان امر سنگهه پينشن وٺڻ کانپوءِ شڪارپور ۾ پنهنجون ٻنيون سنڀاليندو هو؛ ٻر بينچ ماجسٽريٽن جو آنرري چيئرمين، ۽ سکر ضلعي جي ميونسپل، لوڪلبورڊ، جيل ۽ ٻين ڪاميٽين جو به ميمبر ٿي ڪم ڪندو هو. هو صاحب پراونشل درباري به هو ۽ بمبئيءَ جي گورنر صاحب ۽ ٻين وڏن عملدارن سان ملاقي ٿيڻ لاءِ سرڪاري عملدارن وٽان نيند ملندي هيس. شهنشاهه جارج پنجين ۽ ڇهين جي تاجپوشيءَ جي جلسن ۽ ٻين موقعن تي ٻلا مليا هئس. سنديس ديهانت خيرپور ۾ 13 مارچ 1941ع جي، ٺياسي ورهين جي ڄمار ۾ ٿيو. سندس چار فرزند

حڪمت سنگھ، جوت سنگھ، گلاب سنگھ ۽ ڪندن سنگھ آهن. ٻه نياڻيون به اٿس، جن مان وڏي شريمتي نڪي ٻائي ديوان آنندرام لڇيرام واڌوائي وڪيل سان خيرپور ۾ پرڻيل آهي، ۽ ٻي اڃا پڙهندي آهي.


ديوان حڪمت سنگھ امرسنگھ

ديوان حڪمت سنگھ جو جنم خيرپور ۾ 21 مئي 1891ع جي ٿيو. سنڌي فائينل ۽مئٽرڪ امتحان پاس ڪري، سنه 1914ع ۾ پاڻ ٻه بلوچستان جي پوليٽيڪل کاتي ۾ گهڙيو. پهريائين سبيءَ ۾ ڪلارڪ هو، ۽ پوءِ پنجاب سيٽلمينٽ ٽريننگ ورتائين، ته اضافو ڏيئي، روينيو لائين ۾ نائب تحصيلدار ڪيائونس. سنه 1934ع ۾ پڪيءَ طرح تحصيلدار ٿيو. بلوچستان جي جدا جدا تحصيلن ۾ قابليت ۽ ايمانداريءَ سان ڪم ڪيائين، ته 1943ع ۾ پنهنجي پتا وانگر ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڪمشنر مقرر ٿيو، ۽ انهيءَ گزيٽيڊ آفيسر جي عهدي تان پنجونجاهه ورهين جي ڄمار ۾، پينشن ورتائين. هن وقت شڪارپور ۾ پنهنجن ٻنين تي گذاريندو آهي. پتا وانگر پارسيءَ ۽ پشتو جو ٻه ڄاڻو آهي.

ديوان جوت سنگھ امرسنگھ بمبئي يونيورسٽيءَ جو گرئجوئيٽ آهي. ڪاليج جي وقت ۾ راند جو، خاص ڪري ٽينس جو، خفت گهڻو ... ٽينس ٽورنامينٽ ۾ گهڻائي ٻلا مليا هئس. گرئجوئيٽ ٿيڻ کانپوءِ ريلوي ... کاتي ۾ گهڙيو، ۽ وڏي وڃي گزيٽيڊ آفيسر ٿيو. هن وقت ڪراچيءَ ۾ سپرنٽينڊنٽ آف واچ اينڊ وارڊ (نارٿ ويسٽرن ريلوي) جي عهدي تي آهي. حسن خدمتيءَ ڪري "راءِ صاحب" جو لقب مليل اٿس.

ديوان گلاب سنگھ امر سنگھ پهريائين سنڌ ۾ ويٽرينري کاتي ۾

گھڙيو. پوءِ ولايت وڃي ويٽرينري ڪورس جو وڌيڪ امتحان پاس ڪري آيو، ته مدراس جي ويٽرينري کاتي ۾ ڊسٽرڪٽ آفيسر مقرر ٿيو.

ديوان امر سنگهه جي چوٿين فرزند ديوان ڪندن سنگهه پهريائين حيدرآباد ۾ ميڊيڪل ڪورس ڪنيو؛ پر پوءِ خيرپور رياست ۾ نوڪريءَ ۾ گھڙيو. هن وقت خيرپور ميونسپل ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري آهي.

ديوان اڄو مل جو ٻيو پٽ ديوان چٿو مل (چٽڻ مل) هو، جنهن جا پٽ جمعيتراءِ، املراءِ، چيلارام، ٻيلارام، ريلارام ۽ گھنشامداس هئا. ديوان گھنشامداس جو پوٽو مسٽر شيوا سنگهه هرسنگهه رٽائرڊ پوسٽ ماسٽر آهي، ڪجهه وقت "سنڌ واسي" اخبار جو سمپادڪ هو. "ڪنشت" ۽ ٻيا پستڪ رچيل اٿس.

ديوان اڄو مل جو ٽيون پٽ ديوان ڪرن مل هو، جنهن جو اولاد به اڄوائي سڏجي ٿو. سندس نسل مان ديوان وسڻ مل ۽ ديوان گربخش سنگهه ڪاردار هئا. ديوان گربخش سنگهه جا پوٽا پروفيسر ايل. ايچ (لال سنگهه هزاري سنگهه) اڄوائي ۽ مسٽر رامچند پوليس انسپيڪٽر آهن.

اڄوائي ڀائي گربت صاحب جا سک آهن. ڀائي صاحب جو هڪڙو ٽڪاڻو خيرپور ۾ ۽ ٻيو حيدرآباد ۾ آهي.

**اروڙ ونسي:**

سنڌ جي راءِ گهراڻي ۽ براهمڻ گهراڻي وارن راجائن جي گاديءَ جو هنڌ اروڙ (الور) هو، جو هن وقت هڪ ڳوٺڙو، روهڙيءَ کان اڌائي ڪوهه پري، اجهاڙ حالت ۾ آهي. سنه 711ع ۾، عربن جي ڪاهه وقت اتي ٻاجهڙ پيئي. پوءِ ٿورو وري وسيو، ته زلزلي سبب اتان ماڻهو لڏي ويا (ڏسو صفحه 37 ۽ 40). سندن نسل وارن مان گهڻا اڄ تائين بهاولپور ۽ ان جي پرڳڻن، سنڌونديءَ جي ٻنهي ڪنارن تي، ۽ پنجاب جي ٻه پنجن ئي ندين جي ٻنهي ڪنارن تي، پنهنجا ماڳ جوڙي ويٺا آهن. انهيءَ مانءُ ائين سمجهجي ٿو، ته الور ۾ جڏهن ٻاجهڙ پئيان ٻاجهڙ

پيئي، تڏهن اتي جا ڪيترا رهاڪو، بيڙين ۾ چڙهي ڀڄي ڀڳا هئا، ۽ جن ڪي جتي سنئي ۾ آيو، سي تتي ندين جا ڪنارا والاري ويٺا. هن وقت تائين اهي وڏي ويجهي اٽڪل پندرهن لک ٿيا آهن. منجهائن گهڻا گروهءَ جا سک، ۽ ٿورا آريہ سماجي، برهمو سماجي ۽ ديو سماجي آهن؛ پر سڀ اڄ تائين پاڻ کي "اروڙ ونسي" يعني اروڙ جي رهاڪن جو اولاد سڏائين ٿا. ڪنهن وقت پنجاب مان بہ ڪيترن اروڙ ونسين، بد امنيءَ ۽ ٻين سببن ڪري لڏيو. ڪي راجپوتانا ويا، ڪي سنڌ ڏي موٽيا، ۽ شڪارپور ڪاڻ قلات طرف ويا. وڌيڪ حقيقت لاءِ ڏسو "تواريخ اروڙ ونسي"، اردو ٻوليءَ ۾ لکيل، شريت لالا رامچند منچنديا وڪيل، لاهور، ۽ مهتہ ٽيڪچند ٻجاج وڪيل، چيف ڪورٽ ملتان جي اهي ٻئي صاحب پاڻ بہ اروڙ ونسي آهن.

اروڙ ونسين جون ڪل 458 نکون ڄاڻايون اٿن، جن مان ڪن ٿورين جو ذڪر ڪجي ٿو.

## اروڙ ونسين جون نکون:

قديم سنڌ ۾ عام طرح نک جي نالي پٺيان "جا" لفظ گڏيندا هئا، جنهن جي سنسڪرت ۾ معنيٰ آهي "جاتي نسل، اولاد" مثلاً "جاڙيجا". معنيٰ "جاڙي جو اولاد" (ڏسو صفحہ 43). اهڙا ٻيا مثال ٻنيجا، تلريجا، ڀوجا، جسوجا، ڪڪڙيجا، ماکيجا ۽ هندوجا آهن. "ڌميجا (ڌميچا، ڌاميچا) ۽ "وليجا" (وليچا) نالن ۾ "ج" جو اچار منجهي "چ" ۽ "ڃ" ٿيو آهي.

سنڌ ۾ جوڻيجا، جهيجا، چنيجا، ڏيپارجا (ڏيپارچا)، سڏوجا، ناريجا وغيره ذاتين وارا مسلمان آهن؛ پر اُهي اصل هندو هئا، ۽ اِهي سنڌن نکن جا نالا هئا (ڏسو صفحہ 37 ۽ 56). ڪي هندو پنهنجن نکن جي نالن پٺيان "آڻي". گڏيندا هئا (ڏسو صفحہ 16). مثلاً آجماڻي (جماڻي)، ٻناڻي، پتياڻي، پڳناڻي، گرسياڻي ۽ هرياڻي. ڪي هندو پنهنجي نکن پٺيان "پال" لفظ گڏيندا هئا. مثلاً راجپال، ڪانپال،

کترپال ۽ نانگپال. ڪن حالتن ۾ "پال" مان "پ" اکر نڪري ويو آهي، جنهن ڪري باقي "آل" جو اچار بچيو آهي، جهڙوڪ ڪرال ۽ منجال. اروڙ ونسين جي پين نکن جا نالا بجاج، سچديو، ناگديو، واسديو، منچنديا وغيره آهن. مطلب ته سنڌ جي جن آکهين ناب چئون ٿا ته ٻاهران آيون آهن، سي اصل سنڌ جون هيون، جي موٽي سنڌ ۾ آيون آهن، ۽ کيتريون آکهيون اچا پنجاب ۽ پين هندن آهن. نه به "اروڙ ونسي" سڏجن ٿيون.

## شڪارپوري پين جو اصل نسل:

شڪارپور ۾ ڪي ياتيا آهن، جن جا وڏا اصل جيسلمير کان آيا هئا. جهڙوڪ ڦيرواڻي ۽ گاجريا. ڪي برهم کتري آهن، جن جا وڏا اصل کچ علائقي کان آيا هئا، جهڙوڪ سوتيار. پر کيترا اروڙ ونسي آهن جهڙوڪ آهوجا، بجاج، جماڻي (پنجاب ۾ چون آجماڻي)، جاولا (لاڙڪاڻي ۾ به آهن) ڇاٻڙيا (شڪارپور ۾ "جيئملاڻي" ۽ حيدرآباد ۾ "ساگراڻي ۽ ناگراڻي)، راجپال، کتر (پنجاب ۾ چون "ڪتر")، گانڌي، ٽلا، ماتا وغيره. انهن سڀني کان آڳاٽيون شڪارپوري آکهيون اُهي آهن، جي قلات کان آيون آهن. سنڌن ڪجهه قدر پتو هندن جي پراڻن ۽ ڪن تاريخن مان پوي ٿو.

رگ ويدڪ زماني ۾ جيڪي آريه لوڪ "سپت سنڌو" ۾ رهندا هئا، تن مان هڪڙا "درهيو" آريه هئا، جي چندرونسي گهراڻي جا هئا، ۽ "انو" (شوي) آرين جا ويجها سؤٽ هئا (ڏسو صفحه 3، 4 ۽ 25). اهي اصل رهندا ٿي هاڻوڪي پشاور ۽ ان جي آسپاس هئا. اُتي جيڪو سنڌن گاديءَ جو هنڌ هو، سو سنڌن هڪ راجا گنڌار جي نالي سبان "گنڌار" سڏبو هو، جنهنجو اُچار پوءِ ڦري "قنڌار" ٿيو. (ڏسو صفحه 4 ۽ 25). پراڻن ۾ جاڻايل آهي، ته راجا گنڌار کان پنج پيڙهيون پوءِ درهيو آريه لوڪ، هندستان (سپت سنڌو) ڇڏي، اُتر طرف (افغانستان ۽ بلوچستان) ۾ وڃي رهيا. ۽ اُتي پنهنجي ڌرم، ٻولي ۽ سڀيتا جو بنياد

ڪيائون. اڳي اِهو پاسو بہ آرين جو هو، پر پوءِ اتيٰ جي رهاڪن جدا جدا وقتن تي جدا جدا مذهب اختيار ڪيا، ۽ سندن ريتون رسمون عليحده ٿيون، جنهن ڪري هندستان وارن آرين انهيءَ پاسي کي "مليڇ ديش" سڏيو. انهيءَ هوندي بہ ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو، تہ ڪيترا درهيو آريہ اُتي بہ پنهنجي هندو ڌرم تي قائم رهيا. ان لاءِ ثابتي آهي. عيسوي سنہ کان سوا ٽي سؤ کن ورهيہ اڳي سڪندر اعظم انهيءَ واٽ کان هندستان تي ڪاهي آيو هو. اُن وقت جا احوال جي يوناني تارخ نويسن ڄاڻايا آهن، تن مان معلوم ٿئي ٿو، تہ انهيءَ پاسي هندو هئا. اهي ڪيتري تعداد ۾ هئا، سو ڪنهن بہ ڪو نہ ڄاڻايو آهي؛ پر لانگورٿ ڊيمس جي ٺاهيل بلوچي ٻوليءَ جي گرامر ۽ لغت ۾ ڄاڻايل آهي، تہ بلوچي ٻوليءَ جي نحوي بناوت پراڪرت ٻولين، خاص ڪري سنڌي ٻوليءَ جي بناوت سان گهڻو مشابهت رکي ٿي. ڊاڪٽر ٽرمپ جنهن سنڌي ٻولي جو گرامر ٺاهيو آهي، تنهن پشتو ٻوليءَ جو گرامر بہ ٺاهيو هو. ان جي منڍ ۾ ڄاڻايو اٿس تہ جيڪي نج پشتو لفظ سڏجن ٿا سي سنڌي وغيره مان ورتل آهن، ۽ پشتو ٻوليءَ جي اسمن جي ڦيرن ۽ فعلن جي گردانن جي ترتيب سنڌي نموني سان بلڪل ويجهي مشابهت رکي ٿي. هن مان ظاهر آهي، تہ اتي هندو ايتري تہ تعداد ۾ هئا جو سندن ٻوليءَ جو بلوچي ۽ پشتو تي گهڻو گهاٽو اثر ٿيو. سنڌ جي ٻين هندن جا رهاڪو جدا جدا وقتن تي جدا جدا قومن سان لهہ وچڙ ۾ آيا، تہ سندن ٻوليءَ مان ويدڪ سنسڪرت وارو مِيناج نڪري ويو؛ پر هيڏانهن افغانستان ۽ بلوچستان ۾ درهيو آرين جي ٻوليءَ کي ڪو بگاڙڻ وارو هئو ئي ڪونہ، جنهن ڪري سندن ٻوليءَ ۾ ويدڪ سنسڪرت وارو سريلو ۽ ميناج پريو نمونو قائم رهيو. سندن اولاد پوءِ شڪارپور طرف آيو، تہ اڄ بہ ڏسو تہ شڪارپورين جي ٻولي جهڙي آهي سپڪ ۽ سواڌي، تهڙي آهي مٺي ۽ رسيلي، ۽ انهيءَ سان سنڌ جي ٻئي ڪهڙي بہ هنڌ جي ٻولي ميناج ۾ مٽ پئجي ڪين سگهندي. مطلب تہ هاڻوڪن

شڪارپورين مان ڪيترن جا وڏا، ويدڪ زماني کان وٺي، رهندا ئي قلات ڏي هئا، ڪين قلات طرف وڻج واپار ڪندو ڏسي، پنجاب ۽ ٻين هندن جا ڪي اروڙ ونسي وغيره اوڏهين ويا، ۽ هڪٻئي سان گهڻو وقت گڏ رهيا، تہ انهن جي اُچار ڪرڻ جو نمونو بہ ساڳيو ئي ٿيو، جنهن ڪري هينئر سيني شڪارپورين جي ٻولي نهايت مٺي ۽ رسيلي آهي. ٻوليءَ جي انهيءَ ٺابتيءَ ڪانسوءِ ٻي هيءَ بہ مکيہ ڳالهہ آهي، تہ گنڌار (قنڌار) جا رهاڪو راڳ ۽ ڳائڻ ۾ ايتري قدر پڙ هئا، جو اڄ تائين راڳ کي "گنڌرو وديا" يعني گنڌار جي رهاڪن جي وديا چئبو آهي. اهو راڳ جو شوق بہ جيترو شهر شڪارپور ۾ آهي، تيترو سنڌ ۾ ٻئي ڪنهن بہ هنڌ ڪونهي. سنسڪرت ۽ هنديءَ لاءِ چاهہ بہ منجهن گهڻو آهي. ان جو هڪ نتيجو بہ ڏسو. ساميءَ جا سلوڪ ويدانت مت تي ٻڌل آهن ۽ اهي اسانکي مليا ئي شڪارپور مان آهن.

شڪارپور جو شهر سنہ 1617ع ۾ ٻڌو. انهيءَ کان اڳي ڦلات کان آيل شڪارپورين جا وڏا ڳوٺ لکي ۽ ٻين پروارن ڳوٺن ۾ ڏنڌو ڌاڙي ڪندا هئا، ۽ سڀيءَ طرف بہ سنڌن واپار جو چلتو چڱو هوندو هو. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ شڪارپور جو شهر سڀيءَ سان لاڳو ٿيو، ۽ اُتي جو حاڪم هڪ افغان مقرر ٿيو، تہ بلخ بخارا سان واپار وڌيو، ۽ پنجاب کان آيل اروڙ ونسين مان بہ ڪي اوڏهين ويا. پوءِ جدا جدا وقتن تي قلات مان ڪيترا شڪارپور ۽ جيڪب آباد طرف اچي رهيا، جنهن ڪري سنڌن آکهين تي نالا ئي قلات جي ڪن شهرن جا پيل آهن.

جيڪب آباد کان اٽڪل پنجويهہ ڪوهہ پري، قلات جي حد ۾ "ياگ" ۽ "ناڙي" آهن، ۽ انهن کان ٿورو پرڀرو "چت" ۽ "روپاهہ" آهن، انهن هنڌان آيل "ياگي"، "ناڙيوال"، "چاتي"، ۽ "روپاهي" سڏجن ٿا. ياڳ ۽ ناڙيءَ کان آيل "ياڳناڙي" ڪونجن ٿا. منجهائن ڪي احمد شاهہ دُرانيءَ جي وقت ۾ قلات کان سنڌ ۾ آيا، ۽ ڪي تہ ٻنهہ ويجهڙائي ۾ 1850ع ڌاري آيا. کهڙا اڳي ۽ کهڙا پوءِ آيا، سا ڳالهہ

سندن ٻوليءَ، مان ظاهر آهي. قديم شڪارپوري قلات کان سنڌ ۾ تڏهن آيا، جڏهن سنسڪرت زماني وارن منن اُچارن جو نمونو سندن ابن ڏاڏن مان اجا صفا ميٽجي نه ويو هو. ڪي قلات طرفان پوءِ آيا ۽ اُتي بروهڪي جي اثر ڪري، اچارن مان ميناج گهٽ ٿين. ياگناڙي ۽ ڪي ٻيا اهو ميناج پريو نمونو قلات ۾ ٿي وڃائي پوءِ سنڌ ۾ آيا، جنهنڪري قديم شڪارپورين جي ٻوليءَ وارو ميناج سندن ٻوليءَ ۾ آهي ئي ڪونه.

هاڻوڪن شڪارپورين جا وڏا قلات طرف اڪثر وڻج واپار ڪندا هئا. سندن هنديون وچ ايشيا طرف هلنديون هيون. ٻيٺل ماڻهو هئا، ۽ اتي عزت آبرو جهجهي هين، ويتر پنهنجي مٺيءَ زبان ۽ خوش خلقيءَ ڪري پراون کي به پنهنجو ڪري وٺندا هئا. وڏن نوابن ۽ ٻين هلنديءَ وارن کي گهرج مهل پئسي جي مدد ڪندا هئا، ته هو سندن ٿورا مڃيندا هئا، ۽ اوکيءَ سوڙکيءَ ۾ ڪين مدد ڪندا هئا. اٿين اتي زمين به رهائي وٺندا هئا ته چڱيءَ ريت جمائي به وٺندا هئا. سنڌ جي ٻين هندن اُيتري جرئت ڪانه ٿي ساري جو پٺاڻن جي ملڪ ۾ وڃي رهن، تنهن ڪري انهيءَ طرف جو وڻج واپار سمورو سندن هٿ ۾ هو. پوءِ سنڌ ۾ هميشه لاءِ اچي رهيا، ته به سندن وڻج واپار بلخ بخارا وغيره سان هلندو آيو. سنڌ ۾ بخاري قناويز، گلبدن، گل بهرا وغيره انهن چالو ڪيا. ڪوئيٽا، چمن، قندار وغيره جي ميون جي واپار کي به پهريائين پاڻ زور ونايائون، ۽ پوءِ ٻين هندن جا هندو به انهيءَ ڌنڌي ۾ گهڙيا. نه ته رڳو پٺاڻ پاڻيهي ميوي جي واپار کي ايترو زور وٺائي ڪين سگهن ها. ڪجهه ورهين کان حالتون ڦريل ڏسي، شڪارپورين بلخ بخارا ڏي وڃڻ بند ڪيو آهي. منجهائن ڪيترن پهريائين وڃي بمبئي وسائي. بمبئيءَ جو "چيني پاڙو" شڪارپورين جو آهي. هن وقت ڪيترن شڪارپورين جون ڪوٺيون مدراس ڪاٽي ۾ آهن. ڪراچيءَ ۾ به ڪپڙي ۽ ٻين جنسن جو واپار ڳچ ئي ٻيا ڪن. واپار مان ساڃا ٿي پيا آهن، ته دان پنج به وڏي دل

سان ڪن ٿا (ڏسو صفحہ 8). شڪارپور ڪاليج، پانسالائن، اسپتال، ويمر گهرن، ۽ ٻين سنيستائن لاءِ جام پئسو ڏنو اٿن ۽ خود شڪارپور شهر جي رونق بہ چڱي وڌائي اٿن. اڄ شڪارپور جو رڳو لکي در لک لهي.

## اڪالي:

"ڪال" معنيٰ وقت. "اڪال" معنيٰ "بنا وقت" (Timeless). اهو ايشور جو هڪ صفاتي نالو آهي. ايشور جي ڪا آد ڪا انت آهي، تنهن ڪري "اڪال" سڏجي ٿو. جيڪو ماڻهو رڳو اڪال پرک کي مڃي ٿو، اهوئي "اڪالي" ڪونجي ٿو.

"اڪالي" عام طرح "خالصا" سڏبا آهن. "خالصا" لفظ زمين سان بہ لاڳو ڪيو آهي. "خالص" معنيٰ "نج"، ۽ "خالصا زمين" معنيٰ اُها زمين جا ٻجي طرح سرڪار جي ملڪيت هجي. ۽ جنهن تي ڪنهن بہ جاگيردار يا زميندار جو ڪوبہ حق نہ لڳندو هجي." اڪالي پاڻ کي اڪال پرک (ايشور) جي خلاصي ملڪيت سمجهندا آهن، ۽ مٿن ٻئي ڪنهن بہ ديوتا جو ڪوبہ حق ڪونہ لڳي. اهو ئي سبب آهي جنهن ڪري اڪالي "واهگروءَ جا خالصا" سڏبا آهن. حقيقت ڪري اڪالين جو ٻين خالصن کان ڏار فرقو آهي، ۽ اُهي "نهنگ" ڪوٺبا آهن. "نهنگ" (سنگ، سنسڪرت نهہ سنگ) معنيٰ "جنهنجو ڪنهن سان بہ سنگ يا لاڳاپو نہ هجي." اُهي ڪل مرجاتا، لوڪ مرجاتا، ۽ دنيا جا سڀ واسطا ڇڏي، پنهنجو تن، من ۽ ڌن گروءَ تان قربان ڪرڻ لاءِ هردم تيار هوندا آهن، تنهن ڪري "نهنگ" ڪوٺبا آهن.

اڪالي يا خالصا گروءَ جا سک آهن. سک ڌرم جو بنياد گرو نانڪ صاحب وڌو هو، جنهن 1469ع ۾ اوتار ڌاريو هو. سنڌ ۾ سک ڌرم ڦهلائڻ لاءِ گرونانڪ صاحب جن ڪراچيءَ تائين بہ آيا هئا. ۽ هاٿوڪي رتن ٺلاءَ وٽ اچي رهيا هئا. انهيءَ پوتر استان تي گرو صاحب جن جي دربار ٺهيل آهي. اورنگزيب بادشاهہ جي وقت بہ سندس مقرر

ڪيل عملدار مسلمانن وٽان زڪوات ۽غير مسلمانن وٽان جزيہ جي ڍل اُڳاڙيندا هئا. گرو هر گوبدن سنگھہ صاحب جن جي آگيا پٽاندر سکن انهيءَ ڍل ڏيڻ کان نابري واري، تہ ساڻن سختيون ٿيون، جي ڏکجهہ ڏينهن ساندهہ هليون. دسمان پاتشاهہ سري گرو گوبند سنگھہ صاحب پنهنجي وقت جون حالتون ڏسي، اڪال پنٿ جاري ڪيو. سکن ۾ ڌرم جو انگ وڌايائين، ۽ منجهن ملتري پاؤ بہ اهڙو ڦوڪيائين، جو پنجاب جي سکن جي ڪايا پلٽ ٿي پيئي. اهڙا تہ سورهيہ ۽ سرويچ ٿيا جو پنجاب جي مسلمان حاڪمن کان حڪومت کسي، پنهنجي بادشاهي برپا ڪيائون، جنهن ڪري پوءِ مهاراجا رنجيت سنگھہ پنجاب جو حاڪم ٿيو. اڄ بہ سکن جي قوم نهايت بهادر ۽ ڌرمشٽ آهي ۽ بهادريءَ جي ڪري سڄيءَ دنيا ۾ مشهور آهي. اڪال پنٿ ڦهلائڻ لاءِ گرو گوبند سنگھہ صاحب پنهنجا پرچارڪ اپر سنڌ ۾ موڪليا هئا، جنهن ڪري اُتي بہ ڪيترا خالصا ٿيا. اڄ تائين لاڙڪاڻي ۽ ٻين هنڌن تي هر هڪ گهر مان هڪڙو نہ ٻيو پاڻ کي "سنگھہ" سڏائيندو آهي، ۽ پوءِ ڀلي تہ ڪيس ڌاري هجي يا نہ.

خالصن جون پنج نشانيون آهن هڪ ڪيس (وار)، ٻيو ڪنگو، ٽيون ڪنگڻي، چوٿون ڪڇو ۽ پنجون ڪرپان. اهي سڀ لفظ "ڪ" اکر سان شروع ٿين ٿا. آڏواڻين جي ڦنڊاراڻي شاخ وارن اڪالين يا خالصن جي احوال (لاءِ ڏسو صفحہ 93).

### انبواڻي:

نک "ڪڪڙيجا". ڀگواناڻي، ڪيسواڻي ۽ مولچنداڻي بہ ساڳيءَ نک جا آهن. اهي سڀ اروڙ ونسي آهن. ڏسو "اروڙ ونسي". ڪي ڪيسواڻي چون ٿا تہ، ڪنهن لڙائيءَ ۾، سندن وڏن جو بارود ڪپي ويو، ۽ اُن جي بدران ڪڪڙو ڪم آندائون، تنهن ڪري سندن پويان "ڪڪڙيجا" يعني ڪڪڙي وارن (ڪڪڙي ڪم آڻيندڙن) جو اولاد سڏجڻ ۾ آيا. انبواڻين جو وڏو ڏاڏو انبو مل راولپنڊيءَ ۾ رهندو هو.

اتي بدامني ٿي، تہ اول ملتان ۽ پوءِ روهڙي ويو. پوءِ خيرپور مير صاحب واريءَ ۾ نوڪري مليس نہ اُتي گذارڻ لڳو. هالائي تعلقي ڪنڌياري مان بہ گهر پرڻيو هو، ۽ پوءِ پاڻ بہ هالائي ۾ وڃي رهيو: پر سڀ ٻار خيرپور ۾ ڄاوا هئس.

ديوان انبو مل نهايت ايماندار ماڻهو هو، تنهن ڪري ميرن پنهنجو موديخانو سندس حوالي ڪيو هو. سندس پٽ ديوان سانولداس ۽ ديوان بازاري مل ڪاردار هئا. ڪنهن وقت ميرن کي سڌ پيئي نہ ديوان بازاري مل اڌ لک کن روپيا کائي ويو آهي، ۽ حساب ڪتاب ۾ ڪوڙيون داخلائون ڪري لکيو اٿس، تہ اهي پئسا ميرن جي شڪار ڪرڻ، ڪتن جي لوڏين رکڻ، ۽ ڪتن کي سونين زنجيرن ٻڌڻ وغيره بلي خرچ ٿيا. ميرن يڪدم کيس نظربند ڪيو. ديوان انبومل ۾ ڪلي اعتبار هون، تنهن تي حساب ڪتاب تپاسڻ جو ڪم رکيائون. ديوان انبومل حساب ڪتاب تپاسي. پنهنجي پٽ کي ڏوهي ٺهرايو، سندس سچائي ۽ بي ريائيءَ جو قدر ڪري، ميرن پٽس کي گناه معاف ڪيو ۽ آئيندي لاءِ فقط تاڪيد ڪري، کيس وري ڪاردار ڪري رکيائون. ديوان انبومل کيَ آفرين ڏنئي، هڪ تارڪشي لونگي ڍڪايائون، جنهن جون ڪناريون ۽ پلوَ زريدار هئا، ۽ تاجيءَ ۽ پيٽي ۾ اڌ پٽ ۽ اڌ زري هيس، جنهن ڪري وزن ۾ نهايت ڳوري هئي. انبوائين ۾ پوءِ هيءُ رواج پيو، تہ منجهائن جيڪو پرڻيو هو، تنهن کي اها لونگي ڇيله سان ٻڌندا هئا. ۽ گهوٽ لاءِ اها ياڳ جي نشاني سمجهندا هئا. ديوان ڏيارام چيچنداس انبوائي جو هن وقت (1946ع ۾) ٽيهتر ورهين جي ڄمار جو آهي، سو ڳالهہ ٿو ڪري تہ "مان پاڻ جڏهن پرڻيو هوس، تڏهن اها لونگي ڇبله سان ٻڌي هيم. اها لونگي (پوءِ ٽهبارون ٿي وئي، تہ بہ پراڻي زريءَ جا چوويهہ روپيا مليا.

ديوان انبومل کي هڪ نياڻي ۽ اٺ پٽ هئا. جن مان ٽي پٽ بازاري مل، سبئو مل ۽ پارو مل بنا اولاد گذاري ويا. هن وقت هالائيءَ ۾ باقي سندس پنجن پٽن سانولداس، ڌرمداس، واپاري مل، موريو مل ۽


ديوان يوڄراج نارو مل

انو مل جو اولاد آهي.

ديوان سانولداس جو پٽ ديوان وڏڙهو مل هو، جنهن جو پٽ ديوان نارو مل هو. ديوان نارو مل جو پٽ ديوان يوڄراج سنه 1880ع ڌاري ڄائو هو. انڪمبرڊ اسٽيٽس ۾ هو، ۽ پنجٽيهن ورهين جي ڀرپور جواني ۾، 1915ع ۾ گذاري ويو. سندس مربي پٽ مسٽر جهمٽ مل هن وقت حيدرآباد ۾ انسپيڪٽر آف رجسٽريشن آهي. مسٽر جهمٽ مل جو پٽ ڊاڪٽر گوبند رام آهي، جنهن 1943ع ۾ ايل.سي.پي ائنڊ ايس (بمبئي) پاس ڪئي ۽ پهريون نمبر آيو.

ديوان يوڄراج جو ٻيو پٽ مسٽر روپچند ڪراچيءَ ۾ ڊائريڪٽر آف سول سپلائيز جي آفيس جو سپرنٽينڊنٽ آهي ۽ ساڳيءَ آکهه مان ديوان شوڪتراءِ کوبچند زميندار آهي. ديوان مورئي مل جو پٽ ديوان روچيرام زميندار به هو، ته ٽيڪا به ڪڍندو هو. هن آکهه ۾ ديوان واسو مل ڏرمداس سنت پرش ٿي گذريو آهي.

1782ع ۾ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي وچ ۾ لڙائي لڳي، جنهن ۾ اصلوڪو هالائيءَ جو شهر زبون ٿي ويو. هاڻوڪو هالائيءَ جو شهر پوءِ ٻڌو. هاڻوڪي هالائيءَ ۾ اصلوڪي هالائيءَ مان، ڪن جزوي گهرن ڪاتسواءِ ٻيا سڀ ٻين هنڌان لڏي اچي وسيا آهن.

**ٻٽاڻي:**

نک "نگديو". حيدرآباد جي سپاهملاڻين جي به ساڳي نک آهي، ۽ اڳي پاڻ ۾ رستو هئن. ڪٻترا "ناگديو" نک وارا بلڪ "ٻٽاڻي" آکهه وارا، اڃ ناڻين پنجاب ۾ آهن، ۽ اروڙ ونسي سڏجن ٿا. ڏسو "اروڙ ونسي".

ٻناڻين جو وڏو ڏاڏو ٻناسنگهه 1715ع ڌاري ڄائو هو. هو "ڪانيه ڪبج" ۾ رهندو هو، جنهن جو اچار عام طرح ڪنوج" آهي، پر ڪي غلط طرح "قنوج" لکندا آهن. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ ۾ ديواني عهدي تي مقرر ٿيو ۽ 1778ع ۾ گذاري ويو. سندس پٽ ديوان تيج سنگهه 1739ع ۾ ڄائو هو. هو ملتان ۾ رهندو هو، ۽ پوءِ سنڌ جي ميرن وٽ ديواني عهدي ملڻ ڪري سيوهڻ ۾ اچي رهيو.سندس پٽ ديوان فتح سنگهه 1760ع ڌاري ڄائو هو. کيس حيدرآباد وارن ميرن وٽ ديواني عهدو مليو، ته سيوهڻ مان لڏي، حيدرآباد جي خاتوبنڌن جي گهٽيءَ ۾ هميشه لاءِ اچي رهيو. ڪاڻس پوءِ سندس ٻيا ٻه ڪي عزيز نوڪرين سانگي سيوهڻ ڇڏي، حيدرآباد ۾ سندس پر ۾ اچي رهيا. ائين پنهنجو پاڙو ڌار ٻڌائون، جو اڄ تائين "سيوهاڻي پاڙو" سڏجي ٿو. ويجهڙائيءَ ۾ ڪي ٻناڻي اهو پاڙو ڇڏي، حيدرآباد جي الهندي ڪڇي ۾ وڃي رهيا آهن، ڪي نوڪرين سانگي ڪراچيءَ ۾ آهن، ۽ ڪي سيوهڻ ۾ رهن ٿا. منجهائن گهڻا ڄاوا نپنا ٿي حيدرآباد ۾ هئا؛ پر اصل سيوهڻ کان آيا هئا، تنهن ڪري "سيوهاڻي" سڏجن ٿا. ديوان فتح سنگهه جو ديهانت 1829ع ۾ ٿيو.

## ٻناڻين جو سلسلو:

هن وقت جيڪي ٻناڻي آهن، سي ديوان فتح سنگهه جي ٻن پٽن ديوان عجائبراءِ (1780-1841) ۽ ديوان مول سنگهه (1788-1841) جو اولاد آهن. ديوان عجائبراءِ ميرن وٽ ديواني عهدي تي هو. کيس ٽي پٽ هئا: ديوان ڪيرتراءِ، روپ سنگهه ۽ ڪرم سنگهه.

(1) ديوان ڪيرتراءِ (1852-1801) ڪاردار هو. سندس اولاد ديوان ٺارو مل ۽ ٻيا آهن.

(2) ديوان روپ سنگهه جو جنم 1825ع ۾ ٿيو هو. سنه 1859ع ۾ ڪيري جو مختيارڪار ٿيو ۽ 1887ع ۾ گذاري ويو. کيس ٽي پٽ هئا: مولسنگهه، هيرا سنگهه ۽ ڪانسنگهه.

(الف) ديوان مول سنگهہ (1851-1895ع) حيدرآباد جي ڊسٽرڪٽ سپرنٽينڊنٽ پوليس جو هيڊ منشي هو.


ديوان هيراسنگهہ روپ سنگهہ

(ب) ديوان هيراسنگهہ جو جنم 1866ع ۾ ٿيو هو. هو صاحب ڊپٽي ڪليڪٽر نارا وئلي (ٿرپارڪر) جو هيڊ منشي هو. سندس ديهانت 1906ع ۾ ٿيو. کيس ٽي پٽ ٿيا، جن مان وڏو مسٽر هاسا سنگهہ آهي.

ديوان هيرا سنگهہ جي مربي فرزند مسٽر هاسا سنگهہ جو جنم 1887ع ۾ ٿيو هو. پهريائين ٿرپارڪر ضلعي ۾ روينيوي کاتي ۾ هو..


مسٽر هاسا سنگهہ هيرا سنگهہ

پوءِ سالٽ ۽ ايڪسائيز کاتي ۾ ڪلارڪ ٿي گهڙيو جتي وڌي وڃي ايڪسائيز انسپيڪٽر ٿيو. سنہ 1934ع کان وٺي پينشن تي آهي. هن وقت حيدرآباد جي سيوهاڻي جنرل پنچائت جو پريزيڊنٽ آهي، ۽ پنگتي ڳالهين ۾ گهڻو بهرو وٺندو آهي. ڪن پنگتي ۽ آرٿڪ مسئلن لاءِ ڪي رڻون اخبارن جي وسيلي ظاهر ڪيون اٿس، جي ڪن عملدارن ۽ ٻين ڪن معزز ماڻهن کي گهڻو پسند پيون آهن؛ پر اڃا عمل ۾ نہ آيون آهن. کيس ست پٽ ڄاوا، جن مان هن وقت چار حيات آهن.

مسٽر هاسا سنگهہ جو مربي فرزند مسٽر رام سنگهہ آهي، جنهن جو جنم حيدرآباد ۾، جنوري 1910 جي ٿيو هو. حيدرآباد جي نوودياليہ ۽ ڪراچيءَ جي سرڪاري هاءِ اسڪول ۾ وديا ورتي، پوءِ


مسٽر رام سنگهه هاسا سنگهه

حيدرآباد ڪاليج ۾ داخل ٿيو. حسابي ڪمن سان چاهه هئڻ سبب جولاءِ 1937ع ۾ رجسٽرڊ اڪائونٽنٽ ٿيو. آڪٽوبر 1937ع کان ڪراچيءَ ۾ پنهنجي ڊار آفيس کولي اٿس، ۽ آڊيٽر ٿي ڪم ڪري ٿو. ڪراچيءَ ۾ رجسٽرڊ اڪائونٽنٽ ۽ آڊيٽر ٻيا به آهن جن ڪانئس اڳي ڪراچيءَ ۾ پنهنجون آفيسون کوليون هيون پر ٿوري ئي عرصي ۾ هيءَ ڪراچيءَ ۾ چڱو ڪپي ويو آهي. ڪيترين آفيسن وارا پنهنجو حساب ڪتاب ڪانئس تپاسارائيندا آهن، ۽ ڪيترا واپاري انڪم ٽيڪس جا ڪيس ڪيس ڏيندا آهن.

مسٽر هاسا سنگهه جو ٻيو نمبر پٽ مسٽر نارائڻ سنگهه آهي، جنهن جو جنم 1916ع ۾ ٿيو هو. هو حيدرآباد جي بجلي ڪمپنيءَ ۾ آهي.


مسٽر پرتاب هاساسنگهه

مسٽر هاسا سنگهه جو ٽيون نمبر پٽ مسٽر پرتاب آهي، جنهن جو جنم 1925ع ۾ ٿيو هو، هيءَ جوان هن وقت حيدرآباد ڪاليج ۾ بي. اي ڪلاس ۾ آهي. مسٽر هاسا سنگهه جو چوٿون پٽ رتن (جنم 1930ع) اجا پڙهي پيو.

(ب) ديوان هيرا سنگهه روپ سنگهه جو پاءُ ديوان ڪانسنگهه ٽرپارڪر ضلعي جي ڊپٽي ڪمشنر (هاڻ "ڪليڪٽر") جو هيڊ منشي هو. جنم 1840ع ديهانت 1886ع.


ديوان شام سنگهه ڪان سنگهه

ديوان ڪانسنگهه جو پٽ ديوان شام سنگهه سپروائيزنگ تپيدار هو. جنم 1869ع: سرڳواس 1928ع کيس ٽي پٽ ڪشن سنگهه، ساڌو سنگهه ۽ نهالچند ٿيا.

مسٽر ڪشن سنگهه حيدرآباد ۾ چيف گڏيس ڪلارڪ هو. جنم 1885ع سرڳواس 1922ع.

مسٽر ڪشن سنگهه جا ٻه پٽ مسٽر ڀڳوانداس ۽ مسٽر لڇمڻداس ڪنٽرولر جي آفيس ۾ آهن ۽ ٽيون پٽس مسٽر رامچند ڪمپٽرولر جي آفيس ۾ اسسٽنٽ سيڪريٽري آهي ۽ فرسٽ ڪلاس، گزيٽيڊ آفيسر آهي.


مسٽر ساڌو سنگهه شام سنگهه

مسٽر ساڌو سنگهه شامسنگهه جوجنم 1889ع ۾ حيدرآباد ۾ ٿيو هو. پهريائين ٿرپارڪر ضلعي ۾ روينيو کاتي ۾ هو ۽ ميرپورخاص ميونسپالٽيءَ جو چيف آفيسر بہ هو. پوءِ ايڪسائيز انسپيڪٽر مقرر ٿيو. پڇاڙيءَ جي وقت حيدرآباد شهر جو آبڪاري انسپيڪٽر هو، جتي ڪنهن آبڪاري ڏوهہ پڪڙيندي، رستي تي هلندي اوچتو ڪري پيو ۽ ٻه وقت دم ڏنائين! سنڌس دڪدائڪ اڻ منداڻتو موت 1940ع ۾ ٿيو. مسٽر ساڌو سنگهه جا ٻہ پٽ صاحب ۽ ڪرتار آهن، جن مان صاحب بي. اي پاس ڪيل آهي، ۽ ڪرتار انجنيئرنگ ڪاليج ۾ آهي.

مسٽر نهالچند شام سنگهه جو جنم 1894ع ۾ حيدرآباد ۾ ٿيو هو. ڪجهه وقت ميرپورخاص ميونسپالٽيءَ ۾ سيڪريٽري هو ۽ پوءِ

ايڪسائيز کاتي ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو. هن وقت ڪراچيءَ شهر جو آبڪاري انسپيڪٽر آهي.

(3) ديوان ڪرم سنگھ عجائب راءِ جو هڪڙو پٽ ديوان سنت سنگھ ناظر سول ڪورٽ حيدرآباد وارو ۽ ٻيو ديوان لکا سنگھ حيدرآبادا جو سٽي پوليس انسپيڪٽر هو. ديوان لکا سنگھ جو پٽ راءِ صاحب ديوان جوهر سنگھ هو، جنهنجو فرزند ديوان گرمک سنگھ رٽائرڊ ايگزيڪيوٽو انجنيئر آهي.

ٻٽاڻين جي ٻي اڌ جيتري آکھ ديوان مول سنگھ فتح سنگھ جي نسل مان آهي، جنهن کي ٽي پٽ آتما رام، ليلا رام ۽ آسا رام هئا، جن جو اولاد آهي.

ديوان آسا رام جي نسل مان ديوان ٻالچند مولچند هو، جنهن جو جنم 1865ع ۾ ٿيو هو. هو صاحب سنڌ جي چيف انجنيئر جو هيڊ ڪلارڪ هو. سندس ديهانت 1920ع ۾ ٿيو. کس ٻه پٽ ٿيا: نارائڻ (صورترام) ۽ ڀڳوانداس انڪم ٽئڪس آفيسر.


پرنسپال اين. بي ٻٽاڻي

مسٽر نارائڻ (صورترام) ٻالچند ٻٽاڻيءَ جو جنم 1883ع ۾ ٿيو هو. سنہ 1900ع ۾ مئٽريڪيوليشن امتحان ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ پهريون نمبر ۽ يونيورسٽيءَ ۾ ٻيو نمبر آيو. ڪاليج جي سڀني امتحانن ۾ به پهريون نمبر آيو. 1906ع ۾ ايم. اي امتحان ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ آيو ۽ "دڪشڻا فيلو" ٿيو. ڪاليج ۾ سنڌ اسڪالرشپ، وائسراءِ جا ٻلا، ارسڪن ميموريل پرائيز (انعام) ۽ ايدلجي ڊينشا پرائيز مليا هئس. سنہ 1907ع ۾ ڪراچيءَ واري ڪاليج ۾ پهرياڻين "فزڪس" جو اسسٽنٽ پروفيسر ۽ پوءِ پروفيسر ٿيو. سنہ 1916ع ۾

ڪاليج جو وائيس پرنسيپال مقرر ٿيو، ۽ سنہ 1927ع ۾ پرنسيپال شهاڻيءَ جي جاءِ تي ڪاليج جو پرنسيپال ٿيو. ڪيترو وقت بمبئيءَ يونيورسٽيءَ جو فيلو، سنڌيءَ جي بورڊ آف اسٽڊيز جو چيئرمين، ۽ فزڪس ۽ مئٿميٽڪس جي بورڊن جو ميمبر هو ۽ ائڪيڊيمڪ ڪائونسل ۽ سنڊيڪيٽ جو ميمبر به ٿيو هو. اهو پهريون ئي سنڌي هو، جو "سنڊڪ" Syndic ٿيو هو. ٽيهن ورهين جي چمار ۾ ڪاليج جي پرنسيپال جي عهدي تان "رٽائر" ڪيائين. هن وقت ڪراچيءَ جي مدرسي ڪاليج ۾ سائنس ڊپارٽمينٽ جي مٿان آهي. هيءُ صاحب صوفي مت جو آهي. سنتن جي سنگ مان لاڀ پرائڻ لاءِ ڪٿي جو ڪٿي ڪهي ويندو آهي.

ديوان آسارام جي نسل مان ٻيو ديوان چئنراءِ ڪلاچند (1874-1915ع) هو. ڪيس پنج پٽ هئا:

(1) ديوان شوڪتراءِ جنهن جا پٽ ديوان ڇنچلداس وڪيل ۽ ديوان ليجيرام انجنيئر جو هيڊ ڪلارڪ. ديوان ليجيرام جا پٽ پروفيسر هريرام حيدرآباد ڪاليج وارو، مسٽر موتي لال وڪيل ۽ ٻيا.

(2) ديوان ميارام جو ڪوئيٽا ۾ مختيارڪار هو.

(3) ديوان اڌارام اسسٽنٽ انجنيئر.

(4) ديوان دلپتراءِ سيوهڻ جو ناميارو وڪيل.

(5) مسٽر پنجومل چيف انجنيئر جو هيڊ ڪلارڪ، جو 1940ع ۾ گذاري ويو.

ٽنائين مان ديوان جيئڻ مل عيسوي سترهين صديءَ ۾ ۽ پٽس ديوان وسڻ مل ارڙهين صديءَ ۾ ٿي گذريا آهن. ديوان وسڻ مل کي چار پٽ مينگهراج، فتح چند، بولچند ۽ جهمٽ مل هئا. ديوان مينگهراج کي هڪڙو پٽ ديوان ڪيسو" داس هو ۽ چار نياڻيون هيون.

ديوان ڪيسوءُ داس مينگهراج جو جنم حيدرآباد جي سيوهاڻي پاڙي ۾ 1885ع ۾ ٿيو هو. ساڌو هيرانند جي ائڪيڊميءَ ۾ انگريزي


ديوان ڪيسو داس مينگهراج

ستين درجي تائين پڙهيو ۽ پوءِ مئٽرڪ پاس ڪرڻ کانسواءِ سنه 1901ع ۾، ڪراچيءَ جي ريلوي کاتي ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو ۽ ڀاويهه روپيا پگهار ملندو هوس. خانگي طرح انگريزيءَ جو مايو وڌايائين ۽ ايمانداريءَ سان ڪم ڪيائين، ته وڏي وڃي ڊسٽرڪ ٽرئفڪ سپرنٽينڊنٽ جو هيڊ ڪلارڪ ٿيو ۽ 180 روپيا پگهار ملندو هئس. ڇٽيهه ورهيه نوڪري ڪري 1937ع ۾ پينشن ورتائين. سندس ديهانت 11 اپريل 1940ع جي ٿيو.


مسٽر ڏمو ڪيسؤ داس

ديوان ڪيسؤداس لاڙڪاڻي جي ديوان تلوڪچند ايسراڻيءَ جي نياڻي پرٽيو هو. سندس پٽ ڏمو (ڏرمر راءِ)، ميهڙ ۾ 1- فيبروري 1923ع جي ڄائو هو، پر ڪراچيءَ ۾ پڙهيو ۽ 1939ع ۾ ايف.ايس.سي پاس ڪيائين. پوءِ پونا جي ائگريڪلچرل ڪاليج مان بي. ايس. سي (ائگريڪلچر) پاس ڪيائين. سنه 1944ع تائين لاڙڪاڻي ۾ ڊسٽرڪٽ ائگريڪلچرل اوورسيئر هو. مئي 1944ع ۾ لاڙڪاڻي مان پرٽيو ۽ پٽ به ڄاوا اٿس، ته به وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ هاڻ وري وڃي پونا جي ائگريڪلچرل ڪاليج جي اينٽومولاجيڪل سيڪشن ۾ داخل ٿيو آهي ۽ ايم.ايس.سي (اينٽومولاجيڪل) جو ڪورس ڪنيو اٿس.

**بوڌيجا يا بوڌيا:**

ڏسو "ڦلوائي".

**پاروائي:**

هيءَ لهاڻا آهن. ڏسو "لهاڻا". 711ع ۾ عربن جي ڪاهه وقت سنڌ ۾ وڏا پڌ ذرم جا هئا. ۽ اهنساوادي هوندي به، راجا ڏاهر جي پاران، عربن سان لڙيا هئا. هندن هار کاڌي، ته سڀ جڏي ڇليا ويا ڪن ڪسابن ڪانپوءِ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ موٽي سنڌ ۾ آيا منجهائن ڪي پنهنجي نک "بجاج" چون ٿا. جا اروڙ ونسين جي نک آهي. ڏسو "اروڙ ونسي" ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ هن آکهه وا "سانولاڻي" سيٺيون سڏبا هئا ۽ خدا آباد ۾ رهندا هئا. سيٺ سانو مل، خدا آباد ۾، مشهور صراف ۽ واپاري هو. سندس ڪوٺيون ڇيڙ (هاٿوڪي سکر) ڪوٽڙي، مانجهند، اُنڙپور، ٺٽي ۽ ڪيٽي بندر طرف هونديون هيون. خدا آباد جو شهر ڦٽو (ڏسو سنحو 52) ته سيٺ سانو مل اُنڙپور ۾ وڃي رهيو. پوءِ اُنڙپور کي درياهه ٻاتو، ته ڪوهه کن پرير ڳوٺ مانجهوءَ ۾ وڃي رهيو. کيس چار پٽ هئا؛ پارو مل، لکي مل تولو مل ۽ چتو مل. سيٺ چتو مل واپار سانگي لڏي ڪيٽي بندر وڃي رهيو. سندس ڪٽنب مان هن وقت ڪابه پهر ڪانهي. سيٺ پار مل جو به ڪو اولاد حيات ڪونهي، پر سيٺ پارومل ۽ سيٺ تولو م گڏ رهندا هئا، تنهن ڪري سندن ڪٽنب "پاروائي" سڏجي ٿو ۽ سيه لکي مل جو اولاد "لکيائي" سڏجي ٿو. سيٺ تولي مل کي ٻه پٽ هئا لکمي چند ۽ موريو مل. سيٺ لکمي چند جو پٽ سيٺ نهالچند هو جنهن جا ٻه پٽ سيٺ وشنداس ۽ سيٺ ليلارام هئا. سيٺ مورئي م کي ٻه پٽ هئا؛ سيٺ ڏيويداس (بنا اولاد) ۽ سيٺ چينو مل، جنه جا ٽي پٽ واڌو مل، ڪيسوُ داس ۽ نائون مل هئا. انهن پاروائين ج احوال مختصر طرح هن ريت آهي:

**سيٺ نهالچند لکميچند:**

جنم سنبت 1855، مرتبو سنبت 1924وڪرمي. جنم پوم

ڳوٺ مانجهو تعلقي ڪوٺڙي. پٽس جون ڪوٺيون ڇيڙي (هاٿوڪي سکر) ڪوٺڙيءَ ۽ ننڍي ۾ هيون. ڪي دڪان اُنڙپور ۽ وچيري ڳوٺ ۾ هئس. پنهنجي ٻني ۽ هڪ باغ به هئس. حيدرآباد جي هڪ دولتمند سيٺ خوشحالداس جي نياڻي پرڻيو، جنهن جون ڪوٺيون لکنو، آگري ۽ دهليءَ ۾ هيون. کيس پهريائين اولاد ڪونه ٿي ٿيو، ته ڏنڏي ڏاريءَ تان دل کڄي ويس. پنهنجي باغ ۾ وڃي رهيو جتي ساڌو سنت رهايا هئائين. سندس سنگ هڪ پرمهنس (گلابداس جي چيلي) پنجاب واري سان ٿيو، ته پاڻ به سنت ٿي پيو ۽ عام طرح "ڀڳت نهال لال" سڏجڻ ۾ آيو. ڪي سندس شش ٿيا. سندس ڪيترائي واڻيون رچيل آهن. پنجيتاليهن ورهين جو ٿيو ته پهريائين هڪ پٽ وشنداس ۽ پوءِ ٻيو پٽ ليلارام ڄايس. چولو ڇڏيائين ته سندس اگني سنسڪار ڪونه ڪيائون، پر پرٿوي سماڌي ڏنائونس.

## سيٺ وشنداس نهالچند:



سيٺ وشنداس نهالچند

جنم سنبت 1900، مرتيو سنبت 1985 وڪرمي. ننڍڙي ئي چٽ جو لاڙو ڌرم پاسي هئس. 19 ورهين جي ڄمار ۾ گهر ٺڙ ڇڏي، ڪو پورڻ ستگرو ڳولڻ لڳو. پيرين پيادو پنجاب ڏي ويو. ڪسور شهر جي ويجهو چنيانوالا ڳوٺ ۾ سڌپرش گلابداس کان گرمنتر ورتائين. ڪراچيءَ ۽ بمبئيءَ ۾ ڪوٺيون هيس. حيدآباد، نوابشاه، مانجهوءَ ۽ بادهه ۾ ڪپهه ڳاٽڻ ۽ چانورن ڇڙڻ جون ڪلون هيس. اپت گهڻي هيس ته خرچ به وڏيءَ دل سان ڪندو هو. راڳ ۽ گائڻ جو شوق گهڻو هوس. ڪنان ڪنان جا ڪلونت وٽس ايندا هئا. حيدرآباد ۾ ڦليليءَ تي سندس "وشن نگر" مشهور آهي.

### سيٺ ليلارام نهالچند:

جنم سنبت 1906، ديهانت سنبت 1957 وڪرمي. جنم ڀومي ڳوٺ مانجهو. چوپائي مال سان گهڻي دل هوندي هيس، جنهن ڪري ڳاين ۽ مينهن جا وٿاڻ هوندا هئس. ديسي دوائن جو ڄاڻو هو. سنه 1900ع ۾ مانجهوءَ ۾ سخت وبا پيئي. سندس ڪٽنب لڏي ڪراچيءَ ويو. پيا به ڪيترا ڳوٺ ڇڏي ويا، پر ڪي غريب رهيا، ته هيءَ سندن سنڀال لهڻ لاءِ پاڻ به اتي ئي رهي پيو. ڪي غريب وبا ۾ جهليا، ته هي مفت سندن دوا درمل ڪرڻ لڳو. ڇهن ڏينهن ڪانپوءِ کيس به وبا ٿي ۽ پرلوڪ پڌاريو.

### سيٺ هرچند راءِ وشنداس:


آنربل سيٺ هرچندراءِ

جنم 1862ع، ديهانت 1928ع. جنم ڀومي ڳوٺ مانجهو تعلقو ڪوٽڙي. ابدائي تعليم ڪوٽڙيءَ ۾ ورتائين ۽ مئٽريڪيوليشن امتحان ڪراچيءَ جي سرڪاري هاءِ اسڪول مان پاس ڪيائين. ان وقت سنڌ ۾ ڪاليج ڪونه هو، تنهن ڪري بمبئي جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ پڙهيو. سنه 1881ع ۾ بي. اي، ۽ سنه 1885ع ۾ ابل. ايل. بي پاس ڪيائين. سنه 1886ع کا وٺي ڪراچيءَ ۾ وڪالت شروع ڪيائين ۽ سگهوئي نالو ڪڍيائين. ديس جي نشڪام شيوا ڪري پنهنجو ناماچار هيڪاري وڌايائين. سنه 1887ع ۾ سنڌ ڪاليج کولڻ لاءِ پئسو کپندو هو، ته چندي ڪني ڪرڻ ۾ چڱي واهر ڪيائين. ڪيترا ورهيه ڪاليج جي بورڊ ۽ اسٽئنڊنگ ڪاميٽيءَ جو هڪ مکيه ميمبر هو. ڪجهه وقت بنارس هندو يونيورسٽيءَ جو وائيس

پريزيڊنٽ هو. سنہ 1885ع ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ برپا ٿي هئي. ميونسپلاٽيءَ جي ڪا اوڻائي ڏسندو هو، تہ ڪراچيءَ جي "فينڪس" اخبار ۾ سخت ليک لکندو هو. ٽيٽيهہ ورهيہ ساندهہ ڪراچي ميونسپالٽيءَ سان لاڳاپو هئس، ۽ ڏهہ ورهيہ لاڳيتا ميونسپل پريزيڊنٽ هو. قومي ڳالهين ۾ بہ بهرو وٺندو هو. سنہ 1888ع ۾ ڪانگريس ۾ داخل ٿيو. ڪراچيءَ جي 1913ع واري ڪانگريس سيشن ۾ مرحبا ڪاميٽيءَ جو چيئرمين هو. سنہ 1910 کان وٺي 1921ع تائين سنڌ جي ميونسپالٽين پاران بمبئي قاعدي ساز ڪائونسل جو ميمبر هو. سنہ 1921ع کان وٺي سنڌ جي هندن جي پاران دهليءَ جي ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر هو. اهو آنربل سيٺ هرچندراءِ هو، جنهن سکر جا پراڻا مسالا بچايا، ۽ نوان مسالا جوڙايا. سنہ 1928ع ۾ سائمن ڪميشن جي برخلاف ووٽ ڏيڻ لاءِ" پنجاب جي لالا لجپتراءِ، هند اسيمبليءَ ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ لکيس. ان وقت بيمار هو ۽ ڊاڪٽرن دهليءَ وڃڻ جي صلاح نہ ڏنيس، تہ بہ هيءُ شير گجندو ويو. جنهن ڏينهن اسيمبليءَ جي ميٽنگ ٿيڻي هئي تنهن ڏينهن چرڻ جهڙو ڪونہ هو. انهيءَ هوندي بہ پاڻ کٽائي تي ويو، تہ پراڻ تياڳيائين! دهليءَ ۾ ماتم مچي ويو. اسيمبليءَ جا ميمبر، ميٽنگ مهمل ڪري، ڪلهي ڪانڌي ٿيس، جهڙوڪ پنڊت موتي لال نهرو؛ پنڊت مدن موهن مالويہ؛ شريت وٺلڀائي پٽيل؛ لالا لجپتراءِ ۽ سر لانسيٽ گراهم جو پوءِ سنڌ جو پهريون گورنر مقرر ٿيو. هو. سندس اگني سنسڪار جمنا نديءَ جي ڪنٺي تي ٿيو هو. ڳوناڻو چوڪرو ٿي، وڏي هوندي سڄي هندستان ۾ پنهنجو ناماچار وڌايائين، سا سنڌ لاءِ فخر جي ڳالهہ آهي. هن ديش شيوڪ جي پوتر سمرتيءَ ۾، سندس سنگ مرمر جو پتلو، ڪراچيءَ ميونسپل آفيس جي ڪمپائونڊ ۾، سنڌ واسين پنهنجي خرچ تي کڙو ڪيو آهي. سندس چار پٽ آتما رام، سورج پرڪاش، سچانند ۽ دولت آهن.


سيٺ سريچند وشنداس

## سيٺ سريچند وشنداس:

سيٺ وشنداس جو ٻيو نمبر پٽ سيٺ سريچند هو. جنم 1874ع - ديهانت 1932ع. ڪراچيءَ جي ڊي. جي سنڌ ڪاليج مان بي. اي امتحان 1898ع ۾ پاس ڪيائين، ۽ پوءِ پنهنجي پتا جي ٻيلن جي ٺيڪن، ٻني ٻاري ۽ ڪراچيءَ واري ملڪيت سنڀالڻ ۾ مشغول رهيو. سيٺ هرچند راءِ وانگر يورپ گهمڻ ويو هو. ڪيترا ورهيه ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر هو. سنه 1932ع ۾ دل جي بيماريءَ سبب پنهنجي جنم ڀومي ڳوٺ مانجهوءَ ۾ پراڻ تياڳيائين. سندس فرزند "پرنسيپال پارواڻي" (هيرا لال سريچند) حيدرآباد جي ڏيارام گدومل نئشنل ڪاليج جو پرنسيپال آهي.

## سيٺ اوڌوداس وشنداس:


سيٺ اوڌو داس وشنداس

سيٺ وشنداس جو ٽيون نمبر ۽ ننڍو پٽ سيٺ اوڌو داس هو، جنهنجو جنم ڳوٺ مانجهوءَ ۾ 1879ع ۾ ٿيو هو. اوائلي تعليم مانجهوءَ ۾ ورتائين، ۽ پوءِ ڪراچيءَ جي سرڪاري هاءِ اسڪول ۾ وڃي پڙهيو. اڃا انگريزي چوٿون درجو پڙهندو هو، ته اکيون خراب ٿيس، جنهن ڪري پڙهڻ ڇڏيائين، ۽ اکين کان گهٽو ڪم وٺڻ بند ڪيائين. پوءِ پنهنجي پتا جو اناج ۽ ڪپهه وارو ڪارخانو سنڀالڻ لڳو. راڳ جو شوق هوس ۽ شعر جوڙڻ جي به ڏات هيس. سندس ڪيترا بيت، ڪافيون ۽ پنجڻ ڇيل

آهن. سنہ 1926ع ۾ پرلوڪ پڌاريو. سندس چار پٽ سيٺ سکديو، لڇمڻداس، رامچند ۽ پرتراج آهن.

## سيٺ سکديو اوڌو داس:

سيٺ سکديو جو جنم 1896ع ۾ مانجهوءَ ۾ ٿيو هو. انگريزي ستين درجي تائين پڙهي، پنهنجي ڏاڏي جي ڪارخاني ۾ گهڙيو. سنہ 1934ع کان وٺي، پنهنجن پائرن سان گڏ ڪپهہ ۽ اناج جو ڌنڌو ڪندو آهي. ڪراچيءَ ۾ سندس ڪوٺي سيٺ وشنداس سکديو جي نالي سڏجي ٿي. ڪيترا ورهيہ زميندار ٿي رهيو. امپيريل ڪائونسل آف ائگريڪلچرل ريسرچ جو ميمبر آهي. ڪراچيءَ جي پورٽ ٽرسٽ جو بہ هڪ ٽرسٽي آهي. سنہ 45-1944ع ۾ انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن جو پريزيڊنٽ هو. سنڌ ۾ قومي هلچل زور ورتو، تہ هي پڪو ڪانگريسي ٿيو. سنہ 1930ع، 1934ع ۽ 1942ع ۾ ستياگرهہ هلچل ۾ بهرو ورتائين، ۽ ڏنڊ ۽ جيل جون سزائون ڀوڳيائين. سندس نسڪام شيوا جو قدر ڪري، 46-1956ع ۾ ڪانگريس وارن کيس هند اسيمبلي جي چونڊن مهل پنهنجو عيوضي ڪري بيهاريو، تہ بنا مخالفت جي، سنڌ پرانت جي پاران، چونڊجي ويو، جنهن ڪري آنربل سيٺ هرچند راءِ وشنداس وانگر هينئر دهليءَ جي سينٽرل اسيمبليءَ جو هڪ ميمبر آهي.

## ڀاڳيا:

ڏسو "ٻڌائي".

## ڀاوناٿي:

نک "منچنديا". هن نک وارا پنجاب ۾ بہ آهن، ۽ اروڙ ونسي سڏجن ٿا. ڏسو "اروڙونسي". هي اصل اروڙ (الور) تعلقي روهڙيءَ جا ويٺل عربن جي ڪاهہ وقت پنجاب ڏي ويا، جتان ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ اڏيو مل شهوائي، ذات جو کتري، وينل ڳوٺ سيتپور (پنجاب) جو، پنهنجي ڀيءَ کان ذار ٿي، سنڌ ۾ آيو، ۽ شڪر

جي شهر ۾، ميان آدم شاهه ڪلهوڙي وٽ، نوڪريءَ ۾ گهڙيو. ڪنهن وقت ميان آدم شاهه لاءِ ڪجهه خريداري ڪرڻ واسطي شڪارپور ويو، جتي ڪنهن شاهوڪار سيٺ جي گهر ۾ مهمان ٿي رهيو. سيٺ کي هيءَ جوان وڻي ويو ته پنهنجي نياڻي پرڻايائينس، جنهن مان ٻه پٽ چئٽرام ۽ سکر مل ڄاوس. سکر مل جي نسل مان حيدرآباد جا جڳتياڻي ۽ خيرپور جا اجواڻي آهن. ڏسو "اجواڻي". چوئٽرام کي ٻه پٽ هئا. سبل مل ۽ کٿو مل. کٿو مل جو هڪڙو پٽ ٻيلو مل هو، جنهنجي نسل مان حيدرآباد جا گدواڻي آهن ۽ ٻيو پٽ پاونداس هوس، جنهنجو اولاد "پاوناڻي" آهن. اهڙيءَ طرح اجواڻي، پانواڻي، جڳتياڻي ۽ گدواڻي پاڻ ۾ برادريءَ وارا آهن.

ديوان سبلداس جي نسل مان ديوان سياچند ساجنداس جو پٽ ديوان املراءِ هو. کس پٽ ڪونه ٿيو، تنهنڪري پنهنجو ڏوهٽو ديوان سنگتراءِ هرجسراءِ آڏواڻي پنهنجو گوه جو پٽ ڪيائين. انهي سبب ديوان سنگتراءِ ۽ سندس پٽ ديوان پاونداس، ديوان ڏيٺارام ديوان وشنداس ۽ ٻيا "پاوناڻي" سڏجن ٿا. (ڏسو صفحه 107).

ديوان سياچند جو هڪ پاءُ ديوان سجان سنگهه هو، جنهنجو اولاد ديوان موج سنگهه ڇيتمل جي آکهه وارا آهن. ديوان موج سنگهه کي چار پٽ هئا، جن مان ٻهريان ٻه ديوان مورجمل ۽ ديوان جيچندراءِ وڪيل هئا، ۽ پويان ٻه مسٽر آتمارام ۽ مسٽر اوڌر مل ڪولمبي ۾ ڊنڊو ڪنا ا هئا. سندن اولاد آهي.

ديوان جيچندراءِ موج سنگهه جو جنم 12 سيپٽمبر 1864ع جي ٿيو هو. سنه 1882ع ۾ مئٽريڪيوليشن پاس ڪري، ٽي چار ورهيه نوشهري فيروز ۾ ماستري ڪيائين. پوءِ وڪالت جو امتحان پاس ڪري، 1890ع کان وٺي، وڪالت ڪرڻ لڳو. سگهوئي اهڙو نالو ڪڍيائين جو 1895ع ۾ حيدرآباد ۾ اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو، ۽ ڪجهه وقت حيدرآباد جو پبلڪ پراسيڪيوٽر ٿي به ڪم ڪيو

هئائين. سنہ 1914ع ۾ نوابشاه جو ڊار ضلعو ٿيو، تہ اُتي جو پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو، ۽ انهيءَ عهدي تان 1927ع ۾ رٽائر ڪيائين. اتين توڙ تائين وڪالت ڪيائين ۽ 24 آگسٽ 1930ع تي گذاري ويو. سنہ 1915ع کان وٺي پڇاڙيءَ تائين حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو قاعديدان صلاحڪار (ليگل ائڊوائيزر) هو. ديواني ڪيسن ۾ چڱو نالو ڪڍيائين. آڏي پڇا ڪرڻ ۾ اُستاد هو، ۽ ڪوڙن شاهدن کي جهٽ ڪيرائي ويهندو هو. اهو آڏيءَ پڇا ڪرڻ جو فن اهڙو هئس، جو جن وڏن ڪيسن هلائڻ لاءِ بمبئي ۽ ٻين هنڌن جا بئريسٽر ايندا هئا، تن ۾ بہ پاڻ اڳواڻ ٿي آڏي پڇا ڪندو هو، سندس قابليت جو قدر ڪري، سرڪار "راءِ بهادر" جو لقب ڏنس. اها لقب ملڻ جي پڌرائي پهرين جنوري 1931ع تي ٿي، پر پاڻ اڳيئي گذاري ويو هو، تنهن ڪري سرڪاري گزيٽ ۾ اها پڌرائي ڪارن ڪالمن ۾ ڪئي هئائون. ديوان جيچندراءِ جا چار فرزند ڀيرو مل، ڏرمداس، شيوڪرام ۽ گوبندرام آهن.

ديوانُ گوبند رام



ديوان گوبند رام جي پاوناٿي ۽ شريمتي رڪمڻي بائي

جيچند راءِ جو جنم 3 سيپٽمبر 1903ع تي ٿيو هو. 1924ع ۾ بي. اي پاس ڪيائين ۽ پوءِ انگلينڊ ويو. 1925ع ۾ بيلفاسٽ يونيورسٽيءَ جو ايل. ايل. بي امتحان پاس ڪيائين. 1926 جي آخر تائين لنڊن ۾ گورنمينٽ ويسٽرن ريلوي ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. 1927ع ۾ هندستان ۾ موٽي آيو، ۽ پنهنجي پتا سان گڏ وڪالت ڪرڻ لڳو. نومبر 1933ع ۾ سب جج مقرر ٿيو. جولاءِ 1940ع ۾ فرسٽ ڪلاس سب جج ۽ اسسٽنٽ سيشن جج ٿيو، جنهن ڪري جڄبو تہ تمام تڪڙو چڙهيو. جنوري 1944ع کان وٺي اڄ سوڌو حيدرآباد جو اسٽنٽ جج ۽ ائڊيشنل سيشن جج آهي.

ديوان گوبندرام پيو گهر آڪٽوبر 1944ع ۾ پرڏيهه ويو هو. سندس ڏرمپنتي رڪمڻي ٻائي، ڊاڪٽر جيرامداس ڪنڊن مل ڪرپالاڻيءَ جي ڌيءَ هئي، انهيءَ ڪري اعليٰ تعليم ورتي هئي. ايم. اي ۽ بي. ايس. سي پاس ڪيل اٿس. ديوان گوبند رام جا ويجها سؤٽ ديوان ٿوپڻ مل سرويئر جي آکهه وارا آهن.

ديوان سياچند جي نسل مان ٻي مکيه آکهه ديوان سکانند جي آهي، جنهن جو مربي فرزند "ڀائي مولچند گياني" سڏجي ٿو. ديوان مولچند پهرياڻين سنڌ جي ميرن وٽ محرر هو، ۽ پريا تعلقي نوشهري فيروز مان پرڏيهه هو. پوءِ دنيا کان ڪنارو ڪري، ساڌن جو سنگ ڪرڻ لڳو. هڪ لڳا حيدرآباد جي مسائي ۾ هڪ پرمهنس ساڌو اچي لٿو، تنهن وٽان سنسڪرت سکيو، ۽ برهم وديا پرائي وڏو برهم گياني ٿي پيو. تن ڏينهن ۾ آڏواڻيءَ گهٽيءَ جي چاڙهي هيٺان، منشي وليرام آڏواڻيءَ جو باغ هو (ڏسو صفحه 70) ۽ پريان (الهندي ڪچي طرف) گهاٽو جهنگ لڳو پيو هوندو هو، جو آڏواڻين جي وڏي ڏاڏي ديوان آڏو مل جي ٿالي پنيان "آڏو ٻيلو" سڏبو هو. انهيءَ ايڪانت واري هنڌ هاڻوڪي رومن ڪئٿولڪ چرچ جي پٺين پاسي ڀائي مولچند پنهنجي لاءِ هڪ ڪٽيا جوڙائي، جا "دوارو" سڏبي هئي. انهيءَ دواري ۾ صبح جي پهر ۾، گرو گرنٿ صاحب ۽ شاسترن مان ڪٿا ڪندو هو، ۽ پوءِ وٽس ٻچن پاڻ پيو ٽيندو هو. ان وقت حيدرآباد ۾ عاملن کي سنسڪرت لاءِ ڪوبه چاهه ڪونه هوندو هو. ڀائي مولچند منجهن اهو چاهه پيدا ڪيو ته منشي آوتراءِ ملڪاڻي، راجرشي ديوان ديارام جو پيتا منشي گدو مل ۽ ڪي ٻيا، بلڪ ڪي براهمڻ به وٽانئس سنسڪرت سکيا. جيڪي غريب وٽانئس وديا پرائڻ ايندا هئا، تن کي کاڌو پيتو، ڪپڙو لٽو ۽ پستڪ مفت ۾ ڏيندو هو. قليلي طرف پنهنجو باغ هئس، تنهنجي پيدائش، ۽ اباڻي ميڙي چونڊي سڀ دان پڃ ٻلي خرچيائين: ڀائي دليترام صوفي ۽ ٻيا ساڌ سنت وٽس گهٽو ويندا هئا. شڪارپور جو ڀائو شنڪر ڀارتي، ٽنڊي جام جو ڀائي آلو رام، ۽ حيدرآباد جي

گوسائين واري گهٽيءَ جو ڀائي رامچند ۽ ٻيا ڪي سندس شش ٿيا. سندس جنم 1799ع ڌاري ٿيو هو ۽ ستر ورهين جي ڄمار ۾ پرلوڪ پڌاريو. سندس سمانڌ حيدآباد جي مساڻي ۾ جڙيل آهي، جنهن هنڌ سندس دوارو هو، تنهن هنڌ پوءِ جايون جڙيون ۽ آمدرفت لاءِ گهٽي نهي جا اجا تائين سندس نالي پٺيان "ڀائي مولچند گيانيءَ جي گهٽي" سڏجي ٿي، جو سندس دوارو اُتي هو.

ڀائي مولچند گيانيءَ جو هڪ ڀاءُ ديوان صورت سنگهه هو. سندس گهر حيدرآباد جي سري گهاٽ طرف دونهين واريءَ گهٽيءَ جي ويجهو، جنهن گهٽيءَ ۾ هو، سا اڄ تائين سندس نالي پٺيان "ديوان صورت سنگهه جي گهٽي" سڏجي ٿي. ديوان صورت سنگهه فوجدار هو، تنهن ڪري اُها عام طرح "فوجدار واري گهٽي" بہ ڪوٺبي آهي. مصنف جو گهر بہ حيدرآباد ۾ انهيءَ گهٽيءَ ۾ آهي.

ديوان صورت سنگهه جو پٽ ديوان دولترام شڪارپور ۾ پبلڪ پراسيڪيوٽر هو. کيس چار پٽ ٿيا: چنديرام، ڏيئلمل، گوپالداس ۽ رامچند. ديوان چنديرام جا پٽ ديوان هاسو مل زميندار ۽ ٻيا آهن.



ديوان ڏيئلمل دولترام

ديوان دولترام جو ٻيو نمبر فرزند ديوان ڏيئلمل آهي، جنهن جو جنم 1 نومبر 1873ع جي حيدرآباد ۾ ٿيو هو. سندس پتا ٻارن ٻچن سان شڪارپور ۾ رهندو هو، تنهن ڪري تعليم اُتي ورتائين. 1889ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين، ۽ ٻئي سال ڪراچيءَ واري ڪاليج ۾ وڃي پڙهيو. سنہ 1892ع ۾ بمبئي ۾ "لا اسڪول" داخل ٿيو، ۽ سنہ 1895ع ۾ ايل. ايل. بي پاس ڪيائين. 1896ع کان وني شڪارپور ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. سنہ 1901ع ۾ جيڪب آباد ۾ سب جج مقرر ٿيو.

پوءِ وڏي وچي ڊسرڪٽ ۽ سيشن جج ٿيو، ۽ انهيءَ عهدي تان 1928ع ۾ پيشن ورتائين.

ديوان ڏيئلمل ٽنڊي هوندي ئي راندين روندين ۾ بزک ۽ دوستائين محفلن جو ڪوڏيو هوندو هو. سکر ۾ نرسيو مل ڪلب جو پريزيڊنٽ، حيدرآباد جي ڏيئلداس ڪلب جو سيڪريٽري ۽ حيدرآباد جي اسڪائوٽ ائسوسيئيشن جوبہ پريزيڊنٽ هو. ڪجهہ وقت اسڪائوٽ ڪمشنر هو. سياسي ڳالهين ۾ بہ بهرو وٺندو هو. سنہ 1925ع ۾ حيدرآباد ۾ پراونشنل ڪانفرنس جو سيڪريٽري هو. سائمن ڪميشن وٽ سنڌ سفارت ويئي هئي تنهنجو هڪ ميمبر هيءُ صاحب هو. سنڌ ڌار ٿيڻ جي برخلاف خاص طرح بهرو ورتو هئائين، 1931ع ۾ الله آباد جي ايڪتا ڪانفرنس ۾ سنڌ پراونشل هندو سيا پاران وچي سنڌ ڌار ٿيڻ جي برخلاف زور ڀريو هئائين ۽ جيڪا ارونگ ڪاميٽي ويٺي ان جي اڳيان بہ پنهنجا رايا سنڌ جي پاران ظاهر ڪيا هئائين. لاهور ۾ سنڌ پنجاب ڪانفرنس ٿي هئي تنهن ۾ بہ سنڌ جي هندن جي پاران عيوضي ٿي ويو هو. هندوجاتيءَ جي شيوا جي ياءُ هوندي بہ هندو جي مسلم وچ ۾ ويڇا نہ رکيائين، ٿر ۾ سخت ڏڪار پيو ۽ اتي جا ڪيترا هندو ۽ مسلمان سخت پريشان ٿيا تہ ٿر جي ڏڪاريلن جي سهائتا ڪاميٽيءَ جو چيئرمين ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. 1929ع ۾ سخت ٻوڏون ٿيون ۽ ماڻهن جا لکن جا نقصان ٿيا، تہ پاڻ وچي ستايلن جي سهائتا ڪيائين. سنہ 1930ع جي فسادن ڪانپوءِ روهڙي ڊويزن ۾ وچي هندن سان هر ڪنهن قسم جي همدردي ڪيائين ۽ ڪين ڪيتري مدد ڏنائين. ميونسپل ۽ علمي ڳالهين ۾ بہ بهرو پئي ورتو اٿس. 1930ع کان 1932ع تائين شڪارپور ۾ ميونسپل ڪائونسلر هو. سکر ۾ ڊسٽرڪٽ بورڊ جي اسڪول بورڊ جو ميمبر هو. حيدرآباد ايڊيوڪيشن سوسائٽي جو لائيف ميمبر ۽ ان جي بورڊ جو هڪ ڊائريڪٽر آهي ۽ خدا آبادي عامل ڪوآپريٽو ائگريڪلچرل ائسوسيئيشن

جو پريزيڊنٽ آهي. سنه 1937ع ۾ زميندارن ۽ جاگيردارن جي پاران سنڌ جي ليجسليٽو اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ ڪجهه وقت سنڌ جو وزير تي ڪم ڪيائين. سنڌونديءَ جو گهڻو پاڻي پنجاب کڻي وڃي ٿو، جنهن ڪري سنڌ کي گهڻو ڇيهو رسي ٿو، تنهن بنسبت اسيمبليءَ ۾ ڪيترا سوال پڇيائين نتيجو هي ٿيو جو سندس لکپڙهه تي هند سرڪار اهو سوال هٿ ۾ کنيو ۽ هڪ ڪميشن مقرر ٿي. ديوان ڏيئلمل اها ڪوشش ڪئي، ته سنڌ ۾ به بئراجون ٺهڻ گهرجن؛ هڪ اپر سنڌ لاءِ ۽ ٻي لوئر سنڌ لاءِ، ته آبادي وڌي ۽ زميندار توڙي هاري وڌيڪ آسودا ٿين. اٿين سنڌ جي بهبوديءَ جو گهڻو اونو اٿس.


مسٽر گوبند رام ڏيئل مل

ديوان ڏيئل مل جو هڪڙو ٿي فرزند مسٽر گوبند رام آهي، جو زميندار ۽ جسٽس آف پيس آهي. سندس جنم 11 ڊسمبر 1898ع جي ٿيو هو. سنه 1925ع کان وٺي 1931ع تائين حيدرآباد ۾ ميونسپل ڪائونسلر هو. هي جوان قومي خيالن وارو آهي ۽ سياسي ڳالهين ۾ دلچسپي وٺندڙ آهي. جيڪب آباد طرف پنهنجي ٻني اٿس ۽ اُتي گهڻو گذاريندو آهي.

ديوان ڏيئل مل جو ڀاءُ گوپالداس بي.اي، ايل.ايل.بي پوليس جو ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ هو، ۽ هاڻ پينشن تي آهي. مٿي ذڪر ڪيل آکهين وارا پاوناڻين جي وڏي ڏاڏي ديوان پاونداس جو اولاد نه آهن؛ پر سندس چاچي ديوان سهل مل (سهلداس) جي نسل مان آهن؛ تنهن ڪري شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي انگريزيءَ ۾ لکيل سنڌ جي تاريخ جلد-2 ۾ ديوان دولتراءِ ۽ ٻيا "سهلاڻي" (ڇيلاڻي) سڏيا ويا آهن، پر هو پاڻ کي "پاوناڻي" سڏائيندا آهن. حيدرآباد جي ڇيلاڻين جي آکهه ڏار آهي، ۽ اِن جو هن آکهه وارن توڙي ٻين پاوناڻين سان ڪوبه ناتو ڪونهي.

ديوان پاوتداس جنهن جي آندي ڇائو اولاد "پاوناڻي" آهن، تنهن کي پنج پٽ هئا؛ موتيرام، ساڄن سنگهه، گلاب راءِ، تن سک داس ۽ ٺونر سنگهه. انهن مان ساڄن سنگهه گهڻو وڌيو ويجهيو. کيس ٻه پٽ هئا؛ مجلسراءِ ۽ گنج سنگهه. ديوان مجلسراءِ جا پٽ ٻول سنگهه، مينگهراج، اتمچند ۽ چينمل هئا. ديوان ٻول سنگهه کي ٻه پٽ هئا؛ رامسنگهه ۽ ٿهل سنگهه. ديوان رامسنگهه جو وڏو ديوان تولارام سچانند وڪيل هو، حيدرآباد جي شهر ۾ پهريائين پڪسري جاءِ ديوان تولارام جوڙائي هئي. ديوان رامسنگهه ٻول سنگهه جو ڀاءُ ديوان ٿهل سنگهه هو. جنهنجي پٽ ديوان ڪرم سنگهه کي ٽي پٽ ٿيا؛ چنديرام، پوهو مل ۽ ورو مل.



ديوان ورو مل ڪرم سنگهه ۽ سندس ڌرمپتني

ديوان ورو مل ڪرم سنگهه جو جنم حيدرآباد ۾ سنه 77-1976ع ڌاري ٿيو. پنهنجي وڏي ڀاءُ ديوان چنديرام سان گڏ ٻيلن جا ۽ ملٽري کاتي جا، پنجاب جي ريلوي ۽ اريگيشن ڊپارٽمينٽ جا ٺيڪا ڪندو هو. هن وقت شتر ورهين جي ڄمار جو آهي. سندس ڀاءُ ديوان پوهو مل پوليس کاتي ۾ صوبيدر هو ۽ سنه 1937ع ۾ گذاري ويو.

ديوان چنديرام جو پٽ مسٽر ريجهو مل حيدرآباد ۾ وڪالت ڪندو آهي. ٻيو پٽس مسٽر هيرانند سري نگر طرف واپار ڪندو آهي.

ديوان ورو مل جو وڏو پٽ مسٽر ڏيئلمل (جنم 1899ع) ڪراچيءَ جي فاربس ڪمپنيءَ ۾ آهي. ٻيو پٽس مسٽر مولچند (جنم آڪٽوبر 1904ع) بي. ايس سي پاس، ڪيل آهي ۽ ايسٽ انڊيا ريلوي ۾ ڪمرشل آفيسر آهي. ديوان ورومل جو ٽيون پٽ مسٽر شيوا رام 7- آڪٽوبر 1908ع ۾ ڄائو هو. بي. اي پاس ڪري ڏنڊي ۾ گهڙيو هن


مسٽر مولچند ورو مل

وقت اسٽاڪ ۽ شيئر بروڪر آهي. ڪراچيءَ ۾ پنهنجي آفيس اٿس، جا "پاوناڻي اينڊ ڪمپني" جي نالي سان مشهور آهي. سندس ڌرمپتني شريمتي پاروتي ٻائي، ديوان گهنشامداس سهساني مل خوبچنداڻيءَ جي نياڻي، بي. اي پاس ڪيل آهي.

ديوان ورومل کي ڇهه نياڻيون به آهن جي سڀ پڙهيل آهن. جن مان ڪماري ٿلي ٻائي گرئجوئيٽ آهي. بي. ايس سي ۽ ايس. ٽي . سي پاس ڪيل اٿس ۽ هن وقت ڪراچيءَ ۾ پيرو مل ٽاڪرداس گرلس اسڪول جي هيڊ ماستريائي آهي.


مسٽر شيورا رام ورو مل

ساڳيءَ پيڙهيءَ مان ديوان بجا سنگهه، ديوان ليلارام ۽ ٻيا آهن.

## پنياڻي:

نک "چگهه". چنديراماڻي، شنگهواڻي، ڪرپالاڻي ۽ منگلاڻي ساڳيءَ نک جا آهن. ڪيترا چگهه لاڙ ۽ پنجاب ۾ به آهن ۽ "لهاڻا" سڏجن ٿا. ڏسو "لهاڻا".

پنياڻي پڊعيدن تعلقي نوشهري فيروز ۾ رهن ٿا. سندن وڏا اصل راولپنڊيءَ طرف حسن ابدال جا وينل هئا. اُتي ڪن هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ ناسازي ٿي، تہ هيءُ اُتان لڏي اول ملتان ويا، جتان پهرياڻين روهڙيءَ ۽ پوءِ خيرپور رياست ۾ وڃي رهيا. انبواڻي، ڪيسواڻي ۽ مولچنداڻي بہ شايد ساڻن گڏ آيا هئا.

**پڊعيدن جو وسڻ:**

پنياڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان نارائڻداس، ميرن جي صاحبيءَ ۾، هنگورجن ۾ زميندار هو، ۽ ديوان عيدن مل هنگوراڻيءَ جي نياڻي پرڻيو هو. ڪنهن وقت ديوان نارائڻداس جو پنهنجن ڀائرن سان ملڪيت تان تڪرار ٿيو، ته پنهنجي سهري ديوان عيدن مل کي چيائين، ته اهڙي ڪنهن هنڌ هلي رهجي، جتي نه ڀائر ڏسن، نه ڪٽ پٽ ٻڌجي. ديوان عيدن مل وڏي پدارٿ وارو هو، تنهن سندس مرضي رکڻ لاءِ نوشهري فيروز تعلقي ۾ ڳوٺ چيهي ڪان ڏيڍ ڪوهه ڪن پري، هڪ ويران پٽ وڃي وسايو. ان وقت ڳوٺ چيهي ۾ وڏيرو فتح خان، ذات جو راڄپر، رهندو هو، جو جبرو زميندار ۽ وڏي هلنديءَ وارو هو. هڪ لک کن راڄوڙ هٿ ۾ هئس. لائق انسان به اهڙو هو، جو جيڪو سندس اجهو وٺندو هو، تنهن تي مري پهرو ڏيندو هو. ديوان عيدن مل انهيءَ وڏيري جي ڏڍ تي اجهاڙل پٽ تي پنهنجو ڳوٺ ٻڌو.(1) ڪيترن هندن کي همٿائي، اُتي آندائين ۽ ڪين جايون به پنهنجي خرچ تي جوڙائي ڏنائين، جنهن ڪري اهو نئون ٻڌل ڳوٺ، سندس ٻالي پنيان "پٽ عيدن" ۽ "پڊعيدن" سڏجڻ ۾ آيو. "پڊ" معنيٰ "ويرانو" يا "قتل ماڳ". "پڊعيدن" معنيٰ اُهو ويران پٽ جو ديوان عيدن مل وسايو.

ديوان عيدن مل اُتي نه رڳو جايون جوڙايون پر ان جي آسپاس ايتري ساوڪ ۽ سبزي ڪيائين جو اهو ڳوٺ جنسي غنچو ٿي پيو اچ به ڪن ڳالهين مان سمجهي سگهجي ٿو، ته پڊعيدن اڳي چڱو وسيل هو. سرزمين جاچڻ سان، پڊعيدن ڳوٺ جي ٻاهرين پاسي هڪ نشان نظر اچي ٿو، جنهن مان سمجهجي ٿو ته اڳي اتان ڪو واهه وهندو هو. ٿورا

(1) سنه 1915ع کان 1918ع تائين مان نوشهري ڊويزن ۾ ايڪسائيز انسپيڪٽر هوس اُڪين سان ڏٺم ته ڳوٺ چيهي جي وڏيري فتح خان جو پوٽو، جنهن جو به نالو وڏيرو فتح خان هو، سو پنهنجي ڏاڏي وانگر پڊعيدن جي ديوانن سان ڀائپيءَ جو رستو رکندو پئي آيو، جنهن ڪري هندن ۽ مسلمانن جي ڀائپيءَ جو هيءُ هڪ نهايت عمدو مثال آهي.

ورهيه ٿيا، ته زمين کوٺيندي، اتان کي کوهه لڌا. هڪ نمبر ۾ اتي جي ڪنهن زميندار زمين کوٺائي، ته کوهه اهڙو تيار ٿيل نڪتو، جو هن کوهه جي پيٽ واري مٽي کڍائي، کوهه جي رڳي پڳ ٻڌائي، ۽ پيو ڪجهه به خرچ ڪرڻو ڪونه پيس. اهڙي طرح اٺ نوَ کوهه هيلتائين لڌا آهن. سنه 1896ع ۾ حيدرآباد کان روهڙيءَ تائين ريل جو رستو جاري ٿيو، ته هن ڳوٺ کان اڌ ڪوهه ڪن جي مفاصلي تي ريلوي اسٽيشن ٺهي، جا "پڊعيدن اسٽيشن" سڏجي ٿي، سنه 1922ع کان وٺي اها "جنڪشن" ٿي آهي.

## پنياڻين جو سلسلو:

ديوان عيدن مل پنهنجي نانيءَ کي پڊعيدن ۾ سکي ڪري، پاڻ موتي هنگورجن ۾ وڃي رهيو، تنهن ڪري پڊعيدن ۾ سندس اولاد ڪونهي. سندس نائي ديوان نارائڻداس هنگورجن مان لڏي هتي اچي رهيو ۽ اُتي وڏيو ويجهيو. کيس پنج پٽ هئا: (1) ڪرنمل (2) موتو مل (3) رائمل (4) گهريو مل (5) کيانتو مل.

پهرئين پٽ ڪرنمل کي چار پٽ هئا: (1) واڌو سنگهه (2) جمعيت راءِ (3) آتما رام (4) پنيو مل. هن وقت جيڪي پڊعيدن ۾ ديوان آهن، تن مان ڪي ديوان نارائڻداس جي مربي پٽ ديوان ڪرنمل جي نالي پنيان پاڻ کي "ڪرنائي" سڏائين ٿا، جهڙوڪ ديوان پارو مل بدلداس ۽ سندس آکهه وارا، ۽ ڪي ديوان ڪرنمل جي چوٿين پٽ ديوان پنيي مل جي نالي پنيان پاڻ کي "پميائي" ڪوٺائين ٿا. ائين چڻ ته ٻه برادريون ٿي پيون آهن پر اصل نسل هڪڙو ئي اٿن. ايترو آهي ته ديوان نارائڻداس جي اولاد مان رڳو ديوان پنيو مل گهڻو وڌيو ويجهيو، کيس نوَ پٽ هئا، جن مان مون فقط ديوان مڌن سنگهه سنه 1917ع ۾ ڏٺو. ان وقت پنجاسي ڇهاسي ورهين جي ڄمار جو هو. پيا اٺ پٽ گهڻو اڳي گذاري ويا هئا، مگر گهڻو ڪري سڀني جو اولاد آهي.

ديوان پنييمل جو پٽ ديوان رامسنگهه خيرپور رياست جو

مدارالمهام هو. سندس پٽ ديوان مانسنگهه هاڪارو زميندار هو. شڪل شاندار ۽ شخصيت شاهاڻي هيس ۽ نهايت حشمت وارو هو. لچ لوفر



راءِ صاحب ديوان مانسنگهه

ڪانئس ڪن هٽندا هئا. ڪنهن به ڏيهي توڙي يوروپي عملدار کي ڪابه مدد ڪپندي هئي، ته ديوان مانسنگهه ڏيندو هو. سندس حسن خدمتيءَ ڪري سرڪار کيس "راءِ صاحب" جو لقب ڏنو. بندوق ۽ ترار جو پروانو به مليل هئس. ڪيترا ورهيه نوشهري فيروز ۾ اسپيشل مئجسٽريٽ هو. پڌعيدن ۾ هندن توڙي مسلمانن جو ڪو تڪرار ٿيندو هو، ته اهو مربي هو، جو راجوٽي طرح فيصلا ڪري ڪين وري ڪير ڪنڌ ڪري ڇڏيندو هو. سندس ديهانت اٽڪل ستر ورهين جي ڄمار ۾ 28- فيبروري 1922ع تي ٿيو.

ديوان مانسنگهه جو مربي پٽ مسٽر ليلارام ۽ ننڍو پٽ مسٽر اتمچند زميندار آهن. سندس وچون پٽ مسٽر پوجراج آهي، جنهن 1922ع ۾ ايڊنبرگ يونيورسٽيءَ جو بي. ايس سي. امتحان سول نجنيئرنگ ۾ پاس ڪيو. هڪ ورهيه ڪن "گريٽ ويسٽرن ۽ لنڊن نارٿ ايسٽرن ريلوي" ۾ ڪم ڪري، انجنيئري ڪم جو وڏيڪ آزمودو پرايائين. پوءِ هندستان ۾ ايسٽ انڊيا ريلوي ڪمپنيءَ 1922ع ۾ اسسٽنٽ انجنئر مقرر ڪيس. 1938ع کان وٺي ايگزيڪيوٽو انجنيئر آهي ۽ اُتي سيٽي ڪان وڏو انجنيئر پڻ آهي. جرمني- واري جنگ ۾، سنه 1942ع ۾ "ڊفينس آف انڊيا يونٽس" جو ڪئپٽن ٿيو ۽ پوءِ اسانقو ڏيٽي ليفٽيننٽ ڪرنل ڪيائونس ۽ "اسٽار آف ڊفينس آف انڊيا" ۽ "اسٽاف آف برما" جا لقب مليس. مسٽر پوجراج جو پٽ مسٽر جشنن مل بي. اي پاس ڪيل آهي.

ديوان ناراڻداس جو پيو پوٽو ديوان بدلداس جمعيتراءِ لس ٻيلي جي ڄام وٽ ديواني عهدي تي هو. ڪراچيءَ طرف گهٽو رهيو، تہ ڪراچيءَ جي پوڄوانيءَ سيٺين سان نسبت ٿيس. پڄعيدن جا ڪي ديوان پوڄوائين جا ڏوهٽا آهن.

پنياڻين مان ڪي زميندار تہ ڪي ٺيڪيدار آهن، ۽ ٿورا نوڪرين ۾ آهن. وديا پرائڻ لاءِ چاهہ منجهن گهٽو ڪونہ هو. ڪيترا تہ انگريزي بہ ڪونہ ڄاڻندا هئا. (ڏسو "ٿهلياڻي"). منجهائن پهريون گرئجوئيٽ مسٽر مولچند سڪرامداس هو، جو ايم. اي پاس ڪيل هو، ۽ پاٽنا ۾ پروفيسر هو، پر ٿوري جوانيءَ ۾ گذاري ويو. سنہ 1917-1918ع تائين منجهائن ٻيو ڪو گرئجوئيٽ ٿيو ئي ڪونہ! هن وقت پڄعيدن جهڙي ننڍڙي ڳوٺ ۾ اتڪل ٽيهہ گرئجوئيٽ ۽ ڊبل گرئجوئيٽ آهن!

**تولاڻي:**

نک "سچديو". اصل اروڙ ونسي آهن. ڏسو "اروڙ ونسي". سندن وڏا عربن جي ڪاهہ وقت اروڙ (الور) تعلقي روهڙيءَ مان لڏي پنجاب ويا، جتان پوءِ ڪنهن وقت موٽي، اول چانڊڪا (لاڙڪاڻي) پرڳڻي ۾، ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ آيا. "سچديو" نک وارن مان ڪي اڄ تائين پنجاب ۾ آهن، ۽ ڪي ڪراچيءَ ۾ بہ آهن. حيدرآباد وارن تولاڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان تولارام شيوڪرام هو، جنهن جي نالي پٺيان اُهي سڏجن ٿا.

ديوان تولارام کي پنج پٽ هئا: موتيرام، پنجو مل، هيرانند، پهلاج راءِ ۽ مهرچند. ديوان هيرانند جو پٽ ديوان چئنراءِ هو، جنهنجي نالي پٺيان حيدرآباد جا "چئناڻي" ڪوٺجن ٿا. مطلب تہ ديوان چئنراءِ خود ديوان تولارام جو پوٽو هو، جنهن ڪري چئناڻي بہ اصل ۾ تولاڻي آهن؛ پر هن وقت اڪثر رڳو ديوان تولارام جي پنجين پٽ ديوان مهرچند جي نسل وارا پاڻ کي "تولاڻي" ڪوٺائين ٿا، ۽ ٻيا پاڻ کي "چئناڻي" پيا سڏائين.

ديوان مهرچند تولارام کي ٽي پٽ کيئو مل، ڪرن مل ۽ تاراچند هئا. ديوان کيئي مل جو پٽ ديوان ڏيون مل هو، جو بنا اولاد گذاري ويو؛ باقي ڪرن مل ۽ تاراچند وڏيا ويجهيا. ديوان ڪرن مل کي ٽي پٽ رامچند، قسمتراءِ ۽ مورج مل هئا. تولاڻين ۾ مکيہ آکهہ ديوان قسمتراءِ جي آهي، جو 28 ڊسمبر 1890ع جي گذاري ويو. کيس ٽي پٽ فتح چند، پريتمداس ۽ نهالچند هئا. ديوان پريتمداس قسمتراءِ تولاڻي سنڌ جي تعليم کاتي ۾ هو، ۽ ٿورا سنڌي درسي ڪتاب جوڙيا هئائين. فقط هڪ پٽ مسٽر گوڪلداس اٿس، جو ڪراچيءَ جي پورٽ ٽرسٽ ۾ آهي.


ديوان نهالچند قسمتراءِ

ديوان نهالچند جو جنم 6 سيپٽمبر 1867ع تي ٿيو هو. هن صاحب پبلڪ ورڪس ڊپارٽمينٽ مان هيڊ ڪلارڪيءَ جي عهدي تان پينشن ورتي ۽ 13- ڊسمبر1942ع تي پرلوڪ پڌاريو. سندس ٽي پٽ موٽو مل، جيوترام ۽ تاراچند آهن. مسٽر موٽو مل جو جنم 21 آگسٽ 1895ع تي ٿيو. تولاڻين مان اهو ٿي صاحب پهريون هو، جنهن اعليٰ تعليم ورتي ۽ ڪئمبرج يونيورسٽيءَ جو ايم. اي امتحان پاس ڪيائين. هن وقت هو صاحب بيڪانير ڪاليج جو پرنسپال آهي.


ڊاڪٽر جيوترام نهالچند

ديوان نهالچند جو ٻيو نمبر فرزند ڊاڪٽر جيوترام آهي، جنهنجو جنم 2 جنوري 1900ع جي ٿيو هو. بمبئيءَ جو ايم. بي. بي. ايس پاس ڪيل اٿس، ۽ هن وقت ڪراچيءَ جي بندر روڊ ايڪسٽينشن واري "جوڏا

سنگهه بسنت سنگهه ميموريل ڊسپينسريءَ" جو آنرري ميڊيڪل آفيسر آهي. پنهنجي نرئي ٽڏي سياءَ ڪري هر هڪ بيمار، هندو خواهه مسلمان، جو احوال ڌيرج سان ٻڌي، سندس علاج ڪري ٿو، ۽ هٿ ۾ شفا اٿس، ويتر هن اسپتال مان بيمارن کي آني ٻي آني ۾ دوا سستي ملي ٿي (ڏسو صفحه 102) تنهن ڪري ڪيترن جي دوڙ وٽس آهي. ڏهاڙي ٽي سؤ کن مريض هن اسپتال جو فائدو وٺن ٿا!!!

ڊاڪٽر جيوترام برلن ۾ "زولاجيڪل" باغيچو ڏسڻ ويو؛ ته اُتي جا ٻه شينهن جا ٻچا هنج ۾ ويهاري، پنهنجو فوٽو ڪڍايائين.

ديوان نهالچند جو ٽيون نمبر فرزند مسٽر تاراچند آهي، جنهن جو جنم 12 سيٽمبر 1907ع ۾ ٿيو هو. هو صاحب بمبئيءَ جو بي. اي (مڪئنيڪل) ۽ بئنگلور جو اليڪٽريڪل انجنيئرنگ پاس ڪيل آهي، ۽ هن وقت پونا جي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ پروفيسر آهي. مطلب ته سندن سڄي آکهه چڱي چڙهيل آهي.

تولائين جي ٻي آکهه لاڙڪاڻي ۾ (نک ڏاميچا) ۽ ٽين آکهه (نکہ "سيڙا") ٽنڊي محمد خان طرف آهي؛ پر تنهين جو هڪ ٻئي سان ڪوبه ناتو ڪونهي.

**ٺڏائي:**

خيدرآباد ۾ ٺڏائي آکهيون ٻه آهن؛ هڪڙا ٺڏائي گوسائين واري گهٽيءَ وارا، جن جي نک "پاڳيا" آهي، ۽ ٻيا نهاين جي پڙ وارا جن جي نک "ڪنگهر" آهي.

"پاڳيو" معنيٰ مالدار، جنهن وٽ ڳايون مينهون هجن. اڳي وڏي پاڳ وارو ۽ پريو پاڳيو (شاهوڪار) اهو ليکبو هو، جنهن وٽ چوپايو مال جهجهو هوندو هو (ڏسو صفحو 12). هيءَ پاڳيا نک وارا پرمار سوڍن راجپوتن جي نسل مان آهن، ۽ جيسلمير طرفان آيا آهن. اُتي اُهي "جسراج پُتا" سڏيا هئا. ديويءَ جا اُپاشڪ هئا، ۽ سندن گرو گوسائين هئا. وٽن ڪو شبي ڪارج ٿيندو هو، ته اڳهه(Propitiating ceremony)

ڪندا هئا، جنهن ۾ ديويءَ تي ٻڪرو ٻل چاڙهيندا هئا. ڪنهن وقت جيسلمير طرف پاڇڙ پيئي، تہ سنڌ ۾ آيا، ۽ اُتي بہ پنهنجي اڳوڻي رسم بجا آڻيندا رهيا. ڪيترن ورهين کان ٻڪري جي ٻل چاڙهڻ بدران، اٽي جو پتلو ناهي، اهو ٻڪ ڪيندا آهن. اها رسم اڄ تائين وٽن هلي اچي، ۽ ٻيءَ ڪنهن بہ عاملڪي اکھ ۾ ڪانهي.

ٺڏائين جا وڏا، پنهنجي گروءَ گوسائين نرنجن گر سان گڏجي ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾، سنڌ ۾ آيا هئا. ساڳي وقت جيسلمير طرفان ٻيا بہ ڪي هندو جي سورج ونسي گهراڻيءَ جا کتري راجپوت هئا، سي پنهنجن ستگرن سوائي صاحبن سان گڏجي سنڌ ۾ آيا هئا. سندن اڳواڻ سوائي لالوجسراج هو، جنهنجي نالي پٺيان "ڪوٽ لالو اسٽيشن" (نزديڪ پڊعيدن تعلقو نوشهروفيروز) سڏجي ٿي. پڊعيدن تعلقي نوشهري فيروز جي هڪ آکھ وارا "پڳت" سڏجن ٿا، سي سوائي صاحبن جي نسل مان آهن. پريا تعلقي نوشهري فيروز جا "ڪيولراماڻي" سوائي صاحب جي ڀاءُ ڀائي ڪيولرام جو اولاد آهن، جنهن ڪري ڪيولراماڻي "ڀائيءَ جي آکھ" وارا سڏبا آهن. "ڀاڳيا" نک وارن مان بہ ڪي پريا ۾ آهن، جي شايد ڪيولراماڻين جي سنگ ۾ اتي رهيا. ٻيا ڀاڳيا ۽ سوائي صاحبن سان گڏ آيل هندو چنيجن کان پٽڻ اُکري، دادوءَ ۽ سيوهڻ طرف ويا. سوائي ترداس چنيجن ويو ۽ سندس پوٽو سوائي اتمچند سنہ 1758ع ۾ سيوهڻ ويو. اهڙو هڪ دستاويز پارسيءَ ۾ لکيل جاءِ جي خريداريءَ بابت موجود آهي. "ڀاڳيا" نک وارا دادوءَ طرف خدا آباد ۾ رهيا، جو ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. سنہ 1759ع ۾ خدا آباد جي شهر کي ڪوسن ٻاهر ڏني (ڏسو صفحو 52)، تہ هيءُ ڀاڳيا نک وارا پنهنجي گروءَ سان گڏجي، سيوهڻ ويا جتي گوسائين نرنجن گر پنهنجي مڙهي وڌي. سيوهڻ جي "تبجواڻي" آکھ وارا بہ انهيءَ گوسائينءَ سان گڏجي، سيوهڻ ويا هئا، جتي اڄ تائين آهن.

ميرن جي صاحبيءَ ۾ حيدرآباد جو شهر ڪجھ قدر وسيو (ڏسو صفحو 54)، تہ سيوهڻ مان سوائي اُتمچند جو پٽ سوائي نيبو مل حيدرآباد جي هاٿوڪي جمن شاه جي پڙ وٽ اچي رهيو. اڄ تائين سندس دربار مان ڪيترا وانهان، سونارا ۽ ٻيا ٻيوت، ڏات، چندو ۽ رڪڙي وٺي، من گهريون مرادون حاصل ڪن ٿا. انهيءَ ساڳي وقت ڏاري گوسائين رڌ گر هالن ۾، ۽ گوسائين هرنام گر حيدرآباد ۾ اچي مڙهي وڌي. حيدرآباد جي گنجي ٽڪر طرف ڪاليءَ جو مندر اڳي ئي هو، جتي ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ قسمين قسمين جوڳي اچي ڪنا ٽيندا هئا، جن جو شاه جي رسالي ۾ ذڪر آهي؛ پر هاڻ شهرن ۾ مڙهيون پوڻ شروع ٿيون. ٽڏائين جو ڏاڏو ٽدو مل ۽ سندس ٻہ ڀائر ٻهار مل ۽ ڪلياڻداس بہ حيدرآباد ۾ گوسائينءَ سان گڏ آيا؛ باقي سندن ڀاءُ گيهي مل ۽ گيهي مل جي پٽ شوداس جي آکھ وارا ٽلٽيءَ تعلقي سيوهڻ ۾ وڃي رهيا، جتي اڄ تائين آهن. اُهي پنهنجي وڏي ڏاڏي گيهي مل جي نالي پٺيان پاڻ کي "گيهاڻي" سڏائيندا آهن. شوداس گيهي مل جا پٽ رائسنگھ ۽ مڪو مل هئا، جن جا پويان سندن نالن پٺيان "رائسنگاڻي" ۽ "مڪواڻي" ڪوٺجن ٿا. اهي سڀ حيدرآباد جي ٽڏائين جا برادريءَ وارا آهن. مطلب تہ جيسلمير طرفان آيل "ڀاڳيا" نک وارن مان هڪڙا ٻريا ۾، ٻيا ٽلٽيءَ ۾، ۽ ٽيان حيدرآباد ۾ آهن.

## ٽڏائين جو سلسلو:

ٽڏائين جو وڏو ڏاڏو ٽدو مل چيتمل ولد موتيرام هو. موتيرام کي پنج پٽ هئا: چيتمل، جڳتراءِ، خوبچند، ٽونر مل ۽ هردارام. چيتمل موتيرام کي چار پٽ هئا: ٽدو مل، ٻهار مل، گيهي مل ۽ ڪياڻداس. انهن مان گيهي مل جي آکھ وارا (گيهاڻي) ٽلٽيءَ ۾ رهيا؛ باقي ٻيا ٽي ڀائر پنهنجي گروءَ گوسائين هرنام گر سان گڏ حيدرآباد ۾ آيا، جنهن اُتي اِچي پنهنجي مڙهي وڌي. گوسائين هرنام گر جو چيلو گوسائين سورجگر هو، جنهنجي نالي پٺيان "گوسائين واري گهٽي"

سڏجي ٿي، جا هاٿوڪي سري گهاٽ جي نزديڪ آهي. گوسائين هڪ نامر گر ڪرامت، جو صاحب هو. سندس ڪي معجزا ڏسي، سنڌ جي ميرن کي يقين ٿيو، ته هي ڪامل شخص آهي، تنهن ڪري مڙهيءَ لاءِ ٻٽ ڪيس بنا پئسن ڏنائون. هاٿوڪي گوسائين واري گهٽيءَ طرف اڳي جهنگ لڳو پيو هوندو هو. اهو جهنگ وڍائي، ٽڏاڻين ٻه پنهنجون جايون مڙهيءَ جي ويجهو جوڙايون. ڪن ٽڏاڻين جا گهر اڄ تائين انهيءَ گهٽيءَ ۾ آهن، پر ٿورن ورهين کان ڪي هيرا آباد ۾ وڃي رهيا آهن، ۽ ڪي ڪراچيءَ ۾ پنهنجون جايون جوڙائي ويٺا آهن. اينرو چئبو، ته اهي اصل گوسائين واري گهٽيءَ ۾ اچي وڏيا ويجهيا.

ديوان ٽڏي مل چيتمل جو پڙپوٽو ديوان آٽلمل هو، جنهنجي هڪ پٽ ديوان گلابراءِ جي نسل مان مسٽر ميناراءِ وطڻ مل پليٽ ليئر ۽ ٻيا آهن، ۽ ٻئي پٽ ديوان ڦونچند جي نسل مان مسٽر چيتن رامر ياونداس مخيارڪار ۽ ٻيا آهن. ديوان بهار مل کي هڪ پٽ ديوان تاراچند هو، جو ميرن جي طرفان افغانستان جي حاڪم وٽ ايلچي مقرر ٿيو هو: انهيءَ ديوان تاراچند جو هڪ پٽ ديوان مولچند هو، جنهنجو پٽ ديوان مينگهراج هو. دويوان مينگهراج کي ٻه پٽ هئا: هڪڙو ديوان هاسو مل جنهنجي نسل مان مسٽر ٿونرمل سلامتراءِ (ولد ديوان تلسيداس هاسو مل) آهي ۽ ٻيو پٽ ديوان ورو مل هو، جنهنجو پٽ مسٽر آسودو مل حيدرآباد جي قلعي ۾، سپرنٽنڊنٽ لئنڊ ريڪارڊس ۽ ائگريڪلچر جي آفيس ۾ هو. ديوان آسوديمل کي ٽي پٽ هئا: ليکراج، ليلارام ۽ ريواچند.


ديوان ريواچند آسودو مل

ديوان ريواچند آسودو مل حيدرآباد جي گوسائين واري گهٽيءَ ۾ ڄائو هو. اڳي عامل اڪثر نوڪرين تي پاڙيندا هئا. ديوان ريواچند جي وقت ۾ ڪن عاملن جي خيال

۾ ڦيرو آيو هو ۽ ڪي ڪانئس اڳي ئي ڏنڏي ڏاڙيءَ ۾ گهڙيا هئا. ديوان ريواچند به ڪنهن جي زبردستي ڪمائڻ بدران پنهنجي پاءُ ديوان ليلارام سان گڏ ڏنڌو ڪرڻ لڳو. سندس چار پٽ ڪشنچند، ارجن، موتي ۽ گلاب آهن. مسٽر ڪشنچند به پنهنجي پتا وانگر ڏنڌو ڪندو آهي سندس پائر اجا صغير آهن ۽ پڙهن پيا.

ساڳي مٿين خاندان مان ديوان بهار مل جو پٽو ديوان مجلسراءِ تاراچند هو. سڄيءَ تڏائي آڪهہ مان ديوان مجلسراءِ پهريون ماڻهو هو، جو حيدرآباد ۾ جائو هو. ڪانئس اڳي پيا سڀ تڏائي خدا آباد ۽ ٺٽيءَ ۾ ڄاوا هئا.

ديوان مجلسراءِ ٽنڊي محمد خان واري مير وٽ ديواني عهدي تي هو ۽ سندس وزير هو. ميرن جي جاگير ۾ مخاديمي حق مليل هئس. هڪ ڏينهن پنهنجي پل پلوڙ گهوڙيءَ تي چڙهي، حيدرآباد بئي ويو، تہ واٽ تي ڇهہ رهزن اچي لڳس. ديوان مجلسراءِ پنهنجي ترار ڪڍي ڪين سامهون ٿيو ۽ پڄائي ڪديائين؛ پر پاڻ زخمي ٿي پيو. انهيءَ هوندي بہ همت ڪري، پاڻ کي گهوڙيءَ جي سنجن سان ڪڙي قابو ڪيائين. گهوڙي پوءِ پاٺمرادو هلندي هلندي، حيدرآباد ۾ سندس اوطاق وٽ وڃي بيٺي، تہ ڪن گهوڙيءَ تان لاهي گهر پهچايس، ۽ پوءِ ملم پٽي ڪيائين تہ نوبنو ٿي پيو.

ديوان مجلسراءِ حشمت وارو ۽ ننگائتو مڙس هو، ۽ پنهنجن پراون کي اؤکيءَ سؤکيءَ ۾ مدد ڪندو هو؛ پر ڪي حاسد بہ هئس. هڪ لڱا هڪ هندو محرر حسد وچان، سندس پنيان ڪي ماڻهو بڇيا. ديوان مجلسراءِ کي پنيرو بينل ڏسي، اهڙا ڏڪ هنيائون جو پاٿهن وڃي وڌائونس. ديوان مجلسراءِ جا هاري چانگ ذات جا هئا، تن کي جنهن وقت سڌ پيئي، تہ محرر جي چيڙ تي هي ڪم ٿيو آهي، تنهن وقت هو ڪانئس وير وٺڻ لاءِ سندس ڪڍ لڳا. محرر پنهنجيءَ جان بچائڻ سانگي گوسائينءَ جي وڃي سرڻ پيو جنهن ديوان مجلسراءِ کان معافي وٺائي ڏنيس.

ديوان مجلسراءِ جو وڏو پٽ ديوان جيٺو مل هو، جو 1800ع ۾ڄائو هو. هو منشي وليرام آڏواڻيءَ جو ڏوهٽو هو. هڪ لڳا ٽالپرن ۾ ڪن سردارن جي وچ ۾، اُرد وٽ، لڙائي پئي لڳي، تہ هيءُ پنهنجي ناني وٽ ويو. منشي وليرام چيس، تہ هتي لڙائي پيئي لڳي، تون آيو ڇو آهين؟ پوءِ ڪيس موٽائي حيدرآباد موڪليائون بدران پئسن سنياڻن ۾ لڙائيءَ جي خرچ جي حساب ڪتاب رکڻ لاءِ پاڻ وٽ خزانچي مقرر ڪيائين. پوءِ تہ ڪارداري مليس. ٽنڊي غلام حيدر ۽ ٽوڪيا پرڳڻن جون ڪارداريون ڪمايائين. انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ نوشهري فيروز جو ڪاردار هو. ڪارداريءَ جي وقت ۾ ڪجهہ زمين خريد ڪيائين ۽ پوءِ زميندار ٿي رهيو. نظر گهٽ ٿيس، تہ هاري ناري ان چورائڻ لڳس. اها خبر مليس تہ چوڻ لڳو، تہ "بني سائي جي سائي، گاهي بڪئي جو بڪيو". مالڪ جي مهربانيءَ سان اسان وٽ سدائين گنج پريا پيا آهن. مطلب تہ توڪلي مڙس هو، ۽ سدائين ڏٺيءَ تي پاڙيندو هو. پوءِ تہ پنهنجي جيئري ئي وصيت ڪري اها بني پنهنجي پٽ ديوان ايسرداس جي حوالي ڪيائين. پاڻ گوشي نشيني اختيار ڪيائين، ۽ 1875ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.



ديوان ايسرداس جيٺو مل

ديوان جيئي مل جو پٽ ديوان ايسرداس آگسٽ 1854ع ۾ ڄائو هو. ديوان جيئي مل ڪانپوءِ ديوان ايسرداس پنهنجي پتا جون بنيون سنڀالڻ لڳو، ۽ سڄي عمر زميندار ٿي رهيو. هو گهڻو وقت گذاريندو ئي پنهنجن بنين تي هو. رلڻو ملڻو مڙس هو. ارباب، ورهيا ۽ ٻيا جيڪي سندس پروارا زميندار هئا، تن سان چڱو رس رهائي ويٺو هوندو هو. اويل سويل هڪ ٻئي کي سڏيءَ سڏ ڏيندا هئا. شاديءَ غميءَ ۾ هڪ ٻئي وٽ ايندا ويندا هئا. ۽ هڪ ٻئي جي صلاح مصلحت ني هلندا هئا. جنهن ڪري هندو مسلم

اتحاد جو هيءَ هڪ عمدو مثال آهي. سنڌس ديهانت 17 اپريل 1907ع جي ٿيونجاهہ ورهين جي ڄمار ۾ ٿيو.

ديوان ايسرداس جو مربي فرزند مسٽر ريجهو مل آهي، جنهن جو جنم 3 فيبروري 1877ع جي ٿيو هو. سنہ 1898ع ۾ بي. اي، ۽ ڊسمبر 1901ع ۾ ايل. ايل. بي پاس ڪيائين، ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. سنہ 1906ع ۾ ميهڙ ۾ ڪجهہ وقت سب جج هو. مارچ 1907ع کان وٺي سادا پنج ورهيہ ميرپورخاص، سجاول، دادو، ۽ جيڪب آباد ۾ ريزيڊنٽ ماجسٽريٽ ٿي رهيو. 1912ع ۾ نوڪري ڇڏي لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو، ۽ اُتي ديواني ڪيسن ۾ چڱو نالو ڪڍيائين. سنجوڳ ورهيہ لاڙڪاڻي ۾ هو؛ پر پوءِ نظر خراب ٿي پيس، تہ وڪالت ڇڏي، حيدرآباد ۾ وڃي رهو.



مسٽر ريجهو مل ايسرداس

مسٽر ريجهو مل، مئٽرڪ کان وٺي بي. اي تائين سنسڪرت ڪنئين هئي، جنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ جو اونهو اڀياس ڪرڻ سولو ٿيس. ڀاشا وگيان يا علم لغات (Philology) جي اصولن جوا يتري قدر ڄاڻو آهي، جو ڊاڪٽر گربخشاڻي بہ مڃيندو اٿس.

سنڌي "واڪ رچنا" (علم نحو) بابت هڪ ڪتاب لکيو اٿس، پر اهو اڃا ڇپايو ڪونہ اٿس. ڪن براهمڻ ۽ ٻين ونڊن جي برپا ڪيل "سرسوتي پريشد" جو هڪ مکيہ ميمبر آهي. "وڪرم سميلن" جو بہ هڪ مکيہ بانيڪار اهو صاحب هو. "ڀاشا وگيان" (علم لغات Philology)، "منش وگيان" (Ethnology) ۽ ٻين گهڻن شين تي ڪراچيءَ جي ڪاليج مسلبني "ينگ لاير"، "بمبئي لا رپورٽر"، "آل انڊيا رپورٽر" ۽ ٻين مخزنن ۾ گهڻي ئي ليک لکيا اٿس. هندن جي قاعدن بابت ڪتاب بہ جوڙيل اٿس. هند اسيمبليءَ ۾ بل پيش ٿيو تہ ستن پيڙهين بدران چئن

پيڙهين جي خد نهرائجي، ته چئن پيڙهين جي اندر هندو شاديون نه ڪن، انهيءَ بل جي سخت مخالفت ڪئي هئائين. ٻين پنگتي ڳالهين ۾ به ڀهرو وٺندو آهي. هندو سڀا جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۽ خدا آبادي عامل پنچائت جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو به ميمبر آهي. خدا آبادي عامل ائگريڪلچرل بئنڪ جو ڊائريڪٽر آهي. ڪيس تي پٽ موتيرام، منگهارام ۽ ٽيڪم آهن.



مسٽر موتيرام ريجهو مل

مسٽر موتيرام ريجهو مل جو جنم 13 آڪٽوبر 1915ع جي ٿيو هو. ٽي ورهيه آمريڪا ۾ تعليم وٺي ايم. ايس. سي. ايڪانامڪس ۽ ايم.ايس.سي. ائگريڪلچرل ۽ ايڪانامڪس جون ڊگريون حاصل ڪيائين ۽ فرسٽ ڪلاس ۾ آيو. پنهنجيءَ قابليت ڪري آمريڪا جي "ٽيڪسس Texas" يونيورسٽيءَ ۾ ائگريڪلچر ۽ ايڪانامڪس جو ليڪچرر مقرر ٿيو. آمريڪا مان پي. ايچ. ڊي. (ڊاڪٽري) امتحان پاس ڪيائين. لڙائيءَ سبب 1941ع ۾ موٽي آيو، ته يڪدم دهليءَ ۾ "سپلاءِ ڊپارٽمينٽ" ۾ ويو اسسٽنٽ ڪنٽرولر آف پرچيسز مقرر ٿيو. پوءِ "سپلاءِ" کاتي مان ڦري "فوڊ" ڊپارٽمينٽ ۾ ويو. هن وقت ڊائريڪٽر آف پرچيسز آهي ۽ هڪ هزار روپيا پگهار اٿس. دنيا جي ڳچ ڀاڱي جو سير ڪيو اٿس.

مسٽر ريجهو مل جو ٻيو پٽ مسٽر منگهارام انٽر سائنس پڙهي پيو. ناٽڪن ۾ پارٽ وٺندو آهي.

مسٽر ريجهو مل جو ٽيون پٽ ٽيڪم هن وقت ساڍن سترهن ورهين جي ڄمار جو آهي. "انٽر ڪامرس" پڙهي پيو. سئنيما جو شوق گهڻو اٿس. "فلم نيوز" ۾ ليک لکندو آهي ۽ "فلم ورلڊ" مخزن جو آنرري سيڪريٽري آهي.

ديوان ايسرداس جو ٻيو نمبر فرزند ديوان حوبچند آهي، جنهن جو


مسٽر ٽيڪم ريجهو مل

جنم آگسٽ 1888ع ۾ ٿيو هو. پوني جي ائگريڪلچرل ڪاليج مان وديا پرائي، بي. اي. جي (ائگريڪلچر) جي ڊگري بمبئيءَ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيائين. پوءِ به ورهيه ڪن ميرپورخاص جي ائگريڪلچرل اسڪول جو هيڊ ماستر ٿي رهيو ۽ ان کانپوءِ سنڌ جو "ڪاٽن بريڊر" مقرر ٿيو. بمبئي سرڪار، پراونشنل ائگريڪلچرل سروس" جي لسٽ تي آندس، ۽ سرڪاري خرچ تي ائگريڪلچر جي وڌيڪ ابياس ڪرڻ لاءِ آمريڪا ۾ موڪليائون. آمريڪا ۾ خاص کوجنائون ڪري اهڙو نالو ڪڍيائين، جو لنيئن (Lineann) سوسائٽيءَ آف لنڊن ۽ رائل هارٽيڪلچرل سوسائٽي لنڊن جو فيلو مقرر ٿيو. آمريڪا ۾ خاص کوجنائون ڪري، جيڪا ٿيسس (Thesis) پيش ڪيائين، تنهن ۾ پنهنجي چڱي اصليت ڏيکاريائين، ته سرڪاري خرچ تي آمريڪا جي جدا جدا هنڌن ۾ ائگريڪلچر جي حالتن جي ابياس ڪرڻ لاءِ موڪليائونس. ائين آمريڪا ۾ پنهنجو نالو ڪڍي، هندستان ۾ موٽي آيو. ان وقت بمبئي کاتي جي ڊائريڪٽر آف ائگريڪلچر سنڌ ۾ سڪرنڊ ۾ ائگريڪلچر رسرچ اسٽيشن کولي جنهن ۾ پنهنجي


راءِ بهادر ديوان کوبچند ايسرداس

نوڪريءَ سان گڏ، هن اسٽيشن جو ڊائريڪٽر به ٿيو. پر "ايڪسپرٽ" به مقرر ڪيائين، جن مان هڪڙو مسٽر کوبچند ٽڏاڻي هو، جو "بوٽنسٽ ان سنڌ" (Botanist in Sind) مقرر ٿيو. سنڌس گريڊ 550

ڪان وٺي 1250 روپين تائين هو. تنهن ڪري سڪرنڊ ۾ ڪيترو وقت ماهيانو پگهار 1250 روپيا ملندو هوس. سنڌس 1936ع ۾ سنڌ جو پرڳڻو بمبئي ڪاتي ڪان ڌار ٿيو، تنهن ڪان ٿي اڳي سنڌ ائگريڪلچرل ڪاتو بمبئي ڪان ڌار ٿيو هو ۽ مسٽر جينڪنس چيف ائگريڪلچرل آفيسر جي عهدي سان سنڌ جي ڪاتي جي مٿان ٿيو. مسٽر جينڪنس پوءِ بمبئي ڪاتي جو ڊائريڪٽر ٿيو، تہ سنڌس سفارش تي مسٽر ٽڏاڻي سنڌس جاءِ تي ڪچي طرح مقرر ٿيو. سنڌ جو پرڳڻو ڌار ٿيو، تہ عملدار چونڊڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي مقرر ٿي جنهن ڪيس سنڌ لاءِ ڊائريڪٽر آف ائگريڪلچر چونڊيو. ست ورهيہ اهو عهدو ماڻيائين. ۽ پگهار 1250 ڪان وٺي 1500 تائين ٿيس. 1500 پگهار تائين وڌيو، تنهن ڪانپوءِ 1944ع ۾ پينشن ورتائين. نوڪريءَ واري عرصي ۾ بمبئيءَ جي يونيورسٽيءَ جي ايم. اي جي (ائگريڪلچر) جي ڊگري حاصل ڪيائين. حسن خدمتيءَ ڪري پهريائين "راءِ صاحب" ۽ پوءِ "راءِ بهادر" جو لقب مليس. آمريڪا ۽ هندستان جي ڪيترن جرنلن ۾ ائگريڪلچر بابت گهڻائي ليک لکيا اٿس. آمريڪا جي جرنل آف هيريڊٽيءَ ۾ حيدرآباد جي پڌن جي آکهہ بابت بہ هڪ عمدو ليک لکيو هئائين.

راءِ بهادر ديوان خوبچند جو پٽ مسٽر نرملداس بمبئيءَ يونيورسٽيءَ جي بي. ايس سي پاس ڪيل آهي. پوءِ مئنچسٽر يونيورسيءَ جي اليڪٽريڪل انجنيئرنگ جي بي. ايس سي جي ڊگري حاصل ڪيائين. سنڌ ۾ موٽڻ بعد "سپلاءِ" ڪاتي ۾ مقرر ٿيو، جتي هينئر ڊپٽي ڊائريڪٽر آف سپلائيز آهي.



پروفيسر ٽي. آءِ. ٽڏاڻي

ڊيوان ايسر داس جو ٽيون نمبر فرزند مسٽر ٿانورداس نومبر 1890ع ۾ ڄائو هو. بي اي ۾ سيڪنڊ ڪلاس ۾ آيو هو، ۽ انگريزيءَ ۽ پارسيءَ ۾ فرسٽ ڪلاس مارڪون

ڪنيون هئائين. فرسٽ ڪلاس ايل. ايل. بي ۾ سچي بمبئيءَ مان فرسٽ ڪلاس ۾ پهريون نمبر آيو. پوءِ سيڪنڊ ايل. ايل بي پاس ڪري لاڙڪاڻي ۽ ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. وڪالت ڪندي ڪراچيءَ جي "لا" ڪاليج جو آنرري پروفيسر ۽ پوءِ وائيس پرنسپال ٿيو.

"لا" جي پروفيسريءَ ڪانسواءِ انگريزيءَ جو پروفيسر به ٿيو. ڪاليج ۾ چڱو نالو ڪڍيو اٿس. هن وقت "ينگ لاير" جو آفيشل ايڊيٽر به آهي. هيءَ سڀ ديوان چيتمل موتيرام جي پٽ ديوان بهار مل جي نسل مان آهن. ساڳي نسل مان پيا به آهن؛ پر منجهائن وڏو عهدو راءِ بهادر ديوان خوبچند ايسرداس ٽڏاڻيءَ پاتو، جو ڊائريڪٽر آف اگريڪلچر ٿيو، جيئن مٿي ڄاڻايو ويو آهي.

ديوان موتيرام جي ٻئي پٽ ديوان جڳتراءِ جي آکهه مان ديوان گوپالداس ٿارو مل ٽڏاڻي سپلاءِ کاتي ۾ ڊائريڪٽر آهي. ساڳي نسل مان مسٽر ليکجراج تلوڪچند هو، جنهن حيدرآباد ۾ پهريائين پهريائين "پريات" نالي هڪ هفتيوار اخبار آڪٽوبر 1896ع ۾ جاري ڪئي هئي، جا ڪانئس پوءِ سندس پٽ مسٽر گوپالداس هلائيندو هو. ماسٽر تلجارام به انهيءَ نسل مان هو.

ديوان موتيرام جي ٽئين پٽ ديوان خوبچند جي آکهه مان راءِ بهادر ديوان بولچند ٽڏاڻي سپرنٽينڊنٽ آف لئنڊ رڪارڊس اينڊ اگريڪلچر آهي.

ديوان موتيرام جي چوٿين پٽ ديوان ٿؤنر مل جي آکهه مان جسٽس ٽڏاڻي ۽ پاڻس ديوان نانڪرام هندو ڪاليج دهليءَ جو پرنسپال آهن. سندن سرڳواسي پاءُ مسٽر ريواچند وسٽمل ڪراچيءَ ۾ وڪالت ۾ چڱو نالو ڪڍيو. ساڳي نسل مان مسٽر جوڌا رام ٿومر سنگهه ۽ پيا آهن.

### ٽڏاڻي (2):

نک "ڪنگهر". ساڳيءَ نک وارا پنجاب ۾ به آهن ۽ اروڙ ونسي سڏجن ٿا. ڏسو "اروڙ ونسي". ٽڏو مل، شوداس ڏيوانداس ۽

منسکداس اهي چار ئي ڀائر اصل ملتان ۾ رهندا هئا. جنهن ڳالهه کي ٻه ٽي ڪين ورهيه ٿيا. ان وقت ملتان جي سرحد ڇون ڪي جهنگلي قومون ملتان ۽ ٻين هنڌ ڪاهي پونديون هيون ۽ گهڻا گهر ڦري لٽي تباهه ڪنديون هيون. هي ڀائر به ستايل هئا. مهراج هرڪشنداس نالي هڪ براهمڻ سان ڏيٺ هئي جنهنجا ڪي مائٽ سنڌ ۾ هئا. هن صلاح ڏني، ته سنڌ ۾ هلي روزگار جو ڪو بلو ڪريو. هي چارئي ڀائر، مهراج سان گڏجي، پيرين پنڌ ملتان مان نڪتا. واٽ لاءِ سمر سبتن جو اٽو ۽ ڳڙ کنياڻون. سنڌ ۾ اول شڪارپور ۾ هاٽي در وٽ رهيا. اُتي روزگار جو سئو ڪونه ٿين، ته پوءِ ساهتي پرڳڻي ۾ ويا، ۽ موري جي شهر ۾ لاڙن جي وقت ۾ ڪجهه ڪمايائون. پوءِ درياهه اُڪري سيوهڻ ڏي ويا. پڙهه ڦٽي جي مهل هئي. اُن وقت سيوهڻ جي مڙهيءَ جو گوسائين نرنجن گر ڪنهن وڻ جي هيٺان ايشور جي ڌيان ۾ ويٺو هو. هڪ بلا آهستي آهستي انهيءَ گو سائينءَ ڏي وڌڻ لڳي. مهراج هرڪشنداس ته پهه پٿر هڻي بلا ماري. گوسائينءَ کي بلا کان بچايائون، ته هو سندن ٿورُ مڃي، کين پنهنجيءَ مڙهيءَ ۾ وٺي ويو. ڪي ڏينهن کين پاڻ وٽ رهايائين. مهراج هرڪشنداس جو هڪ سؤٽ ان وقت مانجهند ۾ هو، تنهن دعوت ڏيئي پاڻ وٽ گهرايئن. ڪجهه وقت مانجهند ۾ رهي، پوءِ حيدرآباد ڏي ويا. شام جي وقت گدوبندر واري رستي تي ڪي رهزن اچي لڳن، جيڪو ٿورو گهڻو پئسو هون سو ته کائڻ ڦريائون؛ پر کين ڪيترا زخم به رسايائون. سندن دانهن ٻي اوسي پاسي جا ماڻهو اچي مڙيا، تن کين کٽولن تي کڻائي، حيدرآباد ۾ هاٿوڪٽي سري گهاٽ وٽ آندو، اتي اڳي چونڪي هئي. هاٿوڪي گوسائين واري گهٽيءَ ۾ گوسائين هرنام گر جي مڙهي هئي، ۽ اهو گوسائين بيمارن جي دوا ستي ڪندو هو. هنن زخميلن جي ملم پٽيءَ ڪرائڻ لاءِ کين انهي مڙهيءَ ۾ وٺي ويا. اتي اهو ساڳيو سيوهڻ وارو گوسائين نرنجن گر ڏٺائون، ته گهڻو عجب لڳن ۽ هڪ ٻئي کي ڇهڇهي اُڪير سان گڏيا

اهي گوسائين هڪ ٻئي وٽ ايندا ويندا هئا. سوامي هرنام گر پاڻ وٽ رهاين ۽ ملم پٽي ڪري ڇڏيائين. پوءِ چيائين تہ جيڪڏهن ميرن وٽ نوڪري ڪريو تہ مان چؤ چاءِ ڪري اوهان کي نوڪري وٺي ڏيان. هيءَ چارئي ڀائر پوءِ نوڪريءَ ۾ گهڙيا. مڙهيءَ جي ويجهو وڏا پٽ مفت ۾ ملين، اُتي جايون جوڙائي ويٺا. پوءِ مڱيا پرڻيا، تہ ملتان ڏي موٽڻ جو خيال ئي لاهي ڇڏيائون. ديوان ٽڏو مل، جنهنجو اولاد هيءَ ٽڏاڻي سڏجن ٿا، سي لڏي وڃي نهاين جي پڙ ۾ ويٺا؛ باقي شوداس جو اولاد (شوداساڻي) انهيءَ گوسائين واري گهٽي ۾ رهيا جنهن ڪري گوسائين واري گهٽيءَ ۾ "سوداساڻي گهٽي" بہ آهي. ڏيوڻ داس جو اولاد ديوان چوٿرام دفتردار جي آڪهہ وارا آهن، جن مان پروفيسر گهنشام ڄيٺانند سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي جو ميمبر آهي. اهي سچ پچ تہ "ڏيوڻ ملاڻي" آهن؛ پر پاڻ کي "شوداساڻي" سڏائيندا آهن. ديوان منسکداس جو اولاد گوسائين واري گهٽيءَ کان ٿورو پرڀرو وڃي رهيو، ۽ اها گهٽي سندس نالي پٺيان "منسکاڻي" گهٽي سڏجي ٿي، ڄا چنديراماڻي گهٽيءَ جي چاڙهيءَ سان لڳي بيٺي آهي. مصنف جي ڏسندي چنديراماڻي گهٽي جي چاڙهيءَ هيٺان قبرستان لڳو پيو هوندو هو ۽ پوءِ اُتي جايون جڙيون. هن سيني آڪهين جو اڄ تائين گوسائين جي مڙهيءَ سان لاڳاپو آهي. "ياڳيا" نک وارن ٽڏاڻين وانگر "اڳهہ" ڪونہ ڪندا آهن؛ پر وهانءَ وڏاڻ ۽ ٻين شڀ ڪارجن مهل مهاديو جو روٽ ڪندا آهن.

هن چئن ڀائرن سان گڏ جيڪو براهمڻ مهراج هرڪشنداس آيو هو، سو ڪجهہ وقت مڙهيءَ ۾ رهيو. وديا جو وڏيڪ اڀياس ڪيائين، تہ ناماچار تڪتس، جنهن ڪري ڪيترا سندس ججمان ٿيا. سندس اولاد مهراج لوڪرام تئنارام ۽ پاٹس مهراج وشنو شرما آهن. گوسائينءَ سان سنبنڌ هون، تنهن ڪري اُهي بہ اڄ تائين وهانءَ وڏاڻ تي مهاديو جو روٽ ڪندا آهن، ۽ اهو رواج ٻين براهمڻن ۾ ڪونهي. هن ٽڏاڻين مان ديوان واڌو مل گنگارام جج، ديوان هاسو مل زميندار، اءِ بهادر

ديوان هوتچند چاندبو مل، ديوان آئلمل ۽ ٻيا آهن. سندن وڏيڪ احوال مِلڻو آهي، جو ٻئي ڀاڱي ۾ ڏبو.

**ٺهلياڻي:**

نک "راءِ ڳوراڻ" (راءِ ڳراچ). اصل ڪڇ علائقي کان آيل آهن. ڪڇ جا راءِ جاڙيجن جي نسل مان آهن ۽ سما راجپوت آهن. ٺهلياڻي سما راجپوت نہ آهن؛ پر ڪڇ کان آيل لهاڻن ۽ ڀاٽين جي ڪيترين نکن جي نالن اڳيان "راءِ" لفظ گڏيل آهي. ڀانئجي ٿو تہ ڪڇ جي راءِ جو مٿن هٿ هو، تنهن ڳالهہ جي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ پنهنجن نکن جي نالن اڳيان "راءِ" لفظ گڏيائون. ساڳيءَ ريت حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي جا "شهاڻي"، چاندڪا (لاڙڪاڻي) پرڳڻي جي گورنر شاهہ بهاريءَ جي نالي پٺيان، پاڻ کي "شهاڻي" سڏائڻ لڳا، جو شاهہ بهاريءَ جو مٿن هٿ هو، ۽ منجهائن ڪيترا وڏن وڏن عهدن تي هئا. ٺهلياڻي ڀاٽيا بہ نہ آهن، تنهن ڪريءَ ڀڪ سان چئي سگهجي ٿو، تہ لهاڻا آهن. ڏسو "لهاڻا". هن وقت اهي ٺٽ تعلقي نوشهري فيروز ۾ رهن ٿا.

"ٺٽ" اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "تٽ"؛ جنهن جو اُچار سنڌيءَ ۾ "تڙ" بہ آهي؛ پر "ٺٽ" ۽ "تڙ" جي وچ ۾ تفاوت آهي. ڪنهن واهہ يا درياهہ جي تڙ وٽ ٻڌل ڳوٺڙو، جتان پتڻ اُڪري پار ٽجي، تنهن کي "ٺٽ" چئبو آهي. هاٿوڪي ننگر ٺٽي طرف ماڇر ذات جي مهاڻن جي ٺٽ هئي، جتان مسافرن کي پتڻ اُڪاري، سجاوَل طرف ڪندا هئا (ڏسو صفحہ 45-44). ٺٽي جو شهر ٻڌو، نہ اها ٺٽ پوءِ شهر سان گڏجي ويئي، تہ بہ اڄ تائين اُن کي "ٺٽ جو پاڙو" حوند! آهن. سيوهڻ ۾ بہ "ٺٽ جو پاڙو" آهي. هن پاسي بہ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ مهاڻن جي ٺٽ هئي، جنهن تان پوءِ سڄيءَ ديهہ تي اهو نالو پيو.

سنہ 1812-1811ع ۾ ڪڇ علائقي، ڪاٺياواڙ ۽ راجپوتانا ۾ اهڙو سخت ڏڪار پيو، جو ٻئسن تي بہ اُن ڪونہ ٿي مليو، جنهن ڪري اتي جا ڪيترا رهاڪو سنڌ ڏي ڀڄي آيا. ڪيترا برهمڻ کتري، ڀاٽيا ۽ لهاڻا

ان وقت لاڙ ۾ اچي رهيا، جتي اڄ تائين سندن اولاد آهي. ڪي وڏي ساهتي پرڳڻي ۽ لاڙڪاڻي طرف ويا، جهڙوڪ رتيديري طرف جا جئسنگاڻي، جي راجپوتانا کان آيا هئا، ۽ نت جا ٺهلياڻي، جي ڪڇ علائقي کان انهيءَ آپدا جي سمي ۾ سنڌ ۾ آيا هئا. اهي هوند وارا هئا ۽ سنڌ ۾ پنهنجون زمينون خريد ڪري ان پوک ڪرڻ لڳا.

ساهتي پرڳڻي ۾ ٺهلياڻين جون زمينون درياهه جي لڳ ڀڳ هيون، ۽ انهن جي نزديڪ نت جو ڳوٺ اصل هڪڙو ئي هو، جو سندن اچڻ کان ئي گهڻو اڳي ٻڌل هو. آڏواڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان آڏو مل، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾، انهيءَ نت مان پرڙيو هو. (ڏسو صفحه 57). سنه 1825ع ڌاري، درياهه جي اُٿل سبب، نت، منياڻي، تگڙ، ڪمالديرو تعلقو ڪنڊيارو ۽ ٻيا ڪي درياهه جي پر وارا ڳوٺ ٻڏي ويا. درياهه جو پاسو ڇڏي، انهن هندن جي زميندارن ڪي پنهنجن ٻنين کان پري رهڻ پسند نه آيو، تنهن ڪري وري ساڳي هنڌ اُهي ڳوٺ نئين سر ٻڌائون. سنه 1858-1857ع ڌاري اهي سڀ ڳوٺ وري ٻيو ڀيرو ٻڏي ويا. سيٺ ٺهلئي مل جو مربي فرزند سيٺ لکو مل هو، تنهنجي پٽ سيٺ هوتچند نئين نت ٻڌي، جا سندس نالي پٺيان "نت هوتچند" سڏجڻ ۾ آئي. ان وقت ميان ياوڻو خان ذات جو ڳوڙاهو انهيءَ پاسي هڪ وڏو زميندار هو، تنهن "نت هوتچند" کان ٿورو پريرو پنهنجو ڳوٺ ڏار ٻڌو، ۽ اهو سندس نالي پٺيان "نت ياوڻو" ڪوٺجڻ ۾ آيو؛ پر عام طرح "نت ڳوڙاهو" چوندا اٿس. چاليهه کن ورهيه ساندهه هي ٻئي نتون صحيح سلامت هيون؛ پر سنبت 1955 ۾ يعني 1890ع ڌاري، آبڪلائي موسم ۾ درياهه اهڙي ڌڙ لاتي، جو ٻئي نتيون لهرن ۾ لڙهي ويون جي وري نئين سر ٻڌائون. هن پوئين گهمري ٺهلياڻين مان سيٺ پوجراج پنهنجو ڳوٺ ڏار ٻڌو. اڄين درياهه جي پاوڪ ٻن نتين مان ٽي نتيون ڪرائي ڇڏيون. نت پوجراج ۽ نت ڳوڙاهو هڪ ٻئي کان سڌ پنڌ تي، منياڻيءَ کان سوا ميل کن جي مفاصلي تي آهن. انهن کان ڪوهه

ڪن پري ٽٽ هوتچند، ڳوٺ دلپپوٽن جي لڳو لڳي، ٽاڙو شاهه کان پنجن ڇهن ميلن جي مفاصلي تي آهي. اهي ٽيئي ٽٽيون سنه 1900ع ڌاري ٻڌيون هيون. هاڻوڪو منياٽيءَ جو ڳوٺ به ان وقت جو ٻڌل آهي.

اڳي ٽٽ هوتچند ۽ ٻين ٻن ٽٽين جي وچ ۾ هڪ ٻيلو هوندو هو، جنهن کي "مهاڙي" ڪري سڏيندا هئا. ڪن وڏهين کانپوءِ بدامنيءَ ڪري، اتان اويل سويل لنهگڻ ۾ خوف ٿيڻ، تنهن ڪري ٽٽ هوتچند جي رهاڪن جو اير پير ٽارو شاهه طرف ٿيو. سنه 1922ع ۾ ٽارو شاهه کان سڪرنڊ تائين ريل جو رستو جاري ٿيو، ٽارو شاهه کانپوءِ ٻي اسٽيشن "ٽٽ هوتچند" ٿي. گذريل سال 1945ع جي آبڪلاني موسم ۾ درياهه شاهه وڏي اچي داد واهه ۾ پيو، ته ٻوڏ جي ڊپ کان ڪي ٽاروشاهه ته ڪي نوشهري فيروز ڏي لڏي ويا. ويجهڙائيءَ ۾ ٽٽ هوتچند ۾، سيٺ جاڙي مل جي گهر کي، ڌاڙو لڳو، جنهن ۾ ڌاڙيل ويهن پنجويهن هزارن جي ملڪيت ڦري ويس، تنهن ڪري به هراس وچان ڪي ٽارو شاهه ۽ ڪي ٻين پاسي لڏي ويا. ٺهلياڻين جا هن وقت ٽي سؤ ڪن گهر آهن، پر هاڻ اڃهو اڻين ٽڙي پکڙي ويا آهن. ڪي نوڪرين سانگي ٻارن ٻچن سان ٻاهر رهن ٿا، جنهن ڪري انهن ٽٽين ۾ هاڻ رڳو ڳاڻ ڳڻيا گهر آهن.

## ٺهلياڻين جو سلسلو:

سيٺ ٺهليو مل جنهنجو اولاد "ٺهلياڻي" آهن. تنهنجو سؤٽ سيٺ جتو مل هو، جو ڪاٽنس ننڍو هو. سيٺ جوتو مل جي نسل وارا به پاڻ کي "ٺهلياڻي" سڏائيندا آهن. سيٺ ٺهلئي مل کي پنج پٽ هئا: لڪو مل، پريمچند، ڦرو مل، پمنداس ۽ منگهرمل. پهرين پٽ سيٺ لکومل جو هڪ پٽ سيٺ هوتچند هو، جنهنجي نالي پٺيان "ٽٽ هوتچند" سڏجي ٿي. اِها ٽٽ ٻڌي، ته نه رڳو سيٺ جو اولاد يعني سيٺ ٺمون مل ۽ ٻيا اتي وڃي رهيا؛ پر سيٺ لکو مل، سيٺ پريمچند ۽ سيٺ منگهو مل جي نسل وارا به اتي گهر جوڙي ويٺا. گهڻن پاڻرن جو

اولاد ھيءُ ڳوٺ وسائي ويٺو، تہ "ڪوڏناڻي" آڪھہ جو سيٺ لھرو مل بہ اتي وڃي رھيو، جو ھڪ وڏو زميندار ھو. ائين تنھين ٽئين مان ٽٽ ھوتچند وڏيرو ڳوٺ ٻڌيو. اُتي سيٺ ستي داس بہ ھڪ وڏو زميندار ٿي گذريو آھي.

سيٺ ڦرو مل جو پوٽو سيٺ پوڄراج سڄاڻ مل ھو، جنھن جي ٻالي ٻنيان "ٽٽ پوڄراج" ڪوٺجي ٿي. سيٺ ڦرو مل جي پٽ سيٺ پاڳاري مل جو اولاد ٽٽ ڳوڙاھي ۾ وڃي رھيو؛ باقي سنڌن ويجھا سوٽ سڀ ٽٽ پوڄراج ۾ رھيا.

سيٺ پوڄراج کي بہ پٽ سيٺ گنومل ۽ سيٺ وِيڙھو مل ھئا. سيٺ گني مل جو پٽ ديوان تولارام ھو، ۽ سيٺ ويڙھي مل جو پٽ مسٽر ھزاري مل پوسٽ ماسٽر ھو.



ديوان تولارام گنو مل

ديوان تولارام گني مل جو جنم 5- ڊسمبر 1869ع جي ڳوٺ ٽٽ ۾ ٿيو. سندس وڏا اُتي زميندار ڪندا ھئا؛ پر سندس پيتا سيٺ گنو مل بمبئيءَ ۾ ڌنڌو ڪندو ھو. ٽھليائين مان پھريون ديوان تولارام ھو، جو حيدرآباد ۾ وڃي انگريزي پڙھيو ۽ مئٽرڪ پاس ڪيائين. مئٽرڪ پاس ڪري نوشھري فيروز جي انگريزي اسڪول ۾ وڃي ماستري ڪيائين. جلد ئي ماستري ڇڏي روينيو کاتي ۾ گھڙيو ۽ پندرھن روپيا پگھار مليس. پوءِ پنھنجي قابليت ۽ لياقت ڪري جلد ئي وڏي اول نائب چٽنس ۽ پوءِ مختيارڪار ٿيو. پنھنجي نوڪريءَ جي منڍ وارو گھڻو عرصو حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۾ ۽ پڇاڙيءَ وارو ڪجھ عرصو سکر ضلعي ۾ گذاريائين. ڳڙھي ياسين ۾ چار ورھيہ ساندھہ مختيارڪار ھو جتان پوءِ شڪارپور جو مختيارڪار ٿيو. جلد ئي پوءِ روھڙي ڊويزن جو ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو. پنھنجن ساٿيءَ وارن جي بھبوديءَ جو گھڻو اونو ھوندو ھئس.

ٿرپارڪر ضلع جي ڊپٽي ڪمشنر هاڻ "ڪليڪٽر" جو چٽنبس مقرر ٿيو ته ڪيترن ساهتي واسين ۾ پڙهڻ لاءِ چاهه پيدا ڪيائين، ۽ ڪين نوڪريون وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪيائين. اهو ئي سبب آهي، جو اڄ به ٿر ضلعي ۾ ساهتي واسين جو گهڻو تعداد نوڪرين ۾ آهي. تعليم جي واڌاري لاءِ پنهنجي ننڍڙي ڳوٺ ٽنڊو پوهراج ۾ هڪ انگريزي اسڪول کوليائين. مٺياڻيءَ جي انگريزي اسڪول جي واڌاري لاءِ ڪيتري مالي توڙي اخلاقي مدد ڪيائين، جنهن ڪري انهيءَ اسڪول جي "سائنس هال" تي سندس نالو پيل آهي.

سنه 1892-1893ع ڌاري حيدرآباد ۾ سوامي هيمراج چڏاڪاشي آيو هو. سندس سنگ ۾ چڏاڪاشي پنٿ ۾ ديوان تولارام جو درڍ وشواس ٿيو. ان جي واڌاري لاءِ هڪ ورهيه نوڪريءَ مان موڪل وٺي حيدرآباد چڏاڪاشي مندر ۾ "بال مندر" کوليائين، جتي ننڍڙن ٻالڪن کي ڌرمي سکيا ڏيندو هو. نوڪريءَ مان پينشن وٺڻ کان اڳ "ٽيڊارس ٽريننگ اسڪول" جي هيڊ ماستري گهري ورتائين. اٺين اٺ مهينا حقي موڪل جا گذاري 25 ڊسمبر 1924ع ۾ پينشن ورتائين. مطلب ته نوڪريءَ ۾ گهڙيو به ماستر ٿي، ته پينشن به ماستريءَ ڪندي ورتائين. سٺ وزهين جي ڄمار ۾ 1929ع ۾ پنهنجي ڳوٺ ٽنڊو پوهراج ۾ چالاڻو ڪيائين.

ديوان تولارام کي ٻه پٽ آهن: جهوڙو مل ۽ آتمارام. مسٽر جهوڙيمل پنهنجو گهڻو ڌيان طبابت ڏي ڏنو، ته دکاين جا دک لاهجن؛ تي ورهيه کن ناماياري حڪيم اجمل خان وٽ رهي طبابت سکيو. اڄ تائين طبابت ڪندو آهي ۽ زمينداري به ڪندو آهي.

ديوان تولارام جو ٻيو نمبر فرزند مسٽر آتمارام ڪراچي ڪاليج ۾ پڙهيو، ۽ بي. سي ايس امتحان ۾ ڪاليج ۾ پهريون نمبر آيو ته "ارسڪن ميموريل پرائيز" مليس. 1925ع ۾ نارو شاهه هاءِ اسڪول ۾ نوڪريءَ ۾ گهڙيو. سنه 1928ع ۾ بي. ٽي امتحان پاس ڪيائين ۽


ديوان آتارام تولارام

هن وقت نارو شاھہ هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر آهي. هو صاحب "ساهتي ٽيچرس ائسوسيئيشن" جو، ۽ موٽو مل هرچند مل ساهتي گورنمينٽ جو، پريزيڊنٽ آهي. سڄيءَ ساهتيءَ ۾ راندين لاءِ چڱو چاھہ پيدا ڪيو اٿس.

### تعليم جي ترقي:

سنڌ ۾ سرڪاري هاءِ اسڪول 1853ع کان وٺي کليا. هڪڙو ڪراچيءَ، ٻيو حيدرآباد ۽ ٽيون شڪارپور ۾. حيدرآبادي عاملن حيدرآباد هاءِ اسڪول جو چڱو فائدو ورتو، ۽ منجهائن ڪن بمبئيءَ ۾ وڃي اعليٰ تعليم ورتي، جنهن ڪري سگهوئي حيدرآباد جو شهر تعليم يافتن جو گهر ٿيو. وڏا عهدا بہ اول حيدرآبادين کي مليا. ساهتيءَ ۾ تہ ڪيترا ورهيہ هڪڙو بہ هاءِ اسڪول ڪونہ هو؛ پر وديا پرائڻ لاءِ چاھہ هون. مارچ 1878ع ۾ سکر ۽ ڪوٽڙيءَ وارو ريل جو رستو کليو، تہ ڪي ساهتيءَ وارا حيدرآباد هاءِ اسڪول ۾ وڃي پڙهڻ لڳا؛ پر سفر جي سختي هئي. پريا ۽ نارو شاھہ جا شاگرد منياٽيءَ جي پريان درياھہ اُڪري، اول پراڻي ديري ۽ پوءِ ڦلجيءَ ويندا هئا. ڦلجيءَ جي ڳوٺ ۾ ريلوي وارن جي ٽرالي بيني هوندي هئي، تنهن ۾ چڙهي، ڦلجي اسٽيشن تي ويندا هئا، ۽ اتان آگ گاڏيءَ ۾ چڙهي؛ ڪوٽڙيءَ ويندا هئا. ڪوٽڙيءَ واري پل 25 مئي 1900ع جي کلي. انهيءَ کان اڳ ڪوٽڙيءَ ۽ گدو بندر جي وچ ۾ هڪ سرڪاري جهاز صبح کان وٺي سج لٿي تائين هلندو هو، جنهن ۾ مسافر چڙهي، گدو بندر ويندا هئا، ۽ اُتان گهوڙي گاڏين ۾ حيدرآباد ويندا هئا. اهڙيءَ حالت ۾ ساهتيءَ جا فقط ڪي ٿورا جوان اهي سفر جون سختيون قبوليندا هئا؛ نہ تہ عام طرح کي زمينداري ڪي دڪانداري، تہ ڪي ٻيڙين جي رستي سکر سان

وٽج واپار ڪندا هئا. ڪن ٺورن جون ڪوئيون سونمياڻيءَ ۽ لس ٻيلي طرف هونديون هيون. هاڻوڪو حيدرآباد ۽ روهڙي وارو ريل جو رستو 1896ع جي آخر ڌاري جڙي راس ٿيو، تہ حيدرآباد ۾ اچڻ جي سهوليت ٿين. ساهتيءَ ۾ سرڪار پوءِ بہ ڪو هاءِ اسڪول ڪونہ کوليو؛ پر اُتي جي ماڻهن پنهنجو ٻوٽو ٻاريو. نوشهري فيروز ۾ پئنچائتي هاءِ اسڪول کوليائون، ۽ هاڻ اُتي سرڪاري مدرسو آهي. نوشهري کان ٽي ڪوهہ پري پرين ۾، سادا تي ڪوهہ پري ٺاروشاهہ ۾ ۽ سادا چار ڪوهہ پري مٺياڻيءَ ۾ اسڪول کوليائون. هڪ هاءِ اسڪول ڪنڊياري ۾ بہ آهي. ڀِرِيا ۽ ٺوري ٺوري پنڌ تي ايترا هاءِ اسڪول ٿئي ڪنهن بہ هنڌ نہ آهن. انهن هاءِ اسڪولن کلڻ ۽ آمدرفت جي وڌيڪ سهوليتن هئڻ ڪري، ساهتيءَ وارن نهايت گهڻي ترقي ڪئي آهي. هينئر حيدرآباد کانپوءِ ٻيو نمبر ساهتي پرڳڻو آهي، جنهن ۾ ڪئين تعليم يافتہ آهن، ۽ منجهائن ڪيترا وڏن وڏن عهدن تي آهن. پنياڻي بہ هاڻ تڪڙي تڪڙي ترقي ڪندا پيا وڃن. ڏسو "پنياڻي". ٺهلياڻين ۾ پڙهڻ لاءِ چاهہ پوءِ بہ گهٽ هو. ديوان ٽولارام گنومل مختيارڪار ٿيو، تنهن کان پوءِ ٻين کي رشڪ آئي ۽ پنهنجن پٽن کي پاڙهيائون. هينئر ٺهلياڻين مان بہ ڪي گريجوئيٽ ۽ ڊبل گريجوئيٽ آهن ۽ چڱن عهدن تي آهن.

**ٽيڪواڻي:**

نک "ڦوريا". هيءَ مانجهو تعلقو ڪوٽڙيءَ ۾ رهن ٿا، جتي سندن ويهہ ڪن گهر آهن. منجهائن مکيہ آکہ مسٽر هاسنند مينگهراج جي آهي، جو ڪراچيءَ جي سنڌي هاءِ اسڪول جو پرنسپال آهي. اڳي ڪراچيءَ ۾ سڀ هاءِ اسڪول گهڻو ڪري رڳو گاڏي کاتي طرف هئا، ۽ شهر کي ويجهو ڪو هاءِ اسڪول هئو ئي ڪونہ. جنهن ڪري اولڊ ٽائون، مٺي در، کاري در ۽ بمبئي بازار طرف رهندڙ شاگردن کي اُتان کهي، گاڏي کاتي ڏي وڃڻو پوندو هو. مسٽر هاسانند شهر وارن شاگردن جي اها تڪليف محسوس ڪري، ڪراچيءَ جي سراءِ ڪوارٽر


پرنسيپال ايچ. ايم. ٽيڪواڻي

۾ پنهنجو هاءِ اسڪول کوليو، جو شهر کي توڙي ڳاڙي ڪاتي کي ويجهو آهي. اهو هاءِ اسڪول 1931ع ۾ کوليائين ۽ منڍ ۾ ئي قابل گرئجوئيٽ ماسٽر مقرر ڪيائين، نہ گهڻن شاگردن جي ڊوڙ هن هاءِ اسڪول ڏانهن ٿي. هن وقت تائين هيءَ سني هاءِ اسڪول چڱو زور وٺي ويو آهي.

**پريمل ٽي:**

هيءُ حيدرآباد ۾ رهن ٿا. سندن نک جو نالو ملي ڪونہ سگهيو آهي، جنهن ڪري سندن اصل نسل چڪي ٽٿو سگهجي. سندن وڏو ڏاڏو سيٺ پريمل هو، جنهنجو پٽ سيٺ بيگراج هو ۽ ان جو پٽ سيٺ ڪوڙو مل هو. سڄيءَ آکهہ ۾ان مکيہ ماڻهو مسٽر هاسو مل ڪلاچند هو، جو سيٺ ڪوڙيمل جو پوٽو هو. مسٽر هاسومل حيدرآباد جو جبرو وڪيل هو. سنہ 1896ع ڌاري مسٽر گوپالداس جهمٽ مل آڏواڻيءَ وڪالت جو امتحان پاس ڪيو، تہ پهريان ٻارهن ورهيہ سانده ساڻس گڏڪم ڪندو رهيو، ۽ پوءِ پنهنجي آفيس کوليائين (ڏسو صفحہ 67). مسٽر هاسيمل ۾ ديس شيوا جو انگ هو، ۽ ڪجهہ وقت حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ هو. ڪيس پنج پٽ ڄاوا: تيجو مل، چنديرام، مورجمل، جيوترام ۽ سيتلداس. مسٽر تيجو مل وڪالت ۾ پيءُ وانگر چڱو نالو ڪڍيو. سندس آفيس هينئر سندس پٽ مسٽر نارائڻداس پيو هلائي.

مسٽر هاسيمل جو ٻيو نمبر فرزند ڊاڪٽر چنديرام آهي، جو اکين جو ڊاڪٽر آهي. ايم. بي. بي. ايس، ايف. آر. ايف. پي ۽ ايس. ايف. آر. سي. ايس جون ڊگريون حاصل ڪيل اٿس. ڪراچيءَ جي سول اسپتال جو آنرزي سرجن آهي. ڪجهہ وقت انڊين ميڊيڪل ائسوسيئيشن ڪلڪتي جو وائيس پريزيڊنٽ، سنڌ ميڊيڪل يونين جو


ڊاڪٽر سي. ايچ. پريملاڻي

پريزيڊنٽ ڪراچيءَ جي هيلٽ ڪلچر انسٽيٽيوٽ جو سيڪريٽري ۽ ڪراچيءَ جي سنڌي جيمخاني جو پريزيڊنٽ هو. جرمنيءَ واري پهرين جنگ ۾ سنہ 1915ع کان وٺي 1923ع تائين انڊين ميڊيڪل سروس ۾ ڪئپٽن هو. ڪيترين ڊرمائو سنسٿائن سان ناتو اٿس. تجارتي ڳالهين ۾ بہ ڀرپور وٺندو آهي. هندستان ٽريڊنگ ڪارپوريشن (انڊيا) لميٽيڊ جي ڊائريڪٽرن جي بورڊ جو چيئرمين ۽ ڪراچيءَ جي سنڌ سوديشي اسٽور جي ڊائريڪٽرن جي بورڊ جو بہ چيئرمين آهي، پر گهڻو نالو اکين جي علاج ڪرڻ ۾ ڪڍيو اٿس. سياءَ جو لذيذ آهي، ويتر سائينءَ هٿ ۾ شفا ڏني اٿس، تہ ڪراچيءَ ۽ ٻين هنڌن جا ڪيترا ماڻهو پنهنجن اکين جي علاج لاءِ وٽس اچن ٿا.

ڊاڪٽر پريملاڻيءَ جا ٻيا ٽي ڀائر ڌنڌو ڪندا آهن. مسٽر مورجمل کي دهليءَ ۾ ۽ مسٽر سيتلداس کي ڪلڪتي ۾ "بوڪ اسٽال" (ڪتابن جو دڪان) آهي، ۽ مسٽر جيوترام کي دارجلنگ ۾ "سلڪ هائوس" (ريشمي ڪپڙي جو دڪان) آهي، ائين سڀئي ڀائر چڱو چڙهيل آهن.

## پنجواڻي:

ڏسو "آهوجا"، صفحہ 111.

## پنواڻي:

نک "لينجهار". پنوائين جو وڏو ڏاڏو پنهون مل ۽ گلراجائين جو وڏو ڏاڏو گلراجمل پاڻ ۾ سڳا ڀائر هئا. پنهون مل ۽ گلراجمل جو پتا سيٺ مهتاب راءِ ناڪرداس هو. هنن آکين جا وڏا اصل سڀي ڊابر جي

نزديڪ ناري گاج ۾ رهندا هئا ۽ سوناريڪو ڪم ڪندا هئا. اُهي ديويءَ جا اُپاشڪ هئا، ۽ آهوئي پوڄيندا هئا، جو رواج اڄ تائين سونارن ۽ ڪن ٻين ۾ عام آهي. چيٽي ذرو ڪٽي، اُما ديويءَ جي مورتي پٽ تي ناهي، اُن تي آن دائا چٽيندا آهن، ۽ پوءِ ڪنهن نهرايل تاريخ تي آهوئي درياه ۾ پرواهه ڪندا آهن. اهو آهوئي پوڄڻ جو رواج ٻيءَ ڪنهن به عاملڪي آڪهه ۾ ڪونهي.

پنهون مل ۽ گلراجمل جا وڏا ناري گاج ۾ڪيترا ورهيه امن امان ۾ رهيا؛ مگر پوءِ ڪنهن ڳالهه تان ڪن مسلمانن سان تڪرار ٿين، ته اتان لڏي، سنڌ ۾ اچي، اول بکر ۾ رهيا. بکر ۾ رهڻ جو سئو دلپسينديءَ جهڙو نه ٿين، ته اتان به لڏي، دادوءَ جي نزديڪ، خدا آباد ۾ وڃي رهيا، جو ان وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. آڏواٿين جو وڏو ڏاڏو ديوان آڏو مل خدا آباد ۾ رهندوهو، ۽ هلنديءَ وارو هو، تنهن سان حال اورياٿون، ته ڪيٿن ڪين پنهنجو وطن ڇڏڻو پيو. ديوان آڏو مل کين دلداري ڏيٺي، پنهنجي پر ۾ رهايو. پوءِ جڏهن حيدرآباد جو شهر وسيو، تڏهن ديوان آڏو مل حيدرآباد ۾ به کين پنهنجيءَ پر ۾ رهايو. اهوئي سبب آهي، جنهن ڪري حيدرآباد جي آڏواڻي گهٽيءَ ۾ هڪ پاسي پنواڻين جو ويڙهو ۽ ٻئي پاسي گلراجاڻين جو ويڙهو آهي. اڄ تائين انهن ٽنهين برادرين وارا شاديءَ غميءَ ۾ هڪٻئي وٽ ايندا ويندا آهن. پنواڻين ۽ گلراجاڻين جو رستو ناري گاج وارن سان پوءِ به هلندو آيو. اٽڪل 1878ع کان وٺي ناري گاج وارا پنواڻين وٽ ايندا ويندا ڪونه ٿا ڏسجن، نه ته اڳي پاڻ ۾ چڱو رستو هون.

حيدرآباد ۾ اچڻ کان پوءِ به پنواڻين ۽ گلراجاڻين جا وڏا اڳيون ساڳيو سوناريڪو ڪم ڪندا هئا؛ پر منجهائن ڪي صراف (Bankers) به هئا. ميرن کي ڍل جي عيوض ان وغيره جي پيداش جو حصو ملندو هو، ۽ ڪي عملدار اهو حصو نيڪال ڪري، هنن صرافن کي پئسا ڏيندا هئا، ۽ هو ميرن جي وزير ديوان وليرام منشاڻيءَ کي اهي پئسا هٿو هٿ

پهچائيندا هئا يا سڌو سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرائيندا هئا، ۽ ان لاءِ ڪميشن ملندي هئن. اهڙي هي صراف بہ جڻ تہ سرڪاري ڪامورا هئا. ويتر داسو مل ۽ ٿورا پيا ميرن وٽ نوڪرين ۾ گهڙيا، تہ "عامل" سڏجڻ ۾ آيا. حيدرآباد ۾ اُهي خدا آباد کان آيا هئا، تنهن ڪري "خدا آبادي عامل" ليکجڻ ۾ آيا. پوءِ تہ آهستي آهستي سونارڪي ڪرت ئي ڇڏي ڏناٿون.

دیوانِ داسومل پنواڻي ميرن وٽ پوليس سب انسپيڪٽر (صوبيدار) هو. سندس پٽ ديوان ڏنراج مل ريلوي ۾ هيڊ ڪلارڪ هو. کيس چار پٽ ڄاوا، جن مان وڏو مسٽر ڏيارام هو.


مسٽر ڏيارامِ ڏنراجمل

مسٽر ڏيارام ڏنراجمل جو جنم 1879ع ڌاري ٿيو. 1908ع ۾ وڪالت جو امتحان پاس ڪري سکر ۽ اپر سنڌ ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. وڪالت ۾ چڱو نالو ڪڍيائين، تہ پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو. سنہ 1934-1935ع ڌاري گذاري ويو.

ديوانِ ڏنراجمل جو ٻيو نمبر فرزند ديوان پرتابراءِ آهي، جنهن جو جنم اپريل 1883ع ۾ ٿيو هو. مئٽرڪ ۽ فائنل امتحان 1900ع ۾ پاس ڪيائين، ۽ پوءِ ٽي ورهيہ کن ساندهہ جيڪا بہ سرڪاري نوڪري ڪچيءَ طرح پئي مليس سا پئي ڪيائين. راج رشي ديوان ديارام گدو مل کيس ۽ ٻئي هڪ جوان کي همٿائي، مدراس جي هنري اسڪول ۾ "ڪروم" چمڙي جي ڪم سکڻ لاءِ روانو ڪيو ۽ هر هڪ کي چاليهہ روپيا هر مهيني اسڪالرشپ ڏيڻي


ديوان پرتابراءِ ڏنراجمل

ڪيائين. انهيءَ هنري اسڪول ۾ چمڙي رچائڻ وغيره جي ڪم سيکارڻ لاءِ هڪ آمريڪن مقرر ٿيل هو، سو پوءِ سگهو ئي اسڪول ڇڏي ويو، تہ هي لاچار موٽي آيا. ديوان پرتابراءِ پوءِ وڪالت لاءِ تياري ڪئي. سنہ 1906ع ۾ ننڍي وڪالت جو امتحان ڏنائين، تہ پهريون نمبر آيو. 1908ع ۾ وڏي وڪالت جو امتحان پاس ڪيائين. وڪالت ۾ چڱو نالو ڪڍيائين تہ 1914ع ۾ اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو، ۽ ساڳي وقت خانگي طرح بہ ڪيس پيو ڪٽيندو هو. 1914ع کان وٺي 1935ع تائين ٿوري عرصي لاءِ پبلڪ پراسيڪيوٽر ٿي بہ ڪم پئي ڪيائين، ۽ 36-1935ع ۾ پڪي طرح سرڪاري وڪيل مقرر ٿيو. سنہ 1936ع ۾ سنڌ جو پرڳڻو بمبئي کاتي کان ڌار ٿيو، تہ سڄيءَ سنڌ جي وڪيلن مان سرڪار ڪيس چونڊي، ائڊووڪيٽ جنرل مقرر ڪيو، ۽ انهيءَ عهدي تان آڪٽوبر 1943ع ۾ پينشن ورتائين. ٻئي سال سنڌ جي وزير آنريبل خانبهادر ايوب خان کهڙي تي مقدمو هليو. مٿس هيءَ تهمت هئي، تہ سنڌ جي وزيراعظم مسٽر الله بخش جو خون پاڻ ڪرايو هئائين. ان وقت بہ ديوان پرتابراءِ جي قابليت جو قدر ڪري، سنڌ سرڪار ساڻس خاص طرح في ٻولي، انهي مقدمي هلائڻ لاءِ کيس اسپيشل پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ڪيو. اهو جبرو ڪيس آڪٽوبر 1944ع کان وٺي جولاءِ 1945ع تائين هلائي، پنهنجو نالو هيڪاري وڌيڪ ڪڍيائين.

ديوان پرتابراءِ سنڌ بار ڪائونسل جو چيئرمين، برڊ ووڊ لئبرري جو آنرري سيڪريٽري، "سنڌ لا رپورٽ ڪاميٽيءَ" ۽ ڪراچي ڪلب جو ميمبر هو، ۽ هندو جيمخانہ جو لائيف ميمبر آهي. سنہ 1939ع ۾ روٽري ڪلب جو پريزيڊنٽ ۽ 1940ع ۾ ڪراچي ڪلب جو پريزيڊنٽ هو. ڪيترا ورهيہ "ڪراچي ريس ڪلب" جو چيئرمين بہ هو. سندس ٻہ ننڍا ڀائر مسٽر واڌو مل ۽ مسٽر گرداس مل گذاري ويا آهن.

ڪيترن پنوائين ۾ پهريائين اعليٰ تعليم لاءِ چاهہ خير ڪو هو.

توري گهڻي انگريزي سکي، وڃي نوڪريون ڪندا هئا. پوءِ منجهائن ڪي وڪيل ۽ ڊاڪٽر ٿيا. هينئر منجهائن گهڻا ئي گريجوئيٽ آهن، جهڙوڪ ڊاڪٽر مينارام گدو مل جو ڪراچي واري ڪاليج ۾ پروفيسر آهي. سنڌ ۾ پهريون ڊاڪٽر بولچند پرسرام پنواڻي هو، جنهن حفظ صحت جي ڳالهين بابت "تندرستي" نالي هڪ ماهوار مخزن 1900ع ۾ جاري ڪئي هئي. هن وقت ٻين ڪيترن عاملن وانگر پنواڻي به اڪثر ڏنڊو ڏاري پيا ڪن. اڳي منجهائن گهڻا اڪثر پوريءَ پنيءَ هوند وارا هئا، تنهن به پنهنجي جاءِ نيڪ مرد هئا. اهڙو هڪ مثال هتي ڏجي ٿو.



مسٽر هاسو مل پريداس ۽ شريمتي وراڻ بائي

مسٽر هاسو مل پريداس پنواڻي سنه 1886ع ڌاري حيدرآباد ۾ ڄائو هو. انگريزي ست درجا پڙهي، ريلوي ۾ نوڪريءَ ۾ گهڙيو ۽ وڏي وڃي هيڊ ڪلارڪ ٿيو. سندس پتا پوريءَ پنيءَ پونجيءَ وارو هو، ۽ پوءِ گذاري ويو. تنهن ڪريءَ سنجيءَ آکهه ڪي سنيالڻ جو بوجو هن جوان پاڻ تي کنيو ۽ توڙ تائين پنهنجو فرض چڱيءَ طرح ادا ڪيائين. سياءَ جو لذيذ ۽ ننگائتو مڙس هو، پر گهٽو ڪين تڳيو. سنه 1933ع ۾، سنيتاليهن ورهين جي ڄمار ۾ پرلوڪ پڌاريو. سندس ڌرمپتنيءَ شريمتي وراڻ بائيءَ سندس پوتر يادگيريءَ ۾ وهنن لاءِ هڪ آوازو جوڙايو آهي، جو ڪراچيءَ جي بندر روڊ ايڪسٽينشن طرف انڌن جي اسڪول وٽ آهي.

## خيرپور وارا پنواڻي:

ڪجهه ورهين کان حيدرآباد جي پنواڻين جا ڪي سوٽ خيرپور مير صاحب واريءَ ۾ رهن ٿا. ان لاءِ سبب آهي. پنواڻين جي وڏي ڏاڏي ٻنهون مل کي پنج پٽ هئا، خوشحالداس، آسرداس، پنجو مل، گوالداس

۽ اُتمچند. ديوان اُتمچند جو پٽ ديوان نئنسنگ داس خيرپور مان ديوان املراءِ اجوائيءَ جي پيڻ پرڻيو هو. (ڏسو "اجوائي"). کيس چار پٽ ٿيا: تلوڪچند، خوبچند، ڏيارام ۽ ٽونر مل. ديوان نئنسنگ داس پوءِ چالاڻو ڪيو، ته ديوان املراءِ پنهنجيءَ انهيءَ پيڻ کي، خيرپور ۾ پنهنجيءَ پر ۾ اجوائي محلي ۾ رهايو. ديوان تلوڪچند کي ٽي پٽ ٿيا: هردامل، صورت سنگهه ۽ پاونداس، جي وري پنهنجي اباڻي شهر حيدرآباد ۾ پنوائي گهٽيءَ ۾ وڃي رهيا؛ باقي ديوان خوبچند، ڏيارام ۽ ٽونر مل خيرپور ۾ رهيا. ديوان خوبچند جيڪب آباد ۾ روينيو ڪاتي ۾ هو، جتي ڦوهه جوانيءَ ۾ 13 فيبروري 1867ع ۾ گذاري ويو. کيس رڳو هڪ پٽ ديوان هيراسنگهه هو، جو اُن وقت اجا ٻار هو. ديوان خوبچند جي چالاڻي کان چاليهه ڏينهن پوءِ سندس ڌرمپتني به گذاري ويئي. ائين ديوان ايسرسنگهه ٻالڪ اوسٿا ۾ پنهنجي ماءُ پيءُ جي پيار کان محروم رهيو؛ پر سندس چاچي ديوان ٽونر مل پنهنجي پٽ پرمانند سان گڏ پالي وڏو ڪيس.

ديوان ٽونرمل گهوٽڪيءَ ۾ پهريائين هيڊ منشي ۽ پوءِ مختيارڪار هو، ۽ پينشن وٺڻ کان سگهوئي پوءِ گذاري ويو. سندس پٽ مسٽر پرمانند ٿيهن ورهين جي ڄمار ۾ بنا اولاد پرلوڪ پڌاريو. ديوان ٽونر مل جو ڀاءُ ديوان ڏيارام شادي ڪرڻ کان پوءِ به ورهيه مس جيئرو رهيو. کيس هڪ پٽ هرچند ڄائي ڄائو، سو به ٻالڪ اوسٿا ۾ گذاري ويو. ديوان هيراسنگهه خوبچند جنهن کي سندس چاچي ديوان ٽونر مل پالي وڏو ڪيو، سو ٽيهن ورهين جي ڦوهه جوانيءَ ۾ چلي رهيو. ائين هڪ ٻئي پٺيان هن آکهه وارا گذري ويا، نه اکهه جو اڳوڻو اوج هليو ويو.

مسٽر پرمانند ٽونر مل جي ڌرمپتني شريمتي مٺي ٻائي جوانيءَ ۾ وڌوا ٿي، ته پنهنجي ساهري ڪٽنب تي هٿ رکڻ ۽ پنهنجي پيڙيءَ سس جي شيوا ڪرڻ پنهنجو ڌرم ڪري پئي ڄاتائين. ديوان هيرا سنگهه


شريمتي مني بائي پرمانند

خوبچند پنهنجي پنيان هڪ نياڻي ۽ ٻه پٽ ڇڏيا، تن کي پنهنجي آندي جائي اولاد وانگر پالي وڏو ڪيائين، جنهن ڪري هو ڪوٺيندا ئي ”امي“ هئس. هن آدرشي ديويءَ جو چالاڻو 1937ع ۾ ٿيو.

ديوان هيرا سنگهه جو مربي فرزند مسٽر چيناننڊ ڪراچيءَ جي پورٽ ٽرسٽ ۾ ڪلارڪ هو، ۽ 1942ع ۾ پينشن ورتائين. ڪيس هڪ پٽ تيرٿ ۽ ٻه نياڻيون آهن، جي سڀ پرڻيل آهن.


مسٽر ايسرداس هيراسنگهه ۽ سندس ڌرمپتني شريمتي شامي بائي

ديوان هيراسنگهه جو ٻيو نمبر پٽ مسٽر ايسرداس پنهنجي پتا جي چالاڻي وقت فقط اڍائي ورهين جي ڄمار جو هو ۽ سندس چاچيءَ شريمتي مني بائيءَ نپائي وڏو ڪيس. منڍ ۾ ئي ريلوي کاتي ۾ گهڙيو. ڪوٽ لالو ۽ ٻين هنڌ اسٽيشن ماسٽر هو. پڇاڙيءَ ۾ شهدادپور ۾ اسٽيشن ماسٽر هو، جتان آڪٽوبر 1945ع ۾ پينشن ورتائين. ڪيس هڪ پٽ مسٽر ڀڳوانداس آهي، جو ڪوئيٽا ۾ سرڪاري تار کاتي ۾ آهي. مسٽر ايسرداس جي ڀيڻ شريمتي تاڪي بائي حيدرآباد جي ديوان ڇهمت مل بهار مل آڏوانيءَ جي پٽ مسٽر هربسنگهه سان پرڻي ۽ اڍائي ورهين جي ڄمار جو ننڍڙو پٽ تاراچند ڇڏي، پاڻ ويهن ورهين جي اوسٽا ۾ گذاري ويئي. انهي تاراچند کي سندس ناناڻن پالي وڏو ڪيو. هينئر هو پوسٽل ڊپارٽمينٽ ۾ آهي ۽ پنهنجيءَ ڏاڏاڻي آکهه جي نالي پنيان پاڻ

کي "آڏوائي" سڏائيندو آهي. ڪيس هڪ پنت جڻ ڪرشن ۽ چار تيائيون آهن. حيدرآباد جي آڏوائين جي هڪ آکهہ خيرپور ۾ آهي.

**ڦلوائي:**

نکہ "بوڏيا" يا "بوڏيجا". هيءَ انهن پرمار سوڍن راجپوتن مان آهن، جن راجپوتانا مان سنڌ ۾ اچي، اول ڪپري طرف رتو ڪوٽ هٿ ڪيو ۽ پوءِ سنہ 1226ع ۾، سنڌ جي سومرن سان لڙائي ڪري، امرڪوٽ جو شهر بہ پنهنجي قبضي ڪيائون ۽ پوءِ سڄي ٿر ۾ پنهنجو ڏاڪو ڄمايائون. منجهائن پوءِ ڪي امرڪوٽ ۾ رهيا، تہ ڪي ننگرپارڪر ويا. سندن وڌيڪ احوال لاءِ ڏسو مصنف جو جوڙيل ڪتاب "سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ". ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ امرڪوٽ جو شهر ڪلهوڙن جي هٿ ۾ هو، جو ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جوڌپور جي راجا کي وڪرو ڪري يا ڀئي سبب ڏنو. 1782ع ۾ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي وچ ۾ هالائيءَ وٽ لڙائي لڳي، ۽ ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي هار ٿي، تہ هن جوڌپور جي راجا کان مدد گهري. جوڌپور جي لشڪر جو مهندار ڦلو سنگهہ هو. ميان عبدالنبيءَ وٽان لشڪر لاءِ پورو خرچ نہ مليس، تہ موٽي ويو. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ مير ڪرم علي خان پوءِ راجپوت سردارن کي سنڌ ۾ جدا جدا پاڳن ۾ جاگيرون ڏنيون، تہ متان ڪنهن وقت پاڻ ۾ ٻڌي ڪري، ميرن جي برخلاف فساد ڪن. ان وقت ڦلو سنگهہ کي پڊعيدن تعلقي نوشهري جي پريان امن جي پرسان، جاگير ملي، جتي "سنوائيءَ" نالي کوهي کٽائي، پنهنجو ڳوٺ ٻڌائين. 1843ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي ۽ پوءِ خيرپور رياست ڌار ٿي، تہ ڦلوسنگهہ جي اڌ جيتري جاگير خيربور جي حد ۾ ۽ اڌ جيتري انگريزن جي حد ۾ ٿي. هن وقت "امن" خيرپور رياست جي حد ۾ آهي ۽ اتي فراسيون نهايت عمديون ٺهنديون آهن. نوشهري فيروز تعلقي جو پڊعيدن ۽ڪوٽ لالوءَ وارو پاسو، جو خيرپور رياست جي حد سان لڳو بيٺو آهي، تنهنجي ڪجھ پاڳي ۾ ڦلوسنگهہ جي جاگير هئي

جا ڪانئس پوءِ سندس پٽ درياهه ڏنو مل جي هٿ ۾ هئي. درياهه ڏنو مل جي چالاڪي ڪان پوءِ سندس پٽ باگمل انهيءَ جاگير جو مالڪ ٿيو. انگريز سرڪار جي موڪل سان پنهنجي جاگير جي پاڻي پهچائڻ لاءِ، ڳوٺ ڳاهي راهو تعلقي نوشهري فيروز جي پرين، سدا واهه (نصرت واهه) مان هڪ ننڍو واهه کوٽايائين: جو سندس نالي پٺيان باگواهه سڏجي ٿو، ۽ اٽڪل ڇوڏهن ميل ڊگهو آهي. قلو سنگهه جا پوٽا پڙ پوٽا انهيءَ جاگير ۾ ننڍا ننڍا ڳوٺ ٻڌايا. بيلا واهه، ڏاڪي، مهرجا، قل پوٽا، ڳوٺ ڇيهو، ٿنيا، گهيڙ گجو وغيره اڄ تائين نوشهري فيروز تعلقي ۾ آهن. هن وقت انهي ڳوٺن ۾ قلوائين جا ٻه سؤ ڪن گهر آهن: پر هاڻ ڳوٺن ۾ رهڻ ۾ سلامتي نه سمجهي، ڪي وڏن شهرن ۾ وڃي رهيا آهن. گهٽو ڪري زمينداري ڪن ٿا؛ پر ڪي ريزڪي سامان جا دڪان به ڪڍي ويٺا آهن. منجهائن پڙهيل بلڪل ٿورا آهن.


مسٽر چٽنراءِ شيوڪرام

قلوائين مان مکيه آکهه سيٺ باگ مل جي پٽ سيٺ شيوڪرام جي آهي: جنهن کي ورثي ۾ اباڻي جاگير مان رڳو ڪي ٿورا ٽڪر نصيب ٿيا. سندس پٽ مسٽر چٽنراءِ آهي، جنهنجو جنم ڳوٺ قل پوٽا تعلقي نوشهري فيروز ۾ سنه 1911ع ۾ ٿيو هو. ڪجهه وقت ٽلهه نوشهري فيروز ۾ ۽ ڪجهه وقت ڪراچيءَ ۾ ورتائين. پوءِ عليگڙهه مان ايم. اي ۽ بمبئيءَ مان ائڊووڪيٽ جو امتحان پاس ڪيائين. ڪجهه وقت مدراس ۾ وڪالت ڪندو هو. هن وقت ڪراچيءَ جي سنٽي هاءِ اسڪول ۾ ماستر آهي پر وڪالت به ڪندو آهي.

**ڦيروائي:**

نک "اڏيسي پوٽا" پاڻيا آهن، ۽ جيسلمير ڪان آيل آهن. هن وقت

شڪارپور ۾ رهن ٿا. سندن وڏو ڏاڏو ڀيرو مل هو، جنهن بابت چون ٿا، ته ٿنڊ تي پڳ رکندو هو. ان وقت جي شڪارپور جي نواب پاڻ وٽ گهرائي، پڳ سڌيءَ ريت رکڻ لاءِ چيس، ته چيائين، ته "مهنجي پڳ ترار سان سڌي ٿئي ته بي ڳالهه: باقي هٿ سان سڌي ٿيڻ جي نه آهي." ائين چئي هليو ويو. نواب به ٿي ماٺهو پٺيان ڊوڙايس، ته ڪين خون ڪري، پوءِ روپوش ٿي ويو. آخر ڳوٺ ماڙيءَ ۾ وڃي رهيو، جنهن ڪري ڪن ڀيرواڻين جا گهر اتي به آهن.

ڀائي ڀيرو مل جو پٽ ڀائي مينگهراج هو ۽ ان جو پٽ ڏوقيرام هو، جو پارسيءَ ۾ گوهر هو. مير منشي مقرر ٿيوهو، تنهن ڪري "منشي" سڏبو هو. افغان وارين ٻن لڙاين ۾ ويو هو. پوٽ وديا جو ڄاڻو هو، ۽ لڳت جا حساب لاهيندو هو. شڪارپور ۾ جنهن جاءِ ۾ رهندو هو، تنهن کي وڏائي "محلو" ڪيو اٿن ۽ ڀيرواڻي اتي رهن ٿا.

منشي ڏوقيرام جو پٽ سيٺ نرسنگداس هو، جو ٽين‌ءَ افغان واري لڙائي ۾ ويو هو. زوب جي لام (Expedition) ۾ به ڇهه مهينا ويو هو. سندس پٽ پروفيسر شيوارام ۽ ڊاڪٽر لللارام اهن.

۽ پروفيسر شيوارام ڀيرواڻي ايم. اي پاس ڪيل آهي. اوا، ڪي ڪارخانا کوليائين. شڪارپور ۾ برف جو ڪارخانو ڀرپاٽين شڪ جرمن انجنيئر کوليو، ته شڪارپوري چوڻ لڳا، ته گورن کانسواءِ اهڙو ڪارخانو ڪو ڪڏي ڪونه سگهندو. سنه 1904ع ۾ پروفيسر ڀيرواڻيءَ پنهنجو برف جو ڪارخانو کوليو، ۽ پوءِ اهو خام خيال مٽجي وين.

سڄيءَ اپر سنڌ ۾ پهريون سيٺ اُڌلداس شڪارپوري هو، جنهن ڪپڙي اُٽڻ جو ڪارخانو شڪارپور ۾ کوليو هو. اهو هٿ جو آڏاڻو هو، جو مون پاڻ ڏٺو هو. پوءِ پروفيسر ڀيرواڻي ساڻس شامل ٿيو، ۽ 1908ع ۾ ڪل جي وسيلي ڪپڙن اُٽڻ جو ڪم ڪرڻ لڳا. روهڙيءَ وارن ڪپڙن اٽڻ جا ڪارخانا پوءِ کوليا.

پروفيسر شيوارام 1912ع کان وٺي 1924ع تائين گروڪل ۽

بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسري ڪئي. هن وقت شڪارپور ڪاليج جي بورڊ جو هڪ ميمبر آهي. زالن جي صحت ۽ سکيا لاءِ منڊلي برپا ڪرائي اٿس. شڪارپور ۾ ٽي ڇوڪرين جا اسڪول ۽ ٽي ويم گهر آهن، تن جو "آرگنائيزر" آهي. اٿين ديس شيوا جو انگ اٿس. راجرشي ديوان ديارام گدو مل جو جيون چرتر سندس لکيل آهي. سندس پٽ مسٽر جيوڻ لال شڪارپور جي "پاور هائوس" ۾ انجنيئر آهي.

پروفيسر شيوارام جو ڀاءُ ڊاڪٽر ليلارام ايم.اي پاس ڪيل آهي. ڪراچي ڪاليج ۾ پڙهندي، پنهنجي اسپتال گاڏي ڪاتي ۾ هيس. هن وقت شڪارپور ۾ پنهنجي وڏي اسپتال اٿس، جنهن ۾ بيمارن ڪي رهائڻ جو بہ بندوبست آهي. هڪ ناٽڪ جو ڪتاب "هڪڙي رات" نالي لکيو اٿس. جو نلا حمسر جي قصي تي ٻڌل آهي.

تيروائيءَ ماڻ مسٽر جيٺانند جيوڻ لال ولد ديويداس لوهه جو ڪم جرمنيءَ مان سکي آيا، ۽ پنهنجو لوهه جو ڪارخانو کوليائون. ڪراچيءَ ۾ "شيوا ڪنج" جي پرسان "بي انڊين" بلڊنگ سندن آهي.

**جڳتياڻي:**

نک "منچنديا". اجواڻين، ڀاوناڻين ۽ گدواڻين جا سوٽ آهن. ڏسو "ڀاوناڻي". ديوان جڳتراءِ مٿرومل ولد ديوان بکرمل سکر مل جنهنجو اولاد جڳتياڻي آهن، ٿنهنجي پٽ بولاڪيداس (بلاقيداس) کي ٽي پٽ هئا: ڏيارام، ٻچو مل ۽ پوڄراج. ديوان ڏيارام جي نسل مان ماستر هوتچند ڏيئلمل جي آکهہ وارا آهن. هن آکهہ مان مسٽر ٻولچند ڪوڏومل هڪ اوائلي گرئجوئيٽ هو ۽ سنڌيءَ ۾ نهايت قابل هو. سندس جوڙيل ڪتاب "انگلينڊ جي تاريخ" ۽ "ڌرتي نروار" عمدي اصطلاحي سنڌيءَ ۾ لکيل آهن.

ديوان ٻچي مل جا پٽ مسٽر هيرومل، مسٽر پرمانند ۽ مسٽر اڏيو مل هئا. ديوان پوڄراج جي پٽ ديوان گلاب راءِ جي نسل مان ديوان

صاحب سنگهه جي آکهه وارا آهن (ڏسو صفحو 100). ديوان صاحب سنگهه کي چار پٽ هئا:

(1) ديوان فتح سنگهه جنهن جو پٽ مسٽر سبحان سنگهه.

(2) ديوان ليک سنگهه مختيارڪار جنهن جا پٽ مسٽر خانچند ۽ مسٽر نيٽومل بي. اي ۽ فرسٽ ايل ايل بي پاس ڪيل. مسٽر نيٽو مل جو پٽ مسٽر حشمتراءِ "انگليند رٽرنڊ" آهي، ۽ هن وقت ڪراچيءَ ۾ چڱي عهدي تي آهي.

(3) مسٽر ٿهل سنگهه بنا اولاد (4) ديوان ڪان سنگهه


ديوان ڪانسنگهه صاحب سنگهه

ديوان ڪان سنگهه صاحب سنگهه جو جنم 1875ع ڌاري ٿيو هو. حيدآباد هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪري، ڪاليج ۾ داخل ٿيو ۽ بي. اي پاس ڪيائين. منڍ ۾ ئي روينيو کاتي ۾ گهڙيو ۽ وڌي وڃي مختيارڪار ٿيو، ۽ انهيءَ عهدي تان پينشن ورتائين. سندس ديهانت 1940ع ۾ ٿيو.

ديوان ڪان سنگهه جو مربي فرزند مسٽر هيرانند مئٽرڪ تائين پڙهي، ڌنڌي ۾ گهڙيو.


ديوان هيرانند ڪانسنگهه

ڪراچيءَ "سئنيٽري" سامان جو دڪان اٿس. سندس ٻه پائر مسٽر موتيرام ۽ مسٽر موهن لال ٻه "سئنيٽري" سامان جو وڪرو ڪندا آهن، باقي سندن چوٿين ڀاءُ مسٽر پريداس کي بمبئي ۾ راندين روندين جي سامان جي چاپ آهي.

ديوان پوجراج جي نسل مان ٻي مکيه آکهه ديوان ڪانسنگهه صاحب سنگهه جي وڏي ڏاڏي ديوان دولترام جي ڀاءُ ديوان

پيلارام جي آهي، جنهنجو اولاد ماستر ٿهلرام، مسٽر هردارام ميوارام وڪيل ۽مسٽر لالچند امرڏنو مل جيٰ آڪهين وارا آهن. ڪراچيءَ جي انڊين گرلس هاءِ اسڪول جو بنياد مسٽر هردارام وڌو هو. مسٽر لالچند امرڏنو مل جا رچيل پستڪ "ڦلن مٺ"، "سون ورنيون دليون" وغيره آهن.

ديوان پيلارام جو ڀاءُ ديوان عالمچند هو جنهن جو اولاد مکي نهالچند جي آکهہ وارا آهن.

ديوان يوڄراج جو ٻيو هڪ پٽ ديوان همت سنگهہ هو، جو ديوان گلاب راءِ کان ننڍو هو. سندس نسل مان ديوان ڪندن مل سلامتراءِ ۽ ٻيا آهن. ديوان يوڄراج جي پوٽين پٽ ديوان سنمکداس جي نسل مان ديوان چيتا سنگهہ جي آکهہ وارا، ڊاڪٽر چمنداس ايسرداس ۽ ٻيا آهن.

## هڪڙي مائيءَ کي 138 ٻار:

ڪيترن جڳتياڻين جا گهر حيدرآباد جي دونهين واري گهٽيءَ ۾ هوندا هئا، جتي اڄ تائين ڪن جا گهر آهن. منجهائن هڪڙو ديوان تولارام هو، جنهنجا پٽ مسٽر روچيرام ۽ ماستر ڪيئو مل هئا. اهي ٻئي ياڻر گذاري ويا آهن؛ پر مسٽر روچيرام جي ڌرمپتني شريمتي ياڻت ٻائي اڄ تائين جيئري آهي، ۽ هن وقت (1946ع ۾) ٻياسي ورهين جي ڄمار جي آهي. کيس پنج پٽ ۽ پنج نياڻيون آهن، ۽ انهن جو اولاد بہ آهي يعني هن مائيءَ کي پوٽا پوٽيون ۽ ڏوهٽا ڏوهٽيون بہ آهن. اٿين جملي 138 ٻار اٿس! اهو سمورو اولاد سندس ئي ڄڻبو. هڪڙي مائيءَ کي هيترا ٻار!!! اهڙو ٻيو مثال مشڪل ملندو.

## جئسنگاڻي:

هي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا؛ پر اصل راجپوتانا کان آيا هئا. سنہ 1812ع - 1811ع ۾ راجپوتانا ۾ سخت ڏڪار پيو (ڏسو "ٿهلياڻي" صفحہ 178)، تہ سنڌ ۾ آيا، ۽ رتيديري جي نزديڪ خانواهہ

۾ زمينون خريد ڪري، ٻني ٻارو ڪرڻ لڳا. ڪنهن وقت خانواهہ ۾ ٻوڙ ٿي، تہ اُتان لڏي، ڪي ڳوٺ طيب ۽ ڪي رتيديري ويا. ائين جئسنگاڻين جون ٻہ شاخون ٿيون. طيب وارن جئسنگاڻين مان مسٽر عطر لال لاڙڪاڻي وارو وڪيل ۽ ٻيا آهن (ڏسو صفحہ 55).


پرنسپال ڊي. ڪي. جئسنگهاڻي

رتيديري وارن مان هڪڙو مسٽر ڏيارام ڪشنچند جئسنگاڻي آهي، جو سيپٽمبر 1904ع ۾ ڄائو هو. مئٽريڪيوليشن پاس ڪري، ڪراچيءَ جي ماڊل هاءِ اسڪول ۾ ماستري ڪرڻ لڳو. ماستريءَ ڪندي، بي.اي، پاس ڪيائين. ان وقت مسٽر چانڊو مل نريداس واڌواڻيءَ ڪراچيءَ جي گاڏي کاتي ۾ پرنسيپال شاهاڻي جي نالي پٺيان "ايس. سي. شاهاڻي هاءِ اسڪول" کوليو هو. مسٽر ڏيارام اهو هاءِ اسڪول کاڻس ورتو، ۽ اڄ تائين پاڻ ان جو پرنسيپال آهي. ڪيترا قابل گرئجوئيٽ پاڻ وٽ ماستر مقرر ڪري، اسڪول کي چڱو زور وٺايو اٿس. مسٽر ڏيارام زميندار بہ آهي، ۽ پنهنجون جايون جڳهيون بہ اٿس. هوند وارو ماڻهو آهي، ان ڪري پنهنجي اسڪول کي زور وٺائڻ لاءِ وڏيءَ دل سان پئسو پيو خرچي.


مسٽر چندو لال ۽ سندس درميني شريمتي سرلا

مسٽر ڏيارام جو ننڍو ڀاءُ مسٽر چندو لال رتيديري ۾ 1918ع ۾ ڄائو هو. بي. اي، ايل. ايل. بي ۽ ايس. ٽي.سي امتحان پاس ڪيل اٿس. ڪاليج ۾ پڙهندي، قومي هلچل جو مٿس گهڻو اثر ٿيو. وديارٿين جي هلچل ۾ بہ

گهڻو ڀرو ورتڻ لڳو. آل انڊيا اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ تي سنڌ جي پاران ڀريون عيوضي مقرر ٿيو ۽ آل سنڌ اسٽوڊنٽس جو جنرل سيڪريٽري به ٿيو. ڪيترا اسڪولي ڪتاب ۽ ناول لکيا اٿس، جهڙوڪ "زنده دل"، "ماڌوري"، "دوکُو" ۽ ٻيا. بي. اي پاس ڪري ماستري ڪيائين. ڪجهه وقت نوابشاهه جي ڪنو. ماڊل هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر هو. پوءِ ڪراچيءَ ۾ ايس.سي شهاڻي هاءِ اسڪول جو وائيس پرنسيپال ٿيو. اسڪائوٽنگ ۾ ڀرو ورتائين، سنڌ بواءِ اسڪائوٽ ائسوسيئيشن جو سيڪريٽري ٿي رهيو، ۽ ان جي پاران مئگزين جي سمپادڪي ڪيائين. سنڌ ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس جو آرگنائيزنگ سيڪريٽري ٿيو هو، ۽ڪانفرنس کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ سنڌ جو گشت ڪيو هئائين. جانڊڪا پنچائت (لاڙڪاڻي جي پنگتي سماج) جو به ڪجهه وقت سيڪريٽري هو. سنه 1942ع واري ڪانگريسي هلچل ۾ سڄي هندستان جا ڪيترا اڳواڻ جيل ۾ ويا، ته هي به انهن سان گڏ ترنگ جو تيرٿ ڪرڻ ويو هو. ايل.ايل.بي پاس ڪرڻ ڪانپوءِ، ماستري ڇڏي وڪالت پيو ڪري، ۽هستائين چڱو ڪُپي ويو آهي. سندس ڌرمپتني شريمتي سرلا جو به ملڪي ڳالهين سان گهڻو چاهه آهي. شڪارپور جي "سنڌو" مخزن ۽ ٻين اخبارن ۾ راجنيتي ۽ ٻين ڳالهين بابت عمدا ليک لکندي آهي. مهاتما گانڌيءَ جا "آتمڪ اُپاس" سنڌي ۾ لکيا اٿس، جي "سنڌوءَ" ۾ تورو تورو ڇپيا آهن.

**چينمل اٿي:**

نک "چاپڙيا". حيدرآباد جي مکين (ساگرائين) جي به ساڳي نک آهي. اروڙونسي آهن (ڏسو صفحه 122) ۽ هن وقت شڪارپور ۾ رهن ٿا. سندن وڏو ڏاڏو ديوان چينمل ولد ديوان ٻيليرام حيدرآباد جي ميرن جي پاران شڪارپور جو گورنر هو (ڏسو صفحه 51). اختباري به ايڏي هيس، جو شڪارپور ۾ پنهنجو ضرب خانو کوليو هئائين، ۽ سندس سڪو سندس نالي "چ" (چينمل) اکر سان هلندو هو. انگريزن جي

صاحبي شروع ٿيڻ کان پوءِ بہ اهي سڪا دڪن وانگر ڪم ايندا هئا. جرمنيءَ واري پهرين جنگ ۾ ڌاتن جا اگهہ چوٽ چڙهيا، تہ جن وٽ اهي سڪا هئا، تن ڳاري ڇڏيا؛ انهيءَ هوندي بہ پنج سڪا اڄ تائين ديوان چينمل جي پوٽي، ديوان گرمکداس نوتنداس وڪيل وٽ آهن جي مونکي ڏيکاريائين. اهي سڪا دڪن جي نموني آهن، گاٽ پيٽ سبب هينئر "ج" اکر اهڙو صاف ڏسڻ ۾ نٿو اچي؛ باقي "ضرب شڪارپور" لفظ بلڪل چٽا بيٺا آهن. هندو ماڻهو ٿي، مسلمانن جي صاحبيءَ ۾، بادشاهن وانگر پنهنجا سڪا هلائي، سا ڪا ٿوري ڳالهہ نہ چئبي.

ديوان چينمل وٽ جيڪو لشڪر هو، تنهن ۾ گهڻو ڪري سڀ "روهيلا" (جابلو پٺاڻ) هئا. هندو ماڻهو ٿي، پٺاڻن کي پنهنجي تابعي ڪري، ۽ پنهنجي حڪم پٺاندر هلائي، سا بہ وڏي ڳالهہ چئبي.

انگريزن سنڌ فتح ڪئي، تہ ديوان چينمل وٽن نوڪري ڪرڻ نہ قبولي، ۽ ملتان جي گورنر لالا مولراج وٽ وڃي رهيو. پوءِ مير علي مراد خان خيرپور رياست جو والي ٿيو تنهن پاڻ وٽ گهرائي ورتس، ۽ سندس چالاڻو بہ خيرپور ۾ ٿيو. ديوان چينمل جو پٽ ديوان نوتنداس مختيارڪار هو. سندس پٽ سکرامداس راڌا ڪرشڻ، سانولداس، گورمکداس وڪيل ۽ سخاوتراءِ آهن. سڄيءَ شڪارپور ۾ ديوانن جي اکهہ رڳي اها آهي. مرزا عطامحمد شڪارپوريءَ جي پارسي ۾ لکيل دستخط تاريخ ۾ ديوان چينمل جو بيو بہ گهڻو ذڪر آهي.

## جهامناڻي:

ڏسو "چيتيا".

## جهانگياڻي:

نک "پهوجا". رتيديري جي چٽناڻين جي بہ ساڳي نک آهي. اصل اروڙونسي آهن. ڏسو "اروڙونسي" اروڙ تعلقي روهڙي کان اول پنجاب ويا، جتي اڄ تائين انهيءَ نک وارا آهن. پوءِ بدامنيءَ وغيره سبب

جيسلمير ويا، جتان شايد هنگورائين سان گڏجي، سنڌ ۾ آيا، ۽ اول ساهتي پرڳڻي جي ڳوٺ پريا تعلقي نوشهري فيروز ۾ اچي رهيا. پرين مان شايد منشي آوتراءِ ملڪاڻي سان گڏجي حيدرآباد ۾ آيا، جنهنڪري حيدرآباد ۾ سندن گهر ملڪاڻي گهٽيءَ جي ويجهو چنديراماڻي گهٽيءَ ۾ هئا. ڪي پوءِ چنديراماڻي گهٽيءَ جي چاڙهيءَ هيٺان وڃي رهيا. هن آکه مان راءِ بهادر ديوان پريمچند آوتراءِ، مسٽر فتح چند آسودومل ائڊووڪيٽ جنرل ۽ ٻيا آهن.

## چنديراماڻي:

نک "چگهه". حيدرآباد ۾ ڪرپالاڻي، شنگهواڻي ۽ منگلاڻي ساڳيءَ نک جا آهن.پڌعيدن جا پنياڻي ۽ ڪرناڻي به "چگهه" آهن، جنهن ڪري ائين سمجهجي ٿو، ته چنديراماڻي ڪجهه وقت ساهتي پرڳڻي ۾ به هئا، جتان پوءِ منشي آوتراءِ ملڪاڻيءَ سان گڏجي حيدرآباد ۾ اچي رهيا. سندن چنديراماڻي گهٽي ملڪاڻي گهٽيءَ سان لڳو لڳ آهي. چنيجن تعلقي موري جي ديوان مڏنداس جي آکه وارا به پاڻ کي چنديراماڻي سڏائيندا آهن، جو اهي به اول حيدرآباد جي چنديراماڻي گهٽيءَ ۾ رهندا هئا.

## چئناڻي:

هڪڙا چئناڻي حيدرآباد ۾ آهن ("نک "سچديو"). ڏسو "ٽولاڻي". ٻيا چئناڻي لاڙڪاڻي طرف آهن، ۽ سندن نک "ڀوجا" آهي. حيدرآباد جي جهانگياڻين جي به ساڳي نک آهي. انهيءَ نک وارا پنجاب ۾ به آهن، ۽ اروڙونسي سڏجن ٿا. ڏسو "اروڙونسي" (صفحه 121). هيءَ اصل اروڙ (الور) تعلقي روهڙيءَ جا وينل، عربن جي ڪاهه وقت، سنڌ ڇڏي، پنجاب ڏي ويا. ڪيترو وقت ڪانپور ۾ رهند اهئا. اتان پوءِ بدامنيءَ سبب موٽي سنڌ ۾ آيا سائن گڏ ٻيا به ڪي سنڌ ۾ آبا هئا، جي پنهنجي سهوليت، ڌنڌي ڌاريءَ وغيره جي خيال وچان سنڌ

جي جدا جدا شهرن ڏي ٽڙي پکڙي ويا؛ پر هن آکهه وارا رتيديري تعلقي جي هڪ ڳوٺ ۾ زمينون خريد ڪري زمينداري ڪرڻ لڳا. ڪن ڏنڊو ڏاري به ڪيو. ائين ٿورو ساچا ٿيا، ته وڏيڪ زمينون خريد ڪري، رتيديري ۾ وڃي رهيا، جتي ستن اٺن پيڙهين ڪان رهندا اچن. سندن وڏو ڏاڏو ديوان چئن مل هو، جنهنجي ناليٰ پٺيان سڏجن ٿا. ديوان چئن مل جو پٽ ديوان دولهه مل حيدرآباد جي ميرن جي لشڪر جو هڪ سپهه سالار هو. ڪنهن لڙائيءَ ۾ ٻانهن ڪپجي پيس، تنهن ڪانپوءِ ترت راهه رباني وٺو هليو ويو. ديوان دولهه مل جو پٽ ديوان ڪلياڻداس زميندار هو ۽ سندس پٽ ديوان نانو سنگهه هو. ديوان نانو سنگهه جي وقت ڪان وٺي هن آکهه وارا پنهنجن نالن پٺيان "سنگهه" لفظ لڳائين ٿا، تنهن مان سمجهجي ٿو ته گرو گوبند سنگهه جيڪي پنهنجا پرچارڪر اڪال پنٿ ڦهلائڻ لاءِ اپر سنڌ ۾ موڪليا هئا، تن جي پرچار جو مٿن اثر ٿيو هو (ڏسو صفحه 128). هن آکهه مان ڪن نوڪريون ڪيون، ڪي ڏنڊي ڏاريءَ ۾ گهڙيا؛ پر ڪي زميندار به آهن. ديوان نانو سنگهه اباڻيون ٻنيون سنڀاليندو هو؛ پر تعليم يافته ۽ قاعدن قانونن جو چڱيءَ پر ڄاڻو هو، تنهنڪري ڪيترا ڪانئس صلاح مصلحت وٺندا هئا. سندس ٽي پٽ اوڌو سنگهه، ٻڌو سنگهه ۽ خوب سنگهه آهن. ديوان ٻڌو سنگهه ۽ سندس پٽ صابو سنگهه زمينداري ڪئي.


ديوان ساجن سنگهه ٻڌو سنگهه

ديوان ٻڌو سنگهه جو هڪ پٽ ديوان ساجن سنگهه (1894-1932ع) ۾ پوليس انسپيڪٽر هو. هو صاحب ٻلنديءَ وارو هو. ٻاءِ پرائيءَ جو گهٽو ننگ پوندو هوس. ڪن بيروزگار ٻائرن کي روزگار ۾ لڳاياڻين، جنهن ڪري اهي سندس ڳڻ اڄ تائين پيا ڳائين. سندس ننديءَ ٻاءُ ڊاڪٽري سکي، هڪ خيراتي اسپتال کولي ۽ هاڻ گوشي نشيني اختيار ڪئي اٿس.

ديوان ساجن سنگهه جو وڏو پٽ ديوان سندر سنگهه هن وقت پوليس کاتي ۾ سب انسپيڪٽر آهي. ديوان نانو سنگهه جا پٽ ديوان اوڌؤ سنگهه ۽ ديوان خوب سنگهه زمينداري ڪندا آهن.


ديوان خوب سنگهه نانو سنگهه

ديوان خوبسنگهه نانو سنگهه جو جنم رتيديري ۾ 1-ڊسمبر 1913ع جي ٿيو هو. انگريزي پنجين درجي تائين رتيديري ۾ پڙهي، پوءِ حيدرآباد ۾ پنهنجي ڀائٽي ديوان ساجن سنگهه وٽ وڃي رهيو. اتي مئٽرڪ پاس ڪري، ڪاليج ۾ داخل ٿيو. اجا انٽر آرٽس ۾ هو، ته ديوان صابو سنگهه ۽ ديوان ساجنسنگهه گذاري ويا، جنهن ڪري پڙهڻ ڇڏي رتيديري ۾ وڃي رهيو ۽ پنهنجون ٻنيون سنڀالڻ لڳو. پاڻ اجا ننڍو هو ته سندس ماتا ۽ پتا گذاري ويا، جنهن ڪري ننڍپڻ کان ئي ايشور کي ماتا پتا سمجهي ان جو ڌيان ڌارڻ لڳو، ۽ ڌرمي پستڪن پڙهڻ جو چاهه ٿيس. پوءِ روهڙيءَ واري ڀائي وسڻ رام ۽ سائين ڀارو شاهه جي دربار جو پانڌيئڙو ٿيو، جتي وس پڄندي هر ڪنهن سال ورسيءَ تي ويندو آهي. ڌرمي خيالن سان گڏ قومي خيال به وڌيس، ۽ پاڻ کي ڪارائتي ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. سنه 1940-1941ع ۾ سکر منزل گاهه جي باري ۾ فساد شروع ٿيا ته اها اٿبٽ جي آگ لاڙڪاڻي ضلعي ڏي به پکڙي. ان وقت مڙسيءَ ڪري رتيڏڙي شهر ۾ چونڪي وغيره جو چڱو بندوبست رکيائين. جيڪي آکيون ڀهراڙيءَ مان لڏي رتيديري ۾ آيون تن سان همدردي ڪري ڪين اجهو ٻي ڏنائين. جيڪي اجا ڳوٺڙن ۾ هئا، ۽ فسادن جو خطرو هون، تن تائين وقت سر پهچي، ڪين خطري مان ڪڍي شهر ۾ آڻي رهاياٿين. وري سنه 1946ع ۾ اپر سنڌ جي ٽن چئن ضلعن ۾ اهڙيون سخت ٻوڏون ٿيون، جو سڄيءَ سنڌ ۾ رڙ مچي ويئي. اهڙيءَ اوکيءَ ويل ٻوڏ وارن جي گهڻي سهائتا ڪيائين. انهيءَ

ساڳي وقت رتيديري شهر ۾ صفائيءَ جو بندوبست ڪونه هو تہ هي جوان لاڙڪاڻي ڏي ڪهي ويو ۽ اتان ڀنگي آڻي، شهر جي صفائي ڪرايائين. شهر ۾ گهٽين کي بند ڏياريائين جيئن ٻوڏ جو پاڻي اندر ڪاهي نہ اچي. ٻوڏ جي وقت تار ٽٽي پيئي، تہ پنهنجي هزار خرچ ڪري سکر جي ٽپال کاتي جي سپرنٽينڊنٽ وٽ وڃي بندوبست ڪرائي آيو. اهڙيءَ ريت فسادن ۽ ٻوڏ جي وقت جيڪا شيوا ڪيائين تنهنجو قدر ڪري، مرڪيائي پنچائت سونو ٻلو انعام ڏنس، جو لاڙڪاڻي جي ڪليڪٽر پنهنجن هٿن سان ڏنس. رتيدري ۾ ڪي تڪرار ٿيندا آهن، تہ هي صاحب راجوٽي طرح سندن فيصلا ڪندو آهي. تازو رتيدري مان هڪ هندو عورت ڀڄي ويئي، تہ ديوان خوبسنگهہ ڪن مسلمان زميندارن جي مدد سان اها عورت هٿ ڪري آيو. مشهور ڌاڙيل نظير پٺو جو ڪن ڏوهن ۾ گهربل هو ۽ اٽڪل ڏيڍ ورهيہ روپوش هو، تنهن کي هٿ ڪرڻ لاءِ پوليس کي مدد ڏنائين. اهي ٻئي ڳالهيون "ڊيلي سنڌ نيوز" جي 5 مارچ 1946ع واري پرچي ۾ ڇپجي پڌريون ٿيون هيون. مطلب تہ هيءَ ٿيٺهن ورهين جو جوان زميندار پاڻ چڱيءَ ريت موکي رهيو آهي، ۽ رتيديري ۾ سندس گهٽي مڃيا آهي.

**ڇيتيا:**

هن نک وارن ۾ اڄ تائين چوٽي آهي، تہ "زنگ سرمست ڇيتيا".

هن مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو، تہ ڪنهن زماني ۾ ڇيتيا نک وارا جنگ جوان هوندا هئا، ۽ ڪنهن ۾ بہ اک نہ ٻڏندي هين. هي اصل ڪٽان آيا، سو پتو ڪونہ ٿو پوي. سندن هڪ مکيہ رسم هيءَ آهي، تہ پنهنجي ناناڻي نک مان شاديون ڪونہ ڪندا آهن. لاڙڪاڻي ضلعي جي ڪوڪرن جي ڳوٺ ۾ ڀائي چڳڻ رام ناليرو سنت ٿي گذريو آهي، جو سائين ولايتراءِ قمبر جي دربار واري جي سرڏالو شش هو. هو زميندار هو؛ پر پوءِ تياڳي ٿي رهيو. ڳوٺ بوسٽن ۾ مکي سيٺلداس ۽ سيٺ گوڪلداس وڏا زميندار ٿي گذريا آهن. رتيذري ۾ سيٺ صابو مل

زميندار اتي جي دل پنچائت جو مکي هو ۽ وڏيءَ هلنديءَ وارو هو. اهڙي طرح لاڙڪاڻي ضلعي جي ڳوٺ ڪوڪر، خانواهه، مسوديري، بوسڻ ۽ رتيدري ۾ هن نک وارا آهن. منجهائن پوءِ ڪي وڻج واپار سانگي سکر ۽ اپر سنڌ فرنٽيئر ضلعن ۾ رهڻ لڳا، جن مان جهامناڻي آکهه ناليري آهي. انهيءَ آکهه وارا هاڻ سکر ۾ رهن ٿا.



سنت ٿوٿارام جهامناڻي

چون ٿا تہ سيٺ هاسارام جهامناڻيءَ کي اول اولاد ڪونہ ٿيندو هو؛ پر پوءِ ڪنهن سنت جي آسيس سان وڏيو ويجهيو. سنت جي چوڻ موجب پنهنجي پهرين پٽ جو نالو "ٿوٿو" رکيائين، جو پوءِ پاڻ بہ سنت ٿي پيو. سندس پتا سيٺ هاسارام زميندار هو؛ پر پوءِ ڪن پرورن زميندارن سان تڪرار ٿيڻ سبب مقدمي بلي ايترو خرچ ٿيس جو پنهنجي سموري زمين وڪڻي ويس! پٽس ٿوٿارام روزگار سانگي ڀرپائڻ ڪن وڏيرن جي زمين تي موديخاني ۾ وڃي نوڪري ڪئي ۽ پوءِ مڳيو پرڻيو. اولاد سانئس، تہ موديخانو جدي، ايشور جو ڌيان ڌارڻ لڳو. هي سادو حق اچ نائين ورڌ اوستا هوندي بہ پرياٽ جو اتي پڇن پاڻ ڪندو آهي ۽ ايشور جو ڌيان ڌاريندو آهي. صوفي ڪلام ۽ گروءَ جي ٻانيءَ سان گهڻو نينهن اٿس. سندس رهت جو سندس اولاد تي چڱوئي اثر ٿيو آهي. سندس پٽ سيٺ ڪنيا لال تي قومي هلچل جو بہ گهڻو ئي اثر ٿيو آهي، ۽ پاڻ کي "سوراج جو سپاهي" ڪري سمجهندو آهي. سندس ترانو "جئہ هند" آهي.



سيٺ ڪنيا لال ٿوٿارام

**دادلاڻي:**

نڪ "ٽنا ٽڪر". هيءَ درياهه پنٿي آهن. اصل ملتان ۾ رهندا هئا. ڪنهن وقت اتي بدامني ٿي، ته سنڌ ۾ آيا. پارسي چاڻندا هئا، تنهن ڪري منجهائن ڪن ميرپورماٿيلي ۾، ته ڪن خيرپور رياست ۾ لاڙڪاڻي ۾ ميرن وٽ منشگيري ڪئي، ۽ انهيءَ سبب "عامل" سڏجڻ ۾ آيا. منجهائن ڪي لاڙڪاڻي جي پريان ڏامراهه جي ڳوٺ ۾ زمين خريد ڪري، پني پارو ڪرڻ لڳا. انگريزن جي صاحبي شروع ٿيڻ وقت ڏامراهه جي ڪن زميندارن سان تڪرار ٿين، سو به ايتري قدر جو هڪبئي جا خون ڪراياائون. ائين بدسلوڪي وڌي، ته اتان لڏي، لاڙڪاڻي ۾ گهاڙ واهه جي ويجهو، پنهنجو پاڙو پڌي وچي رهيا، ۽ اهو اڄ تائين "ڏامراهي پاڙو" (ڏامراهه کان آيلن جو پاڙو) سڏجي ٿو. ان وقت لاڙڪاڻي ۾ سٺ ڪن گهر مس هئا. زمين به سستي هئي. پاڻيءَ ڏيڍ زمين جو فوٽ! انهيءَ کان ڪيترا ورهيه پوءِ به هاٿوڪي "شيوا منڊلي" واري جاءِ جي پريان، چاڪين جا گهاٽا هوندا هئا، ۽ پريان قبرستان لڳو پيو هوندو هو. لاڙڪاڻي ۾ دادلاڻين جي مکيه ڪزت زميندارِي هئي. ڪن جوُن پنيون اڄ تائين ڏامراهه ۾ آهن. پوءِ منجهائن ڪي وڪيل ٿيا ته ڪي نوڪرين ۾ گهڙيا. هن وقت ڪيترائي دادلاڻي نوڪرين ۾ آهن ۽ ڪي ڏنڌو ڌاري ڪندا آهن.

ملتان مان سنڌ ۾ اچڻ ڪانپوءِ جيڪي دادلاڻي ميرپور ماٿيلي طرف رهيا، تن مان ڪي نوڪرين سانگي حيدرآباد ويا، جنهنڪري ڪن دادلاڻين جا گهر حيدرآباد جي خاتوبندن واري گهٽيءَ ۾ اڄ تائين آهن. ڪي پوءِ نوڪرين ڇڏي وڻج واپار ڪرڻ لڳا. ڪي سنڌورڪ ويا ۽ اُهي "سنڌورڪي" سڏجن ٿا. تازو جرمنيءَ واري جنگ هلندي، جپانين وچي بورنيو وارو پاسو والاريو، ته اُني اسپائجن سنڌورڪيءَ پائرن سان جنسي قهر ڪيائون. سنڌن لکن جي ماليت ته ڦريائون، پر ڪن کي قتل ڪري ڇڏيائون، جنهن ڪري سڄيءَ سنڌ ۾ هاهاڪار مچي ويو! جيڪي ڪونڊر جپانين جي هٿان مارجي ويا، تن مان هڪڙو سيٺ بلرامداس دادلاڻي ۽ ٻيو سيٺ ليلارام دادلاڻي هو.

**دادلاڻين جو سلسلو:**

دادلاڻين جو وڏو ڏاڏو دادلو مل هو. سندس فرزند ديوان موتيرام هو، جنهن کي ٻه پٽ هئا: ديوان جاڙو مل ۽ ديوان جهامنداس. ديوان جاڙيمل جو پٽ ديوان گاهي سنگهه، ان جو پٽ ديوان ستگتراءِ ۽ ان جو پٽ ديوان هاسا سنگهه هو، جنهنجو پٽ ديوان ڀڳوانداس هو. ديوان جهامنداس جو پٽ ديوان جوهر مل ۽ ان جو پٽ ديوان مولچند هو، جنهن جو پٽ ديوان نارائڻداس اڃا حيات آهي. سندس پٽ ديوان چوهڙ مل آهي، جنهن جو فرزند ڊاڪٽر گوبندرام هن وقت مسٽر ڪشنچند "بيوس" واري اسپتال ۾، ساڻس گڏ ڪم ڪندو آهي.

**راڌا ڪرشناڻي:**

نک "ڊونگا" پاتيا آهن. اصل جيسلمير کان آيا هئا ۽ هاڻ شڪارپور ۾ رهن ٿا.

**ريجهسنگاڻي:**

ڏسو هيٺ "سياڻي".

**ساڪراڻي:**

نک "ڇابڙيا". هيءَ حيدرآباد جي مکين جي آکهه آهي. سندن احوال مليو آهي؛ پر وڏو آهي تنهن ڪري ٻئي ڀاڱي ۾ ڏبو.

**سياڻي:**

"نک "ڇچڙا". حيدرآباد جي لالواڻي ديوانن ۽ ڪن ڀائيبندن جي ٻه ساڳي نک آهي. اصل ڪتان آيا، ڪڏهن آيا ۽ ڪهڙي سبب آيا، سو پتو ڪونهي. سندن وڏو ڏاڏو ديوان سياچند هو، جنهنجي نالي پٺيان پاڻ کي "سياڻي" سڏائين ٿا، جهڙوڪ مسٽر تيرٿ سياڻي، بي.اي، جو "هندواسي" اخبار جو ايڊيٽر آهي. ديوان سياچند جو هڪڙو پٽ ديوان

وسٽمل ۽ ٻيو ديوان جمعيتراءِ هو. ديوان جمعيتراءِ جو پٽ ديوان بسنترام ۽ ان جو پٽ ديوان ريجهه سنگهه هو، جو ميرن وٽ اجاردار هو. اجارو اگاڙي اڌ پاڻ ڪٽندو هو ۽ اڌ ميرن کي پهچائيندو هو. انهيءَ وڏيءَ اختياريءَ هئڻ سبب سندس پويان فخر وچان پاڻ کي سندس نالي پٺيان "ريجهسنگاڻي" سڏائڻ لڳا. جهڙوڪ ديوان سوڀ سنگهه ساڌو رام ريجهسنگاڻي، سپرنٽينڊنٽ لئنڊ ريڪارڊس. مطلب ته "ريجهسنگاڻي" به "سياڻي" آهن. هن آکه ۾ گرٿجوئيت گهٽا آهن.

## سدارنگاڻي:

نک "ڳيرا". ڏيرو ملاڻي، سياڳچنداڻي، سچانانداڻي ۽ مهتاڻي (مسٽر آسنمل ريجهو مل جي آکه وارا ۽ ٻيا) ساڳي نک جا آهن. حيدرآباد ۾ اچڻ کان اڳ هي شايد خيرپور رياست طرف رهندا هئا، جتي اڄ تائين "تڏاڻي" آکه وارا پائيبند آهن، جن مان هن وقت کي سکر ۾ به آهن. انهن جي نک به "ڳيرا" آهي. اتي اصل زمينداري ڪندا هئا، ۽ پنهنجو واهه کٽايو هئائون، جو سدارنگ واهه سڏبو هو.

سدارنگاڻين جو وڏو ڏاڏو سدارنگ مل ۽مهتاڻين (مسٽر آسن مل ريجهو مل ۽ ٽنڊي محمد خان جي مکي ايسرداس درياهه ڏنو مل ولد مکي مولچند) جو وڏو ڏاڏو مهتابراءِ پاڻ ۾ ڀائر هئا، جنهن ڪري اِهي مهتاڻي حيدرآباد جي سدارنگاڻين جا ويجها سوٽ آهن. سدارنگاڻين مان پوءِ ڪي پڙهي ٻيا ۽ چڱا عهدا ماڻيائون ته اهي "ديوان" سڏجڻ ۾ آيا. هاڻوڪن سدارنگاڻين مان مکيه ديوان هاسو مل، پروفيسر هرومل ايسرداس ۽ ٻيا آهن؛ پر ڪي سدارنگاڻي اڄ تائين پائيبند آهن. ساڳيءَ طرح حيدرآباد جي ڪرپالاڻين ۽ واسواڻين مان به ڪي "عامل" ته ڪي "پائيبند" آهن جيتوڻيڪ ڏاڏنگ (اصل نسل) ساڳيو اٿن.

## سيتلاڻي:

نک "مگهو کتري". حيدرآباد جي آڏواڻين جي هيءَ هڪ

شاخ آهي. ڏسو صفحه 62. سندن وڌيڪ احوال جي ملڻ، ته ٻئي ڀاڱي ۾ ڏسو.

## سپاهيملاڻي:

تک "ناگديو". اصل اروڙونسي آهن. پائنجي تو ته پنجاب کان اول ساهتي پرڳڻي ۾ آيا، جتي مٽياڻي تعلقي نوشهري فيروز ۾ "ماٺيداساڻي" ۽ "وتياڻ" آهن ۽ تک "ناگديو" اٿن. کي درياهه اُڪري سيوهڻ ويا جتي "ٻتاڻي" آکهه وارا "ناگديو" تک جا آهن، ۽ هيءُ سپاهيملاڻي حيدرآباد ۾ آيا. سندن وڌيڪ احوال هٿ ڪري ٻئي ڀاڱي ۾ ڏسو.

## شوداساڻي:

تک "کنگهر". سندن اوائلي احوال لاءِ ڏسو ("تڏاڻي 2). وڌيڪ احوال ٻئي ڀاڱي ۾ ڏسو.

## شهاڻي:

تک "ٻنيجا". چون ٿا ته سندن وڏا جنهن هنڌ رهندا هئا، تنهن هنڌ سندن ٻنو سڏائين تتو پيو هوندو هو، ۽ رهگذرن کي ماني ٽڪي ڪارائي خوش ڪري ڪڍندا هئا، تنهن ڪري سندن پويان "ٻنيجا" يعني ٻئي وارن جو اولاد سڏجڻ ۾ آيا. هن وقت شهاڻي لاڙڪاڻي، حيدرآباد ۽ نارو شاه ۾ آهن.

عام طرح هر ڪنهن آکهه وارا پاڻ کي ٻنهنجي ڪنهن وڏي ڏاڏي جي نالي پٺيان سڏائيندا آهن؛ پر شهاڻين جي حالت ۾ ائين نه آهي. ميرن جي صاحبيءَ ۾ چانڊڪا پرڳڻي (لاڙڪاڻي) جو گورنر شاهه بهارو هو، جنهن جي درگاهه اڄ تائين لاڙڪاڻي جي شهر ۾، کيراج فقير جي باغ کان ٿورو پريرو، گهاڙ واهه جي ڪپ جي ويجهو آهي. اها درگاهه محفوظ ٿيل يادگارن جي ائڪٽ هيٺ آيل آهي؛ ۽ سرڪاري خرچ تي ان جي مرمت ٿيندي آهي، تنهن ڪري اڄ به چڱيءَ حالت ۾

آهي. درگاهه ۾ اندر شاهه بهاري ۽ سندس ڪن مقبرن جو تربتون آهن. انهيءَ حاڪم وٽ ڪيترا هندو ننڍين توڙي وڏن عهدن تي هئا، ۽ سيني تي پنهنجو هٿ رکيو هئائين، جنهن ڪري هو فخر وچان پاڻ کي سندس نالي پٺيان "شهاڻي" سڏائڻ لڳا. مطلب ته "شاهه" لفظ مان "شهاڻي" نالو ناهيو اٿن. چانڊڪا پرڳڻي (لاڙڪاڻي) جي هنن ڪامورن اهو نمونو اختيار ڪيو، ته شاهه بهاري ۽ سندس عمليءَ جا جيڪي مودي هئا، سي به پاڻ کي "شهاڻي" سڏائڻ لڳا، ۽ انهن مان ڪن جو اولاد هن وقت نارو شاهه ۾ آهي. شاهه بهاري وٽ جيڪي هندو نوڪرين ۾ هئا، سي سڀ جدا جدا آکهين جا هئا؛ پر سيئي پاڻ کي "شهاڻي" سڏائڻ لڳا، ته سيئي جڻ ته هڪڙي خاندان جا ٿي پيا. ويتر سندن مودي به پاڻ کي "شهاڻي" سڏائڻ لڳا، ته هن وقت سمجهڻ ئي ڏکيو ٿي پيو آهي، ته اهي اصل ڪهڙين ڪهڙين آکهين جا هئا. نارو شاهه جو ديوان گوڪلداس شهاڻي جو ڪجهه وقت حيدرآباد جو سٽي ماجسٽريٽ هو، تنهنجي آکهه ۽ نارو شاهه جي ٻين شهاڻين جي آکهين جو جڏهن شجرو ملندو، تڏهن اهو پيد سمجهڻ سولو ٿيندو. لاڙڪاڻي جي هڪ آکهه وارا پنهنجيءَ نک جي نالي پٺيان پاڻ کي سڏائيندا ئي "ٻنيجا" آهن. اهي پاڻ کي "شهاڻي" ڪونه ڪوٺائيندا آهن، ته به جنهن صورت ۾ لاڙڪاڻي ۽ حيدرآباد وارن شهاڻي ديوانن جي ساڳي نک آهي، تنهن صورت ۾ پڪ سان چئي سگهجي ٿو، ته اهي "ٻنيجا" آکهه وارا به انهن شهاڻين جي نسل مان آهن. سندن شجرو گهرڻ آهي.

حيدرآباد ۾ جيڪي شهاڻي آهن، سي سڀ ساڳي وقت آيل ڪين ٿا ڏسجن. حيدرآباد جو شهر جوڏڪي گهٽيءَ کان وٺي گوسائين واري گهٽيءَ تائين جڏهن گهٽي قدر والارجي ويو هو، تڏهن هي آيل پائنجن ٿا. منجهائن ڪي گوسائين واري گهٽيءَ کان ٿورو پريرو پنهنجيءَ ڏار گهٽي ناهي وينا. انهيءَ گهٽيءَ وٽ ڳچ ورهين کان "سرو گهاٽ" آهي، تنهن ڪري اها عام طرح "گهاٽ واري گهٽي" سڏجي ٿي. اڳي انهي گهٽيءَ

جيِ منهن وٽ هڪ ڪرڙ جو وڻ بيٺو هوندو هو، جو مون پاڻ ڏٺو هو. انهيءَ سبب ڪيترا ورهيه اها گهٽي عام طرح "ڪرڙي گهٽي" سڏبي هئي. اهو ڪرڙ جو وڻ 1888-1887ع ڌاري ڪپائي ڇڏيائون. اها گهٽي ديوان صاحبراءِ ۽ ٻين شهاڻين وسائي، تنهن ڪري عام طرح "ديوان صاحبراءِ جي گهٽي" سڏجي ٿي، ته به ٻيو نالو "گهاٽ واري گهٽي" اڄ تائين هليو اچيس. انهيءَ گهٽيءَ ۾ رهندڙ شهاڻين مان ڪيترن جون ٻنيون بدين طرف آهن، تنهن ڪري اهي شهاڻي "بديناڻي" (بدين وارا) سڏبا آهن. راڄ رشي ديوان ديارام گدو ملِ جي آکه وارا انهيءَ گهٽيءَ کان ٿورو ئي پريرو پراڻي ٽپال واري رستي تي رهن ٿا. ٻيا شهاڻي ڪائڻ گهٽو پري ڪياڻتي ٽنڊي ۾ وينا آهن. پرنسيپال شهاڻي (ديوان صاحب سنگهه چندا سنگهه) ۽ سندس ويجها سوٽ اصل ان گهٽيءَ طرف رهندا هئا. اڻين شهاڻي حيدرآباد ۾ ڳچ ورهين کان ٽڙيل پکڙيل آهن.

حيدرآباد جي شهاڻين جو جيڪو شجرو موجود آهي، تنهن موجب راڄرشي ديوان ديارام گدو مل، ديوان گورمک سنگهه پارو مل، ڊاڪٽر آوت شهاڻي، گهاٽ واري گهٽيءَ ۽ ڪياڻتي ٽنڊي وارا شهاڻي تن سيني جو وڏو ڏاڏو ديوان سُلامتراءِ هو، جنهنجي پٽن ديوان نرملداس، ديوان ٿانور داس ۽ ديوان حڪومتراءِ جو اهي سڀ اولاد آهن. انهيءَ شجري ۾ پرنسپال شهاڻي (ديوان صاحب سنگهه چندا سنگهه)، ديوان گلاب سنگهه بجا سنگهه ۽ سندن ٻين ويجهن سؤٽن جو نالو به ڪونهي. انهن جو لاڳاپو لاڙڪاڻي وارن شهاڻين سان آهي. لاڙڪاڻي وارا شهاڻي پاڻ به چون ٿا ته سندن ڪنهن وڏي ڏاڏي جو هڪ ڀاءُ لاڙڪاڻي ۾ رهيو، جنهن جو اولاد پاڻ آهن ۽ ٻيو ڀاءُ حيدرآباد ۾ وڃي رهيو، جنهن جو اولاد پرنسيپال. شهاڻي ۽ سندس ويجها سؤٽ آهن. جنهن صورت ۾ لاڙڪاڻي وارا توڙي حيدرآباد وارا سڀ "شهاڻي" آهن، ۽ نک به ساڳي "بينجا" اٿن، تنهن صورت ۾ اصل نسل به ضرور ساڳيوئي هوندن؛ پر اڃا تائين اهو پتو ڪونه پيو آهي، ته راڄرشي ديوان ديارام گدو مل ۽

پرنسيپال شهاڻي پاڻ ۾ ڪائين پيڙهيءَ ۾ سوٽ هئا. اها تحقيقات ڪري، سندن وڏيڪ احوال ٻئي ڀاڱي ۾ ڏبو.

**عيدناڻي:**

نک "موٽڻ پوٽا". لاڙڪاڻي وارن موٽواڻين جي ٻه ساڳي نک آهي. عيدناڻي، ڪرپالاڻي، ميرچنداڻي ۽ واسواڻي اهي چار پاڙا ملتان کان سنڌ ۾ آيا هئا؛ پر سندن وڏيڪ احوال ڪيي.

**قنڌاراڻي:**

نک "مگهوکتري". ڏسو صفحو 97.

**ڪرپالاڻي:**

نک "چگهه". هنن مان هڪڙا عامل ۽ ٻيا ڀائيبند آهن. جهڙوڪ ڀائي مولچند عاج وارو. ٻنهي جوا حوال اجا پورو نه مليو آهي.

**ڪرناڻي:**

نک "چگهه". ڏسو "ٻنياڻي" صفحه 157.

**ڪرنملاڻي:**

(ڪرنا) نک "منچنديا". لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا. سندن اوائلي احوال لاءِ ڏسو "ياوناڻي" صفحه 146. اُهي اجواڻين، ياوناڻين، جڳتياڻين ۽ گدواڻين جا برادريءَ وارا آهن، پر جڳتياڻين کي گهڻو ويجها آهن. جڳتياڻين جي وڏي ڏاڏي ديوان جڳتراءِ جو هڪ پٽ ديوان رتن مل هو، جنهنجو پٽ ديوان ٿارو مل ۽ ان جو هڪ پٽ ديوان ڪرن مل هو، جنهنجي نالي پنيان هن آکهه وارا "ڪرنملاڻي" سڏبا هئا، پر پوءِ اچار گهٽائي "ڪرنا" ڪيو اٿن. هيءَ منچنديا نک وارا گدواڻين ۽ ٻين سان گڏ دادوءَ جي ويجهو خدا آباد ۾ رهندا هئا. خدا آباد جو شهر کوسن جلايو ۽ پاڄڙ پيئي (ڏسو صفحو 52). تہ هيءَ پنهنجن سوٽن کان ڌار ٿي، لاڙڪاڻي ۾ وڃي رهيا، جتي اڄ تائين آهن. هن آکهه مان مکيه

ماٺهو آنربل ديوان لالچند نولراءِ وڪيل آهي، جنهنجو جنم 1870ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ ٿيو هو. سنڌس وقت ۾ ننڍپڻ ۾ شادي ڪرڻ جو رواج عام هو. مئٽرڪ ۾ پڙهندڙ شاگرد ڪي ٻه هڪ ٻه ٻار هوندو هو. اهڙو جيئرو جاڳندو مثال ديوان لالچند پاڻ آهي، جنهن مئٽرڪ امتحان 1888ع ۾ پاس ڪيو؛ پر ٻهريون پٽ ان کان اڳي ڄٽيو هئائين. ديوان لالچند ڪيترا ورهيه هن اسيمبليءَ جو ميمبر هو.

**کتري:**

نک "مهرا" (Mihra). ملتان ۾ "ملهوترا" به چون. هن نک وارا شڪارپور، لاڙڪاڻي ۽ هالن پراڻن ۾ آهن. لاڙڪاڻي ۾ کترين جا فقط ٽي گهر آهن، جن مان هڪڙو مسٽر ڪشنچند تيرٿداس (بيوس) جو آهي، ۽ ٻيا ٻه سندس عزيزن جا آهن. مسٽر ڪشنچند جو ڏاڏو شريمت پرمانند ۽ انجو پتا شريمت مينگهراج ملتان ۾ ڄاوا نپنا هئا. ڪنهن وقت شريمت پرمانند سنڌ ۾ آيو، ۽ شڪارپور جي طبيب ڪوٽو مل ٽنڊڻ جي ڌيڻ پرڻيو. ساهرن ملتان ڏي موٽڻ نه ڏنس، تنهن ڪري سنڌ ۾ رهي پيو، ۽ مسٽر ڪشنچند جو جنم سنڌ ۾ ٿيو. پراڻن هالن وارا کتري مسٽر ڪشنچند جي ناناڻن جا به ناناڻا ٿين.

کترين ۾ وڏيون ذاتيون ٻارهن آهن، جن کي گڏي "ٻارهي" چوندا آهن. انهن مان ملتان ۾ ٽي ذاتيون مکيه آهن: کنها، ملهوترا ۽ ڪپور. اهي پنهنجن نالن اڳيان "ملڪ" (حاڪم) لفظ ڳنڍيندا آهن. ملڪ راڌا ڪرشڻ کنها، جو هن وقت ملتان ۾ ناميارو وڪيل آهي، سو مسٽر ڪشنچند (بيوس) جو ٻاٽيجو ٿئي. خود مسٽر ڪشنچند جون چار ڀيائيون ملتان وارن کترين ۾ پرڻيل آهن. اٿين ملتان وارن کترين سان سنگ ڳنڍيندا اچن. مسٽر ڪشنچند ماستر هو ۽ چڱو سنڌي شاعر آهي. ڊاڪٽر گوبند رام چوهڙ ڊادلاڻي ۽ پاڻ لاڙڪاڻي ۾ هوميوپئٿي دواخانو کولي ويٺا آهن. لاڙڪاڻي ۾ اِها نامياري اسپتال آهي.

**ڪٽو:**

هن نک وارا اصل اروڙونسي آهن. (ڏسو اروڙونسي). عربن جي ڪاهه وقت اروڙ (الور) تعلقي روهڙيءَ مان لڏي، پنجاب ويا، جتي ڪيترا اڄ تائين آهن، ۽ پنهنجيءَ نک جي نالي جو اچار "ڪٽر" بدران "ڪٽر" ڪندا آهن (ڏسو صفحو 122). منجهائن پوءِ ڪي پنجاب مان سنڌ ۾ آيا. پهريائين اباوڙي طرف اچي رهيا، جتي ڪي اڄ تائين آهن. ڪي وڏي شڪارپور ڏي ويا، جتي ڪٽرن جا پنج ست گهر آهن، ۽ ڪي ساهتي پرڳڻي ڏي ويا. ائين ٽڙي پکڙي ويا آهن.

**گدواڻي:**

نک "منڇنديا". سندن وڏو ڏاڏو اڏيو مل شهواڻي هو، جو پنجاب جي ڳوٺ سيتپور جو وينل هو. سنڌ ۾ هو ميان آدم شاهه ڪلهوڙي وٽ نوڪريءَ ۾ هو، ۽ شڪارپور مان پرڻيو هو. اڏئي مل جو اولاد آجواڻي، ياوناڻي، جڳتياڻي، ڪرنملاڻي (ڪرنا) ۽ گدواڻي آهن، جنهن ڪري اُهي سڀ پاڻ ۾ برادريءَ وارا آهن. (ڏسو صفحو 142).

دیوان گدو مل ديوان ٻيلي مل جو پٽ، ڪٽو مل جو پوٽو، چوٿرام جو پڙپوٽو ۽ اڏئي مل شهواڻي جو تڙپوٽو هو. ڪيس ڪو پٽ ڪو نه ٿيو. جيڪڏهن ٻه ڪو ڄائو هوس، ته اُهو گهڻي تائين جيئرو نه رهيو؛ پر ديوان گدو مل پنهنجي سڄي خاندان ۾ برک هو، ۽ پنهنجن ڀائرن جي اولاد کي پنهنجي آنديءَ ڄائو ڪري سمجهندو هو، تنهنڪري هو ٻه سندس لاءِ عزت ۽ قرب ظاهر ڪري، پاڻ کي "گدواڻي" يعني "گدو مل جو اولاد" سڏائڻ لڳا.

ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين ۾ ڪيترن ئي هندن ديواني عهدو ڪمايو، جنهنڪري سندن پويان اڄ ٻه فخر وچان پاڻ کي "ديوان" سڏائين ٿا؛ پر سنڌ جي تاريخ ۾ جيترو ذڪر ديوان گدو مل جو آهي، اوترو ٻئي ڪنهن ٻه ديوان جو ڪونهي. ان لاءِ سبب آهن.

اڪبر بادشاه جي وقت کان وٺي سنڌ جو پرڳڻو دهليءَ جي تابعي هو. دهليءَ جي بادشاهن جي پاران سنڌ جي حڪومت جو ڪرخو سندن مقرر ڪيل نواب هلائيندا هئا. (ڏسو صفحو 48-49). پوءِ ن مغل بادشاه ڪمزور هئا، جنهن ڪري ايران جي بادشاهن نادر شاه ۽ احمد شاه ابداليءَ مغلن جي سلطنت جي آسانيءَ سان پڄاڻي ڪري ڇڏي، ۽ سنڌ جو پرڳڻو سندن تابعي ٿيو. سندن وقت ۾ دهليءَ جي بادشاهن جي پاران سنڌ جي صوبي لاءِ صوبيدار (گورنر) ميان نور محمد ڪلهوڙو هو، ۽ ديوان گدو مل وٽس ديواني عهدي تي هو. ميان نور محمد جي مرضي ٿي، ته هاڻي سنڌ ۾ خودمختيار ٿي رهجي، ۽ ايران جي بادشاهن جو ڏن پورو نه ڏجي. احمد شاه ابداليءَ کي ڪنهن طرح هن ڳالهه جي ڪڙڪ پئجي ويئي سو سنه 1754-1755ع ڌاري، وڏو لشڪر پاڻ سان وٺي سنڌ تي ڌڪاهي آيو، ۽ نوشهري فيروز تائين اچي پهتو. اتي ميان نور محمد جو ساهه اچي مٺ ۾ ٿيو. پنهنجي حاڪم کي هن وقت مونجهاري ۾ ڏسي، ديوان گدو مل ويل نه وڃائي، ۽ احمد شاه ابداليءَ کي نوشهري فيروز جي منزل تي وڃي مليو. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي پاران وڪيل ٿي، اهڙي وڃي تقرير ڪيائين، جو احمد شاه بادشاه جي ڪاوڙ ڪافور ٿي ويئي ۽ پنهنجو لشڪر موٽائي وٺي ويو. ائين ديوان گدو مل نه رڳو پنهنجي بيربل جهڙي سياڻپ نيڪ حلاليءَ جو ثبوت ڏنو، پر سڄي سنڌ سان اهو هڪ وڏو پال پلايائين، جو ان وقت سنڌ ۾ نڪا ڪا ڦرلٽ نڪا ڪا خونريزي ٿي.

هيڏانهن ديوان گدو مل پنهنجي عقل ۽ ادراڪ سان احمد شاه بادشاه کي ٺاري ٺڏو ڪري ڇڏيو، ته هوڏانهن ميان نور محمد کي ڌپ لڳو، ته متان ديوان گدو مل نه به سوپارو ٺئي، ۽ پوءِ الاجي ڪهڙي پوندي ڪهڙي وهامندي، سو ديوان گدو مل جي موٽڻ کان ئي اڳ، ڌپ وچان جيسلمير ڏي پڇي ويو جتي 1755ع ۾ وفات ڪيائين. ڪلهوڙا ميري به ڪندا هئا، ته پيري مريدي به ڪندا هئا. سندس مريدن پوءِ سندس درگاهه موري تعلقي جي هڪ ڳوٺ ۾ جوڙائي،

جنهن کي اڄ تائين "ميان جا قبا" چوندا آهن. مشهور راڄو ليکي ۽ ٻيا به انهيءَ ساڳيءَ درگاهه ۾ دفن ٿيل آهن. ميان نور محمد ڪلهوڙي جو مٿيءَ پنوڙو جيسلمير ۾ لکيل هو، سو ڪپتان نه اوڏانهن وجي؟ جي جيئرو هجي ها، ته ديوان گدو مل جا ڪي ڳڻ مجي ها، جو سنڌ مٿان آيل آفت ٽاري ڇڏيائين.

ميان نور محمد ڪلهوڙي کان پوءِ سندس گاديءَ تان تڪرار ٿيو. ديوان گدو مل واجب سمجهيو ته ميان نور محمد جي مربي فرزند ميان محمد مرادبار خان کي اها گادي ملي. احمد شاهه بادشاهه سان اڳيئي واقفيت هيس، ۽انهيءَ ايران جي بادشاهه کي ديوان گدو مل لاءِ گهڻي عزت هئي، تنهن سندس چوڻ تي ميان محمد مراد يار خان کي سنڌ جو والي ڪيو، ۽ کيس سربلند خان جو خطاب ڏنائين. ائين هن حقدار کي حق ديوان گدو مل وٺي ڏنو؛ پر هيءَ نئون حاڪم چيتي نه هليو. انڌ جي گهوڙي تي چڙهي، قهر ٿي ڪمرڪشي بيٺو، ته خود ديوان گدو مل کي ارمانِ وچان هٿ مهٽتا پيا. محمد مراد يار خان شاهي خزانو پنهنجي تن پروريءَ بلي اڏائڻ لڳو، ۽ رعيت جي پرگهور لهڻ بدران پاڻ مٿي باهه ٻاري ڏنائين، ته سياويڪ طرح سڀ سردار ۽ ٻيا رعيتي ماڻهو سندس برخلاف ٿي بيٺا، ۽ 1757ع ۾ کيس گاديءَ تان لاهي ڇڏيائون.

ميان محمد مراديار خان کانپوءِ سندس ننڍو ڀاءُ ميان غلام شاه ڪلهوڙو تخت تي ويٺو. علم جو زور ڪونه هوس، باقي عقل وارو ۽ نهايت برجستو هو، ۽ حڪومت هلائڻ جو ڍنگ چڱو هوس. ديوان گدو مل وٽس به ديواني عهدي تي هو، ۽ سندس وفاداري هلي آئي. ان وقت ڪڇ جو جيڪو راءِ هو، سو اڃا تازو ڪڇ علائقي جي گاديءَ تي ويٺو هو. انهيءَ راءِ جي پتا جي وقت ۾ حڪومت جو چرخو چڱو نه هليو هو. ڪڇ جي هن نئين حاڪم پنهنجي ملڪ جي حالت سڌارڻ لاءِ نئين سر انتظام ٻي ڪيو؛ پر پنهنجي لشڪر وڌائڻ لاءِ پئسي جو گهڻو زور ڪو نه هئس. اهو وجه وٺي، ميان غلام شاهه ڪلهوڙي کي دل ۾ آيو،

تہ ڪڇ ڀڄ تي ڪاهہ ڪري، اهو علائقو سنڌ جي تابعي ڪري ڇڏجي. هن پوءِ بہ گهمرا ڪڇ تي ڪاهہ ڪئي. پنهي ڌرين جا ماڻهو مئا؛ پر ڪڇ جي راءِ جا گهڻا ماڻهو مارجي ويا. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي مرضي هئي، تہ جيڪڏهن ڪڇ جو راءِ پنهنجيءَ ڀيڻ جو سڱ ڏئي، تہ پوءِ صلح ڪجي. ديوان گدومل ڀڄ ڏي ويو، ۽ وڏيڪ خونريزيءَ بند ڪرائڻ لاءِ، ڪڇ جي راءِ کي ميان غلام ڪلهوڙي جي دل جو ارادو ٻڌايائين. ڪڇ جي راءِ کي اها ڳالهہ پسند نہ هئي، تہ پنهنجيءَ ڀيڻ جو سڱ ڏيان، پر توڙ تائين لڙڻ جي سمرٿي پاڻ ۾ نہ ساريائين. تنهن ڪري پنهنجيءَ ڀيڻ بدران پنهنجي برادريءَ جي هڪ ڄاريجڻ ميان غلام شاهہ سان پرڻايائين، تہ پوءِ لڙائي بند ٿي ويئي، ۽ وڌيڪ خونريزي ٿڪانہ ٿي. هيءَ حقيقت ڪڇ علائقي جي تاريخ ۾ ڄاڻايل آهي.

ميان نور محمد ڪلهوڙي جي صاحبيءَ ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ دادوءَ طرف، خدا آباد جو شهر هو؛ پر ڪوسن اهو شهر جلائي پورو ڪيو (ڏسو صفحو 52) ميان غلام شاهہ کي پوءِ دل ۾ آيو تہ جهونو "نيرن ڪوٽ" (هاڻوڪي حيدرآباد) وري وسائي، اهو گاديءَ جو هنڌ ڪجي (ڏسو صفحہ 53). هن پوءِ ديوان گدو مل کي بہ ٻيڙيون ٺاٺي جون هالن مان پرائي ڏنيون، تہ وڃي نيرن ڪوٽ ۾ نئون قلعو جوڙاءِ تہ شهر وسائڻ جي ڪوشش ڪجي. ديوان گدو مل پنهنجن ماڻهن جو ٽنڊو پاڻ سان وٺي، ڪوٽڙيءَ جي سامهون، درياہ جي ٻئي ڪپ تي اچي پنهنجو ڳوٺ ٻڌو، ۽ اهو اڄ تائين سندس نالي پٺيان "گدوءَ جو ٽنڊو" ۽ "گدوبندر" سڏجي ٿو. ديوان گدو مل پاڻيءَ جي سهنج ڪري پنهنجي اتالي سوڌو اتي رهيو؛ پر جهونو نيرن ڪوٽ اتان ڏيڍ ڪوهہ پنڌ هو. ان وقت ملتان جو گورنر لالا مولراج هو، جو سندس سنگتي هو. هن جي معرفت ميان شفيع محمد ۽ ٻيا ڪاريگر ملتان مان گهرايائين، جن اول هڪ ڪچسرو قلعو جوڙيو. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو وقت بوقت ڪم جي نگاهہ ڪرڻ ايندو هو، سو انهيءَ

ڪچسري قلعي ۾ اچي رهندو هو. هاٿوڪو پڪسرو قلعو 1768ع ۾ جڙي راس ٿيو ته ڪچسرو قلعو شاهه مڪئيءَ جي درگاهه وارن کي ڏيئي ڇڏيائين. (ڏسو صفحه 53). حيدرآباد جو شهر اجا وسيو ئي ڪين، ته ميان غلام شاهه 1771ع ڏاري گذاري ويو، جنهن ڪري سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هالن جي ويجهو نئين خداآباد ۾ ڪجهه وقت هو.

ڪلهوڙن کان پوءِ ميرن جي صاحبي ٿي، ۽ ديوان گدو مل ديواني عهدي تي هلندو آيو. مير فتح علي خان جي وقت ۾ حيدرآباد جو شهر ڪجهه قدر وسيو، ته ساگرائي (حيدرآباد جا مکي) ۽ ڪيترا پاتيا ۽ ٻيا پائيبند آيا، جن قلعي کان ونئي چوڏڪي بازار تائين پٽ والاريا. پوءِ عامل به آيا، جن چوڏڪي بازار کان وٺي هاٿوڪي سري گهاٽ تائين جايون جوڙايون. ائين شهر وسيو تنهن کانپوءِ مير اچي قلعي ۾ رهيا. ديوان گدو مل به شاٿن گڏ حيدرآباد ۾ آيو، ۽ قلعي جي ويجهو جيڪو پٽ واندو ڏٺائين سو والاريائين. سندس برادريءَ وارا سڀ اتي اچي رهيا، ۽ اها گهٽي اڄ تائين ديوان گدو مل جي نالي پٺيان ”گدوائي گهٽي“ سڏجي ٿي. اها گدوائي گهٽي، گدوءَ جو ٽنڊو ۽ حيدرآباد وارو قلعو سڀ ديوان گدو مل جا يادگار آهن. گدو بندر وٽ پوءِ ريلوي اسٽيشن ٺهي، ۽ اها به سندس نالي پٺيان سڏجي ٿي. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت کان وٺي ميرن جي صاحبيءَ تائين ديوان گدو مل پنهنجن حاڪمن سان بلڪل وفادار ٿي رهيو؛ پر ميرن ساڻس توڙ تائين نه نباهيو. گدوائي ۽ ٻيا ڪيترا حيدرآبادي عام طرح هيئن چوندا آهن، ته ميرن مان ڪنهن ٻڌو، ته ديوان گدو مل جي نياڻي نهايت حسين آهي، سو هن سان پرڻجڻ جو ارادو ڪيائين؛ پر دل ۾ آيس، ته اول ڇوڪري ڏسان جنهنجي هيتري هاڪ ٻڌجي ٿي. چون ٿا ته انهيءَ مير پوءِ ڇا ڪيو، جو زنانو ويس ڪري، گدوائي گهٽيءَ ۾ گهڙي ويو. ديوان گدو مل پنهنجي گهٽيءَ ۾ پهري لاءِ ڪي شيدي ببهاريا هئا، جي ساڻس بلڪل سچا هئا. انهن شيدين سهي ڪيو، ته مير صاحب زناني ويس ۾

گهٽيءَ ۾ گهڙيو آهي، تن ديوان گدو مل کي ڪن ۾ ڦوڪ ڏني. ديوان به پنهنجي سر اک ٽيٽ ڪئي. جڏهن پڪ ٿيس، ته اهو برابر مير آهي، تڏهن به اٿلکن وانگر پنهنجن مائٽن کي حڪم ڏنائين، ته هن بيگاني عورت کي هڪالي ڪڍو. پوءِ ته شيدي لئيون ڪٽي اچي لڳس؛ پر هو جيئن تيئن پنهنجي جند ڇڏائي اتي ڀڳو. انهيءَ وقت ڪان وٺي ديوان گدو مل ميرن وٽ ڪوڙو ٿيو. پوءِ ته گدوائين سان ڏاڍ شروع ٿيا، جنهن ڪري هو سنڌ ڇڏي، ٻيڙين ۾ چڙهي؛ ڪاروُ ڪيڙيندا (سمنڊ جهاڳيندا)ڪنهن راجا جي ملڪ (شايد ڪڇ ڀڄ) ڏي وڃڻ لڳا. ميرن کي جو سڌ پيئي ته ديوان گدو مل پنهنجن ڪٽنبين سميت فلاڻي راجا جي ملڪ ڏي ويو آهي، ته انهيءَ راجا کي لکي موڪليو، ته ديوان گدو مل وارن کي موٽائي اسان ڏي موڪليو. حاڪم حاڪمن جي مرضي رکڻ تا، تنهنڪري سيني گدوائين کي موٽئو پيو. گدوائين مان هڪ مائي سنئين مهيني هئي، تنهن کي ٻيڙيءَ ۾ ٻار ڄائو. هڪڙي حاڪمن جي ڪاوڙ، ٻي سفر جي تڪليف، ۽ ٽيون هيءُ ڳالهيون، تن ديوان گدو مل جي دل کي جهوري لائي ڇڏي؛ پر هيءُ مڙس تڪليف جي وقت ۾ به پنهنجو مغز تپڻ نه ڏيندو هو. پنهنجي گهر پهچڻ شرط پنهنجي نياٽيءَ کي چيائين، ته اسان جو هيترا ڏک ڏنا آهن، ۽ سور سٺا آهن، تن سيني جو ڪارڻ تون آهين. جيڪڏهن ٿوکي مسلماني مذهب ۽ مير سان شادي ڪرڻ قبول آهي ته سويلئي ڳالهه ڪر، نه ته اڄ مونکي ڏاڍي لاچار سان تو نياٽيءَ جي گردن تي تلوار هلائڻي پوندي. ائين چئي ديوان گدو مل روئي ڏنو. هيءُ پهريون ڀيرو هو، جو ديوان گدو مل جهڙي شينهن کي ڪنهن روئندو ڏٺو هو. سندس نياٽي جا پنهنجي ڌرم تي ڏاڍي پوري ۽ ثابت قدم هئي، تنهن آڳاٽي آريه ورت جي بهادر استرين وانگر پنهنجي پتا کي چيو ته "مرڻو اوس آهي. پنهنجي ڌرم ۽ شرم بچائڻ لاءِ مان ترار جا ڌڪ خوشيءَ سان سهنديس." ڌن ديوي ڌن!

ديوان گدو مل کي هينئر نهايت ڳوڙرو ۽ مهاڇا جو ڪم ڏاڍي

لاچار سان ڪرڻو پيو. سندس سر کو گهري ها، تہ خوشيءَ سان ڪلهن ڪان ڪوري ڏئي ها؛ پر پنهنجي آنڌي جائيءَ، ۽ ههڙي سلڇڻيءَ ۽ ڌرمشٽ نياڻيءَ تي ترار هلائڻ سندس لاءِ موت کان بہ وڌيڪ ڪم هو. هن سنڌ جي سورمي پوءِ پنهنجيءَ دل تي پٿر رکي، پنهنجي سناتن ڌرم سانگي پنهنجيءَ ڪنيا کي ڪهي ڇڏيو، ۽ اونداهي اڌ رات جو سندس لاشو مسائي ۾ پهچائي، سندس اگني سنسڪار ڪيائين.

چون ٿا تہ مير صاحب کي جو سڌ پيئي، تہ مونکي سنگ ڏيڻ بدران ديوان گدو مل پنهنجي نياڻيءَ کي ڪهي ڇڏيو آهي، سو پاڻ اچي ڪاڙهو. هن پوءِ ديوان گدو مل ڏي ماڻهو موڪليو. ديوان گدومل کي سڌ ڪانہ هئي، تہ چو سڏ ٿيو اٿم. هن اهو سڏ رواجي سمجهيو، ۽ ائين ڪونہ ڀانيائين تہ ڪو ڪال جو سڏ ٿيو اٿم.هو جهڙو دربار ۾ گهڙيو، تهڙو مير صاحب جي ماڻهن اچي ورتس، ۽ چؤڪنيو ٻڌي، ٻنڊين سان جلائي مارايائونس!

ميرن ۾ ڪي گڻ تہ ڪي اوگڻ بہ هئا، جن جو ذڪر ڪن يورپي عالمن پنهنجن جوڙيل ڪتابن ۾ ڪيو آهي. سندن صاحبيءَ جي پڇاڙيءَ واري وقت ۾ هيءَ قهر جو ڪم ٿيو، جو ڪي مسلمان ڪٽي ويساهہ ۾ نہ بہ آڻين، تہ بہ ڳالهہ کي سرو لڳيئي ڪونہ. تنهن ڪري ڪيترا گدوائي ۽ ٻيا هندو اڄ تائين اها ڳالهہ ائين ڪندا آهن، جيئن مٿي ڄاڻائي ويئي آهي.

ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ڪي هندو سنڌ جي ڪن ڀاڱن جا خودمختيار حاڪم هوندا هئا (ڏسو صفحہ 50). ميرن جي صاحبيءَ ۾ جيڪي ديوان ۽ وڏا سيٺيون هئا، تن مان ڪن پنهنجيءَ عزت، جان ۽ مال جي بچاءَ لاءِ رڳو پڳو ميرن تي ڪونہ ٿي ڀاڙيو؛ پر پنهنجا بندوبست بہ هئن. ديوان گدو مل کي جيڪڏهن ميرن جي اهڙي منصوبي جي ٿوريئي ڪڙڪ پوي ها، تہ هوند وٺ گهوڙو پڌڻ نہ ڏئي ها. هو ڪو جهڙو تهڙو مڙس ڪونہ هو؛ پر وڏيءَ هلنديءَ وارو هو. هوڏانهن جيپور ۽ جوڌپور جا راجائون ۽ ملتان جو گورنر لالا مولراج، تہ هيڏانهن ڪوٽڙيءَ ۾ ٿائي ٻولاخان پاسي نومريا، لسڻ ٻلي وارو ڄام ۽

قلات جو خان اهي سڀ مدد ڪندس ها. ميرن جي صاحبيءَ هوندي به ڪيترا مسلمان هندن سان پٽ هوندا هئا، ۽ ڪين سڏيءَ سڏ ڏيندا هئا. اهڙو هڪ تاريخي مثال هيءُ آهي:

ميرن جي صاحبيءَ جي شروعات ۾ ڪراچيءَ جو شهر قلات جي خان جي هٿ ۾ هوندو هو. سندس پاران جيڪو نواب ڪراچيءَ لاءِ مقرر ٿي ايندو هو، سو جيڪڏهن ڪراچيءَ جي پوچواڻي سيٺين جي مرضيءَ جي برخلاف هلت ڪندو هو، ته يڪدم موقوف ڪرائي ڇڏيندا هئس. ايڏي هلندي هين. سنه 1792 - 1793ع ۾ مير فتح علي خان ٽالپر ڪراچيءَ جي شهر هٿ ڪرڻ لاءِ پندرهن هزار برونچ هٿيارن پنوهارن سان موڪليا. قلات جي خان جي نواب وٽ نڪو پورو لشڪر نڪو پورو بارود هو. ته اهي پوچواڻي سيٺيون هئا، جن پنهنجي بارود جا گدام کٽي کوليا، جوکيا ۽ ٻيا جي سيندن ڏوريءَ ۾ ٻڌل هئا، سي ڪٺا ڪري، ميرن جي لشڪر کي شهه ڏيئي ڇڏياٿون. اٿين سنڌ جي ميرن پوچواڻي سيٺين جي هٿان به گهمرا شڪست کاڌي!! پوءِ جڏهن پوچواڻين سان دوستي ڳنڍياٿون، تڏهن هنن ڪراچيءَ جو شهر وٺي ڏنن. ديوان گدو مل جي چالاڪي کان سگهو ئي پوءِ سيٺ ناٿون مل پوچواڻيءَ جي پتا سيٺ هوتچند کي زوريءَ مسلمان ٿي ڪياٿون، ته رڙ مٿي. ميرن کان وير وٺڻ لاءِ سيٺ ناٿون مل انگريزن جو هر طرح مددگار ٿي بيٺو ۽ آخر انگريزن اچي ميرن جي صاحبيءَ جو خاتمو ڪيو. ميرن جي صاحبيءَ هوندي به اٿين ڪي هندو پنهنجي ٽالي سان هوندا هئا.

## گدواڻين جو سلسلو:

ديوان گدو مل کي پٽ ڪونه هو، پر سندس ٽن ننڍن ڀائرن عالمچند، جسپتراءِ ۽ خانچند جي اولاد پاڻ کي "گدواڻي" سڏايو. ديوان عالمچند جي نسل مان مسٽر شوقيرام نولراءِ مختيارڪار ۽ ٻيا آهن. ديوان جسپتراءِ جي نسل مان ديوان بهار سنگهه جڳت سنگهه (ولد ديوان بجيءَ سنگهه جسپتراءِ) ۽ ٻيا آهن.


ديوان بهار سنگهه جڳت سنگهه

ديوان بهار سنگهه جڳت سنگهه جو جنم 1832ع ڌاري ٿيو هو. اڃا پنجن ورهين جي ڄمار جو هو، ته سندس پتا کي نانگ ڪکيو، ۽ راهه رباني وٺي هليو ويو. پنهنجي پٺيان پنهنجي استري هيءَ ننڍڙو پٽ "بهار" ۽ ٻه نياڻيون ڇڏيائين. ديوان جڳت سنگهه جو ننڍو ڀاءُ ديوان ڪانسنگهه هو، جو پنهنجي وقت جو چڱو ڀلو هو، ۽ نهايت ٺڳائتو مڙس هو. ڪيش پنهنجا ڇهه پٽ هئا، جن مان ديوان چنديرام گدوائي ناميارو وڪيل ٿي گذريو آهي، جنهن جو هڪ پٽ ديوان مورجمل سب جج ۽ ٻيو پٽ ديوان منگهارام ڊپٽي ڪليڪٽر هو. ديوان ڪانسنگهه پنهنجي جهجهي اولاد هوندي به پنهنجي ڀائٽي "بهار" کي گهڻو ڀائيندو هو ۽ پنهنجو پٽ ڪري پاليائينس. ديوان چنديرام به "بهار" کي ائين ئي چوندو هو ته "بابي جو پهريون پٽ تون آهين." هنن سؤٽن جي پاڻ ۾ گهڻي پريت هوندي هئي ۽ ڇا توڙ تائين هلندي آئي.

ديوان بهار سنگهه اڃا ننڍڙو هو، ته کا خوفناڪ بيماري ٿيس، تن ڏينهن ۾ حيدرآباد جي چنديراماڻي گهٽيءَ جو ديوان پريداس همت سنگهه هڪ هاڪارو حاذق حڪيم هو. ديوان پريداس جو وڏو ڀاءُ ديوان نانڪرام انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ حيدرآباد جي ڪليڪٽر وٽ دفتردار هو. ۽ سندس ننڍو ڀاءُ "صورت سنگهه" ان وقت "بهار" جي نهيءَ جو هو. ديوان ڪانسنگهه پنهنجي ڀائٽي "بهار" جي علاج لاءِ ديوان پريداس حڪيم ڏي وٺي ايو، جنهن ڪي ڏينهن ۾ ساندهه سندس دوا ڪئي ۽ آخر چڱو ڀلو ڪيائينس.

ديوان پريداس حڪيم جنهن جنهن گهمري "بهار" جي نظر ڪرڻ ويندو هو، تنهن تنهن گهمري سندس ننڍڙو ڀاءُ "صورت" "دادا دادا" ڪري پٺيان گهنڊڻي ٿي لڳندو هوس. ڪيترا گهمرا هيئن ڪندو هو.

جو، "دادا" (ديوان پريداس) کي چڏي، پاڻ "بهار" وٽ ويهي رهندو هو، ۽ ڪيس دوا پنهنجن هٿن سان پياريندو هو. ائين هنن ٻن ڀارن ننڍڙيئي ڇيڇ ۾ وجهي اهڙي پڪي ياراڻي پاتي، جو اڄ تائين "صورت بهار" نالا گڏ ڪم پيا اچن.

ديوان ڪانسنگهه جي وقت ۾ مير غلام حسين جي هڪ جاگير موري تعلقي جي فريد ديري ۾ ۽ ٻي ٽنڊي باگي تعلقي جي ڪاڪ ۾ هئي. اهي ٻئي جاگيرون ديوان ڪانسنگهه سنڀاليندو هو. جنهن وقت سندس چالاڻو ٿيو تنهن وقت ديوان بهار سنگهه ٽيهن ورهين جي ڄمار جو هو. ديوان ڪانسنگهه ڪانپوءِ ديوان بهار سنگهه فريد ديري واري جاگير تي اسي روپيا ماهياني پگهار سان ڪاردار مقرر ٿيو. پنهنجي چاچي جيءَ ڪري اهو عهدو آسانيءَ سان مليس؛ پر پاڻ به سياڻو ۽ سمجهو، ۽ نهايت برجستو هو ۽ هڏ ڏيئي ڪم ڪندو هو؛ تنهن ڪري ترت ئي پاڻ کي ڪارائتو ڪاردار ثابت ڪيائين. تن ڏينهن ۾ سيڪا شيءِ سستي هوندي هئي، جنهنڪري چاليهن روپين پگهار وارو به آسانيءَ سان پنهنجي آڪهه پالي سگهندو هو. هن کي ڀرينديءَ ئي شرط اسي روپيا پگهار مليو، ته اها وڏي ڳالهه هئي. پنهنجي عهدي جو شان رکي ڪيمخاب جي ڊگهي ٽوپي، پٽيئي جي سلوار، اڇي ململ جو پهراڻ، تنهنجي مٿان مخمل يا ڪيمخاب جي صدري پائيندو هو. ۽ چيلهه سان اڇي لونگي ٻڌندو هو. پيرن ۾ سرازڪي جتي به پرت واري پائيندو هو. ڪاڏو به اوچو ڪائيندو هو. تن ڏينهن ۾ ماٺهو دو آتش ۽ سه آتش خود ڪشيدا شراب عام طرح ورتائيندا هئا ۽ هي پاڻ به چڪو چاڙهيندو هو. انهيءَ هوندي به بچت ٿيندي هيس. پوءِ ته انهيءَ ساڳي فريد ديري واري جاگير جو پاڻ مقاطعو ڪنيائين، جنهن مان خوب پئسو ڪمايائين. ڊرم جو انگ جهجهو هوس سو ڪيترو پئسو دان پيج ٻلي به ڪم آئيندو هو. اٽڪل پنجيتاليهن ورهين جي ڄمار جو ٿيو ته سندس ننڍڙي هوندي جو پريتوان "صورت" (ديوان صورت سنگهه) گذاري ويو. سندس وڇوڙي هن مڙس کي ويراڳ ڏيئي ڇڏيو. وات جو

چشڪو به وسري ويس. سادو ڪائڻ ۽ سادو هندبائڻ لڳو. دلِ ۾ آيس، ته ڪنهن ايڪانت واري هنڌ وڃي رهان؛ پر سندس ماتا اجا حيات هئي، تنهن چيس ته ”جيستائين مان جيئري آهيان، تيستائين منهنجن اکين کان پاسي نه ٿيءُ.“ پنهنجيءَ ماتا جي مرضي رکي، سندس اکين اڳيان رهيو، پن ورهين کان پوءِ مائي گذاري ويئي، ته هيءُ پنهنجي وطن جا وڻ ڇڏي، ڪاشيءَ هليو ويو.

ديوان بهار سنگهه کي ڪاشيءَ ۾ چڱن ساڌن جو سنگ مليو، جنهن ڪري اُتي رهڻ وٽي ويس. ڪاشيءَ ۾ اُسي گهاٽ تي هڪ مهراج امرداس پنهنجي ڪيتر ۾ رهندو هو. هو وڏو تپشي هو. بدن ۾ پتلو هو، ته به ڀر به ڏينهن ساندهه ڪيتر ۾ اندر غفا ۾ رهندو هو. ٽئين ڏينهن ٻاهر نڪرندو هو، ته ڪيترا ساڌس گيان گوشٽ ڪرڻ ايندا هئا، ۽ ڪي ڌرمي مسئلا ڪانئس حل ڪرائيندا هئا. ديوان بهار سنگهه کي هن ودوان مهاتما جو سنگ اهڙو وٽي ويو، جو سندس ڪيتر جي ويجهو پٽ خريد ڪري پنهنجو آکاڙو جوڙايائين. گروءَ جو سک هو، تنهن ڪري آکاڙي ۾ آدي گرنٿ صاحب رکاياڻين، ۽ هڪ شيواڌاري مقرر ڪيائين. ڪيتر ۾ ڏهاڙي هڪ گهمرو دال روٽي تيار ٿيندي هئي، ۽ آيو ويو سباڌو ڪائي خوش ٿي ويندو هو.

ديوان بهار سنگهه جي آکاڙي جي ڀنيان مگني رام نالي هڪ ٻائو ڪنهن باغ ۾ رهندو هو، ۽ پريان پنجن منٽن جي پنڌ تي سوامي ڀاسڪر آنند جو استان هو. اهو سوامي اهڙو تياڳي هو، جو بت تي ڪپڙو به ڪونه پائيندوهو، تنهن ڪري ”ننگو مهراج“ سڏبو هو. ديوان بهار سنگهه خانداني گهراڻي جو هو، ته به ڪاشيءَ ۾ سندس پوشاڪ صرف ڪپين هئي، جنهنجي مٿان سنهي ڌوتيءَ جي گوڏ ٻڌندو هو. بت تي اڇو چولو، مٿي تي اڇي ٽوپي ۽ پيرن ۾ چاکڙيون هونديون هئس.

ديوا بهار سنگهه کي چار پٽ هئا: شير سنگهه، لالسنگهه، دياسنگهه ۽ گدا سنگهه (گدو مل)، جو ٻاويهن ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو.

هڪ نياڻي به هيس. جا ڏيوان چنني مل خوبچند آڏواڻيءَ سان پرڻيل هئي، جنهنجا پٽ راءِ صاحب ديارام، راءِ صاحب ڪيسوُ داس ۽ مسٽر تلوڪچند ايل.ايل.بي ائڊووڪيٽ آهن. (ڏسو صفحه 83). ديوان بهار سنگهه سيٺي مان موهه لاهي جاگير جي مقاطعي ۽ زمينداريءَ جو ڪم پنهنجي مربي پٽ ديوان شيرسنگهه کي سونپي، پاڻ ڪاشيءَ ۾ تياڳي ٿي وڃي رهيو هو؛ پر دنيا سان صفا چني ڇاڙي ڪونه ويٺو هو. پٽن ۽ ٻين کي خط پٽ پيو لکندو هو، ۽ وقتي ڪا صلاح مصلحت ڏيندو هو، پر سنڌ ڏي وري نه موٽيو. جنهن جي دل پوندي هئي، سو وٽس ڪاشيءَ ۾ کهي ويندو هو. سندس سوٽ ديوان چندپرام وڪيل هرڪنهن سال سندس درشن ڪرڻ لاءِ ڪاشيءِ ويندو هو، ۽ ڪوبه سال ڪونه گسايائين.

سنه 1897ع ۾ ڪاشيءَ ۾ سخت وبا پيئي. دبوان بهار سنگهه وٽ گنگاڌر نالي هڪ ٽيرهن چوڏهن ورهين جي ڄمار ۾ جو ٿهليو ٻيٺل هو، سو وبا ۾ جهليو. ديوان سندس علاج ڪرايو، ۽ سندس ٽهل ڪرڻ لڳو. گنگاڌر چاڪ ٿيو؛ پر پاڻ وبا ۾ جهلجي پيو. سندس پيٽويو مسٽر هيرانند ان وقت ڪاشيءَ ۾ هو، تنهن علاج ڪرڻ لاءِ چيس؛ پر چيائين، ته "هاڻ اسان جي موڪلاڻي آهي." هن سنڌ جي سنت جو ديهانت ڪاشيءَ ۾ 15 اپريل 1897ع جي 65 ورهين جي ڄمار ۾ ٿيو. سندس آکاڙو ڪاشيءَ ۾ اسي گهاٽ تي اڃا قائم آهي. ديوان بهار سنگهه جي وقت ۾ جيڪي سنڌي ڪاشيءَ جو تيرٿ ڪرڻ ويندا هئا، تن مان ڪي وٽس انهيءَ آکاڙي ۾ وڃي رهندا هئا. اڄ به ڪو اتي وڃي رهي، ته منع ڪانهيس. هن وقت انهيءَ آکاڙي ۾ ٻٺي برهمڻ ۽ ٿورا غريب وديارٿي، سنسڪرت سڪنڊرڙ" رهن ٿا، جن کي کاڌو پيتو مفت ملندو آهي. اهو خرچ ديوان بهار سنگهه جا پوٽا راءِ صاحب دبوان حشمتراءِ لالسنگهه ۽ مسٽر چاندو مل ڪندا پيا اچن. بنارس هندو يونيورسٽيءَ جي شاگردن کي دبوان حشمتراءِ چٽي جڏيو اهي، ته

جيڪڏهن ڪنهن کي هاسٽل ۾ جاءِ نہ ملي، تہ بلاشڪ وچي آڪاڙي ۾ رهي.

ديوان بهار سنگهہ شاعر نہ هو، پر سندس ننيڙي هوندي جو پريتوان ديوان صورت سنگهہ نهايت عمدو شاعر ۽ وڏو ڏرمشٽ هو. هن گيتري ڪوتا رچي جنهن ۾ ٽپ ٽپ تي پنهنجي ناليءَ "صورت" سان "بهار" جو نالو گڏ ڪم آندو اٿس ۽ انهيءَ سبب انهيءَ پستڪ جو نالو ئي "صورت بهار" آهي. اهو عمدو پستڪ پهريون گهمرو 1886ع ۾ پٿر جي ڇاپي ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هو. تازو 1935ع ۾ ديوان بهار سنگهہ جي پوٽن راءِ صاحب ديوان حشمتراءِ لالسنگهہ ۽ مسٽر چاندو مل اهو نئين سر لوهي ڇاپي ۾ ڇپايو آهي.

ديوان بهار سنگهہ جگت سنگهہ جو مربي پٽ ديوان شير سنگهہ اوائل ۾ نارٿ ويسٽرن ريلوي ۾ ٽائيم ڪيپر هو. سندس پتا بهار سنگهہ ڪاشيءَ وڃڻ کان اڳ فريد ديري واري جاگير کيس سونپي، تہ زمينداري ڪرڻ لڳو. پيدائش جهجهي هوندي هيس، جنهن ڪري دان پن بلي وڏيءَ دل سان پئسو خرچيندو هو. هڪ لڳا زمين مان پيدائش گهٽجي ڪانہ ٿيس، تہ اها حقيقت پنهنجي پتا کي ڪاشيءَ ۾ لکي موڪليائين. ديوان بهار سنگهہ هڪ پئسو موڪليس، ۽ لکيائينس تہ اهو پيتيءَ ۾ وجهي رک؛ پر نيت صاف رک، تہ تو کي پئسي جي تنگي ڪڏهن بہ ڪانہ ٿيندي. پنهنجي پتا جو چوڻ مڃي، پنهنجي نيت صاف رکڻ جو هر طرح ڪيائين. ايشور جي قدرت جو بئي سال فصل پلو ٿيس، ۽ اڳين چنتا لهي ويس.


ديوان شير سنگهہ بهار سنگهہ

ديوان شير سنگهہ پنهنجي پتا جي هدايت موجب نيڪ نيت تي هلندو هو، پر ڪروڌ گهڻو هوندو هوس. ٿوري گهٽي ڳالهہ تي تپي لوهہ تي ويندو هو. هڪ لڳا

ڪاشيءَ ۾ پنهنجي پتا جي درسن ڪرڻ لاءِ ويو. ديوان بهار سنگهه چيس، ته "مونکي تو وٽان هڪ شيءِ دان کپي، ۽ اها جي ڏيئم ته چڱو." ديوان شير سنگهه نهايت آگياڪاري هو ۽ پنهنجي پتا تان پنهنجي سر قربان ڪرڻ لاءِ به تيار هو، تنهن نهه پهه "هائو" ڪئي، ته ديوان چيس ته "پنهنجو ڪروڌ مونکي دان ڪري ڇڏ." اتي شير سنگهه نهايت لڄي ٿيو. پتا جا اهي اکر سندس دل ۾ گهاءَ وجهڻ لڳا.


ديوان لال سنگهه بهار سنگهه

ان وقت کان وٺي، پنهنجي مَن تي ايترو ضابطو رکيائين، جو پوءِ ڦري سيتل سياءَ وارو ٿي پيو. سندس ديهانت سنه 1904-1903ع ۾ ٿيو.

ديوان شيرسنگهه جو ننڍو ڀاءُ ديوان لال سنگهه بهار سنگهه حيدرآباد جي خزاني آفيس ۾ هيڊ خزانچي هو. ديوان شير سنگهه جي قضيئي کانپوءِ فريد ديري واري جاگير سنڀالڻ لڳو، جو انهيءَ جاگير جو مقاطعو هن آڪهه وارا ديوان بهار سنگهه جي وقت کان وٺي، خانبهادر رئيس غلام رسول جتوئيءَ سان گڏ، ڪٽنڌا پئي آيا. ديوان لال سنگهه جو ديهانت 6 مارچ 1910ع جي ٿيو. ڪيس به پٽ ديوان حشمتراءِ ۽ مسٽر چاندو مل آهن.


راءِ صاحب ديوان حشمتراءِ لال سنگهه .

ديوان حشمتراءِ لال سنگهه جو جنم 16 مئي 1880ع ۾ ٿيو هو. اعليٰ تعليم ڪراچي واري سنڌ ڪاليج ۾ ورتائين؛ پر پويون سال بمبئي جي فرگوسن ڪاليج ۾ پڙهيو. سنه 1902ع ۾ بي. اي پاس ڪيائين، ۽ انهيءَ سان گڏ فرسٽ ايل ايل

بي بہ پاس ڪيائين. 1902ع ۾ سڄي سنڌ مان پاڻ ۽ پروفيسر شيوا رام ڦيروائي سيڪنڊ ڪلاس ۾ آيا هئا، جو انهيءَ سال امتحان ڏکيو ٿيو هو.

ديوان حشمتراءِ ساڌو هيرانند جي نياڻي شريمتي لڇي (لڇمي) ٻائي 1900ع ۾ پرڻيو هو، جا اڄ تائين حيات آهي (ڏسو صفحہ 80-81). وهانءَ کان بہ ورهيہ پوءِ بي. اي پاس ڪيائين، تہ پٽس جي مرضي ٿي، تہ وڃي نوڪري ڪري؛ پر ساڌو هيرانند ۽ راج رشي ديوان ديارام گدو مل جي مرضي نہ هئي، تہ نوڪري ڪري، تنهن ڪري بہ ورهيہ ويٺو هو. آخر حيدرآباد جي خزاني آفيس ۾ وڃي نوڪري ڪيائين، ۽ وڏي وڃي ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو. ڪجهہ وقت ڪراچيءَ ۾ دفتردار هو. پڇاڙيءَ ۾ قمبر ڊويزن جو ڊپٽي ڪليڪٽر هو، ۽ انهيءَ عهدي تان 55 ورهين جي ڄمار ۾ سنہ 1935ع ۾، پينشن ورتائين. "راءِ صاحب" جو لقب مليل اٿس. هن وقت حيدرآباد ايڊيوڪيشن سوسائٽيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ، نولراءِ هيرانند انڊسٽريل اڪيڊميءَ جو پريزيڊنٽ، ۽ غريب عامل نياڻين جي شادي فنڊ جو بہ پريزيڊنٽ آهي. راءِ بهادر ديوان تارا چند شوقيرام عامل رليف فنڊ جو بہ سيڪريٽري آهي. سندس ڀاءُ مسٽر چانڊومل زميندار آهي.

ساڳي ديوان ڄسپتراءِ جي نسل مان سنڌ جو هاڪارو سنت ڀائي ڪلاچند، ديوان وسيو مل پنجو مل پنگتي سڌاري جو ڪوڏيو ۽ ڀيا آهن. ديوان گدو مل جي ننڍي ڀاءُ ديوان کانچند جي نسل مان ديوان ٽيڪچند هاساسنگهہ ۽ ڀيا آهن؛ گدوائي آکہ وڏي آهي. ان جو وڌيڪ احوال جي مليو، تہ ٻئي ڀاڱي ۾ ڏبو.

**لالا:**

نکہ "واندوڃا". هيءَ ڀاٽيا آهن ۽ روهڙيءَ ۾ رهن ٿا. سندن

اصلوڪو وطن جيسلمير آهي، جتان پوءِ دهليءَ ويا. مغلن جي صاحبيءَ ۾ پنهنجي راجپوتي جوهر سان اوچي درجي کي رسيا ۽ وڏا عهدا ماڻيائون، تہ بادشاهہ وٽان "لالا" جو لقب مليو. منجهائن هڪ لالا پرمانند سنڌ ۾ بکر جو نواب مقرر ٿي آيو تہ پيا لالا بہ آيا. ڳالهہ ٿا ڪن تہ لالا پرمانند جي وقت ۾ سخت ڏڪار پيو. سرڪاري گدامن مان ان ڪڍائي، ماڻهن جي سهائتا ڪيائين، تہ ڪن حاسدن اميرن جا وڃي ڪن پريا. لالا پرمانند جا پوءِ هٿ پير ورائي، ڪيس ڳوڻ ۾ بند ڪري درياهہ ۾ لوڙهائي ڇڏيائون. چون ٿا تہ اها ڳوڻ پرينءَ پر (روهڙيءَ طرف) پهچڻ شرط، ستين جي آستان وٽ ڦاٽي پيئي ۽ لالا صاحب سنئون سجو نڪري آيو!! هڪ ڏڙي تي ٻيهي، اعلان ڪيائين، تہ هن کان پوءِ منهنجو اولاد هن جاءِ تي منڻ لهرائي. ائين چئي وري ٽپي ڏيئي، گم ٿي ويو. انهيءَ وقت کان وٺي، لالا خاندان وارن ٻارن جو منڻ اڄ تائين انهيءَ هنڌ لهرائيندا آهن. انهيءَ موقعي تي، يادگار طور، اڳي هڪ ٻڪري کڻي، ڳوڻ ۾ بند ڪري، درياهہ ۾ پرواهہ ڪندا هئا، ۽ هاڻ ٻيءَ سامگريءَ سان ڀريل ڳوڻ درياهہ ۾ وجهندا آهن.

روهڙيءَ جي ڪوٺائي سيدن وٽ رکيل تاريخ ۾ لالا خاندان جو ڪجهہ احوال آهي. بلوچستان گزيٽيئر ۾ بہ سندن ٿورو ذڪر آهي، جو هن خاندان جو لالا گنگارام قلات جي خان جو وزيراعظم هو. لالا هرداراام بردڪار (بردين جي رهڻ جي ملڪ) يعني اپر سنڌ فرنٽيئر (سرحد سنڌ) جو حاڪم هو. لالا پيليرام شڪارپور جو مکيہ اهلڪار هو. هن وقت لالا پرمانند جي خاندان وارا روهڙي، سکر ۽ شڪارپور ۾ آهن.

لالا پرمانند جو پاءُ لالا بنگل مل هو، جنهنجو اولاد "بنگلاڻي لالا" روهڙيءَ ۾ نڪريءَ تي، پائي پارو شاهہ جي ڏيوڙيءَ جي پرسان جدا محلي ۾ رهندا آهن جو "بنگلاڻي محلو" سڏبو آهي. اهي اڪثر

صرافڪو ڌنڌو ڪندا آهن.

روهڙيءَ ۾ ٻيا قانون گويان لالا آهن. سنڌن محلو روهڙيءَ ۾ ياٽ وسترام جي ٽڪاڻي کان وني موئي مبارڪ (وار مبارڪ) تائين، درياهه جي پرتي آهي ۽. "قانوگا محلو" سڏجي ٿو. هي قانون گويان لالا ياٽين جي هڪ ملتري شاخ آهن. اهي سرڪاري نوڪريون ڪندا آهن، باقي ٻيا ياٽيا اڪثر ڌنڌو ڌاري ڪندا آهن. منجهائن ڪي هاڻ نوڪريون به ڪرڻ لڳا آهن. قانون گويان لالائن جو ڪاڌو پيتو ۽ رهڻي ڪهڻي ٻين ياٽين کان علحدي آهي. اڳي ريل گاڏي ڪانه هئي، ته سري ناٿ جي مهاراڄن (ياٽين جي گرو خاندان) کي ملتان مان سنڌ ۾ سلامت آڻڻ نيڻ جو ڪم متن رکيل هو. اهڙين خدمتن ڪري متائن شيوڪيءَ جو رڪيب ڏيڻ معاف ٿيو. ٻيون به ڪي پنچائتي رعايتون سائن ٿيون، جي ٻين ياٽين سان لاڳو نه آهن، سب لالا پنهنجي ساڳي ياٽيا قوم اندر سنگ ڏيندا آهن. ويجهڙائيءَ ۾ ڪن ٿورين حالتن ۾ ٻاهران سنگ ورنا اٿن؛ پر اڄ تائين ڏنا ڪين اٿن. عام طرح هوڪن ڏيندي، پٺ سندن نالو، مردن جي حالت ۾ "رائزاده" ۽ زالن جي حالت ۾ "راءِ رائيان" جي لقب سان پڪاريندا آهن.

**لالواڻي:**

نک "چچڙا". اصل ڪتان آيا، ڪڏهن آيا، ڪهڙي سبب آيا، تن ڳالهين جو پتو ڪونه ٿو پوي. ايترو معلوم ٿئي ٿو، ته سندن وڏا رواجي دڪاندار هئا. سندن وڏو ڏاڏو ياٽي لالچند هو، جنهنجا پٽ گرداسمل، صاحبراءِ، ٿولچند ۽ پنجو مل هئا. پهريون پٽ گرداسمل گهٽو ڪونه وڌيو ويجهيو. سندس ٻيو پٽ صاحبراءِ ڀڳت ماڻهو هو، ۽ ٽڪاڻو ڪيڏي وينو. ڪانئس پوءِ جيڪي سندس گاديءَ تي وينا، جهڙوڪ ٻائو پارو رام ۽ ٻيا، سي سندس چيلا هئا، ۽ نه پٽ، ته به لالوائين جي شجري ۾

انهن چيلن جا نالا چاٿايل آهن. لالچند جو ٽيون نمبر پٽ ڦولچند هو، جنهن جا پٽ چاندو مل، ٿؤنر سنگهه ۽ منگهارام هئا. چاندو مل جا پٽ فتح چند ۽ جيچندراءِ هئا، ۽ ڪيترا مکيه لالواڻي انهن ٻن پٽن جو اولاد آهن. فتح چند جي نسل مان ديوان وطن مل هو، جنهنجو هڪ پٽ ديوان ليلارام سب جج هو، جو پوءِ خالصو ٿيو، ۽ پاڻ کي "ليلا رام سنگهه" سڏائڻ لڳو. موهن تارڪا، سورجن راڌا ۽ ٻيا ڪي ناٽڪ سندس جوڙيل آهن. "ديوان خاڪي" نالي شعر جو ڪتاب به سندس جوڙيل آهن. سندس تخلص "خاڪي" هو. ديوان ليلارام سنگهه جو پاءُ ديوان لوڪ سنگهه انجنيئري کاتي ۾ هو، ۽ گاين وديا ۾ نهايت پڙ هو ديوان ليلارام سنگهه جو ٻيو ڀاءُ ديوان جوهر سنگهه هو، جنهن جي هڪ پٽ مسٽر ڏيئلمل وڪالت ۾ چڱو نالو ڪڍيو آهي.

ديوان جيچندراءِ جي ٻن مان ديوان نريداس ۽ ديوان ريواچند آهن. ڪراچيءَ جي "سنڌ ٽائيمس" اخبار، جنهن جو ٽي ورهيه ڪن ساڌو هيرانند سمپادڪ هو، تنهنجي 11 جولاءِ 1884ع واري پرچي ۾ ديوان ريواچند لالواڻيءَ بابت لکيل هو، تہ 1839ع ۾ نوڪريءَ ۾ گهڙيو هو، ۽ مير شهداد خان وٽ منشي هو. 1847ع ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل لامبرٽ، اسسٽنٽ ڪئنال آفيسر، پنهنجو نائب سٺ روپين پگهار تي مقرر ڪيس، ۽ پوءِ هڪ سؤ روپين پگهار تي "گيجر" Guager مقرر ڪيائينس. تنهن کانپوءِ سزاولڪار مقرر ٿيو ۽ 1850ع ۾ ڪاٺين جي ماپ ڪرڻ لاءِ 140 روپين تي "امين" مقرر ٿيو. پوءِ سپرنٽينڊنٽ انجنيئرن ۽ چيف انجنيئرن جو هيڊ منشي بہ مقرر ٿيو هو. انگريزيءَ جو ڄاڻو ڪو نہ هو. تہ بہ پاڻ کي ڪارائتو ثابت ڪيو هئائين جنهن ڪري جولاءِ 1884ع ۾ پينشن ني وڃڻ وقت سنڌ جي ڪمشنر سروپا پهرائي هيس. ديوان ريواچند جو پوٽو ماسٽر حشمراءِ بسنت راءِ آهي. ديوان چاندو مل ڦولچند جي ڀاءُ ديوان منگهارام جي نسل مان ديوان کانچند

پرنابراءِ بي.اي ڪيترا ورهيه نولراءِ هيرانند اڪيڊميءَ جو پرنسپال هو.

**پڏن جو احوال:**

حيدرآباد جي لالواڻي آکهه ۽ ٻين ڪن ٽورين عامل آکهين ۾ ڪي پڏا آهن، جن دنيا جي ڪيترن عالمن جو ڌيان ڇڪايو آهي، جو سڄيءَ دنيا ۾ ٻئي ڪنهن به هنڌ پڏا ڪينهن. حيدرآباد ۾ پهريون پڏو ديوان ڀاوِنداس ٽڏاڻي (نڪ "ڀاڳيا") هو، جنهن پڏا پيدا ڪيا. "پڏو" يعني جنهن کي ڏند نه هجن. اهو اصل هندي لفظ "بڙها" (سنڌي "ٻڍو"، سنسڪرت "ورڌ") ڀاڻجي ٿو، جو ڏندن نه هئڻ سبب پڏا به ٻڍا پيا ڀانئجن، پوءِ ڀلي ته عمر ڪري اجا جوان هجن.

حيدرآباد جا سڀ پڏا پنهنجي بت جي بناوت ڪري پريائين پڌرا آهن. عام طرح سڀ ڪنهن ماڻهوءَ جي چمڙيءَ ۾ پور (سوراخ) ٿين ٿا، جن مان پگهر نڪري ٿو. سيٺي پڏن جي چمڙي لسي ئي لسي ٿئي ٿي، تنهن ڪري ڪين پگهر ڪونه نڪري. پگهر نڪرڻ ڪري بت ٺريو ٿڌو ٿئي ٿو پر هنن کي پگهر نڪري ئي ڪونه، تنهن ڪري ٿورڙيءَ ئي اُس ۾ سندن چمڙي تپي وڃي ٿي، ۽ ڪين اوسو ٿئي ٿو. انهيءَ سبب هو ڏاڍي گهٽا گهمرا سنان ڪرڻ پسند ڪندا آهن، ۽ آلي ڪپڙي پهرڻ ۾ گهڻي فرحت ايندي اٿن. ٻاهر اُس ۾ نڪرندا ته آلو انگوڇو يا ٽوال مٿي تي وجهي نڪرندا. انهيءَ تان چوڻي آهي، ته "پڏ پڏائي، ٿڌو پاڻي".

پڏن کي هر هڪ پاسي چار ڏاڙهون ٿينديون آهن؛ به مٿيون ۽ به هيٺيون؛ جملي اٺ. ڪين ڏند ڪونه ٿين؛ پر ڏاڙهن ۾ ايتري برڪت اٿن، جو کهڙي به روٽي سوپاري پچيو وڃن!

پڏائڻ جو اثر موروثي آهي؛ پر عجب ته ڏسو، ته پڏن جون ڌيئون ۽ ڀيڻ پڏا ڪونه ٿيندا آهن، پر رڳو ڏوهٽا پڏا ٿيندا آهن. ڪنهن پڏي جا چار پنج ڏوهٽا هوندا آهن، ته انهن مان پڏا رڳو به چٽا ٿيندا آهن. مطلب

تہ ڀڏن جي نياڻين تي اهو اثر ڪونہ ٿيندو آهي؛ پر نياڻين جي معرفت ڏوهٽن تي ٿيندو آهي. هن عام قاعدي ۾ هن وقت تائين هڪڙي نياري حالت (Exception) تي آهي. پروفيسر پي. ايم (پرمانند ميوارام) آڏواڻي، جو ڪراچيءَ جي انڊن جي اسڪول ۾ ماستر آهي، تنهنجي نياڻي ڀڏي آهي. هن وقت تائين ڪي ڀڏا ٻنا اولاد مري ويا آهن، ۽ شڪ نہ آهي، تہ ڪجهہ عرصي کان پوءِ اهو اثر هميشہ لاءِ غائب ٿي ويندي. ڀڏن مان دولت آڏواڻيءَ پنهنجي ڀڏاڻ جو چڱو فائدو ورتو آهي. ڪن سئنيما وارن چڱي پگهار تي پاڻ وٽ "ائڪٽر" مقرر ڪيو اٿس. هو خوش مزاج آهي ۽ گهڻو ڪري سدائين ڪل ڇرچي جو "پارٽ" ڪندو آهي.

## گونگن جو احوال:

مائٽن جي اڌ چڪڻ جو قاعدو لالواڻين جي ٻي هڪ ڪٽنب ۾ ٻيءَ طرح ڏيکاري ڏئي ٿو. انهيءَ ڪٽنب ۾ واري سان ٻوڙا ٻار ڄمن ٿا؛ يعني هڪ ٻار سچو تہ ٻيو ٻوڙو، ٽيون سچو تہ چوٿون ٻوڙو. ٻوڙو ٻار ڪو بہ اُچار نہ ٻڌندو، تہ پاڻ ڇا اچاريندو؟ انهي ڪري هن خاندان ۾ گونگا ۽ گونگيون آهن. ڀڏن جي حالت ۾ رڳو مردن تي ڀڏاڻ جو اثر ٿئي ٿو؛ پر هتي ٻار واري سان ٻوڙا گونگا ٿين ٿا. هيستائين رڳو هڪڙي نياري حالت ٿي آهي، جو هڪ ٻار واري سان تہ؛ پر سانده گونگو ڄائو آهي. عجيب جوڙ ڪرتارجي!

## للا:

نالو نک جو. اصل وينل الور (اروڙ) تعلقي روهڙيءَ جا آهن. پوءِ اتان لڏي ڪي لاڙڪاڻي تہ ڪي شڪارپور ويا. لاڙڪاڻي وارن ڪي اُتي ويني ست پيڙهيون ٿي ويون آهن. اهي ياٿيبند سيٺيون اڪثر زميندار هئا؛ پر منجهائن ڪي وڻج واپار ڪندا هئا، تہ ڪي نبڪا بہ ڪٽندا هئا. ٻينل ماڻهو هئا، تنهن ڪري شهر جي مکيڻ جي ٻڳ متن آئي. مکي

مٺومل، انجو پٽ مکي ويڙهو مل، ۽ اُن جو پٽ مکي ٽائونمل پيڙهيءَ بہ پيڙهيءَ مکي ٿيندا آيا. تهنڪري هيءَ مکين جي آکهہ سڏبي آهي. هن وقت سيٺ چتارام ٽائون مل مکي آهي. انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ هاٺوکي لاڙڪاڻي ضلعي جا سب تعلقا شڪارپور ضلعي جي حد اندر هوندا هئا. ان وقت جيڪي شڪارپور جا ڪليڪٽر ٿي ٿيا، تن لاڙڪاڻي وسائڻ جي گهڻي ڪوشش ٿي ڪئي. لاڙڪاڻي جي ڪن بازارين تي سندن نالا پيل آهن جهڙوڪ جائلس بازار، پوڪر گنج، جا هينئر اِن بازار سڏجي ٿي، ۽ گلسپي گنج، ان بازار جو اولهہ وارو پاڱو جو پنڪي ڪوهيءَ ٿائين آهي. انهن سڀني صاحبن هنن مکين جي وڏن کي چيو تہ جنهن ۾ هند ڏيئو پاڙي اپندا، سا زمين توهانجي ٿيندي ۽ ان لاءِ پئسا نہ وٺبا: اٿين شهر وسائڻ لاءِ مفت ۾ پٽ پئي ڏنائون. لاڙڪاڻي ۾ سول ڪورٽ کلي، تہ بہ هيءَ مکي راجوٽي طرح فيصلا ڪري معاملا نبيريندا هئا. جنهن ڪري وس پڄندي ڪو ڪورٽ ۾ ڪونہ ويندو هو.

مکي ويڙهي مل جو پٽ مکي نارائڻداس لاڙڪاڻي جو ميونسپل ڪائونسلر هو. بنا اجوري شهر وارن جا اماني فيصلا ڪندو هو. ٿرمي سنستائن سان بہ تعلق گهڻو هوس ۽ انهن کي پئسي جي مدد ڪندو هو. غريب وڌوانن کي گپٽ دان ڏيندو هو. پنجهٺ ورهين جي ڄمار ۾، 1928ع ۾ چالاڻو ڪيائين.

مکي نارائڻداس جو مربي پٽ مکي مهرچند شهر جي مدبرن مان هڪڙو آهي ۽ "رام منڊليءَ" جو پريزيڊنٽ آهي. ڪجهہ وقت ميونسپل ڪائونسلر هو ۽ ارٻن ڪوآپريٽو بئنڪ جو چيئرمين هو.

مکي نارائڻداس جا ٻيا پٽ مکي مولچند، مکي پورڻ سنگهہ ۽ مکي ٽيڪچند. تن مان مکي مولچند گذاري ويو آهي. مکي ٽيڪچند پنهنجي پٽا وانگر غريب غربن جي سار لهندو آهي. نهايت يار ويس ۽


مکي ٽيڪچند

رلٽو ملٽو جوان آهي. هن وقت عمر فقط ٻٽيهه ورهيه اٿس. سندس ڌنڌو زميندار آهي.

**لَنڊ:**

هن نک وارا سکر، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي ۾ آهن. ڀائي چئنراءِ ٻچو مل شڪارپوري جنهن جا جوڙيل "سامي ۽ جا سلوڪ" مشهور آهن، تنهنجي به اها نک هئي. مسٽر ويڙهو مل ڪنڻ مل ناواڻي لاڙڪاڻي جو ڪتب فروش ۽ ڪي ٻيا انهيءَ نک مان آهن.

**لوڊا:**

سندن وڏا اصل لڌياڻي جا وينل هئا، ۽ پوءِ ڪجهه وقت بندل کنڊ ۾ وڃي رهيا هئا. مغلن جي صاحبيءَ ۾ گجرات ۽ ڪاٺياواڙ ويا، جتان پوءِ ڪي سنڌ ۾ آيا.

**لهاڻا:**

اينٿوون صاحب هڪ ڪتاب بمبئي ڪاتي جي قومن ۽ ذاتين بابت لکيو آهي: تنهنجي ٽئين ڀاڱي، صفحي 371 ۾، لهاڻن جي ذڪر ڪندي چاڻايو اٿس ته، لهاڻا (لواڻا) سري رامچندر جي پٽ "لو" Lava جو اولاد آهن (ڏسو صفحه 25). انهن بابت هڪ لوڪ وارتا (Folk-lore) به ڏني اٿس، جنهن پٽاندر لهاڻا اصل رائوڙ راجپوتن (ڪترين) مان هئا. ڪنوج (ڪانيا ڪبج) جي راجا جئچند ساٺن ستم ڪيا، ۽ هن جبري حاڪم سان پڄي ڪين سگهيا، ته ورڻ ديوتا جو پوڄن ڪيائون. ورڻ ديوتا چيو، ته سڀاڻي صبح جو سويل ڪوهه سوا پنڌ تي وڃو. اتي هڪ لوهه جو ڪوٽ توهانکي ڏسڻ ۾ ايندو، تنهن ۾ وڃي پناهه وٺو.

سورهن ڏينهن ۾ پنهنجي شتروءَ (دشمن) کان کٽي سگهندا. پوءِ اهو ڪوٽ ڇڏي ويجهو، جو ايڪيهين ڏينهن اهو ڪوٽ گم ٿي ويندو. توهين پوءِ ٻيو ڪوٽ ٺاهجو. لوهہ جي ڪوٽ ۾ رهڻ ڪري، اوهين راٺوڙن ۽ ٻدران "لهاڻا" سڏجڻ ۾ ايندا. اها اڳڪٿي اچي لڳي. جيڪو ڪوٽ يا قلعو ٺاهيائون سو "لوهہ گڏهہ" يعني لوهہ جو قلعو ڪوٺجڻ ۾ آيو، ۽ ان ۾ رهڻ ڪري پاڻ "لهاڻا" (لوهہ جي ڪوٽ وارا) سڏجڻ ۾ آيا. انهيءَ "لوهہ گڏهہ" جو نالو پوءِ ڦري "لاهور" ٿيو آهي. لاهور ۽ ملتان کان پوءِ سنڌ ۾ آيا، ۽ عيسوي تيرهين صديءَ ڌاري ڪچ علائقي ڏي بہ ويا. اينٿوون صاحب لهاڻن جي نکن جا ڪيترائي نالا ڄاڻايا آهن، جن مان ٿورا هي آهن: آسرپوٽا، پنڊت پوٽا، جوبن پوٽا، پوپٽ، چگهہ، ٽڪرال، ڇاپڙيا، سيجپال، سومئيا (Somaiya). ڪاريا، ڪٽر (ڪتر)، ماموتيا وغيره. گهڻو ڪري انهن سڀني نکن وارا هن وقت سنڌ ۾ آهن.

"تواريخ اروڙونسيءَ" موجب هنن نکن وارا اڄ تائين پنجاب ۾ بہ آهن، ۽ "اروڙونسي" سڏجن ٿا. ڏسو "اروڙونسي". عربن جي ڪاهہ کان بہ اڳ ڪيترا لهاڻا سنڌ ۾ هئا، ۽ نهايت زور وارا هئا. چچ نامي مان معلوم ٿئي ٿو، تہ اگهم لهاڻو برهمڻ آباد (بهمن آباد) جو حاڪم هو. سنڌ ۾ براهمڻ گهراڻي جو راڄ ٿيو، تہ لهاڻن سان جبريون جٽيون ٿيون ۽ سندن درجو گهٽ ليکجڻ ۾ آيو. هن مان ظاهر آهي، تہ ان وقت سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم جاري هئڻ سبب منجهائن اڳوڻو کترين وارو پاڻ (Spirit) نڪري ويو هو، ۽ عربن جي ڪاهہ وقت ڪانئرن وانگر اڳ الور مان پڇي پنجاب ۽ ٻين پاسن ڏي ويا هئا. منجهن جيڪو راڄپوتي رت هو، سو هيڪاري سنہ 1194ع کان وٺي سُڪندو ويو. انهيءَ سال محمد غوريءَ ڪنوج جي راجا جئچند کي شڪست ڏيئي ڪيس ۽ هزارن هندن کي قتل ڪرائي ڇڏيو. انهيءَ قتلام اتر هندستان جي رهيلن لهاڻن ۽ ٻين هندن کي ايتري قدر تہ ڪنبائي ڇڏيو، جو مسلمان

حاڪمن جي تابعداري ڪنهن بہ چون و چرا کانسواءِ ڪرڻ لڳا. انهيءَ سبب هندستان ۾ مسلمانن جي حڪومت جو سچو پچو بنياد وجهندڙ محمد غوري ليکجي ٿو. مسلماني حڪومت جو سنڌ جي آڳاٽن لهاڻن تي ڪهڙو اثر ٿيو تنهنجو ٿورو ذڪر ڏار ڪجي ٿو. هتي رڳو ايترو ڄاڻائجي ٿو، تہ هن وقت لهاڻا ڪترين بدران عام طرح ”وئشن“ جي دفعي ۾ ليکجن ٿا- وئشن وانگر وڻج واپار ۽ ٻيءَ ڪرت ڪار ڪرڻ سبب اهي ”واڻيا“ (وڻجارا يا واپاري) ۽ ”پائيبند“ ڪوٺجن ٿا.

## لهاڻن جو ميمڻ ٿيڻ:

اينٿوون صاحب ڄاڻايو آهي، تہ پيران پير دستگير (ٻارهينءَ وارو پير) سنہ 1165ع ۾ بغداد ۾ گذاري ويو. دنيا مان موڪلائڻ کان اڳ پنهنجي پٽ، تاج الدين کي هدايت ڪيائين، تہ تون هندستان ۾ وڃي رهہ، ۽ اتي جي ماڻهن کي اسلام جي روشني ڏيکار (سومرن ۽ سمن مان ڪي شايد انهيءَ وقت مسلمان ٿيا). سيد تاج الدين کان پنج پيڙهيون پوءِ سيد يوسف الدين قادري پيدا ٿيو، تنهنکي سنہ 1421ع ۾ خواب ۾ آيو، تہ تون سنڌ ۾ وڃي، اتي جي ماڻهن کي اسلام جي راهہ ڏيکار، هو صاحب جنهن وقت سنڌ ۾ آيو، تنهن وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ٺٽو هو، ۽ اتي جو حاڪم سمن گهراڻي جو مرڪب خان هو. اينٿوون صاحب لکيو آهي، تہ سمن جي صاحبي 1351ع کان وٺي 1521ع تائين هلي، ۽ اهو مرڪب خان، جو شايد ڄام رائدان (1454ع) هو، تنهن سيد صاحب کي جهجهي عزت ڏيئي، پنهنجو مهمان ڪري رهايو. انهيءَ حاڪم وٽ ماڻڪجيءَ نالي هڪ سيٺ برڪ هو، جو لهاڻن جي چوراسي نکن يا برادرين جو مکي هو. ٺٽي جو حاڪم هو، سيد صاحب جو مريد ٿيو، تہ سيٺ ماڻڪجيءَ بہ پنهنجي حاڪم جي پيروي ڪئي، ۽ پنهنجن ٽن پٽن مان ٻن پٽن ۽ لهاڻن جي ست سؤ آکهين سميت سيد صاحب جو مريد ٿيو ۽ دين اسلام اختيار ڪيائين.

سيٺ ماڻڪجيءَ جو هڪ پٽ رائجي هو. تنهن تي احمد نالو پيو. رائجيءَ جا به پٽ سندرجي ۽ هنسراج هئا. سي آدم ۽ تاج محمد سڏجڻ ۾ آيا. سنڌي ماڻهن جا نالا اصل ڪڇين جهڙا هئا ۽ هاڻوڪن نالن وارا هندو ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت کان وٺي آيا.

لهاڻن ۾ ڪي ”موتا“ ڪوٺبا هئا. دين اسلام اختيار ڪيائون، ته لهاڻن ۽ موتن تي نالو پيو ”ميمڻ“ يعني ”مومن“ يا ايمان آڻيندڙ (ڏڻيءَ جي وحدانيت ۾). انهيءَ وقت سنڌ جي ٻين لهاڻن درياهه شاهه کي پڪاريو. سنبت 1007 ۾ ٺٽي جي حاڪم مرک شاهه هندن کي زوريءَ مسلمان ٿي ڪيو، ته سندن رکيا لاءِ شري امر اڏيري لال صاحب اوتار ڌاريو هو. ساڳيءَ ريت هن گهمري به ورڻ ديوتا اچي سائن سهاءِ ٿيو، جنهن ڪري ٻين هندن جو بچاءُ ٿي ويو.

سنڌ ۾ جيڪي لهاڻا ڦري ميمڻ ٿيا، تن جي ذڪر ڪندي اينٿوون صاحب لکيو آهي، ته ڀڄ ۾ جاڙيجو راءِ کنگهار 1548ع کان وٺي 1584ع تائين حاڪم هو. هن ٺٽي جي ميمڻن کي دعوت ڏيئي، ڀڄ ۾ گهرايو، جتي هو پنهنجو پاڙو ٻڌي وجي رهيا. اتان پوءِ ڪنهن وقت ڪڇي ميمڻ ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ڏي ويا. گجرات ۾ سورت جو شهر 1580ع کان وٺي 1680ع تائين وڻج واپار ڪري برک هو. هي ميمڻ اهو وقت اتي ساڃا ٿي ويا. سورت جو واپار جو پوءِ چلتو گهٽيو، ته ڪيترا ميمڻ بمبئيءَ ڏي ويا. مطلب ته ڪڇ، گجرات ۽ بمبئي وارا سڀ ميمڻ سنڌ جي لهاڻن مان آهن (ڏسو اينٿوون صاحب جو ڪتاب جلد 2، صفحه 52 ۽ 53).

**ماڪيجا:**

هن نک وارا اصل اروڙونسي آهن (ڏسو اروڙونسي). اهي پوءِ ملتان کان جدا جدا وقتن تي سنڌ ۾ موٽي آيا. هن وقت سنڌ ۾

ڪيترن ئي هنڌن تي آهن، جهڙوڪ لاڙ ۾ ۽ پريا تعلقي نوشهري فيروز ۾. لاڙڪاڻي ۾ "ايسراڻي" خيرپور رياست جي ڳوٺ پرڳڙين ۾ "مورجاڻي"، ۽ حيدرآباد ۾ "مير چنداڻي" بہ انهيءَ نک جا آهن. حيدرآباد ۾ ڪي ياڻيبند بہ انهيءَ ساڳيءَ نک جا آهن، جهڙوڪ مسٽر ڀڳوانداس لالچند ڪتب فروش، جنهنجو ڪتابن جو دڪان حيدرآباد جي چوڙڪي گهٽي جي ويجهو آهي. اٺين ڪي "ماڪيجا" عامل تہ ڪي ياڻيبند آهن. ڪي غلط طرح پاڻ کي "مناڪيجاڻي" سڏائين ٿا! هڪڙي ئي لفظ جي پنيان ساڳيءَ معنيٰ وارا بہ حرف "جا" ۽ "اڻي" گڏ ڪم آڻڻ غلط ڳالهہ آهي.

## ملڪاڻي:

حيدرآباد ۾ ملڪاڻي آڪهيون بہ آهن: هڪڙن ملڪاڻين جي نک "روڙا" آهي، جي رائچند ملڪاڻيءَ جو اولاد آهن. جن مان مسٽر جشن مل مولچند مختارڪار، مسٽر ڪندن مل پوسٽ ماسٽر جا پٽ مسٽر جهمٽ مل، پهلاج راءِ، حشمتراءِ ۽ مولچند مسٽر شيامداس عطر سنگهہ ۽ ٻيا آهن. سندن وڏيڪ احوال اڃا ڪونهي مليو. ٻين ملڪاڻين جي نک "درڙي" آهي. حيدرآباد جا رامچنداڻي ۽ ساهتي پرڳڻي جا هنگوراڻي، تختاڻي، ڪيرتاڻي، رامرڪياڻي ۽ ٻالواڻي بہ ساڳي نک جا آهن. اهي اصل جيسلمير کان سنڌ ۾ اول ساهتي پرڳڻي ۾ آيا، ۽ پوءِ ڪي رامچنداڻي ۽ ملڪاڻي حيدرآباد ۾ آيا، ۽ اهي ٻئي آڪهيون ساڳيءَ هڪڙيءَ گهٽيءَ ۾ اچي رهيون، جا اڄ تائين "ملڪاڻي" گهٽي سڏجي ٿي: چنديراماڻي ۽ جهانگياڻي بہ شايد ساڻن گڏ آيا هئا، ۽ ملڪاڻي گهٽيءَ جي نزديڪ اچي رهيا، جا "چنديراماڻي گهٽي" ڪونجي ٿي.

"درڙي" نک وارن ملڪاڻين جو وڏو ڏاڏو ملڪ مل هو، جنهن جو پٽ آڏو مل هو. دوان آڏو مل کي چار پٽ هئا. گوپالداس، گدو

مل، سياچند ۽ سيئو مل. هنن ملڪاڻين جي شجري موجب ديوان گوپالداس کي ٻه پٽ موهن داس ۽ مولچند هئا، ۽ ديوان موهن داس جو پٽ ديوان صاحبراءِ هو. حقيقت هن طرح آهي، ته ديوان صاحبراءِ جو پتا ديوان نئسنگهہ هو، جو رامچنداڻين جي وڏي ڏاڏي ديوان رامچند جو پٽ، ديوان نارو مل جو پوٽو ۽ هنگوراڻين جي وڏي ڏاڏي ديوان هنگوري مل جو پڙ پوٽو هو. ديوان نئنسنگهہ رامچند ملڪاڻين مان ڀرٽيو هو، ۽ سندس پٽ ديوان صاحبراءِ کي سندس ناني (ديوان موهن داس) پنهنجو ڌرم جو پٽ ڪيو هو، تنهن ڪري سندس اولاد "رامچنداڻي" بدران پاڻ کي "ملڪاڻي" سڏائي ٿو، ۽ سندن شجرو ان موجب تهيل آهي.

ديوان صاحبراءِ نامياري پارسي جو شاعر هو. ميرن جي شادي غميءَ جي موقعن تي اهڙا عمدا پارسي شعر جوڙيندو هو، جو ميرن کي موهي ڇڏيندو هو. ڪي ميرپاڻ به چڱا شاعر هوندا هئا، تہ بہ سندس قابليت جو قدر ڪري کيس چڱا انعام ڏيندا هئا.

ديوان صاحبراءِ جو پٽ منشي آوتراءِ ملڪاڻي مير صوبدار خان جو مالي وزير هو، ۽ سندس عهدو "چانسيلر آف ايڪسچيڪر" جهڙو هو (ڏسو صفحہ 52). سنہ 1843ع ۾ جنهن وقت سر چارلس نيپيئر سنڌ فتح ڪئي، تنهن وقت ميرن جو خزانو حيدرآباد واري قلعي ۾ هو، ۽ خزاني جون ڪنجيون منشي آوتراءِ وٽ هيون. انهيءَ سبب سر چارلس نيپيئر ملڪاڻي گهڻيءَ ۾ ويو ۽ منشي آوتراءِ کان خزاني جون ڪنجيون گهريائين، پر هن ڪنجيون ڏيڻ کان صفا نابري واري، ۽ چيائين تہ "جيستائين مونکي سنهنجن حاڪمن (ميرن) جو حڪم نہ ملندو، تيستائين ڪنجيون نہ ڏيندس."

منشي آوتراءِ اهڙو ايماندار ۽ سوڌيءَ رهڻ وارو هو، جو ميرن جي ديرن جي ڏسڻيءَ [illegible] جي [illegible] هوندي هئي، جنهن

ڳالهه جي انگريزن کي به سڌ پئي. سنڌ فتح ڪرڻ کانپوءِ انگريزن ميرن کي گڏو بندر واري بنگلي ۾ نظربند رکيو هو. ۽ اتان ڪين ڪلڪتي موڪليو هون. ٻسنڌن زالن کي قلعي مان ڪڍائي، گڏو بندر واري بنگلي ۾ ميرن وٽ موڪليو هون. ته انهيءَ ڪم لاءِ منشي آوتراءِ کي ديرن جي ڏينديءَ وٽ ٻيهاريائون، ته زالن کي ڏولين ۾ چاڙهائي، گڏو بندر موڪلي. منشي آوتراءِ ان وقت به ميرن سان اهڙو سچو هو، جو ڀريائين انهن ڏولين ۾ هيرا، جواهر ۽ ٻيو قيمتي مالي موڪليائين. اٺين سورهن ڏوليون ميرن وٽ سلامت وڃي پهتيون. سترهين ڏوليءَ ۾ به رڳي قيمتي مالي تي موڪليائين، پر هوا ۾ ڏوليءَ جو پلوءُ متي ڪجي ويو. انگريزن جي سولجرن کي ڏوليءَ ۾ ڪابه عورت نظر نه آئي، ته شڪ پين، ۽ اهو مالي ضبط ڪيائون. پوءِ هڪ مڏم کي اندر موڪلي زالن کي ٻاهر ڪڍيائون، ۽ ڪين ڏولين ۾ چاڙهي گڏو بندر روانو ڪيائون. سورهن ڏوليون قيمتي ماليءَ جون انگريزن جي هٿان ويون، ته سر چارلس نيپيئر کي اينري ڪاوڙ لڳي، جو منشي آوتراءِ کي نظربندڪرڻ ۽ ڪيس "شوٽ" ڪرڻ جو ڏڪو ڏنائين؛ پر پوءِ ڪيس آڇ ڪيائين، ته هڪ ورهيه اسان وٽ نوڪري ڪر، ۽ حڪومت جي انتظام مان اسانکي واقف ڪر، ته پوءِ توکي اٻ سؤ روپيا ماهيانو پينشن ڏينداسين. منشي آوتراءِ اها آڇ نه قبولي. چيائين ته "ٻن مالڪن جي نوڪري ساڳيئي وقت ڪري ڪين سگهندس." انهيءَ نابريءَ وارڻ کانپوءِ به ميرن جي سفارش تي ڪيس پولٽيڪل پينشن ڏنائون.

انگريزن ۽ ميرن جي وچ ۾ لڙائي لڳي هئي، ته حيدرآباد ۾ پاجڙ سٺي هئي. انهيءَ هوندي به ڪيترا عامل ۽ پائيبند شهر ۾ رهيا پيا هئا. پوءِ جا ٻن انگريزن ميرن کي نظر بند ڪيو، تڏهن جنهن تنهن اٿين پئي پاڻيو، ته هاڻ ضرور شهر ۾ ڦرلٽ ٿيندي. سر چارلس نيپيئر منشي آوتراءِ کان خزاني جي ڪنجيون وٺڻ لاءِ ملڪاڻي گهٽيءَ ۾ ويو هو. ته

انهيءَ گهٽيءَ وارن کي هيءَ به ڏپ لڳو، ته هاڻ سولجر به گهٽيءَ ۾ گهڙندا ۽ متان زالن ۾ هٿ وجهن، تنهن ڪري منشي آوتراءِ جي فرمودي موجب ملڪاڻي ۽ رامچنداڻي آکهين جون سڀ زالون ڪوٺين ۾ ڪري بند ڪيائون. مرد ٻاهر تراريون ڪڍي بيٺا، ته جي سولجر سچ پچ اچن ته سيني زالن کي قتل ڪري ڇڏجي؛ پر سولجر کي سندن ويجهو وڃڻ نه ڏجي. پوءِ ته ڪوبه سولجر ڪنهن به گهٽي ۾ ڪونه گهڙيو، ۽ سک سان رهجي آئي. منشي آوتراءِ ۽ ديوان شوقيرام ننديرام آڏواڻي ٻئي وقت حيدرآباد جا مکي هئا (ڏسو صفحه 75).

منشي آوتراءِ کي به پٽ هئا. جن مان وڏو ديوان چيتن رام وڪيل هو، جنهن جو پٽ مسٽر نارائڻداس به وڪيل آهي.


ديوان گوبند بخش آوتراءِ

منشي آوتراءِ جو ٻيو نمبر فرزند ديوان گوبند بخش هو، جنهن جو جنم 1850ع ڌاري ٿيو هو. سندس وقت ۾ سيڪو شاگرد مئٽرڪ امتحان ڏيئي ڪين سگهندو هو (ڏسو صفحه 117 ۽ 183)، ته به هن مئٽرڪ امتحان پاس ڪيو. ان وقت جا مئٽرڪ پاس ڪيل انگريزي اهڙي ڳالهائيندا ۽ لکندا هئا، جو اڄ ڪلهه جا ڪيترا گرئجوئيٽ به جيڪر ساڻن ڪلهو هڻي ڪين سگهن. هيءَ صاحب انگريزيءَ، سنڌي، اردو، پارسي ۽ پشتو جو چڱو ڄاڻو هو. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ ڪوٽڙيءَ جي اينگلو ورنيڪيولر اسڪول جو هيڊ ماستر ٿيو. سندس قابليت جي ڪري، سنڌ جو ناميارو وڪيل خانبهادر ميان حسن علي ڪجهه وقت خانگي طرح وٽانئس انگريزي

سڪندو هو. ماستريءَ ۾ گهڻو چاڙهو نہ ڏسي، وڪالت جو امتحان پاس ڪيائين، ۽ سکر ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. وڪالت ۾ ڪيتري قدر نالو ڪڍيائين، ۽ماهياني اُپت ڪيتري هوندي هيس، تنهن جو اندازو هن ڳالهہ مان ڪري سگهجي ٿو، تہ وڪالت فقط ڏهہ ٻارهن ورهيہ ڪيائين؛ تہ بہ پنيان پنجن لکن جي ملڪيت ڇڏيائين!!! خانداني گهراڻي جو هو، سو ننڍڙي هوندي کان ئي شاهاڻي هلت هوندي هيس. ڪمائي جهجهي هوندي هيس، تہ خرچ بہ وڏا ئي هوندا هئس. سنڌس پتا منشي آوتراءِ دل جو درويش هو، ۽ پڇاڙيءَ جو گهڻو وقت گوشي نشين ٿي رهيو، تہ بہ وٽس ساڌ سنت گهڻا ايندا هئا. ڪي غريب پنهنجو حال اورڻ ويندا هئس. جنهن ساڌوءَ يا ياءِ پرائيءَ بابت سمجهندو هو، تہ هن ڪيَ پئسي جي مدد ڪرڻ ثواب جو ڪم ٿيندو، تنهنکي پنهنجي پٽ ديوان گوبند بخش ڏانهن چٺي لکي ڏيندو هو. اها چٺي گويا "هنڊي" هوندي هئي. ائين ديوان گوبند بخش پنهنجي پتا جون گهٽ ۾ گهٽ تہ هڪ هزار روپين جون هنڊيون در مهيني پُرينڊو هو! سنڌس متو بہ اهو هو، تہ "پوک ڪٽو، ٿئي گهڻو". هيتري دان ڪندي بہ؛ هيءُ مڙس سدائين سائو رهيو، جنهن ڪري پنهنجي پنيان ڄايون ڄڳهيون، پنيون پارا ۽ ٻي املاڪ گهڻي ئي ڇڏيائين. پنهنجي پئسي جي زور ۽ قابليت ڪري سنڌ ۾ وڏو ماڻهو ليکبو هو، ويتر قومي خيالن وارو هو، تنهن ڪري سنہ 1885ع ۾ انڊين نئشنل ڪانگريس برپا ٿيڻ شرط، ڪانگريس جي بنياد وجهندڙن هيوم صاحب، بابو سريندرانات بئنرجي ۽ ملڪ جيَ ٻين ڪن مدبرن سان گڏ ديوان گوبند بخش، ڪانگريس جي "ورڪنگ" ڪاميٽيءَ (ڪاروباري ڪاميٽيءَ) جو هڪ ميمبر مقرر ٿيو هو ۽ پوءِ بہ هر ڪنهن سال ڪانگريس جي ساليانين ميڙن ۾ وڃي شامل ٿيندو هو. سنہ 1885 ۽ 1886ع ۾ ساڌو هيرانند "سنڌ سڀا" جي پاران ڪانگريس

جو عيوضي ٿي ويو هو؛ پر سڄيءَ سنڌ مان پهريون سنڌي، جو ڪانگريس جي ڪاروباريءَ ڪاميٽيءَ جو ميمبر مقرر ٿيو هو، سو ديوان گوبند بخش هو، ۽ انهيءَ عهدي تي هئڻ ڪري سڄي هندستان ۾ مشهور هو؛ پر گهڻو ڪونه ٽڪيو. سنه 1892ع ۾، پاڻيتاليهن ورهين جي ڄمار ۾ پرلوڪ پڌاريو. سندس هڪڙوئي پٽ مسٽر لوڪو مل آهي.


مسٽر لوڪو مل گوبند بخش

مسٽر لوڪو مل گوبند بخش 24 جون 1880ع ۾ ڄائو هو. سنه 1897ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. ڇهن سالن لکن تي مٿو ڏوتو هئائين، تنهن ڪري نوڪري ڪرڻ يا ڪنهنجي زبردستي ڪمائڻ جو خيال ڪڏهن به دل تي ڪونه آندائين. سندس پتا ديوان گوبند بخش ڪي سکر ۾، ٽڪريءَ تي، پنهنجون جايون هيون، جن جي چڱي مسواڙ پيئي ملندي هيس. شڪارپور طرف پٽس جي ٻني هئي، تنهن مان به چڱي پيدائش هيس، تنهن ڪري ننڍڙي هوندي کان ئي سکيو وقت گذارڻ لڳو. ڪرڪيٽ ۽ ٽينس جو شوق گهڻو هوندو هئس: ۽ انهن ٻنهي راندين ۾ چڱو نالو ڪڍيائين. اٽڪل ويهه ورهيه ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو ميمبر ۽ آنرري ماجسٽريٽ هو، ۽ سٺيهه ورهيه ساندهه حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو مشير ٿي رهيو. ميونسپالٽيءَ ۾ سندس پارٽي زور هوندي هئي، سو به ايتري قدر جو ميونسپل چرخو اڪثر انهيءَ پارٽيءَ جي مرضيءَ موجب هلندو هو، ۽ مسٽر لوڪو مل حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو "ڪنگ ميڪر" (King-Maker) ڪوٺبو هو. سندس گهڻي هلندي ڏسي، ميونسپل ۽ لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ ٿيڻ لاءِ اختياريءَ وارن ڪيترا گهمرا آڇ ڪيس، پر نه قبوليائين.

مسٽر لوڪو مل کي اِهو خفت گهڻو آهي، جو ڪابه سهڻي ۽ سانڍڻ جهڙي شيءِ ڏسندو آهي، نه يڪدم خريد ڪندو آهي؛ ۽ خرچ

جو ڪوبہ خيال ڪونہ ڪندو آهي. قديم ۾ قديم دستخط، قرآن شريف، بائبل، شريمد ڀاڳوت گيتا ۽ ٻيا ڪيترا ڪتاب جي هن وقت ڪمياب بلڪ ناياب آهن سي وٽس آهن. قسمين قسمين عجيب غريب شيون بہ ڪيتريون ئي ڪٺيون ڪيون اٿس. انهن سڀني تي ست هزار کن روپيا خرچيا اٿس، ۽ هن وقت اهي سڀ، گهٽ ۾ گهٽ، تہ ٽي لک روپيا لهن. مسٽر لوڪي مل جو سنڌ جي وزير اعظم سر غلام حسين هدايت الله ۽ ٻين ڪيترن وڏن ماڻهن سان رستو آهي. سنڌ جي پهرين گورنر سر لانسيٽ گرهام کانپوءِ سر هيوڊو سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو. کيس خبر پيئي، تہ مسٽر لوڪو مل وٽ ڪيتريون ئي ناياب عجيب غريب شيون آهن، سو انهن جي ديدار ڪرڻ لاءِ حيدرآباد ۾ سندس گهر ۾ 26 نومبر 1944ع جي پيهي ويو، ۽ شيون ڏسي ساراهہ ڪرڻ مان نہ پئي ڍائو! انهيءَ موقعي تي گورنر صاحب سان گڏ مسٽر لئمبرڪ ڪمشنر، سردار بهادر محمد بخش حيدرآباد جو ڪليڪٽر، مکي گوبندرام پريتمداس ساگراڻي ۽ ٻيا ڪيترا معزز ماڻهو هئا، ۽ مسٽر لوڪو مل سان گڏجي فوٽو ڪڍايائون. ڊوصاحب پوءِ مسٽر لوڪو مل سان اهڙو رستو ڳنڍيو، جو پنهنجو ۽ ليڊي ڊو جو فوٽو ڪڍائي، انهيءَ تي چانديءَ جو فريم چاڙهائي، کيس سوکڙيءَ طور موڪليائين. جون 1946ع ۾ سر هيوڊو پاڻنا ويو، ۽ اُتي جي لئبرريءَ ۾ بہ ڪيترا ڪمياب ڪتاب ڪنا تيل ڏنائين، تہ 21 جون 1946ع جي رانچي (بهار) مان مسٽر لوڪو مل کي پنهنجن هٿن سان لکي موڪليائين، تہ توهان وٽ عجيب غريب شيون ۽نهايت قديم ڪتاب آهن، پر هيڏانهن پاڻنا لئبرريءَ ۾ بہ پلون پل لڳي پيئي آهي، تنهن ڪري توهان جهڙي شوقين مڙس کي هيءَ لئبرري هڪ واريءَ ضرور ڏسڻ گهرجي، جو اها ڏسڻ وٽان آهي. مسٽر لوڪو مل جو ٻين ڪيترن وڏن عملدارن سان رستو آهي، جي خط پٽ لکندا اٿس. ڪنهن ڀاءُ ڀرائيءَ کي ڪا مدد ڪپندي آهي، تہ خوشيءَ سان ڏيندو اٿس. اٿين لحاظ ۽ مروت وارو بہ آهي، ۽

پنهنجي ڪل جو نالو قائم ڪندو اچي. ڪيس فقط هڪ نياڻي آهي، جا پرڻيل آهي.

ديوان آڏو مل ملڪ مل جنهن جي مربي پٽ ديوان گوپالداس جي نسل مان منشي آوتراءِ صاحبراءِ جي آڪهه وارا آهن، تنهن ٻئي پٽ ديوان گڏو مل جو فرزند ديوان مولچند هو. ديوان مولچند کي ٻه پٽ هئا: هڪڙو ديوان هر راءِ، جنهنجي نسل مان ديوان شوقي سنگهه پرڀداس ولد ديوان عالمچند هر راءِ هو، ۽ ٻيو ديوان ميارام جنهنجو فرزند ديوان ڪشنچند هو، ۽ انجو پٽ ديوان شيوڪرام مختيارڪار هو.



ديوان شيوڪرام ڪشنچند

ديوان شيوڪرام ڪشنچند جو جنم 1848ع ڌاري ٿيو هو. حيدرآباد جو پهريون سٽي ماجسٽريٽ اهو صاحب هو. حيدرآباد بدين ريلوي لاءِ زمين هٿ ڪرڻ واسطي سرڪار کيس "لئنڊ" اڪئيزيشن آفيسر" مقرر ڪيو هو. ائين جدا جدا عهدا ڪمايائين؛ پر گهڻو وقت مختيارڪار تي رهيو. تن ڏينهن ۾ مختيارڪار هڪ وڏو ماڻهو ليکبو هو، ۽ هيءُ پنهنجي عهدي جو شان چڱيءَ ريت رکندو هو. ڪنهن به زبردست کي جرئت ڪانه ٿيندي هئي جو سندس اڳيان ڪا اجائي گفتگو ڪري سگهي؛ باقي ڪو غريب پنهنجو حال اورڻ ويندو هوس ته هنجي ڳالهه ڌيان سان ٻڌندو هو، ۽ پئسي ڪوڏيءَ جي توڙي ٻي جيڪا مدد ڏيڻ واجب سمجهندو هو، سا ڏيندو هوس. سندس رهڻي راڄائي نموني هوندي هئي. شڪار ۽ راڳ جو شوق گهڻو هئس. ڪو سٺو گويو ڏسندو هو، ته پاڻ وٽ گهرائيندو هئس ۽ اهڙن موقعن تي وٽس محفلون لڳبون پيون هونديون هيون. سندس ديهانت 1908ع ۾، سٺ ورهين جي ڄمار ۾ ٿيو.


شريمتي جيني بائي

ديوان شيوڪرام جي ڌرمپتني شريمتي جيني بائي 1847ع ڌاري ڄائي هئي. پنهنجي پتيءَ ديوان شيوڪرام کان هڪ ورهيه ڪن وڏي هئي. انهيءَ اوائلي وقت ۾ سنڌ جا هندو توڙي مسلمان زالن جي تعليم جي اڪثر برخلاف هوندا هئا. هندو ڇوڪريون ۽ زالون گهڻو ڪري رڳو گرمکي اکر سکنديون هيون ته پوٿي پني پڙهڻ ۽ چٺي چپاٺي لکڻ ۾ سولائي ٿئي. اهڙو هڪ مثال مسٽر پرمانند ميوارام "جوت" اخبار جي ايڊيٽر جي ماتا شريمتي پوري بائي هئي، جا شريمتي جيني بائيءَ جي ڀيڻ هئي. هنن ٻنهي ڀينرن کي علم جو زور ڪونه هو، باقي سنڌي جهڙي نيٺ چئجي، تهڙي ڳالهائينديون هيون. ٺيٺ ٺپ تي عمدن اصطلاحن ۽ پهاڪن جو ٽڪاءُ پيو پوندو هو! مسٽر پرمانند شروع ۾ سنڌيءَ جو گهڻو مايو هڪڙو پنهنجي ماتا وٽان ۽ پيو پنهنجي هن ماسيءَ وٽان پرايو. مان پاڻ به ڪيترا چيدا لفظ، اصطلاح ۽ پهاڪا پنهنجي ماتا پتا ۽ ٻهڙين ٻڍڙين وٽان سکيس. شريمتي جيني بائيءَ جو ديهانت 1923ع ۾ ٿيو ۽ ان وقت منو سو کن ورهيه عمر هيس.


ديوان اُڌارام شيوڪرام

ديوان شيوڪرام جو مربي فرزند ديوان اُڌارام 1869ع ڌاري ڄائو هو. مئٽرڪ پاس ڪري، ميڊيڪل ڪاليج ۾ گهڙيو؛ مگر تندرستي سٺي نه هئڻ سبب سگهوئي پڙهڻ ڇڏي ڏنائين. انهيءَ هوندي به انگريزيءَ جو مايو چڱو هئس ۽ انگريزيءَ ۾ تقريرون ڪندو هو. ٿورو وقت نوڪري ڪيائين، ۽ پر پوءِ پٽس زمين

وٽي ڏنس ۽ سڄي عمر زميندار ٿي رهيو. تعليم يافته هو. ۽اصليت هيس، تنهن ڪري ڪيتيءَ جا عمدا سڌريل نمونا اختيار ڪيائين. پنهنجيءَ ٻنيءَ جو هڪ ٻه نمبر قيراتي باغيچو ڪيائين، جنهن ۾ قسمين قسمين ميوا ۽ گل ٿيندا هئا.

پيءُ وانگر هيءُ مڙس پنهنجي ملڪ سان هوندو هو، ۽ ڪنهنجي ڪاڻ ڪانه ڪيندو هو. ڪاڏي پيتي جا توڙي ٻيا بندوبست صاحبلوڪي نموني هوندا هئس، ۽پنهنجي پتا وانگر شڪار جو شوق گهٽو هوندو هوس. پنهنجي جيوت سکي گذاري، اٺهٺ ورهين جي ڄمار ۾، سنه 1928ع ۾ پرلوڪ پڌاريو. کيس ٽي پٽ آهن. سندس وڏو پٽ پروفيسر ايم. يو (منگهارام اُڌارام) ملڪاڻي آهي، جو ڪراچيءَ جي سنڌ ڪاليج ۾ انگريزيءَ جو پروفيسر آهي؛ پر سنڌيءَ ۾ ڪي ننڍڙا ناٽڪ ٻه لکيا اٿس. ٻيو پٽ مسٽر عالمچند آهي، جو ڪيترو وقت پنهنجي پتا جي ٻنيءَ تي هو. ٽيون پنس مسٽر موتيرام زمينداري ڪندو آهي، ۽ پنهنجي پتا جي جڳهه پوري پوري طرح والاري اٿس.


ڊاڪٽر کيمچند شيوڪرام

ديوان شيوڪرام جو ٻيو نمبر فرزند ڊاڪٽر کيمچند 24 نومبر 1879ع ۾ ڄائو هو. بمبئي يونيورسٽيءَ جو رجسٽرڊ ميڊيڪل پرئڪٽيشنر آهي. اٽڪل چاليهن ورهين کان اڪين جو ڊاڪٽر ٿي رهيو آهي. 1903ع کان وٽي اکين جي خيراتي اسپتال کولي اٿس، جا اڄ تائين هلندي اچي، ان ۾ بيمارن کي رهائڻ جو ٻه بندوبست اهي. حيدرآباد جي شهر ۾، اکين جي ڊاڪٽريءَ ۾ ڀرپائين ڀرپائين پاڻ نالو ڪڍيائين. ٻوءِ سنڌ جي جدا جدا پاڳن، بلڪ پنجاب ۽ ٻين هنڌان، اکين جي علاج لاءِ ماڻهو ونس اچڻ لڳا ۽ اڄ تائين اچن پيا. گذريل ڇهن سٺن ورهين کان

سندس اسپتال پڻس ڊاڪٽر دولترام بہ هلائيندو آهي. ڊاڪٽر کيمچند زميندار بہ آهي.

ديوان شيوڪرام کي ٻہ نياڻيون بہ هيون جن مان ننڍي ڌيءَ شريمتي ڌني ٻائي مسٽر بولچند واڌو مل گدواڻي بي. اي، ايل.ايل.بي سان پرڻايائين، پر پوءِ گذاري ويئي. هوءَ ودوان هئي ۽ انگريزي ٻوليءَ ۾ ماهر هئي. سندس ٽي پٽ آهن: پرمانند، هيرانند ۽ موتيرام. مسٽر هيرانند ڪراچيءَ جي پورٽ ٽرسٽ جو ميڊيڪل آفيسر آهي ۽ منهوڙيءَ ۾ نوڪري اٿس. مسٽر موتيرام لاهور ۾ "فلم" جو ڊائريڪٽر آهي.

ديوان شيوڪرام جي وڏي نياڻي ڪماري چترباڻي اڄ تائين حيات آهي. اڃا ٻن ٽن ورهين جي عمر جي هئي تہ اکين جي ڪا خرابي ٿيس، ۽ پوءِ نرت صفا ٻيهي ويس. ساڌو هيرانند جو ديوان اڌارام توڙي ديوان شيوڪرام سان گهڻو رستو هو، تنهن ڪري سندن گهر ۾ گهڻو ايندو ويندو هو. بمبئي، ڪلڪتو ۽ ٻيا گهڻا شهر گهميل هو ۽ سڌ هيس، تہ جن کي نرت ڪانهي، تن کي بہ وديا ڏيئي سگهجي ٿي. هن ڪماريءَ کي انگريزي سيکارڻ لاءِ پاڻ وٽ "بريل سسٽم" سکي آيو، ۽ پوءِ اچي کيس بہ سيکاريائين، تہ سندس جيئري ٿي انگريزي گهڻي قدر سکي ويئي. ساڌو هيرانند جي چالاڪي ڪانپوءِ "بريل سسٽم" جي رستي سنسڪرت بہ سکي آهي، ۽ وڏي ودوان ۽ پڙوان آهي. ڪيترا ڪتاب انگريزي، سنڌي ۽ سنسڪرت ۾ "بريل سسٽم" جي رستي پاڻ لکيا اٿس ۽پنهنجي وڏي لئبرري اٿس. هن وقت منو سو کن ورهيہ عمر اٿس.

ڊاڪٽر کيمچند شيوڪرام کي پنج پٽ آهن. سندس وڏو پٽ مسٽر تولارام مئنچيسٽر يونيورسٽيءَ جي بي ايس سي (ٽڪنالاجي) پاس ڪيل آهي ۽هن وقت برئڊ فورڊ (انگلينڊ) ۾ اليڪٽريڪل انجنيئر آهي. ٻيو پٽس مسٽر جئڪرشن ۽ٽيون پٽس مسٽر پرسرام زمينداري ڪندا آهن ۽ پنجون پٽس گل صغير آهي. ڊاڪٽر کيمچند جو وچون

(ٽيون نمبر) پٽ دولترام اکين جو ڊاڪٽر آهي: ۽ سنڌس جاري ڪيل اسپتال اهو هلائيندو آهي.



سرگواسڻ
شريمتي ليلا جئڪرشڻ

ڊاڪٽر کيمچند جو ٻيو نمبر پٽ مسٽر جئڪرشن زميندار ديوان هاسي مل ولايترام ٽڏائي زميندار جي نياٽي شريمتي ليلا سان ڊسمبر 1941ع ۾ پرڻيو هو. هن نياڻي کي ننڍڙي ئي مائٽن چڱا سسنڪار وڌا تنهن ڪري چت جو لاڙو ڌرم ڏي هئس ۽ گرونانڪ صاحب ۾ گهڻو يقين هئس ۽ شيوا جو انگ هئس. ڪراچيءَ جي بندر روڊ ايڪسٽينشن طرف گرومندر وارن، 1- نومبر 1944ع جي گرو نانڪ صاحب جي جنم جو ڏينهن ٽي ملهايو (ڏسو صفحه 102)، ته هي به وڏيءَ سڪ ۽ سرڌا وچان انهيءَ شڀ موقعي ملهائڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ ويئي، پر ٻئي ڏينهن اگ ۾ اهڙي بيمار ٿي جو ليڊي ڊفرن اسپتال ۾ رهڻو پيس، جنهن ڪري مقرر ٿيل ڏينهن تي گرومندر ۾ وڃي ڪين سگهي. سندس پيڻ گرومندر ۾ ويئي، ۽ صاحبن مان هيٺيون وچن وٺي آئي:

"جسڪي اوپر تون، سوامي!
سـو دک ڪئسا پـاوي."

پيڻس اهو وچن اچا ٻڌايس ئي ڪين، ته سندس مک مان اهو ساڳيو وچن نڪتو. جنهن ڪري پيڻس کي پاڻ عجب لڳو. وري عجب نه ڏسو، ته جنهن ڏينهن ۽ جنهن وقت گرونانڪ ديو جنم ڌاريو هو، تنهن ساڳي ڏينهن ۽ ساڳي وقت هيءَ ديوي ساسين سڪالي ٿي! اٺين انت گهڙي سهيلي ٿيس.

ٻين ملڪائين جو احوال اچا ڪونه مليو آهي.

**منسڪاڻي:**

نک "ڪنگهر". سندن اوائلي احوال لاءِ ڏسو "ٺڏاڻي 2". صفحه 174 وڌيڪ احوال مليل ڪونهي.

**منگهرملاڻي:**

نک "داديجا". اصل اروڙونسي آهن. (ڏسو صفحه 120). اروڙ (الوڙ) تعلقي روهڙيءَ کان پنجاب ويا، جتان منگهر ملاڻين جو وڏو ڏاڏو منگهرمل، ڪن خانگي سببن ڪري، پنهنجن پائرن کان ڌار ٿي سنڌ ۾ آيو، ۽ ميرن جي نوڪريءَ ۾ گهڙيو. سگهوئي پنهنجيءَ قابليت جو اهڃو ثبوت ڏنائين، جو هڪ لڳا ميرن پنهنجو ايلچي مقرر ڪري افغانستان ڏي موڪليو هئس.

ديوان منگهرمل جو پٽ ديوان ميٺا رام هو، سو به ميرن وٽ نوڪريءَ ۾ گهڙيو. سنڌ جي حڪومت جون واڳون ميرن جي هٿان ويون، ته ولايت ۾ ڪي سندن پاران اپيل ڪرڻ ويا هئا، جن مان هڪڙو ديوان ميٺا رام هو. هو پوءِ وڏا دلاسا وٺي ولايت کان موٽي هندستان ۾ آيا؛ پر ميرن کي پوليٽيڪل پينشن کانسواءِ ٻيوڪجهه ڪين مليو؛ رڳو مير علي مراد خان خيرپور رياست جو والي ٿيو. ديوان منگهرمل پوءِ سگهوئي چالاڻو ڪيو.

ديوان ميٺا رام کانپوءِ منگهر ملاڻين مان ڪوبه ڪنهن وڏي عهدي تي ڪونه هو. سرڪار ڪين نوڪريون آڇيون؛ پر نه قبوليائون. جنهن کي جيئن سنئي ۾ آيو، سو تيئن پنهنجي روزگار جو بندوبست ڪرڻ لڳو. پوءِ ڪن اعليٰ تعليم ورني ته چڱو چڙهي پيا. هن وقت منگهرملاڻين جا گهڻي ئي گهر چڙهيل آهن. منگهرملاڻين جي نک وارن مان ڪي جيڪب آباد طرف به آهن.

**موٽواڻي:**

نک "موٽڻ پوٽا". لاڙڪاڻي جي ديوانن جي هيءَ مکيہ آکهہ جنهن ديوان چاندبو مل جي وقت کان وٺي پاڻ چڱيءَ زيت موکيو آهي، ۽ کيتري ديس شيوا ڪئي آهي، تنهن جو سربستو احوال، بلاکن سميت، ٻئي ڀاڱي ۾ ڏبو. ٻيا موٽواڻي سکر ۽ميهڙ طرف ۽ ٽيان سيوهڻ تعلقي ۾ (آراضي، پوٽڙن وغيره ۾) آهن. انهن جا احوال گهربل آهن.

**مولچنداڻي:**

نک "ڪڪڙيجا". ساڳيءَ نک وارا انبواڻي، پڳواناڻي ۽ کيسواڻي آهن (ڏسو صفحو 128). هن وقت هو پنجوديري تعلقي رتيدريري ۾ رهن ٿا. سندن وڏو ڏاڏو ديوان سورجراءِ ميرپور ماٿيلي جو نواب هو. ۽ ان جو پٽ ديوان پيراڻو مل جوڌپور جو وزيراعظم هو. ائين هن آکهہ وارن چڱا عهدا ماڻيا. سندن نسل مان ديوان ايسرداس کان وٺي سندن گهڻيون شاخون ڦٽن ٿيون. انهن مان هڪڙي شاخ هيءَ آهي جا ديوان مولچند هرگنداس جي نالي پٺيان "مولچنداڻي" سڏجي ٿي.

**مهتاڻي:**

نک "ڳيرا". ڏسو "سدارنگاڻي"، مهتاڻين جون ٻيون به به آکهيون آهن. انهن سيني جو احوال هٿ ڪري، ٻئي ڀاڱي ۾ ڏبو.

**ميرچنداڻي:**

نک "ماڪيجا". هن نک وارا عامل به آهن، تہ ڀائيبند بہ آهن. اُهي سنڌ ۾ جدا جدا هنڌ رهن ٿا. ڏسو "ماڪيجا". اهي سڀ اصل ۾ اروڙونسي آهن. ڏسو "اروڙونسي". عربن جي ڪاهہ وقت، اروڙ (الور) تعلقي روهڙيءَ مان پنجاب ڏي ويا، جتان ڪيترا ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ موٽي، سنڌ ۾ آيا. ميرچنداڻي، ڪرپالاڻي، عبدناڻي ۽ واسواڻي اهي چار پاڙا گڏ آبا هئا. سنڌ ۾، ميرچنداڻي اول دادوءَ طرف خداآباد ۾

اڇي رهيا هئا، جو ان وقت ميان نور محمد ڪلهوڙي جي گاديءَ جو هنڌ هو. خداآباد جي شهر کي پوءِ ڪوسن باهه ڏني، ۽ پاڇڙ پيئي، ته ڪي ميرچندائي ٺٽيءَ تعلقي سيوهڻ ۾ وڃي رهيا، جتي اڄ تائين آهن (ڏسو صفحه 52). پوءِ حيدرآباد جو شهر مير فتح علي خان جي وقت ۾ وسيو، ته ٻين ڪيترن عاملن کان اڳ ۾ ميرچندائي ۽ ڪرپالاڻي آيا. شهر جو مٿيون پاڱو قلعي کان وٺي چوڏڪي گهٽيءَ تائين ڪيترن پائيبندن اڳي ئي والاريو هو، تنهن ڪري هنن هاٿوڪي سرور واري قبيءَ کان وٺي پٽ والاريا، ۽ پوءِ ٻين آکين وارا آيا، ۽ انهن ڪانئن پرپرو هاٿوڪي سري گهات تائين پنهنجا ماڳ جوڙيا. ته ڪرپالاڻي ۽ ميرچندائي شهر جي وچ ۾ ٿي پيا. سرور واري قبيءَ کان ٿورو پرپرو اڳي شهر جو چيڙو هوندو هو، ۽ اتي بساتي مڇي وڪڻندا هئا؛ جنهن ڪري ان کي اڄ تائين "پراڻا مڇي هٽ" چوندا آهن. انهن مڇي هٽن جي ڏکڻ ۽ اپرندي طرف خالي پيل پٽ ميرچندائين والاريا ۽ پنهنجو محلو بڌائون جنهن کي ميرچندائي گهٽي چئجي ٿو. انهيءَ گهٽيءَ جي چيڙي وارو پاڱو سرور واري قبي جي گهٽيءَ سان لڳو بيٺو آهي.

ميرچندائي ٿوڙي پيا. ڪيترا عامل ۽ پائيبند جي پنجاب کان آيل آهن سي گروءَ جا سک آهن؛ تنهنڪري هر هڪ گهٽيءَ ۾ هڪ ٻائو ۽ هڪ ٻانيڻ وهاريائون. ميرچندائين جو آکهي گردوارو اڄ تائين ميرچندائي گهٽيءَ ۾ آهي، جو گرو پوٽي بابا پسوپچند ويديءَ سنه 42 - 1841ع ڌاري استاپن ڪيو هو. انهيءَ گردواري جڙڻ کان اڳي ئي ميرچندائي اتي اچي رهيا هئا، ۽ سڀ هڪٻئي جي ويجهو جايون جوڙائي ويٺا هئا. انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ ميرچندائين جي وڏي ڏاڏي ديوان ميرچند جي پاءُ متي مل ۽ ڏاڏس جي پاءُ هراج مل جي آکهه وارا ٻه سنڌن پرسان رهندا هئا؛ پر پوءِ آکهه وڌڻ سبب هسراج مل جا پويان ڪرپالاڻي گهٽيءَ ۾ وڃي ويٺا. آڏت مل جو پٽ مرارداس هو، تنهن کي ٻه پٽ ميرچند ۽ متو مل هئا، جن مان ميرچند

وڏو هو ۽ برک بہ هو، جنهن ڪري هسراج مل جي نسل وارا بہ پاڻ کي "ميرچندائي" سڏائڻ لڳا، ۽ اصل ويٺل بہ ميرچندائي گهٽيءَ جا هئا. پوءِ ڪرپالاڻي گهٽي وچي وساياڻون، تہ "ڪرپالاڻي گهٽيءَ وارا ميرچندائي" سڏجڻ ۾ آيا. ساڳيءَ طرح متي مل جي اولاد مان بہ گهڻن پاڻ کي "ميرچندائي" سڏايو؛ پر ڪيٌ نک جي نالي پنيان پاڻ کي "ماکيجاڻي" ڪوٺائڻ لڳا. اهي بہ ميرچندائي گهٽيءَ ۾ سوڙها ٿيا ۽ شهر جي مٿين پاڳي ۾ جاءِ نہ ملين، تہ ديوان صورت سنگهہ فوجدار واري گهٽيءَ ۾ وچي رهيا (ڏسو صفحہ 10). ڪي اجا بہ اڳيرو وڌي، گوسائين سورجگر واري گهٽيءَ ۾ پنهنجا ماڳ جوڙي ويٺا. فوجدار واري گهٽيءَ مان بہ ڪي متي ملاڻي پوءِ لڏي نوآباد ۽ پراڻي ٽپال واري رستي ڏانهن وچي رهيا. پوءِ هيرآباد وسي، تہ ڪيترا ميرچندائي اتي وچي ويٺا، ۽ ڪي ڪراچيءَ ۾ پنهنجون جايون جوڙائي ويٺا آهن؛ اڻين حيدرآباد جي ٻين آکهين وارن مان بہ ڪي هيرآباد تہ ڪي ڪراچيءَ ۾ همبشہ لاءِ وچي رهيا آهن؛ ۽ پنهنجون اصلوڪيون گهٽيون ڇڏي ڏنيون اٿن ۽ اهي پاڻيبندن وچي والاريون آهن. هينئر ميرچندائي گهٽيءَ ۾ ميرچنداڻين جا فقط بہ ٽي گهر آهن.

ميرن جي صاحبيءَ ۾ ميرچنداڻين جا وڏا سزاولڪار هوندا هئا. انگريزن جي صاحبي ٿي، تہ انهن سزاولڪارن مان ڪن پنهنجا ماپ جا اوزار وچي لڪايا، جو ڀانياڻون تہ انگريزن وٽ نڪي اهڙا اوزار هوندا، نڪي ڪاٿين وغيره جي ماپ ڪرڻ ابندين! پنهنجيءَ دل ڪري اٿين ٿي سمجهياڻون، تہ انگريز ڳتيار ٿي، اسانکي اچي منٿون ڪندا، جو اسان کان سواءِ انگريزن جي سري ڪين سگهندي. سندس پوين مان هنئر ڪي ايگزيڪيوٽو انجنئر بلڪہ سپرنٽينڊنگ انجنيئر ٿيا آهن. ٻين بہ چڱيرن ڪامن ۾ ميرچنداڻين پاڻ کي ڪاراڻتو ثابت ڪيو اٿي، ۽ وڏن عهدن تي آهن.

### ميرچنداڻين جون شاخون:

ميرچنداڻين جو وڏو ڏاڏو ڪير هو، تنهن جي ڪنهن کي به سڌ ڪانهي: مگر شجري ڳاهڻ لاءِ مٿس جڙتو نالو "وڻجارو مل" رکيو اٿن. انهيءَ وڻجاري مل کي به پٽ هسراج مل ۽ آڏتمل هئا. آڏتمل جو پٽ مرارداس هو، تنهن کي به به پٽ متو مل ۽ ميرچند هئا. انهن سڀني جو اولاد پاڻ کي "ميرچنداڻي" سڏائڻ لڳو يعني هسراجملاڻ، متيملاڻيءَ ۽ ميرچنداڻي انهن ٽنهين جو هڪ يڪو ڄاڻدان آهي: پر هتي هر هڪ شاخ جو مختصر ذڪر ڌار ڌار ڪجي ٿو:

### ڪرپالاڻي گهٽيءَ وارا:

ديوان هسراج مل وڻجاري مل جي اڪهه وارا، جي هسراجملاڻي آهن، سي پنهنجي اصلوڪي ميرچنداڻي گهٽي ڇڏي، ڪرلاپاڻي گهٽيءَ ۾ وڃي رهيا، ۽ ڪي اڄ تائين اتي رهن ٿا. ديوان هسراج مل جي نسل مان روچيرام، نانڪرام ۽پارو مل هئا. ديوان پارو مل جو هڪ پٽ ديوان ٿانورداس هو، جنهن جو هڪ پٽ ديوان اڌارام اسسٽنٽ سنڌي ٽرانسليٽر هو. عربي سنڌي آئيوٽيا، ڄا هن وقت ڪم پيا اچيون، سا جولاءِ 1853ع کان وٺي چالو ٿي. ان جي جوڙڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي مقرر ٿي هئي، جنهن جو هڪ ميمبر دنوان اُدارام هو. سنڌي پهريون ڪتاب ۽ ٻيا ڪي ڪتاب جوڙيائين، ۽ شرٽ صاحب واري سنڌي ڊڪشنري جوڙڻ ۾ مدد ڪيائين. مطلب ته انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ سنڌي ساهت جي بنياد ٻڌندڙن مان هڪڙو پاڻ هو. سندس پٽ ديوان رامچند انسپيڪٽر پوليس ۽ مسٽر موتيرام گذاري ويا آهن: باقي مسٽر شامداس آهي:

ديوان اڌارام جو هڪ ڀاءُ ديوان ٻيسڻ مل معتبارڪار هو، جنهن جو پٽ مسٽر ڏيارام رٽائرڊ هيڊ ماسٽر آهي، ۽ ان جو فرزند مسٽر بي. ڊي (ڀاڳچند ڏيارام) ميرچنداڻي آءِ.سي.ايس آهي ۽ هن وقت سمسن

جج آهي. ديوان اڌارام جو ٻيو هڪ پاءُ ديوان خوشيرام هو، جنهن جو پٽ مسٽر پوهو مل زميندار آهي.

## ميرچنداڻي گهٽيءَ وارا:

ميرچند مرارداس کي چار پٽ هئا: ڪشنچند (پٽس هاسو مل)، پوانيداس، سبحان سنگهه ۽ بخت چند. پوانيداس کي ٻه پٽ آسرداس ۽ آسو مل هئا. آسو مل جي پوٽي ديوان انوپراءِ ديارام جي نسل وارا "انوپرائي" سڏبا آهن. ديوان انوپراءِ کي چار پٽ هئا: (1) ديوان ريجهو مل، جنهنجا پٽ ديوان رام بخش مختيارڪار ۽ ٻيا (2) ديوان گيانچند، جنهنجي اوطاق مشهور هوندي هئي. (3) ڏيئو مل (4) ديوان حشمتراءِ دفتردار، جنهنجي پٽ ڊاڪٽر نارائڻداس ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽريءَ ۾ چڱو نالو ڪڍيو آهي.

ديوان آسو مل جي ٻئي پوٽي ديوان پوپتراءِ اٽلراءِ کي اٺ پٽ هئا، ۽ اهي "پوپٽاڻي" سڏبا آهن، جن مان مکيه ديوان تنومل شيوڪرام رٽائرڊ سپرنٽينڊنگ انجنيئر آهي. ديوان شيوڪرام جو پاءُ ديوان نارائڻداس پوپتراءِ ولد اٽل راءِ آسو مل هو جنهن کي چار پٽ هئا: (1) ٽيرٿداس (جنهن جو پوٽو ماسٽر ويڙهو مل کيمچند) (2) ريواچند (3) گورمکداس (4) ٿڏو مل اوورسئر.


ديوان گورمکداس نارائڻداس

ديوان گورمکداس نارائڻداس 1848ع ڌاري ڄائو هو. ٻهريان ٿورا ورهيه سرويئر هو. پوءِ وڪالت جو امتحان پاس ڪري وڪالت ڪرڻ لڳو. سندس پائيوار ديوان روچيرام گلراجاڻي وڪيل هو. ٻئي هڪ جهڙا ڪپڙا پائيندا هئا، گهمڻ ڦرڻ به گڏ نڪرندا هئا، ۽ پنهنجي پريت توڙ تائين نباهيائون. ديوان گورمکداس ديواني توڙي فوجداري ڪيس ڪٽندو هو.

ڪمائي چڱي هيس، تہ پنهنجو شان بہ چڱيءَ ريت رکندو هو. سندس وقت ۾ ميرچندائي گهٽيءَ ۾ بيا بہ بزرگ هئا؛ پر هيءُ مڙس پنهنجي فلڪ سان هوندو هو، ۽ نهايت حشمت وارو هو. ڪنهن بزاريءَ يا باڪريءَ جي مجال نہ هوندي هئي، جو ميرچندائي گهٽيءَ ۾ اندر پير پائي سگهي! پڇاڙيءَ ۾ ڦقڙن جي سوڄ سبب سندس ديهانت مارچ 1901ع ۾ ٿيونجاهہ ورهين جي ڄمار ۾ ٿيو. کيس ڇهہ پٽ هئا، جن مان وڏو مسٽر ايسرداس ٺيڪيدار گذاري ويو آهي، باقي سندس پنج پٽ حيات آهن.


ديوان ڏنگومل گورمڪداس

ديوان گورمڪداس جو ٻيو نمبر فرزند ديوان ڏنگو مل 1880ع ۾ ڄائو هو. 1896ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. انگريزيءَ ۽ هسٽريءَ ۾ پهريون نمبر آيو هو، جنهن ڪري "ڪيشوراءِ پرائيز" مليو هيس. (مسٽر ڪيشوراءِ حيدرآباد هاءِ اسڪول جو ناميارو هيڊ ماستر هو). ديوان ڏنگو مل پوءِ ڪراچيءَ جي ڊي. جي سنڌ ڪاليج مان 1901ع ۾ بي. اي پاس ڪري، روينيو کاتي ۾ گهڙيو. 1901ع کان 1919ع تائين مختيارڪار، نوشهري فيروز جو ريزيڊنٽ ماجسٽريٽ ۽ شڪارپور جو سٽي ماجسٽريٽ هو. جولاءِ 1919ع ۾ سرڪار کيس حيدرآباد ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جي چيف آفيسر جي عهدي لاءِ چونڊيو، جتي 1928ع تائين رهيو. پنهنجيءَ قابليت ۽ ايمانداريءَ ڪري، 1927ع ۾ پڪو ڊپٽي ڪليڪٽر مقرر ٿيو ۽ انهيءَ عهدي تان 1 مارچ 1935ع ۾ پينشن ورتائين. سنہ 1936ع کان 1938ع تائين سنڌ هندو پراويڊنٽ فنڊ سوسائٽي حيدرآباد جو پريزيڊنٽ هو. سنہ 38-1937ع ۾ اسپيشل فرسٽ ڪلاس ماجسٽريٽ هو. هيءُ صاحب ڌرمي، پنگتي ۽

سياسي ڳالهين ۾ بهرو وٺندو آهي. گور سنگت هيرآباد جو ٽرسٽي آهي. خداآبادي عامل پنچائت جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو ميمبر آهي ۽ حيدرآباد هندو سڀا جو پريزيڊنٽ ۽ پراونشنل هندو سڀا جو وائيس پريزيڊنٽ آهي.



مسٽر چوهڙ مل ڏنگومل

مسٽر چوهڙ مل ڏنگو مل مارچ 1911ع ۾ ڄائو هو. 1927ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪري، ٻئي سال حيدرآباد جي ڊي. جي نئشنل ڪاليج مان ايف. واءِ. اي پاس ڪيائين، ۽ پوءِ ڪراچيءَ جي ڊي.جي سنڌ ڪاليج مان انٽر سائنس پاس ڪيائين. 1931ع ۾ ريلوي بورڊ کيس اسپيشل فرسٽ ڪلاس "اپرينٽس" (Apprentice) چونڊيو، جنهن ڪري چار ورهيه سرڪاري خرچ تي جمالپوز ۾ ريلوي مڪئنيڪل انجنيئرنگ جو ڪم سکيو: تنهن کان پوءِ ٻه ورهيه ولايت ۾ به ڪم سکيو، ۽ اتان موٽڻ کان پوءِ ايسٽ انڊيا ريلوي ۾ اسسٽنٽ مڪئنيڪل انجنيئر مقرر ٿيو. هن وقت مدورا ۾ ڊسٽرڪٽ مڪئنيڪل انجنيئر آهي.



مسٽر گوپال ڏنگومل

مسٽر گوپال ڏنگو مل 3 فيبروري 1923ع ۾ ڄائو هو. ننڍي هوندي ئي قابل ۽ محنتي هو، انگريزي ٽيون ۽ چوٿون درجو هڪڙي ئي سال پاس ڪيائين. حيدرآباد جي گرداسمل هاءِ اسڪول مان ڪي ڪتاب انعام طور مليا هئس، جو هو هڪ هوشيار شاگرد، خاص ڪري انگريزيءَ ۾ هوشيار هو. ننڍڙيئي چت جو لاڙو ڌرم ڏي هوس ۽ گرسنگت ۾ گهڻو

ويندو هو. 1938ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪري، ڪراچيءَ جي ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۾ ايف. واءِ اي ڪلاس ۾ داخل ٿيو. 25 سيپٽمبر 1938ع جي پروفيسر رام پنجوانيءَ ۽ ٻين ذهن شاگردن سان گڏجي منهوڙو گهمڻ ويو. سادي اٺين بجي ڪن شام جو مڇئي ۾ چڙهي موٽيا پئي، ته منهوڙي ۽ڪياماڙيءَ جي وچ ۾ "ٻندرا" نالي هڪ جهاز سنڌن مڇئي سان اچي لڳو. مڇئو ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيو ۽هيءُ سڀ پاڻي ۾ وڃي پيا! پوءِ ڪي بچيا؛ پر پنج شاگرد ٻڏي ويا، جن مان هڪڙو هيءُ جوان هو. هن هولناڪ حادثي بنسبت سنڌ جي سيني اخبارن گهڻو ڏک ظاهر ڪيو هو، ۽ جهازي ڪپتان ۽ پائليٽ (سڪانيءَ) بابت سخت ليک لکيا هئائون، جن جي غفلت ڪري پنج وديارٿي، جن ۾ ماٽن جون سوين اميدون هيون، تن جي حياتي هن ريت برباد ٿي ويئي!

ديوان گورمکداس جو ٽيون نمبر فرزند مسٽر ڪرمچند اول حيدرآباد جي "سنڌ جرنل" جو ايڊيٽر هو. پوءِ ڪيترا ورهيه ڪراچيءَ جي "سنڌ آبزرور" جو اسسٽنٽ ايڊيٽر ٿي رهيو، ۽ ڪجهه وقت ايڊيٽر به هو ۽ پوءِ "رٽائر" ڪيائين. سندس فرزند مسٽر سانولداس ڪراچيءَ ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر آف سول سپلائيز آهي.

ديوان گورمکداس جو چوٿون نمبر فرزند مسٽر سويراج وڪيل آهي. پنجون مسٽر ڪيولرام انشوئرنس جو ڪم ڪندو آهي ۽ ڇهون مسٽر ڪندن مل بي. اي اسسٽنٽ سنڌي ٽرانسليٽر جي آفيس ۾ آهي.

ديوان پوپٽراءِ جي اٺن پٽن مان هڪڙو ديوان نانڪرام هو، جو روينيو کاتي ۾ هو. ڪيس پنج پٽ هئا: ٽوپڻداس، ليلارام، ٿهلرام، پرسرام ۽ شامداس.

ديوان پرسرام نانڪرام جو جنم 1860ع ۾ ٿيو هو. سندس وقت ۾ جيڪي سنڌي خوانده تيز فهم، هڏ ڏيئي ڪم ڪندڙ ۽ ايماندار هئا، تن کي چڱا عهدا ملندا هئا. هيءُ صاحب به سنڌي خواندو هو؛ پر پنهنجيءَ قابليت ۽ ايمانداريءَ ڪري وڌي وڃي مختيارڪار ۽ فرسٽ ڪلاس ماجسٽريٽ ٿيو. سندس عملدار منجهائنس گهڻو راضي


ديوان پرسرام نانڪرام

هئا ۽ جيائونس ته انگريزي سکي پئو ته نوهانکي ڊپٽي ڪليڪٽر جو عهدو ڏيون؛ پر انگريزي نه سکيو. ڪيترو وقت جيمس آباد، امرڪوٽ، ننگرپارڪر ۽ ڇاڇڙي جو مختيارڪار هو. فوجداري مقدمن ۾ رڳو ڪو ٿورڙو شڪ پوندو هوس، ته جوابدارن کي ڇڏي ڏيندو هو، ۽ سچن ڏوهارين کي هلڪيون سزائون ڏيئي، آئينده چال سڌارڻ لاءِ تاڪيد ڪندو هو. ڇاڇڙيءَ ۾ ڇاڇري جي مختيارڪاريءَ جي عهدي تان سنه 1916ع ۾ پينشن ورتائين. حيدرآباد جي هيراآباد ڪواٽر ۾ پنهنجن ميرچندائي ڀائرن ۽ ٻين پاڙيسرين جي پنگتي شيوا ڪندو هو. سيني سان اهڙو رس رهايو هئائين، جو 1933ع ۾ سندس ديهانت وقت حشام ماڻهن جا سندس ڪائيءَ سان سر ويا هئا. مرتيو وقت سندس ڄمار 73 ورهيه هئي. ڪيس ٻه نياڻيون ۽ ٽي پٽ آهن. سندس وڏو ناٺي سرڳواسي ديوان هيرا نند سنتوڪرام آڏواڻي وڪيل هو (ڏسو صفحه 52، ۽ سندس ٻيو ناٺي مسٽر مولچند چاندو مل گدواڻي، بي. اي، ڪراچيءَ جي سرڪاري هاءِ اسڪول ۾ ماسٽر آهي. ديوان پرسرام جي ٽن فرزندن مان وڏو مسٽر لوڪو مل، بي. ايس. سي، ڪراچيءَ جي سرڪاري هاءِ اسڪول ۾ سليڪشن گريڊ تي آهي ۽ فرسٽ اسسٽنٽ آهي، ۽ سائنس ۽ حسابي ڪمن ۾ پڙ آهي. ٻيو نمبر پٽس مسٽر ڏيارام آهي، جنهن سنڌ توڙي سنڌ کان ٻاهر اخبار نويسي ۽ ڌرمي، اخلاقي ۽ پنگتي ڳالهين ۾ چڱو نالو ڪڍيو آهي.

ديوان پرسرام جو ٽيون نمبر فرزند مسٽر هاسو مل 17 سيپٽمبر 1903ع ۾ ڄائو هو. نولراءِ هيرانند ائڪيڊمي، حيدرآباد ڪاليج ۽ بمبئيءَ جي سڊنهام ڪاليج آف ڪامرس ۾ تعليم ورتائين ۽ بي. ڪام. جي ڊگري وٺڻ بعد، ڪراچيءَ جو سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جو


مسٽر هاسو مل پرسرام

هاڻي سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ سڏجي ٿي، تنهن ۾ اسسٽنٽ اڪائونٽنٽ مقرر ٿيو. ڪيترو وقت سنڌ جي ڪوآپريٽو سوسائٽين جو انسپيڪٽر ۽ سيني مٿان چيف انسپيڪٽر مقرر ٿيو. لاڙڪاڻي ۽ حيدرآباد جي سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪن جي مئنيجر ٿي رهڻ بعد ڪراچيءَ جي انهيءَ بئنڪ جو پڪو مئنيجر مقرر ٿيو ۽ ڪجهه وقت انهن سيني بئنڪن جو ائڪٽنگ جنرل مئنيجر به ٿي رهيو آهي.

مسٽر هاسو مل اجا ڪاليج ۾ پڙهندو هو، ته ان وقت ئي وديارٿين جي هلچل ۾ بهرو وٺندو هو ۽ سنڌن اڳواڻ ٿي ڪم ڪندو هو. وديارٿي سميلن جو سيڪريٽريءَ هو، ۽ بمبئيءَ ڪاتي جي "يوٿ ليگ" جو جوائنٽ سيڪريٽري هو. سنه 1920ع ۾ مهاتما گانڌيءَ قومي هلچل هلائي، ته ان جو مٿس گهڻو اثر ٿيو. پڪو سوديشي ٿي پيو، ۽ 1921ع کان وٺي اڄ تائين هٿ جي اٽيل ڪاڌي پهريندو آهي. هيءَ اتساهه پريو نوجوان هندو مسلم اتحاد جو ڪوڏيو آهي ۽ ڏيتي ليتيءَ جي بنهه برخلاف آهي.

ميرچند جي پوٽي ديوان آسرداس پوانيداس جي نسل وارا "آسرداسائي" سڏبا آهن، جن مان مکيه ديوان ڀاڳچند فتح چند، ديوان ڪشنچند ناؤن مل (مسٽر ليکراج "عزيز" شاعر ۽ ڪتاب نويس جو پتا) ۽ ديوان نارائڻداس تلجارام (ديوان گهنشامداس ايگزيڪيوٽو انجنيئر جو پتا) ٿي گذريا آهن.

ميرچند جي پٽ ديوان سبحان سنگهه جا فرزند "رائملائي" ڪوٺيا آهن.: رائمل کي ڇهه پٽ هئا: اڌارام، هيمنداس، ماڌوداس، چيتمل: رامسنگهه ۽ ٺاڪرداس. پهريان ٽي گهڻو ڪونه وڌيا. ديوان چيتمل جي نسل مان ماستر موتيرام ٽڪچند (ولد شامسنگهه چيتمل)

آهي. ديوان رامسنگهه جا پٽ منشي جشن سنگهه ۽ مسٽر دولتسنگهه هئا. منشي جشن سنگهه جي پوٽن مان مسٽر ريواچند هيرا سنگهه ڪراچيءَ جي ڪسٽمس کاتي جي ائپريزنگ ڊپارٽمينٽ جي مڻان هو ۽ ڪجهه وقت ڪسٽمس جو اسسٽنٽ ڪليڪٽر هو. هن وقت پينشن تي آهي. ديوان ٺاڪرداس کي چار پٽ هئا: شيوڪرام، اڌارام، ليکراج ۽ چرتسنگهه جنهنجو پٽ مسٽر ايسرداس آڪائين ڪٽڻ ۾ مشهور هوندو هو.

مبرچنداڻين مان هڪڙو ڪيراجمل لاڙڪاڻي ۾ نوڪريءَ ۾ هو. پڳهار ٿورو ۽ عيال گهڻو هئس، تنهن ڪري حيدرآباد اچڻ وڃڻ جي خرچ ڪرڻ بدران هميشه لاءِ لاڙڪاڻي ۾ رهي پيو. انهيءَ سبب ڪري ميرچنداڻي لاڙڪاڻي ۾ به آهن.


ديوان گيانچند املراءِ

ميرچند جي ننڍي ڀاءُ متي مل جو اولاد "متي ملاڻي" ڪوٺبا آهن. انهن مان هڪ آڪهه ديوان گيانچند املراءِ جي آهي. ديوان گيانچند رينج فاريسٽ آفيسر هو. کيس پنج پٽ هئا، جن مان وڏو مسٽر گوپالداس گذاري ويو آهي. ٻيو نمبر فرزند مسٽر درياهه ڏنو مل اسٽئنڊرڊ آئل ڪمپنيءَ ۾ هو، ۽ هاڻ "رٽائر" ڪيو اٿس. ٽيون نمبر فرزند ديوان ٻگو مل رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر، چوٿون مسٽر منيرام جو ڪراچيءَ ۾ لوهه جي سامان جو واپاري آهي ۽ پنجون ڊاڪٽر گهنشامداس آهي.

ديوان گيانچند جي پتا ديوان املراءِ جو ڀاءُ منشي آڏو مل هو، جو پوءِ ميرچنداڻي گهٽي ڇڏي. ديوان صورت سنگهه فوجدار واري گهٽيءَ ۾ وڃي رهيو. سندس پٽ مسٽر پرمانند ۽ ان جو اولاد پوءِ ميرچنداڻي بدران پاڻ کي "ڇبلاڻي" سڏائڻ لڳا. مسٽر هاسو مل پرمانند ڇبلاڻي رٽائرڊ انجنيئر آهي.

## فوجدار واري گهٽيءَ وارا:

متي مل ميرچند کي ٽي پٽ هئا: امبر چند، چتو مل ۽ پريتمداس. سندن نسل وارن مان ڪيترا ديوان صورت سنگهه فوجدار واري گهٽيءَ (ڏسو صفحه 150) ۾ وڃي رهيا ۽ اُتي وڏيا ويجهيا. اميرچند جو پٽ ڦولچند ۽ ان جو پٽ راجمل ننهنجي هڪ پٽ گج سنگهه کي ٻه پٽ هئا: جوت سنگهه (جنهنجا پٽ ماڻڪراءِ ۽ پيا) ۽ ٻيو امرسنگهه، جنهنجي هڪ پوٽي ماستر نانڪرام ڌرمداس جا ڪي ڪتاب جوڙيل آهن.

چني مل متي مل جو پٽ ناڱو مل هو. ۽ ان جو پٽ جيٺ مل هو، جنهن کي ٻه پٽ جيٺمل ۽ هاسانند هئا. ديوان هاسانند جي پٽ پريمچند کي ٻه پٽ ديوان ڪوڙو مل ۽ رامراء هئا. ديوان ڪوڙو مل جا پٽ ديوان ٽيڪچند (جنهنجو پٽ مسٽر ميٺارام رٽائرڊ پوسٽ ماسٽر) ۽ ديوان ڪيمچند (جنهنجو پٽ مسٽر روپچند) گذاري ويا آهن؛ باقي مسٽر شوفيرام حيات آهي.

ديوان جيٺمل جيٺ مل کي ٽي پٽ هئا: منگترام (جنهنجو پٽ مولرام ۽ ان جو پٽ مسٽر تخت رام ۽ پيا)، هرو مل (جنهنجا پٽ ديوان رام بخش، گوپالداس ۽ چيلارام هئا) ۽ منگهر مل.



ديوان چيلا رام هرومل

ديوان چيلارام هرومل 1842ع ڌاري ڄائو هو. هو صاحب سب اوورسيئر هو، ۽ پينشن وٺي ڪانپوءِ انجنيئري کاتي جا نيڪا ڪٽندو هو. فوجدار واري گهٽيءَ جو ڪيتراورهيه مکي هو. سندس ديهانت سيپٽمبر 1904ع ۾ پاهٺ ورهين جي ڄمار ۾ ٿيو. کيس ٽي پٽ ڏيارام موٽو مل ۽ ورو مل هئا. جن مان هن وقت فقط مسٽر ورو مل حيات آهي.


مسٽر ڏيارام ڇيلارام

مسٽر ڏيارام چيلا رام سنه 1872-1873ع ڌاري ڄائو هو. هو صاحب گورنمينٽ سٽي سرويئر هو. سنڌس ديهانت 23 سيپٽمبر 1924ع جي پاونجاهه ورهين جي ڄمار ۾ ٿيو. ڪراچيءَ ۾ سرڪاري هاءِ اسڪول جي سامهون فيض حسينيءَ جي جاين ۾ رهندو هو، تنهن ڪري سندس يادگيريءَ ۾ وهٽن جي پاڻي پيئڻ لاءِ هڪ آواڙو هاءِ اسڪول وٽ سندس ڌرمپتنيءَ شريمتي اپليءَ بائيءَ جوڙايو، ٻجا پاڻ به گذر ڪري ويئي آهي. کين اولاد ڪونه هو.


مسٽر ورو مل چيلارام

مسٽر ورو مل چيلارام جو جنم 14 مارچ 1883ع ۾ ٿيو هو. بي. اي ۽ ايل.ايل بي پاس ڪري ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. 1907ع کان 1910ع تائين وڪالت ڪيائين ۽ انهيءَ عرصي ۾ چڱو نالو ڪڍيائين، ته 1911ع ۾ سب جج مقرر ٿيو. ڪجهه وقت ريزيڊنٽ ماجسٽريٽ به هو. پوءِ ائڊيشنل سيشن جج ٿيو. پنج ورهيه ڪن اهي عهدا ماڻيائين، ۽ انهيءَ عرصي ۾ به گهمرا سيشن جج مقرر ٿيو هو ۽ 1 سيپٽمبر 1939ع ۾ پينشن ورتائين. قابل جج هو. ديواني قاعدن جي چڱي سڌ اٿس، تنهن ڪري پينشن وٺڻ کان پوءِ ڪورٽ آف واردس ۽ انڪمبرڊ اسٽيٽس جو ليگل ائڊوائيزر (قاعديدان صلاحڪار) مقرر ٿيو ۽ انهن عهدن تي اڃا هلندو اچي. انهيءَ کانسواءِ ڪراچي ۽ حيدرآباد ضلعن لاءِ سرڪار "ڊيبٽ ڪنسيليئيشن" (Debt Concilation) آفيسر مقرر ڪيو اٿس، ۽ انهيءَ عهدي تي به هلندو اچي.


مسٽر گدومل ورو مل

مسٽر ورو مل کي پنج پٽ آهن، جن مان وڏو مسٽر گدو مل آهي، جنهنجو جنم 20 مئي 1911ع ۾ شڪارپور ۾ ٿيو هو، جتي سندس پتا ان وقت سب جج هو. پنهنجي پتا وانگر بي.اي ۽ ايل.ايل.بي پاس ڪيل اٿس ۽ ڏهن يارهن ورهين کان حيدرآباد ۾ وڪالت ڪندو آهي. هيستائين ديواني توڙي فوجداري ڪيسن ۾ چڱو نالو ڪڍيو اٿس.

مسٽر ورو مل جو ٻيو نمبر فرزند مسٽر ڪشنچند برٽش اوورسيز ائرويز ۾ آهي، ۽ ٻيا ٽي پٽ صغير آهن.

متي مل جو ٽيون پٽ پريتمداس هو، جنهن کي ٽي پٽ هوتچند، مولچند ۽ هربخش راءِ هئا. ديوان هوتچند جي نسل مان ديوان خانچند جيچندراءِ، ديوان ڪلاچند، ڪيرتراءِ، مسٽر رامچند عالمچند وڪيل، مسٽر جهمٽ مل وليرام وڪيل، مسٽر هيمن داس چنديرام (ولد پرتابراءِ) ڪولمبي وارو، ۽ ديوان منيرام ڪانسنگهه مختيارڪار آهن. ديوان منيرام جو هڪ پٽ ديوان اڌارام سليڪٽيڊ آءِ.سي.ايس ڪيترو وقت سنڌ ۾ ڪليڪٽر ۽ ڊسٽرڪٽ ماجسٽريٽ، ۽ ٿورو وقت ريوينيو ڪمشنر هو، ۽ هن وقت بمبئيءَ ۾ ميونسپل ڪمشنر آهي. ديوان هوتچند جو ٻيو هڪ پٽ ديوان ڪلاچند هو، جنهن کي ٻه پٽ آوتراءِ ۽ ڏياريو مل هئا. ديوان آوتراءِ کي پنج پٽ هئا: ڪشنچند، ماستر قيمتراءِ (پٽس ڊاڪٽر اڌارام ۽ ٻيا) ديوان پنجو مل (پٽس مسٽر بصرمل عرف بهادر سنگهه، امرتراءِ ۽ آسودو مل. ديوان امرتراءِ جو پٽ مسٽر ڪيمچند (ڪرستان) ڪيترو وقت "سنڌ جرنل" ۽ "سنڌ واسي" اخبارن جو ايڊيٽر هو. ٻئي پٽس ماستر ڪرمچند جو فرزند مسٽر هيرانند بي. اي ڪراچيءَ جي "هندو" اخبار جو ايڊيٽر آهي. ديوان ڏيارئي مل جا ٻه

پٽ ديوان جيرامداس (بنا اولاد) ۽ ديوان ٻالچند هئا، جنهن جي نسل مان مسٽر خانچند ٻولچند جيلر، مسٽر هوتچند گيانچند ايڪسائيز انسپيڪٽر ۽ ٻيا آهن.

## گوسائين واري گهٽيءَ وارا:

گوسائين سورجگر جي گهٽيءَ ۾ جيڪي ميرچنداڻي وڃي رهيا، سي پنهنجيءَ نک جي نالي پنيان پاڻ کي "ماڪيجاڻي" سڏائڻ لڳا. اُهي ديوان متيمل جي پوٽي ديوان هربخشراءِ پريتمداس جو اولاد آهن. انهيءَ نسل مان ديوان ٿارو مل ڪرمچند (ڏسو صفحو 75)، ديوان سوڀراج ٻگاسنگهه، ديوان ايسرداس چيلاسنگهه (گرسنگت واري ماسٽر پرمانند جو پتا)، ديوان پرتاب سنگهه جڳت سنگهه ۽ ٻيا آهن. ساڳي نسل مان ٻيو هڪ مکيه شخص مسٽر ريواچند گيانچند عرف انيمانند (ڪرستان) ٿي گذريو آهي، جنهن جو ڪلڪتي ۾ جاري ڪيل اسڪول "بوائز اون هوم" مشهور آهي.

## ياٿيبند ميرچنداڻي:

ميرچنداڻي گهٽيءَ ۾ ۽ اُن جي لڳو لڳ ميرچنداڻين سان گڏ ڪي خداآبادي ياٿيبند به رهنداهئا، جن جي ميرچنداڻين سان شادي غميءَ ۾ اچڻ وڃڻ جي واٽ هئي ۽ ميرچنداڻي سڏائيندا هئا. انهن مان هڪڙو نو وديالي جو وائيس پرنسپال مسٽر ٻولچند ڪرمچند هو. سندس سوٽ ياٿي واڌو مل جهامنداس ۽ ياٿي شيوڪرام جهامنداس ۽ ٻيا اڄ به پاڻ کي ميرچنداڻي سڏائيندا آهن.

## نوتاڻي:

نک "جينڙا". پريا تعلقي نوشهري فيروز ۾ رهن ٿا: پرين جو اصلوڪو شهر هاٿوڪي پريا جي ٻاهران ٿوري مفاصلي تي هو. هاٿوڪو شهر پرئي نالي هڪ مسلمان ذات جي وسطره ٻڌايو هو، جنهنڪري به

سؤکن ورهيہ ٿيا. اهو نئون شهر ٻڌو، تہ اصلوکي شهر وارا لڏي اچي اتي ويٺا.

نوتاڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان جهامنداس هو، جنهن کي ٽي پٽ هئا. سندس ٻيو نمبر فرزند ديوان نوتنداس هو، جنهنجي نالي پٺيان هيءَ آکهہ سڏجي ٿي. ميرن جي صاحبيءَ ۾ آبادگار پنهنجي پيدائش جو حصو ڍل طور ڏيندا هئا، تنهن ڪري فصلن جي بٽئي جو رواج هو. ميرن کي جيڪو اَن زميندارن وٽان ملندو هو، تنهنجي سنڀال لاءِ پنهنجا ملازم مقرر ڪندا هئا. اهيءَ "انبار دار" سڏبا هئا. نوتاڻين جا وڏا انباردار هئا، تنهنڪري وقت بہ وقت ميرن کي حساب ڪتاب ڏيڻ لاءِ حيدرآباد ويندا هئا. حيدرآباد ۾ هاٿوڪي سري گهاٽ جي پريان، راج رشي ديوان ديارام گدو مل جي گهر جي سامهون گهٽيءَ ۾، پنهنجي جاءِ جوڙائي هئائون، تنهن ۾ وڃي رهندا هئا. ا ها جاءِ پوءِ راءِ بهادر ديوان ٻهلاج راءِ جي پٽا ديوان ڪيمچند نوتاڻيءَ، سيني برادريءَ وارن کان خريد ڪري، پنهنجي ڪئي، ۽ انهيءَ پٽ تي هڪ گهر ۽ هڪ اوطاق جوڙايائين. سندس گهر واري جاءِ ۾ ڪيترا ورهيہ ساندهہ ديوان منگهو مل ايسرداس عيدناڻي رهندو هو. 1880-1884ع ۾ هندستان جي وائسراءِ لارڊ رپن ميونسپالٽيون جاري ڪرايائون، جن 1885ع کان وري ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. نوشهري فيروز تعلقي جي وڏن شهرن ۾ بہ ميونسپالٽيون پيون جي پوءِ ڪيي چڏيائون. پرين ۾ بہ ميونسپلاٽي هئي، جنهن جو ميمبر ديوان هيرانند نوتنداس زميندار هو، جو شاهتي پرڳڻي جي پنچائت جو هڪ مکيہ ماڻهو هو. ڪانئس پوءِ سندس ننڍو ڀاءُ ديوان ڪيمچند (ديوان نوتنداس جو ڇوٽون نمبر پٽ) شاهتيءَ ۾ ٻرک هو. هو صاحب اڪثر ڪانين ۽ ٻيلن جا ٺيڪا ڪندو هو، پر پوءِ اهي ڇڏي پرين ۾ پنهنجي ٻني سنڀالڻ لڳو. پرين جي سينيٽري ڪاميٽيءَ جو ۽ انگريزي اسڪول جي مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر

هو، ۽ علمي پنچائتي ڳالهين ۾ گهڻو بهرو وٺندو هو. سندس ديهانت 1903ع ۾ ٿيو.



راءِ بهادر ديوان پهلاج راءِ کيمچند

ديوان کيمچند ڪانپوءِ سندس مربي فرزند ديوان پهلاج راءِ سچيءَ ساهتيءَ ۾ ناميارو هو. سندس جنم پريا ۾ ٿيو هو. انجنيئرنگ امتحان پاس ڪري، انجنيئري کاتي ۾ گهڙيو. سب اوورسيئر جي گريڊ کان وٺي، چڙهندو چڙهندو وڃي؛ سب انجنيئر ۽ آنرري اسسٽنٽ انجنيئر ٿيو. ان وقت سندس گريڊ وارن ماڻهن لاءِ اهو وڏي ۾ وڏو عهدو ليکبو هو. سندس قابليت ۽ ايمانداريءَ جي ڪري، سرڪار ”راءِ بهادر“ جو لقب ڏنس.. پنهنجي نوڪريءَ جو ڪجهه وقت شاهه بندر طرف گذاريائين ۽ پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ ڪن بيروزگارن کي نوڪري وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪيائين. ڪراچيءَ ۾ پنهنجون جايون هيس. پوءِ پينشن وٺي پرين ۾ وڃي رهيو. علم جي واڌاري ۽ پنگتي سڌاري جو گهڻو ڪوڏيو هو. ارادو هئس ته پينشن وٺڻ ڪانپوءِ ڪجهه ديس جي شيوا ڪجي؛ پر اڃا پينشن منظور ٿي ڪين آئي، ته پاڻ اپريل 1916ع ۾ گذاري ويو. پرين ۾ هڪ عجيب نموني جو ڪوهه کٽائي گهڻن جو سک ڪيو هئائين. ديوان پهلاجراءِ پنهنجي پٺيان هڪ ٽيائي ۽ چار پٽ پرمانند، ڦيمتراءِ، ساڌورام ۽ گاگنداس ڇڏيا. سندس ڀاءُ ديوان گورمکداس زميندار حيات آهي ۽ هن وقت عمر ٿيهٺ کن ورهيه اٿس.

ديوان پرمانند هنڊ ۾ سرڪاري نوڪري ڪئي؛ پر پوءِ زميندار ٿي رهيو. هن وقت پرين ۾ زميداري ڪندو آهي. منڊڪان ٿي وٺي سادن سنتن جي سنگ ۾ پئي رهيو آهي.

ديوان ڦيمتراءِ پهلاج راءِ جو جنم 1897ع ۾ ٿيو هو. اسڪول


ديوان تيمتراءِ ڀلاج راءِ

مان تعليم وٺي جاتيءَ ۾ زمينداري ڪرڻ لڳو، ۽ اُتي لوڪلبورڊ ۽ اسڪول بورڊ جو ميمبر ٿيو. 1930ع ۾ ڀائر جدا ٿيا، ۽ ڪيس ورهاست ۾ ڀرين جون زمينون مليون، جنهن ڪري 1931ع ۾ ڳوٺ وڃي رهيو، جتي هن وقت سينيٽري ڪاميٽيءَ جو چيئرمين آهي. ڀرين جي اسڪول جو به هڪ مکيه بانيڪار آهي. سندس فرزند مسٽر لوڪو مل بي. اي ۾ آهي ۽ سنڌيءَ ۾ ڪتابن لکڻ جو چاهه اٿس.

ديوان ساڌو رام ڀلاج راءِ ايم. بي. بي. ايس پاس ڪري، ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽري ڪرڻ لڳو. سگهوئي پوءِ انگلينڊ مان ڪي ڊگريون حاصل ڪري، هندستان ۾ موٽي آيو. هن وقت نوابشاه ۾ هيلٿ آفيسر آهي.

ديوان گاگنداس انگريزي پنج درجا پڙهي، سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو ۽ پوءِ زمينداري ڪرڻ لڳو. هن وقت سيٺ اجو مل ليلارام جي ڪوٺيءَ ۾ ڀائيوار ٿي ڪم ڪري ٿو.

**واڻهان:**

سنسڪرت ۾ "وهني" معنيٰ "باهه". انهيءَ مان "وهنيان" لفظ نهيو آهي، جنهنجو اُچار ڦري "وانهان" ٿيو آهي، ۽ معنيٰ اٿس "آگڙيا يا باهه وارا". اُهي اڪثر حلوائي، پڪوڙائي، ڀوڳڙائي، ناتارا، سونارا وغيره آهن، ۽ سندن ڌنڌو باهه سان هلي ٿو. "وانهان" جو اچار ڦري "واوا" به ٿيو آهي. اهي به حلوائي ۽ پڪوڙائي آهن، ۽ ڪين چلهو تپائڻو پوي ٿو. هيءَ اصل ايوڌيا (ائوڌ) جا ويٺل پنهنجو نسل سري رامچندر جي وڏي پٽ ڪش مان چڪين ٿا، ۽ ديويءَ جا اُپاشڪ آهن (صفحه 25). اهي

سورج ونسي گهرائي جا کتري راجپوت پوءِ وئش وانگر ڌنڌو ڪرڻ لڳا، جنهن ڪري هاڻ وئش ليکجن ٿا. سندن گرو "سوائي صاحب" آهن، جن سان گڏجي سنڌ ۾ آيا هئا. ڏسو صفحو 163 ۽ 164. هن وقت ڪيترا تعليم يافته وانهان نوڪرين ۾ آهن، ۽ منجهائن ڪي چڱن عهدن تي آهن. ڪي ڊاڪٽر ۽ وڪيل به آهن.

**:lglg**

ڏسو مٿي "وانهان."

پهريون ڀاڱو

پورو ٿيو



# سٿاءُ

| صفحو | عنوان | نمبر |
|---|---|---|
| | ★ مُنڍ | |
| 27-59 | باب پهريون: آڳاٽو سنڌ سماچار | 1- |
| 27 | ● قديم سنڌ جون حدون | |
| 27 | ● سنڌو ۽ مهراڻ | |
| 28 | ● مهراڻ سڪڻ جا سبب | |
| 29 | ● ناراڻسر ۽ ڪوٽيسر | |
| 29 | ● سري يا اپر سنڌ جي رونق | |
| 30 | ● وچولي جي رونق | |
| 31 | ★ ڪراچي ضلعي وارو لاڙ | |
| 31 | ● سنڌونديءَ جا ڦاٽ | |
| 31 | ● سنڌوندي ۽ سمنڊ جي چٽاڀيٽي | |
| 32 | ● ڦاٽن ۾ ڦيرڦار | |

# منڍ

هن ڪتاب جو پهريون ڀاڱو جون 1946ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيم، تہ جن عامل توڙي ڀائيبند ڀائرن جي آکهين جا احوال ان ۾ نہ هئا، تن مان بہ ڪن خوشيءَ سان اهو خريد ڪيو؛ ۽ هن قسم جي تاريخ هئڻ جي ضرورت سمجهي، پنهنجن آکهين جا احوال ٻئي ڀاڱي ۾ وجهڻ لاءِ مون کي ڏنائون. مکي منگهارام گرو ڏنہ مل گهڻي تڪليف وٺي، پنهنجي سڄي ساگرائي خاندان جي مڪمل تاريخ تيار ڪئي آهي سا هٿ اکرين لکيل مون کي ڏنائين، جا سموري مختصر طرح هن ڀاڱي ۾ ڏني اٿم. حيدرآباد جي مکي گوبندرام پريتمداس ۽ ڀائي پرتاپ ڏيئلداس، ۽ ڪراچيءَ جي سنيٺ سکديو اوڌوداس ڀارواڻيءَ ايم. ايل. اي (سينٽرل) پنهنجا احوال تہ ڏنا؛ پر ڪن ٻين آکهين جا احوال بہ وٺي ڏنائونم، جنهن لاءِ سندن گهڻو شڪر گذار آهيان. ڪراچيءَ جي ڀوجواڻي سيٺين بابت ڪيترين آڳاٽين ڳالهين سيٺ نائونمل جي انگريزيءَ ۾ لکيل احوال مان مليم. انهيءَ ڪتاب ۾ ميرن جي صاحبيءَ جون گهڻيئي ڳالهيون آهن، جن مان ڪي مکيہ هن ڪتاب ۾ ڏنيون اٿم.

سنڌ جا ڪي وڏيڪ احوال ڪپندا هئم. سي ڪن ڪامياب ڪتابن مان ڳولي ڪڍيم؛ باقي هاٿوڪن سنڌورڪين جي تاريخ ڀاءُ هوتچند نيشومل خوبچنداڻيءَ لکي ڏنم. سنڌ ورڪين جو ڪجهه وڌيڪ احوال مکي منگهارام گروڏنه مل هٿ ڪري ڏنو، جو پڻ گڏيو اٿم. انهن ڪن ڀائرن مدد ڪئي، تہ مون وٽ ڪيتروئي مضمون اچي ڪٺو ٿيو، جو سمورو هن ٻئي ڀاڱي ۾ ڏنو اٿم.

سنڌ ۾ هندن جون هزارين آکهيون آهن، ۽ ڪنهن بہ هڪ ڄڻي جي جاءِ نہ آهي، جو سڀني آکهين جا احوال يڪي سر هٿ ڪري سگهي. جيڪڏهن سنڌ جي جدا جدا پنچائتن جا مکي ۽ سر پنچ احوالن وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪن، تہ پوءِ هن ڪتاب جا جيڪر ڪيترائي ڀاڱا ڪڍي سگهجن. لکڻ جي محنت، ڇپائڻ جي تڪليف ۽ ڇپائيءَ جو سڀ خرچ مان ڪريان ٿو؛ باقي رڳو مددگار گهرجن، جي احوال وٺي ڏين.

هن ڪتاب جي پنهي ڀاڱن ۾ آکهين جا احوال الف ب وار بيهاريا اٿم؛ پر انهن نہ آهي، تہ اڌ جيترو مضمون پهرئين ڀاڱي ۾ ۽ باقي اڌ جيترو ٻئي ڀاڱي ۾ آهي. هر هڪ ڀاڱو پنهنجي جاءِ پورو بيٺو آهي، تنهن ڪري جنهن کي جيڪو ڀاڱو وٺي سو اڳ ۾ پڙهي. ايترو آهي، تہ جيڪي تاريخي ڳالهيون پهرين ڀاڱي ۾ اچيئي آهن، تن مان ڪن جي ذڪر ڪرڻ جو وري ضرور ٿيو اٿم، تہ پڙهندڙن جو ڌيان پهرين ڀاڱي ڏي ڇڪايو اٿم، تہ هن ٻئي ڀاڱي ۾ ساڳي ڳالهہ دهرائڻي نہ پوي.

هن ڪتاب جي پنهي ڀاڱن ۾ مون رڳو ڀڳو انهن وڏن نامور ماڻهن ۽ ديش ڀڳتن جا احوال ڪين ڏنا آهن، جن اسان جي ديس جا گهڙا پريا آهن، يا ٻيءَ طرح پاڻ موکينو اٿن، يا جي وڏا سنت ۽ مهنت ٿي گذريا آهن: اهڙن مهاپرشن جا جيون چرتر اڳيئي ڇپيل آهن. مون آکهين جا احوال ڏنا آهن، جن ۾ انهن مهاپرشن جا احوال بہ پاڻمرادو اچي ٿا وڃن، تنهن ڪري انهن جو خاص طرح اونو مون ڪيو ئي ڪونهي. منهنجي مراد ئي ٻي آهي، جا کولي ٻڌايان ٿو.

سنڌ ۾ اڪالي يا خالصا، برهم ڪتري، ڀاٽيا، ڇاپرو، سهتا، لالا، لهاڻا، واڻيهان وغيرہ آهن، جن مان ڪن ٿورن جا تاريخي احوال جدا جدا

ڪتابن ۽ اخبارن يا مخزنن ۾ ڇپيل آهن، ۽ ڪن احوالن جي رڳو انهن خاندانن جي ڪن پير مردن کي سڌ آهي؛ پر ٻين کي ڪل به ڪانهي. مون ڪوشش ڪري، اُهي سڀيئي احوال هٿ ڪري، هن ڪتاب ۾ آڻي هيڪاندا ڪيا آهن، ته جنهن کي جيڪو احوال کپي، تنهن کي اهو سولائيءَ سان هن هڪڙيئي ڪتاب مان ملي سگهي. هيءَ پڙهندڙن لاءِ هڪ وڏو سهنج ڪيو اٿم، ته جدا جدا ڪتابن ۽ اخبارن هٿ ڪرڻ ۽ ٻين کان پڇائن ڪرڻ جي تڪليف کان ڇٽي پون.

ٻي ڳالهه ته سنڌ ۾ جيڪي هندن جون آکهيون آهن، تن مان ڪيترين جي آڳاٽن احوالن مان ڪي تاريخي حقيقتون ملن ٿيون، پر اُهي ڪنهن قلمبند ڪونه ڪيون آهن؛ جنهنڪري جيئن وقت ويندو گذرندو، تيئن ماڻهن کان وسرنديون وينديون. اڄ به پنهنجيءَ آکهه جو جيڪو احوال ڪو پير مرد ٻڌائي سگهندو، سو سندس پويان مشڪل ٻڌائي سگهندا. انهيءَ سبب سنجيءَ سنڌ ۾ وڙول وڃهي، ۽ ڪيترن پيرمردن کان پڇائون ڪري، هندو آکهين جا احوال جيڪي به ملي سگهيا اٿم، سي ڏنا اٿم، ته سندن پوين لاءِ سوجهرو ٿئي. آکهين جا احوال جنهن ترتيب تي بيهاريا اٿم، سا هتي منڍ ۾ ئي ٻڌايان ٿو، ته هن ڪانپوءِ جيڪي پاڻ پنهنجن آکهين جا احوال موڪلين، سي ڪهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون ان ۾ ڄاڻائين.

هن ڪتاب ۾ هرهڪ آکهه جي نالي سان گڏ پهريائين ”نک“ جو نالو ڏنو اٿم، جو سڀ آکهيون جدا جدا نکن جون شاخون آهن. جيڪڏهن ڪي آکهيون ساڳيءَ نک جون آهن، ته انهنجا نالا به اُتي جو اُتي ڏنا اٿم، ته انهن آکهين وارن کي سڌ پوي، ته سندن نکڙيا سؤٽ ڪهڙا ڪهڙا آهن. ائين نک جو نالو ڏيئي، پوءِ ٻڌايو اٿم، ته انهيءَ آکهه جا وڏا اصل سنڌ جا رهاڪو هئا، يا ڪٿان ٻاهران آيا. جيڪي ٻاهران آيا هئا، تن بابت ڄاڻايو اٿم، ته اهي ڪٿان آيا، ڪڏهن آيا، ڪهڙي سبب آيا، سنڌ جي ڪهڙي شهر يا ڳوٺ ۾ اچي رهيا. هن وقت سندن گهر اٽڪل ڪيترا آهن، ۽ منجهائن ڪهڙا ڪهڙا بزرگ ٿي گذريا آهن. ڪنهن آکهه جي ڪا خاص ريت رسم آهي، جا ٻين آکهين ۾ عام نه آهي، ته اها به ڄاڻائي اٿم. هيءَ ڳالهيون سنڌ جي پنگتي تاريخ جو هڪ مکيه ڀاڱو آهن. اهڙن احوالن مان قديم سنڌ

جي تاريخ جوڙڻ لاءِ گهڻو ئي مصالحو ملي ٿو، تنهن ڪري اهو ڪيو ڪيندو پيو وڃان.

سيني آکهين جا تاريخي احوال مان پنهنجي خرچ تي ويٺو ڇپايان، تنهن ڪري جنهن به عامل توڙي پائيبند پاءُ کي پنهنجيءَ آکهه جو احوال موڪلڻو هجي، سو بلاشڪ موڪلي؛ باقي شخصي احوال ۽ بلاڪ فوٽا جنهن کي ڇپائڻا هجن، سو پنهنجي خرچ تي ڇپائي. جنهن لاءِ مون سان هيٺينءَ ائڊريس تي لکپڙهه ڪري. جن جا شخصي احوال ۽ بلاڪ فوٽا هن ڪتاب جي جنهن ڀاڱي ۾ ڇپيا، تنهن ڀاڱي جي هڪ ڪاپي کين مفت موڪلي ويندي، ۽ ٻيا ڀاڱا خريد ڪن يا نه ڪن، سا سندين مرضي.

سيني هندو آکهين جي تاريخي احوالن ڇپائڻ جو خرچ مون پاڻ تي پڌو، ۽ ڪنهن کان به چندو چيرو نڪو ورتو اٿم، نڪو وٺڻو اٿم. ته خرچ جي پورائي ڪرڻ جو خيال به مونکي ضرور ڪرڻو پيو. سنڌ ۾ حالت هيءَ آهي، ته اسڪولن ۽ ڪاليجن لاءِ جيڪي درسي ڪتاب منظور ٿين ٿا، سي ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا وٺڻ لاءِ پڌل رهن ٿا؛ باقي هن قسم جا ڪتاب ڪو هڪڙو ڄڻو چاهه پٽي وٺي ٿو، ته پندرهن ويهه ڄڻا ڪانئس وٺي پڙهن ٿا، ۽ پنهنجو پئسو نٿا خرچين. اهڙيءَ حالت ۾ اهڙا ڪتاب جيڪر ڪڍڻ ئي مشڪل ٿي پون، خاص ھن ڪري جو هن وقت پن، ڇپائيءَ ۽ جلد ٻڌائيءَ جا خرچ اڳي کان ٽيڻا چوڻا آهن. انهيءَ سبب شخصي احوالن ۽ بلاڪن کي به جاءِ ڏني اٿم، ته ڪي انهن جي ڇپائيءَ مان ۽ ڪي ڪتاب جي وڪري مان پئسو پيدا ٿيندو رهي، ته ٻيا ڀاڱا ڪڍڻ سولا ٿين، نه ته خرچ کي پورو پئجي ڪين سگهبو. اهو رستو اختيار ڪيو اٿم، ته هيءَ ڪتاب "ڪير ڪير آهي؟" (Who's Who?) جو ڪم به ڏئي ٿو. ائين ٻئا ڪارج سڌ ٿين ٿا.

جيڪي پائر پنهنجا شخصي احوال ۽ بلاڪ فوٽا نه وجهائين، سي به ڀلي ته پنهنجي آکهه جو تاريخي احوال موڪلين، ته اهو مان پنهنجي خرچ تي ڇپائيندس. پاڻ رڳو ايترو ڪن، جو مونکي اڳوات اطلاع ڏين، ته ڪين پنهنجيءَ برادريءَ لاءِ ڪتاب جون اٽڪل ڪيتريون ڪاپيون ڪپنديون، ته مان اوتريون ڇپايان.

مان پنهنجي سمر شخصي احوالن کان وڌيڪ ڏنان تاريخي ڳالهين ڏي

ڏيندو پيو وجان. هن ڪتاب جي پهرين ڀاڱي جي پهرين ڇاونجاهه صفحن ۾ "هندن جي صاحبيءَ جي تاريخ" ڏني اٿم، جنهن ۾ ڪيترين ڳالهين سان گڏ اهو به ڄاڻايو اٿم، ته هڪ هنديءَ يا گڏيل ڪٽنب جو رواج ڪيئن پيو؛ گهٽين، برادرين، ڳوٺن ۽ پرڳڻن جون پنچاتيون ڪيئن ٿيون، ۽ ڪيئن ايڪتا جو انگ وڌائي، هڪٻئي جي گڏيل ڪوشش سان علمي، ملڪي، پنگتي، نيتي، ڌرمي ۽ ٻين ڳالهين ۾ ترقي ڪري هاڻوڪي ڪڙيءَ تي اچي پهتا آهيون. اهڙي تاريخ اڄ تائين ڪنهن به ڪانه لکي آهي، تنهنڪري اها پهرين ڀاڱي جي منڍ ۾ ڏني اٿم، جو انهن ڳالهين جوهن ڪتاب جي مضمون سان وڏو ئي واسطو آهي.

هن ٻئي ڀاڱي جي منڍ ۾ ڪي وڌيڪ تاريخي حقيقتون ۽ عاملن ۽ ڀائيبندن جون ڪي مکيه ڳالهيون ڄاڻايون اٿم. اسان جن هندو استرين ڪيتري قدر ترقي ڪئي آهي، تنهن ڳالهه جو ذڪر ڪرڻ به ضروري سمجهم. اهو تاريخي احوال ڪماري سرلا ڄڳومل نرسين ايم. اي، پرنسيپال تولارام گرلس هاءِ اسڪول حيدرآباد جي ڪان لکايو اٿم، جو انهيءَ ڳالهه جي ڪيس گهڻن ڪان وڌيڪ سڌ آهي. مطلب ته هن ڪتاب کي هر طرح ڪارائتي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم، جنهن ڪري اميد ته پڙهندڙن کي گهڻو پسند پوندو. جيڪڏهن هن ڪتاب کي اڃا به وڌيڪ ڪارائتي ڪرڻ لاءِ ڪي ٻيون به ڳالهيون ڪو ڏسيندو، ته انهن کي به گهڻي خوشيءَ سان ٽئين ڀاڱي ۾ جاءِ ڏيندس.

ڪن اڳوڻن يورپي عالمن سنڌ کي "سستل پرڳڻو" ۽ "دکي ماتر" ڪوٺيو آهي، پر اُهو اڳيون زمانو گذر ڪري ويو. هن وقت سنڌ ۾، خاص ڪري سنڌ جي هندن ۾، اڳي کان گهڻي جاڳرتا آهي، ۽ پنهنجي جيوت عزت آبرو ۽ سڀڪ سان گذارڻ لاءِ ايڪتا جي اوٽ ورتي اٿن. سنڌ جون حالتون وقت بوقت ڦرنديون ڏسي، ڀليءَ پيٽ محسوس ڪرڻ لڳا آهن، ته هڪٻئي سان ملي ڪم ڪرڻ ۾ ئي سڄي هندو جاتيءَ جو ڀلو آهي. ان لاءِ هڪ عمدي واٽ هيءَ ورتي اٿن، جو ويجهڙائيءَ ۾ "سنڌ سرو هندو پنچات" ناهي اٿن، جنهن ۾ عامل توڙي ڀائيبند، ڪانگريسي توڙي غير ڪانگريسي، شامل ٿيا آهن، ۽ سڀ وڏا ننڍا وساري، هندن جي بهبوديءَ جو

اونو ڏاريو اٿن، ۽ هر طرح پاڻ پيا موڪين. اهڙيءَ حالت ۾ ضرور سمجهه، تہ قديم زماني کان وٺي اڄ تائين هندن جي مڪمل تاريخ تيار ڪجي، ۽ هن کان پوءِ وقت بوقت جيڪي بہ ٿيندو رهي، سو ان ۾ گڏجي، تہ هندن جي جيوت جو هر هڪ دور اسان جن پوين کي بہ سمجهڻ سولو ٿئي. مون کي اميد آهي، تہ هندن جي اهڙي مڪمل تاريخ جوڙڻ لاءِ منهنجو هيءَ ڪتاب بنياد پٿر جو ڪم ڏيندو. هڪ واريءَ آڏاٿو اڏيو پيو هوندو، تہ پوءِ پيا ان ۾ سولائيءَ سان سڌارو ۽ واڌارو ڪري سگهندا. تنهن ڪري سنڌ جي هر هڪ هندوءَ کي هيءَ ڪم پنهنجو ڪري سمجهڻ گهرجي، ۽ احوالن ڪٺي ڪرڻ ۾ جيڪا بہ مدد ڏيئي سگهي سا ڏئي. تاريخ سان گڏ آڪهين جا احوال بہ ڏنا اٿم، تہ هر هڪ هندوءَ جو ڪتاب سان شخصي واسطو هجي ۽ هن ڪتاب کي پنهنجي آڪهہ جي تاريخ ڪري سمجهي. اهڙو ڪتاب سڄي هندستان ۾ بينگالين، مرهٽن، گجراتين يا ٻين اڄ تائين ڪونہ ڪڍيو آهي. هيءَ هڪ نئين نموني جي ٻنگتي تاريخ آهي، جنهن جي جوڙڻ لاءِ هيسٽري متاڪٿ ڪٺي اٿم.

آڪهين جي تاريخي احوالن بابت مونکان جيتري قدر ٿي سگهيو آهي، تيتري قدر پوريءَ طرح تحقيقات ڪئي اٿم. انهيءَ هوندي بہ هن ڪتاب جي ڪنهن بہ پاڱي ۾ ڪنهن کي بہ ڪا خامي يا غلطي نظر اچي، تہ پنهنجي ڪري اها منهنجي ڌيان تي آڻي، تہ مان گهڻي خوشيءَ سان اها سڌاريندس، جو تاريخ ۾ ڪنهن بہ قسم جي خامي يا غلطي هرگز هئڻ نہ گهرجي.

77، مڊل ڪلاس ڪالوني، پيرو مل مهرچند
اجمل خان روڊ،
بندر روڊ ايڪسٽينشن، ڪراچي -50
1 مارچ 1947ع

باب پهريون

# آڳاٽو سنڌ سماچار

## قديم سنڌ جون حدون:

سنڌ جي هندن جي تاريخ پوريءَ ريت سمجهڻ لاءِ پهريائين سنڌ جي اڳوڻي صورت ڏيان ۾ رکڻ گهرجي، جو هر هڪ ملڪ جي طبعي صورت ۽ آب هوا جو اُتي جي رهاڪن تي وڏو ئي اثر ٿئي ٿو. اڳي سنڌ جي رونق ئي ٻي هئي؛ ۽ حدون به علحديون هيس.

رگ ويدڪ زماني ۾ سنڌ، پنجاب ۽ گنڌار (قنڌار) وارو پاسو تن سيني کي گڏي "سنڌو ماتر" سڏيندا هئا. رگ ويد ڪانپوءِ جي زمانن ۾ به سنڌ ۽ پنجاب جي حڪومت ڪيترو وقت گڏيل هئي. (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحه 19، 20، 38، 39، 44 ۽ 50).

سنه 711ع ۾، عربن جي ڪاهه وقت، سنڌ جون حدون ڪشمير کان وٺي سورت (گجرات) تائين، ۽ افغانستان ۽ بلوچستان جي حدن کان وٺي عربي سمنڊ تائين هيون؛ جنهن ڪري ارمر ٻيلو (لس ٻيلو) ۽ مڪران ڪنارو به سنڌ ۾ اچي تي ويا. مطلب تہ اڳوڻي سنڌ هاڻوڪيءَ سنڌ کان ٻيڻي ٽيڻي هئي. آباد به جهڙي چئجي تهڙي هئي، ۽ ان لاءِ سبب هو.

## سنڌو ۽ مهراڻ:

ڪنهن نهايت قديم زماني کان وٺي وينڊي ڪلهوڙن جي صاحبيءَ تائين، سنڌ ۾ به وڏيون نديون هونديون هيون: هڪڙي "سنڌو" ۽ ٻي "سنڌو ساگر" يا "مهراڻ". جنهن کي "هاڪرو" ۽ "واهنده" به سڏيندا

هئا. هن وقت الهندو نارو واهه آهي؛ پر اڳي سنڌوندي ان جي پيٽ مان وهندي هئي. ٻي وڏي ندي مهراڻ يا هاڪرو، پنجاب مان اچي، بهاولپور رياست کي ريج ڏيندي، روهڙيءَ کان اڀائين ڪوهه پري، الور واري ٽڪريءَ جي ٻنهه هيٺان لنگهندي هئي (ڏسو "چچ نامو")، ۽ اُتان وڏو ڦيرو ڪري، اُپرندي ناري جي پيٽ مان وهندي هئي. اڳي اُپرندو نارو، ڏيپلي تعلقي جي ڏکڻ ڏي، ڳوٺ رحمڪي بازار (رحمون ڪي بازار) جي ويجهو ڪڇ جي رڻ وٽ، هاٿوڪي ڍوري پراڻ ۾ وڃي چوڙ ڪندو هو.

"پراڻ" لفظ جي معنيٰ ئي آهي "پراڻو" يا "جهونو" (درياهه). مهراڻ يا هاڪري کي مٿين پاسي کان پنجاب جي ستلج نديءَ جو پاڻي گهڻي پرتي ڪندو هو، ۽ هيٺين پاسي کان سنڌو نديءَ جو پاڻي، حيدرآباد جي هاٿوڪي ڦليليءَ واهه کان ٿوري ڦريل واٽ وٺي، رين واهه جي پيٽ مان لنگهي، پدين تعلقي جي پريان انهيءَ ساڳي پراڻ ۾ وڃي پوندو هو. پاڻيءَ جي انهيءَ ٻٽيءَ پرتيءَ سبب، پراڻ گوڙيون ۽ گڙگاٽ ڪندي، ڪوري ڪاريءَ سان وڃي گڏبي هئي، جا مغليين تعلقي جاتيءَ جي پريان آهي، ۽ سنڌ کي ڪڇ علائقي کان ڌار ڪري بيٺي آهي. ڪوري ڪاريءَ ۾ پراڻ جو پاڻي وڃي پوندو هو، تہ اُها ڦوڪجي وهندي هئي، ۽ لکپت وٽان لنگهي، ڪڇ جي نار ۾ وڃي چوڙ ڪندي هئي. مطلب تہ اپرندو نارو ۽ الهندو نارو هن وقت واهه آهن؛ پر اڳي اُهي ٻہ وڏا درياهه هوندا هئا، ۽ انهن تي آبادي جهڙي چڱي تهڙي ٿيندي هئي.

## مهراڻ سڪڻ جا سبب:

ڪنهن قديم زماني کان وٺي سنڌوندي نصرپور وٽان وهندي هئي، ۽ سري امر اُڏيري لال صاحب عيسوي ڏهين صديءَ ۾ (سنبت 1007 ۾) اتي اوتار ڌاريو هو. نصرپور وٽان درياهه وهندو هو، تہ رين واهه جو پراڻي ڦليليءَ کان اڳي هو، تنهنکي پاڻي جام ملندو هو، ۽ اُهو هاٿوڪي ڍوري پراڻ ۾ وڃي چوڙ ڪندو هو، جيئن مٿي اڳيئي چيو ويو آهي.

سنہ 1758ع ۾ سنڌونديءَ نصرپور وٽان رخ ڦيرائي، هاٿوڪي واٽ ورتي. تہ رين واهه جو وهڻ بند ٿي ويو. پوءِ پراڻي ڦليلي جاري ٿي. ۽ ان جو

پاڻي پراڻ کي پهچڻ لڳو. حيدرآباد جي پراڻي ڦليليءَ جو پاڻي پراڻ جي پيٽ مان لنگهي، جاتي تعلقي جي پرڳڻي کوري کاريءَ مان وهي وڃي سمنڊ ۾ پوندو هو، سا ڳالهه هن وقت عجب جهڙي پيئي لڳي، پر اڳي ائين هو. (ڏسو سنڌ گزيٽيئر، صفحو 14)؛ پر اها حالت گهڻي تائين نه هلي، جو درياهه وڏيڪ رخ ڦيريو، ته خود ڦليلي سڪي ويئي. ستلج نديءَ پنجاب طرف رخ ڦيرايو، ته مهراڻ کي پاڻيءَ ملڻ کان هيڪاري جواب مليو ۽ سڪڻ لڳو. 16 جون 1819ع جي ڪڇ جي رڻ طرف خوفناڪ زلزلو ٿيو، ته مهراڻ يا هاڪرو بنهه عدم موجود ٿي ويو!

## نارائڻسر ۽ ڪوٽيسر:

سنڌوساگر يا مهراڻ (هاڪري) جو ذڪر هندن جي وشنو پراڻ ۾ به آهي. مهراڻ جو منو پاڻي ڪڇ جي نار جي کاري پاڻيءَ سان وڃي گڏبو هو، تنهنڪري وشنو پراڻ ۾ چاڻايل آهي، ته اتي نديءَ جو وهڻ سمنڊ سان ٿيندو هو. هيءَ رنگين زباني آهي. سمنڊ ۽ نديءَ جي سنگم ڪري، انهيءَ پاسي نارائڻسر ۽ ڪوٽيسر هندن جا تيرٿ ٿيا. اڄ به ڪيترا هندو نارائڻسر ۾ پتر ٻوڙائڻ ويندا آهن.

## سري يا اپر سنڌ جي رونق:

سنڌونديءَ جون ڦرديون گرديون مشهور آهن. اڳي ڪشمور بند ۽ ٻيا بند ڪين هئا، تنهنڪري سنڌونديءَ کي رخ ڦيرائڻ ۾ روڪ ٿيندي ڪانه هئي، ۽ ڪيترا هنڌ پاڻيءَ هيٺ ٻڏا پيا هوندا هئا. انهيءَ سبب سنڌ ۾ ٻيلا به هاٿوڪي کان وڌيڪ گهڻا ۽ گهاٽا هوندا هئا. ڪنڌڪوٽ طرف اڳي ٻيلن جون ٻاجهون لڳيون پيون هونديون هيون. اهي اڳيان وڻ وڍائي هاٿوڪيون آمدرفت جون واٽون ٺاهيون اٿن.

اپرسنڌ ۾ زڳو پڳو جهنگ ڪين هوندا هئا، پر رنگ به هوندا هئا. مسٽر رکلداس بئنرجي، آرڪيالاجيڪل کاتي جو سپرنٽينڊنٽ، جنهن سن 1922ع ۾ مُهن جي دڙي کوٽائڻ جو ڪم شروع ڪيو هو. تنهن انهيءَ سال پنجاب ۽ بهاولپور رياست کان سنڌ ڏي ايندي. سنڌونديءَ جا ارڙهن سڪل

پيٽ انهيءَ وات تي ڏنا هئا! انهن کانسواءِ اپر سنڌ، سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ سنتاويهن وڏن ۽ ٽيونجاهه ننڍن شهرن جا ويرانا به ڏنا هئائين! اهي شهر ٻوڌي زماني ۾ وسيل هئا. انهن جي کنڊهرن مان سنڌ جي ڪشن گهراڻي جي حاڪم وسديو ڀهرين جي وقت (158-177ع) جا سڪا لڌا آهن، جنهن ڪري چئبو، ته عيسوي ٻي صديءَ ۾ اهي شهر سري (اپر سنڌ) جو سينگار هئا. هي حقيقتون ڪلڪتي جي "ماڊرن رويو" مخزن جي ڊسمبر 1924ع واري پرچي جي صفحي 671 ۾، مُهن جي دڙي جي ذڪر سان ڏنل، ڇاڻايل هيون. مُهن جي دڙي مان نهايت قديم سڀيتا جو پتو پيو، تنهن کانپوءِ آرڪيالاجيڪل کاتي وارن جهڪر جو دڙو (لاڙڪاڻو)، ۽ ليمون جوڻيجو (اپر سنڌ) ۽ ٻيا دڙا کوٽايا. ته انهن هنڌان به ساڳيءَ سڀيتا جا اهڃاڻ مليا. هيءَ حقيقتون ڇاڻائين ٿيون، ته اپر سنڌ وارو پاسو به نهايت قديم زماني ۾ چڱي اوج کي رسيل هو. ٻوڌي زماني ۾ به زور هو، ۽ هاٿوڪي رونق اڳي کان علحدي اٿس.

## وچولي جي رونق:

دادوءَ، سيوهڻ ۽ مانجهند وارا پاسا وقت بوقت درياهه پٽي پاتا آهن، ۽ پرينءَ پسر يعني هاٿوڪي نوابشاهه ضلعي ڏي به ساڳي ڪار ڪئي اٿس. جرمنيءَ واري ٻيءَ جنگ شروع ٿيڻ کان اڳ سڪرنڊ تعلقي ۾ چانهوءَ جو دڙو کوٽايائون، ته اتان به مُهن جي دڙي واري جهوني سڀيتا جو پتو پيو. اجا وڏيڪ کوٽائي ڪانه ٿي آهي، تنهنڪري ڪجهه وڌيڪ چئي نٿو سگهجي؛ پر پوءِ جا ڪي احوال پارسي تاريخن مان ملن ٿا. مثلاً دادوءَ تعلقي ۾ هاٿوڪي ڳوٺ پاٽ جي اوپر طرف اڌ ميل ڪن جي مفاصلي تي، اڳي هڪ عاليشان شهر ساڳي "پاٽ" (پاتر) نالي سان هو، جو ڪنهن زماني ۾ تختگاهه شهر هو، ۽ وڏي اوج کي رسيل هو. راجا جي محلات ۽ سندس اميرن جون جايون جي اڳي قابل فخر هيون، سي اج ڏسو ته جهنگلي جانورن جي رهڻ جون جايون ۽ چوپاين جا چراگاهه بنيون بيٺيون آهن! اڳيان وڻ به ويا ته واهيرا به ويا!!! هيءَ اهو ساڳيو پاٽ جو شهر آهي، جنهن ۾ همايون بادشاهه حميده بيگم سان پرڻيو هو. جنهن مان اڪبر بادشاهه ڄائو هوس (طبقات

اڪبري ۽ تاريخ اڪبر، ڪرنل ميليسن، صفحو 50). هوڏانهن درياهہ جي پريں پر ڏسو، تہ ڪنڊياري ڪان وٺي نوشهري فيروز، موري ۽ سڪرنڊ تائين ڪيترا شهر ۽ ڳوٺ وڏن دڙن تي ٻڌل آهن، ۽ ڪيترن هنڌ واري آهي. اهي وڏا دڙا ۽ واريءَ جا ڍڳ اهوئي اهڃاڻ ڏين تا تہ اڳي درياهہ ڪنڊياري، نوشهري ۽ موري تعلقن مان انهن دڙن وٽان وهندو هو، ۽ هاٿوڪي ڳوٺ قاضي احمد تعلقي سڪرنڊ وٽان لنگهي، هالن ڏي هليو ويندو هو. مطلب تہ وچولي جي صورت بہ هاڻ اڳي ڪان گهڻو ڦريل آهي.

"نہ آهي يڪسان سدا زمانو،
گهڙيءَ ۾ ڪجهہ آهہ گهڙيءَ ۾ ڪجهہ آهہ."

## ڪراچي ضلعي وارو لاڙ

### سنڌونديءَ جا ڦاٽ:

سنڌونديءَ جا ڪپر ڪچا ۽ هيناهان آهن، تنهن ڪري سولائيءَ سان ڪپر ڪيرائيندي ۽ رخ ڦيرائيندي وتي. آبڪلاني موسم ۾ ڦوڪجي وهندي آهي، تہ ڪن هنڌان ڪپرن تان بہ ٽپي ڪيڏانهن جو ڪيڏانهن لنگهي ويندي آهي. ائين جيڪي نيون شاخون ناهيندي آهي، تن کي عام طرح "ڦاٽ" چئبو آهي، چاڪاڻ تہ نديءَ جو پاڻي ڪنارن کي زور سان ڦاڙي پنهنجي وهڻ لاءِ اهي واٽون ناهيندو آهي. پاڻيءَ جو لاهہ عربي سمنڊ ڏانهن آهي، ۽ وقتي سمنڊ بہ اتلي ٻوڙ ٻوڙان ڪندو آهي، تنهنڪري قديم زماني ڪان وٺي اڄ تائين ڪراچي ضلعي واري لاڙ جي صورت ۾ جيترو ڦير پيو آهي، تيترو سنڌ ۾ ٻئي ڪنهن بہ هنڌ ڪونہ پيو آهي. عربي سمنڊ نہ وقتي سنڌونديءَ کي نون ڦاٽن جوڙڻ لاءِ بہ مجبور ڪندو آهي، جنهن ڳالهہ جو ذڪر ڏار ڪجي ٿو.

### سنڌونديءَ ۽ سمنڊ جي چٽاڀيٽي:

سمنڊ جي وير سدائين پٺتي ڄڙهندي ۽ لهندي آهي: سر حوم سي م

جڏهن سمنڊ پنهنجي موج مستيءَ ۾ هوندو آهي، تڏهن "جوال" يا وڏي وير چڙهڻ مهل لهرون اُسري، عرشين وڃي لڳنديون آهن. اُن وقت سنڌونديءَ کي سمنڊ پاڻ وٽ جاءِ ڏيڻ بدران اٿلندو منجهس گهڙي پوندو آهي، ۽ نديءَ جي پاڻيءَ کي زور سان پٺتي هٽائيندو آهي. ندي چوي ته مان سمنڊ ۾ چوڙ ڪريان، ۽ سمنڊ چوي ته مان اول توکي اچڻ چو ٿو ڏيان! سمنڊ ۽ نديءَ جي انهيءَ چٿاپيٽيءَ وقت، سنڌونديءَ کي چوڙ ڪرڻ جي وات نه ملندي آهي، ته پنهنجي مٽي سمنڊ جي منهن ۾ هٽي، پاڻ ڦوڪجي ڦوڪجي، ڪٿان نه ڪٿان پاڻيءَ هارڻ لاءِ ٻيون واٽون ٺاهيندي آهي، ۽ اُهي به "ڦاٽ" سڏبا آهن. سيني ڦاٽن تي نالا رکيل آهن.

## ڦاٽن ۾ ڦيرڦار:

سنڌونديءَ جا ڦاٽ ڪڏهن کهڙا ته ڪڏهن کهڙا. هيئن به آهي ته اڳي جيڪي ڦاٽ هئا، تن مان ڪي هينئر سنوان سنواٽا واهه آهن، جهڙوڪ اپرندو نارو ۽ ڦليلي، ۽ هن پاسي بگهاڙ واهه، پڇاري ۽ گونگڙو. گونگڙو اڳي ڦاٽ هو. سنڌا اجا ظاهر آهن. اڳي جڏهن ان ۾ پاڻي جام هوندو هو، ۽ سمنڊ به جاتيءَ کان پن ڪوهن جي مفاصلي تي هوندو هو، تڏهن پڇاريءَ جي پاڻيءَ سان گڏ سير ڪاريءَ ۾ وڃي پوندو هو. سن 1819ع ۾ هن پاسي ڌرتي ڌٻي تنهن هن لاڙ جي طبعي صورت ئي ڦيرائي ڇڏي، جنهن ڳالهه جو وڌيڪ ذڪر پوءِ ڪبو.

## سمنڊ جو هٽي پري ٿيڻ:

سنڌونديءَ پنهنجي وهڪ ۾ ڪروڙها مڻ مٽيءَ جا ڍهاڙي آڻيندي آهي، تنهنڪري ان جو پاڻي سدائين لڙاٽيل هوندو آهي. نديءَ جي اها مٽي سمنڊ جي ڪناري وٽ وڃي ڪٺي ٿيندي آهي، ته وڏا دڙا ٺهي پوندا آهن، ۽ سمنڊ کي زمين ڏانهن وڌڻ کان روڪيندا آهن. ائين سمنڊ ڏينهون پوءِ هٽندو پريرو ٿيندو وڃي ٿو. ميجر راورٽيءَ جي تخميني موجب عربن جي ڪاهه وقت عربي سمنڊ هاڻوڪي ڪان ڄالبهه مبل ڪن اوريرو هو.

## ڪاري ۽ مني جون ڪاريون:

سمنڊ جي ڪناري وٽ ڪٿي مٽيءَ جا دڙا ته ڪٿي واريءَ جا ڍير لڳا پيا هوندا آهن، ته وقت بوقت سمنڊ جون لهرون سولائيءَ سان انهن ۾ ڪاڌ ڪري وڏو گهارو وجهنديون آهن، ۽ اهو ڏينهون پوءِ وڌيڪ ويڪرو ڪندو وينديون آهن. اهڙين وڏيون ڪاريون ٺهي پونديون آهن، جن مان ٻيڙيون ايندیون وينديون آهن. هيئن به آهي، ته سنڌونديءَ جون شاخون سمنڊ ۾ وڃي چوڙ ڪنديون آهن، ته وير چڙهڻ مهل سمنڊ جو پاڻي انهن شاخن ۾ گهڙي ويندو آهي، ۽ گهارا وجهندو پيٽ ويڪرو ڪندو ويندو اٿن؛ ته پوءِ اُهي به وڏيون ڪاريون ٿي پونديون آهن. انهن ڪارين ۾ سمنڊ طرف پاڻي کارو ۽ پٺين پاسي منو. سيني ڪارين تي نالا رکيل آهن جهڙوڪ واسو ڪاري، ڪانٽو، ڪونبرانو، ديو ڪاري، پوري ڪاري، شيشا ڪاري، وغيره.

## ڪارين جون ڏنجڻ:

وقتي قصو ٿي الٽو ٿيندو آهي. سمنڊ جي واري ڪن ڪارين جا منهن ڍڪي ڇڏيندي آهي. سنڌونديءَ جي مٽي به منجهن وڃي ڪٺي ٿيندي آهي، ته وهڻ بند ٿي ويندو اٿن. انهيءَ سبب سمنڊ جي ڪناري وٽ ڪاريون سدائين سانڍيون ڪونه هونديون آهن. سمنڊ جي ڪناري جي "ليول" به سدائين ساڳي ڪانه هوندي آهي. انهيءَ سبب سنڌوندي پنهنجو پاڻي سمهلو هڪ هنڌ عربي سمنڊ ۾ ڪين وجي اوتيندي آهي، پر ڪناري وٽ چانيون چانيون ٿيندي آهي.

هنن ڳالهين جو ذڪر هن ڪري ڪيو ويو آهي، ته پڙهندڙن کي هن پاسي جي طبعي صورت جي سڌ پوي، ۽ سمجهڻ سولو ٿئين، ته ڪيئن سنڌ جي اڳاٽن هندن سمنڊ جي وڏين ڪارين ۽ نديءَ جي جدا جدا ڦاٽن جو فائدو ٿي ورتو، ۽ نوان نوان بندر جوڙي، وڻج واپار کي زور تي وٺاياٿون.

## پاتال بندر ۽ به درياهي:

عيسوي سن کان سوا ٽي سؤ ورهيه اڳي سڪندر اعظم جي ڪاهه

وقت، هاٺوڪي ڪراچي ضلعي واري لاڙ ۾ "پاتال" نالي هڪ نهـايت عاليشان بندر هو، جو وڏي واپار جو مرڪز هو. يوناني تاريخ نويسن ان جون گهٽيون ساڪون ڪيون آهن، ۽ ڄاڻايو اٿن، ته اهو پاتال بندر اتي هو، جتان سنڌوندي ٻه وڏيون شاخون ٿي وهي ٿي. هن پاسي ٻه درياهي اڄ بہ آهي؛ پر ميجر راورٽي ۽ ٻين يورپي عالمن ڄاڻايو آهي، ته عربن جي ڪاهہ وقت عربي سمنڊ هاٺوڪي ڪان چاليهہ ميل ڪن اوريرو هو. اهڙيءَ حالت ۾ هن وقت چئي ڪين سگهبو، ته اڳي ٻه درياهي ڪٿي هئي ۽ پاتال بندر ڪهڙي هنڌ هو. هاٺوڪي ٻه درياهيءَ جوا حوال نڪي ڪنهن تاريخ نڪي جاگرافيءَ ۾ ڏنل آهي، تنهنڪري ان جو ٿورو ذڪر ڪجي ٿو، ته جن جو اُهو پاسو ڏٺل نہ هجي، سي اُنجا گهر ويٺي واقف ٿين.

### ٻه درياهيءَ جو ذڪر:

ٻه درياهي ڳوٺ اُڏيري لال تعلقي گهوڙٻاريءَ وٽ آهي. گهوڙٻاريءَ جي مختيارڪار جي آفيس ڪوٺڙي الهہ رکئي شاهہ ۾ آهي، ۽ اتان اڏيرو لعل ڏيڍ ڪوهہ ڪن پنڌ تي آهي. ڳچ ورهيہ ٿيا، ته هن پاسي جي سيٺ منگهن مل هيءَ ڳوٺ ٻڌائي، جهجهيءَ سڪ ۽ سرڌا سان اتي سري اَمر اڏيري لال صاحب جو مندر جوڙايو، ته ڳوٺ تي نالو ئي "اڏيرو لال" پئجي ويو. هتي چيٽي چنڊ جو ميلو هر ڪنهن سال وڏيءَ ڌام ڌوم سان لڳندو آهي. انهيءَ اڏيري لال وٽان دريا شاهہ ڦٽي ٻہ شاخون ٿئي ٿو. ساڄي طرف واري درياهہ کي "اوچتو" ۽ کٻي طرف واري درياهہ کي "حيدري" چوندا آهن، ۽ ٻنهي کي گڏي "ٻه درياهي" ڪوٺيندا آهن. هاٺوڪي "ڊيلٽا" يعني ٽڪنڊياري ڪيٽياري ملڪ جو مٿ انهيءَ ٻه دياهيءَ وٽان شروع ٿئي ٿو. اڳي پير پٺو ۽ ننگر ٺٽو بہ "ڊيلٽا" جي اندر هوندا هئا؛ پر پوءِ گهاري واري ڪاري ۽ بگهاڙ واهہ، جي اصل درياهہ جا ڦاٽ هئا، سي لٽجي ويا، ته ننگر ٺٽو "ڊيلٽا" ڪان نڪري ٻاهر ٿيو، ۽ ملڪ جي رونق ئي ڦري ويئي. (ڏسو بمبئي سرڪار جي دفتر مان چونڊيل سنڌ بابت متفرقہ مضمون، جلد ڇهريون).

اڏيري لال وٽان جيڪي درياهہ جون ٻہ شاخون ڦٽن ٿيون، تن مان هن وقت مکيہ "اوچتو" درياهہ آهي، جو هتان هلي، ڪيٽي بندر ڏي وڃي ٿو.

اڏيري لال کان ڪيٽي بندر درياهہ جي رستي چاليهہ ڪوهہ ۽ سڌي رستي پنجويهہ ڪوهہ ٿيندو. هن شاخ کي "اوچتو" ھن ڪري چوندا آهن، جو درياهہ اتان اوچتو يا اچانڪ منهن ڪڍيو هو. هيءَ نالو خود ڄاڻائي ٿو، تہ درياهہ جو هيءَ هڪ نئون ڦاٽ آهي؛ پر اهو بہ ڪن ورهين جو آهي. اوچتو درياهہ کي ڪيٽي بندر جي ويجهو "ٽيٽياهہ" ڪوٺيندا آهن. جنهن هنڌ درياهہ وڃي عربي سمنڊ ۾ پوي ٿو، تنهن هنڌ کان ٿورو اوريرو درياهہ جو ٻيو هڪ ڦاٽ آهي، جنهن کي "حجامڙو" چوندا آهن. بمبئي سرڪار جي دفتر مان سنڌ بابت چونڊيل مضمون (جلد پهريون) ۾ ڄاڻايل آهي، تہ هڪ لڱا ڪو حجام، نشي جي حالت ۾، انهيءَ هنڌان درياهہ اُرڪندي ٻڏو هو، تنهنڪري درياهہ جي انهيءَ ڀاڱي تي "حجامڙو" نالو پيو. ٽيٽياهہ ۽ حجامڙو ڳاڙهي جي ڳوٺ وٽان ڦٽن ٿا. ڳاڙهي کي "رچل" چوندا آهن، ۽ ڳاڙهي کان پري "ٽيٽياهہ" کي "جُوئو" سڏيندا آهن.

ڳوٺ اڏيري لال تعلقي گهوڙٻاريءَ وٽان ٻيو درياهہ نڪيُ سڏو ڪيٽي بندر نکي سڏو شاهہ بندر ڏي وڃي ٿو؛ پر ٻنهي جي وچان وهي ٿو، ۽ اهو "حيدري" سڏجي ٿو. هن نالي منجهان ٿي پڌرو آهي، تہ اهو نالو ڪو گهڻو جهونو ڪونهي. اڳي ضرور ٻيو ڪو نالو هوندس. حيدريءَ کان اٺ ڪوهہ ڪن پري درياهہ کي "منٿي" ڪوٺيندا آهن. منٿيءَ کان ڇهہ ڪوهہ ڪن پري درياهہ جو ٻيو هڪ ڦاٽ آهي، جو سڏبوئي "ڦاٽ" آهي. اتي "ڦاٽ" نالي ڳوٺ بہ آهي. انهيءَ ڳوٺ جي آمهون سامهون "ڳوٺ ڪارو چاڻ" آهي، جنهن ۾ هڪ هزار کن آدم رهي ٿو. اتي ٽپال آفيس، اسڪول، پوليس ٿاڻو ۽ تپيدار جي چاوڙي (ديرو) آهن. حيدري درياهہ جي ڇيڙيءَ مان ڦاٽ ميرواهہ ۽ ڦاٽ قلندري نڪرن ٿا، جي عربي سمنڊ ۾ وڃي پون ٿا.

ڳوٺ ڪاري چاڻ کان ميرواهہ ڦاٽ بہ ڪوهہ ڪن پري آهي، ۽ ان کان ميل سوا پري درياهہ کي "واهڻ" چوندا آهن. اٿين ڇپي ڇپي تي درياهہ جا ٻيا ٻيا نالا رکيا اٿن. ميرواهہ ۽ واهڻ جي وچ ۾ "سوڪي" نالي ڳوٺ آهي، جنهن ۾ اسڪول، تپيدار جي چاوڙي (ديرو) وغيره آهن. هتي واپار جو چلتو چڱو آهي، تنهن ڪري هتي سرڪاري ڪسٽم آفيس بہ آهي. هتي سارين جو واپار گهڻو ٿئي ٿو. ڳوٺ ڪاري چاڻ ۽ ڳوٺ سوڪيءَ ۾ چانورن ڏرڻ ۽

چڙڻ جون انجٽيون بہ آهن. ڳوٺ سوڪيءَ وٽان واهڻ مان درياهہ جي هڪ شاخ ڦٽي ٿي، تنهن کي "سنهڙي" چوندا آهن. سوڪيءَ کان ست ڪوهہ اوڙي حيدري درياهہ مان "ملّ" درياهہ وهندو هو، پر اهو هاڻ ڦٽي ويو آهي. ميرواهہ واهڻ ۽ سنهڙي اهي ٽيئي واسو ڪاريءَ مان لنگهي عربي سمنڊ ۾ وڃيو پون.

هيءَ پيو درياهہ بہ متي ذڪر ڪيل "ڦاٽ" مان لنگهي. ڪيٽي بندر ڏي وڃي ٿو، تنهن ڪري ڪيٽي بندر ٻن درياهن جي وچ ۾ آهي. ٿورن ورهين کان ڪراچيءَ مان ڳوٺ ڪاري چاڻ ۽ ڪيٽي بندر طرف لاريون وڃن ٿيون، جنهن ڪري آمدرفت جيّ گهٽي سهولت ٿي پيئي آهي.

## ديبل بندر:

سڪندر اعظم جي وقت کان گهٽو پوءِ جا جيڪي احوال ملن ٿا، تن مان معلوم ٿئي ٿو، تہ هن پاسي ديبل بندر ۽ لاڙي بندر مشهور هئا. ڪن يورپي عالمن جي چوڻ موجب پير پٺو (تعلقو ٺٽو)، ۽ ڪن جي چوڻ موجب ڀنڀور (تعلقو ميرپور ساڪرو)، ديبل بندر هو. منهنجي خيال موجب ديبل بندر اُتي هو، جتي هاڻ شاهہ ڪپور آهي، تنهن ڪري اُنجو وڌيڪ ذڪر پوءِ ڪبو.

## لاڙي بندر:

لاڙي بندر معنيٰ لاڙ جو بندر. ننگر ٺٽي جتي پريان هن وقت جيڪو بگهاڙ واهہ آهي، سو اڳي سنڌونديءَ جو ڦاٽ هو. بگهاڙ واهہ شيشا ڪاريءَ ۾ وڃي پوي ٿو، ۽ هيءَ بندر انهيءَ ڪاري جي ويجهو هو. مسقط ۽ ٻين پاسن کان جيڪو مال ايندو هو، سو هن بندر تي اچي لهندو هو، جنان پوءِ ٺٽي ويندو هو. تحفتہ الڪرامؒ ۾ چاٿايل آهي، تہ بلوچي ۽ مڪراني چور هن بندر تي چوريون ڪرڻ ايندا هئا، تنهن ڪري بچاءَ لاءِ بندر جي چوڌاري ڪوٽ جڙيل هوندو هو. انهيءَ ڪوٽ ۽ ٿورين ٻين ڊٺل جاين جا نشان اڄ تائين بگهاڙ واهہ جي پيچڙيءَ وٽ ظاهر بيٺا آهن. ۽ سمنڊ جون لهرون اتي پيون ٽوڙا ڏين. ڪيترن ورهين کان هتي هر ڪنهن سال ٻالو شاهہ جو ميلو لڳندو

آهي، جنهن ۾ اڪثر مهاڻا ۽ جت وچي ڪنا ٽيندا آهن. ميلي واري وقت ٿوري بستي ٿيندي آهي، باقي پوءِ تہ اتي سچ پيٽي واڪا ڪندي آهي!

## ڌاراجا:

لاڙي بندر ڪان هڪ ڪوهہ ڪن پنڌ تي ڌاراجا جو شهر هو، جنهن ۾ هڪ هندو راجا راڄ ڪندو هو، ۽ ميرپورساڪري وارو پاسو سندس حڪومت هيٺ هو. هيءَ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي ڳالهہ آهي. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ ڪراچيءَ توڙي حيدرآباد ضلعي واري لاڙ ۾ حڪومت ئي هندن جي هوندي هئي. هيءَ ڌاراجا جو راڻو خودمختيار حاڪم هوندو هو (ڏسو سنڌ گزيٽيئر، صفحو 111). هو "راڻو" سڏبو هو، تنهن مان سمجهجي ٿو، تہ سوڍو راجپوت هو. ڪلهوڙن کي ليکيندو بہ ڪين هو. هڪ لڳا، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾، نصرپور تائين ڪاهي ويو؛ پر شڪست کائي موٽيو. ٻئي گهمري چپر (جبل) جي مسلمانن کي ننگر ٺٽي تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ چيڙيائين، ۽ پنهنجو لشڪر بہ موڪليائين. ڪلهوڙن جي چوڻ تي ميان بولا خان نومڙيو وڏو ڪٽڪ وٺي ٺٽي کي بچائڻ لاءِ ويو. واٽ تي جنهن هنڌ منزل هنيائين سو هنڌ اڄ تائين سندس نالي پٺيان "ٿاڻو بولا خان" سڏجي ٿو. سنہ 1747ع ۾ ڪلهوڙن جي چوڻ تي بجار نالي هڪ جوکئي راڻي کي قتل ڪري ڇڏيو. ڌاراجا جو شهر پوءِ ڪلهوڙن جي هٿ ۾ آيو تہ هنن پنهنجي حڪومت جي حد وڌائي سمنڊ تائين ڪئي، ۽ بجار جوکئي کي "جام" جو لقب ڏنائون. هو پوءِ جوکين جو سردار ٿيو، ۽ ميرپورساڪري کان وٺي حب ندي تائين پنهنجو دڳو ڄمايائين (ڏسو سنڌ گزيٽيئر صفحو 111 ۽ 112):

## گهاري واري کاري ۽ پنيور:

سنڌو نديءَ جون اڳي جيڪي شاخون هن پاسي هيون، ۽ پوءِ لٽجي ڏٽجي ويون، يا کوڙي کاريون ٿي پيون، تن مان هڪ ميرپورساڪري تعلقي ۾ گهاري واري کاري آهي، جا سڪندراعظم جي وقت ۾ بہ درياهہ جي هڪ شاخ هئي (ڏسو ميجر جنرل هيگ: انڊس ڊيلٽا ڪنٽري). سسئي پنهون،

جي قصي ۾ ڄاڻايل آهي، تہ سسئي جيئن ڄائي تيئن مائٽن پيتيءَ ۾ پائي، درياھ ۾ داخل ڪيس. اها پيتي ضرور انهيءَ گهاري واري ڪاريءَ مان ڀنڀور جي محمد ڪٽيءَ ڪي هٿ آئي هوندي، جو اڳي اها ڪاري هاٿوڪي ڪلري واهہ سان ڳنڍيل هئي، ۽ سنڌونديءَ جي شاخ هئي، ۽ ڪراچيءَ طرف گذري بندر ڏي وچي ڇوڙ ڪندي هئي. اڄ بہ ڀنڀور جو شهر گهاري واري ڪاريءَ جي بغل ۾ بيٺو آهي.

سنہ 1758ع ۾ سنڌونديءَ نصرپور وٽان رخ ڦيرايو، تہ هن پاسي اُن جو اثر هيءُ ٿيو، تہ ڪلري ڪلر ٿي پيئي، ۽ گهاري واري ڪاريءَ تائين سنڌونديءَ جو پاڻي پهچي ڪين سگهيو. پوءِ رڳو عربي سمنڊ جو پاڻي منجهس اچڻ لڳو، تہ درياھ جي ڦاٽ مان ڦري ڪاري ٿي پيئي. اڄ تائين ننديون ٻيڙيون ڪراچيءَ جي گذري بندر کان گهاري واري ڪاريءَ تائين اچن وڃن ٿيون. منهوڙي واري لائيٽ هائوس جي روشنائيءَ جو دهو بہ هن پاسي پوندو آهي. هتي جو پريو پاڳيو ڀنڀور جو شهر جنهن ۾ ڀنيو راءِ نالي راجا تجمل ۽ تومان شان حڪومت ٿي هلائي، ۽ جنهن ۾ ڪيچ مڪران کان قافلا اُن ۽ ٻين جنسن سودڻ لاءِ ايندا هئا، سو اڄ ڏسو تہ اجاڙ ٿيو پيو آهي! راجا ۽ وزيرن جي رهڻ لاءِ عاليشان عمارتون، ۽ ڀنڀور جو سهٽو قلعو، جنهن ڪي ٿاهوڪا ٿل هئا، تن جو هاڻ ڪوبہ نشان ڪونهي. ڪنير جي هڪ ڊٺل نهائيءَ جا نشان پڌرا بيٺا آهن، باقي ٻيو رڳو سروٽن ۽ جنبوٽن جا ڍير لڳا پيا آهن!

## گهوڙٻاري ۽ وڪر:

هاٿوڪي گهوڙٻاريءَ طرف سنڌونديءَ جي ٻي هڪ شاخ هوندي هئي، جا "ٻاري گوراھ" يا "گوراھ ٻاري" سڏبي هئي، پر پوءِ ماڻهن اچار ڦيرائي "گهوڙٻاري" ڪيو اٿس. بمبئي سرڪار جي دفتر مان سنڌ بابت متفرقہ مضمون چونڊي ٻن وڏن جلدن ۾ سرڪار ڇپايا هئا، تن مان جلد پهرين ۾ ڄاڻايل آهي، تہ انهيءَ گوراھ ٻاريءَ وٽ "وڪر" نالي هڪ بندر هو، جو ڪراچيءَ کانپوءِ ٻيو نمبر بندر ليکبو هو. اهو مرن جي صاحبيءَ ۾ 1826ع ۾ پڌو، ۽ 1836ع ڌاري اهڙو زور ورتائين. جو حسدرآباد جي ميرن

کي انهيءَ بندر مان هر ڪنهن سال لک روپين کان به وڌيڪ پيدائش ٿيندي هئي. انگريزن جي صاحبي شروع ٿي، تنهن کان سگهوئي پوءِ يعني 1848ع ۾ درياهه اُتان رخ ڦيرايو، ته وڪر بندر جو نصيب وڪڙ کائي، رفوچڪر ٿي ويو، ۽ انجي برڪت ڪيٽي بندر ۾ وڃي پيئي. وڪر جي ديهه ۽ گهوڙيٻاريءِ تپو ۽ ڳوٺ به درياهيءَ ۾ آهن. گهوڙيٻاريءَ کي هاڻ عام طرح "پراڻي ٻاري" ڪوٺيندا آهن.

## ڪيٽي بندر:

وڪر بندر ڪانپوءِ ٻيڙين جي آمدرفت جي سهنج ۽ وڻج واپار لاءِ ڪيٽي بندر سٽائو هنڌ هو، تنهن ڪري 1848ع کانپوءِ انهيءَ زور ورتو. ڪيٽي بندر ٻن درياهن جي وچ ۾ آهي. 1853ع ۾ اهي درياهه اٿليا، ته سچو ڪيٽي بندر ٻڏي ويو! ماڻهن پوءِ ٻيو گهمرو ڪيٽي بندر ٻڌو، ۽ ڪراچيءَ جي ڪسٽم آفيس وارن هتي ڪسٽم آفيس کولي. ٿورن ڏينهن کانپوءِ درياه شاهه انهيءَ کي به ڏوئي ڏمالي پنهنجي پيٽ ۾ پائي ڇڏيو! هن وقت جيڪو ڪيٽي بندر آهي سو بنهه ويجهڙائيءَ جو ٺهيل آهي، ۽ سرڪاري ڪسٽم آفيس به نئين جڙيل آهي.

ڪيٽي بندر طرف "سوئڻ" نالي ڳاهه ٿئي ٿو، جو مال جي حق ۾ نهايت عمدو آهي. اهو ڳاهه فقط انهيءَ هنڌ ٿيندو آهي، جتي کارو توڙي مٺو ٻئي پاڻي هوندا آهن. ڪيٽي بندر طرف سمنڊ جو کارو پاڻي ۽ سنڌونديءَ جو مٺو پاڻي آهي، تنهنڪري سڄيءَ سنڌ ۾ اهو ڳاهه رڳو ڪيٽي بندر طرف ٿيندو آهي. انهيءَ ڳاهه مان "نانوٽي" پيدا ٿيندي آهي، جا اسانجا هندو گيارس جي ڏينهن کائيندا آهن. نانوٽيءَ جو پٽر پچائيندا آهن، ۽ ان جو سيرو به ٺاهيندا آهن. جو سوادي ٿيندو آهي.

ڪيٽي بندر لاڙ جي بنهه ڇيڙي تي آهي، ۽ گهوڙيٻاريءَ جو اڳوڻو عمدو شهر هاڻ هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي، ۽ مختيارڪار جي هيڊ ڪوارٽر ٿيڻ جي لائق نه آهي، تنهنڪري تعلقي آفيس ڪوٺڙي، الهه رکئي شاهه ۾ آهي.

## ڪوٽڙي ـ الهه رکيو شاهه:

هن تعلقي حيدرآباد ڪوارٽر جو نالو گهٽو ٿي وڃڻ؛ پر اندر گهڙي ڏسو، ت
آلو نور لڳو پيو آهي! "نانءُ بڙا ديهـ ويران" . 1910-1911ع ۾ ڏٺم، تـ
مختيارڪار جي آفيس ۽ ٻيون ٿوريون جايون ڪنهن حال ۾ هيون؛ باقي ڪي
جايون اهڙيون بـ هيون جن جون ڇتيون ڇنل ۽ ڀتيون ڀڳل هيون! اتي هڪ
ننڍڙو باغ آهي. جنهن مان ڪامورن کي ٿورو ڀاڃي پتو ملي ٿو؛ باقي ٻيـ
اڪثر ڇانورن جو اٽو، ميڇي، جهينگا، ۽ دال ڪائينڊا آهن. جن کي ڳئون ۽
ٻڪري آهي تن کي کير ۽ ڏڌ جو سهنج آهي. ڳوٺ ۾ دڪان رڳو هڪڙو
هو، جنهن ۾ سناسيءَ جو سڙيل سيڌو رکيل هو. ڇانور ڀتا ۽ اتي ۾ اڌو اڌ
ڪنئان! اُتي سياري ۾ بـ ڪکريون ٿين! هن وقت اتي مڇر گهٽ آهي؛ پر اڳي
مڇر گهڻو هو. ماٺهو جهنگ ڦرڻ ويندا هئا، تـ ڪنهن وڻ مان ٿارو پٽي، اُهو
سڀ وقت پيا لوڏيندا هئا، تـ مڇر ويجهو نـ اچي! ڳوٺ ۾ ڪلر گهڻو آهي.

## ربيع ورنن:

گهوڙيباري تعلقي ۾ ڪيٽي بندر ڪانپوءِ ڳوٺ وڻ چڱو آهي. هن پاسي
ناريڻ ۽ ڪمند جي پوک گهڻي ٿئي ٿي. ٻنهي پوکن کي ربيع گهڻو ڪپي
سکر بئراج کلڻ کان اڳ آبڪلاٽي موسم ۾ هتي اڳي ايترو تـ پاڻي هوندو
هو، جو مختيارڪار کي ڪا زمين ڏسڻي هوندي هئي، تـ ترهي تي ترندو ۽
ديگ ۾ ڏڪبو ويندو هو!

حيدرآباد ضلعي واري لاڙ ۾ بدين طرف بـ مختيارڪار جي سواري
لاءِ عام طرح ڳڙ جون ديگيون هونديون هيون. ديگ ايڏي تـ هوندي هئي
جو بـ ڇٽا منجهس ڪرسيون وجهائي ويهندا هئا، ۽ بـ ڇٽا ڪرسين جي
اڳيان هيٺ ويٺا هوندا هئا. اها ديگ بـ تي ڇٽا ڏڪيندا هلندا هئا، ۽ ڪاردا
پنهنجي عملي سوڌو ترندو ويندو هو! سکر براج کلڻ کانپوءِ هيڏانهن پاڻي
گهٽ ٿو اچي؛ پر آسرو آهي تـ لوئر سنڌ بئراج کلڻ کانپوءِ هيءُ پاسو اڳي
کان بـ اڳرو ٿيندو.

## ڪڪرالو:

شاهه بندر جو ڏاکڻو ڀاڱو سمنڊ ناين اڳي هڪ ڏار پرڳڻو هو، ۽ "ڪڪرالو" ڪوٺبو هو. يوناني تاريخ نويسن هاڻوڪي ڪراچي ضلعي واري لاڙ جي ذڪر ڪندي، "ڪروڪلا" نالو ڄاڻايو آهي. شايد "ڪڪرالو" نالي جو اُچار پنهنجي يوناني نموني ڦيرائي، ائين لکيو اٿن.

ڪڇ ملڪ جي اتهاس مان معلوم ٿئي ٿو، ته سنڌ ۾ جڏهن سمن جي صاحبي هئي، تڏهن سنڌ جو سمو حاڪم ڄام تماچي ننگر ٺٽي طرف (ساموئيءَ) ۾ رهندو هو ۽ سندس ڀاءُ ڄام اوڍو سندس پاران ڪڪرالي ۾ حڪومت ڪندو هو (ڏسو هن ڪتاب جو ڀاڱو پهريون صفحو 45). سمن ڪانپوءِ سنڌ ۾ ارغونن ۽ ترخانن جو راڄ ٿيو، ته به ڪڪرالي ۾ سمن (راجپوتن) جي صاحبي هلندي آئي. تحفتہ الڪرام ۾ ڄاڻايل آهي، ته سنہ 995 هجري (1567ع) ڌاري مرزا محمد باقي ترخان جي وقت ۾ ڄام ڏيسر (سمو راجپوت) ۽ سنہ 1009 هجري (1600ع) ڌاري ڄام ڏيسر جو پٽ ڄام هالا ڪڪرالي جو حاڪم هو. مياں نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ به ڪڪرالي جو حاڪم ڪو سمو راجپوت هو، ۽ ڏاراجا ڄي راڻي سان ٻٽ ٿي نصرپور تائين ڪاهي ويو هو. (ڏسو سنڌ گزيٽيئر، جلد پهريون، صفحہ 111).

## شاهه بندر:

سنہ 1555ع ۾ پورچوگيزن ٺٽي جو شهر جلائي ڀسم ڪيو، ته مرزا عيسيٰ ترخان ڪڪرالي پرڳڻي ۾ هاڻوڪي شاهه بندر طرف نئون شهر ٻڌو. پر اُهو ٻن سون ورهين ڪانپوءِ ڦٽي ويو. سنہ 1759ع ۾ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ڪڪراليٰ جي ڄام کي ڪڍي، اتي نئون شهر ٻڌايو. جو ناميارو بندر هو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جا انهيءَ بندر وٽ پندرهن جهاز بيٺل هوندا هئا، تنهن ڪري اهو سندس نالي پٺيان"شاهبندر" يعني "ميان غلام شاهه جو بندر" سڏجڻ ۾ آيو. اتي هڪ قلعو به جوڙايائين، جو "شاهگڙهه" يعني ميان غلام شاهه جو ڳڙهه (قلعو) ڪوٺبو هو. هتي ڪيترا پٺيا رهندا

هئا، جي مسقط ۽ ٻين شهرن سان واپار ڪندا هئا. سنہ 1758ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ٺٽي ۽ اورنگا بندر (ڪراچي رامباغ) ۾، ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي اجازت سان، ڪوٺيون وڌيون هيون. پوءِ شاهبندر وسيو تہ اورنگا بندر واري ڪوٺي ڪٽي، هتي آئي وڌائون. سنہ 1819ع ۾ هن ٻاسي ڌرتي ڌٻي تہ شاهبندر جو اڳوڻو اوج اڏامي ويو. هن وقت شاهبندر هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي، ۽ اهڙو نہ آهي، جو تعلقي جو مختيارڪار اتي پنهنجو هيڊڪوارٽر ڪري سگهي. ڪجهہ وقت شاهبندر جي مختيارڪار جي آفيس "منٺيءَ" ۾ هئي. سنہ 1892ع جي آخر ڌاري مختيارڪار جو هيڊ ڪوارٽر ڦيرائي ڳوٺ لاڏين ۾ ڪيائون. ٺورن ورهين کان ٺٽي ۽ سجاول کان لاريون اوڏهين وڃن ٿيون. سجاول کان ڳوٺ چوهڙ جمالي نوڪوهہ ۽ ان کان ڳوٺ لاڏيون سادا ٿي ڪوهہ پري آهي.

## چوهڙ جمالي:

سجاول کان لاريءَ ۾ چڙهي لاڏين وڃبو، تہ چوهڙ جماليءَ وٽان لنگهڻو پوندو. ڳوٺ چڱو آهي ۽ مختيارڪار جي آفيس جيڪر هتي ڪن ها؛ پر هتي پاڻيءَ جي اٿل جو هر دم ڊپ هوندو هو، تنهنڪري نہ ڪيائون. هتان ستاهہ واهہ درياهہ شاهہ مان نڪري سادا سورهن ڪوهہ ڪن هيءَ پاسو سرسبز ڪندو سيرڪار کان سمنڊ ۾ وڃي پوندو هو. سڪر بئراج کلڻ کانپوءِ هيڏانهن پاڻي گهٽ ٿو اچي، ۽ ستاهہ واهہ هاڻ پنهنجو پيٽ مس ٿو پري.

چوهڙ جماليءَ وٽ ابن شاهہ جا ٽڪر آهن. ٽڪر تي ابن شاهہ جي تربت ٺهيل آهي. چون ٿا تہ هيءَ هڪ وڏو الياءُ ٿي گذريو آهي؛ پر ڪير هو، ۽ هتي ڪيئن آيو، تنهن ڳالهہ جي مجاور ڪي بہ ٻڌ ڪانہ هئي.

## شاهہ يقيق:

چوهڙ جماليءَ ۽ لاڏين جي وچ ۾ شاهہ يقيق جي درگاهہ آهي، جا چوهڙجماليءَ کان ڏيڍ ڪوهہ ڪن پري آهي. هتي هر سال چيٽ جي ماهہ پهرئين آرتوار تي ميلو لڳندو آهي، جو ٽي چار ڏينهن ساندهہ هلندو آهي.

هيڏڙي ڳوٺ ۾ ميلي تي پندرهن هزار آدم اچي ڪٺو ٿيندو آهي! ميلي ۾ بازاريون ڪلنديون اهن. سرڪار جي تخميني موجب انهن ٽن ڇٽن ڏينهن ۾ اُتي ويهن هزارن روپين جو مال نيڪال ٿيندو آهي!

## لاڏيون:

لاڏين ۾ هن وقت مختيارڪار جي آفيس، سرڪاري اسپتال ۽ پيون ٽوريون جايون پڪسريون آهن. سنه 1910-1911ع ۾ مان لاڏين ۾ ويس. ان وقت هڪڙي ٻه پڪسري جاءِ جڙيل ڪانه هئي. سرڪاري اسپتال هڪ ڪکائين لانديءَ ۾ هئي! مختيارڪار جنهن جاءِ ۾ رهندو هو، سا پڻ ٿو پاڻ هئي! ڳوٺ ۾ ڇهه سؤ ڪن آدم هو. هندن مان گهڻا لهاڻا ۽ ڀاٽيا هئا. لوڪلبورڊ جي باغ ۾ ٽوريون ڀاڃيون پوکيل هيون، جنهن ڪري ڪامورن جو سک هو؛ باقي ٻيا ماڻهو ڏينهن رات دال کائيندا هئا، ۽ مهاڻن جو گذران مڇيءَ تي هوندو هو. ڳوٺ ۾ نه ڌوٻي نه نائي! ڪامورا پنهنجا ميرا ڪپڙا ڳوٺ چوهڙجماليءَ ۾ ڌوپڻ موڪليندا هئا. جيڪو ڪامورو لاڏين ڏي بدلي ٿيندو هو، سو اوڏهين رئندو ويندو هو. اهو هينئيون پاسو ڇڏي هاڻ ٺٽي طرف جو ذڪر ڪجي ٿو.

## پير پٺو:

ڪونڙي الهه رکئي شاهه ۽ ننگر ٺٽي جي وچ ۾ پير پٺو آهي، جو ٺٽي کان ڇهه ڪوهه پري آهي. هتي جو نظارو اهڙو آهي، جو ان جي ڏسڻ سان اکيون ٺرن ٿيون، ۽ دل بهار بهار ٿئي ٿي! اهو قدرت جو قاعدو آهي، ته مٽي جي ماٿر جو نظارو نهايت نزاڪت ڀريو ٿيندو آهي. هتي ٽڪريءَ تي هڪ پاسي پير پٺي جي درگاهه ۽ ٻئي پاسي شاهي منار چڱي رونق ڪيو بيٺا آهن، ويتر ٽڪريءَ جي هيٺان بگهاڙ واهه هيڪاري جهجهي موج مچائي آهي، جنهن ڪري هيءَ پاسو ڏسڻ وٽان آهي. آب و هوا به سٺي اٿس. پير پٺو قلندر لعل شهباز سيوهاڻيءَ جو همعصر هو. سيوهڻ واري درگاهه ڪانپوءِ هيءَ هڪ وڏو زيارت گاهه ڀيڪبو هو. اڳي هزارين ماڻهو هتي زيارت لاءِ ايندا هئا. پير ٻئي کي هندو راجا گوپيچند سمجهي پوڄيندا آهن، تنهنڪري هي هندو

ٻہ گهڻا ايندا آهن. پير صاحب جو ميلو هر سال ربيع الاول جي ٻارهين، تي وڏيءَ ڌوم ڌام سان لڳندو آهي، ۽ ٽي چار ڏينهن ساندهہ هلندو آهي. پير صاحب جي هٿن جي نشاني سندس دستار شريف آهي. جا ميلي جي ڏينهن ۾ درگاهہ جو ملان پائي، وڏي شان ۽ دٻدٻي سان خانگاهہ کان وٺي مناري تائين ويندو آهي، ۽ سڀ مريد ۽ زيارتي سندس پنيان هلندا آهن. ٽالپرن جي صاحبيءَ ۾ ٺٽي جو نواب پنهنجي خرچ تي اترو ۽ سيڌو ۽ گيهہ هي ميلي جي ڏينهن ۾ موڪليندو هو، جو سڀ زيارتي ٻڌ تي کائي خوش ٿي ويندا هئا.

پير پٺي واري ٽڪريءَ تي هڪ پڪسرو منار ٺهيل آهي، جو هڪ سؤ کن فوٽ اونچو آهي، ۽ اندرين پاسي ڇت دونهاتيل اٿس. انهيءَ مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو، تہ اڳي هيءُ منار "لائيٽ هائوس" (روشني منار) تي ڪم ايندو هو. هيءَ منار گهڻو ڪري سچو ٽي سالم بيٺو آهي. ۽ پاڻثجي ٿو تہ ڪلهوڙن جي وقت جو آهي، ۽ انهيءَ کان گهڻو آڳاٽو ڪونهي.

پير پٺي واري ٽڪريءَ تي ماتيٽن جو محلو (مقام) آهي ۽ هتي جا رهاڪو ٽڪريءَ جي هيٺان ڳوٺ ٻڌيو ويٺا آهن. ڳوٺ ننڍڙو آهي؛ پر اُن ۾ انجنيري بنگلو ۽ مسافرخانو جڙيل آهن، جنهن ڪري ڪوبہ سيلاني اتي ويندو، تہ رهڻ ۾ ڏکيائي ڪانہ ٿيندس.

## ساموئي:

سومرن جي صاحبيءَ ۾ سندن گاديءَ جو هنڌ ڪجهہ وقت وڳهہ ڪوٽ ۽ ڪجهہ وقت طور نالي شهر هو. دودي ۽ چنيسر جي وچ ۾ لڙائي لڳي، تنهن ۾ اهي شهر تہ ناس ٿي ويا، پر سومرن جي صاحبيءَ جو بہ خاتمو ٿي ويو! هيءُ گهرو لڙائيءَ جو نتيجو ڏسو.

سومرن کانپوءِ سمن جي صاحبي ٿي، تہ هنن پنهنجي گاديءَ جو هنڌ "ساموئي" ڪيو. جو اڄ هڪ ننڍڙو ڳوٺ، ننگر ٺٽي کان ڏيڍ ڪوهہ کن پري، مڪلي ٽڪريءَ جي اتر طرف، بنهہ ڇيڙي تي آهي. اڳي درياه اتان وهندو هو. ۽ پاڻيءَ جي سهنج ڪري اهو تختگاهہ ٿيو هو. ماموئي (ممائي) فقير، جن جون اڳڪٿيون مشهور آهن، سي هني جہ هئا. تينڪري اهي

"ساموئي فقير" ٻه سڏبا اهن (ڏسو پاڱو پهريون،صفحو 45). انهن فقيرن کي ٻه پينرون هيون. منجهانئن هڪڙي مائي مکلي هئي. جنهنجي نالي پٺيان هيءَ ٽني واري ٽڪري سڏجي ٿي. ۽ پاڻ دفن ٻه انهيءَ ٽڪريءَ تي ٿيل آهي! ٻي مائي ٻلڙي هئي. جنهن نالي پٺيان ڳوٺي تعلقي ۾ هڪ ڳوٺ آهي. ۽ اتي شاهه عبداللطيف جي ڏاڏي شاهه ڪريم جي درگاهه اهي، ننهنڪري اهو ڳوٺ "ٻلڙي شريف" سڏجي ٿو. اهي ٻئي سنروڻ ۽ سنڌن پائر سمي حاڪم جام تماچي ٻئي جي وقت ۾ ٿي گذريا آهن. جو نوري نالي هڪ مهاڻي پرئيو هو. جام تماچي، ۽ نوريءَ جون قبرون اڄ تائين ساموئيءَ ۾ آهن.

## ڪلان ڪوٽ:

ساموئيءَ وٽان پوءِ درياهه رخ ڦيرائي، هاٿوڪي ڪلان ڪوٽ وٽان وهڻ لڳو. تہ ڪجهہ وقت اهو گاديءَ جو هنڌ ٿيو. ۽ "تغلق آباد" نالو پيس.

ڪلان ڪوٽ (ڪلياڻ ڪوٽ) معنيٰ اُهو ڪوٽ يا قلعو جنهن مان ڪلياڻ ٿيئي. هن نالي منجهان ئي پڌرو آهي، تہ اهو هندن جوڙايو هو. ڪراچيءَ ۾ ٻہ ڪلان ڪوٽ آهي، ۽ اتي ديويءَ جو آستان آهي. هيءَ ٻه اصل مندر هو؛ پر پوءِ مسلمان حاڪمن ڪلان ڪوٽ پنهنجي قبضي ڪيو. تہ ابڏهين مسجد بہي، جنهن جا نشان اڄ تائين ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

## رانڪون ۽ هندن جي ڪاريگري:

مڪلي ٽڪريءَ تي جيڪي آڳاٽيون جايون جڙيل آهن، تن مان ڪي ڏسڻ وٽان آهن. انهن مان هڪڙي ترخان گهرائي جي حاڪم ميرزا جاني بيگ جي رانڪ (قبو) آهي. جا انڪندي آهي. بنياد پٿر جو اٿس ۽ مٿان گنبذ اٿس. رانڪ جي سرن تي ڪم اهڙو ٿيل آهي. جو سرون نہ، پر پيروز چٽجن! ميرزا جاني بيگ 1596ع ۾ گذاري ويو. ڪانئس پوءِ پٽس ميرزا غازي بيگ حاڪم ٿيو. تنهنجي تربت پڻ اُتي آهي.

ميرزا عيسي جي رانڪ ٻہ واهه جي ٺهيل آهي! هن ساڳي نالي سان ٻہ حاڪم ٿي گذريا آهن؛ هڪڙو ميرزا عيسيٰ ترخان، ٻيو،نواب ميرزا عيسي ترخان. ٻيو،ٻي ميرزا عيسي ٿيو اهي. جو ترخان گهرائي جو ٻيون حڪم.

سنڌ ۾ هو. ۽ 1566ع ۾ وفات ڪيائين. پيو نواب ميرزا عيسيٰ، جو جهانگير بادشاه جي ڏينهن ۾ ٺٽي گذريو آهي. سنڌس رانڪ، هيٺ توڙي مٿي، گهڙيل پٿرن (ڪيچن) جي آهي. دروازا ٻه پٿر جا. ته ڇت به پٿرن جي!
هن رانڪن تي ڪم اهڙي نموني ٿيل آهي، جهڙو شوالن ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. انهيءَ مان ائين سمجهجي ٿو، ته ڪاريگرن مان گهڻا هندو هئا.

## ڪوهن ۾ محفلون:

ڪن آڪاٽين ۾ پڙهو اٿئون، ته اڳي ڪوهن ۾ به محفلون ۽ مجلسون ٿينديون هيون. اهڙا ڪوه جيڪڏهن ڪنهن کي ڏسڻا هجن، ته مڪليءَ تي ڏسي. مان ۽ منهنجا ٻه ٽي سنگتي، هڪ سونهون ساڻ ڪري، ڪريمڏني جي ڪوهه ۾ هيٺ لهي وياسين. ڏاڪڻيون ٺهيون پيون آهن، تنهنڪري لهڻ چڙهڻ ۾ تڪليف ڪانهي. هتي ٽي ڪوهه هڪٻئي جي مٿان پيا پائنجن، جي ٽڪريءَ مان کوري ڪڍيا اٿن. ڪوهه ۾ اندر دالان آهن، جن ۾ نئين وارا محفلون ۽ مجلسون ڪندا آهن. مينهوڳيءَ ۾ اهي ڪوهه پرجي تار ٿيندا آهن. انهن ڪاريگرن جي ڪاريگريءَ جي جيتري به ساراهه ڪجي تيتري ٿوري.

## گرونانڪ صاحب جون چاڪڙيون:

مڪلي ٽڪريءَ تي، منشاديويءَ جي مندر واري واٽ وٺي، مٿي چڙهبو، ته چڙهڻ سان عيدگاهه جي شاهي پٽ ٻارهن تيرهن ڪمانن سان نظر ايندي. ان جي پنيان قبا ۽ ننڍا مقام آهن. عيد گاهه جي پريان امام خانو آهي. اتي تابوت رکندا آهن. هتي هڪ پٿر تي ڪي نشان آهن، جي چون ٿا ته گرو نانڪ صاحب جي چاڪڙين جا نشان آهن.

## ننگر ٺٽي جو وسڻ:

هن وقت جيڪو ٺٽي جو شهر آهي، سو سمن جي صاحبيءَ ۾ سنه 1490ع ۾ پڏو. انهيءَ کان اڳي جيڪو ٺٽو هو، سو عيسوي ٻارهين صديءَ ۾ به هو. سنه 1026ع ڌاري سلطان محمود غزنوي، ملتان فتح ڪري، بوءِ،

پنهنجا وزير عبدالرزاق سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو، جو سيوهڻ هٿ ڪري، پوءِ ٺٽي تائين آيو، ۽ خليفن جي نائبن کي سنڌ مان ڪڍي، پنهنجا نائب مقرر ڪيائين. اهي نوان نائب هندو راجپوت هئا، جن کي سنڌ جي حڪومت جون واڳون مليون، ۽ سنڌن صاحبي پوءِ عام طرح سومرن جي صاحبي سڏجڻ ۾ آئي. سومرن پنهنجو تختگاهه ٺٽي جو شهر ڪوٽ ڪيو. اهو شهر پوءِ شايد زبون ٿي ويو.

سومرن کانپوءِ سمن جي صاحبي ٿي، تہ هنن پنهنجي گاديءَ جو هنڌ اول ساموئي ۽ پوءِ ڪلان ڪوٽ ڪيو. انهن هنڌان درياهه رخ ڦيرائي، هالوڪي ٺٽي جي شهر وٽان وهڻ لڳو، تہ سمو حاڪم ڄام نظام الدين، جو "ڄام ننڌو" بہ سڏبو هو، تنهن هجري سنہ 896 (1490ع) ۾ ٺٽي جو شهر نئين سر آباد ڪيو. تحفتہ الڪرام ۾ ائين بہ لکيل آهي، تہ انهيءَ شهر بڌڻ لاءِ پٽ ڄام ننڌي پاڻ چونڊيو هو، پر شهر اڏڻ لاءِ مهورت براهمڻن ڪڍيو هو (ڏسو سنڌ گزيٽيئر صفحو 99). ٺٽي جو شهر نئين سر بڌو، تہ ڄام ننڌي اهو پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ڪيو. سنڌ جو سمو حاڪم ڄام تماچي، جو "نوري" نالي مهاڻي پرڻيو هو، تنهنجو پوٽو اهو ڄام ننڌو هو. سندس تربت اڄ تائين مڪلي ٽڪريءَ تي آهي.

## "ننگر ٺٽو" نالو ڪيئن پيو؟

هن وقت جتي ٺٽي جو شهر بڌل آهي، تتي اڳي مهاڻن جي ٺٽ بڌل هوندي هئي. "ٺٽ" اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "نٽ"، جنهنجو اُچار سنڌيءَ ۾ "تڙ" (درياهه جو ڪنارو) بہ آهي؛ پر "ٺٽ" معنيٰ ڪنهن واهه يا درياهه ي تڙ وٽ بڌل ڳوٺ. جتان پتڻ اُڪري پار ٿجي. هيءَ پاسو اڳي گهڻي قدر پاڻيءَ هيٺ ٻڏو پيو هوندو هو. هتي مهاڻا مڇيون ماريندا هئا. ۽ مسافرن کي بہ پتڻ اُڪاري پار ڪندا هئا. انهيءَ "ٺٽ" تان شهر تي "ٺٽو" نالو پيو. چون ٿا تہ اها ٺٽ "ننگر" نالي هڪ مهاڻي جي ڪونبي هئي، جنهنڪري ڪيترا ماڻهو هن نئين شهر کي "ننگر ٺٽو" سڏڻ لڳا. شهر بڌو، تہ ٺٽ وارو پاسو شهر سان گڏجي ويو. جنهن ڪري اهو اڄ تائين "ٺٽ جو پاڙو" سڏبو

آهي. (ڏسو ٻيو پاڱو پهريون، صفحو 178). عربيءَ ۽ پارسيءَ ۾ "ٺ" ۽ "ٺ" اکر ڪينهن، تنهن ڪري پارسي تاريخن ۾ "ٺٽو" بدران "تته" لکيل آهي.

## ٺٽي جو اڳوڻو اوج:

ٺٽي جو شهر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ٿيو. تہ ڄڻ علم ۽ هنر ۾، ڄڻ دندي ڌاريءَ ۽ وڻج واپار ۾، پنهنجو مٽ پاڻ ٿيو. اهو شهر اڳي ڪيتري قدر آباد هو، تنهنجو ذڪر سر هينري پاٽنجر پنهنجي ڪتاب بلوچستان ۽ سنڌ جي سير ۾ ڪيو آهي، جو سنہ 1816ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هو. هو صاحب 1809ع جي بهار جي موسم ۾ سنڌ ۾ آيو هو. پنهنجي سفرنامي ۾ لکيو اٿس، تہ ٺٽي ۾ هڪ پير مرد سٺ کن ورهين جي ڄمار جو ڳڏيو، جنهن پنهنجن وڏن کان ٻڌل ڳالهہ ڪئي، تہ هڪ لڳا نادر شاهہ بادشاهہ پنج لک لشڪر ساڻ وٺي، دهليءَ کان موٽيو هو، ۽ ٺٽي ۾ اچي منزل هنئي هئائين. ان وقت سنڌ جو حاڪم مياں نور محمد ڪلهوڙو ٺٽي ۾ منزل انداز هو، تنهن نادر شاهہ بادشاهہ جي، سندس سڄي لشڪر سوڌي، ماني موڪلي. پنج لک ماڻهن سورهن ڏينهن ساندهہ ماني کاڌي، تہ بہ ٺٽي جي شهر مان اٽو ڪين کٽو!!!

ٺٽي ۾ اڳي اڪيچار آدم هو؛ پر سر هينري پاٽنجر لکيو آهي، تہ ويجهڙائيءَ ۾ بہ، نادر شاه بادشاهہ جي ٺٽي ۾ منزل انداز ٿيڻ وقت (ميان نور محمد ڪلهوڙي جي صاحبيءَ ۾)، ٺٽي ۾ چاليهہ هزار ڪوري ۽ ويهہ هزار کن ٻيا ڪاريگر هئا، ۽ انهن کانسواءِ صراف، ان جا واپاري ۽ ٻيا دڪاندار سٺ هزار کن هئا. پنهنجي وقت جي ڳالهہ ڪئي اٿس، تہ 1809ع ۾ ٺٽي جو آدم ويهہ هزار کن ٿي ڇيائون. اڄ ٺٽي ۾ چار پنج هزار آدم مس ٿيندو!

اڳي ٺٽي جي طبعي صورت ئي ٻي هوندي هئي. بگهاڙ واهہ، ڪلري واهہ ۽ گهاري واري ڪاري سنڌونديءَ جا ڦاٽ هئا. تنهنڪري آبادي جهڙي پلي ڇٽجي تهڙي ٿيندي هئي. باغ باغيچا بہ واهہ جا هوندا هئا! ڪئپٽن اليگزانڊر هئملٽن 1699ع ۾ ٺٽي جي ذڪر ڪندي ڄاڻايو آهي، تہ ٺٽي جي ڀرسان جا باغ نهايت چڱيءَ حالت ۾ هوندا هئا. عمدن ميون ۽ گلن ڦلن

جي ڪمي ڪانہ ھوندي ھئي. ھتي جا ڏاڙھون تہ اھڙا سنا ۽ سوادي ھوندا ھئا، جو اھڙا اڳي مون ڪڏھن بہ ڪونہ کاڌا ھئا!

ٺٽي جي شھر تعليم ۾ ڪيتري قدر ترقي ڪئي ھئي، تنھن ڳالھہ جي ذڪر ڪندي ڪئپٽن ھئملٽن چيو آھي تہ، سنہ 1699ع ۾ ٺٽي ۾ چار سو کن مدرسا ھئا، جن ۾ نوجوانن کي سياسي، فقہ ۽ فيلسوفيءَ جون ڳالھيون سيکاريندا ھئا. ڪنھن بہ ھڪڙيئي شھر ۾ چار سؤ مدرسا ھجن، سا وڏي ڳالھہ آھي. ساڳي ڳالھہ برٽن صاحب بہ ڪئي آھي. جھوني سنڌ گزيٽيئر ۾ بہ ڄاڻايل آھي، تہ ٺٽي ۽ روھڙيءَ ۾ يونيورسٽيون ھونديون ھيون. اڳي ھندن جا گروڪل ھوندا ھئا ۽ اھي بہ يونيورسٽيون ھونديون ھيون.

ويدڪ زماني کان وٺي سنڌو ماتر ۾ ھڪڙا ھئا "آچاريہ"، جي گويا پروفيسر ھئا، ۽ پيا "اُپاڌيايہ"، جنھن لفظ جو اچار ٿري "اوجھا" ۽ "واجھو" ٿيو آھي. سنڌ ۾ ملن ۽ آخوندن جا مڪتب ھوندا ھئا، تہ ھنن واجھن کي پنھنجون پاٺشالائون ھونديون ھيون، ۽ ھندن جا وديا گرو اھي ھوندا ھئا. ھندو ماسترن جي اسڪولن کي سڏبو ئي "واجھڪا" اسڪول آھي. "واجھو" جو مونث آھي "واجھي". اڄ تائين ڪراچيءَ ۽ ٺٽي ۾ پانيٽياڻيءَ يا گرياڻيءَ کي "واجھي" چوندا آھن. اھي ھندو نياڻين کي وديا سيکارينديون ھيون. مطلب تہ ھندن کي بہ پنھنجون پاٺشالائون ھونديون ھيون. اڄ بہ ٺٽي ۾ ھڪ آکھہ جو نالو ئي "اوجھا" آھي. اھي پشڪرڻا براھمڻ آھن ۽ اصل جيسلمير کان سنڌ ۾ آيا ھئا. ميرن جي صاحبيءَ ۾ منجھانئن ڪي ڪراچيءَ ۾ اچي رھيا؛ پر اڄ تائين ٺٽي وارن سان ناتا اٿن. اھي ايورويد (حڪمت) جا بہ چڱا ڄاڻو ھئا. ڪراچيءَ جو حڪيم سکرامداس اوجھا اڄ تائين حڪمت ۾ وڏن جو نالو قائم ڪندو اچي.

ٺٽي ۾ جيڪي اڌ لک کن ڪوري ھوند اھئا، تن کي رڳو لونگين ۽ شالن اُٺڻ لاءِ پنج ھزار کن آڏاڻا ھوندا ھئا (ڏسو سنڌ گزيٽيئر، جلد پھريون، صفحو 393)!!! سنڌن جوڙيل لونگيون، شالون، مشرو، گبيون وغيره سنڌ واسين توڙي ٻاھرين کي گھڻيون پسند ايندڀون ھيون. سنہ 1869ع ۾ سنڌ ۾ پھريون ھنري نمائش ڪراچيءَ جي فريئر ھال ۾ ٿيو ھو. اتي ٺٽي جون لونگيون ڏسي سڀني واھہ واھہ پئي ڪئي!

ميرپورساڪري تعلقي ۾ پنيور ۽ گهاري جي وچ ۾ هن وقت ڪي ويران پٽ آهن، جي "ڪبير جا پٽ" سڏجن ٿا. چون ٿا ته ڪبير ڀڳت سنڌ ۾ آيو هو، ۽ ڪي ڏينهن هتي آستانو هوس. ٺٽي جا ڪيترا ڪوري رهندا ئي هتي هئا.

ڪبير ڀڳت ڪوري هو. ٺٽي جي ڪورين ڪي سندس لاءِ ايتري ته عزت آهي، جو ڪبير ڀڳت جو آستانو اڄ تائين ٺٽي ۾ آهي. ڪبير ڀڳت جي پٽ ڪمال ڀڳت جو ميلو هر ڪنهن سال وڏيءَ ڏام ڌوم سان ٺٽي ۾ لڳندو آهي.

ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ به ٺٽو وڏي واپار جو مرڪز هو. 1758ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ پنهنجون ڪوٺيون ٺٽي ۽ اورنگا بندر ۾، ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي اجازت سان وڌيون، پر 1775ع ۾ پنس ميان سرفراز خان اهي ڪڍائي ڇڏيون.

ٺٽي ۾ عاليشان عمارتن جي به اڳي ڪمي ڪانه هئي. ميرزا غازي بيگ جي وقت ۾ ميان خُسرو خان ٺٽي جو خودمختيار حاڪم ٿي پئي گذاريو، تنهن اڪيچار ناڻو خرچي، ٺٽي ۾ ٽي سؤ سٺ مسجدون، کوهه، پليون، مسافرخانه وغيره جوڙايا هئا. همايون بادشاهه ڪجهه وقت ٺٽي ۾ آچي رهيو هو، تنهن ڳالهه جي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ ٺٽي ۾ سؤ قبائين مسجد جوڙائي هئائين، جا اڄ تائين سالم بيٺي آهي؛ باقي شهر جون ٻيون ڪيتريون مسجدون هيستائين شهيد ٿي ويون آهن.

ٺٽي جي هندن به پنهنجا مندر واهه جا پئي جوڙايا! جنگشاهيءَ وارو رستو وٺي وڃو، ته مڪلي ٽڪريءَ وٽ شنگهه پوانيءَ وارو مندر، جي ميونسپل ناڪي ڪان ڳوٺ گجي وارو رستو هلو، ته منشاديويءَ جو مندر، جي اندر بازار ۾ گهڙو، ته چونڪ بزار ۾ به مندر آهي. شهر جي ٻاهران، مسائي طرف ڪڏيءَ جو مندر ۽ ستين جو آستان آهي.

ٺٽي جي شهر جي ٻاهران راڄ گهاٽ دربار مشهور آهي. اُنجو پهريون گادي نشين ٻائو ٻالڪرام صاحب هو، جو پنجاب جي ڳوٺ جلالپور ۽ فتح پور مان دونهيون دکائي، ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾، ٺٽي ۾ درياهه وٽ

پنهنجو ڳوٺ ٻڌي اچي رهيو هو. سندس گادي نشين مان ٻاٺو پورنداس ۽ ٻاٺو لڇمڻداس نهايت ناميارا سنت ٿي گذريا آهن.

ٺٽي جي شهر چڱا اوج ماڻيا هئا. ته چماٺون به خوب جهليون هئائين. ٿي گهمرا ته ٻاهر ۾ جليو. پهرين ٻاهه شاهه بيگ ارغون 1521ع ۾ ڏياريس. ٻيو گهمرو 1555ع ۾ ميرزا عيسيٰ ترخان جي صاحبيءَ ۾ پورچوگيز سنڌ ۾ آيا. ۽ ٺٽي ۾ اٺ سؤ کن ماڻهو ماري، ۽ ڪروڙن جي مالي ڦري. ۽ پوءِ شهر کي باهه ڏنائون! ٽيون گهمرو 1591ع ۾ اڪبر بادشاهه جو لشڪر ٺٽي تي ڪاهي آيو، ۽ ميرزا جاني بيگ ڏٺو، ته ٺٽو هٿان ويندو، تهن پنهنجي شهر کي پاڻيهي ڦوڪي ڏياري باهه! انهيءَ پوئين گهمري ٺٽي جو شهر اهڙو جليو، جو وري پوريءَ ريت پاڻ ڪٿي ڪين سگهيو. درياه به دغا ڏيندو پيو وڃيس. ٺٽي جو شهر جنهن مهل ٻڌو هو، تنهن مهل درياهه ٻنهه شهر وٽان وهندو هو، پوءِ رخ ڦيريندو ويو. انگريزن جي صاحبيءَ شروع ٿيڻ کان ئي ڪجهه وقت اڳي درياهه شاهه ٺٽي کان ڏيڍ ڪوهه پري هوندو هو، ۽ اڄ ٿي ڪوهه پريرو آهي! ڪن ورهين کان ڪيترا ٺٽي وارا ڪراچيءَ ۾ پنهنجون جايون جوڙائي هميشه لاءِ اتي رهيا پيا آهن.

## سجاول:

جنگشاهي اسٽيشن ۽ ٺٽي جي وچ ۾ هن وقت جيڪو ڪلري واهه آهي، سو اڳي درياه جو ڦاٽ هو. ٺٽي کان ٽي ڪوهه پري بگهاڙ واهه آهي، جو اڳهيماٺيءَ وٽان درياهه مان نڪري ٿو. اهو به اڳي درياهه جو ڦاٽ هو: آبڪلاٽي موسم ۾ ڪلري ۽ بگهاڙ واهه اٿلندا هئا. ته ٺٽي ۽ سجاول جا ڪيترا پاسا پاڻيءَ هيٺ ٻڏا پيا هوندا هئا. اتي ماڇر ذات جا مهاڻا رهندا هئا. جي مڇيون ماريندا هئا، ۽ مسافرن کي پتڻ اُڪاري پار به ڪندا هئا. اڄ تائين سجاول وارو پاسو انهن مهاڻن جي نالي پٺيان "ماڇر" سڏبو آهي. سجاول ڏي "ماڇر" نالي هڪ ڍنڍ به آهي. ٺٽي جو شهر ٻڌو تنهن کان ڳچ وقت پوءِ به سجاول وارو پاسو پاڻيءَ هيٺ ٻڏل هو. سنه 1758ع ۾ سنڌونديءَ نصرپور وٽان رخ ڦيرايو. ته هن پاسي پاڻي اڳي کان گهٽ اچڻ لڳو. جنهن ڪري اهي پٽ ڍيا سڪندا. هاڻوڪي سجاول جي شهر واري زمين انهن پاڻيءَ مان

تڪري پڌري ٿي، ته سجاول خان نالي هڪ زميندار اُتي هڪ ڳوٺ ٻڌو، جو سندس نالي پٺيان "سجاول" سڏجڻ ۾ آيو. اهو ڳوٺ پوءِ وڏي شهر ٿيو. ته به اهوئي نالو اچا هليو اچيس. انهيءَ ميان سجاول خان جو پاءُ ميان محمود خان هو. تنهن پنهنجي خرچ تي اُتي هڪ واهُ کوٽايو. جو سندس نالي پٺيان اڃ تائين "محمود واهه". ڪوٺجي ٿو. مطلب ته سجاول وارو پاسو وسيو. سا ڪانهه ڪلهوڙي ڳالهه آهي. سجاول شهر جي بازار جي وچ مان گهوٽارو واهه وهي ٿو. تنهنڪري اها ڳالهه يڪدم گهٽو ڏيان چڪي ٿي.

## شاهه ڪپور:

مغلين تعلقي جاتي، ۽ ميرپور بٺوري واريءَ وات کان پريرو شاهه ڪپور آهي، جو اڄ هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي؛ پر اتي جيڪو ويرانو آهي، تنهن مان ظاهر آهي، ته اڳي اهو شهر اٿاهه لٿو پيو هو. اڳي درياهه اتان وهندو هو، جنهنجون ڳالهيون اتي جا ماڻهو. اڄ تائين ڪندا آهن.

شاهه ڪپور ۽ ان جي آسپاس وارن هندن ڪي اڳي پاڻيءَ جي ڪوتاهي هئي ڪانه. مغلين تعلقي جاتيءَ جي پريان ڪوري ڪاري آهي؛ جا سنڌ کي ڪڇ علائقي کان ڌار ڪري بيٺي آهي. سنڌ جي آڳاٽن نقشن ۾ اها "سنڌونديءَ جي ايرندي واري شاخ" ڪري ڄاڻائي اٿن. سنڌونديءَ جي الهندي واري شاخ هاٿوڪو بگهاڙ واهه هو، جو ٺٽي جي پريان آهي. انهن ٻنهي جي وچ ۾ "پڇاري" نالي واهه آهي جو پڻ اڳي سنڌونديءَ جو هڪ ڦاٽ هو (ڏسو سنڌ گزيٽيئر جلد پهريون، صفحو 294). اهو پڇاري واهه سير ڪاريءَ ۾ وڃي پوي ٿو. وات تي ٻنو، دڙو، مير خانا وغيره ڳوٺ اٿس. اڳي ڪوري ڪاري، پڇاري ۽ بگهاڙ واهه اهيئي ٽيئي درياه جا ڦاٽ هئا، ۽ آبڪلاني سمر ۾ اٿلندا هئا. ته انهن تي هن پاسي ڪيتري قدر آبادي ٿيندي هئي. تنهنجو تصور هرڪو پاڻيهي ڪري. پنيور ۽ پير پٺو به اڳي مکيه هنڌ هئا؛ پر اهي ايتري ايراضي والاري ڪانه بيٺا آهن، جيتري شاهه ڪپور وارو ويرانو والاري بيٺو آهي، ۽ اهو پنيور ۽ پير پٺي کان اٿپچو وڌيڪ آباد هو. شڪ نه آهي ته اهوئي ديبل بندر هو. ليلا ۽ چنيسر وارو قصو هن طرف جو آهي.

## سير ڳنڊيو:

مغلڀين تعلقي جاتيءَ کان ٻه ڪوهه ڪن پري "سير ڳنڊيو" آهي. هتي "سير" نالي ڪاريءَ پيئي وهي. هن کي "سنڌو بندر" به چوندا آهن جو "سنڌو" نالي ڳوٺ ويجهو اٿس. هن بند جو ڪجهه علائقي سان سارين ۽ ٻين جنسن جو واپار چڱو هلندو هو، تنهن ڪريءَ انگريز سرڪار اتي ڪسٽم آفيس کولي، ته جيئن پيدائش ٿيڻ لڳيس. سنه 1914ع کان وٺي هيءَ کاري ٿورو ٿورو سڪڻ لڳي. اهو وسيل پاسو به هن وقت اُجهاڙو وساڻو پيو آهي، ۽ واپار جو اُهو اڳوڻو چلتو ڪونهيس.

## لوڻ جون کاڻيون:

ميجر راورٽيءَ پنهنجي ڪتاب سنڌ جي مهراڻ (صفحي 468-469) ۾ ڄاڻايو آهي، ته شاهه بندر ۽ جاتيءَ تعلقن جا ڪي پاسا اڳي پاڻيءَ هيٺ ٻڏل هئا. سنه 1758ع ۾ سنڌونديءَ تصرپرو وٺان رخ ڦيرايو، ۽ هن پاسي پاڻي گهٽ اچڻ لڳو، ته هي پاسا پاڻيءَ مان نڪري پڌرا ٿيا. هن سان گڏ هيءَ ڳالهه به ڌيان ۾ رکڻ گهرجي، ته شاهه بندر ۽ جاتي تعلقن وٽان سمنڊ به وقت بوقت ٿورو ٿورو هٽندو پئي ويو. سنه 1819ع ۾ هن پاسي خوفناڪ زلزلو ٿيو. ته اتان سمنڊ هيڪاري هٽي پري ٿيو. هن وقت سمنڊ جي نشاني اُتي جون لوڻ جون کاڻيون آهن، جن مان جيڪر اڄ به ايترو ته لوڻ نڪري، جو سڄي سنڌ ته کائي، پر ڪيترو لوڻ جيڪر ٻاهر به روانو ڪري سگهجي. سنه 1878ع ۾ ڪراچيءَ طرف ماريپور لوڻ کاڻ کلي، تنهن کان اڳ ڪي واپاري انهن کاڻين مان لوڻ ڪڍائي ڪلڪتي روانو ڪندا هئا. اهو کاڻين وارو پاسو هن وقت اهڙو ته ويران ٿيو پيو آهي، جو ماڻهو ته ڇڏيو، پر ڪو مرون به جيڪر اتي مشڪل جالي سگهي!

## ٻن لاڙن جو ميلاپ:

ڪراچي ضلعي وارو لاڙ ميرپور بٺوري تعلقي ۾ جهوڪ شريف

(ميرانپور) وٽ، پورو ٿئي ٿو، جتي سنڌ جي صوفين جي سرتاج شاهه عنايت جي درگاهه آهي. انهيءَ درگاهه کان رڳو ڏيڍ ڪوهه ڪن پريرو بلڙي شريف (تعلقي گوني ۾) ۾، شاهه عبداللطيف جي ڏاڏي شاهه عبدالڪريم جي درگاهه آهي. انهن ٻن درگاهن جي وچ ۾ هيءَ ٻئي لاڙ هڪبئي کي ياڪر پائي اچي گڏيا آهن، گويا درويشن جا در جهلي بيٺا آهن.

حيدرآباد ضلعي واري لاڙ کي ڦليلي پاڻي پهچائي ٿي. هن وقت جيڪا ڦليلي آهي، سا نئين ڦليلي سڏجي ٿي. انهيءَ کان اڳي پراڻي ڦليلي هئي ۽ تنهن کان اڳ ريڻ واهه هو، جو هاٿوڪي ڦليلي کان ڪجهه قدر ڦريل واٽ وٺي ٽنڊي غلام حيدر وٽان لنگهندو هو، ۽ هاٿوڪي ديوري پراڻ ۽ ڪوري ڪاريءَ جي پيٽ مان وهي، ڪڇ جي نار ۾ وڃي ڇوڙ ڪندو هو. سنه 1758ع ۾ درياهه شاهه نصرپور وٽان رخ ڦيرايو، ته هيڏانهن پاڻي پورو نه آيو، جنهنڪري ريڻ واهه پوءِ ڦٽي ويو. (ڏسو صفحو 10).

## فتح باغ ۽ جُوڻ:

ريڻ واهه جڏهن وهندو هو، تڏهن ٽنڊي غلام حيدر جي ويجهو فتح باغ ۽ جوڻ نالي ٻه مشهور شهر هوندا هئا. مغل بادشاهه همايون، آمرڪوٽ جي گادي نشين راڻي پرساد کان پنسي ۽ لشڪر جي مدد وٺي، ٺٽي جي شهر تي ڪاهه ڪرڻ جو قصد ڪري، جوڻ جي شهر وٽان لنگهيو، ته اُتي جي ساوڪ سبزي ايتري قدر ته وٺي ويس، جو ڇهه مهينا ساندهه اتي ٽڪي پيو! اُن وقت (1542ع ۾) اڪبر بادشاهه امرڪوٽ واري قلعي ۾ ڄائو هو، تنهن کي ۽ راڻي حميده بيگم کي ٻه اتي پاڻ وٽ گهرائي رهايائين. اهي ڇهه مهينا اڪبر بادشاهه انهيءَ جوڻ جي شهر ۾ نپنو هو.

اڳي هيءَ چوڻي عام هئي ته:

"نر ننگر، نار نصرپور، نرت نورائي، ڦر فتح باغ، هلي ڏسو جوڻ، جتي ڪپهه جو واپار." يعني مڙس (ڏسڻ ۾ ٺاهوڪا) ننگر ٺٽي جا، زالون (سهڻيون) ته نصرپور جون، نرت (سهڻيون اکيون) نورائيءَ جي ماڻهن جون، ڦر يعني ڦل ڦول (ميوو) ته فتح باغ جو، ۽ ڪپهه جو واپار (پلي ۾ پلو) جيڪڏهن ڪنهن کي ڏسڻو هجي، ته هلي جوڻ جي شهر ۾ ڏسي.

نوراين جـو ڳوٺ ڪٺـر جي ڀرپان ٽنڊي محـمد خان کان ڪـوهـ ڪان اوري اتـر ڏي آهي.

چون ٿا تہ اڪبر بادشاھ جو وزير بيربل براهمڻ فتح باغ جو ويٺل هو. ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي وقت ۾، مدد خان پٺاڻ سنڌ ۾ اچي ڦرلٽ ڪرائي، ۽ ڪيترن شهرن کي باهيون ڏياري ڀسم ڪرايائين! جوڻ، فتح باغ، بدين (سانولپور) وغيره اُئين ويران ٿي ويا!

**بدين:**

بدين جو شهر اصل سانولپور سڏبو هو، جو سانوليو (سانول) نالي هڪ هندوءَ اهو ٻڌايو هو. مدد خان پٺاڻ اهو شهر جلائي پورو ڪيو، تہ وري بيو گهمرو ٻڌو. اُن وقت انهيءَ پاسي "بدين" نالي هڪ مهائي مشهور هئي، تنهنجو نالو مٿس پيـو. ساڳيءَ ريت تلهار ۽ ماتلي، ۽ نوابشاھ ضلعي ۾ ٻانڊي، دوڙ، ٻچيري، ٻسن، ساوڙي ۽ سڪرنڊ تي مهائين جا نالا پيل آهن.

## لاڙ جي اڳوڻي صورت:

"لاڙ" معنيٰ لڙيل پاسو، جو لڙي وڃي سمنڊ يا درياھ سان لڳي. ڪراچي ضلعي جو ڏاکڻو پاڱو لڙي وڃي سمنڊ سان لڳي ٿو، تنهن ڪري اهو "ڪراچي ضلعي وارو لاڙ" ڪوٺجي ٿـو. ٽنڊي محـمد خـان، ماتلي، ٽنڊي باگي ۽ بدين وارو پاسو "حيدرآباد ضلعي وارو لاڙ" سڏجي ٿـو، پر ايڏهين نڪـو سمنڊ نڪـو درياھ، تہ پوءِ "لاڙ" نالو ڪيئن پيس؟ هن لاءِ هڪـڙو ٿي سبب هيءَ آهي، تہ هن وقت بدين جي ڀرپان جيڪـو گهـلڙي شيخيائيءَ وارو رڻ آهي، تنهن مان اڳي ٻيڙيون۽ جهاز هلندا هئا، جي ڪڇ علائقي ڏي ويندا هئا. هيءَ پاسـو بہ اڳي پائيءَ ڏي لڙيو بيٺـو هوندو هو، تنهنڪري "لاڙ" نالو پيس. اهو هاڻوڪو رڻ اڳي هئو ٿي ڪونہ. (ڏسو سنڌ گزيٽيئر جلد پهريون، صفحو 5). ميجر راورٽيءَ پنهنجي ڪتاب سنڌ جي مهراڻ ۾ اُئين بہ ڄاڻايو آهي، تہ بدين جو شهر اڳي بندر هو. سنہ 1758ع ۾ "اُب سنڌ" (سنڌو نديءَ) نصرپرو وٽان رخ ڦيرايو، ۽ هيڏانهن گهٽو پائي نہ آيو، تہ هن پاسي جي صورت ئي ڦري ويئي.

## لاڙ ۽ ڪنيات جو لاڳاپو:

اڳي جڏهن مهراڻ يا هاڪرو ڏوري پراڻ ۽ ڪوري ڪناريءَ جي پيٽ مان وهندو هو، ۽ ڪوري ڪاري ڪڇ جي نار ۾ وڃي ڇوڙ ڪندي هئي (ڏسو صفحو 10)، تڏهن ڪوري ڪاريءَ وٽان مهراڻ جي ٻي شاخ به وهندي هئي، جا ڪنيات جي نار ۾ وڃي ڇوڙ ڪندي هئي. ٿر جا چارڻ اها ڳالهه اڄ تائين ڪندا آهن. ائبٽ صاحب پنهنجي سنڌ جي احوال ۾ انهيءَ ٻيءَ شاخ جو ذڪر ڪيو آهي، پر اها ڏند ڪٿا ڪري ليکي اٿس. مان پنهنجي سر اها هڪ تاريخي حقيقت ڪري سمجهان ٿو، ۽ ان لاءِ سبب آهي.

گجرات جو ڪنيات وارو پاسو اڳي "لاٽ" سڏبو هو، ۽ انهيءَ جو اچار سنڌيءَ ۾ "لاڙ" آهي.ا ڳي سنڌ جي حڪومت جون حدون گجرات تائين هونديون هيون (ڏسو صفحو 9)، ۽ اهي ٻئي پرڳڻا هن ڪڇ جي رڻ واري واٽ ڪان پاڻيءَ جي رستي به ڳنڍيل هوندا هئا. يوناني تاريخ نويسن (ٽالمي وغيره) "لاٽ" بدران لکيو ٿي "لاڙ" آهي، ۽ ڪنيات واري پاسي کي "لاڙ" ديش سڏيو اٿن.

## رڻ جي رونق:

ڪڇ جي رڻ ڏي ڪجهه وقت سمنڊ هو، ۽ ڪجهه وقت مهراڻ يا هاڪرو اتان ڏوري پراڻ ۽ ڪوري ڪاريءَ جي پيٽ مان وهندوهو، ته رڻ جي رونق ٿي اڳي ٻي هوندي ٿي. اڳي هتان ٻيڙيون ۽ جهاز هلندا هئا، جنهنڪري اڳي رڻ ۾ ڪي بندر به هوندا هئا. جهڙوڪ ڏيپلي تعلقي جي ڏکڻ ڏي رحمڪي بازار (رحمون ڪي بازار) ۽ پربان سنڌڙي، ۽ لکپت طرف ٻستا بندر مشهور هئا. ڪڇ جي رڻ ۾ ڪي قلعا به ٺهيل هوندا هئا، جن جا نشان اڄ تائين ٻيٺا آهن.

رحمڪي بازار کان ڏيڍ ڪوهه پري اڳي "ڪانجي ڪوٽ" هو. ڪڇ جي راءِ جو هڪ صوبو ڪانجي نالي هتي رهندو هو، تنهن اهو ڪوٽ اڏايو هو (ڏسو ڪڇ علائقي جي تاريخ).

رحمڪي بازار کان نوَ ڪوهہ ڪن پري ڏکڻ ڏي "سبنڌڙي" نالي بندر هو. اتي ڪڇ جي راجا رائڌڻ هڪ ڪوٽ جوڙائي، ان ۾ چوڪيدار ويهاريا هئا، جو ڪن درياهي چورن هن پاسي رڻ پاري ڏنو هو. انهن قلعن ۽ ڪوٽن کان گهڻو اڳاٿو "وڳهہ ڪوٽ" هو، جو سومرن جي صاحبيءَ ۾ سندن گاديءَ جو هنڌ هو. سومري جو پاءُ ويڳو هو، تنهنجي نالي پٺيان هيءَ شهر ۽ ڪوٽ "ويڳا ڳڙهہ" ۽ "وڳهہ ڪوٽ" ڪوٺبو هو. مطلب تہ هاڻوڪي ڏيپلي تعلقي جي ڏاکڻي پاڱي، ۽ ڪڇ جي رڻ جي ڪيٽري پاڱي جي اڳي رونق ئي علحدي هئي.

اڳي ننگرپارڪر وارو پاسو بہ ٻلي ٻلي هوندو هو! ننگرپارڪر جو شهر پڊو تنهن کان گهڻو اڳي "پاري ننگر" نالي هڪ شهر، هاڻوڪي ننگرپارڪر کان اٺ ڪوهہ ڪن اوڀرو، ڳوٺ ويرا واهہ جي ويجهو چڱو وسيل هو. اڳي اتان درياهہ وهندو هو، جنهنجو سڪل پيٽ اڄ تائين ڳوٺ ويراواهہ وٽ آهي. ان کي "سنگهــا" (پيٽ) چوندا آهن، ۽ ان ۾ هاڻ باراني پوک ڪندا آهن اڳي هتي درياهہ هو، تہ پاري ننگر هڪ وڏو بندر هوندو هو. ڪئپٽن ريڪس پنهنجي جوڙيل ڪتاب ٿر جي احوال ۾ ڄاڻايو آهي، تہ پاري ننگر جو شهر عيسوي ٻهرين صديءَ ڌاري پڌو هو، ۽ منجهس جهجهو آدم رهندو هو. هن پاسي جا ماڻهو عام طرح چوندا آهن، تہ پاري ننگر ۾ هندو لوهار تمام گهڻا هوندا هئا، ۽ اهي جهاز بہ جوڙيندا هئا. جن ۾ هتي جا هندو واپاري پنهنجو مال ڪڇ علائقي ۽ ٻين پاسي روانو ڪندا هئا. پاري ننگر جي ويراني ۾ اڄ تائين لوهہ جي ڪٽ جا وڏا ڍگ لڳا پيا آهن، جي مون پاڻ ڏٺا آهن.

ويراواهہ جي ويجهو "ڏوتڙ" نالي هڪ ننڍڙو جبل آهي. چون ٿا تہ هتي ٻن جهازن جي ٻيهڻ لاءِ تڙ ٺهيل هو، تنهنڪري "ڏوتڙ" يعني ٻن جهازن لاءِ تڙ نالو پيس. پاري ننگر جي ويراني ۾ جين ڌرم وارن جي ڪن ڊٺل مندرن جا نشان اڄ تائين پڌرا بيٺا آهن، جنهن ڪري ائين سمجهجي ٿو، تہ هيءَ شهر اصل جين ڌرم وارن (اسواڙن) وسايو هو. ننگرپارڪر جي شهر کان پارهن ڪوهہ ڪن اوڀرو، ۽ مارئيءَ جي ڳوٺ جي ڳوٺ مليرجي ويجهو، جين ڌرم وارن جو هڪ مندر آهي جو گوڙيچي پارسناٿ جي نالي پٺيان "گوڙي، جو مندر" سڏجي ٿو. اهو گهڻو ڪري سمورو سنگ مرمر ۽

جوڌپوري پٿر جو ٺهيل آهي ۽ اهڙي ئي عاليشان عمارت سڄي ٿر ۾ ڪانهي. هيءَ هڪ تيرٿ جي جاءِ ڪري ليکبو آهي. اڄ تائين احمد آباد ۽ ٻين هنڌان ڪيترا جين ڌرم وارا هتي ياترا لاءِ ايندا آهن. مندر ۾ ٽپهريائين دالان آهي، جنهن جا ٿنڀا سنگمرمر جا ٺهيل آهن، ڇت گولائيءَ تي اٿس، ۽ پٿرين تي سهڻيون تصويرون چٽيل آهن. دالان ڪانپوءِ ٻه صفحا آهن. پهرين صفحي ۾ ٻنهي پاسن کان ڇهه ڇهه ڪوٺيون آهن. هر هڪ ڪوٺيءَ ۾ هڪ ٿلهو ٺهيل آهي، جنهن تي رکيو هڪ چٽو ويهي سگهي. شايد هيءَ مندر اصل ۾ هڪ مٺ يا گروڪل ٿي ڪم ايندو هو، ۽ هر هڪ جوڳي يا برهمچاري پنهنجي پنهنجي ٿلهي تي ويهي يوگ ابياس ڪندو هو، ۽ يا پڙهندو هو؛ پر متان ننڍ اچي وڃيس، تنهنڪري ڪوٺي اهڙي ننڍڙي ٺاهي اٿن، جو ڪو ٿلهي تي ويٺي جهوٽا کائيندو ته مٿو پڪدم پٿ سان وڃي لڳندس. ٻئي صفحي ۾ وڏو ٿلهو ٺهيل آهي جتي سڀ پوڄن مهل ۽ ٻين وقتن تي وڃي ڪٺا ٿيندا هئا.

## خوفناڪ زلزلو:

سنه 1762ع ڌاري ميان غلام شاه ڪلهوڙي ڪڇ جي راءِ کان سنڌس پيڻ جو سڱ گهريو، جو هن نه ڏنس. انهيءَ تان ميان غلام شاهه کي اهڙا ساڙ لڳا جو ڪڇ جي راءِ کي گهر ويٺي وڏو ئي نقصان پهچايائين. پراڻ جي پرين هڪ وڏو بند ڏياري ڇڏيائين، ته سنڌ جو پاڻي سنڌ ۾ رهي، ۽ ڪڇ علائقي تائين نه وڃي. اڳي لکپت جي ساريال پوک جو مدار پراڻ جي پاڻيءَ تي هوندو هو؛ پر هن بند جڙڻ ڪانپوءِ پراڻ جو پاڻي لکپت تائين ته ويو، ته ڪڇ جي راءِ کي لکها روپين جو نقصان پهتو. هن تڪرار جو سربستو ذڪر ڪڇ علائقي جي تاريخ ۾ آهي؛ مگر سنڌ گيزيٽيئر ۾ ان بابت فقط ٻه سٽون آهن (ڏسو سنڌ گزيٽيئر جلد پهريون، صفحو 5).

پراڻ جي پاڻيءَ جو رخ جيئن ميان غلام شاهه ڦيرايو، تيئن پوءِ به ڦريل هو؛ پر پراڻ تائين ڦليليءَ جو پاڻي ڪونه ٿي پهتو، ته مهراڻ يا هاڪرو ڏينهون پوءِ سڪڻ جا سعيا ڪرڻ لڳو. پوءِ ته هڪ الاهي آفت اچي نازل ٿي. 16 جون 1819ع جي ڪڇ پج طرف ڌرتي ڌڄي، جنهن ڪري پج جو شهر گهڻو ڪري سمورو زبون ٿي ويو، ۽ ڪيتريون حياتيون چٽ ٿي ويون! انهيءَ

ساڳي وقت سنڌ ۾ به اهڙو خوفناڪ زلزلو ٿيو جنهن شاهه بندر ۽ جاتيءَ کان وٺي، ڪڇ جي رڻ تائين ملڪ جي طبعي صورت ئي ڦيرائي ڇڏي ۽ مهراڻ يا هاڪري جو نالو نشان به ڪونه رهيو. ڪڇ جي رڻ ۾ ته الاهي اسرار ٿيو. ڌرتيءَ جي ڌوڏي سبب ڪڇ جي رڻ جي وچ واري زمين ڦٽندي ڦوڪندي، مٿي چڙهي آئي!!! ڀونچال بند ٿيو، تنهن کانپوءِ به رڻ جي وچ واري زمين جيئن جو تيئن مٿي رهي، ۽ رڳو پاسن واري زمين وري جهڪي سنئين ٿي بيٺي. انهيءَ سبب رڻ جي وچ واري اٿيل زمين هڪ وڏي اوچي بند جي مثل ٿي بيٺي. اهو بند اڄ تائين ڪڇ جي رڻ ۾ آهي. ان کي "الله بند" چوندا آهن، جو اهو بند ڪنهن انسان جو جوڙيل ڪونهي، پر الله سائينءَ جي امر سان پاڻمرادو جڙي پيو آهي. سنڌڙيءَ وارو ڪوٽ جنهن ۾ اڳي ڪڇ جي راءِ جا چوڪيدار درياهي چورن تي چوڪسي ڪرڻ لاءِ رهندا هئا، سو انهيءَ الله بند وٽ زمين دوز ٿيو پيو آهي! مطلب ته مهراڻ هتان موڪلايو، ته رڻ جي رونق گهٽي، ويتر هن زلزلي اهڙو ڪم ڪيو، جو اڄ ڪڇ جو رڻ ڀيانڪ ڏيکاري پيو ڏئي. هاڻ ته چوٽي به آهي، ته "شل ڪنهنجي رڻ ۾ رات نه پوي!" هاڻ اچو تاريخي احوالن تي●

باب ٻيون

# سنڌ جا اڳوڻا هندو

## سنڌ جو آدم:

ويدڪ زماني کان وٺي 710ع تائين سنڌ ۾ سڀ هندو هئا، ۽ صاحبي ٻه سنڌن هئي. سنه 711ع ۾ عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي، ته ڪي هندو عربن سان لڙندي مارجي ويا. جيڪي هندو باقي بچيا، تن کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

(1) هڪڙا اهي جن کي محمد بن قاسم، سنڌ فتح ڪرڻ شرط مسلمان ڪيو. هن وقت سنڌ ۾ جيڪي مسلمان آهن، تن مان ڪيترا انهن اڳاتن هندن جو اولاد آهن. ڪي هندو پوءِ به مسلمان ٿيا (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحه 55، 76، 131، 238 ۽ 239):

(2) ٻيا اُهي هندو، جن مسلمان ٿيڻ کان صفا نابري واري. انهيءَ تي بغداد جي خليفي کان محمد بن قاسم لکي پڇيو، ته هنن هندن جي حالت ۾ ڇا ڪجي؟ اسلام موجب ڪنهن کي به زوريءَ مسلمان ڪرڻ روا نه آهي، تنهنڪري بغداد جي خليفي جي حڪم موجب محمد بن قاسم ڪين هندو ڌرم ۾ رهڻ ڏنو؛ پر مٿن جزيه جي ڍل ٻڌائين. انهن سنڌين اها ڍل ڀري ڏني؛ پر پنهنجو هندو ڌرم نه ڇڏيائون. (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 55 ۽ 56). اُهي ئي برجستا هندو هئا، جن پوءِ اهنسا مت جو ڪوبه ويچار نه ڪري، خليفن جي نائبن سان جنگيون جوٽيون، ۽ سنڌ جو گهڻو ڀاڱو جلد ئي موٽي پنهنجي ٻچڙي ڪيائون. سنه 1026ع ۾ محمود غزنوي، سنڌ مان خليفن جي نائبن

ڪي ڪڍي ڇڏيو ۽ پرڳڻي جون واڳون هندن جي هٿ ۾ ڏنائين. (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 56 ۽ 57). ڪلهوڙن جي صاحبيءَ تائين جيتوڻيڪ هندن جو زور گهٽو گهڻجي ويو هو، تہ بہ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ بہ ٽر ۾، ۽ ڪراچي ضلعي واري لاڙ ۽ حيدرآباد ضلعي واري لاڙ ۾ حڪومت ئي هندن جي هئي (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحہ 60 ۽ 71) ۽ هن ٻئي ڀاڱي جو صفحو (20).-ڪي چون ٿا تہ سنہ 711ع کان وٺي 1843ع جي شروعات تائين سنڌ ۾ مسلمانن جي صاحبي سوا ٻارهن سؤ ڪن ورهين ساندهہ هلي، ۽ هندن جو حڪومت ۾ هٿ هئو ئي ڪونہ؛ پر اها غلط ڳالهہ آهي، جيئن مٿين حقيقتن مان ظاهر آهي.

(3) ٿيان اُهي هندو، جي عربن جي ڪاهہ وقت، هراس وچان سنڌ جا وڻ ئي ڇڏي، ٻيڙين ۾ چڙهي، بهاولپور ۽ پنجاب طرف ويا، جتان پوءِ ڪن سببن ڪري ٻين پاسي بہ ٽڙي پکڙي ويا؛ پر اصل اروڙ (الور) تعلقي روهڙيءَ کان پکا هئا، تنهن ڪريٰ سندن پويان اڄ تائين پاڻ کي "اروڙونسي" سڏائين ٿا. جن جو ذڪر هن ڪتاب جي ڀاڱي پهرين، صفحو 129 ۽ 135 ۾ اڳيئي ڪيو ويو آهي.

هن وقت سنڌ ۾ جيڪي عامل ۽ ڀائيبند آهن، تن مان ڪيترا انهن آڳاٽن اروڙونسين جو اولاد آهن، جهڙوڪ آهوجا، ٻجاج، سچديو، منچنديا، (اجوائي، ڀاوناڻي، جڳتياڻي، ڪرنا يا ڪرٽملاڻي ۽ سکر وارا موتواڻي) ۽ ٻيا. هر هڪ جي آکهہ جو ذڪر ڪندي اهو بہ ڄاڻائبو تہ سندن وڏا اصل ڪٿان آيا، ڪڏهن آيا، ڪهڙي سبب آيا، ۽ سنڌ ۾ ڪٿي ڪٿي اچي رهيا. هتي انهن ڳالهين جو رڳو مختصر ذڪر ڪجي ٿو.

## ڪڏهن ۽ ڪٿان آيا؟

ارغونن ۽ ترخانن جي صاحبين ۾ سنڌ ۾ هندو بلڪل ٿورا هئا، ۽ پنهنجي ساٿتيڪي نموني ڪيتي ۽ ڏنڌو ڌاري ڪندا هئا.

اڪبر بادشاهہ جي وقت ۾ بہ سنڌ ۾ گهڻي ڀاڱي مسلمان هئا. پر خود مسلمانن مان ڪيترا هندن وانگر غريب ۽ ابوجهہ هئا. عيسوي پندرهين ۽ سورهين صديءَ کان وٺي سنڌ جي حالتن ۾ تڪڙو تڪڙو ڦير پوڻ لڳو.

مغلن جي بادشاهيءَ جو جيئن زور ٽٽندو ويو، تيئن پنجاب طرف بدامني وڌندي رهي. جيسلمير ۽ جوڌپور طرف به وڳوڙ هئا. اورنگزيب بادشاهه جي وقت جي هڪ مکيه ڳالهه هيءَ آهي ته سندس مقرر ڪيل عملدار مسلمانن کان زڪوات ۽ هندن کان جزيه جي ڍل وٺندا هئا. ڏسمان پاتشاهه سري گرو گوبند سنگهه صاحب جي آڱيا پٽاندر پنجاب جي سکن انهيءَ ڍل ڏيڻ کان نابري واري، ته سائن سختيون ٿيون. جي ڪيترو وقت ساندهه هليون. ملڪ جون حالتون ڏسي گرو گوبند سنگهه صاحب اڪال پنٿ جاري ڪيو، ۽ اڪالين يا خالصن ۾ ايتري قدر ته ملٽري ڀاؤ ٿوڪيائين، جو پوءِ هنن مسلمانن کان پنجاب جي حڪومت ئي کسي ورتي، ۽ مهاراجا رنجيت سنگهه پنجاب جو والي ٿيو. سکن سان سختيون ٿيون، ته پنجاب جي ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن مان ڪيترا هندو ڀڄي سنڌ ۾ آيا. ڪي آگري ۽ اوڌ جي گڏيل پرڳڻن کان آيا. راجپوتانا ۾ به وڳوڙ ۽ بدامني هئڻ سبب ڪيترا سنڌ ۾ اچي رهيا. ڪي ڏڪار وغيره سبب ڪڇ علائقي کان به آيا. اٿين ڪلهوڙن جي صاحبيءَ تائين ڪيترن پاسن جا هندو سنڌ ۾ پنهنجا ماڳ جوڙي اچي ويٺا. منجهائن ڪيترا گروءَ جا سک هئا؛ پر ڪي ڪيترا ديويءَ جا اُپاشڪ، درياهه پنٿي ۽ ٻين پنٿن وارا هئا. اٿين سنڌ ۾ وڻ وڻ جي ڪاٺي اچي ڪٺي ٿي. انهن سنڌ ڏي رخ رکيو تنهن لاءِ سبب هئا.

## هندو مسلم ايڪتا:

اڪبر بادشاهه جي وقت کان وٺي هندو ۽ مسلمان ڪپر ڪنڌ ٿيڻ لڳا. انهيءَ هندو مسلم ايڪتا جو اثر سنڌ سميت سڄي اتر هندستان تي ٿيو؛ پر انهيءَ ايڪتا سنڌ ۾ گهڻو زور ورتو تنهن لاءِ هڪ خاص سبب هو.

## سنڌ صوفي پرڳڻو:

سنڌ ۾ پهريون صوفي قلندر لعل شهباز مروندي هو. جنهنجي درگاهه اڄ تائين سيوهڻ ۾ آهي. سيوهڻ ۾ قلندر شهباز جو ميلو هر ڪنهن سال لڳندو آهي. جو ٽي ڏينهن ساندهه هلندو آهي. ميلي وارن ڏينهن ۾ ڏهاڙي شام جو قلندر شهباز جي مينديءَ هڪ وڏي ٿالهه ۾ ڪٺي ان جي مٿان زري،

جا پوش چاڙهي چوٿر جهلائيندا هلندا آهن. ان وقت سرگس ۾ هندو توڙي مسلمان هزارن جي تعداد ۾ اچي ڪٺا ٿيندا آهن.

قلندر شهباز کي ڪيترا هندو راجا ڀرتريءَ جو اوتار ڪري ليکيندا آهن ۽ ميلي وقت قلندر شهباز جي ميندي سيوهڻ جا ميراثي ۽ نانوائي ڪڍندا آهن.

قلندر شهباز کانپوءِ عيسوي سورهين صديءَ ۾ قاضي قاضن سيوهڻ وارو ۽ شاه عبدالڪريم بلڙي شريف وارو ناميارا صوفي ٿيا. کانئن پوءِ شاهه عنايت جهوڪ شريف وارو ٿينو، جو سنڌ جي صوفين جو سرتاج سڏجي ٿو. شاهه عنايت ميان يار محمد ڪلهوڙي جي صاحبيءَ ۾ شهيد ٿيو. سندس همعصر شاهه عبداللطيف ڀٽائي هو جو شاهه عنايت کان عمر ۾ گهٽو ننڍو هو؛ پر سنڌ جي شاعرن جو سرتاج هو. شاهه عبداللطيف جو همعصر سچل سرمست درازن وارو هو جو اجا ٻالڪ هو، ته شاهه صاحب سندس پيشاني ڏسي چيو، ته "اسان جيڪو کنو چاڙهيو آهي، تنهنجو ڍڪڻ هيءَ لاهيندو". اها اڳڪٿي اچي لڳي. سچل فقير جي وقت ۾ به ملا ۽ مولوي هئا، جي شريعت جا پابند هئا. پر هن بيپرواهه بادشاهه سندن ڪابه ڪاڻ نه ڪري، سنڌ ۾ صوفي مت کي گهٽي قدر زور وٺايو. پوءِ ته جانشاهه، بيدل، بيڪس، سامي، دلپت، روحل، غلام علي، درياهه خان ۽ ٻيا صوفي ٿيا، جن ميرن جي صاحبيءَ تائين سنڌ کي رڱي ڇڏيو، ۽ سنڌ جو صوبو صوفي پرڳڻو ٿي پيو. ٿلهي وارا ساڌ، ايجيءَ ۽ جتوئيءَ وارا ساڌ به پنهنجو وارو چڱيءَ ريت وڄائي ويا.

ويدانت ۽ تصوف يا صوفي مت ۾ سچ پچ ته ڪوبه تفاوت ڪونهي، تنهنڪري سنڌ ۾ انهيءَ صوفي مت آسانيءَ سان هڪ اهڙو ته وسيع ميدان پيدا ڪيو، جنهن ۾ هندو توڙي مسلمان اچ تائين هڪبئي سان رلمل ڪن ٿا، ۽ گڏجي "حق موجود" جو نعرو هڻن ٿا.

صوفي مت جي ڦهلاءَ ڪري سنڌي ساهتيه به ايتري قدر ته واڌارو ڪيو آهي، جو اڄ جيڪڏهن سنڌي ساهت مان صوفياڻو ڪلام ۽ ويدانتي واڻي ڪڍي ڇڏجن، ته سنڌي ساهت انهيءَ گهڙيءَ مردي مثل ٿي پوي.

سنڌ جو سرڳڻو جنهن ۾ شاهه، سامي، سچل ۽ ٻين جو ڪلام، هندن

توڙي مسلمانن، اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ گڏ پئي پڙهيو. ۽ منجهن پاڻپيءَ جو خيال پئي وڌايو. سو ساڳيو پرڳٽو هينئر اور منزل کي پهتو آهي.

اهو هڪ سياسي منصوبو آهي، جو هڪ قوم کي ٻيءَ قوم سان وڙهائي، ونجوڳ وڌائي ٿو. انهيءَ ونجوڳ جي آثارن ڪيترن ورهين کان سند سميت سڄي هندستان ۾ ڏيکاري پئي ڏني؛ پر هلنيڙ سال 1947ع ۾ ايتري قدر ته چٽن ڦاڙ ٿي آهي، جو اکنڊ ڀارت کي هڪڙيئي ڌڪ سان پيچي ٻه مکيہ ٽڪر ڪيو اٿن، ۽ "هندستان" ۽ "پاڪستان" ناهيا اٿن. سنڌ جو صوبو، جو چئن سون ورهين کان صوفي پرڳٽو هو، سو سيني پرڳٽن کان اڳ ۾ پاڪستان ۾ داخل ٿيو آهي.

## سنڌ ۾ اسانت ۽ سانت:

ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين ۾ سنڌ ۾ سڀ وقت صلح سانت ۽ امن امان ڪونہ هو. مثلاً پوئين ڪلهوڙي حاڪم مياں عبدالنبيءَ جي وقت ۾ مدد خان پٺاڻ جي ماڻهن سنڌ ۾ اچي ڦرلٽ ڪئي، ۽ ڪيترن شهرن کي ڀاهيون ڏيئي ڀسم ڪيائون. خود ڪلهوڙن ۽ ميرن جي وچ ۾ 1782ع ۾ هالائي تعلقي ڪنڊياري ۾ لڙائي لڳي، جنهن ۾ هالائيءَ جو شهر زبون ٿي ويو، ۽ ڪلهوڙن جي صاحبي بہ پوري ٿي. مدد خان پٺاڻ بہ ان وقت آيو هو.

سنہ 1730ع ۾ مير علي مراد پنهنجي علاج لاءِ ڊاڪٽر جيمس برنس گهرايو هو. تنهن جيڪي اکين ڏٺا احوال ڏنا آهن، تن مان ظاهر آهي، تہ سنڌ جي هندن سان ورتاءُ چڱي ريت نہ ٿيندو هو (پڻ ڏسو سنڌ گزيٽيئر، جلد پهريون، صفحو 117).

ميرن جي صاحبيءَ ۾ گدوائين جو وڏو ديوان گدو مل خون ٿي ويو. مرحوم شمس العلماءِ ميرزا قليچ بيگ جي ڪتاب "قديم سنڌ" جي صفحي 295 ۾ لکيل آهي، تہ مير غلام علي خان کي ديوان گدو مل ۾ دغا جو شڪ پيو، تنهنجي اشاري سان ڪن ماڻهن هن کي سندس گهر ۾ لٽين سان ماري ڇڏيو. اڄ ڏينهن ڪيترا گدوائي هيئن چوندا آهن، تہ ڪنهن مير ديوان گدو مل کان سندس نياڻيءَ جو سڱ گهريو، جو هن نہ ڏنس؛ پر ڏيئ لڳس. تہ مٿن زوري ڪجي وڃي. تنهن کان سندس مڃنہ سان ڪسي ڪيي

چڙهايائين. انهيءَ تان انهيءَ مير کي اهڙا ساڙ لڳا جو سگهو ئي پوءِ ديوان گدو پنهنجي روزمره جي دستور موجب دربار ۾ اچا گهڙيو، تہ ڪن ماڻهن بندين سان جلائي پورو ڪيس. پنهي حالتن ۾ ديوان گدو مل جو خون مير غلام علي خان ٽالپر جي صاحبيءَ ۾ ٿيو هو. مير غلام علي سنہ 1811ع ۾ گذاري ويو، جنهن ڪري چئبو تہ اهو واقعو انگريزن جي صاحبيءَ شروع ٿيڻ کان گهٽ ۾ گهٽ ٽيهہ ورهيہ اڳي ٿيو هو.

انهيءَ وقت ڌاري ڪراچيءَ جي سيٺ هوتچند پسوجوائيءَ کي زوري مسلمان ڪيائون ٿي (يا ڪيو هئائون)، تہ انهيءَ ڳالهہ تان سندس پٽ سيٺ نائونمل کي اينٽري قدر ساڙ لڳا، جو انگريزن کي سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ ۾ مدد ڪيائين، جن 1843ع ۾ ميرن کي شڪست ڏيئي سنڌ جو پرڳڻو پنهنجي تابعي ڪيو. ميرن جي صاحبيءَ جي انهن ڳالهين جي پيٽ ۾ چئبو، تہ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ هندن جي عزت، جان ۽ مال جي سلامتي وڌيڪ هئي. هندن جو مغز سنو آهي، تنهنڪري حاڪمن پنهنجو مالي ڪاتو ڪين سنڀالڻ لاءِ ڏنو ٿي، ۽ ڪن کي پنهنجو صلاحڪار وزير مقرر ڪيائون ٿي.

ڪلهوڙن ۽ ميرن کي آبادگارن وٽان ڍل بلي روڪڙا پئسا ڪونہ ملندا هئا، پر فصل مان حصو ملندو هون، تنهن ڪري بٽئيءَ جو رواج هو. بٽئيءَ لاءِ ڪيترا هندو ڪاردار (مختيارڪار) مقرر ٿيل هئا. حاڪمن کي جيڪو ان حصي ۾ ملندو هو، تنهنجي سنڀال لاءِ "انباردار" مقرر ٿيل هئا، ۽ انهن مان گهڻا هندو هئا. اهو بہ هڪ سبب هو جنهنڪري ڪيترن هندن پڻ هندن اچي سنڌ ۾ زمينداري ڪئي. خود ڪلهوڙن توڙي ميرن کي سنڌ کي وڌيڪ آباد ڪرڻ جو اونو هوندو هو. ڪن کي ٿوري ناڻي ۾ تہ ڪن کي مفت ۾ بہ زمينون ڏيندا هئا. تہ پلي تہ آبادي وڌيڪ ٿئي ۽ اسان کي بہ پيدائش مان ڍل جو چڱو حصو ملي. اهي ٻاهران آيل هندو محنتي ۽ چالاڪ هئا، ۽ ڏينهون ڏينهن پنهنجي حالت بهتر ڪندا ويا. وقتي ميرن کي پئسو کپندو هو تہ شاهوڪار هندن کان اڌارو وٺندا هئا. انگريزن سنڌ فتح ڪئي تنهن وقت بہ حيدرآباد جي ڪن هندن جو ميرن تي قرض هو جو سر چارلس نيپيئر نہ ڏياريو. وڌيڪ ڏسڻ لاءِ ڏسو "ساگرائي."

## عاملن ۽ پائيبند جو پيد:

جيڪي هندو سنڌ ۾ اڳيئي هئا، ۽ جيڪي پوءِ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ڪان وٺي پنجاب ۽ ٻين پاسن ڪان آيا، تن جي وچ ۾ پهريائين پيد هئو ئي ڪونه. پوشاڪ ٻه ساڳي پڳڙي، انگرڪو ۽ ڌوتيي هين. منجهانئن پوءِ ڪي ڪلهوڙن ۽ ميرن وٽ ديواني عهدي ۽ ٻين عهدن تي مقرر ٿيا، ۽ پوشاڪ ٻه مسلمان حاڪمن جهڙي پهرڻ لڳا، ته هنن ٻنا نه ڏاڙ پڪا ٿي پيا؛ هڪڙو عاملڪو پکو، ٻيو پائيبندڪو پکو. ائين پيد شروع ٿيو، ته اِنهيءَ هيءَ روپ ورتو، جو ساڳيئي ڏاڏي جي اولاد مان جن مسلمان حاڪمن وٽ نوڪريون ڪيون، سي "عامل" (عملدار) سڏجڻ ۾ آيا، ۽ جن اباڻي ڪرت ڪار ڪئي سي "پائيبند" ڪوٺجڻ ۾ آيا. ائين چڻ ته خود سندن گهرن ۾ وزهاڳو ٿي ويو! اڄ ٻه اڪين سان ڏسون پيا، ته حيدرآباد جي سدارنگاڻين، ڪرپالاڻين ۽ واسواڻين مان هڪڙا عامل ته ٻيا پائيبند سڏجن ٿا. جيتوڻيڪ ڏاڏنگ ساڳيو ئي اٿن. هيءَ جڙتو پيد آهي، جو انگريزن جي صاحبيءَ ۾ هيڪاري وڌيو. عاملن ۽ پائيبندن جو وڌيڪ ذڪر ڏار ڪبو.

## مهاراڻي پرتاب ڪي سنڌ مان مدد:

سومرن جي صاحبيءَ ڪان وٺي ٿر ۾ سوڍا راجپوت زور ٿيا هئا، ۽ اُهي اُتي جا خودمختيار حاڪم هوندا هئا. مهاراڻو پرتاب مغلن جي هٿان شڪست کائي، امرڪوٽ ۾ آيو هو. ان وقت امرڪوٽ واري گاديءَ تي راڻو پيسنو وينل هو، تنهن کي چيائين ته مان جيڪر ٿني تي ڪاهه ڪري، مسلمانن جو زور ڀڃي، اوڏهين پنهنجي بادشاهت وجي برپا ڪريان، پر پئسي جي مدد گهرجيم. راڻي پيسي چيس ته پنهنجو چتور ڇڏي، سنڌ ۾ اچي رهين، تنهن ۾ مان سڄي راجپوت قوم جي گهٽتائي ٿو سمجهان. پنهنجي ملڪ موتي هٿ ڪرڻ لاءِ، توکي پئسو کپي ته مان توکي ڏيان. پوءِ ته راڻي پيسي پنهنجو خزانو کولي سندس اڳيان رکيو! چتور جو هڪ وڏو سيٺ به ان وٽ امرڪوٽ ۾ هو تنهن به لکن جي مدد ڪيس!! مهاراڻي

پرتاب کي ائين جهجهي مدد ملي، تہ وڏيڪ لشڪر رکي، مغلن سان وري وڃي جنگ جوٽيائين، ۽ پنهنجو هارايل ملڪ گهٽي قدر موٽي هٿ ڪيائين؛ پر پوءِ سگهوئي پاڻ گذاري ويو.

## همايون بادشاهہ کي مدد:

ساڳيءَ ريت، همايون بادشاهہ سنڌ ۾ آيو هو، ۽ امرڪوٽ جي راڻي پرساد وٽ مهمان ٿي رهيو هو. تنهن تي ڪاهہ ڪرڻ جو قصد ڪيائين، ۽ راڻي پرساد ڪان پئسي ۽ لشڪر جي مدد گهريائين تہ هن گهڻي خوشيءَ سان ڏنس. هن حقيقت مان ظاهر آهي، تہ تر جا سوڊا حا ڪم بہ نهايت پريا پاڳيا هوندا هئا. سنڌن وڏيڪ احوال لاءِ ڏسو مصنف جو جوڙيل ڪتاب "سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ." ●

باب ٽيون

# عاملن جي ترقي

## انگريزن جي صاحبيءَ جي شروعات:

سنہ 1843ع ۾ سر چارلس نيپيئر سنڌ فتح ڪئي، ۽ اِن جو پهريون گورنر پاڻ مقرر ٿيو. سنڌ جي هيڏي ساري پرڳڻي کي فقط ٽن ضلعن ۾ ورهايائين: ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور. سکر، لاڙڪاڻو ۽ اپر سنڌ ضلعا، اڳي شڪارپور ضلعي جي حد ۾ هئا. تنهين ضلعن لاءِ ڪليڪٽر، ڊيپوٽي ڪليڪٽر، جج، ماجسٽريٽ ۽ ٻيا عهديدار سڀ ملٽري کاتي وارا مقرر ڪيائين، جو انهن سنڌ فتح ڪرڻ ۾ مدد ڪئي هئي. انهن عملدارن کي فوجداري توڙي ديواني قاعدن جي سڌ خير ڪا هئي، تنهنڪري سمورو ڪاروبار ملٽري نموني هلندو هو. انهيءَ تان بمبئيءَ جي اخبارن سر چارلس نيپيئر کي اچي ڪنيون. مٿس جُلهين پنيان جُلهيون ٿيون تہ خفي ٿي پيو، ۽ 1847ع ۾ استعفا ڏيئي هليو ويو. بروقت سنڌ جو پرڳڻو بمبئي کاتي سان لاڳو ٿيو. سنڌ لاءِ ڌار ڪمشنر مقرر ٿيو، جنهن کي ٻين هنڌن جي ڪمشنرن کان وڌيڪ اختياريون هيون.

## انگريزي سکڻ لاءِ چاهہ:

انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ ڪوبہ سنڌي انگريزيءَ جو ڄاڻو ڪونہ هو، تنهن ڪري ٻاهرين ماڻهن جو مڪو مچي ويو. بمبئي، پونا ۽ ٻين پاسن جا مرهٽا، پارسي ۽ ٻيا سنڌ ۾ آيا، جي انگريزيءَ جا چڱا ڄاڻو هئا، ۽ منجهانئن ڪي گرئجوئيٽ هئا. انهن کي جهٽ نوڪريون ملئون: پر سنڌي

ڪين ڄاڻندا هئا. تنهنڪري ڀيريان ڏهه ورهيه ڪن سانده، ميرن جي صاحبيءَ وانگر سموري سرڪاري لکپڙهه پارسيءَ ۾ هلندي هئي. ٻاهران آيل انگريزي دانن مان جيڪي پارسي ڄاڻندا هئا، سي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري پنهنجن وڏن عملدارن کي ٻڌائيندا هئا. عاملن کي به انگريزي سکڻ لاءِ چاهه ٿيو؛ پر اجا اسڪول ٽڪونه کليا هئا. سرڪاري لکپڙهه اجا پارسيءَ ۾ پئي هلي، ته يورپي عملدارن کن پارسي ڄاڻندڙ عاملن کي به نوڪريون ڏنيون.

## عاملن کي عهدا:

حيدرآباد جو پهريون ڪليڪٽر ڪئپٽن راٿبورن هو، جو اصل ملٽري عملدار هو. ان وقت حيدرآباد ضلعي ۾ هاڻوڪو سڄو نوابشاهه ضلعو ۽ ٿرپارڪر ضلعي جو ڪجھ ڀاڱو اچي ٿي ويا. سڄي ضلعي لاءِ تيرهن مختيارڪاريون رٿيل هيون. حيدرآباد جي آڏوائين جي هڪ شاخ وارا قنداراٽي آهن، جي اڪالي يا خالصا آهن (ڏسو ٻاڳو پهريون، صفحو 109). ڪئپٽن راٿبورن انهن خالصن ۾ ملٽري ٻاؤ ڏٺو ته وٺي ويس. رٿيل تيرهن مختيارڪارين مان ٻارهن کين ڏنائين! ٻين ٻن ضلعن جي ڪليڪٽرن به ائين ڪيو، ۽ سيوهڻ ۽ ٻين هندن جي عاملن کي جيڪي مختيارڪاريون ڏنائون. جيڪي حشمت وارا هندو توڙي مسلمان ڏنائون، تن مان ڪن کي فوجدار مقرر ڪيائون ته ڪن کي ٻيا عهدا ڏنائون. جيڪي هندو توڙي مسلمان انگريزي نه ڄاڻندا هئا تن لاءِ هيءَ سهوليت ڪيائون، ته قاعدن جا ڪتاب پلي ته سنڌيءَ ۾ پڙهي، وڪالت جو امتحان ڏين. امتحان مهل سختي هئي ڪانه، تنهنڪري سنڌي وڪيلن جو تعداد سگهوئي وڌيو. ڪي جج ۽ ماجسٽريٽ به مقرر ٿيا، جي ڪجھ ورهيه پوءِ به هلندا آيا.

## سنڌي ۽ انگريزي اسڪول:

ميرن جي صاحبيءَ ۾ ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ملن ۽ آخوندن جا مڪتب هوندا هئا. جي انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل واري وقت تائين

هلندا آيا. هندو ڪامورن جا پٽ مسلمان ڇوڪرن سان گڏ اُنهن مڪتبن ۾ پڙهندا هئا. ڪي عامل پنهنجن اوطاقن ۾ آخوندن کي گهرائيندا هئا، ۽ پاڙي جا عامل ڇوڪرا انهن اوطاقن ۾ پڙهندا هئا. اهي مـلا ۽ آخوند اڳي رڳو پارسي سيکاريندا هئا؛ پر پوءِ سنڌي بہ سيکارڻ لڳا. سنڌي مضمون پارسي آئيوٽا ۾ لکندا هئا ۽ سڀ ڪنهن جي لکڻ جو نمونو پنهنجو هو.

سنہ 1850ع ۾ سر بارٽل فريئر سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو تنهن هاڻوڪي عربي سنڌي آئيوٽا جوڙائي، جا جولاءِ 1853ع کان وٺي چالو ٿي ۽ اُن وقت کان وٺي سنڌي درسي ڪتاب انهيءَ مقرر ٿيل آئيوٽا ۾ تيار ٿيا ۽ پوءِ سنڌي اسڪول کليا.

سنہ 1853ع ۾ ٽي سرڪاري هاءِ اسڪول بہ کليا: هڪڙو ڪراچيءَ، ٻيو حيدرآباد ۽ ٽيو شڪارپور ۾. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ انڊي ڪفايت ڪري اسڪولن لاءِ فقط ڏهہ هزار روپيا هر ڪنهن سال ڏيئا ڪيا، تہ اسڪول بہ انهن پئسن سارو کليا. ماسترن کي ڏهہ پندرهن روپيا پگهار ٿي ڏنائون تہ ماستر بہ اهڙائي ٿي مليا. خود ماسترن کي پاڙهڻ جي ڏينگ سيکارڻ لاءِ پوءِ هڪ ٽريننگ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ کوليائون. اهو پوءِ ڦيرائي حيدرآباد ۾ آندائون. حيدرآباد ۾ ٽريننگ ڪاليج پهريائين شيوهاڻي پاڙي ۾ هو ۽ پوءِ هاڻوڪي عاليشان عمارت جڙي. سنڌ ۾ اسڪولن جي اجا گهرج گهٽي هئي. سرگواسي راءِ بهادر ديوان ڪوڙيمل جي جيون چرتر مان معلوم ٿئي ٿو، تہ سندس وقت ۾ پاڻ ۽ سندس سرتاين مان ڪهي ڳوٺ جليائيءَ ۾ هڪ آخوند وٽ پڙهڻ ويندا هئا. اسڪولن جي اڻاٺ ڏسي ڪن حيدرآبادي عاملن پوءِ پنهنجا خانگي اسڪول جاري ڪيا، جن ۾ انگريزي ٽئين درجي تائين پاڙهيندا هئا.

ڪراچيءَ جو پهريون ڪليڪٽر ڪئپٽن پريڊي هو، تنهن شروع ۾ ٿي پنهنجي خرچ تي هڪ "فري اسڪول" کوليو هو، جو پوءِ ڪراچي جي چرچ مشن سوسائٽيءَ جي حوالي ٿيو؛ جنهن ڪري اڄ تائين "مشن اسڪول" سڏجي ٿو. اهڙو هڪ مشن اسڪول پوءِ حيدرآباد ۾ بہ کليو.

## حيدرآبادي عامل ۽ نوڪريون:

انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ ملن ۽ مولوين انگريزي علم ڪفر ڪري ٿي سمجهيو. سنہ 1885ع ۾ خانبهادر ميان حسن علي آفنديءَ ۽ ٻين ڪن بيدار مسلمانن جي ڪوشش سان ڪراچيءَ ۾ مدرسوڪليو، تہ انهيءَ وقت بہ ڪيترا مسلمان پنهنجن پٽن کي انگريزي تعليم ڏيڻ جي برخلاف هئا. ائين ڪيترن مسلمانن نڪي سرڪاري هاءِ اسڪولن جو نڪي مدرسي جو ڀرپائين گهڻو فائدو ورتو، جنهن ڪري علم ۾ گهڻو پٺتي پئجي ويا.

پائيبندن کي تہ نوڪرين ڪرڻ جو اونو هئو ئي ڪونہ. هو پنهنجن پٽن کي هندو سنڌي اکر ۽ ٿورو حساب ڪتاب سيکاري، پنهنجن دڪانن يا ڪوٺين تي ويهاريندا هئا، ۽ پنهنجي ڌنڌي مان واقف ڪندا هئا. انگريزي پرائڻ لاءِ باقي رهيا عامل.

سرڪاري هاءِ اسڪول جي ڪراچيءَ، حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ کليا، تن مان ڪراچيءَ واري هاءِ اسڪول جو گهڻو فائدو ڪرستانن، پارسين، مرهٽن، گجراتين ۽ ٻين ورتو. باقي سنڌ جي هندن جا ٻار ان ۾ ٿورا هئا. شڪارپور هاءِ اسڪول ۾ بہ ڀرپائين ٿورا شاگرد هئا، جو شڪارپوري بہ ڪيترين صدين کان وڻج واپار ڪرڻ تي هريل هئا.

حيدرآباد وارن خانگي اسڪولن توڙي سرڪاري هاءِ اسڪول جو فائدو اڪثر رڳو حيدرآبادي عاملن ورتو، پر انهن کي بہ هڪ اُٽڻ هئي.

اوائل ۾ مئٽريڪيوليشن امتحان بمبئي ۾ ٿيندو هو. بمبئيءَ ڏي وڃڻ لاءِ سمنڊ توڙي خشڪيءَ جي رستي هاڻوڪي وانگر سهوليتون ڪين هيون، تنهن ڪري ڪيترا شاگرد انگريزي پنجون ڇهون يا ستون درجو پڙهي، پوءِ پڙهڻ ئي ڇڏي ڏيندا هئا، ۽ وڃي نوڪريون ڪندا هئا. انگريزن کي گهٽن ئي ڪاتن لاءِ انگريزيءَ جا ڄاڻو سنڌي ماڻهو کپندا هئا، تنهن ڪري ڪاميٽيءَ جو امتحان مقرر ڪيائون، جو پوءِ پبلڪس سروس امتحان سڏجڻ ۾ آيو. جيڪي اميدوار پاس ٿيندا هئا، تن کي سنڌ جي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر جي صحيح سان هڪ سرٽيفڪيٽ ملندو هو جو "ننڍي درجي واري نوڪريءَ ملڻ لاءِ ٻي درجي جو سرٽيفڪيٽ" سڏبو هو. هونءَ بہ هو.

تہ جيڪو شاگرد انگريڪلچر ڪاليج جو هيٺين ۽ مٿين درجي جو امتحان پاس ڪندو هو، سو بہ سرڪاري نوڪري ملڻ لاءِ حقدار ٿيندو هو. جيڪو سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙندو هو تنهن کي پهرينديءَ ئي شرط پنجويهہ روپيا پگهار ملندو هو. تن ڏينهن ۾ سهانگائي ايتري قدر هئي جو ماڻهو آسانيءَ سان چاليهن پنجيتاليهن روپين مان سڄو ڪٽنب پالي سگهندا هئا، تنهن ڪري پنجويهہ روپيا پگهار هڪ آبرو وارو پگهار ليکبو هو. ڪن کي پوءِ اعليٰ تعليم وٺڻ جو چاهہ ٿيو، پر بمبئيءَ وڃڻ سٺري ڳالهہ ڪانہ هئي.

## بمبئيءَ وڃڻ لاءِ واٽون:

سنہ 1843ع ۾ جيئن انگريزن سنڌ فتح ڪئي، تيئن سرڪاري ٽپال آڻڻ نيڻ لاءِ هڪ ننڍڙو جهاز بمبئيءَ کان ڪراچيءَ ايندو هو، جنهن ۾ ٿورا مسافر بہ چاڙهيندا هئا. اهو دستور هليو پئي آيو. پهريان سنڌي شاگرد جن کي سنڌن ماسترن همٿائي بمبئيءَ ۾ مئٽريڪيوليشن امتحان ڏيڻ لاءِ موڪليو، سي ديوان نولراءِ شوقيرام، ديوان ڏيارام ڄيٺمل، ديوان ڪوڙو مل چندنمل ۽ مسٽر چوهڙ مل ڪندن مل پنجابي هئا، جن مان رڳو مسٽر چوهڙ مل پاس ٿيو. ٻين ٽن کي انهيءَ ننڍڙي جهاز جي ڌوڏن ۽ لوڏن اهڙو تہ ڪڪ ڪيو، جو وري بمبئيءَ وڃڻ کان بان پري ڇڏيائون، ۽ مئٽرڪ پاس ڪرڻ کانسواءِ وڃي روزگار کي لڳا. ڪائن پوءِ سيٺ آلومل ٽيڪمداس پوڄوائي ڪنهن دنگيءَ ۾ چڙهي ويو، ۽ بمبئيءَ پهچڻ ۾ 15-16 ڏينهن لڳس.

ڪراچيءَ کان وٺي ڪوٽڙيءَ تائين اڳ گاڏيون 1861ع کان وٺي هلڻ لڳيون. انهيءَ کان اڳ ماڻهو اٺن تي چڙهي ڪوٽڙيءَ، جهرڪن، ٺٽي ۽ ملير کان ڪراچيءَ ۾ ويندا هئا. اهڙيءَ حالت ۾ ڪيترن حيدرآبادين ۽ ٻين ڪراچيءَ ڏٺي بہ ڪانہ هئي. ايتري سڌ هين، تہ ڪراچيءَ ۾ هڪ وڏو سمنڊ آهي جنهن ۾ ڪيترا بہ جهاز ٻڏي وڃن، تہ بہ جيڪر پتو ڪونہ پوي. سمنڊ جو ماڻهن کي اڳي ئي ڌڪاءُ هو، ويتر ديوان نولراءِ ۽ ٻين وٽان سفر جي سختين جي سڌ پين، تہ مائٽ پنهنجن پٽن کي سمنڊ جي رستي بمبئيءَ وڃڻ جي موڪل ڏيندا ئي ڪين هئا.

اڳي سمنڊ جي رستي بمبئيءَ وڃڻ اهنجو هو، تہ خشڪيءَ جي رستي

وچڻ ٻه سهنجو ڪونه هو. ڪوٽڙيءَ وٽ انگريزن جا جهاز بيٺل هوندا هئا، تن ۾ مسافر چڙهي لاڙڪاڻي، سکر بلڪ ملتان تائين ويندا هئا. ملتان ۾ آڳ گاڏي هئي، جا لاهور وٽان لنگهي دهليءَ تائين ويندي هئي.

بمبئيءَ بڙودا سينٽرل انديا ريلوي برپا ٿي هئي؛ پر آڳ گاڏيون رڳو بمبئيءَ کان وٺي احمد آباد تائين هلنديون هيون. جن کي بمبئيءَ وڃڻو هوندو هو، سي دهليءَ مان ڇڪڙن ۾ چڙهي، جئپور، اجمير، پالنپور وغيره ۾ منزلون هڻندا احمدآباد ويندا هئا، ۽ اتان آڳ گاڏيءَ ۾ چڙهي بمبئيءَ ويندا هئا. انگريزن جي صاحبيءَ کان گهڻو اڳي ملتانَ ٻه سنڌ جي حد ۾ هوندو هو؛ ويتر سنڌي ماڻهو پوءِ ڪيترا ورهيه ساندهه ملتان کان بمبئيءَ ويندا هئا، تنهن ڪري بمبئيءَ جا رهاڪو اڄ تائين سنڌي ماڻهن کي "ملتاني" ڪوٺيندا آهن.

راج رشي ديوان ڏيارام گدو مل جي جيون چرتر مان معلوم ٿئي ٿو، ته 1874ع ۾ مئٽرڪ امتحان ڏيڻ لاءِ بمبئيءَ ويو هو، ۽ بمبئيءَ پهچڻ ۾ چار مهينا کن لڳا هئس. ان جو سبب اهو ئي هو، جو سفر جي سهوليت ڪانه هئي.

## ساهتيءَ وارن لاءِ اهنج:

ساهتي پرڳڻي وارن لاءِ ته سنڌ جو سنڌ ۾ سفر جي سهوليت ڪانه هئي. ساهتيءَ ۾ ڪن هندن اسڪولن ۾ اول فقط انگريزي ٽي درجا هئا، جنهن ڪري ڪي شاگرد حيدرآباد هاءِ اسڪول ۾ اچي پڙهندا هئا. پڌعيدن وارو ريل جو رستو 1896ع ۾ کليو، تنهن کان اڳ پرين ۽ تارو شاهه جا شاگرد ٺلجي اسٽيشن تائين ٽکي ويندا هئا، ۽ اتان آڳ گاڏيءَ ۾ چڙهي ڪوٽڙيءَ تائين ويندا هئا. گدو بندر واري پل 25 مئي 1900ع ۾ کلي، تنهن کان اڳ ڪوٽڙيءَ ۽ گدو بندر جي وچ ۾ هڪ سرڪاري جهاز هلندو هو. گدوبندر کان مسافر گهوڙي گاڏيون پاڙي حيدرآباد ايندا هئا. پوءِ ته ساهتي وارن پنهنجا اسڪول کوليا. (وڌيڪ حقيقتن لاءِ ڏسو ڀاڱو، سرو "ٺهلياٺي").

## حيدرآباد تعليم يافتن جو گهر:

حيدرآباد جي شاگردن خانگي اسڪولن توڙي سرڪاري هاءِ اسڪول بلڪه مشن اسڪول جو به چڱو ئي فائدو ورتو. بمبئيءَ وڃڻ جي تڪليف هوندي به ڪي جوان ويا ۽ گريجوئيٽ ٿي آيا. سنڌ ڪاليج کليو، ته سگهوئي پوءِ حيدرآباد جو شهر تعليم يافتن جو گهر ٿي پيو.

## اوائلي گريجوئيٽ:

1857ع ۾ بمبئيءَ يونيورسٽي برپا ٿي، ۽ سنه 1887ع ۾ ڪراچيءَ ۾ سنڌ ڪاليج کليو. انهن ٽيهن ايڪٽيهن ورهين جي عرصي ۾ پندرهن سورهن گريجوئيٽ ٿيا يعني سراسري ٻن سالن ۾ هڪڙو گريجوئيٽ!!! ايم.اي جي ڊگري يا سائنس جي ڊگري ته ڪنهن هڪ ڄڻي به حاصل ڪانه ڪئي! اهو سڀ هن ڪري ٿيو، جو بمبئيءَ ڏي وڃڻ جي سهوليت ڪانه هئي. جيڪي هيٺيان گريجوئيٽ ٿيا سي گهڻو ڪري بمبئي جي ايلفنسٽن ڪاليج مان.

1- چوهڙ مل ڪندنمل پنجابي، 1865ع
2- آلو مل ٽيڪمداس پوچواڻي، 1867ع
3- ميرزا صادق علي فريدون بيگ، 1872ع
4- ٽيڪچند اوڌوداس واسواڻي، 1875ع
5- ڏيارام گدو مل شهاڻي، 1878ع
6- هرچند راءِ وشنداس پارواڻي، 1882ع
7- وزير مل اُتمچند لالواڻي، 1884ع
8- ٿهلرام کيمچند وزيراڻي، 1884ع
9- بولچند ڪوڏو مل جڳتياڻي، 1884ع
10- هيرانند کيمر سنگهه آڏواڻي، 1886ع
11- مترداس جواهري، 1886ع
12- همٿ سنگهه گج سنگهه آڏواڻي، 1886ع
13- دلپتراءِ روچيرا ۾ لالواڻي، 1886ع

هنن صاحبن مان ديوان ڏيارام گدو مل 1882ع ۾ ۽ ديوان ٿهلرام کيمچند وزيراڻيءَ 1886ع ۾ ايل.ايل.بي به پاس ڪئي.

سنه 1887ع کان اڳ ڪهڙو به هندن انجنيئرنگ جون ڊگريون حاصل ڪيون هيون:

(1) سنه 1875ع ۾ مسٽر پرڀتمداس پرسو مل چندناڻي، ايل.سي.اِي فرسٽ ڪلاس ۾ پهريون نمبر آيو هو.

(2) سنه 1881ع ۾ مسٽر ڪيٿا سنگهه رام سنگهه للا.

پهريون سنڌي ڊاڪٽر تاراچند جيرامداس واڌواڻي هو، جنهن ڊاڪٽريءَ جو امتحان ڏيئي سنه 1886ع ۾ ايل.ايم.ايس. جي ڊگري حاصل ڪئي هئي.

## ڪراچيءَ ۾ سنڌ ڪاليج:

ڪراچيءَ ۾ ڪاليج ڪن حيدرآباد عاملن، ٺٽي جي وزيراڻين ۽ ڪراچيءَ جي پارواڻين ۽ نوجوانن جي ڪوشش سان کليو. انهن مان راجرشي ديوان ڏيارام گدو مل پاڻ گهٽو پتوڙيو. اهو مڙس جي نه هجي ها، ته ڪراچيءَ ۾ ڪاليج سترو ڪونه کلي ها. ڪاليج لاءِ چندي ڪٺي ڪرڻ ۾ انهن سيني ڪڙي تپائي، ۽ ڪن پارسين به وڏيءَ دل سان پئسي جي مدد ڪئي. حيدرآباد ۾ ديوان ميٺارام گدو مل شهاڻي ۽ ساڌو نولراءِ شوقيرام ماڻهن جي اڳيان جهولي جهلي پينا، ته ههڙن مڙسن کي موٽائي ڪير؟ انصاف ته ڏسو ته تپيدار کان وٺي ڊپٽي ڪليڪٽر تائين هر هڪ عامل کان شندس هڪ مهيني جو پگهار ورتائون ۽ زميندارن کان سندن هڪ مهيني جي ڪمائيءَ جيترو ورتائون. اڪثر ڪري ڪاليج ڪن خاص شهرن ۾ انهن شهرن جي رهاڪن ۽ پسگردائيءَ وارن جي سهوليت لاءِ کلندا آهن؛ پر ڪراچي ۾ هيءَ هڪڙو ئي ڪاليج سڄيءَ سنڌ لاءِ ٿي کليو، ته به مسلمانن مان ڪنهن هڪڙي ٽامي جي پائي به ڪانه ڏني. انهيءَ هوندي به هندو بي همت نه ٿيا، ۽ سنه 1887ع ۾ ڪاليج کوليائون.

ڪاليج کولڻ ۾ مهورت مهل توڙي پوءِ جنهن کي به يورپي عملدار ڪاليج ڏسڻ ٿي آيا، تن اهين پٺي چيو، تهيءَ ڪاليج جيتوڻيڪ هندن جي

پئسن سان ڪليتو آهي، تہ بہ ڪاليج کي "هندو" ڪاليج بدران "سنڌ ڪاليج" نالو ڏنو اٿن! ڪاليج جا دروازا بہ نہ رڳو هندن لاءِ پر سڀني قومن لاءِ کليل رکيا اٿن، تہ پلي تہ ڪير بہ اچي وديا پرائي! هندن پنهنجي فراخدلي هيڪاري وڌيڪ هن ريت ڏيکاري آهي تہ مسلمانن لاءِ اسڪالرشپون بہ منظور ڪيون اٿن، تہ پلي تہ هيءَ پنتي پيل قوم بہ چڙهي پوي!.

سنہ 1885ع ۾ ڪراچي ۾ مدرسو کليو ۽ تنهن کانپوءِ جيڪي مسلمان اعليٰ تعليم وٺڻ چاهيندا هئا. سي اڪثر عليگڙهہ ڪاليج ۾ پڙهندا هئا. سنڌ ڪاليج ۾ پهريائين مسلمان داخل ٿي نٿي ٿيا؛ پر پوءِ اهي بہ هن ڪاليج جو چڱو فائدو وٺڻ لڳا. هن وقت سنڌ ۾ جيڪي مسلمان وزير آهن، ۽ سنڌ ۾ توڙي پاهر وڏن وڏن عهدن تي آهن، تن مان ڪيترن سنڌ ڪاليج مان وديا پرائي هئي.

## عاملن جو ولايت وڃڻ:

ساڌو نولراءِ ۽ ساڌو هيرانند جو ڀاءُ ديوان موتيرام پهريون ئي سنڌي هو، جنهن ڪلڪتي ۾ وديا وٺي، ايم.اي جي ڊگري حاصل ڪئي هئي. اهوئي پهريون سنڌي هو، جو ولايت ويو هو، ۽ بئرسٽر ٿي آيو هو. اهوئي پهريون سنڌي هو، جو پوءِ بمبئي ڪاتي ۾ جدا جدا هنڌن ۾ جج مقرر ٿيو، ۽ جيترو پگهار هوس تيترو ٻئي ڪنهن بہ سنڌيءَ جو ان وقت تائين ڪونہ هو. ديوان موتيرام کان پوءِ گهڻي ئي عامل ٻلڪ پائيبند بہ ولايت ويا هئا، ۽ پنهنجي محنت ۽ قابليت سان قسمين قسمين ڊگريون حاصل ڪري آيا هئا. هن وقت عاملن مان ٻارهن تيرهن ڄڻا آءِ.سي.ايس آهن ۽ بمبئيءَ ۽ ٻين هنڌن وڏن وڏن عهدن تي آهن، ۽ پنهنجي علم، عقل ۽ قابليت جو فائدو انهن شهرن کي بہ پيا ڏين.

## عاملن جو زور وٺڻ:

اڳي سڀني ضلعن لاءِ ڪليڪٽر يوربي هوندا هئا. ڊويزنن لاءِ اسسٽنٽ ۽ ڊپٽي ڪليڪٽر بہ يوربي هوندا هئا. سنڌ ۾ پهريائين اڪثر حيدرآبادي عاملن اعليٰ تعليم ورتي. منجهانئن ڪيترا روينيو کاتي ۾ گهڙيا، تہ

هيڊمنشي ۽ مختياڪار ٿيا. يورپي عملدارن سنڌن ڪم تحسين جوڳو ڏٺو، ته ڪيترن کي ڊپٽي ڪليڪٽر مقرر ڪيائون. ان وقت اهو ڏيهي ماڻهن لاءِ وڏي ۾ وڏو عهدو هوندو هو. ڪي جڊيشنل کاتي ۾ گهڙيا، ته ناظر، جج ۽ ماجسٽريٽ ٿيا. انهن سڀني عهدن وارا وڏا ماڻهو ليکيا هئا. اڳي فائينل امتحان بمبئي ۾ ٿيندو هو. پوءِ مئٽرڪ ۽ فائينل امتحان سنڌ ۾ وٺڻ لڳا. ڪيترا مئٽرڪ يا فائينل امتحان پاس ڪري، يڪدم نوڪرين ۾ گهڙندا هئا، ۽ پنهنجي محنت ۽ قابليت سان وڏي وڃي وڏن عهدن تي پهچندا هئا: ديوان نولراءِ شوقيرام ۽ ڏيوان ڪوڙو مل چندن مل مئٽرڪ پاس ڪيل ڪين هئا، پر روينيو امتحان پاس ڪيائون؛ ته اهي به وڏن عهدن تي وڃي پهتا. حيدرآباد ۾ ميڊيڪل اسڪول کليو، ته ڪيترا اتان ڊاڪٽريءَ جو امتحان پاس ڪري، ميڊيڪل کاتي ۾ گهڙندا هئا. ۽ ڪي پنهنجون خانگي اسپتالون کڻندا هئا. وڪالت جو امتحان سنڌ جو سنڌ ۾ وٺندا هئا، ته ڪيترا حيدرآبادي وڪيل ٿيا. ڪراچيءَ کان وٺي اپرسنڌ تائين ڪوبه وڏو شهر ڪونه ڇڏيائون. اُتي جي رهاڪن مان به ڪي وڪيل هئا، پر حيدرآبادي وڪيلن جي هاڪ هئي، تنهن ڪري اهي جتي ڪٿي چڱيءَ ريت ڪيپي ويا. ڪراچيءَ ۾ سنڌ ڪاليج کليو، ۽ ڪيترا گريجوئيٽ ٿيا، ته گهڻا يڪدم نوڪرين ۾ گهڙيا، ۽ وڏن عهدن تي وڃي پهتا. ڪن حيدرآبادي عاملن ڪابه نوڪري ڪانه ڪئي. اهي زميندار ٿي رهيا، ۽ اڄ به ڪيترا زميندار ڪن ٿا، ته به ايترو چئبو، ته حيدرآبادي عامل گهڻي ڀاڱي نوڪرين ۾ هئا، وڏا عهدا پٽي ماڻيائون، ۽ ڏينهون ڏينهن زور ٿيندا پئي ويا.

## عاملن جو فخر:

ڀائيبندن ۽ ٻين جو وقت بوقت عملدارن ۾ ڪم پوي ٿو. ڀائيبندن کي ته پنهنجون بنديون به انڪم ٽيڪس عملدارن کي ڏيڪارڻيون پون ٿيون، ۽ سنڌن اُپت پٽاندر مٿان انڪم ٽيڪس پوي ٿي. انهن وقت بوقت عامل عملدارن وٽ پنهنجي ڳتيءَ وڃڻو پوندو هون، ته رفته رفته منجهن ڪمتري احساس (Inferiority Complex) پيدا ٿيو. ڀهراڙين ۾ جيڪي ديوان آهن (ڏسو ڀاڱو پهريون. صفحو 75). تن جو به حيدرآبادي عامل عملدارن ۾ وقت

بوقت ڪم پيو پوندو هو، ۽ اهي به حيدرآبادي عاملن کي وڏي شيءِ ڪري سمجهندا هئا.

عاملن جي وڏن ديواني عهدا ڪمايا هئا. تنهنڪري سندن ديواني دم هلندو پئي آيو. ويتر پاڻ وڏن عهدن کي پهتا، تہ ڪيترن حيدرآبادي عاملن کي پنهنجي عامليٽيءَ جو فخر هيڪاري جهجهو ٿيو. پاڻيبندن مان سگ وٺندا هئا؛ پر ڪين ڏيندا ڪين هئا. پوري پني ڪمائيءَ وارو حيدرآبادي عامل بہ دڪان يا ڪوئي ڪِرڻ پنهنجي شان کان گهٽ ڳالھ سمجهندو هو.

انهيءَ وقت ئي ڪن دورانديش حيدرآبادي عاملن سمجهو، تہ هيءَ نمونو گهڻي تائين هلي ڪين سگهندو. ڀهراڙيءَ وارن توڙي مسلمانن کي بہ ڪڏهن عهدن ڪمائڻ جو وارو ملندو يا ملندو ئي ڪونہ؟ ائين چاهيندا هئا، تہ عامل ڪي هنر سکن ۽ ڌنڌي ۾ بہ گهڙن. حيدرآباد ۾ ڀهريائين ڀهريائين ديوان گوپالداس فوٽوگرافر هڪ سيدي جو دڪان کوليو. اهو ڪم رڳو مثال وجهڻ لاءِ ڪيائين، پر پاڻ گهڻو وقت ڪشمير ۾ گذاريندو هو، ۽ دڪان ڏي ڌيان ڏيئي ڪين سگهندو هو، تنهن ڪري سگهوئي بند ڪرڻو پيس.

ديوان ڪندنمل منگهرسنگهہ لالواڻي جنهن جي نالي پٺيان حيدرآباد جو ڪندنمل گرلس هاءِ اسڪول سڏجي ٿو، تنهن آڪٽوبر 1896ع ۾ حيدرآباد ۾ قيصريہ پريس کولي هئي. ڪجهہ وقت اميرشاهي گهٽيءَ جي سامهون ڪپڙي جي ڇاپ کوليائين، تہ سندس ڪن مائٽن جا رڌل ديگڙا لهي ويا! ڇون تہ عاملن جو شان وڃايو اٿس! هاڻ ٻين جي اڳيان ڪنڌ ڪيئن کڻي سگهنداسين!

## عاملن ۾ انقلاب:

سنہ 1891ع کان وٺي ڊسمبر 1900ع تائين سنڌ جو ڪمشنر سر هينري ايون مرچيسن جيمس هو. انهيءَ جيمس صاحب ڏٺو تہ ڪيترا مسلمان زميندار قرض ۾ ڦٽيا پيا آهن ۽ واڻين وٽ زمينون گروي پيون اٿن. سندن ڀلي خاطر انڪمبرڊ اسٽيٽس ڪاتو کولايائين جو عام طرح "ڪنل ڪاتو" سڏجي ٿو. سرڪاري نوڪرين ۾ مسلمان ٿورا ڏٺائين، تہ ڪين نوڪريون پئي ڏياريائين.

ڀھراڙين ۾ اتي جي معزز ماڻھن جي ڪوشش سان پنچائتي ۽ ٻيا اسڪول کليا، وديا جو ڦھلاءُ ٿيو، ۽ ڪي جوان نوڪرين ڪرڻ جا لائق ٿيا، ته انھن کي به سرڪاري نوڪريون ملڻ شروع ٿيون. ائين عامل جي ڀھريان هئا، سڀي پويان ٿي پيا. انھيءَ حالت حيدرآبادي عاملن ۾ انقلاب آندو. جن کي چار پئسا هئا، ۽ ڏنڌي ڌاريءَ ۾ سيڙائي سگھيا ٿي، تن وڃي ڏنڌو شروع ڪيو.

سنڌ جي هندن ۾ ڀھريون مسٽر ڪنول سنگھ پوھو مل ملڪاڻي هو، جنھن ماستر وسڻ مل ملڪاڻيءَ سان ڀائيواري ڳنڍي حيدرآباد ۾ اول پريميئر پريس کولي هئي، ۽ پوءِ ٻيا به ڪي ڀائيوار ڪري، پنھنجي سرڳواسي پياءُ مسٽر جوڌا سنگھ بسنت سنگھ آڏواڻي جي نالي "جي.بي. آڏواڻي ڪمپني" جاري ڪئي. هن ڪمپنيءَ وارا پنن جا وڏا واپاري آهن (ڏسو ڀاڱو ڀھريون، صفحو 113-114). ائين ٻين ڪن عاملن به ڏنڌو ڪرڻ شروع ڪيو. هلندڙ ويھين صديءَ جي شروعات ۾ اهو انقلاب آيو، ۽ ان وقت کان وٺي ڪيترائي عامل حيدرآباد، ڪراچي ۽ هندستان جي گھڻو ڪري ٻين سيني مکيه شھرن ۾ علحدو علحدو ڏنڌو پيا ڪن. ڪي ٿورا عامل سنڌورڪ به ويا. ڪن ٿورن عاملن ڀائيبندن ۾ سنگ به ڏنا آهن. ائين ڪرڻ ۾ هاڻ اهم ڪونه ٿا سمجھن●

باب چوٿون

# پائيبندن جي ترقي

## وڻج واپار:

سنڌ ۾ نڪي لوهه نڪي ڪوئلن جون کاڻيون آهن، تنهنڪري سنڌي ماڻهن ڪڏهن به ملون (Mills) ڪونه کوليون، باقي وڻج واپار ته رڳ ويڌ واري زماني کان وٺي ڪندا اچن (ڏسو پاڳو پهريون، صفحو 23). ڏنڌي ڌاريءَ ۾ عامل هلنڊ ويهين صديءَ جي شروعات کان وٺي گهڙيا، ۽ سنڌ جي مسلمانن وڻج واپار ڏي ڪڏهن به گهڻو ڌيان ڪونه ڏنو، تنهن ڪري سنڌ جي وڻج واپار تي پائيبندن جو ڄڻ ته موروثي حق ڄمي ويو. هن وقت سنڌ ۾ هندو فقط ستاويهه سيڪڙو آهن، ته به سنڌ جو واپار اٽڪل سٺ ستر سيڪڙو هندن، خاص ڪري پائيبندن، جي هٿ ۾ آهي. هيرن جواهرن ۽ سون چانديءَ کان وٺي سيڌي، ميوي، ياچين ۽ تيل تماڪ وغيره تائين ڏسو، ته هر ڪنهن جنس جو واپار پائيبند ڪن ٿا. ڏٺاريءَ جي رات جو ڪراچيءَ جي ڪپڙي جي مارڪيٽن ۾ ڏسو، ته ڪيئن يورپي فرمن وارا اسانجن هندو واپارين وٽ ڏٺاريءَ جون واڌايون ڏيڻ اچن ٿا ۽ لکها روپين جي مال لاءِ ڪانٽن "آرڊر" وٺن ٿا.

وڏن شهرن ۽ ڳوٺن جي ڳالهه ڇڏي، وسين ۽ واهڻن ۾ ڏسو، ته جتي اڪثر سڀ مسلمان رهن ٿا، تتي به هڪ نه هڪ واڻيي جو دڪان آهي. آديءَ مانجهيءَ ڪنهن ڳوٺاڻي کي پشني جو ڪپ پوندو هو، ته واڻيي وٽ مدد لاءِ ڊوڙندو هو. ڳوٺن ۽ واهڻن جا واڻيا سيٺي بسان رس به رهائي ويٺا هوندا هئا، ته چڱيءَ ريت جمائي به ويٺا هوندا هئا. گذريل ٽورن ورهين کان ٻهراڙين ۾ بدامني ڏسي، ڪيترا هندو اهي پنهنجا ماڳ ڇڏي، وڏن شهرن ۾ اچي ويٺا

آهن. رڳو لاڙڪاڻي جي شهر ۾ ڏسنو، ته اتي ٿورن ئي ورهين ۾ ڏهه هزار کن آدم وڌي ويو آهي.، ائين حيدرآباد ۽ ٻين شهرن ۾ به آدم گهٽو وڌي ويو آهي، ۽ ٻهراڙيون اڪثر خالي ٿينديون پيون وڃن.

## هنرن کي همٿائڻ:

شهرن ۽ ڳوٺن ۾ جيڪي مسلمان ڪاريگر آهن. تن مان ڪيترن کي هندو وقت بوقت پئسي جي مدد ڪري، هنرن ۽ ڪاريگرين کي زور وٺائيندا آهن. مثلاً بوبڪ ۾ غاليچا ٺهن ٿا. غاليچن جا جوڙيندڙ جيتوڻيڪ مسلمان آهن، ته به پئسي جي مدد ڪين اُتي جي ڪن هندن وٽان ملي ٿي. ساڳيءَ ريت هالن ۾ ڪاشيءَ ۽ جنڊيءَ جو ڪم ٿئي ٿو، ۽ اتي جي ڪيترن مسلمان ڪاريگرن کي پئسي جي مدد هالن جا ڪي ڀاپرا ۽ ڪي ٻيا هندو ڪندا آهن. ائين هنرن کي گهڻو همٿائيندا آهن، ۽ پنهنجن پئسن جي عيوض اُهي جڙيل شيون ڪائن وٺي، چڱي اگهه ۾ نيڪال ڪندا آهن.

سنڌ جي هندن اهو نمونو ڪو اڄ ڪلهه اختيار ڪونه ڪيو آهي. اڳي ٺٽي ۾ اڌ لک کن ڪوري هوندا هئا، جن کي 500 کن آڏاڻا فقط لونگين ۽ شالن اُڻڻ لاءِ هوندا هئا (ڏسو صفحو 34). ڪئپٽن ٽي.پوسٽنس سنڌ بابت هڪ ڪتاب لکيو آهي جنهن ۾ ڪيتريون اکين ڏٺيون ڳالهيون لکيون اٿس. ان ۾ ڄاڻايو اٿس، ته ڪچي ريشم جا قافلا قنڌار کان شڪارپور ۾ ايندا هئا. شڪارپوري اهو ريشم ڪتائي ۽ رڱائي پوءِ سکر، روهڙي، خيرپور، سيوهڻ ۽ ٺٽي ۾ موڪليندا هئا. انهيءَ مان نه رڳو لونگيون پر مشرو، گربيون ۽ ٻيا ريشمي ڪپڙا به ٺهندا هئا. ائين هندو هنرن کي همٿائيندا هئا، ۽ ڪين به چڱو اپراسو ٿيندو هو.

سنڌ ۾ بخاري قناويز، گلبدن، گلبهرا وغيره شڪارپورين چالو ڪيا. ڪوئيٽا، چمن، ڪابل، قنڌار وغيره جي ميون جي واپار کي به ٻهريائين زور پاڻ وٺايائون، نه ته پناڻ پاڻيهي ميوي جي واپار کي هيترو زور وٺائي ڪين سگهن ها. هن وقت شڪارپوري مدراس، بمبئي ۽ ٻين هنڌ وڏي پيماني تي واپار پيا ڪن.

## ڪارخانا:

انگريزن جي صاحبي شروع ٿيڻ کان سگھوئي پوءِ اسانجن ڪن پائيبندن ڪجهه ٿاڻن جا ٿورا ڪارخانا ڪوليا، پوءِ اٽي پيهڻ، چانورن ڇڙڻ، ۽ ڪتر جا ڪارخانا کولياٿون. سڄيءَ اپرسنڌ ۾ پهريون سنڌي شڪارپور جو سيٺ اُڌلداس هو، جنهن ڪپڙي اُڻڻ جو ڪارخانو شڪارپور ۾ ڪوليو هو. اُهو هٿ جو آڏاڻو هو، جو مون پاڻ ڏٺوهو. پوءِ پروفيسر شيوارام ڦيروائي سائنس شامل ٿيو، ۽ 1908ع ۾ ڪل جي وسيلي ڪم ڪرڻ لڳا. ڪائنن پوءِ روهڙيءَ جي ڪن پائيبندن ڪپڙن اُڻڻ جا ڪارخانا ڪوليا. هن وقت سکر ۾ سوٽي ڪپڙي، بسڪوٽن، ڪنٽمنٽرن، گنجين، جورابن ۽ ريشمي ڊيرن جا ڪارخانا آهن. ويجهڙائيءَ ۾ شيشن جوڙڻ جا ڪارخانا ڪليا آهن. حيدرآباد ۾ "انڊس گلاس ورڪس وارا" شنڪارپوري آهن، ۽ تحسين جوڳو ڪم ڪري رهيا آهن. شڪارپور ۾ ڪجهه وقت پروفيسر ڦيروائيءَ برف جوڙڻ جو ڪارخانو ڪوليو. بوبڪ تعلقي سيوهڻ ۾ ماچيسن جو ڪارخانو ڪجهه وقت هو. ڪراچيءَ ۾ ڪوڪو گولڊ به جڙي ٿو.

ائين هڪ هڪ ڳالهه جي اُپٽار ڪبي، ته وڏي وستار ۾ وڃي پئبو، تنهنڪري ايترو چوڻ بس ٿيندو، ته مٿي ذڪر ڪيل سڀئي ڪارخانا گھڻو ڪري سنڌ جي پائيبندن ڪنديا آهن، ۽ ڏينهون ڏينهن چڱي ترقي ڪندا پيا وڃن.

## قديم سنڌ ورڪي:

"سنڌ ورڪ" نالو انگريزن جي اچڻ کانپوءِ چالو ٿيو، پر سنڌ بلڪ هندستان کان ٻاهر ڏيساورن ۾ وڃي وڻج واپار ڪرڻ سنڌو ماتر جي رهاڪن رگويدڪ زماني ۾ ئي شروع ڪيو هو (ڏسو پاڳو پهريون، صفحو 24). جهاز راني‌ءَ ۾ سنڌو ماتر جي رهاڪن کان ڏکڻ هندستان جا ماڻهو وڌيڪ قابل هوندا هئا. آرڪوٽ (مدراس) جي رهاڪن اهڙو ته نالو ڪڍيو، جو "آرڪاٽي" لفظ جي هنٽر معنيٰ ئي آهي جهاز جو سڪاني. انهي آڳاٽي زماني جا جهاز اهڙا نه هئا، جو چؤماسي ۾ سمنڊ جي لهرين جي سٽ سهي

سگهن. انهيءَ سبب چوماسي ۾ ڪيڏانهن به ٻاهر ڪونه ويندا هئا. پوءِ جڏهن سمنڊ ماٺو ٿيندو هو، تڏهن خوشيون منائيندا هئا. اهو خوشيءَ جو ڏينهن "ناريل پورڻما" سڏجي ٿو، جو انهيءَ ڏينهن سمنڊ ۾ ناريل، مصري، اڪا وغيره وجهندا آهن.

## الهندي ايشيا سان واپار:

مسٽر رالنسن ۽ ڪن ٻين عالمن ڪي ڪتاب جوڙيا آهن، جن ۾ هندستان ۽ مغرب جي ملڪن ۾ جيڪو واپار هلندو هو تنهنجو ذڪر آهي. سنڌو ماٿر جا رهاڪو بئبيلونيا، ميسوپوٽيميا ۽ ايرندي آفريڪا طرف وڃ واپار ڪرڻ ويندا هئا. مغرب ۾ سنڌ جو نالو گهڻو مشهور هوندو هو. سنڌ جي سيپتا ۽ شاهوڪاريءَ جون ساکون ٻڌي، عيسوي سنه کان 516 ورهيه اڳي ايران جو بادشاهه دارا پهريون پنجاب ۽ سنڌ تي ڪاهي آيو هو (ڏسو ٻاڳو پهريون، صفحو 51).

## يورپ ۾ سنڌ جي مشهوري:

سنڌ جي مشهوريءَ جي ساک ڪي انگريزي لفظ به ڀرين ٿا. مثلاً انگريزي لفظ سنڊن (Sindon) اصل ۾ آهي سنڌي لفظ "سنڌڻ" معنيٰ سنڌ جي (ململ)، سنگين اوڇڻ يا ويڙهڻ لاءِ ڪپڙو. انهيءَ سناڳي لفظ جو گريڪ (يوناني) ۽ لاتن ٻولين ۾ اُچار آهي "سنڊون"، ۽ معنيٰ اٿس سنگين ململ (سنڌ جي ٺهيل). اڳي شايد هيءَ چوڻي عام هئي، ته "ململ ته سنڌڻ". اسانجن واپارين اهو نالو بئبلونيا ۾ ڦهلايو، ۽ پوءِ ٻين هنڌ به عام ٿيو.

اهو سنڊن لفظ ملٽن هن ريت ڪم آندو آهي:

Wore she not a veil of Sindon.
*(Milton)*

هتي "سنڊن" معنيٰ سنڌ جو وٽيل سنگين ڌاڳو، جنهن مان چاريون ٿاهي يورپي زالون منهن تي وجهندوين هيون.

ٻيو انگريزي لفظ "سينڊل" (Sendal) آهي، جو اصل آهي سنڌي لفظ

"سينڌڙ" معنيٰ سنڌ جو (سنگين ڌاڳو). ناموَر شاعر لانگفيلو اهو لفظ هن ريت ڪم آندو آهيّ:

Sails of silk and ropes of sendal,
Such as gleam in ancient lore.
*(Longfellow)*

هن مان پڌرو آهيٰ تہ سنڌ جي سنگين وٽيل ڌاڳي مان اڳي ولايت ۾ ٻيڙين لاءِ ڀڳهہ (رسا) ٺاهيندا هئا، ۽ اهي رسا انهن شاهاڻين ٻيڙين ۾ ڪم ايندا هئا، جن جا ريشمي سڙهہ هوندا هئا. مطلب تہ سنڌ جو وٽيل سنگين ڌاڳو بہ يورپي لوڪ هڪ شاهاڻي شيءِ ڪري ليکيندا هئا.

## روم ۾ سنڌورڪي:

عيسوي پهرين صديءَ ۾ ستين لوڪن جي سنڌ ۾ صاحبي هئي (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 53). سنڌن وقت ۾ روم وارن جا جهاز سنڌ ۾ ايندا هئا، جا ڳالهہ ڪارٽر صاحب واري جوڙيل سنڌ جي تاريخ ۾ ڄاڻايل آهي. اساڻجا سنڌي ماڻهو روم ڏي وڻج واپار لاءِ ويندا هئا. اچ تائين چوڻي آهي تہ:

"توڙي وڃي روم، تہ بہ ڍوڍو ۽ ٿوم، لکيو لوح قلم ۾."

هيءَ پهاڪو ائين ڄاڻائي ٿو، تہ جيڪي وڻج واپار لاءِ روم ڏي ويندا هئا، سي اڪثر جهجهو ڌن ڪمائي ايندا هئا؛ پر جيڪڏهن ڪنهنجي قسمت ئي ڏلني هوندي هئي، تہ روم ۾ بہ ڍوڍو ۽ ٿوم نصيب ٿيندي هيس يعني ٿوري ڪمائي ٿيندي هيس، جنهنڪري گذران سادو سودو هوندو هوس.

## جهاز رانيءَ ۾ ترقي:

"عيسوي پهرين صديءَ ۾ سنڌ جا واپاري چين (چائنا) ڏانهن ويا هئا، ۽ اتي جي حاڪم ڪي ڏاڍيون سوغاتون ۽ تحفا ڏنا هئائون. عيسوي ٽين صديءَ ۾ هندن جون بينڪون سوڪوٽرا ٻيٽ ۾ هونديون هيون، ۽ سنڌن جهاز آفريڪا جي ايرندي ڪناري ۽ ايران جي بندرن تي ڏسڻ ۾ ايندا هئا. پنجين ۽ ڇهين صديءَ ۾ سنڌ ۽ گجرات پاسي جهاز راني نهايت زور هوندي هئي." (پيرپيلس)

## هندن جون بينڪون:

حمزو نالي هڪ ايراني مسافر لکي ٿو، تہ پنجين صديءَ ۾ ڪوفي جي ويجهو فرات نديءَ وٽ هندن جا گهڻا جهاز ڏسبا هئا.

ڪامر نالي هڪ ڪتاب نويس لکي ٿو، تہ عيسوي ڇهين صديءَ ۾ سلون (لنڪا) ۾ٿ سان ديبل بندر (ڏسو صفحو 19 ۽ 36-37) ۽ ويراوال بندر جو گهڻو واپار هلندو هو. تن ڏينهن ۾ سنڌ ۽ گجرات جي ماڻهن بخري نار ۾ پيٺ هٽ ڪيا هئا، ۽ بينڪون وڌيون هئائون.

## جاوا ۽ سنڌورڪي:

عيسوي پهرين صديءَ کان وٺي هندستان جا ڪيترا ماڻهو جاوا، سوماترا ۽ دور پورب ۾ ٻين ڪيترن هنڌن ويا هئا، ۽ پوءِ بہ ويندا هئا. سنہ 1603ع ۾ گجرات جو راجا ڪسمر چتر هو، تنهن پنهنجي پٽ ٻرو وجي ساويچال کي جاوا وڃڻ لاءِ ڇهہ جهاز ۽ پنج هزار ماڻهو ڏنا جن مان گهڻا ڪاشتڪار، محرر ۽ سپاهي هئا. هن راجڪمار پوءِ ٻيءُ وٽان بہ هزار ڪاريگر گهرايا ۽ اوڏهين بينڪ وجهي، ڪي مڙهيون ۽ مندر جوڙايائين، جن جا نشان اڄ تائين اُتي ٻينا آهن.

گجرات جو پاسو ڪيترا ورهيہ سنڌ جي حد اندر هو (ڏسو صفحو 9 ۽ 40-41). سنڌ جا هندو بہ جاوا ڏي ويندا هئا ۽ جهجهو ناڻو ڪمائي ايندا هئا. جنهن بابت هڪ بيت جڙيل آهي، جو سنڌي پنجين ڪتاب ۾ بہ ڏنل آهي.

سودي خاطر سنبهي، جيڪي ويا جاوا،
ڪري وڻج واپار سي، سگهو ٿيا ساوا،
اڻ ميو ڏن اُتان، سو جو ڪمائين،
پاڻ تہ کائن، تن جا پويان پڻ کائين.

## ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جا سنڌورڪي:

هاڻوڪن عاملن ۽ ڀائيبندن مان ڪيترن جا وڏا ڪلهوڙن جي صاحبيءَ

ڪان وٺي، جدا جدا وقتن تي سنڌ ۾ آيا هئا. ان وقت جيڪي هندو سنڌ ۾ اڳيئي هئا. تن مان ڪيترا، پنهنجن وڏن وانگر، ڏيساورن ڏي ويندا هئا. انهن جا ڪي اڪين ڏٺا احوال شاهه عبداللطيف پنهنجي رسالي جي سر سزيراڳ ۽ ساموندي ۾ ڏنا آهن. سنه 1928ع ۾ مون اُهي احوال رسالي مان ڪڍي، پنهنجي ڪتاب "لطيفي سير" ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا هئا. هاڻ ڪي مصنف منهنجي انهيءَ ڪتاب مان مدد وٺي تاريخي مضمون پيا لکن. هتي رڳو ٿوري ۾ ذڪر ڪجي ٿو.

"قرنفل، ٿوٿا، پارچا، پاٽيٺ پاتاٿون."

قرنفل (لونگ) ۽ ايلاچي سنڌ جون پيداشيون نه آهن. اهي مصالحا ملبار ڪناري ڪان آڻيندا هئا؛ ۽ پارچا يعني ڪپڙا (ريشمي) چين ولايت ۽ بينگال ڪان آڻيندا هئا. اهي تاريخي حقيقتون آهن ۽ رسالي ۾ ٻـ انهن ڳالهين جا اهڃاڻ آهن.

سوڏي ڪارڻ سنيرڙي ويهون وڻجارن،
ويا چين بينگال ڏي مـاڻڪ رکي من.

پاٽيٺ يا آبدار موتي ٻين هنڌن (ايراني نار وغيره) ڪان آڻيندا هئا؛ پر ڪي غواص يعني ٽوبير هئا جي سمنڊ مان سپون سوجهي ايندا هئا. سنڌ ۾ ٽوبير اڄ تائين آهن. سمنڊ مان موتين ڪڍڻ جو مقاطعو ڪسٽم ڪاتي وارا ڏيندا آهن.

لنڪا لنڪا ڪن، لاءِ لنڪا جي اوهريا،
سٽي سون لنڪا جو، سک نه ساموندين.

سنڌ جي وڻجارن (واپارين) پڌو هو، ته لنڪا (سلون) ۾ سون گهڻو آهي، تنهنڪري جيستائين اوڏهين نه ويندا هئا، تيستائين آرام ڪونه ايندو هون.

"ڏٺي ڏٿاري، ساموندين سر سنباهيا."

جولاءِ واري مهيني ۾ ڏٿاري پنهنجن ٻارن ٻچن وٽ ڪرڪي ٻوءِ سفر تي ويندا هئا. ۽ بهاري موسم (ڦڳڻ) ۾ موٽندا هئا. ائين چئن مهينن جو سفر ڪندا هئا. پر ڪي ٻارهين مهيني ٻـ موٽندا هئا.

"آيو ٻارهين ماهہ، وريو سفر سنيري."

عيسوي پندرهين ۽ سورهين صديءَ ۾ پورچوگيزن، فرينچن ۽ پوءِ انگريزن واپار سانگي هندستان ۾ اچي ڪوٺيون وڌيون. اهي يورپي اچ تائين فلنگي (فرنگي) Franks سڏبا آهن. منجهانئن ڪي درياهي چور هوندا هئا، جي اسانجن سامونڊين کي ڦريندا هئا.

معلم ماڳ نہ اڳهين، فلنگي منجهہ ڦريا،
ملاح! تنهنجي مڪڙيءَ اچي چور چڙهيا،
جتي ڏينڳ ڊريا، تتي تاري تنهنجي!

ڪن ويچارن جا غوراب سمنڊ ۾ غرق ٿي ويندا هئا! سندن اسهڻ جا ڏينهن ٿيندا هئا، تہ سندن گهر واريون پيون رئنديون هيون ۽ جڏهن سندن موٽڻ جا ڏينهن ٿيندا هئا، تڏهن بندر تي وڃي بيهنديون هيون. پريان ڪو جهاز ايندو ڏسنديون هيون، تہ هرڪا چوندي هئي، تہ:

"مان منهنجو هوءِ، جاني هن جهاز ۾!"

اسانجا اهي وڻجارا درياهہ پنٿي هوندا هئا، تنهنڪري سندن گهر واريون سمنڊ ۾ اکا ۽ بحرانا وجهنديون هيون.

جاجر جاتون نہ ڏئي، ڏٺا تہ مـــــوهي،
سڌون ڪوهہ ڪري، سا پنهنجي ڪانڌ جون؟

هن مان ظاهر آهي، تہ وڻجارن جون وهون (زالون) سمنڊ جي جاترا تي وينديون هيون، ۽ اتي جا ڏٺا ٻاري پاڻيءَ تي تاري، پوءِ سمنڊ ۾ پرواهہ ڪنديون هيون. اهڙيون پيون بہ ڪي ڳالهيون رسالي ۾ آهن، جي سڀ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جون آهن. مياں نور محمد ڪلهوڙو شاهہ صاحب جو همعصر هو.

# هاٿوڪن سنڌ ورڪين جي تاريخ:

نوٽ: هيءُ مضمون ڀاءُ هوتچند نيڻو مل کوبچنداڻي سنڌ ورڪيءَ جو لکيل آهي. سنڌ ورڪين جو ٿورو وڌيڪ احوال مکي متگهارام گرڏنه مل هٿ ڪري ڏنو، سو پڻ هن ۾ گڏيو ويو آهي. (ايڊيٽر)

سنڌ جي هندن جي تاريخ سنڌ ورڪين جي احوال ڪانسواءِ جيڪر اڻپوري ليکجي. سنڌ ورڪ ڪيئن چالو ٿيو، اها هڪ عجيب وارتا آهي، ۽ اڄ حيدرآباد جي ڀائيبند فرقي لاءِ فخر جو باعث آهي. حيدرآباد کي اڏڻ ۾ سنڌ ورڪين جو گهڻو هٿ آهي. ائين چوڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهجي، تہ جي سنڌ ورڪي نہ هجن ها، تہ حيدرآباد جو روپ سٽيو نہ هجي ها. ساريءَ سنڌ کي سنڌ ورڪ مان گهڻي قدر فيض رسيو آهي.

سنہ 1843ع ۾ انگريزن سنڌ ورتي، تہ گورن جي پلٽڻين جي کاڌي خوراڪ لاءِ سامان سپلاءِ ڪرڻ حيدرآباد ۾ رهندڙن کي ميسر ڪري ڏنو پيو. آدجگاد کان وٺي واپار ڀائيبندن پٺي ڪيو آهي، سو اهو ڪم ڀائيبندن ئي شروع ڪيو. ولائتي سولجرن سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ ڪري لونگيون، نصرپور جا کيس، ڪڇ جون چنيون، مقيشي پرت ۽ ٻيا اهڙا سامان سولجرن کي ڀائيبندن ڏيکاريا، تہ اهي کين پسند پيا. گورن انهن شين جي طلب انهن ڀائيبند واپارين کان ڪئي، جي سنڌن موديخاني ۾ هوندا هئا. ڀائيبندن اهي شيون نيڪال ڪرڻ شروع ڪيا، تہ پوءِ سنڌن ذات هري ويئي. موديخاني جي ڪم مان گڏ هڪ فرقو انهيءَ ڌنڌي جو کلي پيو، جو پوءِ سنڌ ورڪ جي نالي سان مشهور ٿيو.

سنڌ ۾ جتي جتي سهڻو ۽ عمدو سامان تيار ٿيندو هو، تتي تتي کي ڀائيبند روبرو وڃي، مال گڏ ڪري، پوءِ اهو لشڪر جي گورن سولجرن ۽ سنڌن عملدارن کي وڪڻندا هئا. شروعات ۾ ڌنڌو ايڏو وڏو نہ هو، پر فائدي جي آس چڱي هوندي هئي. ڪي پوءِ بہ پنهنجو ڌنڌو اڪثر ڪري

ڪئمپن ۾ ڦيريءَ جي رستي ڪندا رهيا. ڪن ته اصل حيدرآباد جي صدر ۾ وجي دڪان کوليا. انهن مان مکيه ڀائي ڏرمداس پنجو مل واسواڻي ۽ ڀائي کوٽو مل سيوهاڻي (ديوان چنديرام جج جو ڀيءُ) هئا.

حيدرآباد جي ڪئمپن مان آزمودو پرائي پوءِ بمبئيءَ طرف ويا. بمبئيءَ ۾ مکيه سنڌ ورڪي ڀائي جيرامداس پوهو مل دانسنگاڻي، ڀائي ڏرمداس پنجو مل ۽ ڀائي ڊنگو مل بلومل هئا. ڪانئن پوءِ برک واپاري ۽ جواهري ڀائي تاراچند پرسرام ٿيو. هن وقت ته سوين حيدرآبادي ۽ سنڌ جي ٻين هندن جا هندو بمبئيءَ جي سڀ ڪنهن قسم جي واپار ۾ گهريل آهن.

اسانجا ڀائيبند ڀائر پوءِ بمبئيءَ کان وک وڌائي، ڪولمبي ۽ رنگون ڏي ويا. ڪولمبي ۾ اصل برک فرمون هيون، مکي سڪرامداس هيرانند، ڏرمداس پنجو مل، ميسرس هردارامائي وارا ۽ ٻيا پيٽا ۾ به گهڻا واپاري آهن. ائين حيدرآباد وارا سنڌ ورڪي سڄيءَ لنڪا ۾ پکڙيل آهن.

رنگون ۾ ڏرمداس پنجو مل برک هو. پوءِ گنو مل پرسرام، جنهنجو جواهرڪو ڪم هو، تنهن کانپوءِ ليکراج، جهمٽ مل قيمتراءِ ۽ ٻين رنگون ۾ ڪارخانا کوليا.

هندستان کانپوءِ (سنه 1869ع ۾ سوئيز ڪئنال کليو، ۽ جهاز عام طرح اچڻ وڃڻ لڳا تنهن کانپو) "ميشرس پوهو مل برادرس" جو ڀائي پوهو مل ڪئرو (ايجپٽ) ۽ يورپ ڏانهن، ۽ "ميشرس وسيا مل آسومل" وارن جو ڀائي وسيومل سينگاپور ڏانهن نڪري ويا. اهي به پهلوان قسمت آزمائڻ لاءِ سمنڊ جهاڳي اٿل ازادي سان، پنهنجي وطن جو وڇوڙو قبولي ويا. شروعات ۾ سنڌ جو مال ۽ هندستان جي ٻين پاسن جو ڪجهه مال پاڻ سان کڻي ويا. انهن اوائلي سنڌ ورڪين جي ڌنڌي جو طريقو بلڪل ساڌارڻ هوندو هو، ۽ سنڌن جيوت پڻ سادي هوندي هئي. خرچ بلڪل ٿورو ڪندا هئا. قناعت ۽ صرفي نبان ڪمائي، جڏهن ورهين کانپوءِ وطن وريا، تڏهن سندن مٽن مائٽن ۽ رشتيدارن جي پڻ دل سرڪي. اڄ جنهن اوڄ ۽ رونق تي سنڌ ورڪين جو ڌنڌو پهتل آهي، سو ڪنهن کان به ڳجهو ڪونهي، پر سنڌ جون شيون، جن سندن ڌنڌي جو بنياد ٻڌو، سي هينئر سندن "لائين" کان ٻاهر آهن.

ڪچ جون چنيون لسيون ۽ آرسيءَ جي ٽڪرن واريون ٽن ڇگو وقت سنڌ ورڪين کي وارو ڏنو. هاٿي انهن جو ايترو ۽ اهڙو چالامان ڪونهي.

سنڌ ورڪين وڏندي جپان ۽ چين ۾ پنهنجون روانگيءَ جون آفيسون ڪوليون. دنيا جي جدا جدا ملڪن جي مالن جا نمونا جپان ۾ ٺهرائي ڏيساورن ڏي موڪلڻ لڳا. چين منجهان چينائي ٺهيل مال جي روانگي ڪرڻ لڳا. جپان مان ريشم ۽ سوٽي مال جي روانگي زبردست انداز ۾ وڏي مقدار تي وڃي پهتي. چينيءَ جو سامان، فلاورپاٽ، ٽي سيٽ، ڪکائون مال جهڙوڪ چٽايون، باسڪيٽ، هئنڊ بئگ وغيره، چمڙي، ڪکن ۽ ڪپڙي جا ٺهيل سليپر، بمبوءَ جون ڇپريون وغيره پهريائين پهريائين اسانجا سنڌ ورڪي ڪوبيءَ مان موڪليندا هئا. ريشم ۽ ريشمي مال، سوٽي اوني مال ۽ ٻيو طرح طرح جو سامان پوءِ روانگيءَ جي لسٽن ۾ آيو.

شروعات ۾ جن جپان ۾ ڪوٺيون کليون تن ۾ مکيه ميشرس وسيامل آسو مل ۽ ميشرس ٽي.پرسو مل مانجهندن وارا هئا. ميشرس وسيامل آسو مل ڪوبيءَ وارن جو مئنيجر پائي دولهڌنه مل ٽلو مل مهتائي هو، جنهن جپان ۾ چگو ناڻو ڪيو. ان وقت جپان ۾ سنڌورڪين جو دٻدٻو بلند هو.

سنڌين جون ڪوٺيون يوڪوهاما، ڪوبيءَ ٻين هنڌ هيون، ۽ ڪيترن کي پنهنجون زرخريد جڳهون هيون جن مان ڪي 1923ع جي زلزلي ۾ زبون ٿي ويون. 1942ع جي مهاڀاري جنگ ۾ سنڌين جو ڏاڍو نقصان ٿيو. ڪن سنڌ ورڪين کي بيگناهه ماري وڌائون. جيئن جپان هارايو تيئن جملي واپار بند ٿي ويو. اٽڪل ڏيڍ سؤ ڪوٺيون هيون.

سنگاپور ۾ ميشرس وسيامل آسومل ۽ ميشرس ڪي.اي.جي چوٿرمل وارا جهونا آهن. وسيامل وارا سنگاپور ويا، تنهن کانپوءِ اوڀر ايشيا ۾ ۽ ٻين پاسي سنڌي وڃڻ لڳا. جيئن ته جاوا، ملايا، هانگ ڪانگ، چائنا ۽ انڊونيشيا، جتي سوين سنڌين جون ڪوٺيون هونديون هيون. انهن مڙني کي جپان واري جنگ ۾ ڏاڍا نقصان پهتا. هزارين سڌورڪي جنگ وارو سمورو وقت اُتي ٻاند هئا، ۽ وطن ڏي اچڻ نٿي مليو. چوڻ ۾ اچي ٿو.

نيتاجي سڀاش چندر بوس کي ڪيترن سنڌين مدد ڏني هئي. انهيءَ پاسي برک ڪوٺيون ميشرس وسيا مل آسو مل، مکي هوتچند کيمچند ۽ ميشرس ڪي.جي. چوئٿ مل جون ليکڻ گهرجن.

فلپائن ۾ ميشرس وسيا مل وارا ۽ ميشرس ڏنا مل چيلارام وارا پهريائين ويا هئا. ميشرس وسيا مل وارن جو مئنيجر ڀائي مولچند چوئٿرام هاٿيراماڻي هو. ميشرس پوهو مل برادرس وارن جو ڪم منيلا ۾ ڀائي گيهي مل رامداس وٽي کوليو.

جاوا ۾ ميشرس هوتچند کيمچند، ميشرس ڪي.اين. ڏنا مل وارن ۽ ڪن ٻين جون فرمون برک آهن. هونو لولو ۾ ميشرس واٽو مل برادرس چڱو نالو ڪڍيو آهي.

مٿين سڀني هندن مان جاوا جي سنڌورڪين اتيرو ته نالو ڪمايو، جو چوڻي پيئي، ته:

جو وڃي جاوي، سو ڦر نه آوي،
جي آوي، ته پٽ پوٽا کـــاوي.

ڪيترا سنڌي جاوا جي ڇوڪرين سان پرڻجي، اتي ئي ٽِڪ ڪري ويٺا آهن.

سنڌورڪين جون اوائلي وڏيون ۽ برک ڪمپنيون ٽي هيون: ميشرس پوهو مل برادرس، ميشرس ڏنا مل چيلارام ۽ ميشرس وسيا مل آسو مل. پوئينءَ فرم وارا اوير ايشيا ۾ ئي رهيا؛ باقي ٻيون ٻه فرمون ايشيا توڙي يورپ ٻنهي کنڊن ۾ پکڙيون. انهن ٻنهي فرمن يورپ ۾ چڱو واڌارو ڪيو. پوءِ ته سنڌين جون گهڻيئي نيون فرمون انهيءَ پاسي کليون. مثالنا ۾ سنڌين جا ستر سالن کان وٺي ڪارخانا آهن. ڪن جا ڪارخانا جبرالٽر ۾ به آهن. ميشرس پوهو مل برادرس وارا ته سائوٿ آمريڪا تائين به وڃي پهتا. هن وقت ۾ سنڌ ورڪي سائوٿ آمريڪا جي ڏکڻ ۾ فاڪلنڊ ٻيٽن ۾ براجمان آهن. مطلب ته وچڻ جا لنگهه ۽ مکيه بندر سڀ سنڌين جي حاضريءَ جي ساک ڀرين ٿا.

ايجنٽ ۾ ٻه برک وپاري پوهو مل برادرس وارا آهن. شيام ۾ مکي [illegible] وارا، [illegible] ۾ ڀيسو مل موتيچند. جبرالٽر ۾ [illegible]

آفريڪا پاسي جي.ٽي. چئنراءِ، ڪشنچند چيلارام، ميناارام جسپو مل، ايم.ڏيئلداس ۽ ٻيا. ايسٽ آفريڪا ۽ سائوٿ آفريڪا ۾ مکيه واپاري ٽيڪمداس برادرس، ڏيارام گدو مل ڪمپني، هاسارام ۽ مورجاڻي؛ ماريشس ۽ ڪئنري ٻيٽن ۾ پڻ ڪيترن سنڌين جون فرمون آهن. آفريڪا جي اولهه پاسي ميشرس جي.ٽي.چئنراءِ، ميشرس مينا رام جسو مل ۽ تاراچند جسومل وارا جهونا آهن. ميشرس ڪشنچند چيلارام وارا به زور آهن. سائوٿ آمريڪا ۽ نارٿ آمريڪا يا ڪئنادا ۾ ڪي جزوي سنڌي آهن، جو اتي آسٽريليا وانگر هندستانين کي اچڻ جي ايتري اجازت ڪانهي.

جرمنيءَ واري ٻي مهاڀاري جنگ وقت آمدرفت بند ٿي، ته اسانجن سنڌي ٻائرن هندستان جو هندستان ۾ واپار کي وڌايو. هن وقت هندستان جي هر هڪ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيل آهن ۽ واپار ۾ چڱو نالو ڪڍيو اٿن.

مدراس پاسي ميشرس چيلارام گيانچند وارن جي ڏٺيءَ ٻائي چيلارام چڱو نالو ڪڍيو. اصل سنڌ هڪڙي فرم هئي، جنهن مان پوءِ ڦٽي ٽي فرمون ٿيون آهن: ميشرس چيلارام گيانچند، ميشرس ڪشنچند چيلارام ۽ ميشرس ڪيولرام چيلارام.

ڪلڪتي ۾ ميشرس تاراچند پرسرام برک جواهري هئا. سرڳواسي راءِ بهادر موهنداس واسواڻي انهي فرم جو مئنيجر هو.

رنگون ۾ ميشرس گنو مل پرسرام وارن جي ناليري فرم هئي. ميشرس ٽي.کيمچند تيجو مل وارا به مشهور واپاري هئا. ٻيا به ڪيترا پوءِ اتي وڃي ڏنڌو ڪرڻ لڳا.

احمد آباد ۾ ميشرس جهمٽ مل قيمتراءِ وارن کي پنهنجي آرٽ جي مال پيدا ڪرڻ جي "مل" آهي. سورت ۾ ميشرس ڪي.اين. ڏنا مل مانجهند واري جي آرٽ جي مل آهي.

سڄي هندستان ۾ شڪارپوري به ٽڙيل پکڙيل آهن. شڪارپورين توڙي حيدرآباد جي سنڌ ورڪين جو مرڪز بمبئيءَ جوشهر آهي، جتي ڪيترا عامل به آهن.

## سنڌ ورڪين جي ائسوسيئيشن:

سنڌ ورڪ مرچنٽس ائسوسيئيشن جو پايو 1918ع ۾ پيو. ان جو پهريون پريزيڊنٽ مکي هرڪشنداس هو، جو ٻارهن ورهيه انهيءَ عهدي تي هو. انهيءَ کانپوءِ پريزيڊنٽ جون چونڊون ساليانون ٿينديون آهن. انهيءَ ائسوسيئيشن سنڌ ورڪ کي چڱو فيض رسايو آهي. ۽ سنڌورڪين جي اهنجن ايذائن دفع ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي.

## سنڌ ورڪين جي ڪمائي:

اخبارن ۾ وقتي سنڌ ورڪين جا احوال پوندا آهن. ويجهڙائيءَ ۾ اهڙن احوالن مان معلوم ٿيو، ته هر ڪنهن سال سنڌ ورڪي سراسري اڍائي ڪروڙ روپيا سنڌ ۾ آڻين ٿا. شڪارپورين جي ڪمائي تنهن کانسواءِ آهي، ۽ اها به ڪا ٿوري ڪانهي●

باب پنجون

# هندو استرين جي ترقي

(نوٽ: هيءَ سڄو ئي باب ڪماري سرلا جڳو مل نرسين ايم.اي، پرنسپال، تولارام گرلس هاءِ اسڪول، حيدرآباد واريءَ جو لکيل آهي. ڪجهه آڳاٽو احوال مون ٻڌايو مانس، ۽ هاڻوڪو احوال سمورو پاڻيهي لکيو اٿس. (ايڊيٽر)

## سماج ۾ ڦيرو:

ڪنهن به سماج لاءِ سدائين هڪ حالت ۾ رهڻ نه رڳو ڏکيو آهي، پر ناممڪن آهي، جو انسان جي جيوت سدائين پيئي لٽو ڪائي. ڪابه سماج يا قوم ڪيتري قدر سڌريل آهي، سو پتو سندس استري جاتيءَ جي حالت مان پوي ٿو. تنهن ڪري هتي رڳو سنڌ جي هندو استرين جي حالت جو ذڪر ڪجي ٿو. ته سمجهڻ سولو ٿئي. ته ڪيتري قدر ترقي ڪئي اٿن.

## اڳوڻيون حالتون:

اڳي نياڻيون اجا ٻارڙيون هونديون هيون. ۽ "اُٺان اُٺان" پيون ڪنديون هيون. ته مائٽ سندن ڪنن ۾ سُورهن ڪِان وٺي ويهن تائين سيون هڻائي ٻئي ڪن ٽوپائيندا هئا. ته وڏي هوندي ڪن ۾ ٻُن. ڪرڪون، جهومڪڙيون ۽ ٻيا مٽيا پائي سگهن. سندن نڪ ۾ ٻه ٻه ٽنگ ڪرائيندا هئا، ته وڏيءَ مٿل نٿ ۽ بولو پائي سگهن. ڇوڪريون اڃا سوروٺي ماڻ ڪٽنديون

هيون، تہ مائٽ ڪين رانڌ روند جي راحت کان رهت ڪري، گهر جي چئن پٽين اندر بندي ويهاريندا هئا. جو پردي جو رواج عام هوندو هو. ڪنهن گهر ۾ ڪا وڏور نياڻي هوندي هئي، ۽ اتفاق سان ناناڻي گهر يا ماسيءَ پڦيءَ وٽ ٽڪڻ ويندي هئي، تہ رات جي وڳڙي ۾ سندس مٽن مائٽن مان ڪو مرد ماڻهو سوڙهين سنهڙين گهٽين مان لنگهائي؛ ڇڏي ايندو هوس ۽ موٽندي بہ ائين پاڻ سان وٺي ايندو هوس. وڏور نياڻي ڏينهن ڏٺي جو بازار مان لنگهي، سا بيشرميءَ جي ڳالهہ ليکي ويندي هئي.

ٻال ورواهہ جو رواج عام هوندو هو، تنهن ڪري ڇوڪرين کي اڪثر ننڍڙيئي مڱائي پرڻائي ڇڏيندا هئا. ۽ وديا پرائڻ جو وجهہ ڪونہ ڏيندا هئا. ڪين رڳو گرمکي اکر سيکاريندا هئا، تہ پوٿي پنو پڙهي سگهن. مائٽيون اڪثر مائٽين وارين جي معرفت ٿينديون هيون. ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي اڪلائڻ ۾ رڳو مائٽن جو هٿ هوندو هو. ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هڪبئي کي پسند ڪري پوءِ پرڻجن - سا حد بيشرميءَ جي ڳالهہ ليکي ويندي هئي.

پردي جي رواج عام هئڻ سبب ننڍيون نيٽيون پنهنجي سهري، وڏي ڏير ۽ ٻين مردن اڳيان منهن ڍڪينديون هيون. گهر ۾ ٻين جي اڳيان خود پنهنجي مڙس کي پٺي ڏيئي ويهنديون هيون. ٻين جي اڳيان پنهنجي مڙس سان ڳالهائڻ نهايت بيشرميءَ جي ڳالهہ ليکي ويندي هئي. پنهنجي مڙس جي اڳيان ماني بہ ڪين کائينديون هيون. ٻاهر نڪرنديون هيون، تہ پاڻ کي سڄوئي چادر ۾ ويڙهي، اڪڙي ڪڏي نڪرنديون هيون. عاملڪا ڇوڪرا اڪثر ديڌڪي جتي، چم جي توپن سان پائيندا هئا. مرد اڪثر سرازڪي جتي پائيندا هئا. ۽ زالن جي جتيءَ جو منهن اچي پرت سان پريل هوندو هو. پيرن جي آڱرين ۾ ميناڪاري بندرا پيل هوندا هئن. تنهنڪري سڄو ئي پير جتيءَ ۾ وجهي ڪين سگهنديون هيون. ڇيچ ۽ ٻاچ ٻاهر هونديون هين، باقي ٿي آڱريون پادر ۾ وجهي، "ڪٽڙ ڪٽڙ" ڪري هلنديون هيون. ننڍي نيٽي پيڪي ماڪي يا ٻين مٽن مائٽن وٽ ويندي هئي، تہ ويندي توڙي موٽندي ڪو نوڪر يا نوڪرياڻي پاڻ سان وٺي ويندي هئي. پڊيون زالون ٽڪائن ۾ ۽ ٽوٺريءَ تڏي تي اڪثر پاٺيهي ويندون هيون. ڪي پڊيون بہ ٻاهر اڪڙي ڪڏي نڪرنديون هيون.

ڇوڪريون جيستائين ڪنئاريون هونديون هيون، تيستائين مٿي تي پوتي، بٺ تي ڏورئي يا ڏماچ جو چولو ۽ ٽنگن ۾ اڪثر سوسيءَ جي سٿڻ هوندي هين. نڪ ۾ نيرو وٽو يا بولو ۽ پانهن ۾ اڇو ڇپو پائينديون هيون. ننڍيون نينٽيون گلبري جي چادر، ريشمي ململ جو چولو ۽ گلبدن يا ڦناويز جي سٿڻ مقيش سان پريل پاچن سان پائينديون هيون. نڪ ۾ نٿ پيل هوندي هين جنهنجي ڏانوڻ ۾ سوني يا روپي ڪنڊي پڌل هوندي هئي. نٿ جي بار ڪري متان نڪ ڇجي پوي، تنهنڪري ڏانوڻ ڇڪڻيءَ نٿ متي ڪنديون هيون، ۽ ڪنڊي چوٽيءَ ۾ اٽڪائي ڇڏينديون هيون: عاج جا چوڙا بڪ ۽ ڪنج وارا ويڪرا هوندا هئا، باقي ڪرائيءَ وارا سوڙها هوندا هئا، تنهنڪري انهن سوڙهن چوڙن پائڻ مهل هٿ ڦنجي پوندا هئان. هٿ ڦٽيل هئڻ سبب، مانيءَ ڪائڻ مهل پانهن ٽندي ڪري پوءِ وات ۾ گرهه وجهي سگهنديون هيون. وڏيءَ ڄمار واريون محموديءَ جي اڇي چادر ۽ ڳاڙها پڙا (پيشگير) پائينديون هيون. گهرن ۾ ڪيترين کي سوسيءَ يا گربيءَ جي سٿڻ هوندي هئي. جن جوانن کي ٻاهر نوڪري هوندي هئي، سي پنهنجن مائٽن کي اٿين ڇئي ڪين سگهندا هئا، تہ اسين ٻارن ٻچن سان پنهنجي نوڪريءَ واري هنڌ وڃي رهون. اها هڪ حد بيشرميءَ جي ڳالهہ ليکبي هئي. انهيءَ سبب ڪراچيءَ ۽ ٻين هنڌ ڪامورن جون اوطاقون هونديون هيون، جن ۾ نوڪرن جي هٿن جي ٺهيل رسوئي کائيندا هئا. جيڪي پيرمرد ۽ ٻيا شهر جو شهر ۾ رهندا هئا، سي بہ گهڻو وقت گهرن ۾ زالن وٽ ويهڻ پسند ڪين ڪندا هئا. انهيءَ سبب گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ پنچائتي اوطاق هوندي هئي، جنهن ۾ گهڻو وقت وڃي گذاريندا هئا. ڪن کي پنهنجون اوطاقون بہ هونديون هيون، جن ۾ اوڙي پاڙي وارا وڃي گڏ ٿيندا هئا. ڪي تہ صبح جو ڏندڻ پائيءَ ۽ منجهند جو ننڊ آرام بہ اوطاقن ۾ ڪندا هئا.

## ودِيا جي شروعات:

سنڌ جا هندو توڙي مسلمان زناني تعليم جي اڪثر برخلاف هوندا هئا. ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ چرچ مشن سوسائٽيءَ جا هاءِ اسڪول هوندا هئا. ۽ زناني مشن جي مدمن، ڇوڪرين لاءِ بہ اسڪول کوليا هئا؛ پر مائٽن

کي دٻ لڳندو هو، تہ مٿان اسان جن ٻارن کي ڪرستان ڪن. تنهنڪري مشن سوسائٽيءَ جا اسڪول گهڻو زور وٺي نہ سگهيا. پوءِ برهمو سماج وارن جي ڪوشش سان سنڌ ۾ زناني تعليم وڌڻ شروع ٿي.

ساڌو نولراءِ شوقيرام آڏواڻي پهريون سنڌي هو، جنهن سنڌ ۾ برهمو سماج جو بنياد وڌو. سندس سنگ ۾ پوءِ ٻيا ڪي سنڌي بہ برهمو ٿيا. انهن برهمن جي ڪري ڪي بينگالي برهمو وقت بوقت ڪلڪتي کان سنڌ ۾ ايندا هئا. انهن ناري جاتيءَ ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ جو تاڪيد اسان جن مائٽن کي ڪيو، تہ سنہ 1885ع ۾ ساڌو نولراءِ شوقيرام آڏواڻيءَ حيدرآباد ۾ "شوقيرام چاندو مل گرلس اسڪول" کوليو، جو اڄ تائين چوڏڪي گهٽيءَ واري چاڙهيءَ تي آهي. سگهوئي پوءِ حيدرآباد ۾ سوشل رفارم ائسوسيئيشن (پنگتي سڌار منڊلي) برپا ٿي، جنهنجي سهاري هينئ ساڌو هيرانند حيدرآباد جي ٻونهين واري گهٽيءَ ۾ اسڪول کوليو. پوءِ ٿورا وڌيڪ اسڪول عامل توڙي ڀائيبند ڇوڪرين لاءِ کليا. ان وقت هاٿوڪي وانگر ماستريائيون ڪين هيون، تنهنڪري ڪي وڏوائون ماستريائيون مقرر ڪيائون، تہ اهي ڇوڪرين کي پاڙهين ۽ ساڳي وقت سندن روزگار جي واٽ بہ کلي. اهي وڏوائون اڪثر گرمڪي اکر ڄاڻنديون هيون. ڪين ماستري ڪندو ڏسي، پيون زالون شوڪارا پيون ڀرينديون هيون، ۽ "چونديون هيون، تہ هنن ويچارين جو ڪو ڪتيندڙ ڪمائيندڙ ڪونهي، تنهن ڪري هيءَ حال ٿيا اٿن، جو ماستري ٿيون ڪن! جانا پري چونديون هيون، تہ پڳوان شال ههڙا حال ڪنهنجا بہ نہ ڪري!

ماستريائين کي پاڙهڻ جو ڍنگ ڪونہ ٿي آيو، تنهنڪري ساڌو نولراءِ ۽ وقتي ساڌو هيرانند ڇوڪرين کي پاڙهڻ ويندا هئا، تہ ماستريائيون بہ سکن تہ پاڙهبو ڪيئن آهي. انهن اسڪولن جو چيئرمن ديوان تاراچند شوقيرام هوندو هو. اسڪولن جي نگهباني ديوان پريداس شيوڪرام بہ ڪندو هو.. پوءِ جيئن تعليم وڌي، تيئن ماستيرائين ۾ لياقت ۽ هوشياري وڌيڪ گهربل هيون. پوءِ وڌيڪ پڙهيل ماستريائيون رکيائون ۽ اڳين وڏوائن ماستريائين لاءِ هڪ ناري شالا کوليائون، جتي سبق ۽ ڀرڻ جو ڪم ڪنديون هيون. راجرشي ديوان ڏيارام گدو مل سبق لاءِ ڪيتريون مشينون وٺي ڏنيون ۽ گرو گرنٿ صاحب بہ رکائي ڏنائين تہ زالون وڃن وٺن. انهيءَ ناري شالا جو مٿان

وٺي ٻيون ٻارڙي شالائون جاري ٿيون. ديوان جهوڙيمل واري ڳهٽيءَ ۾ ڀائيبندن هنري شالا به زالن لاءِ کولي. ائين استري سکيا ۽ ناري شالائن جو ڪم زور وٺڻ لڳو. حيدرآباد جو مثال وٺي، ساهتي پرڳڻي ۾ راءِ بهادر ڪوڙو مل ۽ ڪراچيءَ ۾ ڀائي جڳو مل زناني تعليم لاءِ اُپاءَ ڪرڻ لڳا. هن وقت تائين سڄيءَ سنڌ ۾ ڇوڪرين جا گهڻيئي اسڪول عاملن ۽ ڀائيبندن جي ڪوشش سان کليا آهن. ۽ ڪيترن اسڪولن جون عمارتون به عاليشان آهن.

## اعليٰ تعليم:

سڄيءَ سنڌ ۾ پهريون ساڌو هيرانند هو، جو پنهنجن ڀن نياڻين کي اعليٰ تعليم ڏيارڻ جي ارادي سان بانڪيپور وٺي ويو. ايشور جي اڇا اهڙي، جو پاڻ واٽ تي بيمار ٿي پيو. چالاڻو به اوڏهين ٿيس، ۽ نياڻيون موٽي آيون! ساڌو هيرانند جو اهو پاريل ڏيئو اُجهامي ڪين ويو. سندس اهو مثال دل ۾ ڌاري، ڀائي جڳو مل پنهنجي نياڻين کي اعليٰ تعليم پرائڻ واسطي ڪلڪتي موڪليو.

سنڌ ۾ اعليٰ تعليم کي زور پرنسپال شهاڻيءَ وٺايو. پهريائين پنهنجي نياڻي سنڌ ڪاليج ۾ موڪلي ٻين لاءِ مثال وڌائين. پوءِ ٻين کي همٿائڻ لڳو. ماڻهن کي خاطري هئي، ته ديوان صاحب سنگهه چنداسنگهه شهاڻيءَ جهڙي پرنسپال جي وقت ۾ اسانجن نياڻين جي ڪاليج ۾ هر طرح سنڀال ٿيندي؛ تنهنڪري نرسنسي پنهنجون نياڻيون سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ موڪلڻ لڳا. اهو رواج عام ٿيو، ته پوءِ حيدرآباد ۽ شڪارپور ڪاليجن ۾ به ماڻهو پنهنجون نياڻيون موڪلڻ لڳا. ڪيترين ڇوڪرين پنهنجي اهڙي قابليت ڏيکاري جو ساليانن امتحانن ۾ ڪيترن ڇوڪرن کي شهه ڏيئي ٿي ويون. اڄ به ائين آهي. هاڻ ته اسان وٽ گهڻي ئي ڇوڪريون گرئجوئيٽ ۽ ڊبل گرئجوئيٽ آهن. سنڌ ۾ ڇوڪرين جي اسڪولن جو تعداد ڏينهون پوءِ وڌندڙ آهي. ماستري ڪرڻ ۾ هاڻ ڪوبه اهم ڪونهي. تنهنڪري ڇوڪرين جا سڀ اسڪول اڪثر رڳو ماستريائيون پيون هلائين، ۽ ڪيترين ماستريائين جي گهڻي ساک آهي.

اڄ ڪلهه ڇوڪريون نه فقط ماستري، پر ڊاڪٽري ۽ "نرسنگ ڪورس" لاءِ به پيون وڃن. ڊاڪٽريءَ لاءِ اڪثر دهليءَ ويندڀون آهن. تازو ڪراچيءَ ۾ "ڊو ميڊيڪل ڪاليج" کليو آهي، ته ڪي ڇوڪريون ان ۾ به داخل ٿيون آهن.

مائٽ اڪثر پنهنجن نياڻين کي سندن دل جي لاڙي پٽاندر تعليم ڏيڻ چاهين ٿا. ڪن پنهنجون نياڻيون جئپور ۽ ٻين هنڌ موڪليون آهن، جتي ڪيت بهادريءَ جو انگ سيکاريو وڃي ٿو. مهاڪوي رابندرناٿ ٽئگور جي آدرشي مهاوڌياليه "شانتي نڪيتن" ۾ به ڪيترن پنهنجون ڌيئر موڪليون آهن. اتي پينٽنگ، راڳ، نرتيه ڪلا ۽ ڪي هٿ جا هنر سکنديون آهن. سڄيءَ سنڌ ۾ ڇوڪرين لاءِ هڪڙوئي ڪاليج "سينٽ ميران ڪاليج" آهي جنهن کي سادو ٽي.ايل. واسوانيءَ هڪ آدرشي.ڪاليج بنايو آهي.

## وهانءُ ۽ ڏيتي ليتي:

هند جو هڪ وڏو مرض جو سنڌ ۾ به ڦهليل آهي، سو آهي ڏيتي ليتي. اڳي بال وواهه جو رواج عام هو. اٺن نون ورهين جي ڇوڪري ڏهن ٻارهن ورهين جي ڇوڪري سان پرڻبي هئي، ۽ ڏيتي ليتي هڪ هزار ڪن روپين تائين هوندي هئي. پوءِ جيئن ڇوڪريون پڙهيون، ۽ وڌيڪ پڙهيل ڇوڪرن جي گهرج پيئي، تيئن ڏيتي ليتي وڌي اٺ ڏهه هزار ٿي. پوءِ ڇوڪريون ڪاليجن ۾ پڙهيون، ته "انگلينڊ رٽرنڊ" جوانن جو اگهه وڌيو، جنهنڪري هينئر ڏيتي ليتي پنجويهن ٽيهن هزارن تي اچي بيٺي آهي. انهيءَ وچ ۾ پنچائتين گهٽيئي ڪشالا ڪيا، ڪي شاديون بهشڪار ڪيائون، بلڪ ڏيتي ليتيءَ جو آڪٽ به پاس ٿيو، ته به ڏيتي ليتي جيئن ٿڌ تيئن وڌ.

ڇوڪرين کي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پاڙهڻ جي ضرورت ٿي، ته شاديون وڏيءَ عمر ۾ ٿيڻ لڳيون. ڪن کي دل وٽان سنگ نه ملڻ ڪري به وڌيڪ ترسڻو ٿو پوي. ڪن ڇوڪرين لاءِ جي عمدو ڪڻ ملي ٿو ته ڏيتي ليتيءَ جي طلب به.وڌي ٿئي ٿي. انهن سببن ڪري نتيجو هيءَ ٿيو آهي، ته ڪيترا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون پرڻجڻ کان محروم رهجي ويا آهن. دير سان شادي ڪرڻ جو هيءَ ٻرو مسئلو پيدا ٿيو آهي. جو اڄ تائين ملڪ جا مدبر

حل ڪري نہ سگهيا آهن. هيئن بہ آهي تہ جن ڪان ڳري ڏيتي ليتي ڏيڻ نٿي پڄي، سي سڌي يا اڻ سڌي نموني پنهنجن نياڻين کي اشارو ڪن ٿا، تہ ڪين پنهنجي اڪلاءَ جو رستو پاڻيهي ڳولي ڪڍڻو آهي. انهيءَ سبب ڪيتريون ڇوڪريون "فئشن" ڪن ٿيون، پينٽ ۽ پائونڊر سان پاڻ کي رنگين ٿيون، ۽ ڪپڙا لٽا بت کي ڍڪڻ لاءِ ايتري قدر نٿيون ڪن جيتري قدر ڏيکڻ کي ڏيکاري ڏين لاءِ ڪن ٿيون. اهي نمونا انهيءَ سبب اختيار ڪن ٿيون تہ من پنهنجو ٻلو پاڻيهي ڪري سگهون. انهيءَ ۾ مائٽن پنهنجي ڪوتاهي ڏيکاري آهي، ڇوڪرين پنهنجو اوچ آدرش وڃايو آهي ۽ اسانجي ڀارت ورش جي اصلوڪي سيپيتا وڏي لوڏي ۾ اچي ويئي آهي. بعضي بعضي ڪي عشق ۾ ڦٻيون ڏيئي، شادي ڪري گهر ڇاهين ٿا!

اڳي گڏيل ڪٽنب جو رواج هو. ڪا وڏور نياڻي قضا سان رهجي ويندي هئي، تہ اها ڪنهن نہ ڪنهن نموني ماپي ويندي هئي. هن زماني ۾ سڀ ڌار ڌار رهڻ پسند ڪن ٿا. اڻ پرڻيل ڇوڪرو، نوڪريءَ سانگي جتي هوندو، تتي وڃي رهندو، پر اڻ پرڻيل ڇوڪري ڪٿي ماڻهي سگهندي ۽ ڪيستائين؟ هيءَ بہ هڪ وڏو مسئلو پنگت اڳيان ڪڙو ٿيو آهي. اهڙن مسئلن ننڍڙن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ اجا گهٽو مونجهارو ڪونہ پيدا ڪيو آهي، تہ بہ ديش سڌارڪ جيڪڏهن انهنجي حل ڪرڻ جي سويل ئي ڪوشش ڪندا، تہ انهيءَ ۾ ديس جو ڀلو آهي.

## گهرو جيوت:

اڳي گهرن ۾ نوڪرن بيهارڻ جو گهڻو رواج ڪونہ هوندو هو. پوڙهي ٻهاريءَ ۽ ٻاسڻ ملڻ لاءِ پورهيتون هونديون هيون. ڪي تہ پورهيت بہ ڪين بيهاريندا هئا. گهر جون وڏيون پنيرڪي جو اٽي، ڏندڻ پاڻي ڪري، پوڙهو ٻهاري تہ ڪنديون هيون، پر ڪي اُن بہ پيهنديون هيون ۽ ڇانور بہ چڙينديون ڇنڊينديون هيون. ٻارن ٻچن واريون پنهنجن ٻارن کي سويل ئي نيرڻ ڪرائي اسڪولن ۾ موڪلينديون هيون. هاٿوڪي وانگر ڇانهہ، ڊبل رُوٽيءَ ۽ مکڻ جو رواج ڪونہ هوندو هو. ڇانهہ تہ ڪو اتفاق سان دوا طور ڪم آڻيندو هو. ڪنهنکي کنگهہ يا ليس وغيره ٿيندو هو تہ ڇانهہ سان گڏ سؤنف، مني

ڪاٺي ۽ ڪارامرچ ڪاڙهي پيارينداهئس. سياري ۾ عام طرح ٽاڻدن تي پڪل لوليءَ ۾ گيهه ٻسرس وجهي، مٿان کنڊ ٻرڪي اها نيرن ٻارن کي ڪرائيندا هئا. اونهاري ۾ ڪُنٺري ڪچٽي ۽ ڏڌ يا ماني انب سان ڪائي ٻار اسڪول ۾ ويندا هئا. پوءِ ننڍيون نينٽيون توڙي وڏيون سنان پاڻي ڪري، ڪجهه وقت پوٿي پنو پڙهنديون هيون، ۽ پوءِ گهر جي ٻي ورتڻ ڪنديون هيون. منجهند جو ماني کائي، باسڻ برتڻ ملي، پو. ڪجهه وقت اک لائينديون هيون. ننڌ مان اٿي هٿ منهن ڌوئي، ڦٽي ڏيئي، سنئين سينڌ ڪڍي؛ پوءِ ڏر ڪڍي ويهي سبنديون پرينديون هيون. منجهند جي مهل ٿوريون وڏيڪ مانيون پچائي داٻلي ۾ پائي رکنديون هيون. سانجهيءَ جو ٻار اسڪولن مان موٽندا هئا، تہ پئسي ٻا پڪوڙا يا دال چڻٽي آٽي تنهن سان ڦلڪو کائيندا هئا. زالون تہ وقتي سنڌيل انبڙيءَ يا مرّبي ذري سان ڦلڪو اڌ کائينديون هيون. اها هوندي هئي "ٽقن". سوديا لمليٽ جو رواج گهٽو ڪونہ هو. بجلي بتيون بہ ڪونہ هيون. اڳي نکر جا ڏٽا هوندا هئا، جن ۾ ڪپهہ جون وٽيون ۽ ڪوڙو تيل ٻاريندا هئا. پوءِ هٿ بتيون ۽ پيتين ۾ ٽنگڻ جا شمعدان چالو ٿيا. نکر جا ڏٽا ٻارٽا هوندا هئن تہ زالون ڪپهہ جون وٽيون ٺاهينديون هيون. ڏئي تي وٽ چڙهندي هئي، تہ سنڌيا ڪنديون هيون ۽ پوءِ راتِ جي ماني تيار ڪري، سيني کي کارائي، باسڻ بہ بروقت ملي رکنديون هيون. صبح جو رڳو چلهہ کي چوڻڪو پائي، باهہ دکائينديون هيون.

## نٿ ۽ ٻانهينءَ کي نيڪالي:

ڪاڪي پيرو مل وٽان معلوم ٿيو اٿم، تہ سنہ 1902-03ع ڌاري راڌا سوامين جو سنگرو آگري کان حيدرآباد ۾ آيو هو. وڏيل ڏيٺي ليتيءَ جون ڳالهيون ٻڌي چيائين، تہ اول پنهنجا خرچ گهٽايو. زالن کي خاص طرح اپديش ڪيائين، تہ گهٽا زيور نہ پايو. اوهانجي رڳي نٿ بہ ادائي هزار رپيا ڪائي ٿي وڃي، اها اول لاهيو. تہ نياڻيءَ کي بہ نٿ بولو ڏيٺو نہ پويو.

تن ڏينهن ۾ نٿ ۽ ٻانهين سهاڳ جون نشانيون ليکبيون هيون. ڪهنجي ٻيءِ جو جدهن ٻالائو ٿبندو هئو. تڏهن نٿ ۽ ٻانهين وڌائي پائي

کي اها پتو ڪندي هئي. انهيءَ سبب خود راڌا سوامي پنٿ وارين زالن کي نٿ وڌائڻ ۾ سنسو پئي پيو؛ پر پنهنجي گروءَ جي ٻه ڳالهه رکڻي هئي، تنهنڪري نٿ وڌائي، ڦلي پاتائون. ڪن زالن کي ڦلي پائڻ نه وڻي، تن سچن دائن ۽ سچين چونين بدران ڪوڙن دائن ۽ ڪوڙين چونين پائڻ جو رواج وڌو. ته خرچ گهٽ ٿئي.

ڪاڪو پيرو مل ڳالهه ٿو ڪري ته انهيءَ وقت ٿي مون ۽ منهنجن ڪن سنگتين سمجهو، ته هاڻ نٿ پائڻ جو رواج ويندي ويرم نه ڪندو. سنه 1904ع ۾ مونکي نيائي جائي، ته مون سندس نڪ ماڳهين ڪونه ٽوپايو. هر هڪ ڪن جي رڳي پاپڙي ٽوپائي مانس، ته وڏي هوندي ڪنن ۾ ڊر پائي سگهي. منهنجن ڪن سنگتين به ائين ڪيو. پوءِ ته نڪ ٽوپائڻ جو رواج ئي بند ٿي ويو؛ جنهن ڪري هينئر ڪنوارين توڙي پرڻيلن جا نڪ ٻُتا آهن.

ٻانهين پائڻ جي رواج جي برخلاف ساڌو هيرانند پنهنجن اخبارن "سرسوتي" ۽ "سڌار پترڪا" ۾ گهڻو ڏئيندو هو. نٿ پائڻ جو رواج گهٽيو، ته انهيءَ سان گڏ ٻانهينءَ پائڻ جو رواج به گهٽيو، ۽ سونن چوڙن پائڻ جو رواج پيو. ائين نٿ ۽ ٻانهينءَ کي هڪڙي جي پٺيان ٻيڪالي ملي.

## گڏيل ڪٽنب ۽ اوطاقن جو رواج گهٽجڻ:

سنه 1890ع ڌاري کي ٿورڙا جوان لوڪائي لڄ لاهي پنهنجا ٻار ٻچا پنهنجن نوڪرين وارن هنڌ وٺي وڃي رهيا. هن لاءِ عام طرح سبب هيءُ پئي ڏنائون، ته اوطاقن ۾ نوڪرن جي هٿ جي ٺهيل رسوئي اسانکي نٿي وڻي؛ ننڍپون نيٺيون ساهرن جي زبردستيءَ کان ڇٽيون، ۽ مڙسن وٽ هر طرح جي آزادي ملين، ته رفته رفته هيڻن ٿيو جو ساهرن وٽ وري وڃڻ تي دل نه پئي ٿين. انهيءَ تان پوءِ چوڻي به پيئي ته:

"پڳوان تنهنجو تورو - مڙس ڏجانم جوڙو."

مطلب ته ساهرا هجن ٿي نه، رڳو ونو ۽ ڪنو هجي. ائين ڌار پار رهڻ جو رواج زور وٺڻ لڳو، ته اڳوڻو گڏيل ڪٽنب جو رواج ويو گهٽبو ۽ ساڳي وقت اوطاقن ۾ رهڻ جو رواج به گهٽبو ويو.

ڪيترن حيدرآبادي عاملن ۽ ٻين ڪامورن جون نوڪريون ڪراچيءَ ۾ هونديون هيون. ڀهرياڻين ڪجهه وقت ڪراچيءَ جي جهوني مارڪيٽ طرف رهندا هئا. سگهوئي پوءِ ڪاري در تي ڪي نيون جايون جڙيون ته ڪي ڪاري در تي اوطاقون ناهي وڃي رهيا، ته ڪي پارن ٻچن سان نين توڙي جهونين جاين ۾ وڃي رهيا. تن ڏينهن ۾ ڳاڏي کاتو گهڻو وسيل ڪونه هو. پوءِ ڳاڏي کاتي ۾ گهڻيون جايون جڙيون ته عامل ۽ ٻيا ڪامورا ڪارو در ڇڏي ڳاڏي کاتي ۾ وڃي رهيا، ۽ شڪارپورين وڃي ڪارو در وسايو. ڳاڏي کاتي ۾ جايون آسانيءَ سان ۽ بلڪل واجبي مسواڙ تي ٿي مليون. تنهنڪري گهڻي ئي پارن ٻچن سان اتي وڃي رهيا. ان ڪانپوءِ اوطاقن جو رواج ٽڪڙو ٽڪڙو نڪرندو ويو. ٿورن ئي ورهين ۾ ڳاڏي کاتي ۾ جايون ملڻ مشڪل ٿي پيون، ته بندر روڊ وارو پاسو وسيو. عاملن اول جمشيد ڪوارٽر وسايو. پوءِ عامل ڪالوني نمبر-1 وساياٿون ۽ اها به پوري نه پين ته عامل ڪالوني نمبر-2 ناهياٿون. ڪي ماڊل ڪالوني ۽ مڊل ڪلاس ڪالونين ۾ پنهنجون عاليشان عمارتون جوڙائي ويٺا. نتي وارن، سيوهاڻين، اپرسنڌ وارن ۽ ٻين به ائين ڪيو ته گڏيل ڪٽنب جو رواج ۽ اوطاقن جو رواج ٻئي هڪبئي پٺيان غائب ٿيا. اهي ساڳيا ڪامورا جن چيو ٿي ته اسانکي اوطاقن ۾ نوڪرن جي هٿن جي ٿهيل رسوئي نٿي وڻي، سي ڏسو ته هاڻ پيا، گڏهه والي، مارواڙي وغيره نوڪر ٻيهاري ويٺا آهن ۽ انهن جي هٿن جي ٺهيل روٽي ويٺا کائين! اڳي هر هڪ پيو 12 کان 18 رپين تائين پگهار وٺندو هو. هينئر پيي جو پگهار چاليهه پنجاهه رپيا آهي، پر پنهنجي آسودگي ڏيکارڻ لاءِ ڪيترا اهو وڏو خرچ پاڻ تي ڀڏي ويٺا آهن. ڪن وٽ ته چند ڦوڪ ۽ اٺي وينيءَ لاءِ ڌار نوڪر آهن. هن جو نتيجو هيءَ ٿيو آهي ته ڪيترين ننڍين نيٽين جا هڏ ويهي ويا آهن. اتفاق سان مٽن هلائي ڪو ٿورو گهڻو ڪپڙو ڌٻن، نه ته رڳو گهر جون پتليون ٿيون ويٺيون آهن. ڪنهن ڏينهن پيو نه اچي ته پنهنجو هڏ مشڪل هلائين. هوٽل مان ٺهيو ٺڪيو کاڌو گهرائي کائين! کاڌو به چشڪي وارو ڪپين. اڳي هندو زالون بيضي کي هٿ به ڪين لائينديون هيون. ڪو مرد ماڻهو بيضو کائيندو هو، ته چونديون هيون ته هيءَ مسلمان يا ڪرستان آهي. اڄ ڏسو ته ترپل پا اڌ ترپل بيضو. پڊنگ، ڪيڪ. بيسڪري وغيره

ڇوڪريون توڙي ڇوڪريون ڇالون حلال ڪري ٿيون سمجهن. اڳي اُئي وٺي ڪي پاپڙ پائي جي صلاح ڪندا هئا. هينئر ڪيڪ، پيسٽري، بسڪوٽ ۽ چانهه يا آرينج، ومٽو ۽ ٻيا پيچ عام آهن، جي گهٽوئي خرچ پچن ٿا. سادگي ڪن ٿورن ڪي پسند آهي، باقي نت نت ۽ فئشن زور آهن.

## نوان فئشن ۽ وڏيل خرچ:

ڪراچيءَ ۾ وڻ وڻ جي ڪاٽي آهي. اسانجون ڇوڪريون ڪاليجن ۾ پڙهڻ لڳيون، ته ساڙهيون پائڻ لڳيون. ڪراچيءَ ۾ مرهٽياڻين ڪي چوٽيءَ ۾ گل وجهندا ڏناڻون ته پاڻ به اٿين ڪرڻ لڳيون. ڪن پنجابين جي ڊريس پسند ڪري اها چالو ڪئي؛ اٿين نوان نوان فئشن پهريائين ڪراچيءَ مان جاري ٿين ٿا، ۽ اتان جيڏرآباد ۾ چالو ٿين ٿا، جتان پوءِ ٻهراڙين ۾ ڦهلجن ٿا. ٻهراڙين ۾ ڪو رواج اچا چالو مس ٿئي؛ ته تنهنڪان ئي اڳي ڪراچيءَ مان وري ٻيا نوان فئشن جاري ٿين ٿا. غامليائيون جيڪي ڪن ٿيون، تنهن تي ڪنهنجي اپيل هلي نٿي سگهي، ٻنهنڪري ڪين هرڪو قدم سوچي ويچاري کڻڻ گهرجي، ۽ ٻين لاءِ آدرش ٿيڻ گهرجي؛ پر هن وقت اڪين سان ڇا ٿا ڏسون؟

ايشور هٿ، دل ۽ دماغ ڏنا آهن، ته تنهن جي پوري ميلاپ سان ڪاراتي زندگي ڪاٽجي؛ پر اڄ ڪلهه ڪيتريون نندين نيٺيون ايتري قدر ته هڏ رڪ ٿيون آهن، جو رڌڻ پچائڻ جو سمورو ڪم نوڪرن کي سونپيو اٿن ۽ جيڪي ٻار پاڻ ڄڻين تن لاءِ "آيا" مقرر ڪن! اهي حالتون ڏسي ڪي ويچار وان اٿين پيا چون ته اسانجون ڇالون رڳو ماني کائي ڄاڻن ۽ Social Parasites مفت خور ٿي پيون آهن: هن ڳالهه ۾ مڊمن سان ريس ٿيون ڪن. صاحبلوڪن ۽ مدمن سان ريس ڪرڻ ڪري سندن گهر جي سينگار ۽ اسباب ۾ به وڏو ئي ڦير ڦير پئجي ويو آهي. سادي رهڻي ۽ اڳيان طول ۽ گديون هاڻ نظر ئي ڪين ٿيا اچن. سوفا سيٽ، پلنگ، ميزون، ٽپايون، ڪرسيون بلڪ ريڊيو هر هڪ گهر جا ضروري اسباب آهن. رهڻيءَ ڪرڻيءَ جو معيار ۽ نت نت ايتري قدر وڌيل آهي، جو ٿورن پئسن سان گهر هلائڻ اڄ ڪلهه مشڪل ٿي پيو آهي. ڪيترن گهرن جو خرچ ڇوڪرين جي

ڪمائيءَ مان هلي ٿو، تہ بہ پنج پنجوءَ جا ڪتائي پيا آهن. هيءَ وڌيل خرچ گهرو حياتي ناس ڪرڻ جو هڪ سبب بڻيو آهي.

## هاڻوڪي منورتيءَ بابت رايا:

هندوستان جي ٻين ڀاڱن جي ڀيٽ ۾ سنڌ جا هندو وڌيڪ تبديل پسند آهن. نوان خيال ۽ نيون ڳالهيون جهٽ پٽ جهٽيندا آهن. پنهنجي جيوت جي چرخي ڦيرائيندي ويرم ئي ڪانہ ڪندا آهن. ڪن ويچار وانن جو رايو آهي، تہ اها قومن جي اسرڻ ۽ ڦوهہ جوانيءَ ۾ اچڻ جي نشاني آهي. انهيءَ جوانيءَ جي مستيءَ ۾ انسان ڪن ڪسابن جا سانڍيل سنسڪار هڪ ڪن ۾ ٺوڙي، نوان آچار ويچار اختيار ڪري ٿو، ۽ اڻ آزمايل واٽن ۾ گهڙي، نيون واٽون آزمائي ٿو، ۽ انهن واٽن تي ڪو شعاءُ ڏسي ٿو، تہ پتنگ وانگر انجي مٿان ڏوڪي وڃي پري ٿو، ۽ آخر پنهنجا پر ساڙي ٿو!

ڪي وري هن قسم جي سياءَ کي اسريل نسريل سلي سان ڀيٽي چون ٿا، تہ اهو هلڪو ۽ ترل سياءُ آهي. اهڙي سياءُ وارا گويا هڪڙي هنڌان سلا پٽي ٻئي هنڌ هڻن ٿا. اهڙا چنچل سياءُ وارا ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ اونهو وڃي ڪين سگهندا، ۽ سندن پاڙون ڪڏهن بہ پختيون ڪين ٿينديون.

ڪي ويچاروان اٿلندو انهيءَ منورتيءَ کي ساراهين ٿا ۽ چون ٿا تہ جيئن هاري ناري روت Transplantation ڪن ٿا يعني قلم هڪ هنڌان ڪڍي ٻئي هنڌ هڻن ٿا، تہ پاڻ پوک چڱي ٿئي ٿي، تيئن هيءَ شڪتي بہ قوم کي سدائين سرسبز رکي ٿي. پاڻهي وقت ثابت ڪندو تہ هيءَ منورتي سنڌ جي هندن لاءِ فائدي واري آهي يا مرڳو هاڃيڪار آهي.

## ڌرمي ڳالهيون:

هاڻوڪين هندو استرين جي بسياءَ کي ڀلي تہ ڪو ترل يا چنچل ڪوٺي، تہ بہ ايترو هرڪو قبوليندو، تہ هو پنهنجي ڌرم تي پختيون آهن، ۽ مردن کان وڌيڪ قدامت پسند (Conservatives) آهن. منجهانئن ڪي گروءَ جون سڪٽيون، ڪي ديويءَ جون پوڄارڻيون، تہ ڪي دِرياهہ پنٿي آهن. ڪن تي آريہ سماج، برهمو سماج ۽ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جوا ثر ٿيو آهي، تہ بہ

پنگتي پختگي Social Solidarity جي مهندار استري ئي آهي. آڳاٽن ڪريائن ڪرمن جي رکپال بہ استري ئي آهي. پوڄا پاٺ بہ نيم سان استريون ڪن ٿيون. گروءَ ۾ جيڪو يقينو اُنن سو ساراهڻ جوڳو آهي. ايترو ڇئبو تہ انڌو وشواس ۽ اگيانتا اجان ڪن ۾ آهي، جو سنڌ جون ڪي زالون پير فقير پڄائينديون آهن ۽ جادوءَ ٽوٽڪي ۾ بہ ويساهہ اٿن.

## زالن ۾ انقلاب:

ڇوڪريون جيئن مئٽرڪ تائين پڙهڻ لڳيون تيئن آزاديءَ سان گهمڻ ڦرڻ جو چاهہ منجهن وڌيو. سنڌ ۾ مهاتما گانڌيءَ جو پرڀاءُ سنہ 1919ع ۾ خلافت ڪانفرنس سان شروع ٿيو. سوديشي هلچل جاري ٿيڻ، ۽ هندستان کي آزاد ڪرائڻ جا نعرا لڳڻ شروع ٿيا، تہ آزاديءَ جي لهر ڇوڪرين ۽ ننڍين نينگرين ۾ بہ آئي. پردي جو رواج ان وقت کان وٺي ٽڪرو ٽڪرو لهڻ لڳو. سنڌ جي نارين تي ڪانگريس ۽ مهاتما گانڌيءَ جو اثر 1930ع کان وٺي چڱيءَ ريت ٿيو، جڏهن ڪراچيءَ ۾ ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ٿيو، ۽ پوءِ زبردست سول نافرمانيءَ جي هلچل هلي. ڪانگريس اجلاس ۾ ڇوڪريون ۽ زالون "پريڊ" ڪرڻ لڳيون، ۽ والنٽيئر ٿي سارو ڪم سنڀالڻ لڳيون، پين اڳواڻ، استرين توڙي پرشن، جي خيالات مان واقف ٿيڻ سان سندن دلين ۾ وڏو انقلاب پيدا ٿيو، ۽ قوميت جو جذبو جاڳيو. ان ڪانپوءِ 1932ع واري هلچل شروع ٿي، تنهن ڪراچيءَ جي زالن ۾ گهڻو اتساهہ وڌايو. ان وقت تائين بہ سنڌ جي هندو زالن پردي جي پيچر اجا صفا ڪانہ ڇڏي هئي، ۽ ڇوڪريون ڪاليج ۾ ڪاليج جي پٽيواليءَ سان گڏ وينديون هيون. ڇوڪريون ۽ زالون اڪيليون گهمن، سا ڳالهہ غير واجبي سمجهبي هئي. پوءِ اڳوڻا خيال اُڪاڇي ويا. جوان ڇوڪريون ۽ زالون ولائتي ڪپڙي جي بهشڪار لاءِ "پڪيٽنگ" ڪرڻ لڳيون. شراب جي گتن اڳيان بہ وڏيءَ همت سان بيهي ويون، ڪنهن شراب جي گتي ۾ ڪو چڪي چاڙهڻ لاءِ چڙهندو هو، تہ گتي جي چائنٺ وٽ ڇوڪريون ۽ زالون ڏکيون ٿي سمهي پونديون هيون، ۽ اڳلي کي چونديون هيون، تہ گتي ۾ اندر وڃڻو هجيئي تہ پلي تہ اسان کي لتاڙي لنگهي وڃ. ڪنهنکي بہ جريت ڪانہ ٿي ٿي جو اُئين

ڪري. انهن گهٽين وارن جا گراهڪ موٽي ويندا هئا. پوليس کين ڇڙوڇڙ ڪرڻ لاءِ چوندي هئي، ته پوليس کي ليکينديون ته کين هيون. لٺ بازي ۽ گولي بازي ٿيندي هئي، ته ڊڄي پنهنجي ڪونه وينديون هيون، پر سورهيائيءَ سان ڏک سهنديون هيون.

ڪنهن هندو استريءَ تي مقدمو ٿئي، ته سندس مائٽ جيڪر هزارها خرچي به ڪيس ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪن؛ پر هن قومي هلچل مهل هندو استرين ۾ ايترو ته اتساهه هو، جو مقدمن هلڻ مهل نڪي وڪيل ٿي ڪيائون، نڪو بچاءُ تي ڏنائون. جيلن ۾ ائين ٿي ويون ڄڻ ته ترنگ جو تيرٿ ڪرڻ ٿي ويون! اها حيرت جهڙي هلت هلي، ثابت ڪري ڏيکاريائون، ته استرين ۾ وڏي شڪتي آهي جنهنجي پروڙ اڳي عام خلق کي نٿي پيئي. سنه 1942ع ۾ ڪانگريس اعلان ڪيو ته انگريز هندستان ڇڏي وڃن، ته سنڌ جي نه رڳو وڏن شهرن مان، پر سنڌ جي هرهڪ ڪنڊڪڙڇ مان، ناريون نڪري نرواز ٿيون ۽ ديش خاطر هر طرح جون سختيون مڃيون ڪري پوءِ گيائون. مطلب ته ساريءَ سنڌ ۾ راجنيتي آندولن زالن جي جيوت ۾ وڏو ئي انقلاب آندو. هندستان جي اڪثر رڳو هندو مردن ۽ زالن ڪيتريون قربانيون ڪيون، ته پورن پنجن ورهين جي اندر هندستان جي آزاديءَ جو بل بخال ٿيو، ۽ 15 آگسٽ 1947ع کان وٺي هندستان تي حڪومت ڪرڻ کان انگريزن ناامرادو هٿ ڪيئون.

## زالن جي ڪانفرنس:

راجنيتي هلچل ڪانسواءِ ٻين سنستائن جو به سنڌ جي نارين تي چڱو ئي اثر ٿيو آهي. آل انڊيا وومينس ڪانفرنس جو اجلاس ڪراچيءَ ۾ 1934ع ۾ ٿيو، ۽ ٻيو تازو حيدرآباد ۾ 1945ع ۾ ٿيو، جنهن لاءِ حيدرآباد جي نارين تمام چڱو بندوبست ڪيو هو. هينئر سنڌ جون زالون به موروثي ملڪيت ۾ حصو ۽ ٻيا حق ڇڪڻ لڳيون آهن. هن ڪانفرنس ۾ هندستان جون ڪي مهاراڻيون ۽ ٻيون وڏ گهرائيون جهڙوڪ مسز سروجني نائڊو، مسز هانسا مهتا ۽ ٻيون آهن ۽ هر هڪ ميڙ ۾ دنيا جي جدا جدا هنڌن جون استريون اچي ڪٺيون ٿينديون آهن.

اسانجون ناريون دنيا جي ٻين نارين سان ڪانفرنس ۾ لڙهہ وچڙ ۾ اچن ٿيون، تہ سندن دماغ وڌيڪ کلي ٿو. هيئن بہ آهي، تہ ٻنڌ جون ڪي استريون اڳيئي قاعدن قانونن مان چڱيءَ ريت واقف آهن. ۽ ڀاڻمرادو بہ سمجهي سگهن ٿيون، تہ سرڪار جي جوڙيل موجوده قاعدن ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون ڦيريون گهيريون ٿيڻ گهرجن، جنهنڪري ڪين بہ مردن جهڙا حق ملن. شريمتي جيٺي ٻائي تلسيداس سپاهيملاڻي ڪيترو وقت سنڌ اسيمبليءَ ۾ ڊپٽي اسپيڪر هئي، ۽ اسيمبليءَ ۾ ملڪي ڳالهين بيان گڏ پنگتي ڳالهين ۾ بہ چڱو ڀرو ڀئي ورتائين.

## ڪستوربا گانڌي فنڊ:

سنڌ ۾ ڪستوربا گانڌي ميموريل ٽرسٽ فنڊ هڪ ٻي زالن جي ڪم ڪرڻ جي سنستا آهي. 1943ع ۾ مهاتما گانڌيءَ جي ڌرمپتني شريمتي ڪستوربا جو ديهانت جيل ۾ ٿيو، تنهنجي پوتر يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ هيءَ فنڊ جاري ٿيو. انهيءَ فند ۾ هر هڪ پرانت چندو ڏنو، تہ ٿوريئي وقت ۾ هڪ ڪروڙ روپيا ڪٺا ٿيا. سنڌ تي لک روپيا ڏنا. مهاتما گانڌيءَ جي اعلان موجب سنڌ جو ڏنل پئسو سنڌ جي ننڍڙن ڳوٺن ۾ زالن ۽ ٻارن جي ڀهبوديءَ بلي خرچيو ويندو. ڳوٺن ۾ جيڪي ڪم ڪرڻا آهن، سي مقرر ڪيا ويا آهن. گرام سيوا جو ڪم، جنهنجي سکيا لاءِ ٽريننگ ڪئمپ سڄي هندستان ۾ مقرر ٿيل آهن؛ ويم گهر، مڊوائيفري ٽريننگ ڪورس، زالن لاءِ تعليمي سنستائون وغيره. اميد تہ سنڌ جون پينرون هن فند جو چڱو فائدو وٺنديون. هن وقت هڪ سينٽر سکر ڊويزن ۾ بہ چالو ٿيو آهي.

## ٻالڪن جي ٻاري ۽ گرل گائيڊس:

سنڌ ۾ ٻالڪن جي ٻاريءَ جو پرياو بہ سندر آهي. ننڍڙا ٻار، ٻالڪ ۽ ٻالڪيون، آرتوار ڏينهن صبح جو سنيري، چاهہ مان ٻالڪن جي ٻاريءَ جي سينٽر تي ويندا آهن. اُتي ڪلاڪ بہ پاڻ ڪي وندرائي، پوءِ گهر موٽندا آهن. وندر سان گڏ سکيا بہ ملندي اٿن. ٻاريءَ ۾ ٻالڪ ڦڙت ٿين ٿا، راڳ لاءِ شوق منجهن جاڳي ٿو. ۽ آڪائين، پرولين ۽ ڳجهارتن لاءِ منجهن جڌ وڌي

ٿو. ٻالڪن جي ٻاري ۾ جا ٻانيڪار دادا شيوڪرام موٽوائي ۽ ڪي ٻيا آهن؛ پر سنڌ ۾ انهجو پايو پختو ڪندڙ ۽ ساري ۾ سنڌ ۾ ڦهلائيندڙ دادي پاروتي گدواڻي آهي. اها سنستا شهرن ۽ ڳوٺن ۾ چڱي ۾ ريت هلي رهي آهي. تازو چوڪرين ۾ ٻي ڏل ۽ سنگ جاري ٿيا آهن. ۽ گرل گائيڊس جو تعداد ڏينهون ڏينهن وڌندڙ آهي: رانند روند دواران منجهن بدني ڦڙتائي ۽ شڪتي وڌائي وڃي ٿي ۽ اُدب انداز ۽ ضابطو سيکاريو وڃي ٿو. هنن ڳالهين جو جاتي، تي ڪهڙو ۽ ڪيترو اثر ٿيندو سي ڳالهيون ايندڙ وقت پاڻيهي ثابت ڪندو.

باب ڇهون

# سنڌ جي ترقي

## هندن جي صاحبي:

نهايت قديم زماني کان وٺي 710ع تائين سنڌ ۾ سڀ هندو هئا، ۽ صاحبي به سندن هئي. سندن صاحبيءَ ۾ سنڌ جيڪا ترقي ڪئي تنهنجو ذڪر هن ڪتاب جي پهرين ڀاڱي جي منڍ ۾ اڳيئي ڪيو ويو آهي.

## مسلمانن جي صاحبي:

سنه 711ع کان وٺي سنڌ ۾ هندو توڙي مسلمان گڏ رهندا آيا آهن. ميرن جي صاحبيءَ جي پڇاڙيءَ تائين سنڌ جي پرڳڻي جيڪا به ترقي ڪئي، سا انهن ٻن قومن جي گڏيل ڪوشش جو نتيجو چئبي.

ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبيءَ ۾ هندن جو تعداد جيتوڻيڪ ھاڻوڪي کان گهٽ هو، ته به وقت جي حاڪمن ڏٺو، ته هندو وڏي مغز وارا آهن، ۽ سندن سهائتا ۽ سهڪار کانسواءِ حڪومت جو چرخو پوريءَ ريت هلي ڪين سگهندو، تنهنڪري ڪيترن هندن کي ديواني عهدن تي مقرر ڪيائون، ۽ مالي کاتو ۽ ٻيا کاتا ڪين سنڀالڻ لاءِ ڏنائون. شڪارپور جي چيتملاڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان چيتمل شڪارپور جو گورنر هو. شڪارپور ۾ پنهنجو ضرب خانو هوس، ۽ سندس نالي، "چ" اکر سان سڪا هلندا هئا. ائين چئڻ ته حاڪم ئي پاڻ هو (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 200).

ميرن مٿس اعتبار رکي، هيڏي اختياري ڪيس ڏني، ته پاڻ نه رڳو ايماندار ٿي هليو. پر ميرن جي صاحبي پوري ٿيڻ کانپوءِ به سائڻ ايتري قدر نه وفادار ٿي رهيو. جو انگريزن پاڻ وٽ وڏو عهدو ٿي آڇيس. نه ورتن

نوڪري ڪرڻ ڪين قبوليائين، ۽ سنڌ جا وڻ ٿي ڇڏي ملتان جي گورنر لالا مولراج وٽ وڃي رهيو.

سگهوئي پوءِ مير عليمراد خان خيرپور رياست جو والي ٿيو، تہ پنهنجي مالي کاتي جي انتظام جو اونو ٿيس. ديوان چيتمل جي ايمانداريءَ ۽ قابليت جي سڌ هيس تنهنکي پنهنجو مالي وزير مقرر ڪيائين، تہ ديوان اهو عهدو خوشيءَ سان قبول ڪري، خيرپور ۾ اچي، وزيري ڪمائڻ لڳو. هيءَ حقيقت بمبئيءَ سرڪار جي دفتر مان سنڌ بابت چونڊ مضمونن جي جلد ٻئي ۾ ڇاڻايل آهي. هن کان بہ وڌيڪ وفاداريءَ جو هڪ ٻيو بہ مثال آهي. هن ڪتاب جي پهرين پاڱي ۾ "ملڪاڻين" جي احوال ڏيندي ڄاڻايو ويو آهي، تہ منشي آوتراءِ ملڪاڻي مير صوبدار خان جو مالي وزير هو، ۽ حيدرآباد جي قلعي ۾ ميرن جو جيڪو خزانو هو تنهنجون ڪنجيون ئي وٽس هيون. سنڌ فتح ڪرڻ شرط سر چارلس نيپيئر خزاني جون ڪُنجيون گهريس، تہ چيائين تہ پنهنجن حاڪمن جي اجازت کانسواءِ نہ ڏيندس. ائين چئي تہ انگريزن کي پنهنجو حاڪم ڪري نٿي سمجهيائين.

سنڌ فتح ڪرڻ شرط انگريزن کي سڌ پيئي، تہ منشي آوتراءِ جي ايمانداريءَ ۽ سوڌيءَ رهت هئڻ سبب ميرن جو مٿس ايتري قدر اعتبار هو، جو پنهنجن ديرن جي ڏيڍيءَ تائين وڃڻ جي بہ اجازت ڏيئي ڇڏي هئائونس. انگريزن سنڌ فتح ڪري ميرن کي گدو بندر واري بنگلي ۾ نظربند رکيو هو، ۽ اتان کين ڪلڪتي موڪلڻو هون. ميرن جي زالن کي حيدرآباد واري قلعي مان ڪڍي ٿي، گدو بندر واري بنگلي ۾، ميرن وٽ موڪلڻو هون. انهيءَ ڪم لاءِ منشي آوتراءِ کي ديرن جي ڏيڍيءَ وٽ بيهاريائون، تہ زالن کي ڏولين ۾ چاڙهائي گدو بندر موڪلي. منشي آوتراءِ ان وقت بہ ميرن سان اهڙو سچو هو، جو پنهنجيءَ جان جوکي ۾ وجهي پهريائين ڏولين ۾ هيرا، جواهر ۽ ٻي قيمتي مالي موڪليائين. ائين سورهن ڏوليون ميرن وٽ سلامت وڃي پهتيون. سترهين ڏوليءَ ۾ بہ رڳي قيمتي مالي ٿي موڪليائين، پر هوا ۾ ڏوليءَ جو پلوءَ مٿي کڃي ويو. انگريزن جي سولجرن کي ڏوليءَ ۾ ڪابہ عورت ڏسڻ ۾ ڪانہ آئي، تہ شڪ پين، ۽ ڏولي روڪي، اها مالي ضبط ڪيائون. پوءِ هڪ مدم کي اندر موڪلي، زالن کي ٻاهر ڪڍيائون. سورهن

ڏوليون قيمتي ماليءَ جون انگريزن جي هٿان ويون، ته سر چارلس نيپيئر کي ايتري ته ڪاوڙ لڳي، جو منشي آوتراءِ کي نظربند ڪرڻ ۽ ڪيس "شوٽ" ڪرڻ جا ڌڙڪا ڏنائين؛ پر پوءِ ڪيس ڇپائين، ته هڪ ورهيه اسان وٽ نوڪري ڪري، اسانکي ڪم مان واقف ڪريو، ته توهانکي اٺ سؤ روپيا ماهيانو پينشن ڏينداسين. منشي آوتراءِ اها آڇ نه قبولي، ته به ميرن جي سفارش تي ڪيس پوليٽيڪل پينشن ڏنائون.. وڌيڪ حقيقتن لاءِ (ڏسو ٻاڱو ڀڃيون، سرو "ملڪاڻي").

ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين ۾ ننڍي هيون اسيمبليون نڪي ڪائونسلون. ودوان وزير هوندا هئا، جي پنهنجن حاڪمن کي جدا جدا مسئلن بنسبت صلاح مصلحت ڏيندا هئا، ته سدائين امن امان هجي ته پرڳڻي جي چڱيءَ ريت ترقي ٿئي. انهزو هڪ مثال گدوائين جو وڏو ديوان گدو مل آهي؛ جو ميان نور محمد ڪلهوڙي وٽ ديواني عهدي تي هو، ۽ سندس خاص صلاحڪار هو. (ڏسو ٻاڱو ڀڃيون، سرو "گدوائي").

مُيان نور محمد ڪلهوڙو دهليءَ جي بادشاهن جو ڏن ڀرو هو. احمد شاه ابداليءَ مغلن جو زور ڀڳو ته ميان نور محمد کي دل ۾ آيو؛ ته هاڻ سنڌ ۾ خودمختيار ٿي رهجي ۽ ايران جي بادشاهن جو ڏن ڀرو نه ٿجي. احمد شاه ابداليءَ کي ڪنهن طرح هن ڳالهه جي ڪڙڪ پئجي ويئي، سو 55-1754ع ڌاري؛ وڏو لشڪر ساڻ وٺي، سنڌ تي ڪاهي آيو، ۽ نوشهري فيروز تائين اچي پهتو. اتي ميان نور محمد جو ساهه اچي مٺ ۾ ٿيو. ديوان گدو مل کيس موڪلڻ ڏسي يڪدم احمد شاهه ابداليءَ کي نوشهري فيروز جي منزل تي وڃي مليو، ۽ ميان نور محمد جي پاران وڪيل ٿي، اهڙي تقرير ڪيائين، جو احمد شاهه جي ڪاوڙ ڪافور ٿي ويئي، ۽ پنهنجو لشڪر موٽائي وٺي ويو. ڏسو ته پنهنجي عقل ۽ ادراڪ سان ڪيئن پنهنجي حاڪم جي آبرو به رکيائين، ۽ ساڳي وقت سنڌ ۾ لڙائي لڳڻ نه ڏنائين نه ته جيڪر گهڻي خونريزي ٿئي ها.

هن ٿورن ئي مثالن مان ڏسڻ ۾ ايندو، ته ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين ۾ هندن جو تعداد جيتوڻيڪ ٿورو هو، ته به جنهن ته حڪومت ٿي سنڌن هئي، ۽ مسلمان حاڪم جنهن ته بالائين هئا. مالي کاتا ۽ ٻيا کاتا نه

سنڀاليائون ٿي، پر وس پڄندي لڙائي لڳڻ به نٿي ڏنائون، ته پلي ته امن امان ۾ پرڳٽي جي ترقي ٿيندي رهي.

## سرڪار جي آمدني ۽ خرچ:

مسلمان حاڪم پنهنجي پيٽ ۽ انگ بلي گهڻو خرچ ڪونه ڪندا هئا. باقي هيرن جواهرن ۽ ڳهن ڳٽن تي گهڻو ناڻو خرچيندا هئا. جو اڳي هندو توڙي مسلمان زالن کي گهڻن مٽين پائڻ جي ڏاڍهه هوندي هئي. مسجدن، درگاهن، ٿين ۽ رانڪن جوڙائڻ، ۽ ديني مدرسن ۽ انهن جي ڪاروبار هلائيندڙ سيدن، ملن ۽ مولوين پنيان پئسو ڄام خرچيندا هئا (ڏسو صفحو 33 ۽ 34). ٿر جي سوڍن راجپوتن سنڌ جي ميرن کي ليکيو به ڪين ٿي، ته ِمٿن حشمت جمائڻ ۽ ساڳي وقت پنهنجي بچاءُ لاءِ مير فتح علي خان مٺيءَ جي شهر ۾ هڪ قلعو جوڙايو. ان وقت هاٿوڪي اسلام ڪوٽ ۾ "نبا" سوڍا زور هئا، ۽ اهو شهر سنڌن نالي پنيان "نبڪي" سڏبو هو. سنه 1759ع ۾ مير فتح علي خان اتي به ڪوٽ جوڙايو. سوڍن کي انهي ڪوٽ ۾ پنهنجي سلام لاءِ گهرائيندو هو. تنهنڪري انهيءَ ڪوٽ توڙي شهر تي "سلام ڪوٽ" نالو پيو، جنهنجو اچار ڦيرائي "اسلام ڪوٽ" ڪيو اٿن. سنگالي وارو قلعو 1800ع ۾ جوڙاياائين. نئين ڪوٽ وارو قلعو مير ڪرم علي خان 1814ع ۾ جوڙايو. اهڙي طرح قلعن ۽ ڪوٽن تي به گهڻو ئي ناڻو پئي خرچياڻون؛ پر پئسي پيدا ڪرڻ ۾ وڏي واهر هندن، خاص ڪري ٻاڻيئڙن ڪئي ٿي، ۽ ان لاءِ سبب هئا.

## شرطي جاگيرداريءَ جو سرشتو:

مسلمان حاڪمن ٻٽ پڳهارن تي مقرر ڪيل لشڪر هوندو ئي ڪونه هو. پڳهار تي پنهنجي سر جي سلامتيءَ لاءِ "انگ رکيڪ سوار" يا بوراڻا (Body-guards)، پهريدار، ٻيلي ۽ خاصخيلي رکندا هئا. ٻانها ۽ ٻانهيون ته هونديون هيون. سنڌ جي حڪومت جون واڳون ڪلهوڙن کان ڪسي ميرن پنهنجي هٿ ۾ ڪيون، ته جن بروچ سردارن سنڌ فتح ڪرڻ ۾ کين مدد ڪئي هئي، تن کي ڪيتريون جاگيرون ڏنيون هوائون. انهن سان رڳو هيءَ

شرط هو، ته گهرج مهل اهي هلنديءَ پڄنديءَ وارا سردار لشڪر جي ڀرتي ڪرڻ لاءِ پنهنجا ماڻهو موڪليندا. ائين وقت تي مير اڌ لک کن جيترو لشڪر ڪٺو ڪري سگهندا هئا؛ پر پيادن کي ٻه آنا ۽ سوارن کي چار آنا روزانو ڀتو ڏيڻو پوندو هو، تنهنڪري گهرج پوري ٿيڻ شرط لشڪر موٽائي موڪليندا هئا، ته وڌيڪ خرچ نه ٿئي. مطلب ته هن شرطي جاگيرداري سرشتي هئڻ سبب ٻروچ سردارن وٽان ڍل بلي هڪ ٽامي جي پائي ٻه ڪانه ملندي هئي. (ڏسو سنڌ گزيٽيئر، صفحو 134-135)

## زمين جو وڪرو:

هن وقت سرڪار توڙي ميونسپالٽيون ڪيترا پٽ نيڪال ڪري، چڱو پيسو پيدا ڪن ٿيون؛ پر اڳي زمين جو ملهه خيرڪو هو. مسلمان حاڪم ڪن کي ٿورڙي نائي ۾ ته ڪن کي مفت ۾ (وقتي انعام طور) زمينون ڏيندا هئا، ته ڀلي ته آبادي وڌيڪ ٿئي، ۽ اسانکي ڍل بلي پيدائش جو چڱو حصو ملي. ائين ڪيترن هندن به زمينون هٿ ڪري آبادي ڪئي (ڏسو صفحو 51). سنڌن پويان اڄ تائين زمينداري ڪن ٿا. اوٻاوڙي ۽ ڪشمور کان وٺي ڪيٽي بندر ۽ شاهه بندر تائين سوين عامل ۽ پائيبند زميندار آهن.

## زميندارِي سرشتو:

زمين جو ملهه گهٽو ڪونه هو، تنهنڪري مسلمان حاڪمن ڍلن پيدا ڪرڻ لاءِ زميندارِي سرشتو جاري ڪيو هو. ڪنهن عرصي لاءِ (گهٽو ڪري هڪ ورهيه لاءِ زمين جو مقاطعو ڏيندا هئا). درياهه جي ڀر واري زمين تي جيڪا پوک ٿيندي هئي، تنهن مان پيدائش جو ٻه ڀاڱي پنجون حصو ۽ چرخي پوک مان پيدائش جو ٽيون حصو وٺندا هئا. حساب ڪتاب رکڻ ۽ ٻٽئي ڪرڻ لاءِ هندو عملدار هوندا هئا، تنهنڪري ڪيترا عامل ۽ پائيبند به زمين جا مقاطعا ڪٽندا هئا. انهيءَ ريت حاڪمن کي هندو توڙي مسلمان مقاطعدارن وٽان ٻٽئيءَ ۾ چڱو ئي حصو ملندو هو. سنڌ جو سمورو واپار اڪثر پائيبندن جي هٿ ۾ هوندو هو تنهن ڪري مسلمان حاڪمن کي پائيبندن وٽان گهڻو ئي ناڻو ملندو هو. سنڌ جي وڻج واپار جو ذڪر ڏار ڪجي ٿو•

باب ستون

# سنڌ جو وڻج واپار
# ۽ واپار جا مکيہ مرڪز

## واپار لاءِ واٽون:

قديم زماني کان وٺي سنڌ جو وڻج واپار هڪڙو سمنڊ جي رستي، ٻيو سنڌوندي ءَ جي رستي ۽ ٽيون خشڪيءَ جي رستي اڄ تائين هلندو اچي. انگريزن جي صاحبيءَ ۾ 1861ع کان وٺي سنڌ ۾ ريل جا رستا ٺهيا، تہ سنڌونديءَ جي رستي جيڪو وڻج واپار هلندو هو، سو گهٽي قدر جهڪو ٿي ويو. اڳي خشڪيءَ جي رستي قافلا ايندا ويندا هئا. سو رواج بہ اڳ ڳاڏين جاري ٿيڻ کانپوءِ گهٽي قدر گهٽجي ويو. سنہ 1869ع ۾ سوئيز ڪئنال کليو ۽ جهاز عام طرح اچڻ وڃڻ لڳا، تہ سمنڊ جي رستي واپار گهڻو وڌيو، ولايتي مال جي آمدني گهڻي ٿي، ديسي هنرن ۽ ڪاريگرين کي وڏو ڌڪ اچي ويو، ۽ ملڪ ۾ فئشن وڌي ويو، جنهن ڪري خرچ بہ وڌيا.

## سمنڊ جي رستي واپار:

رگ ويدڪ زماني کان وٺي ميرن جي صاحبيءَ تائين سمنڊ جي رستي وڻج واپار هلڻ ڪري، سنڌونديءَ جي چوڙ وٽ بندر هوندا هئا. جن مان ڪن مکيہ بندرن جو ذڪر هن ڪتاب جي پهرين باب ۾ اڳيئي ڪيو ويو آهي. باب چوٿين ۾ پائيبندنَ جي ترقي جي ذڪر ڪندي، اهو بہ ڄاڻايو ويو آهي، تہ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ جا ساموندڙي (سمنڊ جو سفر ڪندڙ) چين ولايت (چڻنا) ۽ بينگال ڏي بہ ويندا هئا. ۽ شاهہ جي رسالي ۾ انهن بابت چيل آهي. تہ:

ويا چين بينگال ڏي، مائٽ رکي من." (صفحو 72).

چين ۽ بينگال ڏي وڃڻ جو رواج ميرن جي صاحبيءَ ۾ به هلندو آيو. انگريزن جي صاحبيءَ شروع ٿيڻ کان پنج ورهيه اڳي (1838ع ۾) ڪراچيءَ جو جيڪو واپار هليو هو، تنهنجو مفصل احوال ڪمانڊر ڪارليس لکيو آهي. جنهن ۾ ڄاڻايو اٿس، ته انهيءَ سال ڪراچيءَ ۾ ساڍن ايڪيهن لکن (625، 46، 21) رپين جو مال ٻاهران آيو هو. جنهن ۾ مکيه شيون چيٽ ۽ بينگال جو ريشم هو. بينگال مان کنڊ به آئي هئي. ڪجهه مال منيلا، بٽيويا، ۽ مليبار کان آيو هو. رڳو ڪارا مرچ 750، 48 رپين جا آيا هئا. سنڌ ۾ هندو توڙي مسلمان زالون ٻانهيون پائينديون هيون، تنهن ڪري 1838ع ۾ چوهٺ هزارن رپين جو عاج آيو هو. ممبئيءَ کان ڪپڙن جا ٿان ۽ گجرات مان سٽ جا ڍيرا آيا هئا. ايرانيءَ نار کان کجور، موتي ۽ ڏيڍ هزار کن غلام يا ٻانها وڪري لاءِ آيا هئا. جن مان ڪثرت ”شيدي“ ۽ ٻيا ”حبشي“ هئا. هر هڪ غلام جو ملهه اٽڪل اسي روپيا هو.

سنه 1838ع ۾ سنڌ جي واپارين ستهٺ هزارن روپين جي ڪٽڪ ٻاهر روانگي ڪئي هئي. روانگيءَ جون ٻيون مکيه شيون گيهه، لوڻيل مڇي، پشم ۽ نير هيون. مارواڙ مان آفيم گهرائي دمن ۾ پورچوگيزن کي موڪليو هئائون. انهيءَ سال ڪراچيءَ ۾ جيڪو مال ٻاهران آيو هو تنهن مان ڪپڙن جا ٿاڪيا، کنڊ ۽ مرچ مصالحا ڪابل ۽ قنڌار ڏي سنڌ جي واپارين (شڪارپورين) روانا ڪيا هئا. ڪمانڊر ڪارليس جي تخميني موجب اهو ڏيڍ لک کن روپين جو مال هو (ڏسو سنڌ گزيٽيئر، صفحو 368).

انهيءَ واپار هلڻ ڪري سنڌ جي ميرن کي ڪيترو نائو محصول طور مليو، سو ڄاڻايل ڪونهي. ممبئي سرڪار جي دفتر مان چونڊيل سنڌ بابت مضمون جي جلد پهرين ۾ ايترو ڄاڻايل آهي، ته ڪراچيءَ کانپوءِ ٻيو نمبر بندر وڪر (گهوڙاٻاري) ليکبو هو، جنهن 1836ع ڌاري اهڙو ته زور ورتو، جو حيدرآباد جي ميرن کي رڳو انهيءَ هڪڙي بندر مان هرڪنهن سال لک رپين کان به وڌيڪ پيدائش ٿيندي هئي (ڏسو صفحو 22).

ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين ۾ سمنڊ جي رستي واپار ڪندڙن مان مکيه ڪراچيءَ جا پوڇواني شينهون ۽ ٻيا هندو، ۽ ٺٽي، شاهبندر ۽ ڄرڪ.

طرف جا پائيبند هوندا هئا، جن مان ڪيترا پاتيا هوندا هئا (صفحو 25).
انهن وٽان مسلمان حاڪمن کي گهٽو ئي ملندو هو. انهيءَ وٽ واپار مان پاڻ
به ساجا ٿي پيا هئا.

مغلبين تعلقي جاتيءَ جي نزديڪ "رڙهيءَ" نالي ڳوٺ آهي، جو
اٽڪل ڏيڍ سؤ ورهين کان قٽي ويو آهي. هن وقت اتي رڳو ٿورا ڊٺل قبا بيٺا
آهن، جن مان هڪ وڏو قبو خواجن جي پير ميان نور شاهه جو آهي. رڙهيءَ
جا سيٺيون وڏا شاهوڪار هوندا هئا. هتي جا ڇوڪر به اهڙا هوندا هئا، جو
پاڻيءَ وانگر پئسو کپائيندا هئا. اڄ به انهيءَ پاسي کو وڏا يا اڻنگيا سيڏنگا
خرچ ڪري، ته چونس، ته "رڙهيءَ جو شاهوڪار آهين ڪيئن، جو هيتور
خرچ ٿو ڪرين؟"

مغلبين کان ادائي ڪوهه ڪن پري، اتر اپرندي طرف، نندڪوٽ آهي.
ڪلهوڙن جي صاحبيءَ کان اڳي نند نالي هڪ راجا هن پاسي ٿي گذريو
آهي، تنهنجو هتي ڪوٽ هو، جو هاڻ ڦٽي ويو آهي. جون تا ته انهيءَ پڙي
(ڊٺل ڪوٽ) ۾ جهجهو ڏن پوريل آهي؛ پر ڏن جي مٿان سُدائين هڪڙو نه
پيو واسينگ نانگ ويٺو ئي آهي، جنهن ڪري اتي جا رهاڪو پڙي جي
ويجهو به ڪونه وڃن.

سنڌ ۾ هن وقت هڪڙو ئي مکيه بندر ڪراچيءَ جو شهر آهي، جو
15 آگسٽ 1947ع کان وٺي پاڪستان سرڪار جي گاديءَ جو هنڌ مقرر ٿيو
آهي. سنڌ سرڪار جي گاديءَ جو هنڌ به اهوئي آهي، تنهن ڪري هتي اول
انجو ذڪر ڪجي ٿو.

## ڪراچيءَ جي ڪهاڻي

ڪراچيءَ جي ڪهاڻي هڪ عجب جهڙي آکاڻي آهي. سومرن جي
صاحبيءَ ۾، بلڪ شايد تنهن کان به اڳي، اهو مهاڻن جو ڳوٺڙو هو، جنهن ۾
"ڪولاچي" ذات جا مهاڻا ٿورڙيون پنگيون اڏيو ويٺا هئا. انهيءَ "ڪولاچي"
نالي جو اچار اول ڦري "ڪلاچي" ۽ پوءِ "ڪراچي" ٿيو. هاڻوڪي
ڪياماڙيءَ جي ويجهو هڪ ڪن هو، جو "ڪلاچيءَ جو ڪن" سڏبو هو.

اُن ۾ هڪ وڏو مانگر مڇ رهندو هو، جنهن موريءَ ناليءَ هڪ مهاڻي جا ڇهه ڀائر کائي پورا ڪيا هئا: پر آخر موريءَ ماريو هوس. موريءَ بابت ٻه ٽي بيت ڀِٽ ڀِرياڻين شاهه ڪريم بلڙيءَ واري عيسو سورهين صديءَ ۾، ۽ پوءِ شاهه عبداللطيف ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾، چيا هئا، جي شاهه جي رسالي ۾ آهن:

ڪالهه ڪلاچيءَ هليا، ڇتيون ڪُٽي ڇڳير.

(شاهه)

ڪراچيءَ ۾ جيڪي مهاڻا رهندا هئا تن جي مڇين جي مياڻي هاڻوڪي نيٽو جيٽيءَ (جهونا بندر) جي نزديڪ هوندي هئي. اڄ تائين ڪراچيءَ جي ڪاري در وارو پاسو "مڇي مياڻي ڪوارٽر" سڏبو آهي. اُن وقت به ڪراچيءَ طرف هندو واپاري هئا، پر اُهي "ڪارڪ" نالي بندر ۾ رهندا هئا. ڪارڪ بندر حَب نديءَ جي پرڙين پاسي ڪيپ مانز (راس المعاريءَ) جي منهن وٽ، هاڻوڪي ڪراچيءَ کان ڏهه ڪوهه ڪن پري هو. اهو وڏو شهر هو. ڪراچيءَ جي پوچوائي سيٺين ۽ ڪن ٻين هندن جا وڏا اتي رهندا هئا، ۽ سمنڊ جي رستي پوربندر، ملبار، ايراني نار وغيره سان واپار ڪندا هئا. سن 1725ع ڌاري سمنڊ اتان رُخ ڦيريو، ته بندر جي منهن وٽ اُيترو آءُ يا لٽ چڙهيو، جو بندر تائين ٻيڙيون وڃي نٿي سگهيون. اُٿين سيٺين واپار کي وڏي شڪست آئي، ته هاڻوڪي ڪراچيءَ طرف لڏي آيا: اُن وقت اُتي تمر، ٿوهر ۽ ٻيا جهنگلي وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽا ٻيلا هئا سي وڍائي، هڪ ننڍڙو شهر ٻڌائون، جو اُڄ تائين "اولڊ ٽائون" (جهونو شهر) سڏبو آهي. انهيءَ شهر جي چوڌاري عالم پناهه يا قلعو جوڙايائون، جنهن کي ٻه دروازا هوندا هئا: هڪڙي دروازي جو منهن هاڻوڪي نيٽوجيٽيءَ جي کاري پاڻيءَ طرف هو، تنهن ڪري اهو "کارو در" سڏجڻ ۾ آيو: ٻئي دروازي جو منهن لياري نديءَ ۽ اُن جي ويجهو کوٽيل مٺي پاڻيءَ جي کوهن ڏي هو، تنهن ڪري اهو "مٺو در" ڪوٺجڻ ۾ آيو. ڪارڪ بندر جا واپاري اتي اچي رهيا ته ڪارڪ بندر صفا ڦٽي ويو.

اُن وقت شاهه بندر به هڪ خاصو بندر هو. ڪراچي وسڻ شروع ٿي تنهن کان سگهو ئي پوءِ، شاهه بندر وٽان به سمنڊ رخ ڦيريو، ۽ ٻيڙيون ۽

جهاز بندر تائين وچي پتي سگهيا، تنهن ڪري اتي جا واپاري به ڪراچيءَ ۾ اچي رهيا. ائين آدم ٿورو وڌيو، ته هيءَ نئون پڌل شهر ڪلهوڙن پنهنجي تابعي ڪيو، جو ان وقت سنڌ ۾ سنڌن صاحبيءَ هئي.

سنہ 1782ع ڌاري قلات جي خان جو ناتي زرڪ خان سنڌ جي پوئين ڪلهوڙي حاڪم ميان عبدالنبيءَ کي مدد ڏيندي، ۽ ميرن سان وڙهندي، مارجي ويو. انهي تان وڏو معاملو مچي ها؛ پر انهيءَ خون جي عيوض ميان عبدالنبيءَ ڪلهوڙي قلات جي خان کي ڪراچيءَ جو شهر ڏيئي ڇڏيو، ته سانت ٿي ويئي.

ڪراچيءَ جو شهر قلات جي خان جي تابعي ٿيو، ته ڪراچيءَ جا پوڄوائي سيٺيون ۽ ٻيا خراسان سان وڻج واپار ڪرڻ لڳا. خراسان کان به قافلا ايندا هئا، جن لاءِ ڪراچيءَ واري ڪوٽ يا عالم پناه کان گهٽو پرپرو هڪ سراءِ ٺهيل هوندي هئي. انهيءَ قافلي سراءِ واري پٽ تي هن وقت ڪراچيءَ جي مدرسي جو ڪجهه ڀاڱو ٺهيل آهي، ۽ اهو ڀاڱو اڄ تائين "سراءِ ڪوارٽر" سڏجي ٿو.

ڪلهوڙن ڪانپوءِ سنڌ ۾ ميرن جي صاحبي ٿي، ته به ڪراچيءَ جو شهر قلات جي خان جي تابعي هو. پوڄوائي سيٺيون ۽ ٻيا هندو قلات جي خان سان ايترو قدر وفادار هئا، جو ڪراچيءَ جي شهر هٿ ڪرڻ لاءِ ميرن به گهمرا لشڪر چاڙهي موڪليو، ته پوڄوائين هٽائي ڪڍين. آخر ڪن شرطن تي ڪراچيءَ جو شهر ڏنائون. انهن ڳالهين جو وڌيڪ ذڪر پوڄوائين جي احوال سان گڏي ڪبو. هتي رڳو ايترو ڄاڻائجي ٿو، ته جنهن وقت کان وٺي ڪراچيءَ جو شهر وسيو، ۽ پوءِ شاهه بندر طرف جا به ڪي واپاري اتي اچي رهيا، تنهن وقت کان وٺي تصرپور، گهاري تعلقي ميرپورساڪري، ٺاٺي بولاخان ۽ ٻين ڪن هندن جا هندو به اتي آيا، ۽ ائين آدم وڌندو ويو.

ڪراچيءَ جو شهر مير غلام علي خان کي مليو ته هن منهوڙي تي هڪ ننڍڙو قلعو جوڙايو. سنہ 1836ع ۾ انگريزن شاهه شجاع الملڪ جي مدد لاءِ جهاز جي رستي لشڪر موڪليو. انگريزن کي ديڄارڻ لاءِ ميرن جي ماڻهن منهوڙي جي قلعي مان توب ڇوڙي، ته انگريزن توبون ڇوڙي منهوڙي وارو قلعو ٿي اڏائي ڇڏيو! ميرن پوءِ سر جان ڪين سان عهدنامو ڪيو.

سنہ 1842ع ۾ سر چارلس نيپيئر پوني مان سنڌ جو ريزيڊنٽ مقرر ٿي ڪراچيءَ ۾ آيو. مير نصير خان ۽ ٻين ميرن سان ڳالهيون ٻولهيون ڪري پيو عهدنامو ڪيائين، جنهن موجب ڪراچي، شڪارپور، امرڪوٽ ۽ سبزل ڪوٽ انگريزن کي مليا.

سنہ 1843ع ۾ سر چارلس نيپيئر ٻاقي رهيل سنڌ بہ هٿ ڪئي ۽ ان جو پهريون گورنر پاڻ مقرر ٿيو. پنهنجي گاديءَ جو هنڌ حيدرآباد ڪيائين. ٻئي سال (1844ع ۾) سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ڦيرائي ڪراچي ڪيائين. پاڻ جنهن بنگلي ۾ رهندو هو، سو پوءِ سرڪار ڪانئس خريد ڪيو ۽ اهو پوءِ "گورنمينٽ هائوس" سڏجڻ ۾ آيو. سندس بنگلي کان اڌ ڪوهہ کن پرپرو ملٽري وارن پنهنجي ڇانوڻي 1844ع ۾ وڌي؛ ۽ اهو هنڌ اڄ تائين "ڪئنٽونمينٽ" (ڇانوڻي) سڏجي ٿو. ملٽري سامان رکڻ لاءِ جنهن هنڌ ڊيپو ٺهيا، سو هنڌ اڄ تائين "ڊيپو لائين" سڏجي ٿو. هن وقت جتي پارسي ڪالوني ۽ انڊن جو اسڪول ٺهيل آهن، سو بہ سمورو پاسو ملٽري وارن والاريو. ملٽري وارن جو جتي توبخانو هوندو هو، ۽ "پريڊ" ڪندا هئا، سو هنڌ اڄ تائين "آرٽلري ميدان" سڏجي ٿو. سنہ 1932ع کان وٺي انهيءَ ميدان ۾ جايون جڙيون آهن. جڊيشنل ڪمشنر جي ڪورٽ ۽ سنڌ سيڪريٽريٽ اتي ٻنهي ويجهڙائيءَ ۾ جڙيون آهن. سر چارلس نيپيئر جي وقت ۾ ڪيترا سولجر جتي رهندا هئا، تتي سندن سهنج لاءِ بازار کلي، تنهن ڪري اهو پاسو اڄ تائين "سولجر بازار" سڏجي ٿو. مطلب تہ آرٽلري ميدان، سولجر بازار ۽ ڊيپو لائين کان وٺي ڪئنٽونمينٽ تائين سڀ پٽ ملٽري ڪاتي وارن وسايا.

سنہ 1847ع ۾ سرچارلس نيپيئر استعفا ڏيئي هليو ويو، تہ سنڌ جو پرڳڻو بروقت بمبئي ڪاتي سان لاڳو ڪري ڇڏيائون ۽ ان وقت کان وٺي سنڌ لاءِ ڌار ڪمشنر مقرر ٿيو (ڏسو صفحو 53).

ڪراچيءَ جو واڌارو، بلڪ سڄيءَ سنڌ جو سڌارو، سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر جي وقت (1850-1859ع) ۾ گهڻو ٿيو. سرڪاري لکپڙهہ پارسيءَ ۾ هلندي هئي، سو رواج بند ڪرائي، حڪم ڪيائين تہ آئينديءَ سڀ لکپڙهہ سنڌيءَ ۾ هلي، جيڪي يوروپي ۽ ٻيا عملدار سنڌي نہ

چاڻن، سي سنڌي سکن ۽ سنڌيءَ ۾ امتحان پاس ڪن. سنڌيءَ لاءِ ڪا هڪڙي آئيوبٽا مقرر ٿيل ڪانه هئي، تنهنڪري هاٿوڪي عربي سنڌي آئيوبٽا جوڙايائين جا جولاءِ 1853ع کان وٺي چالو ٿي. پوءِ سنڌي درسي ڪتاب تيار ڪرائي، ٿورا سنڌي اسڪول ۽ ٿي هاءِ اسڪول کولايائين (ڏسو صفحو 55). ڪراچيءَ ۾ يورپين ٻارن لاءِ به اسڪول کولايائين. هاٿوڪو "گانڊي گارڊن" جو اڳي "سرڪاري باغيچو" سڏبو هو، سو پاڻ جوڙايائين ۽ ان لاءِ قسمين قسمين پکي ۽ جانور گهرايائين، جن جو تعداد پوءِ ميونسپالٽيءَ وڌايو. باغ ۾ سولجرن جي سنان ڪرڻ لاءِ تلاءُ جوڙايائين. ٽرنٽي چرچ سندس وقت ۾ 1855ع ۾ جڙي. ضلعي علمدارن لاءِ آفيسون ۽ بنگلا ۽ عام خلق جي سهنج لاءِ مسافرخانا جوڙايائين. سنڌ جا ڪيترا رستا ٺهرايائين ۽ڪيترن هنڌ پليون ٻڌارايائين. اِئين گهڻيئي سڌارا ڪري، ۽ ڪراچيءَ جي رونق ڪجهه قدر وڌائي، پوءِ هر ڪنهن سال ڪراچيءَ ۾ ميلا لڳائڻ ۽ هنري نماءُ ڪرڻ جو رواج وڌائين، ته ڪتان ڪتان جا ماڻهو ڪراچيءَ ۾ اچڻ لڳا. انهن پاهرين ماڻهن ڏٺو، ته ڪراچيءَ جو شهر سمنڊ جي ٻغل ۾ ٻيٺو آهي، تنهنڪري واپار لاءِ سٺائو هنڌ آهي. باقي بمبئيءَ توڙي ٻين پاسن ڏي اچڻ وڃڻ جي سهوليت ڪانهي (ڏسو صفحو 57 ۽ 58). سر بارٽل فريئر اها تڪليف اڳيئي محسوس ڪئي هئي، تنهن ور ور ڏيئي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي اڳيئي پٽي لکيو، ته بمبئيءَ کان جيڪو جهاز سڌو ولايت وڃي ٿو، سو آئيندي ڪراچيءَ کان اچي وڃي، ته سنڌ جي ماڻهن لاءِ سهنج ٿئي، ۽ ڪا چڱي رقم ڏيو، ته مان بندر جوڙايان. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ اها رٿ نه قبولي. ڊپ لڳس، ته ولايت کان جهاز جيڪڏهن اول ڪراچيءَ ۾ ايندا، ته ڪراچي زور وٺي ويندي، ۽ بمبئيءَ جي واپار کي وڏو ڌڪ اچي ويندو، تنهن ڪان رٿ ئي نامنظور!!! ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ تي داٿيون پاتيون، ته فريئر صاحب سڌو هندستان جي وائسراءِ لارڊ ڊلهائوسيءَ کي سموري حقيقت لکي موڪلي، تنهن حڪم ڪيو، ته آئيندي ولايت جا جهاز ڪراچيءَ کان اچن وڃن، ۽ ڪراچيءَ جي بندر جوڙائڻ جي منظوري به ڏنائين. انهيءَ ڪانپوءِ ڪياماڙي بندر ٺهيو، جو ويجهڙائيءَ ۾ تمام گهڻي قدر وڌايو اٿن. اهو ڪم

مسٽر واڪر نالي هڪ انجنيئر کي سپرد ٿيل هو، جنهن منهوڙي وارو "بريڪ واٽر" به جوڙايو هو (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 114).

منهوڙي ۽ ڪياماڙي جڙڻ جو ڪم جنهن وقت اڌ ٿيو هليو پئي تنهن وقت ڪياماڙيءَ ۽ ڪراچيءَ کان وٺي ڪوٽڙيءَ تائين ريل جي رستي جوڙڻ جو ڪم 29 اپريل 1858ع کان وٺي شروع ٿيو. ائين ماڻهن کي آٿت ٿيو ته هاڻ سمنڊ توڙي خشڪيءَ جي رستي آمدرفت جو سهنج گهڻو ٿيندو.

سر بارٽل فريئر جي وقت ۾ ڪراچيءَ جي هنري نماءُ ڏسڻ لاءِ جيڪي ماڻهو ٻاهران پئي آيا، تن مان ڪي هميشه لاءِ ڪراچيءَ ۾ رهي پيا. بمبئيءَ جي ڪن واپارين هاٿوڪي ڪاري در ۽ مني در جي مهڙ وٽ ڪيترا پٽ خالي پيل ڏسي، اتي دڪان کوليا، ۽ ته اهو پاسو "بمبئي بازار" سڏجڻ ۾ آيو. ڪيترا ڪڇي پنهنجو واڙو (لوڙهو) ناهي جنهن هنڌ رهيا، تنهن هنڌ پوءِ پڪيون جايون جڙيون، ته به اڄ تائين اهو "ڪڇي واڙو" سڏجي ٿو. ڪانياواڙ ۾ "جوڙيا" نالي هڪ ڳوٺ آهي. اتي جا واپاري مرچ مصالحي ۽ ٻين جنسن جا دڪان جنهن هنڌ کولي اچي ويٺا، سو هنڌ اڄ تائين "جوڙيا بازار" ڪوٺجي ٿو. ان جي ويجهو ڪيترو ڪليل ميدان هو. اتي اٺن جي ڪنوڙ هوندي هئي. جنهن کي ٻاهر وڃڻ لاءِ اٺ ڪپندو هو، ته اتان ڀاڙي ڪندو هو. اتي پوءِ باغيچو ٺهيو ته انهيءَ تي "ڪوڙي باغيچو" نالو پيو. ڪن بورين هاٿوڪو سڙاءِ ڪوارٽر والاريو. سنڌين ويجهو ڪيترا مينهن به گهر جوڙي ويٺا. ڪيترا ڪرستان، پارسي ۽ ٻيا صدر ۾ وڃي رهيا. صدر ۽ شهر جي وچ ۾ مفاصلو گهڻو آهي. تنهن ڪري هوندا وارا ماڻهو پاڻ کي ڏولين ۾ کڻائي ايندا ويندا هئا. اهي ڏوليون ڪهار کڻندا هئا. انهن کي جهجهي کڻائي ٿيندي ڏسي، ڪن گهوڙي گاڏيون چالو ڪيون. گاڏين وارا پنهنجون گاڏيون شهر ۽ صدر جي وچ ۾ بيهاريندا هئا، ۽ اهو "گاڏي کاتو" سڏجڻ ۾ آيو؛ پر اتي ڪا ايڪڙ بيڪڙ جاءِ ان وقت جڙيل هئي. ائين شهر اچا وسيو پئي، ته سنه 1859ع ۾ سر بارٽل فريئر بمبئيءَ بدلي ٿي ويو. سنڌ جي ماڻهن سندس ڳڻ مڃي، سندس يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ هڪ هال جوڙايو، جو سندس نالي پٺيان "فريئر هال" سڏجي ٿو.

ڪراچيءَ جو شهر هندن ٻڌايو. ته اهو اول سنڌ توڙي ٻين هندن جي

هندن چڱي قدر وسايو، جنهن ڳالهه جي ساک اولڊ ٽائون، مٺو دَر، جوڙيا بازار، رنڇوڙ لائين، نانڪواڙو، رام سوامي گاڏي کاتو وغيره اڄ تائين پرين ٿا. 1885ع ۾ خانبهادر ميان حسن عليءَ ۽ سنڌس ڪن رفيقن جي ڪوشش سان مدرسو کليو، پر سنڌ جي مسلمانن جو واپار ڏي ڌيان خيرڪو هو. ٻاهران آيلن مان خواجن، بورين ۽ ميمڻن ڪراچيءَ جي واپار کي وڌايو، ۽ شهر کي رونق به وڌايائون. انهيءَ ڏس ۾ پارسين پاڻ کي چڱيءَ ريت موکيو. سر چارلس نيپيئر جي وقت کان ئي وٽي ڪاميسريٽ کاتي ۽ ٻين ڪن کاتن جا پهريان مقاطعدار پارسي هئا. ڪراچيءَ جي پورٽ ٽرسٽ آفيس اُجا کلي خانه هئي، ته مسٽر پيستنجي بيکاجي نالي هڪ پارسي بندر جو سمورو ڪاروبار سنڀاليندو هو. ڪراچيءَ جي زمين جو ملهه ان وقت ڪونه ٿي ٿيو، ته پهريون مسٽر ايدلجي دينشا هو، جنهن هڪبئي پٺيان ايترا پلاٽ ورتا، جو ميونسپالٽيءَ کي ملڪيت جو هڪ رجسٽر شهر جي ماڻهن لاءِ ۽ ٻيو رجسٽر خاص مسٽر ايدلجيءَ جي پلاٽن جي داخلائن ڪرڻ لاءِ رکڻو پيو! آخر حڪم ٿيو، ته ڪيس وڌيڪ زمين وڪرو ڪري نه ڏجي، نه ته هيءَ سڄي ڪراچيءَ جا پٽ ڳنهندو. حيدرآبادي عاملن مان راجرشي ديوان ڏيارام گدومل جي ڀاءُ ديوان مينا رام شهاڻي ٿورڙيئي ناڻي ۾ ڪي وڏا پلاٽ ورتا، جن تي هن وقت "شيوا ڪنج"، "سرٽا گتي" ۽ ٻيون جايون جڙيل آهن. پر مسٽر ايدلجي گهٽو ڦبيو. اهوئي پارسي هو، جنهن شروع ۾ ئي هڪ خيراتي اسپتال عام خلق جي ڀلي لاءِ ڪراچيءَ ۾ جوڙائي.

ڪراچيءَ ۾ ڪي وڏيون ڇاپون ۽ نوان ڪارخانا به پهريائين پارسين کوليا. سڄيءَ سنڌ ۾ پهريائين پهريائين هڪ پارسيءَ سر بارٽل فريئر جي وقت ۾، ڪراچيءَ ۾ سوڊا لمليت جوڙڻ جو سانچو گهرايو هو. پوءِ مسٽر بهرامجي ايدلجيءَ سوڊا جي سانچي سان گڏ برف جوڙڻ جو ڪارخانو به کوليو. ڪانئس پوءِ مسٽر نسروانجي آر. ميهتا به ائين ڪيو، ۽ هڪ برف جوڙڻ جو ڪارخانو حيدرآباد ۾ به کوليائين. ڪيترن ورهين ڪانپوءِ لاڏين يا رنگين فرشي سرن (ٽائلس) جو ڪارخانو ڳانڌي گارڊن جي پرڀان کوليائين.

ڪراچيءَ جو پهريون مکيه واپاري مسٽر ايڇ.جي رستمجي هو. عام خلق ۾ ٿوري عملدارن وٽ ابري نه عزت هيس، جو هڪ لڳا بمبئيءَ جو

گورنر ڪراچيءَ ۾ آيو، ته سنڌ جي ڪمشنر وٽ ٽڪڻ بدران وٽس مهمان ٿي وچي رهيو.

ڪراچيءَ ۾ پهريون ڇاپخانو سر چارلس نيپيئر جي وقت ۾ 1844ع ۾ کليو جنهنکي "ائڊورٽائيزر" پريس چوندا هئا. انهيءَ مان "سنڌ ائڊورٽائيزر" نالي اخبار نڪرندي هئي. اها سرڪاري پريس پوءِ عام طرح سنڌ جي ڪمشنر جي پرنٽنگ پريس سڏجڻ ۾ آئي. رعيتي مان پهريائين هڪ پارسيءَ ڪراچيءَ ۾ ڇاپخانو کڙايو، جنهن مان "سنڌين" نالي هڪ هفتيوار انگريزي اخبار نڪرندي هئي. اخبار جو نالو پوءِ ڦيرائي "بيڪن" ڪيائون ۽ پوءِ "سنڌ ٽائيمس" نالو رکيائونس، جنهنجو ايڊيٽر 1884ع ۾ ساڌو هيرانند هو. اها سيٺ پوچاجيءَ ۽ ٻئي هڪ پارسيءَ سيٺ دورابجي جي پريس هئي.

ڪراچيءَ وارو ڪاليج 1887ع ۾ کليو، ته ان لاءِ پهريائين پرنسپال وامسلي صاحب مقرر ٿيو، پر ڪاليج کي منڍ کان ئي وٺي جنهن هر طرح زور ونائڻ جي ڪوشش ڪئي، سو هڪ پارسي پروفيسر برجورجي پادشاھ هو، جو ڪاليج جو وائيس پرنسپال هو. ڪاليج جي شاگردن لاءِ هاسٽل جي گهرج ٿي، ته چندي ڪٺي ڪرڻ لاءِ حيدرآباد ۾ ڪهي ويو. ديوان ميٺارام گدو مل چڱي رقم ڏنيس، ته هاسٽل تي سندس نالو پيو. هاسٽل لاءِ اجا گهڻو پئسو کپندو هو، ته پنهنجي زير صدارت ڪراچي ڪاليج جي شاگردن کان هڪ اميچوئر ڊرئميٽڪ سوسائٽي برپا ڪرايائين، جنهن ڊسمبر 1894ع ۾ پهريون ناٽڪ "ٽل دمينٽي" ڪيو. پوءِ هر ڪنهن سال نوان نوان ناٽڪ جا ڪتاب جوڙائي، ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ کيل ڪندا هئا. ائين سنڌي ساهت جو واڌارو به ٿيو، ته هاسٽل لاءِ به چڱي رقم ڪٺي ٿي. اهو سڀ پروفيسر پادشاھ جو پرتاب چئبو.

پروفيسر پادشاھ کانپوءِ ديوان صاحب سنگهه چندا سنگهه شهاڻيءَ سنڌ ڪاليج کي هيڪاري وڌيڪ اوڄ تي آندو، ۽ سندس ڪوشش سان ڇوڪريون ڪاليج ۾ داخل ٿي، اعليٰ تعليم وٺڻ لڳيون (ڏسو صفحو 85). اهوئي مڙس هو، جنهن انجنيئرنگ ڪاليج برپا ڪرايو هو. انهيءَ ڪاليج لاءِ پئسو کپندو هوس، ته مسٽر جمشيد نسروانجي مهتا مڙسي ڪري، مبلغ ڏهه هزار

ايدلجي ڊينشا جي اولاد وٽان هڪ لک رپيا آئي ڏنس، جنهن ڪري ڪاليج تي سيٺ نادر شاهه ايدلجي ڊينشا جو نالو پيو. ڪراچيءَ ۾ "لا ڪاليج" به پرنسپال شهاڻيءَ کولايو، ۽ اهو سندس نالي پٺيان سڏجي ٿو.

هندستان جي وائسراءِ لارڊ رپن جي ايامڪاريءَ (1880-1884ع) ۾ ڪيترا سڌارا ٿيا، ۽ ميونسپل سرشتو جاري ٿيو، تہ ڪراچيءَ ۾ پهريون ميونسپل چونڊون ڊسمبر 1884ع ۾ ٿيون، ۽ 1885ع کان وٺي ميونسپل ڪم هليو. شروع ۾ ٿي ديوان ٿهلرام کيمچند وزيراڻيءَ ۽ پوءِ آنربل سيٺ هرچندرراءِ وشنداس ياروائيءَ، ڪراچي ميونسپالٽيءَ کي هڪ آدرش ميونسپالٽيءَ بنائڻ لاءِ پاڻ گهڻو پتوڙيو. ڪائڻ پوءِ مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا ڪيترا ورهيہ ڪراچيءَ جو ميئر هو. ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي محلات جهڙي عمارت سندس وقت ۾ ٺهي. ڪراچيءَ جي شهر وڌائڻ لاءِ ماڻهن کي گهڻي قدر همٿايائين، تہ آرٽلري ميدان، جمشيد ڪوارٽر ۽ بندر روڊ ايڪسٽينشن وارا پاسا ايتري قدر وسيا، جو مسٽر جمشيد ميهتا اڄ حقي واجبي طرح "ڪراچيءَ جو معمار" سڏجي ٿو.

ڪلفٽن يا هوا بندر تي جيڪو عاليشان "پرامينيڊ" ڪراچيءَ جي عام خلق لاءِ ٺهيل آهي، سو سر جهانگير ڪوٺاريءَ جي خرچ تي ٺهيو هو، تنهن ڪري اهو عام طرح "ڪوٺاري پريڊ" ڪوٺبو آهي. مطلب تہ پارسين جيڪي وڏ ڪراچيءَ سان ڪيا آهن، سي ماڻهن کان وسرڻ جا ڪينهن.

ڪراچيءَ ۾ پهريائين پهريائين ميشرس مئڪينان مئڪنزي ڪمپنيءَ جا جهاز ايندا ويندا هئا. پوءِ برٽش انڊيا اسٽيم نئويگيشن ڪمپني، شيپرڊ ڪمپني، ميشرس ايلرمن لائينس، ۽ ايشياٽڪ نئويگيشن ڪمپني جاري ٿيون. ان وقت کان وٺي مال جي آمدني ۽ روانگي جام ٿيڻ لڳي.

پهريون يوربي ڪمپنيون جن وڏي پيماني تي سنڌ مان ٻاهر مال موڪلڻ شروع ڪيو، سي ميشرس رالي برادرس، ميشرس ڪليمنٽ رابسن ۽ اسٽراس ڪمپنيءَ وارا آهن. لوئي ڊريفس ڪمپنيءَ وارا فرينچ آهن، ۽ اهي بہ پٺتي ڪونہ پيا. ٻيون مکيہ يوروپي واپارين جون ڪمپنيون گرهام ڪمپني، فاربس ڪمپني، ميشرس ڪاڪس وغيره آهن. والڪرٽ برادرس وارا سويڊن جا آهن.

ڪراچيءَ ۾ جيڪو مال ٻاهران اچي ٿو، تنهن مان ڪيترو اتر هندستان، افغانستان ۽ بلوچستان ڏي روانو ٿئي ٿو.

سنڌ گزيٽيئر مان معلوم ٿئي ٿو، تہ سنہ 1901-1900ع ۾ ساڍن ستن ڪروڙن روپين جو ۽ 1905-1904ع ۾ ساڍن ٻارهن ڪروڙن جو مال ٻاهران آيو هو. ساڳين پنجن ورهين ۾ روانگي تمام گهٽي ٿي. سنہ 1901-1900ع ۾ ڇهن ڪروڙن ۽ ٻارهن لکن روپين جو ۽ 1905-1904ع ۾ ويهن ڪروڙن ۽ اٺونجاهہ لکن روپين جو مال سنڌ کان ٻاهر روانو ٿيو هو. موجوده سنڌ گزيٽيئر 1907ع جو ڇپيل آهي. ان کانپوءِ گذريل چاليهن ورهين ۾ واپار وڌي ٽيهوٽون چاليهوٽون ٿيو آهي.

هن وقت ڪراچيءَ جي ريلوي بندر اسٽيشن ۽ نيٽو جيٽي (جهونا بندر) جي وچ ۾ جتي چاڙهي آهي، تتي اڳي هڪ وڏي پل، شاهي رستي (بندر روڊ) جي مٿان، ٺهيل هوندي هئي. انهيءَ پل جي مٿان سرڪاري ڪسٽم آفيس هوندي هئي، ۽ هيٺان، پل جي دروازن مان، گهوڙي گاڏيون ۽ ٻيل گاڏيون اينديون ويندڙيون هيون، ۽ ٽرامون پل جي پاسي وٽان لنگهنديون هيون. ڪسٽم آفيس جي پريان پورٽ ٽرسٽ آفيس هڪ ساديءَ جڙيل جاءِ ۾ هوندي هئي. هينئر جتي پورٽ ٽرسٽ ۽ ڪسٽم آفيس آهن، تتي اڳي وير چڙهڻ مهل سمنڊ جو پاڻي ايندو هو. وير لهڻ کانپوءِ آلاڻ هوندي هئي. اتان پوءِ سمنڊ جو پاڻي هٽائي، هاڻوڪيون عاليشان عمارتون جوڙايائون، جي پڻ جهجهيءَ ڪمائيءَ جون نشانيون چئبيون.

واپار کي وڌائڻ ۽ هنرن کي همٿائڻ لاءِ بئنڪون تمام ضروري آهن. يورپي لوڪن ڪراچيءَ ۾ بئنڪون بہ کوليون. ڪراچيءَ ۾ جهونيون يورپي بئنڪون نئشنل بئنڪ آف انڊيا ۽ مرڪنٽائيل بئنڪ آف انڊيا آهن. سنہ 1903-1902ع ڌاري چارٽرڊ بئنڪ کلي. امپيريل بئنڪ آف انڊيا سرڪاري بئنڪ آهي. اها اڳي "بمبئي بئنڪ" سڏبي هئي، پوءِ گهٽيئي يورپي توڙي ڏيهي ماڻهن جون بئنڪون، بلڪ ڪوآپريٽو بئنڪون بہ کليون، جن مان ڪي زميداري بئنڪون آهن. ڪيترا شڪارپور، حيدرآباد ۽ ٻين شهرن جا سيٺيون بہ "بئنڪنگ" جو ڪم ڪندا آهن، جو عام طرح "صرافڪو ڌنڌو" سڏجي ٿو. انهن صرافن جي معرفت بہ هر ڪنهن سيال

ڪروڙها روپين جي وار ڦير ٿئي ٿي. مسلمان وياج وٺڻ حرام ڪري سمجهندا آهن، تنهنڪري سنڌن هڪڙي بہ بئنڪ ڪانهي.

ڪراچيءَ ۾ تيل جون ڪمپنيون يورپي لوڪن جاري ڪيون. ڪن يوروپين ويمي جون ڪمپنيون بہ جاري ڪيون. هيئنر تہ يورپي ٿوڙي ڏيهي ماڻهن جون گهڻيئي ويمي جون ڪمپنيون آهن.

حيدرآباد ۾ راجرشي ديوان ديارام گدو مل جي ڪوشش سان سنڌ هندو پراويڊنٽ فنڊ کليو، جنهن تحسين جوڳو ڪم پئي ڪيو. پوءِ ڪن پوريءَ ڄڻ ڄوت بنا، تہ ڪن وري لوڪن ڪي ٺڳڻ جي ارادي سان، فنڊ کوليا، تہ توان قاعدا نهيا، ۽ سڀ بند سميٽجي ويا!

ڪراچيءَ جو جيئن واپار وڌيو، تيئن ڪي مارواڙي ۽ ٻيا سيٺيون ڪراچيءَ ۾ اچي، اُتي هميشہ جي لاءِ گهر ڪري ويٺا. ڪراچيءَ ۾ ڪاٺائو مڪنجي مارڪيٽ، گوردنداس مارڪيٽ، شڪارپوري مارڪيٽ وغيره هندن کوليون، جيئن انهن مارڪيٽن جي نالن منجهان ئي پڌرو آهي. واپار وڌڻ ڪري واپارين جون ڪي سنستائون برپا ٿيون، جهڙوڪ ڪراچي چيمبر آف ڪامرس، انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن وغيره.

ڪراچيءَ جو آدم ٽڪڙو ٽڪڙو وڌيو، تہ ڪن يوروپين ڪراچيءَ ۾ "ايسٽ انڊيا ٽراموي ڪمپني" برپا ڪئي. شروعات ۾ ٽرامن هلائڻ لاءِ گهوڙا ٻڌندا هئا. ڪي ٽرامون ماڙيءَ سان هونديون هيون. ڪيترا مسافر مٿين ماڙيءَ تي وائکو ٿي ويهڻ پسند ڪندا هئا. پوءِ هاٿوڪيون "آٽو موبائيل" ٽرامون جاري ٿيون، تہ گهوڙن ٻڌڻ جو رواج بند ٿي ويو. ٿورن ورهين کان "بسون" چالو ٿيون آهن، پر اجا گهٽين بسن جي گهرج آهي.

عيسوي ويهين صديءَ جي ايجادن مان بجلي، ٽيليفون ۽ سئنيما مکيہ آهن. ڪراچيءَ ۾ بجلي ڪمپني ۽ ٽيليفون ڪمپني ڪن يوروپين جاري ڪيون. سئنيمائن جا مالڪ تہ ڪي عامل بہ آهن. مطلب تہ ڪراچيءَ جي شهر هلندڙ ويهين صديءَ جي شروعات کان وٺي ٽڪڙي ٽڪڙي ترقي ڪئي آهي، ۽ اڄ اهو سڄي هندستان ۾ ٽيون نمبر آهي، ۽ "ايرنڊي جو ستارو سڏجي ٿو. ڊرگ روڊ ۽ ماريپور ۾ هوائي جهازن جي اڏن هئڻ سبب انجي اهميت هيڪاري وڌي آهي. ڪراچي بندر سڄي ايشيا جو هوائي مرڪز

آهي. منجهس ڪيترين ئي عمدين عمارتون ٺهيل آهن، جهڙوڪ ميريويدر ٽاور، ڊينسو هال، ميونسپل آفيس، خالقڏنو هال، عجائب خانو (ميوزيم)، فريئر هال، ڪن ڪاليجن ۽ اسڪولن جون جايون وغيره. ڪراچيءَ ۾ ٺڪاڻا، مندر ۽ ديوليون به گهٽيئي آهن: پر صدر جي رومن ڪئٿولڪ چرچ جهڙي سهڻي ديول ٻي ڪا به ڪانهي. ڪراچيءَ جي عيدگاهه وارو ميدان جو اٽڪل پندرهن لک رپيا لهي، سو ويجهڙائيءَ ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ مسلمانن کي بنا پئسن ڏنو آهي، ته ٻلي ته ڪراچي شهر جي شان وٽان ڪا عاليشان مسجد جوڙائين. ڪراچيءَ جي ڪهاڻيءَ سان گڏ هيءَ ڳالهه جاڻائڻ به ضرور آهي، ته هندستان جي ٽپال جي ٽڪلين جوڙڻ جو رواج ڪراچيءَ مان شروع ٿيو هو.

## ٽپال جون ٽڪليون:

سر بارٽل فريئر جيترو پئسو سڌارن ڪرڻ ۾ ٻلي تي خرچيو تيترو ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ڪونه تي ڏنس. ان وقت هندستان ۾ رواج هو، ته ٽپال پهچائڻ وقت ٽپال جو خرچ وصول ڪندا هئا. سر بارٽل هيئن ڪيو جو پنهنجون ٽپال جون ٽڪليون جوڙايائين. هر هڪ ٽڪليءَ تي تير جي شڪل نڪتل هئي، جيئن اڄ به سرڪاري پينسلن، اسٽيلن وغيره تي تير جو نشان آهي. انهيءَ تير جي پاسي کان "سنڌ ڊسٽرڪٽ ڊاڪ" لفظ ڇپايائين. اهي ٽڪليون ٽن رنگن جون ڇپايائين، ۽ حڪم جاري ڪيائين، ته آئينديٰ جنهن به ماڻهوءَ کي خط پٽ موڪلڻو هجي، سو لفافن تي اهي ٽڪليون، وزن پٽاندر، اڳوات هڻي. ان وقت سنڌ ۾ ٽپال آفيسون تمام ٿورن هنڌ هونديون هيون، ۽ هاٺوڪي وانگر ٽپال جا دٻا ٿوري ٿوري مفاصلي تي ڪونه هوندا هئا. انهيءَ سبب هيءَ حڪم به جاري ڪيائين، ته جن هنڌ ڪا ٽپال آفيس نه هجي، تن هنڌ ماڻهو انهن ٽڪلين لڳل خط پوليس جي ٿاڻي تي، يا جيڪا به سرڪاري آفيس ماڻهن کي ويجهي هجي، تنهن ۾ پهچائين. پوليس جي ٿاڻيدارن ۽ ٻين سڀني سرڪاري عملدارن کي حڪم ڪيائين، ته جيڪي خط پٽ توهانکي ملن، سي پنهنجن ماڻهن جي هٿان ويجهي ٽپال آفيس ۾ پهچائي ڏجو. ته هو پاڻيهي واسطيدار ڌرين کي پهچائيندا. انهيءَ بندوبست سبب ٽر

هڪ پوليس ٿاڻو ۽ هر هڪ سرڪاري آفيس ڄڻ تہ "ٽپال جو ڊپو" ٿي پيئي. انهيءَ ۾ سرڪار جو خرچ ڪونہ ٿي ٿيو، پر پيدائش نهايت گهٽي ٿي ٿي. ائين سڄي هندستان ۾ پهريون سنڌ جو پرڳڻو هو جنهن ۾ ٽپال جي ٽڪلين ڪم آڻڻ جو رواج جاري ٿيو. پوءِ اسٽامپ آڪٽ عمل ۾ آيو، تہ سيپٽمبر 1854ع کان وٺي اهي ٽڪليون بند ٿي ويون ۽ نيون ٽڪليون، ڪارڊ ۽ لفافا چالو ٿيا.

## سنڌ جو تختگاهہ ڪراچي:

سنہ 1847ع ۾ سنڌ جو پرڳڻو بمبئي ڪاتي سان لاڳو ٿيو (ڏسو صفحو 53)، ۽ 1936ع ۾ بمبئي کان ڇڇي ڌار ٿيو، تہ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ڪراچيءَ جو شهر ٿيو. سنڌ وزارت لاءِ ڪي معزز عامل ۽ پائيبند وزير مقرر ٿيا. سنڌ اسيمبليءَ جو پهريون اسپيڪر آنربل ڏيوان ڀوڄسنگهہ پهلاجاڻي هو؛ پر ٻگهوئي پوءِ 1938ع ۾ ٻبائيءَ جي گود ۾ وڃي سڪي ٿيو! ڪيترو وقت سنڌ اسيمبليءَ جي ڊيپوٽي اسپيڪر ڀيڻ شريمتي جيٺي ٻائي تلسيداس سپاهيملاڻي هئي، جا ڳالهہ سنڌ جي هندن لاءِ عام طرح، ۽ سنڌجي هندو نارين لاءِ خاص طرح، فخر جو باعث آهي.

## ڪراچيءَ جو آئيندو:

15 آگسٽ 1947ع کان وٺي ڀارت کنڊ ڪي ٻن ڀاڱن "هندستان" ۽ "پاڪستان" ۾ ورهايو اٿن. پاڪستان جو تختگاهہ بہ ڪراچيءَ جو شهر ٿيو آهي، تہ انجو رنگ روپ اڻ پڇو ڦرندو.

پاڪستان جي مرڪزي سرڪار لاءِ آفيسون ۽ عملي لاءِ جايون ڪي جڙيون آهن، ۽ ڪي جڙن پيون. هندستان جي جن پرڳڻن ۾ مسلمان ٿورا آهن، تن مان اڌ لک کن تہ هينئر ئي اچِٽا هئا، پر ڪراچيءَ ۾ هن وقت جاين جي تنگيءَ هئڻ سبب انهن جو اچڻ مهمل ٿيو آهي. انهيءَ لاءِ ڪوآپريٽو سوسائٽيون برپا ٿيٽيون آهن، جي ڪين جايون جوڙائي ڏينديون.

بمبئي، ڪاٺياواڙ ۽ گڏيل علائقن جي ڪن لکاپتي مسلمان واپارين ڪراچيءَ ۾ وڏن ڪارخانن کولڻ جو ارادو اڳيئي ظاهر ڪيو آهي. هنرن جي

ٻاري ۾ خود سنڌ سرڪار جون ڪي وڏيون رٿون اڳيئي رٿيل آهن. هڪ وڏي اسٽيٽ جاري ٿيندي، جا هنرن کي زور وٺائيندي. ڪپڙي اٽڻ جي ٽن "ملن" کولڻ جي منظوري سنڌ سرڪار ڏني به آهي. اهڙن وڏن ڪارخانن کولڻ لاءِ منگهي پير واري رستي ڏي گهٽي ئي پٽ پيا آهن، تنهن ڪري اهو ويران پاسو چڱيءَ ريت وسندو.

ڪراچيءَ ۾ "ريڊيو براڊڪاسٽنگ اسٽيشن" هينئر ئي برپا ٿيڻي آهي. چئن جهازن جوڙڻ جو ڪم به جلد چالو ٿيڻو آهي.

ڪراچيءَ جو آدم اڳيئي ٽڪرو ٽڪرو پئي وڌيو، ۽ هن وقت (1947ع ۾) ڪراچيءَ ۾ ڇهه لک کن آدم آهي. ٿورن ئي ورهين ۾ اهو وڌي ڏهه لک ٿئي، ته عجب ڪونهي. هيترن ماڻهن جي رهڻ لاءِ نون ڪارخانن کولڻ لاءِ جايون جڙنديون، نوان رستا ٺهندا، نيون بازاريون، چاپون ۽ مارڪيٽون کلنديون ۽ نوان اسڪول جاري ٿيندا، ته ڪراچيءَ جي رونق ئي ٻي ٿي پوندي.

هن وقت ڪراچيءَ ۾ ملير جي کوهن ۽ هاليجي ڍنڍ مان پيئڻ لاءِ پاڻي اچي ٿو. آدم وڌندو، ته پاڻيءَ لاءِ اڳواٽ ئي ضرور ڪي جوڳا بندوبست ٿيندا. ملير ۾ پاڃين جي پوک هاٿوڪي ڪان ٿيڻي ڇوٽي ٿيندي. ان پوک لاءِ سنڌ سرڪار اڳيئي لوئر سنڌ براج کولڻ جو ارادو ڪيو آهي. مطلب ته سنڌ ۾ کيتيءَ ۽ هنري واڌاري جون رٿون جنهن وقت عمل ۾ اينديون تنهن وقت سنڌ جو عام طرح، ۽ ڪراچيءَ جو خاص طرح، روپ رنگ بدلبو، ۽ بينگال ۽ يونائيٽيڊ پراونسز وانگر سنڌ هڪ ڀٽيل پرڳڻو ٿي پوندو.

## سنڌونديءَ جي رستي واپار:

قديم زماني کان وٺي پنجاب ۽ سنڌ جي وچ ۾ ڪيترو واپار سنڌونديءَ جي رستي هلندو هو، ۽ واپار جو مکيه مرڪز الور تعلقو روهڙي هوندو هو، جو هندن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هوندو هو. سنه 962ع ۾ الور طرف خوفناڪ زلزلو ٿيو، جنهن سکر ۽ بکر وارا ٽڪر به ٽوڙي ڇڏيا! ان وقت ڪيترا ماڻهو الور مان لڏي، روهڙيءَ ۽ بکر ۾ وڃي رهيا (ڏسو ٻاگو پهريون، صفحو 59). سکر گهٽو پوءِ وسيو.

## پراڻو سکر:

هجري سنه 927 (1520ع) ۾، ميرزا شاهه بيگ ارغون جي وقت ۾، بکر هڪ وڏو شهر هو، ۽ سکر هڪ ڳوٺڙو هو. هجري سنه 983 (1575ع) ۾ اڪبر بادشاهه جي حڪم سان، محب علي خان ۽ مجاهد خان بکر ۽ روهڙيءَ جا حاڪم ٿيا، ۽ ڪيسو خان سکر جو حاڪم ٿيو.

تحفته الڪرام ۾ ڄاڻايل متين حقيقتن مان ظاهر آهي، ته عيسوي سورهين صديءَ جي شروعات ۾ سکر وسيو هو، ۽ پنجاهه ڪن ورهين ۾، ڳوٺڙي مان ٺري شهر ٿيو هو، جنهن ڪري ان لاءِ ڌار حاڪم مقرر ٿيو هو. پوءِ نئون شهر ٻڌو، ته اڳيون شهر "پراڻو سکر" ۽ نئون ٻڌل شهر "نئون سکر" سڏجڻ ۾ آيو.

## نئون سکر:

سنه 1836ع ۾ انگريزن شاهه شجاع الملڪ جي مدد لاءِ لشڪر موڪليو هو (ڏسو صفحو 109)، ۽ مير نصير خان کان بکر جو قلعو اڌارو ورتو هئائون. ڊسمبر 1842ع ۾ ميرن سان پيو عهدنامو ڪري ڪراچي، ٺٽو، روهڙي، بکر ۽ سکر هميشه لاءِ ورتائون (ڏسو سنڌ گزيٽيئر، صفحو 126). سنه 1843ع ۾ سر چارلس نيپيئر سنڌ فتح ڪئي، ته ڪيترو لشڪر ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ موڪليائين (ڏسو صفحو 74، 109 ۽ 110).

سر چارلس نيپيئر سکر ۾ به لشڪر رهائڻ جي ضرورت سمجهي. درياهه جي ڪناري کان وٺي ٽڪريءَ تائين ڪيترا ڪجين، نمن وغيره جا وڻ بيٺل هئا؛ سي ڪجهه قدر وڍائي اتي پنهنجي لشڪر جي ڇانوڻي وڌائين. منزل گاهه کان وٺي ٽڪريءَ جي چيڙي تائين لشڪر لاءِ بوراڪون، گدام، موديخانا وغيره ٺهيا، ته هنيءَ نئون ٻڌل شهر "چيڙي" (ڇانوڻي) سڏجڻ ۾ آيو.

ملٽري وارن سکر وسايو، ته پهرين ئي ڏينهن کان وٺي سنڌن کاڌي خوراڪ لاءِ سامان پراڻي سکر وارن واپارين کي پهچائڻو پيو. ڪين ڇڳي

ڪمائي ٿيندي ڏسي، روهڙيءَ جا ڪي واپاري ڏينهن جو اچي وڪري ڪري، پوءِ شام جو موٽي ويندا هئا: پوءِ ٻين پاسن جا هندو آيا، ۽ سکر ۾ پنهنجا دڪان کڏي ويٺا. جيڪي هندو لاڙ کان آيا، تن جي نالي پٺيان اج تائين سکر جي هڪ بازار "لاڙائڪي بازار" سڏجي ٿي. ٻيا پاپڙا آيا، جن جي نالي پٺيان "پاپڙڪي بازار" ڪوٺجي ٿي. ڪي مارواڙي به هاٽوڪني ڪاپڙي بازار طرف پنهنجون جايون جوڙائي ويٺا، جنهن ڪري اها اج تائين "مارڻچي بازار" سڏجي ٿي. ڪراچيءَ کان ڪي پارسي ۽ کوجا (خواجه) به آيا. پارسين مان هڪ سيٺ ليمجي هو، جنهنجو گهر سکر ۾ ٽڪريءَ تي هوندو هو. سندس گهر جي نزديڪ جنهن چاڙهيءَ تان ماڻهو لهندا چڙهندا هئا، سا اج تائين سندس نالي پٺيان "نيمجي (ليمجي) چاڙهي" ڪوٺجي ٿي. کوجن جتي پنهنجو پاڙو ٻڌو، سو اج تائين "کوجن جو پاڙو" سڏجي ٿو. اهي ٽالا اج تائين جاٽائين ٽا، ته سکر ڪيئن اسريو.

سکر اڃا اُسرڻ شروع ڪيو، ته 1845ع ۾ اُتي وبا پيئي. ملٽري ڪاتي جا ڪيترا ماڻهو مئا، ته سر چارلس نيپيئر باقي رهيل لشڪر يڪدم ٻين هنڌ روانو ڪري ڇڏيو، جنهن ڪري ملٽري بوراڪون، گدام، موديخانا وغيره خالي ٿي ويا! سکر جي واپارين کي جن وٽان جهجهي ڪمائي پئي ٿي، سي ملٽري ڪاتي وارا هليا ويا، ته پيو ڪو شهر جيڪر انهيءَ دم ڦٽي وڃي ها؛ پر هتي ائين نه ٿيو. ٿئون سکر درياهه شاهه جي هنج ۾ ٻيٺو آهي، ۽ خشڪيءَ جي رستي به واپار لاءِ واٽون اٿس، ته هتي آسانيءَ سان جهنگل مان ڦري منگل ٿيو.

اڳي سڄيءَ سنڌ ۾ ماڻهو عام طرح ڪوئلن بدران ڪنديءَ، لئيءَ، ٻير وغيره جون ڪاٺيون ٻاريندا هئا. جاين جي ڪامن، ٿنڀن، دروازن ۽ درين لاءِ ٻير، ۽ ٽيڪن ۾ بهڻ ڪم آڻيندا هئا. سکر جا واپاري ٻيڙين جي رستي جلائو ڪاٺيون، ٻير جون دوگيون ۽ ٻيو عمارتي ڪاٺ ٻاهر موڪلڻ لڳا. سکر ۾ جنهن هنڌ ٻيلن مان ڪاٺ گهرائي سٽيون ڪري رکندا هئا، سو هنڌ اج تائين "ڪاٺ منڊي" سڏجي ٿو. ريل جا رستا کليا، ته نه رڳو سنڌ ۾ گهڻن هنڌ، پر پنجاب، ڪوئيٽا ۽ چمن ۾ به ڪن وڃي ڪاٺ جا ڪارخانا کوليا. ساڳيءَ ريت ڪٽڪ، ڪپهه، ٽاس وغيره ٻاهر موڪلڻ لڳا. ڪراچيءَ

مان ڪپڙو، مرچ مصالحا وغيره گهرائي، ڪجهه شهر جو شهر ۾، ته ڪجهه ٻين وارن شهرن ۽ ڳوٺن ۾، نيڪال ڪندا هئا. سکر ۾ انهن سڀني جنسن جون منڊيون هونديون هيون، جن ۾ ڪن لکن رپين جو واپار ڏهاڙي هلندو هو. رپين ڳڻڻ ۾ وقت لڳي ٿو، تنهنڪري سکر جا ڪيترا واپاري، وقت بچائڻ لاءِ" ڪانٽن ۾ رپيا توري ڏيندا وٺندا هئا. (ڏسو "سکر سونهارو"، صفحو 41). مطلب ته آگ ڳاڏين جاري ٿيڻ کان اڳيئي، درياهه شاهه جي ڏيا سان، سکر ۾ وڏي پيماني تي واپار هلندو هو. ان لاءِ هڪ سبب هي به هو، ته انگريزن جي صاحبيءَ جي شروعات ۾، ڪوٽڙيءَ کان وٺي ملتان تائين آگبوٽ هلندا هئا، سکر هڪ مکيه بندر هوندو هو ۽ واپارين ۽ ٻين کي اُتي اچڻ وڃڻ جي گهڻي سهوليت هوندي هئي (ڏسو صفحو 58).

"سکر سونهارو" نالي هڪ ڪتاب مسٽر پرسرام ويرومل مسند نهايت گهڻي محنت ڪري جوڙيو آهي، تنهنجي صفحي 31 ۾ لکيو اٿس، ته "پاڻي سيروءَ واري چونڪ جو ميدان هڪ شاهي کڏو هو، جنهن ۾ برسات جو پاڻي اچي ڪٺو ٿيندو هو. جو ميونسپالٽيءَ آهستي آهستي پرائي ڇڏيو." وري صفحي 32 ۾ لکيو اٿس، ته نمن جي چونڪ ۾ نمن جا شاهي وڻ هوندا هئا، جنهن ڪري "نمن جو چونڪ" نالو پيس." هيءَ سکر جا اوائلي سڌارا ڇئبا، ۽ اوائل ۾ سکر ۾ ميونسپالٽي هئي ڪانه. حقيقت هن ريت آهي ته سنه 1846ع ۾ سر چارلس نيپيئر ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ "حفظ صحت جا بورڊ" Board of Conservancy برپا ڪرايا هئا، ۽ سکر ۽ ٻين شهرن ۽ ڳوٺن ۾ صفائي، روشنائي وغيره جو بندوبست پنچائتيون ڪنديون هيون. (ڏسو سنڌ گزيٽيئر، صفحو 465). سکر وڏيون، ته سنه 1856ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر هتي به هڪ اهڙو بورڊ برپا ڪيو جنهن سکر جي تڪريءَ جو اهو هينيون پاسو سڌاري، دڪانن ۽ ٻين جاين جوڙائڻ جي لائق ڪيو هو. سکر جو "فريئر روڊ" سندس نالي پٺيان سڏجي ٿو.

اڳي سکر جو شهر شڪارپور ضلعي جي حد ۾ ليکبو هو (ڏسو صفحو 53). سنڌ جي ڪمشنر ارسڪن صاحب ڏٺو ته شڪارپور جي ڀيٽ ۾ سکر جي آب هوا وڌيڪ سٺي آهي. تنهنڪري سرڪاري عملدارن جي صحت جو خيال ڪري، سنه ۱۸۸۳ع ۾، ضلعي جو هيڊ ڪوارٽر شڪارپور

بدران سکر ڪيائين، تہ سکر ۾ نيون آفيسون ۽ بنگلا جڙيا، آدمن وڌيو ۽ تنهن سان گڏ واپار بہ وڌيو. خود شڪارپور جو ڪيترو واپار ڇڪجي سکر ڏي آيو. ريلوي جو هيڊ ڪوارٽر جو هاڻ لاهور ۾ آهي، سو بہ سکر ۾ ٿيو، ۽ ساڳي سال 1883ع ۾، ريلوي ورڪشاپ کليو. ريلوي ملازمن لاءِ ڪوارٽر جڙيا. منجهائن ڪيترا يوروپي ۽ ٻيا ڪرستان هئا، تن لاءِ اول رومن ڪئٿولڪ چرچ هاٿوڪي ليوڪس پارڪ وٽ جڙي. پوءِ پراٽيسٽنٽ چرچ بہ جڙي، جا هاٿوڪي سيشن ڪورٽ وٽ آهي. سکر جي يوروپي لوڪن پنهنجو جيمخانو کوليو، تہ اهو وجهہ ڏسي سيٺ پالنجيءَ نالي هڪ پارسيءَ سکر ۾ برف شاپ کولي. سکر جي واپارين يورپين ۽ ٻين ڪرستانن جي گهرج جون شيون گهرائي، وڪري لاءِ موجود رکيون. انگريزي شراب جون ڇاپون بہ شايد اول سندن ڪري کليون هيون.

ريلوي ورڪشاپ ۾ ڏهاڙي ٽي چار هزار ڪمي ڪم ڪندا هئا. انهن غريب آباد وسائي. منجهائن گهڻا پنجابي هئا. سکر جا واپاري ملتاني گهيتلا ۽ ٻيون سندن گهرج جون شيون گهرائي انهن جو وڪرو ڪرڻ لڳا. انهن پنجابين جي ڪري پنجاب جي سيٽنڊي لوڻ جو واهپو سکر ۾ وڌيو. سنہ 1884ع ۾ سرڪار لوڻ جو گدام سکر ۾ کوليو. سنہ 1910ع ۾ سنڌي شراب جي وڪري لاءِ "ويئر هائوس" (گدام) بہ کليو.

اڳي بلوچستان، افغانستان ۽ وچ ايشيا کان قافلا شڪارپور ۾ ايندا هئا. سنہ 1880ع کان وٺي 1988ع تائين رڪ اسٽيشن کان وٺي سبيءَ تائين ريل جو رستو ٺاهي تيار ڪيائون، تہ انهيءَ پاسي جو ڪيترو واپار سکر ڏي ڇڪجي آيو. آلني ميوي ۽ سڪل ميوي جو واپار ان وقت کان وٺي سکر ۾ زور ٿيو.

سنہ 1878ع کان وٺي آگ گاڏيون روهڙيءَ کان ملتان ۽ دهليءَ ڏانهن اينديون وينديون هيون؛ باقي سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ ۾ سنہ 1888ع تائين هڪ جهاز هلندو هو، جو مسافرن کي پتڻ اڪاري پار ڪندو هو. پوءِ لئنسڊائون پل جڙي جا سڄيءَ دنيا ۾ ٻيو نمبر پل ليکجي ٿي. ان جي کولڻ جو مهورت 27 مارچ 1889ع جي لارڊري ڪيو هو. اها پل جڙي تہ روهڙي ۽ سکر هڪبئي کي ڀاڪر پائي اچي گڏيا، ۽ سکر جو شهر ملتان ۽ دهليءَ

سان به ڳنڍجي پيو. ائين واپار هيڪاري وڌيو. سکر واري پل جڙڻ کان ڪجهه وقت پوءِ مان سکر ويس، ته ڏٺم، ته ڪيترن ماڻهن هن سهڻيءَ پل ڏي عجب وچان وات ڦاڙي پئي نهاريو! انهيءَ عجب وچان ڪن راڳ ناهيا هئا. هڪ راڳ جو ٽل اڄ تائين ياد اٿم:

"سکر واري پلڙي ٻڌائون، خواجه متان پل،
وچي ڏسو اسرار صاحب جو، سکر واري پل!

ڪوٽڙيءَ ۽ سکر واري ريل جي رستي ۾ وقت بوقت گهارا پوندا هئا. تنهنڪري ٻيو ريل جو رستو حيدرآباد کان روهڙيءَ تائين 1896ع ۾ کوليائون. پل تان آگ گاڏيون سکر ڏي اچڻ وڃڻ لڳيون ته ماڻهن توڙي مال جي آمدرفت جو هيڪاري وڌيڪ سهنج ٿيو.

سکر لاءِ جيڪي ڪليڪٽر وقت بوقت مقرر پئي ٿيا، تن مان به ڪن سکر سان پنهنجا پال پلايا. منجهائن هڪ ڪرنل ميئو هو، جنهن هاڻوڪو عمدو پڪو بندر ٻڌايو ۽ اتي وڻ پوکايائين، جنهنڪري اهو "ميئوبندر" سڏجي ٿو. ڪيترو وقت مسٽر واليس سکر جو ڪليڪٽر هو. هن صاحب ميونسپل آفيس جي هيٺان ٽڪري ٽڪائي سڌو رستو ڪرايو، جو نهايت سهٽو پيو لڳي ۽ آمدرفت جو به وڏو ئي سهنج ٿيو آهي. ٻيڪر جو "واليس گنج" سنڌس نالي پنيان ڪوٺجي ٿو.

سنه 25-1924ع ۾ سکر براج ٺهڻ جو ڪم شروع ٿيو، جنهنجي کولڻ جو مهورت 13 جنوري 1932ع تي ٿيو. انهيءَ براج جي ٺهڻ ڪري سکر جو شهر سڄيءَ دنيا ۾ مشهور ٿيو آهي. انهيءَ پاسي اڳي جهنگلي وڻ ٽڻ پيدا هوندا هئا، ٻني ويڙائي، "براج ڪالوني"، ناهي اٿن، ته شهر هيڪاري وڌيو آهي.

سڄيءَ سنڌ ۾ پهريون ماستر هريسنگهه ڊنگو مل سکر وارو هو، جنهن 1885ع ۾، سکر ۾، پنهنجو ڪتب خانو کوليو هو. ٻئي سال منشي پوڪرداس شڪارپور ۾ پنهنجو ڪتب خانو کوليو. ٻئي صاحب لاهور مان ڪتاب ڇپائيندا هئا، جي "لٿو" يا پٿر جي ڇاپي ۾ هوندا هئا. حيدرآباد جهڙي شهر ۾ به آڪٽوبر 1896ع ۾ ديوان ڪندنمل منگهرسنگهه لوهي

ڇاپخانو گهرائي، ”قيصريه پريس“ کلي هئي، نه ته تنهن کان اڳ، ڪراچيءَ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن به شهر ۾ ننڍو ڪو هو لوهي ڇاپخانو. ننڍا ڪا روزاني يا هفتيوار اخبار، جنهن ڪري ماڻهن ۾ قومي جاڳرتا به خير ڪا هئي. اڳي سکر ضلعي بلڪ سڄيءَ اپر سنڌ ۾، شڪارپور ڪانسواءِ، ٻيو ڪٿي به هڪڙو به هاءِ اسڪول ڪونه هوندو هو، تنهنڪري هاڻوڪي وانگر هيترا تعليم يافته هوندا ئي ڪين هئا.

سنه 1895ع ۾ مان سکر جي سالٽ ڊيپو (لوڻ گدام) ۾ ڪلارڪ هوس. ان وقت جي سکر ۽ هاڻوڪي سکر جي وچ ۾ زمين آسمان جيترو ڦير آهي. سڄي شهر ۾ اڪثر رڳو مٽيءَ ۽ ٽيڪن جون جهڙيل جايون هونديون هيون. سکر جي سيني سرڪاري کاتن ۾ ڪيترا ڪامورا حيدرآبادي عامل هوندا هئا. ڪي وڪيل به حيدرآبادي، ته ماستر به حيدرآبادي.

سکر ۾ جيئن تعليم يافتن جو تعداد وڌيو آهي، تيئن پنهنجي شهر جي رونق به وڌائي اٿن. اهو ساڳيو سکر جو شهر، جنهن ۾ اڳي ساديون سوديون جايون هونديون هيون، تنهن ۾ اڄ ڏسو ته پڪسرين عنمدين عمارتن جي جهرمر لڳي ويئي آهي، پرميشوري ٻائي چانڊوائي گرلس هاءِ اسڪول جي عاليشان عمارت سڄي ٽڪريءَ جو سينگار آهي، لئرسي ٽاور ۽ سنڌرداس ڏيئو مل ٽاور شهر کي ڪٿي بيٺا آهن، ۽ پارڪن ۽ وندرگاهن هيڪاري موج مچائي آهي. هتي جي بندر جو نظارو ته اڳيئي ڏسڻ وٽان هو، ويتر ان کي هيڪاري رونقدار ڪيو اٿن. اهڙن ڪمن ۾ ڪن داني پرشن پئسي جي چڱي مدد ڪئي آهي.

شهر جي ماڻهن نون ڪارخانن کولڻ سان ته گهڻتايو ئي ڪينهي. ريشمي ڪپڙي اٽڻ، هوزئري، ائليوميتم جي باسڻ، لادين يا رنگين فرشي سرن (ٽائلس)، بسڪوٽن، ڪتمنڙن، چاڪليٽن، سگريٽن وغيره جا ڪارخانا کولي، واپار کي ايتري قدر وڌايو اٿن، جو اڄ ڪراچيءَ کان پوءِ ٻيون نمبر سکر بندر ليکجي ٿو.

سري ساڌ ٻيلي جي ڪري سکر هڪ تيرٿ جو استان آهي.

# خشڪيءَ جي رستي واپار

## شاهي رستا:

خشڪيءَ جي رستي واپار هلائڻ لاءِ، ماڻهن ۽ قافلن جي آمدرفت جي سهنج خاطر، اڳي هيٺيان شاهي رستا ٺهيل هوندا هئا، جي اڄ تائين آهن.

## ڪراچيءَ کان ٺٽو ۽ سيوهڻ:

ڪراچيءَ جي ٺٽي ناڪي وٽان هڪ شاهي رستو ٺٽي وڃي ٿو، جتان پوءِ جهرڪن، ڪوٽڙيءَ، مانجهند ۽ لڪيءَ کان سيوهڻ وڃي ٿو. ڪراچيءَ جي سيوهڻ ناڪي وٽان ٻيو هڪ شاهي رستو آهي. اڄ ڪلهه موٽرون ۽ بسون اُنهيءَ رستي کان ملير، ڳوٺ گهاري تعلقي ميرپورساڪري ۽ ٺٽي ڏي وڃن ٿيون؛ پر هيءَ جهونو رستو پوءِ ڪوٽڙي ڊويزن جي ٿاڻي بولا خان کان ڪوهن کن پريان، لڪيءَ ۽ ڪيرٿر جبلن جي وچ واريءَ ماٿر مان، سيوهڻ ڏي وڃي ٿو. ٻئي رستا سيوهڻ ۾ وڃي گڏجن ٿا.

## سيوهڻ کان شڪارپور ۽ جيڪب آباد:

سيوهڻ کان شاهي رستو دادوءَ، لاڙڪاڻي، شڪارپور کان جيڪب آباد وڃي ٿو؛ پر مٿي ذڪر ڪيل سيوهڻ واري جهوني رستي مان، سيوهڻ کان اورڀرو هڪ ٻيو شاهي رستو ڦٽي ٿو، جو منڇر ڍنڍ جي ڏکڻ وٽان ڦري جوهيءَ، ڪڪڙ، ميهڙ، نصيرآباد ۽ رتيديري مان لنگهي، شڪارپور ۽ اتان جيڪب آباد وڃي ٿو.

## حيدرآباد کان روهڙي ۽ ملتان:

حيدرآباد ۾ ڦليليءَ جي ڪاري ڦردي وٽان هڪ شادي رستو مياڻي، مٽياري، هالا ۽ سعيدآباد کان سڪرنڊ، قاضي احمد، دولت پور، موري ۽ ڳوٺ سدوڃا تعلقي موري کان نوشهري فيروز، پڊيا، لاکا ۽ هالاڻي تعلقي

ڪنڊياري مان لنگهي، خيرپور رياست مان روهڙيءَ ۾ اُنهيءَ هنڌ اچي ٿو، جتي مهاشيه هاسارام ڀمناڻي جي يادگيريءَ قائم ڪرڻ لاءِ "پارڪ" (باغيچو) ٺهيل آهي. اهو رستو "ڀمناڻي پارڪ" وٽان پني عاقل، گهوٽڪي ۽ ٻاوڙي کان بهاولپور رياست مان سڌو ملتان ("مول استان") وڃي ٿو. اهو رستو اهڙو سڌو ۽ ڪشادو آهي جو واٽ تي ڀلجڻ لاءِ ڪنهن کي سبب ئي ڪونهي، جنهنڪري چوڻي آهي، ته "انڌن به وڃي ملتان لڌو آهي." هاٿوڪن عاملن ۽ ڀائيبندن مان ڪيترن جا وڏا، پنجاب کان سنڌ ۾، اها واٽ وٺي آيا هئا.

## لکپت وارو رستو:

ڪراچي، حيدرآباد ۽ ٻين ڪن هندن جي واپارين جون ڪوٺيون لکپت ۾ هونديون هيون. اوڏهين ٺٽي کان ويندا هئا. ٺٽي کان تي ڪوهه پري سجاول وارو پتڻ آهي، سو لنگهي مغلبين تعلقي جاتيءَ جي پريان ڪوري ڪاري اُڪربي، ته لکپت وڃي پهچبو. نارائڻسر ۽ ڪوٽيسر به ايڏهين آهن (ڏسو صفحو 10 ۽ 11).

## حيدرآباد کان جوڌپور:

حيدرآباد کان ٽنڊي الهيار، ميرپورخاص، شادي پلي ۽ امرڪوٽ تائين چڱو رستو آهي. امرڪوٽ کانپوءِ واريءَ جو پنڌ ڪري گڏڙي تعلقي ڇاڇري ڏي وڃبو آهي، جتان جوڌپور سادا سٺيهه ڪوهه آهي.

# شوقين شهر شڪارپور

## شڪارپور جو وسڻ:

شڪارپور ۾ اڳي گهاٽا ٻيلا لڳا پيا هوندا هئا. اهو دائودپوٽن جو شڪارگاهه هو. ٻڳوٽ لکيءَ کان وٺي خانپور تائين سمورو ملڪ سندن هو. ٻاوڙي جي مهر ذات وارن ڳوٺ لکي کائن کسبو، ته دائودپوٽن سائن وڙهي.

اهو موٽائي ورتو. انهيءَ سوپ جي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ هتي جا پيلا وڏائي. سنہ 1617ع ۾ هڪ شهر ٻڌائون، جو شڪارپور سڏجي ٿو. پنجاب مان آيل هندن مان اول چئن آکهين وارا شڪارپور ۾ اچي رهيا، جنهنڪري اِج تائين چون، تہ "چگهہ، ماڪيجا، چاولا، چوٽين ذات بجاج". وڌيڪ حقيقتن لاءِ ڏسو ٻاگو پهريون، صفحو 76 ۽ 131 کان 135.

## شڪارپور جو واپار:

شڪارپور جو نئون شهر وسيو، تہ ماڻهن لاءِ پهريائين تہ ڪپي ڪاٽو. ٻري پري جا زميندار وهٽن تي ان لڏائي، شڪارپور ۾ وڪري لاءِ موڪليندا هئا. پوءِ شڪارپورين پاڻ بہ ان پوک ايتري تہ ڪئي، جو اڄ بہ ڏسو، تہ شڪاربور جي استور گنج ڪانپوءِ وڏي شاهي ان بازار آهي. شڪارپورين باغ بہ پوکايا، تہ ٻاڇيون ۽ ڦل ڦول بہ جام ٿيا.

ڳوٺ لکي، ڳڙهي ياسين ۽ ٻين آسپاس وارن ڳوٺن ۾ ڪوري اڳيئي هئا. لکيءَ جي جوڙي (هاڻ عام طرح چئون "ڪاڏي") ۽ لکيءَ جا ڪوري مشهور هوندا هئا. اهي سهٽيون سوسيون بہ اُڻندا هئا، جن جو تر ڳاڙهو ۽ ڪارو هوندو هو. اچي جوڙي، اُچي توڙي سادي، جدر کان بہ ايندي هئي. جلندر کان قافلا ايندا هئا، ۽ ڪپڙي جو واپار گهٽو ئي هلندو هو. بخاري کان بخاري ڇيٽون، بخاري قناويز، گلبدن، گلبهرا، اطلس ۽ ڪيمخاب آئي سڄيءَ سنڌ ۾ چالو ڪيائون، تہ ڏهاڙي هزارها رپين جي وڪري رڳو انهن ريشمي ڪپڙن جي ٿيندي هئي. بخاري کان ڦيروان ڪلف بہ آڻدائون جن جو بہ سڄيءَ سنڌ ۾ چڱو ئي کاپو ٿيڻ لڳو.

بندر عباس ايران جي حد ۾ آهي، تنهن مان اڪثر غاليچا آئيندا هئا. ايراني غاليچا بہ سنڌ ۾ شڪارپورين مشهور ڪيا. غاليچن جو واپار نهايت وڏي پيماني تي هلندو هو، ۽ انهي واپار ڪيترن شڪارپورين کي ساڃو ڪري ڇڏيو. بندر عباس سان واپار ڪرڻ ڪري پاڻ بہ "بندري" ڪوٺجڻ ۾ آيا، جهڙوڪ سيٺ ڇيتنداس بندري.

مياں دين محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ شڪارپور ۽ سبيءَ جا حاڪم بنيءَ جا افغان هوندا هئا. تنهن ڪري هاٿوڪن شڪارپورين جا وڏا پنائن

سان وڻج واپار ڪرڻ تي هريل هوند اهئا. ميان نور محمد ڪلهوڙي پنهنجيءَ صاحبيءَ جي اوائل ۾ سبيءَ وارو پاسو پنهنجي تابعي ڪيو؛ پر 1737ع ۾ نادر شاهه بادشاهه ڪانئس سبي کسي، اتي هڪ افغان حاڪم مقرر ڪيو. انهن شڪارپورين جو پٺاڻن سان وڻج واپار جو ناتو هلندو آيو. پشتو ٻولي به چڱي سکي پيا. ڪوئيٽا ۽ چمن جي وچ ۾ قلعو عبدالله آهي، اتي جي پٺاڻن سان ميوي جو سودو ڪرڻ لڳا. پٺاڻن کي چڱو لاڀ ٿيو. ته سندن ڏاٽ هري. پوءِ ته ڪيترا پٺاڻ پاڻمرادو آلو توڙي سڪو ميوو، گيهه، پشم، ڪچو ريشم، رنگ وغيره قنڌار ۽ ٻين هنڌن کان شڪارپور ۾ آڻيندا هئا. شڪارپوري ڪچو ريشم ڪتائي ۽ رڱائي ، سنڌ ۾ ٻين هنڌ موڪليندا هئا، جنهن مان لونگيون، گربيون ۽ ٻيا ريشمي ڪپڙا ٺهندا هئا. اهو واپار به چڱو ئي هلندو هو (ڏسو صفحو 67).

هاڻوڪي شڪارپور ريلوي اسٽيشن جي پرسان "قلعو قافلو" اڄ تائين آهي. پٺاڻن جا قافلا اتي ايندا هئا، ۽ اواپاري سودو به اتي ڪندا هئا. قلعي قافلي جي پرسان صدر آهي. انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ گهوڙن جون شرطون ۽ ملاکڙا انهيءَ صدر ۽ قلعي قافلي وٽ لڳندا هئا، ۽ گهوڙن جي خريد فروخت ٿيندي هئي. شڪارپوري انهيءَ قلعي قافلي وٽان پنهنجا قافلا هيڏانهن سکر ته هوڏانهن ڪراچيءَ موڪليندا هئا. ليفٽيننٽ پوسٽنس چاڻايو آهي، ته انگريزن سنڌ فتح ڪئي تنهن کان اڳ شڪارپور جي واپار مان ميرن کي 54736 رپيا روينيو طور مليا هئا. مارچ 1878ع کان وٺي ڪوٽڙيءَ کان خانپور تائين آڳ گاڏيون هلڻ لڳيون، ۽ 1880ع کان وٺي 1888ع تائين رڪ اسٽيشن کان وٺي سبيءَ تائين ريل جو رستو جوڙي تيار ڪيائون، ته شڪارپورين واپار کي هيڪاري وڌايو، نه ته پٺاڻ پنهنجي سر ميوي وغيره جي واپار کي ايترو زور وٺائي ڪين سگهن ها.

شڪارپور جا واپاري پٺاڻن کي رڳو پڳو روڪ ناڻو ڪونه ڏيندا هئا. ميوي وغيره جي عيوض ڪين ڪپڙو، مرچ مصالحا، پٺاڻي گهيتلا (ملتان جا جڙيل) وغيره ڏيندا هئا. انهن جنسن جي مٽاسٽا ٿيندي هئي، جنهن ڪري شڪارپورين کي خريد توڙي فروخت مان چڱو لاڀ ٿيندو هو.

شڪارپوري نه رڳو واپار ۽ ڪيتي مان ٻر ٿيا؛ پر صرافڪي ڏنڌي

(بئنڪنگ) بہ ڪين ساڃو ڪيو. بخاري ما جيڪو ناڻو ايندو هو، سو سمورو شڪارپور جي بجاءِ آڪهہ جي معرفت. هن وقت ڪيترن شڪارپورين جو اهو هڪ مکيہ ڌنڌو آهي.

ڪجھ ورهين کان حالتون ڦريل ڏسي، شڪارپورين بلخ بخاري ڏي وڃڻ بند ڪيو آهي. ڪي ڪوئيٽا ۽ سبيءَ ۾ آهن؛ پر گھڻا ڪراچي، بمبئي، مدراس ۽ هندستان جي ٻين وڏن شهرن ۾ وڃ واپار ڪن ٿا. شڪارپور جا صراف سڄي هندستان ۾ پکڙيل آهن، ۽ ڪروڙها روپيا شاهوڪاري وياج تي ڏيئي واپار، هنرن ۽ ڪاريگرين کي همٿائيندا آهن. پئسو جام ڪمايو اٿن، تہ پنهنجي شهر کي بہ اهڙي رونق وٺائي اٿن، جو اڄ شڪارپور جو رڳو لکي در لک لهي! ويم گهر، اکين جي اسپتال ۽ ٻين سنستائن بلي بہ گھڻو ئي پئسو خرچ ڪيو اٿن.

شڪارپوري راڳ جا گھڻو شوقين آهن. هنديءَ لاءِ بہ گھڻو چاهہ اٿن. سڄيءَ سنڌ کي ساميءَ جا سلوڪ شڪارپور مان مليا. وديا لاءِ چاهہ اڳي کان گھڻو اٿن، جنهن ڪري ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ گھڻيئي اسڪول کوليا اٿن. سڄي اپر سنڌ ۾ رڳو شڪارپور ۾ آرٽس ڪاليج آهي (ڏسو صفحو 55 ۽ 56). •

باب ائون

# حيدرآباد جي حقيقت

## حيدرآباد جي اوائلي صورت:

حيدرآباد جو شهر اصل نيرن ڪوٽ سڏبو هو، جو نيرن نالي هڪ هندو راجا جو اتي ڪوٽ اڏيل هو. عربن جي ڪاهه وقت اهو شهر ڦٽو. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ گنجي ٽڪر وارو پاسو وسيل هو. ڪيترا درويش اتي دفن ٿيل آهن. ڪاليءَ وارو مندر به ان وقت هو. ڪٿان ڪٿان جا جوڳي انهيءَ مندر پرسڻ لاءِ ايندا هئا. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ (1689-1752ع) جو جوڳين سان سنگ سنه 1710ع ڌاري اتي ٿيو هو. پنهنجي رسالي ۾ جوڳين ۽ گنجي ٽڪر جي گهٽي ساک ڪئي اٿس.

"پير پروڙي پاءِ، گنجي ۾ گڻ گهڻا."

مِيان غلام شاهه ڪلهوڙو، جو ميان نور محمد ڪلهوڙي کي شاهه صاحب جي دعا سان ڄائو هو، تنهن هاٿوڪو حيدرآباد وارو قلعو ديوان گدو مل جي معرفت 1768ع ۾ جوڙائي راس ڪرايو. پاڻ پوءِ گــــذاري ويو. ڪلهوڙن ڪانپوءِ ميرن جي صاحبي ٿي، ته به مير فتح علي خان 1787ع ڪانپوءِ حيدرآباد جو شهر پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ڪيو. وڌيڪ حقيقتن لاءِ ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 73 ۽ 74.

سنه 1919ع ۾ "عاملن جو احوال" ڇپايم، تنهن وقت جي پير مردن کان معلوم ٿيم، ته خدا آبادي عامل ۽ ڀائيبند هالن طرف واري نئين خدا آباد مان پهريائين ڪوٽڙيءَ ۽ گدو بندر ۽ تنهن ڪانپوءِ حيدرآباد ۾ آيا هئا. شهر نڪدم ڪونه وسيو هو. تنهن ڳالهه جو پتو ڪن ٻين حقيقتن مان به پوي ٿو.

حيدرآباد جي قلعي جي دروازي جي ويجهو سيد طالب شاهه واري مسجد آهي، سا مير فتح علي خان جوڙائي هئي. ان جي ڀرسان جمن شاهه جو پڙ آهي، ۽ تنهنجي ڀرسان ميان فقير جو پڙ آهي. ميان فقير محمد ميرن جو وزير هو، تنهن اتي پڙ ٻڌايو هو. سندس اولاد اڄ تائين قليلي جي نزديڪ ٽنڊي يوسف ۾ رهي ٿو. انهيءَ پڙ جي ڀرسان مائي خيريءَ جي مسجد آهي. اها مائي مير فتح علي خان جي ماءُ هئي، تنهن پنهنجي جيئري اها مسجد جوڙائي هئي. هيءَ حقيقتون خود چاڻائين ٿيون، ته قلعي جي ويجهڙائي وارو پاسو پهريائين وسيل ڪونه هو، جنهن ڪري مسجدن جوڙائڻ ۽ پڙن ٻڌائڻ لاءِ ڪم ۾ آيو. ڊاڪٽر هيڊل به لکيو آهي، ته اوائل ۾ ڪوٻه خانداني گهراڻي جو ماڻهو شهر ۾ اندر ڪونه رهندو هو. شهر ۾ رڳو دڪاندار ۽ ميرن جا نوڪر چاڪر رهندا هئا.

قلعي جو پنيون پاسو جو اسٽيشن طرف آهي، تنهن ڪي اڄ تائين ڪي مسلمان "نيرن جا پٽ" سڏيندا آهن. اهي نياڳا پٽ ڪري ليکبا هئا، تنهن ڪري اهو پاسو ڪنهن به ڪونه ٿي وسايو. قلعي وارو چاڙهيءَ جي هيٺان قدم شاهه جي درگاهه ۽ پڪي واري پير جي تربت کان وٺي ميان سرفراز خان جي قبي تائين جيڪا زمين آهي تنهن کي "شهيدن جا پٽ" ڪري ٿا سڏين. اهو پاسو قبرستان ٿي ڪم ايندو هو. هاڻوڪي ٿلڪ چاڙهيءَ جي هيٺان رومن ڪئٿولڪ چرچ طرف گهاٽو ٻيلو لڳو پيو هوندو هو. چنديراماڻي گٽيءَ جي چاڙهيءَ هيٺان کي ورهين کان پڪيون جايون جڙيون آهن؛ مگر اڳي اتي قبرون هيون، جن جي مونکي به سانير آهي. اها هئي حيدرآباد جي اوائلي صورت.

## حيدرآباد جو وسڻ:

حيدرآباد جو شهر ڳاديءَ جو هنڌ ٿيو، ته نه رڳو خدا آبادي عامل ۽ ڀائيبند، پر سنڌ جي ٻين هندن جا ڪي ڀائيبند، سيٺي ڀاڌي ۽ ٻين جنسن جا دڪان کولي اچي ويٺا. لاڙ کان آيل ڀائيبند اڄ تائين "لاڙائي"، لاڪاڻ تعلقي سڪرنڊ کان آيل "لاڪاڻي" ۽ گنجيڙي تعلقي موري کان آيل،

"ڳچيرائي" سڏجن ٿا. ڪائن اڳي جيڪي ٿورا پائيبند شهر ۾ هئا، سي اڄ تائين "شهري" سڏجن ٿا. انهن سيني پائيبندن قلعي کان وٺي هاٿوڪي چوڏڪي بازار تائين پٽ والاريا. ۽ بازار سڏي رکيائون، جو خدا آباد ۾ به بازار ائين سڏي هئي.

هاٿوڪي مکڪي گهٽي ساگرائي آکهہ وارن مکين جي نالي پٽيان سڏجي ٿي؛ پر اهي پوءِ آيا. مکڪي گهٽي، جي وڏي ويڙهي جي دروازي وٽ اڳي پوليس جو ٿاڻو هوندو هو. ان جي پريان جيڪي پائيبند رهندا هئا، تن مان سکرائي، ٻڌرائي ۽ صورتاڻي مکيہ آهن، جن جا ويڙها اڄ تائين مکڪي گهٽيءَ ۾ هڪ ٻئي جي لاڳيتا آهن. انهن سڀني جا پنهنجا پنهنجا مکي هئا. انهن کانپوءِ چار خدا آبادي پائيبند ڏاسو مل، واسو مل، محبوبراءِ ۽ مهتابراءِ آيا، سي به انهيءَ گهٽي ۾ اچي رهيا. سندن اولاد ڏاسوائي، واسوائي، محبوبائي ۽ مهتائي آهن. انهيءَ پاسي اچا به ڪيترو پٽ خالي پيو هو، جو پوءِ ساگرائين وسايو. ساگرائين مان سيٺ تاراچند ڏرمداس برک هو ۽ اهو پوءِ سڄي شهر جو مکي ٿيو.

ساگرائين جا ويجها سوٽ، ساگر مل جي ڀاءُ ناگر مل جو اولاد، "ناگرائي" سڏجن ٿا. انهن کي مکڪي گهٽيءَ ۾ جاءِ نہ ملي، تہ اهي ٿورو پريرو سرور واري قبيءَ طرف وڃي رهيا. انهيءَ قبيءَ کان پريرو ميرچندائڻي گهٽي آهي. اتي اڳي ساٽي مڇي وڪڻندا هئا تنهن ڪري انهيءَ هن ڏکي اڄ تائين "پراڻا مڇي هٽ" چوندا آهن. انهن مڇي هٽن جي ڏکڻ ۽ اپرندي طرف خالي پيل پٽ ميرچندائين والاريا. ميرچندائي گهٽيءَ جو ڇيڙو سرور واري قبيءَ جي گهٽيءَ سان لڳو بيٺو آهي. ائين ناگرائڻي سندن پاڙيسري ٿيا، تہ شادي غميءَ ۾ هڪٻئي وٽ اچڻ وڃڻ لڳا. پوءِ تہ ڪيترا ناگرائي پاڻ کي "ميرچندائي" ڪوٺائڻ لڳا، ۽ اڄ تائين ڪوٺائيندا اچن. نہ تہ حقيقت ڪري ميرچندائين سان سندن ڪوبہ جڳري ناتو ڪونهي. ڪي ناگرائي پنهنجي وڏي ڏاڏي سيٺ لکو مل جي نالي پٽيان پاڻ کي "لکائي" سڏائين ٿا.

گدوائين جو وڏو ديوان گدو مل مير فتح علي خان سان گڏ خدا آباد

کان آيو هو. پاڻ ۽ سندس ڀيا عزيز قلعي جي ويجهو جنهن گهٽيءَ ۾ گهر جوڙائي ويٺا، سا سندس نالي پنيان گدوائي گهٽي سڏجي ٿي. ديوان فتح سنگهہ ٻٽاڻي ميرن وٽ ديواني عهدي تي هو. اهو حيدرآباد ۾ اچي رهيو ته ڀيا بہ ڪيترا سيوهاڻي سندس ويجهو اچي رهيا ۽ اهو "سيوهاڻي پاڙو" سڏجڻ ۾ آيو. هاڻ ڪيترا سيوهاڻي اهو پاڙو ڇڏي، هيٺ ڪڇي ۾ وڃي رهيا آهن. ٻين عاملن ڪرپالاڻي گهٽي، ۽ سرور واري ڦٻيءَ کان وٺي هاٿوڪي سري گهاٽ تائين پٽ والاريا. هاٿوڪي گوسائين واري گهٽيءَ ۾ گوسائين هرنام گر اچي مڙهي وڌي. مڙهيءَ جي آسپاس جهنگ لڳو پيو هوندو هو. اهو جهنگ وڍائي ٽڏائين، شوداسائين ۽ ڇبلاڻين اتي پنهنجون جايون جوڙايون. انهيءَ کان گهٽوپوءِ بہ، هاٿوڪي سري گهاٽ وٽ جيڪا گهٽي آهي تنهنجي منهن وٽ، هڪ ڪرڙ جو وڻ بيٺو هوندو هو، جو مون پاڻ ڏٺو هو. انهيءَ وڻ سبب اها "ڪرڙي گهٽي" بہ ڪوٺبي هئي. سري گهاٽ جي ويجهو هئڻ سبب اها "گهاٽ واري گهٽي" بہ سڏجي ٿي. انهيءَ گهٽيءَ ۾ شهاڻي رهن ٿا، تنهن ڪري اها ديوان صاحبراءِ (شهاڻي) جي نالي پنيان سڏجي ٿي.

حيدرآباد جي گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ مسر ويهارياڻون، ۽ ٺڪاڻو بہ جوڙاياڻون، جو عاملن توڙي ڀائيبندن مان گهڻا گروءَ جا سک هئا. پوءِ سوڙهہ ٿي، تہ 1875ع ڌاري هاٿوڪي نوآباد وسي. ويهن پنجويهن ورهين کان پوءِ هيرآ آباد وارو پاسو وسيو.

اڳي حيدرآباد جي شهر ۾ هڪڙي بہ پڪسري جاءِ ڪانہ هوندي هئي. پهريائين پهريائين ديوان تولارام سچانند ياوناڻي وڪيل پڪسري جاءِ ماڙيءَ سان جوڙائي. هاڻ تہ پڪسرين جاين جو ڪاٿو ئي ڪونهي.

## هندن جا پورهيا ۽ سندن خق:

سنڌ ۾ جيڪي بہ شهر ۽ وڏا ڳوٺ آهن، تن کي اڪثر هندن رونقدار بنايو آهي، ۽ عام خلق جي ڀلي لاءِ ڪيترين ئي خيراتي اسپتالون، ويم گهر، ڌرمشالائون ۽ ٻيون سنستائون کوليون اٿن. لکها رپيا خرچي ڪيترا اسڪول ۽ ڪاليج جاري ڪيا اٿن. تازو سنڌ يونيورسٽي کولڻ لاءِ "سنڌ

وڏيا سمتي" ناهي اٿن، ته ڪيترن هندن وڏيءَ دل سان چندا ڏنا آهن. سنڌ ۾ اخبارون ۽ ڇاپخانا به گهڻا هندن جا آهن ۽ سنڌي ساهت جي ترقيءَ ۾ به سندن ٻيپل هٿ آهي. سنڌ جو وڻج واپار ته گهڻي قدر وڏايو ئي هندن آهي ۽ سرڪار توڙي ميونسپالٽين کي گهڻي پيدائش هندن مان آهي. انهيءَ هوندي به هندو رڳو عزت، جان ۽ مال جي سلامتي ۽ حڪومت جي انتظام ۾ پنهنجا واجبي حق گهرن ٿا●

باب نائون

# آکهين جا احوال

## آسوائي:

نک "رهتا سهتا". هيءُ گچيري تعلقي موري جا وينل آهن. مير فتح علي خان ٽالپر جي صاحبيءَ ۾ حيدرآباد ۾ ڏنڌي ڌاريءَ سانگي آيا، جتي پوءِ هميشه لاءِ رهي پيا. (ڏسو صفحو 136). انهن گچيراين مان هڪ آکهه ڌارا پنهنجي وڏي ڏاڏي پائي آسومل جي نالي پٺيان پاڻ کي "آسوائي" سڏائين ٿا. حيدرآباد ۾ گچيراين جي پنچائت ئي ڌار آهي، ۽ وقت بوقت پنهنجيءَ پهر مان کو معزز چونڊي کيس پنهنجو مکي ڪندا آهن. آسوائين مان ڪي پڙهي پيا آهن، نوڪرين ۾ آهن؛ مگر بيا عام طرح اڃ تائين ڏنڌو ڌاري ڪن ٿا.

## آئلاڻي نک "ڄينڙا":

ڏسو "ڄينڙا". هيءُ ٽنڊي محمد خان جا سيٺيون پنهنجي وڏي ڏاڏي سيٺ آئلداس بدي مل جي نالي پٺيان پاڻ کي "آئلاڻي" ڪوٺائين ٿا. سيٺ آئلداس کي ست پٽ هئا، جن مان هڪڙو سيٺ کيمچند ۽ ٻيو سيٺ کيسوئمل هو، جن ڄڄا آنربل سيٺ هرچند راءِ وشنداس جي پارواڻي آکهه سان گهاٽا ناتا آهن. سيٺ کيسوئمل جو پٽ سيٺ گيانچند مکي هوندو هو ۽ ٽنڊي محمد خان ۾ هلنديءَ وارو هو. حيدرآباد ڪاليج جي پرنسيپال پارواڻيءَ جو نانو ٿئي. آئلاڻين مان ڪي نوڪريون ته ڪي ڏنڌو ڌاري ڪن ٿا.

## آئلسنگاڻي نک "تلريجا"

اصل اروڙ ونسي آهن. ڏسو "اروڙونسي" (ٻيو ڀاڱو ڀهريون، صفحو 129): هيءَ بند ٿي سک آهن. راجا رنجيت سنگهه جي وقت ۾ پنجاب جي ڪن اڪالين ۽ هنن بند ٿي سکن جي وچ ۾ اٿبٺت ٿي ته سندن وڏو ڏاڏو لڇمڻ سنگهه پنجاب مان لڏي سنڌ ۾ آيو. ۽ لاڙڪاڻي ڪان اڀائي ڪوهه ڪن پري، نائچن جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. ڪيس چار پٽ هئا: آئل سنگهه، گربخش سنگهه، هريسنگهه ۽ گرڏنو سنگهه؛ جن مان آئل سنگهه جي نالي پٺيان هيءَ "آئلسنگاڻي" سڏجن ٿا. نائچن ۾ وڏيا ويجهيا، ته اتي سندن هڪ سو کن گهر ٿيا. ڪي پوءِ لڏي لاڙڪاڻي ڏي ويا ۽ ڪي ٻين هنڌ نوڪرين ۾ آهن. هن وقت نائچن ۾ سندن چاليهه کن گهر آهن. اڪثر زميندار ي ڪندا آهن؛ پر ڪي نوڪرين ۾ به آهن. اڄ تائين ڪيس (وارو) رکيل اٿن، ۽ ڪنگڻي ۽ ڪچو پيل اٿن (ڏسو ٻيو ڀاڱو ڀهريون صفحو 135، سرو "اڪالي").

## اُتمچنداڻي - نک "ڪڪا":

هيءَ خدا آبادي ياٿيبند آهن ۽ پنهنجي وڏي ڏاڏي سيٺ اُتمچند چتي مل جي نالي پٺيان پاڻ کي "اتمچنداڻي" سڏائيندا آهن. حيدرآباد ۾ سندن گهر اصل کيانتي ٽنڊي طرف دلواڻي گهٽيءَ ۾ هوندا هئا. پوءِ سوڙهه سبب منجهائن ڪي اتي ٻين هنڌ وڃي ويٺا. سيٺ اُتمچند جو حيدرآباد جي ميرن سان چڱو رستو هوندو هو. انگريزن جي صاحبي شروع ٿي ته ان وقت به نانءُ ناموس گهڻو هوس. سيٺ اُتمچند حيدرآباد ۾ ڪجهه وقت ميونسپل ڪائونسلر هو.

سيٺ اتمچند کي چار پٽ هئا: چٿنراءِ، رامچند، اوڌوداس ۽ ٽوپڻداس. ڀائي چٿنراءِ جي پوٽن جا ڪارخانا ويسٽ آفريڪا، جبرالٽر ۽ ٻين هنڌ آهن ۽ "جي - ٽي چٿنراءِ اتمچند" جي نالي سان مشهور آهن (ڏسو صفحو 78). ڀائي اوڌوداس جو پوٽو ڀائي ٺهلرام آسومل سنڌورکي آهي. سندس ڪارخانا اڳي نيويارڪ (آمريڪا) ۽ مالٽا ۾ هئا، ۽ هاڻ فقط هندستان ۾ بمبئي، ڪلڪتي، لاهور، دهلي ۽ ٻين هنڌ آهن. حيدرآباد جي

پائيبندن مان اتمچندائي، ساگرائي، مهتائي ۽ هاتيراماڻي شهر جا مکيہ پاوا ڪري ليکبا آهن.

## اُتم سنگهہ:

نک "چچڙا" . هيءَ اصل حيدرآباد جي لالواڻي ديوانن جا سؤٽ ليکبا هئا، ۽ پاڻ کي سڏائيندا ٿي لالواڻي هئا. بلڪ گهر بہ لالواڻي گهٽيءَ ۾ هوندا هئن. نک بہ ساڳي لالواڻين واري اٿن. سن 1915ع ڌاري معلوم ٿيو تہ لالواڻين جي شجري ۾ سندن آکهہ جو نالو بہ ڪونهي، ۽ سندن پيڙهي ٻين لالواڻين سان لڳيئي نٿي. انهيءَ وقت کان هو پنهنجي پتا ديوان اُتم سنگهہ جي نالي پٺيان پاڻ کي سڏائڻ لڳا.

ديوان اتم سنگهہ کي نو پٽ هئا: ماستر عيدن مل، ديوان وزيرمل سب جج، ماستر ڪشنچند ۽ ٻيا. سندن اولاد بہ پاڻ کي "اتم سنگهہ" سڏائيندو اچي. ساڳيءَ ريت ديوان روچيرام جي آکهہ وارا پاڻ کي لالواڻي سڏائيندا هئا. انهن جي پيڙهي بہ لالواڻين جي وڏي ڏاڏي لالچند تائين پهچي نٿي سگهي، تنهن ڪري هو پاڻ کي "گرڌاري ملاڻي" سڏائين ٿا.

## امرناڻي:

نک "ٻوڏيجا" . هيءَ پرمار سوڍن راجپوتن مان آهن. سندن نکڙيا سوٽ نوشهري فيروز تعلقي ۾ آهن، جن مان "ڦلواڻي" آکهہ وارا مکيہ آهن. (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 193 ۽ 194). هيءُ ڳوٺ ڀيان تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ رهندا هئا؛ پر هاڻ ٽڙي پکڙي ويا آهن. سيٺ امر ڏنومل تنومل جنهن جي نالي پٺيان هيءُ سڏجن ٿا سو پڳڙي هوندو هو؛ سندس اولاد مان ڪي سيٺ وشنداس مانجهوءَ واري وٽ گماشتا هوندا هئا، ۽ اڄ تائين منجهائن ڪي سيٺ وشنداس جي آکهہ وارن سان اڳيون ناتو هلائيندا اچن. هن آکهہ وارن مان ڪي جدا جدا نوڪرين ۾ آهن ۽ ڪي دڪانداري ڪندا آهن.

## ايسراڻي:

نک "ماڪيجا" . هيءُ اصل اروڙونسي آهن ۽ سندن نکڙيا سؤٽ لاڙ ،

۽ ڀريا تعلقي نوشهري فيروز ۽ خيرپور مير صاحب واريءَ ۾، ۽ حيدرآباد ۾ آهن (ڏسو ڀاڱو ٻهريون، اروڙونسي، ۽ "ماکيجا" صفحو 239)، هيءَ ڪروءَ جا سک آهن ۽ اورنگزيب بادشاهه جي وقت ۾ پنجاب کان سنڌ ۾ آيا هئا (ڏسو صفحو 47).

ايسراڻي آکهه وارن مان پنج ڀائر لاڙڪاڻي طرف اچي، سنڌونديءَ جي ڀرينءَ ڀر رهيا، ۽ زميداري ڪرڻ لڳا. جنهن وقت انگريزن سنڌ فتح ڪئي، تنهن وقت اتي سلامتي نه سمجهي، درياهه جي اورينءَ ڀر، ايلياس جي ڳوٺ ۾ اچي رهيا. اٽڪل هڪ سؤ ورهيه ٿيا، ته اتان لڏي لاڙڪاڻي ۾ اچي رهيا. لاڙڪاڻي ۾ سندن ڳهٽي اڄ تائين "ايلياسي گهٽي" يعني ڳوٺ ايلياس کان آيلن جي گهٽي سڏجي ٿي.

ايسراڻي آکهه وارن جي مٿي ذڪر ڪيل پنجن ڀائرن جا ٻيا ٻه ڀائر پنجاب ۾ گرداسپور جي نزديڪ رهندا هئا، سي به پوءِ سنڌ ۾ آيا. اهي اول خداآباد ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ ميرن وٽ نوڪرين ۾ هئا. 1793ع ۾ سنڌ جي ميرن حڪومت جو ورهاڱو ڪيو (ڏسو ڀاڱو ٻهريون، صفحو 75)، ته هيءَ ايسراڻي نوشهري فيروز ۾ بٺئيءَ ۽ اجاري جي بستگيءَ لاءِ مقرر ٿيا. ان وقت مورجاڻي آکهه وارا به نوشهري ۾ رهندا هئا، جن جي نک به "ماکيجا" آهي. ڪجهه وقت کان پوءِ ايسراڻي ڀائرن مان هڪ ڀاءُ جي آکهه وارا مورجاڻين سان گڏ، خيرپور مير صاحب واريءَ جي ويجهو، ڳوٺ پرڳڙين ۾ وڃي رهيا، جو انهن ٻنهي آکهين وارا مير سهراب خان وٽ نوڪرين ۾ هئا. هڪ سؤ کن ورهيه ٿيا ته هيءَ پرڳڙين مان لڏي هميشه لاءِ لاڙڪاڻي ۾ وڃي رهيا. سندن ٻيا سوٽ، جي اڃا نوشهري فيروز ۾ هئا، سي به اتان لڏي لاڙڪاڻي ويا. اٿين سڀ ايسراڻي لاڙڪاڻي ۾ وڃي ڪٺا ٿيا، ته به سندن مٿي ماڻٽي اڄ تائين خيرپور ۽ ساڃني پرڳڙي وارن سان هلندي اچي. جيڪي ايسراڻي ڳوٺ ايلياس ۾ لڏي لاڙڪاڻي ۾ اڳيئي اچي رهيا هئا، تن سان ڇلي سوٽڪ وارڻ جي به واٽ ڪانه اٿن.

ديوان ايسرداس جنهن جي نالي پٺيان هن آکهه وارا سڏجن ٿا، تنهنجو هڪ پٽ ديوان سنتوڪ سنگهه هو. منڊ ۾ فقط ديوان سنتوڪ سنگهه اجو اولاد خيرپور مان لاڙڪاڻي ۾ آيو هو. ديوان سنتوڪ سنگهه جي نسل مان

ديوان بهادر ايسر سنگهه، تلوڪ سنگهه ۽ سندس ويجها سوٽ ديوان گوبند سنگهه ۽ ديوان ڪندن سنگهه آهن. ساڳئي نسل مان ديوان شام سنگهه ۽ ديوان واڌومل آهن؛

ديوان ايسرداس جي ڀٽي پٽ ديوان تيرٿداس جي نسل مان ديوان هزاريمل ناميارو وڪيل هو، جنهن جو پوٽو ديوان سيرومل وشنداس وڪيل آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو ميمبر ۽ سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر آهي.

ڳوٺ ايلياس ڪان آيل ايسرائين جو وڏو ڏاڏو ديوان ٽلوڪچند ايسرداس هو، جنهنجي نسل مان ديوان گوبند بخش ڄاڃي مل ٻئرسٽر، ڀائس ڪئپٽن ٽانڪ بخش اسسٽنٽ ڪمانڊنگ رائل انجنيئر ۽ سنڌن سوٽ ديوان ڪندنداس ٽلومل اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر ۽ ٻيا آهن. اهي ”ايلياسي“ سڏبا آهن.

## ٻٺيجا:

ساڳيءَ نک وارا شهاڻي آهن. ڏسو ”شهاڻي“. هن نک وارا لاڙڪاڻي ۽ شڪارپور ۾ آهن. شڪارپور وارن مان ڪي قنڌار کان آيا هئا، تنهن ڪري ”قنڌاري ٻٺيجا“ سڏجن ٿا (ڏسو ٻاگو پهريون، صفحو 131).

## بجاج:

هي شڪارپور ۾ رهن ٿا. ”بجاج“ سنڌن نک جو نالو آهي. اصل ۾ اروڙونسي آهن (ڏسو ٻاگو پهريون، صفحو 129 کان 135). سن 711ع ۾ عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي، ته هيءَ اروڙ تعلقي روهڙيءَ مان ٻيڙين جي رستي پنجاب ڏي ڀڄي ويا. جتان پوءِ ڪي ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ته ڪي ميرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ ۾ وڻج واپار سانگي موٽي آيا. ڪي بجاج اڄ تائين پنجاب ۾ آهن. ڪي مارواڙ ۾ به آهن، جهڙوڪ سيٺ جمنالال بجاج. سنڌ ۾ بجاجن جا نکڙيا سوٽ روهڙيءَ جي ڀمناڻي آکهه وارا ۽ مانجهوءَ تعلقي ڪوٽڙيءَ جي ڀارواڻي آکهه وارا آهن. جن مان آنربل سيٺ هرچند راءِ وشنداس ناميارو وڪيل ٿي گذريو آهي.

شڪارپور ۾ ٻجاڄن جا ڏيڍ سئو کن گهر آهن، ۽ اڪثر صرافڪو ڌنڌو ڪندا آهن. پنهنجي اُدم ۽ اورچائيءَ سان ڪئين چڙهي پيا آهن. تنهنجو هڪ مثال ڏيڻ ٿو. شڪارپور جي جيٺملاڻي ٻجاڄن جو وڏو ڏاڏو سيٺ جيٺومل ميرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ ميرن جو مودي ٿي رهيو. سندس پوين پوءِ صرافڪو ڌنڌو اختيار ڪيو. بلخ بخاري کان جيڪو ناڻو ايندو هو سو هن ٻجاڄ آکهه وارن جي معرفت ۽ ان لاءِ ڪميشن ملندي هين. انهن جيٺملاڻي ٻجاڄن جي فرم "سيٺ منگهو مل لڌيڻداسنگهه ۽ سنس" جي نالي مشهور آهي. صرافڪي ڌنڌي مان ساڃا ٿيا تہ وڏيءَ دل سان دان ڪيائون. هن آکهه مان سيٺ سترام سنگهه منگهو مل جي نالي شڪارپور ۾ ناري شالا ۽ مسافرخانو آهن. سيٺ سترام سنگهه کي چار پٽ لڌيڻداسنگهه، ڄيسا سنگهه، نارائڻ سنگهه ۽ چيلا سنگهه هئا. سيٺ ڄيسا سنگهه جي نالي ڪوئيٽا ۾ ڌرمسالا آهي. سيٺ لڌيڻدا سنگهه ۽ ڀائس سيٺ نارائڻ سنگهه هر هڪ لک رپيا هندو غريبن جي سهائتا لاءِ ڏيئي جدا فنڊ جاري ڪيا، جن مان غريب شاگردن کي اسڪالرشپون ملن ٿيون ۽ ٻيا عام خلق جي ڀلي جا ڪم ٿين ٿا. سيٺ چيلا سنگهه وارن هڪ لک رپيا شڪارپور ڪاليج لاءِ ڏنا ۽ هڪ لک رپيا شڪارپور جي سيٺ سيتلداس ڏنا، جنهن ڪري شڪارپور وارو ڪاليج ٻنهي جي نالن پٺيان سڏجي ٿو.

## برهم کتري:

برهم کترين جي اتپتيءَ جو احوال هندن جي پراڻن ۾ لکيل آهي. پراڻن پٽاندر ڀرگو رشيءَ جي ڪل مان جمدگني نالي هڪ براهمڻ هو جنهن جو پٽ "رام" هو. انهيءَ رام جي هٿ جو هٿيار "پرشو" (ڪهاڙو) هو، تنهن ڪري عام طرح "پرشورام" (پرسرام) سڏبو آهي ۽ وشنو ڀڳوان جو ڇهون اوتار ڪري ليکبو آهي. پراڻن ۾ لکيل آهي تہ پرسرام جي پتا جمدگنيءَ وٽ هڪ ڳانءِ هئي، جا ڪامڌين هئي. "ڪامڌين" معنيٰ "اها ڳانءِ جا ڪامنائون يا مرادون پوريون ڪري يعني جنهن کان جيڪي گهرجي سو ملي. سندن ملڪ جي راجا اها ڳانءِ ڏني، تہ سپاويڪ ريت سندس دل ٿي تہ اها مون وٽ هجي. جمدگنيءَ کان اها ڳانءِ گهريائين. پر هن نہ ڏنس،

تنهن تي راجا اها ڳئو زبردستيءَ ڪاهي هليو ويو. ان وقت پرسرام گهر ۾ حاضر نہ هو. پوءِ جڏهن هن ڳالهہ جي سڌ پيس، تڏهن تپي لوهہ ٿي ويو، ۽ بنا دير راجا کي ماري، اها ڳئو موٽائي پنهنجي پيءُ کي آڻي ڏنائين. راجا جي پٽن، پنهنجي پيءُ جي وير وٺڻ لاءِ، جمدگنيءَ جي آشرم تي ڪاهہ ڪئي. انهيءَ مهل پرسرام ڪيڏانهن ٻاهر ويو هو. جمدگنيءَ کي گهر ۾ اڪيلو ڏسي، راجڪمار سولائيءَ سان کهي ويس. پرسرام پوءِ جڏهن پنهنجي آشرم ۾ اچي ڏٺو، تہ هيءُ وٺل وهڻي ويو آهي، تڏهن سڄي ڳالهہ پاڻمرادو سمجهي ويو. اوڏي مهل پرڻ ڪيائين، تہ اِهي راجڪمار تہ پورا ڪندس؛ پر ڪوبہ ڪتري ٻچو جيئرو ڪونہ ڇڏيندس. پراڻن ۾ لکيل آهي، تہ پرسرام جملي ايڪيهہ گهمرا ڪترين جو ڪل ناس ڪيو هو.

پراڻن ۾ لکيل مٿينءَ ڳالهہ ۾ سنسڪرت لفظ "گو" ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ڳانءِ" تنهنڪري عام طرح هندو چون تہ مٿيون معاملو ڳانءِ تان متو هو؛ پر سنسڪرت ۾ "گو" لفظ جون گهڻيئي معنائون آهن، جن مان هڪڙي آهي "پرٿوي يا ڌرتي". ڪيترا يورپي عالم جي سنسڪرت جا چڱا ڄاڻو آهن، تن جي خيال موجب هتي "گو" جي معنيٰ "ڌرتي" وٺڻ گهرجي. مطلب تہ سندن خيال موجب پرسرام جي پتا جمدگنيءَ جي قبضي ۾ ڪا زرخيز زمين يا آباد ملڪ هو، جو راجا پنهنجي قبضي ڪرڻ تي چاهيو؛ پر جمدگنيءَ نہ ڏنس، تہ اهو زوريءَ پنهنجي حد سان لاڳو ڪري ڇڏيائين، جنهن ڪري معاملو متو (وڌيڪ حقيقت لاءِ ڏسو ٽاڊ صاحب وارو راجستان جو احوال). "گو" لفظ جي معنيٰ ڪو "ڳانءِ" سمجهي يا "ڌرتي" سمجهي، تہ بہ سڀني پراڻن ۾ اهو چٽيءَ ريت ڄاڻايل آهي، تہ برهم ڪترين جي اتبتي پرسرام جي وقت ۾ ٿي هئي. ائين بہ لکيل آهي تہ پرسرام جتي ڪٿي ڪترين کي ناس ڪندو، سنڌ ديش ۾ آيو ۽ اتي پنج ڏينهن رهي، ڪتري ناس ڪرڻ لڳو. سندس وقت ۾ سنڌ جو حاڪم سورجونسي گهراڻي جو راجا رتن سين هو. پرسرام جي اچڻ جي خبر راجا کي ملي؛ تہ سمجهيائين تہ هاڻ خير ڪونهي سو پنهنجن پنجن رائين (چندراسيا، پدمڻي، پدما، سوڪمارا ۽ ڪشناوتي) سميت، رات جي وڳڙي ۾، سنڌ ڇڏي ڀڄي ويو. آخر سرسوتيءَ ندي جي ڪناري تي، هڪ گهاٽي

جهنگ ۾ دڌچي نالي هڪ رشيءَ جي آشرم ۾ وڃي پناهه ورتائين. سندس راڻيون گرڀوتيون هيون: ڪين اتي پٽ ڄاوا ۽ اهي هن رشيءَ جي آشرم ۾ نپنا، تنهن ڪري برهمڻ ليکجڻ ۾ پئي آيا. وڏي راجڪمار جو نالو "جي سين" هو، ۽ عام طرح "جي شرما" سڏبو هو. ("شرما" برهمڻن جو لقب آهي). ڪجهه وقت ڪان پوءِ پرسرام به انهيءَ پاسي ويو. پرسرام راجا کي شڪار ڪندو ڏٺو ته سمجهيائين ته اٿيچو ڪتري آهي، سو امالڪ ماري وڌائينس، پرسرام پوءِ ڳولا ڪرڻ لڳو؛ ته متان ٻيو به ڪو ڪتري هن پاسي هجي. ڳولا ڪندو دڌچي رشيءَ جي آشرم ويو. اتي هيءُ راجڪمار ڏٺائين، ته ٻڌايائين ته هي رشي پتر آهن. وڏو راجڪمار جيءِ سين (جي شرما) براهمڻڪي ويس ۾ هو، ۽ ننڍڙيئي ويدوديا سکيو هو. پرسرام کي اهو وڻي ويو، ته پنهنجو شش ڪيائينس، ۽ پٽن وانگر ڀائڻ لڳس. هڪڙي ڏينهن پرسرام انهيءَ شش کي ساڻ وٺي سرسوتي نديءَ ڏي ويو. ان وقت ٿڌي هير پئي لڳي. ننڊ جو خمار ٿيس، ته پنهنجو مٿو، پنهنجي شش جي گوڏيءَ تي رکي، اهلي پيو، ۽ اتيئي ننڊ کٽي ويس. اتي مچر گهٽا هئا. راجڪمار کي مچرن ايترا چڪ پاتا، جو سٽر مان رت وهڻ لڳس، ته به چُريو ڪين. ته متان پرسرام جي ننڊ ڦٽي پوي. پرسرام کي مچرن چڪ پاتا، ته اهو انهيءَ دم اٿي ڪڙو ٿيو. پنهنجي شش جو رت ۽ سرير گرم ڏسي سمجهي ويو، ته هي ڪتري آهي، جنهن ايترو سور سٺو آهي. ڪنهن براهمڻ کي ايترو رت. نڪري، ته جيڪر هيئن مات ڪري ڪين وهي. تنهن ڪان سواءِ براهمڻن جو رت جيڪي سو ٿڌو ٿيندو آهي، ۽ ڪترين جو گرم، سو چيائينس، ته "سچي ڪر ته تون براهمڻ آهين يا ڪتري"؟ هن سچي ڪئي، ته "مان ڪتري آهيان، پر رشيءَ جو آشرم ۾، براهمڻڪو ويس ڌاري، ويد وديا سکيو آهيان." پرسرام کي ڪوبه براهمڻ مارڻو نه هو، ۽ ڪوبه ڪتري جيئرو ڇڏڻو نه هو. هن حالت ۾ هن ويد وديا جي ڄاڻوءَ کي مارڻ پاپ سمجهيائين، ويتر پنهنجو شش ڪيو هئائينس، ۽ هن سنڌس شيوا ڪئي هئي، تنهن ڪري جيئدان ڏنائينس، ۽ چيائينس ته، "تون آئينديءَ برهم ڪتري ليکبين."

اينٿوون صاحب بمبئي ڪاتي جي قومن ۽ ذاتين بابت هڪ نهايت

ڪارائتو ڪتاب لکيو آهي تنهن ۾ برهم ڪترين جي اتپتيءَ بابت گهڻن پراڻن جو تت هنن ٿورن لفظن ۾ ڄاڻايو اٿس، تہ پرسرام جنهن وقت ڪترين کي ناس پئي ڪيو، تنهن وقت ڪن ڪترين جون گرڀوتيون استريون، ڪن براهمڻن جي وجهي سرن پيون، جن مٿن قياس ڪري، ڪين پاڻ وٽ پناهہ ڏني. ڪين جيڪي ٻار ڄاوا، سي اصل نسل ڪري ڪتري هئا، پر براهمڻن جي گهرن ۾ ڄاوا نپنا هئا. تنهن ڪري "برهم ڪتري" سڏجڻ ۾ آيا.

اينٿوون صاحب سندن ٿورو تاريخي احوال بہ ڏنو آهي. ليکيو اٿس، تہ اٽڪل 5 سئو ورهيہ ٿيا، تہ برهم ڪتري پنجاب مان لڏي، "پنچہ محل" طرف، چامپانير ۾ وڃي رهيا. سن 1484ع ۾ مسلمانن اتي ڪاهہ ڪئي، تہ هي هراس وچان، اتان پڇي احمد آباد ۽ ٻين هنڌ ويا.

پڇائن مان معلوم ٿيو آهي، تہ هنوقت سنڌ ۾ جيڪي برهم ڪتري آهن، تن جا وڏا گجرات کان ڪڇ علائقي ۾ ويا، جتان سنڌ ۾ اول ننگر ٺٽي ۾ آيا، ۽ اتان پوءِ ڪي ڪراچيءَ، حيدرآباد ۽ شڪارپور ويا. اهي سڀ ديويءَ جا پوڄاري آهن. حيدرآباد ۾ جيڪي چوڙيگر آهن، سي گهڻو ڪري سڀ برهم ڪتري آهن. برهم ڪترين جون نکون گهٽيون آهن، ۽ ساڳئيءَ نک وارا هڪٻئي ۾ سڱ ڪونہ ڏيندا آهن. سنڌ جي برهم ڪترين جون مکيہ نکون هي آهن: آروڙا، آسرا، پچڙا، تندڻ، جگر، چاتپار، درڙي، ڏوڏيا، ڏانڌا، سنچر، سوڍا، سونپار، سوفيجي، ڪاٺ ٻانيڻ، ڪاڪو، ڪرڪل، گنا، مامتورا، ماڏؤ، مڃر، نينگو وغيره. سنڌ ۾ سڀني جا ٿورا گهر آهن، باقي چاتپار ۽ مڃر گهڻا آهن. ڪراچيءَ ۽ ٺٽي کان وٺي، ڪڇ علائقي، گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ بمبئيءَ تائين، جيڏانهن وڃ تيڏانهن مڃر ئي مڃر!

## ڀهرناٽي:

نک "سومئيا". هي لهاڻن جي نک جو نالو آهي. ڏسو "لهاڻا" (ڀاڱو پهريون، صفحو 236). هن آکهہ وارا نصرپور جي مکي ڀهرڏنو مل ولد مکي روپچند جي نالي پٽيان پاڻ کي "ڀهرناٽي" سڏائين ٿا. مکي ڀهرڏنومل انگريزن جي صاحبيءَ ۾ ڄائو هو. سندس پيتا مکي روپچند جي وقت ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي هئي: پر هن آکهہ وارا انهيءَ کان ئي گهڻو اڳي نصرپور ۾ مکي

هئا. مير الهيار خان، جنهن جي نالي پٺيان "ٽنڊوالهيار" سڏجي ٿو. تنهن جي ڏينهن ۾ مکي ڀهرڏنو مل جو ڏاڏو سيٺ ڏيوراجمل نصرپور جو مکي هو، ۽ ميرن جو انباردار هو.

ميرن جي صاحبيءَ ۾ نصرپور جي مکيءَ ڏيوراجمل جا ڪي سوٽ وڻج واپار سانگي ڪراچيءَ ۾ وڃي رهيا. ۽ سندن نسل وارا اڄ تائين ڪراچي، جي نصرپور ٻنچات جا مکي آهن. سومئيا نک وارن مان ڪي حيدرآباد ۾ آهن. وڌيڪ حقيقت لاءِ ڏسو سرو "نصرپوري."

## ڀهرواڻي:

نک "درزي". ساڳيءَ نک وارا ٻالواڻي، رام رکياڻي، رامچنداڻي، ملڪاڻي ۽ هنگوراڻي آهن، جي سڀ جيسلمير کان آيا هئا. پر هن آکهه جا وڏا پنجاب، جي خانپور شهر مان لڏي، سنڌ ۾ آيا هئا. سندن وڏو ڏاڏو ڀهرومل (ڀحرومل) يا ڀهرڏنومل ولد ٺاربومل ولد آئلرام هو، جنهن جي نالي پٺيان هيءَ "ڀهرواڻي" سڏجن ٿا.

ڀهرومل يا ڀهرڏنومل خانپور مان مير چام سان گڏجي سنڌ ۾ آيو هو. مير صاحب حيدرآباد کان پريرو پنهنجو هڪ ڳوٺ ٻڌائي پنهنجن ماڻهن جي ٽنڊي سان اُتي وڃي رهيو، تنهن ڪري اُنهيءَ ڳوٺ تي "ٽنڊوچام" نالو پيو. ٽنڊي چام جا مير خانپور کان آيا هئا، تنهن ڪري "خاناڻي مير". سڏبا آهن. سيٺ ڀهرومل کي ميرن زمين ٽڪر ڏنو، ۽ اُهو آباد ڪري، قوت گذران ڪرڻ لڳو.

سيٺ ڀهرومل کي چار پٽ روچيرام، ڪيولرام، تيرٿداس ۽ گوپالداس هئا. جن مان پويان ٻه گهڻو وڌيا ويجهيا ۽ هاڻوڪا ڀهرواڻي اڪثر انهن ٻن جو اولاد آهن. سيٺ تيرٿداس جي نسل مان راءِ صاحب روپچند سيئومل وڏو زميندار آهي ۽ ٽنڊي چام ۾ ڪپهه ٽاڙڻ جو ڪارخانو اٿس. سيٺ گوپال داس جي نسل مان سيٺ ٿهلرام ٽيڪچند وڏو زميندار آهي، ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي ڪانگريسي پارٽيءَ جو ميمبر آهي. ڀهرواڻين مان ڪي واپاري ته ڪي زميندار آهن. منجهائن ڪن جون مٿيون ماڻيون آنربل سيٺ هرچندراءِ وشنداس جي پاوراڻي آکهه وارن سان آهن.

## ٻالاڻي:

نک "راءِ پرٿور". گوتر "ڪشيپ". هيءُ چوهاڻ راجپوتن مان آهن. اصل دهليءَ ۾ رهندا هئا؛ پر پوءِ پرٿويراج ۽ راجا جئچند جي پاڻ ۾ اڻبڻت ٿي، ۽ لڙايون لڳيون. تہ هيءُ دهليءَ مان بدامنيءَ سبباڻ لڏي، سنڌ ۾ آيا. اهي راجا پرٿويراج جا همعصر هئا؛ پر سندن نک جو نالو "راءِ پرٿور" آهي، تنهن مان سمجهجي ٿو تہ راجا پرٿويراج جو خود چوهاڻ راجپوتن مان هو، تنهن جو مٿن هٿ هو، تنهن ڪري پنهنجيءَ نک تي سندس نالو رکيائون. ساڳيءَ ريت لهاڻن ۽ ڀاٽين جي ڪيترين لکن جي نالن اڳيان "راءِ" لفظ گڏيل آهي.جو ڪچ جو راءِ جو مٿن هٿ هو. اهڙا ٻيا مثال بہ آهن.

هيءَ تاريخي حقيقت آهي، تہ دهليءَ ۽ اجمير جي راجا پرٿويراج ۽ راجا جئچند ڪنوج (ڪانيہ ڪبج) جي راجا جو پهريائين پاڻ ۾ ايتري قدر ساز سلوڪ هو، جو سلطان شهاب الدين دهليءَ تي ڪاهي آيو، تہ راجا جئچند پنهنجي ماسات راجا پرٿويراج جو طرف وٺي بيٺو ۽ سلطان کي شڪست ڏيئي ڪڍيائون، پوءِ پاڻ ۾ اڻبڻت ٿين.

سن 1193ع ۾ سلطان شهاب الدين ٻيو ڀيرو دهليءَ تي ڪاهي آيو، تہ راجا جئچند شخصي ساڙ وير وچان سلطان شهاب الدين سان ٻٽ ٿي بيٺو. نتيجو هيءُ ٿيو، تہ راجا پرٿويراج مارجي ويو ۽ دهلي ۽ اجمير جي حڪومت هندن جي هٿان ويئي!

سن 1194ع ۾ سلطان شهاب الدين خود راجا جئچند تي ڪاهي آيو، ۽ سندس رفيقن جون سسيون ترارين سان لهرائي ڪنوج ۽ بنارس پنهنجي قبضي ڪيائين. مسلمان حاڪمن پوءِ بنگال، بهار ۽ اَئوڌ بہ هٿ ڪيا. اَئين سڄو اتر هندستان هندن جي هٿان ويو. هيءُ قتل گهر جو نتيجو ڏسو.

ٻالاڻين جا وڏا جيڪڏهن انهن لڙاين وقت هراس وچان سنڌ ۾ آيا هئا، تہ ڇئبو تہ سومرن جي صاحبيءَ ۾ آيا هئا، ۽ سنڌ ۾ آئي اٺ صديون ٿيون اٿن، جنهن ڪري هيءُ نهايت آڳاٽي آکهہ ڇئبي. هن وقت هو پاڻ کي پنهنجي وڏي ڏاڏي سيٺ ٻالي مل جي نالي پٺيان سڏائين ٿا، جو نوشهري فيروز ۾ رهندو هو. سيٺ ٻالي مل کي هڪ پٽ سيٺ چوئٿرام هو، جنهن

ڪي به پٽ تيجارام ۽ ٻيجارام هئا. ٻنهي ڀائرن جو اولاد هن وقت نوشهروفيروز ۾ آهي. ميرن جي صاحبيءَ ۾ ايسرائي ۽ مورجاڻي نوشهري ۾ بئيءَ ۽ اجاري جي بستگيءَ لاءِ مقرر ٿيل هئا. اهي پوءِ خيرپور مير صاحب واريءَ جي ويجهو ڳوٺ پرڳڙين ۾ وڃي رهيا. جو مير سهراب خان وٽ نوڪريءَ ۾ هئا (ڏسو "ايسرائي"). ان وقت ڀالاڻين مان سيٺ چوٿرمل جي آڪهه وارا مورجاڻين سان گڏ، نوشهروفيروز ڇڏي، پرڳڙين ڏي ويا ۽ اتي وڏيا ويجهيا. هن وقت پرڳڙين ۾ ڀالاڻين جا سترهن ارڙهن گهر آهن. منجهائن ڪي وڪيل، ڊاڪٽر ۽ ماستر آهن، ته ڪي سرڪاري نوڪرين ۾ آهن. نوشهري فيروز ۾ ڀالاڻين جا سٺ ڪن گهر آهن. منجهائن ڪي وڪيل، ڊاڪٽر ۽ زميندار ته ڪي واپاري آهن. ڀالاڻين مان مسٽر تولارام هڪ چڱو ديس شيوڪ هو. اخبارن ۽ مخزنن ۾ عمدا عمدا ليک لکندو هو. نوشهري فيروز وارن ڀالاڻين مان جن پهريائين ڊاڪٽريءَ جو امتحان پاس ڪيو تن مان هڪڙو ڊاڪٽر لوڪومل سيرو مل هو، جو نهايت خوش مزاج ۽ رلڻو ملڻو مڙس هو، ۽ ويجهڙائيءَ ۾ گذاري ويو.

## ڀاٽيا:

هي جيسلمير جي ڀٽي راجپوتن مان آهن. سندن پيڙهي سري ڪرشن سان وڃي لڳي ٿي، جو چندرونسي گهراڻي جي جادو ونسين مان هو، تنهن ڪري سڀ ڀاٽيا چندرونسي، جادو ونسي ۽ ڪرشن ونسي ڪوٺبا آهن. هي جيسلمير ڏي ڪئن ويا ۽ ڪئن سنڌ ڏي آيا، سي حقيقتون منڍ کان وٺي مختصر طرح ڄاڻائجن ٿيون.

شري ڪرشن مٿرا ۾ ڄائو هو ۽ گوڪل ۾ نپنو هو، پر مهاڀارت واري لڙائيءَ کان ڪجهه وقت اڳي پنهنجا ڪيترا نيات وارا (جادو ونسي) پاڻ سان وٺي، دوارڪا ۾ وڃي رهيو هو، ۽ اڄ تائين "دوارڪا ناٿ" يعني دوارڪا جو ڌڻي يا حاڪم سڏبو آهي. سري ڪرشن هن پرٿويءَ تي هڪ سئو ويهه ورهيه رهيو. ان وقت دواپور جڳ پورو ٿيڻ تي هو، ۽ ڪلجڳ اچا شروع ٿي ٿيو، جنهن ڳالهه کي اڄ پنج هزار کن ورهيه ٿيا.

شري ڪرشن کان پوءِ دوارڪا ۾ جادو ونسين جي پاڻ ۾ گهرو لڙائي

لڳي، جنهن ۾ هزارها جادؤ ونسي مارجي ويا! هيءُ ڪلجڳ جو پهريون چٽو چٽبو، جو ڀائرن هڪ ٻئي جا ڳلا ڪپيا! هن گهرو لڙائيءَ جو هڪ نتيجو هيءُ ٿيو، جو جادو ونسين جو دوارڪا مان زور ٽٽي ويو، نه ته تنهن کان اڳ مترا، اندر پرسٿ (دهلي طرف) پرياڳ ۽ دوارڪا ۾ ڪيترو وقت حڪومت سندن هوندي هئي. هينئر هيٺا حال ٿين ته به راجائي ڪمائڻ جو خيال هون. هن گهرو لڙائيءَ کان پوءِ جيڪي جوڌا بچيا سي راجپوتانا جا پٽ لتاڙي پرپرو ويا. پنهنجي بادشاهت برپا ڪرڻ لاءِ ڪنهن وقت ٻين کي شڪست ڏنائون، ته ڪنهن وقت پاڻ شڪست تي ڪاڌائون. ائين هڪڙي هنڌان حڪومت ٿي وين، ته ٻين هنڌ حڪومت تي ڪيائون، ۽ پنهنجا شهر به پئي ٻڌائون. مثلاً عيسوي سن کان ڇهه صديون کن اڳ "گجا" نالي هڪ جادو حاڪم پنهنجو هڪ شهر ٻڌو، جو سندس نالي پٺيان "گجني" ۽ "گجني پور" سڏبو هو. پوءِ ايرانين "گنجني" جو اُچار ڦيرائي "غزني" ڪيو. راجا گج کي پوءِ خراسان جي حاڪم ماريو، ته هيءُ جادو ونسي غزني ڇڏي، پنجاب ڏي ويا، ۽ اتي ڪيترا ورهيه صلح سانت ۾ راڄ پئي ڪيائون. سن 70ع ۾ ساڪ يا سٿين لوڪ پنجاب ۽ سنڌ تي ڪاهي آيا (ڏسو ڀاڱو پهريون صفحو 53). انهن ساڪ لوڪن هن جادو ونسين جي راجا کي ماريو، جو راجا ساليواهن جو پيءُ هو. هو پوءِ هٽي ڏکڻ اپرندي ڏي لاهور ۽ ملتان طرف ويا، ۽ اتي حڪومت ڪرڻ لڳا. اڄ تائين لاهور ۽ ملتان ۾ ڀاٽيا گهڻا آهن. ساڪ لوڪن پوءِ اُتان به ٿي هٽاين، ته جادو ونسين جي راجا ساليواهن، ملتان کان ٿيهه ڪوهه پري، ڪاهرور جي نزديڪ ڪين اهڙي سخت شڪست ڏني، جو سندس ماڻهن ڪيس لقب ڏنو "ساڪاري" يعني ساڪ لوڪن جو اري (دشمن). اها مهاڀاري لڙائي 78ع ۾ لڳي. جادو ونسي سوڀارا ٿيا، ته انهيءَ سوڀ جي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ انهيءَ سال کان وٺي ساليواهن جو ساڪ (سنبت) شروع ڪيائون، جو اڄ تائين هليو اچي. راجا ساليواهن کان پوءِ به ساڪ لوڪن متن ڪاهيو، ته راجا ساليواهن جي پٽ راجا راسل ڪين هٽائي ڪڍيو. سيالڪوٽ جو شهر انهيءَ پراڪرميءَ راجا راسل ٻڌايو هو. راجا ساليوهان جا پويان "شاڪ راجڪمار" سڏبا هئا، ۽ منجهائن جيڪو ڳاديءَ تي وهندو هو سو راجا ساليواهن جو عيوضي ۽ وشنو ڀڳوان جو اوتار

ليکبو هو. راجا سـاليـواهن جي پوٽي جو نالو "ڀـٽي" هو، ۽ ڀـٽي راجپـوت سندس نالي پٺيان سڏجن ٿا. انهيءَ "ڀٽي" مان "ڀاٽيا" لفظ نڪتو آهي، جنهن جي اکـري، معنيٰ آهي "ڀـٽيءَ جو اولاد". ڀـٽي راجپـوت هن وقت جيسلمير ۾ آهن، پر ابتدا ۾ پوءِ ويا. اول کي صديون سانده پنجاب طرف پنهنجو راڄ وڃائي ويٺي ڪيائون؛ پر پوءِ عيسوي اٺين صديءَ ۾ هنن کي ڀڄڻو پيو، ۽ ستلج نديءَ جي ڏاکڻي طرف پنهنجو ڏيهو ڄمائي ويٺا ته به پنجاب مان سندن صاحبيءَ جو صفا خاتمو ٿي ڪونه ويو. ڪجهه وقت هنن ڀٽي راجپوتن جي چوٿي بادشـــاهت جهلم نديءَ جي الهندي ڪناري ڏي، پنجاب جي سينڌي لوڻ وارن ٽڪرن جي ويجهو هئي؛ پر ڪيترا ڀٽي راجپوت انهيءَ کان گهڻو اڳي پنجاب ڇڏي، هيٺ ڏکڻ ڏي ويا هئا. انهن ڀهريائين ٿنوٽ ۽ پوءِ ڀاولپور پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ڪيو، جنهن ڪري ڀاولپور ۾ اڄ تائين ڪيترائي ڀاٽيا آهن. سن 853ع ۾ سندن حـاڪم ڏيوراڄ نالي هڪ ڀـٽي راجپوت (ڀاٽيو) هو. ڀهريون ئي حاڪم ڏيوراڄ هو، جو "راول" سڏجڻ ۾ آيو. ڪائنس پوءِ جيسلمير جا پيا سڀ حاڪم "راول" ڪوٺجڻ ۾ آيا. هن ڀاولپور ۾ هڪ قلعو جوڙايو، جو سندس پٺيان "ڏيوگڙه" سڏبو هو؛ پر هاڻ ڀاولپوري ان کي عام طرح "ڏيورا واڙ" ۽ "ڏيرا واڙ" ڪوٺيندا آهن. ڪن سالن کان پوءِ (شايد محمود غزنويءَ جي ڪاهن وقت) ڪيترا ڀٽي راجپوت ڀاولپور ڇڏي، جيسلمير طرف ويا. ان وقت جيسلمير جو شهر اڃا ٻڌو ڪونه هو. هاڻوڪي جيسلمير کان پنج ڪوهه پري، اُلهندي طرف "لڊروو" (لڊاڻو) نالي شهر هو، تنهن ۾ هن طرف جا ماڻهو رهندا هئا. ڀٽي راجپوت ۽ ڀاولپور کان انهيءَ لڊاڻي ويا. اهو شهر پوءِ اجهاڻو، ته جيسل نالي هڪ ڀٽي راجپـوت سن 1156ع ۾ هڪ نئون شـهـر ٻڌو جو سندس نالي پٺـيـان "جيـسلمـيـر" سـڏجڻ ۾ آيو. اُتي هڪ قلعـو بـه جوڙيائين جو پوءِ علاؤالدين بادشـاهـه جي لشـڪـر اڏائي ڇڏيو، ۽ شـهـر کي باهيـون ڏيئي ڀسم ڪري ڇڏيائون. انهيءَ اڳئين شهر جو ويرانو اڄ تائين هاڻوڪي جيسلمير جي شهر ۾ ظاهر بيٺو آهي. اهو اصلوڪو شهر پنج صديون کن سانده ويران پيو هو، جنهن ڪري ڀٽي راجپـوت ٽڙي پکڙي ويا هئـا. سن 1651ع ۾ سبل سنگهه

نالي هڪ پٽي راجپوت پنهنجي وڏن جا وسائل پٽ وسايا، ۽ شهر جو اُهوئي اڳيون نالو "جيسلمير" قائم ڪيائين.

سلطان علاوالدين جي لشڪر جنهن وقت جيسلمير جو اصلوڪو شهر جلائي پورو ڪيو، تنهن وقت سنڌ ۾ سومرن جي صاحبي هئي، ۽ دودي چنيسر جو پاڻ ۾ پڳ تان تڪرار ٿيو هو. اُن وقت سنڌ ۾ سما به هئا، جي جادو ونسي ڪل جا راجپوت هئا. (ڏسو ٻيو ڀاڱو پهريون، صفحو 64)

اُهي ٺٽي ۽ ساموئيءَ طرف رهندا هئا. (ڏسو صفحو 28).

سنڌ ۾ سومرن کان پوءِ سمن جي صاحبي ٿي، پر تنهن کان ئي اڳ سنڌ جي ڪن سمن (جادو ونسين) ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ۾ حڪومت پٺي ڪئي. ڪڇ جو راءُ ڄاڙيجن جي نسل مان آهي، ۽ اهو ڄاڙو ولد لاکو ننگر ٺٽي جو ويٺل هو، ۽ سندس پويان سندس نالي پٺيان پاڻ کي "ڄاڙيجا" يعني ڄاڙي جو اولاد سڏائين ٿا.

گرنارڪوٽ جو حاڪم راءِ ڏياچ (راءِ دياس) سنڌ جي چوڙا سما راجپوتن (جادو ونسين) مان هو. هو سنه 1003ع ۾ جهونا ڳڙهه جي گاديءَ تي ويٺو ۽ سن 1010ع ۾ پنهنجو سونهارو سر ڏيئي ڪاٺيواڙ جي تاريخ جا ورق پنهنجي رت سان رڱي ويو. هنن حقيقتن مان اٿين سمجهڻ ۾ اچي ٿو، ته جيسلمير جو اصلوڪو شهر جڏهن سلطان علاوالدين جي لشڪر جلائي بسم ڪيو، تڏهن اتي جا پٽي راجپوت (ڀاٽيا) هنن سنڌ جي سمن (جادو ونسين) جي آثار تي، روهڙيءَ واري واٽ وٺي ٺٽي ۾ آيا، جتان پوءِ ڪي ڪاٺياواڙ ڏي به ويا، جنهن ڪري ڀاٽيا اوڏهين به آهن. اُهي پنهنجن نالن پٺيان اڪثر "جي" ۽ "سي" (سنسڪرت "سنهه" يعني شينهن، سنگهه) لفظ گڏيندا آهن، جهڙوڪ پريمجي، ڪانجي، نانسي، کيت سي وغيره.

هن وقت ڀاٽيا سڄي هندستان ۾ آهن. ڪي ڪابل ۽ قنڌار، بلڪ نيروبي ۽ زنجيبار ۾ به آهن. منجهائن ڪيترا شري ناٿ جا پوڄاري آهن.

سنڌ ۾ ڀاٽيا هزارن جي تعداد ۾ آهن. اهي نه رڳو وڏن شهرن ۾ پر ننڍڙن ڳوٺن ۾ به آهن. سنڌ ۾ گهڻي ۾ گهڻا ڀاٽيا روهڙيءَ ۾ آهن. روهڙيءَ جي لالا ڀاٽين جي احوال لاءِ ڏسو ٻيو ڀاڱو پهريون، صفحو 234 کان 236. سڀ ڀاٽيا اڪثر پنهنجي ڀاٽيا قوم ۾ سنگ ڏيندا آهن. اهي عام طرح پڪا وشنو

آهن؛ پر پنجاب ۽ سنڌ جا ڪي ڀاٽيا مڇي مانس ورتائيندا آهن. اڪثر "ڇپ ڇپ" گهٽي اٿن. ٿورو ٿي شڪ پوين تہ ڪنهن ٻنگيءَ يا ڪنهن اپوتر شيءِ سان پلؤ لڳو اٿئون تہ ڪپڙن سوڌو سنان ڪندا آهن. اهڙن سببن ڪري پاڻيءَ جي هاروير وٽن گهٽي ٿيندي آهي. چوڻي بہ آهي تہ:

وهاڻ نہ واڻڪو، سهج نہ سونارڪو،
گپ چڪ ڀاٽڪي، ڊنگ ڊنگ مهتڪي.

لاهور، ملتان، بهاولپر ۽ ٺٽي ۾ ڀاٽيا پنهنجو نالو ڪڍي ويا ٿا ڏسجن، جو چوڻي آهي تہ:

مٺي مٺي ملتان ۾، هيرا لاهور سانهہ،
بهاول ۾ سڀ رتن هيءَ، ٺٽا پنا ڪوءِ.

ملتان ۾ مٺيون مٺيون (چيديون مٺيون) آهن، لاهور جا ڀاٽيا جنسي هيرا آهن، بهاولپور ۾ سڀ رتن (جواهر) آهن، ۽ ڪو ڪو پنو ٺٽي ۾ بہ آهي. "پنو" معنيٰ اهو چمڪندڙ ورق، جو پکراج يا ٻي جواهرات جي هيٺان رکي جڙيو آهي تہ جواهرات جي سونهن وڌائيندو آهي.

سڄي هندستان جا ڀاٽيا وقت بوقت ڪانفرنس ڪوٺائيندا آهن. پهرين آل انڊيا ڀاٽيا ڪانفرنس 1913ع ۾ ڪراچيءَ جي خالق ڏني هال ۾ ٿي هئي، جنهن جو پرڌان راءِ صاحب مرارجي سمپد جوڌ پور جو چيف جج هو. ٻي ڪانفرنس بمبئي ۾ 1915ع ۾ ٿي هئي جنهن جو پرڌان راءِ صاحب ڊاڪٽر هيرالال لاهور وارو هو. ٽين ڪانفرنس 1916ع ۾ لاهور ۾ ٿي هئي، جنهن جو پرڌان راءِ صاحب آسرداس موٽارام شڪارپوري ڀاٽيو هو. چوٿين ڪانفرنس 1917ع ۾ ڪلڪتي ۾ ٿي هئي، جنهن جو پرڌان راءِ صاحب ڪلياڻجي مرارجي بئرسٽر هو. سنڌ جي ڀاٽين جي ڌار پراونشل ڪانفرنس روهڙيءَ ۾ ٿي هئي. هيءَ حقيقتون ڄاڻائين ٿيون، تہ ڀاٽيا قوم ۾ جاڳرتا گهٽي آهي ۽ پنهنجيءَ انتيءَ جو اونو اٿن.

ڀاٽين جون چوراسي نکون آهن گاجريا، ڪاجريا، اديسي، ٻيلا، جيئا، پرمل، جاوا (جابا)، چچيئا، سوني، ڪگا، ٽانڊي، گوڪل گانڌي، وانديوجا

وغيره. سندن ڪيترين لکن جي نالن اڳيان "راءِ" لفظ گڏيل آهي، جھڙوڪ راءِ سميٿ، راءِ پنچ لوٿيا (لوڊيا)، راءِ راميٺا، رَاءِ پدمسي، راءِ پنچال وغيره.

سنڌ ۾ ڪيترا ڀاٽيا سرڪاي نوڪرين ۾ چڱن عهدن تي آهن. ڪي هن وقت پينشن بردار آهن، جهڙوڪ مسٽر ولبداس پارومل گاجريا. رٽايرڊ ڊپيوٽي ڪليڪٽر، ڪي ڊاڪٽر ۽ وڪيل ته ڪي پروفيسر ۽ ماستر آهن. ڪنهن به ڌنڌي ڌاري، ڪرڻ ۾ اهم ڪونہ اچين. تنهن ڪري منجهائن ڪي ڪپڙي، ان، گيهہ، کنڊ ۽ ميوي جا واپاري تہ ڪي پساري آهن. حيدرآباد جي اوائلي ڪتب فروشن مان هڪڙو مسٽر رامچند مورجمل ڀاٽيو هو، جو اسٽامپ وينڊر بہ هو ۽ حيدرآباد جو هڪ اوائلي آريہ سماجي هو. ڀاٽين مان ڪن جا وڏا جواهري هئا، جنهن ڪري اهي "جواهري ڀاٽيا" سڏبا آهن. انهن جو ٿورو ذڪر ڌار ڪجي ٿو.

## جواهري ڀاٽيا نڪ "نئين گانڌي":

هيءَ جيسلمير ۽ بهاولپور کان اول روهڙيءَ ۾ آيا. مير فتح علي خان ٽالپر جي صاحبيءَ ۾ حيدرآباد جو شهر گاڏيءَ جو هنڌ ٿيو، تہ هيءَ روهڙيءَ کان شاهي سڙڪ وٽي حيدرآباد ۾ آيا(ڏسو صفحو 130). روهڙيءَ ۽ شڪارپور ۾ گانڌي نک وارا ڀاٽيا آهن، پر انهن سان سندن ڪابہ مٽي ماٽي ڪانهي.

هيءَ ڀاٽيا حيدرآباد جي لونگ پڳت واري گهٽيءَ ۾ دڪان ۽ ڪوٺيون ڪڍي اچي ويٺا ۽ گهر بہ اُتي اٿن. شروعات ۾ سڀ ڪنهن قسم جو ڌنڌو ڪندا هئا؛ مگر سندن مکيہ ڌنڌو موتين ۽ جواهرن جو هو، جنهن ڪري "جواهري ڀاٽيا" سڏجڻ ۾ آيا. ۽ سندن گهٽي بہ "جواهري گهٽي" سڏجڻ ۾ آئي، جا لونگ پڳت واري گهٽيءَ ۾ آهي.

هيءَ ڀاٽيا پهريائين ميرن ۽ نوابن وٽ جواهر ۽ موتي وڪڻڻ ويندا هئا. انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ عامل ۽ ڀائيبند بہ سندن چڱا گراهڪ هوندا هئا. پوءِ موتين پائڻ جو رواج گهٽبو ويو، تہ هنن پنهنجي اولاد کي انگريزي وِديا پاڙهي. علم پرائي ڪي سرڪاري نوڪرين ۾ گهڙيا، ڪي وڪيل ٿيا، تہ ڪي ٻيو ڌنڌو ڌاري ڪرڻ لڳا؛ مگر اصل سندن مکيہ ڌنڌو جواهرن جو هو. جنهن ڪري اڄ تائين "جواهري" سڏجن ٿا.

حيدرآباد ۾ جيڪي جواهري ڀاٽيا ڀريائين آيا، تن مان هڪڙو سيٺ گوبند رام هو. جو روهڙيءَ کان آيو هو. کيس ٻه پٽ هئا، جن مان وڏو سيٺ ڏوقيرام هو. ڏوقيرام جو وڏو پٽ سيٺ چاندو مل ميرن جو جواهري هو. پيو پٽس سيٺ وشنداس ڪپه جو وڏو واپاري هو. وشنداس جو پٽ مسٽر روچيرام حيدرآباد جي ميونسپل واٽر ورڪس جو انجنيئر هو. 15 اپريل 1906ع جي رات جو حيدرآباد جي قلعي ۾ گولو ڦاٽو هو. تنهن ڪان پوءِ حيدرآباد جي خزاني آفيس ۽ ڪچهريءَ کي باهه لڳي هئي، ۽ نتي جي پلنگ پاڙي ۾ باهه لڳي هئي. سي ٽيئي خوفناڪ باهيون مسٽر روچيرام وسايون هيون. نتي واري باهه وسائڻ ڪري هڪ هزار روپيا انعام مليو هوس.

مسٽر روچيرام وشنداس جو ڀاءُ مسٽر موتيرام وڪيل هو. مسٽر موتيرام جو پٽ سيٺ ڀاڳچند ڪراچيءَ جي فائر برگيڊ ۾ هو. بغدادي ۾ گيهه جي دُنين کي باهه لڳي هئي، تنهنجي وسائڻ ۾ مدد ڪئي هئائين.

سيٺ رامچند ڏوقيرام جو وڏو پٽ مسٽر متراداس سنڌ جي اوائلي گرئجوئيٽن مان هو (ڏسو صفحو 60). وڪالت جو امتحان پاس ڪري ديوان بهادر هيرانند کيمسنگهه آڏوائيءَ سان گڏ ڪم ڪرڻ لڳو، ۽ وڪالت ۾ چڱو نالو ڪڍيائين. ائين هن آکهه مان ڪي ناليرا مڙس ٿي گذريا آهن.

حيدرآباد جي جواهري ڀاٽين جي ٻي هڪ آکهه جو وڏو ڏاڏو سيٺ مولچند تنديرام ولد سيٺ گوبندرام اُڌڻ مل ولد سيٺ جڳو مل ڪاشيرام هو. سيٺ مولچند کي ٽي پٽ ڪنٽمل، سوپراج ۽ اڌڻ مل هئا. سيٺ ڪنٽمل کي چار پٽ چيتانند، هاسُومل، شامداس ۽ ليلارام هئا.



هاسو مل ڪنٽمل.

سيٺ هاسي مل ڪنٽمل جو جنم حيدرآباد ۾ سن 1847ع ۾ ٿيو هو. سيٺ هاسومل جواهري هو، ته پٽس ڪنٽمل به اهوئي ڌنڌو اختيار ڪيو. ٻئي ڀيءُ پٽ موتي، هيرا، پنا وغيره بمبئي ۽ جئپور مان آڻيندا هئا ۽ حيدرآباد ۾ اچي نيڪال ڪندا هئا. سنڌڻ ڪوني لونگ ٻڳ جي گهٽيءَ ۾ هوندي هئي.

سيٺ هاسي مل جو ديهانت جنوري 1931ع ۾ ٿيو. انهي سال کان گهٽو اڳي حيدرآبادي عاملن موتين پائڻ جو رواج لاهي ڇڏيو، (ڏسو صفحو 89) ته پوءِ پائيبندن به لاهي ڇڏيو. انهيءَ سبب سيٺ هاسي مل جا پٽ وچي انگريزي پڙهيا. پهريون پٽس مسٽر پريتمداس امپيريل بئنڪ ۾ هو، ٻيو پٽس مسٽر گهنشامداس وڪيل آهي، ٽيو پٽس ماسٽر موهن لال اجا تائين اين - ايچ اڪيڊمي جي قلعي واري انگريزي برانچ جو هيڊ ماسٽر آهي ۽ چوٿون پٽس پرشوتم داس ڏنڌو ڪندو آهي.



مسٽر گهنشامداس هاسومل

مسٽر گهنشام داس هاسو مل 10 آگسٽ 1891ع جي حيدرآباد ۾ ڄائو هو. هو ننڍڙيئي انگريزي پڙهڻ ويٺو، پر ورهيه کن حيدرآباد جي گدومل سنسڪرت پاٺشالا ۾ سنسڪرت جو اڀياس ڪيو هوائين جنهن ڪري مئٽرڪ تائين سنسڪرت ڪنئين هئائين. سن 1906ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. سن 1906 ۽ 1915ع جي وچ ۾ ڪجهه وقت نوان ڪنيا وديالیه ۾ ماستري ڪيائين ۽ ڪجهه وقت امپيريل بئنڪ جا ان وقت "بمبئي بئنڪ" سڏبي هئي، تنهن ۾ ڪلارڪي ڪيائين. سن 1915ع ۾ سنڌ پليڊرس امتحان ڪراچيءَ ۾ پاس ڪيائين، ته بئنڪ جي ڪلارڪي ڇڏي 1916ع کان وٺي وڪالت ڪرڻ لڳو، ۽ اڄ تائين وڪالت ڪندو اچي. ڪيس به پٽ آهن. سندس مربي فرزند مسٽر گنگارام بي - اي (B.E) پاس ڪيل آهي ۽ هينئر سپ ڊويزن آفيسر آهي. ٻيو پٽس مسٽر رامچند ڪاليج ۾ پڙهندو آهي. ائين هن آڪهه وارن پنهنجي اباڻي ڪرت ڇڏي ڏني آهي، ته به اڄ تائين اهي سڀ "جواهري پاٽيا" سڏبا آهن.

## پارواٽي:

هن آڪهه وارا. جن مان آنربل سيٺ هرچند راءِ وشنداس (ولد سيٺ

نهالچند لکميچند) سڄيءَ سنڌ، بلڪ سڄي هندستان ۾ چڱو نالو ڪڍيو، تن جو احوال ٻاڱي ڀڃرئين (صفحي 146 ۽ 151) ۾ اڳيئي ڏنو ويو آهي، پر اهو رڳو سيٺ لکميچند جي اولاد جو احوال آهي.

سيٺ لکميچند جو ڀاءُ سيٺ موريو مل هو. جنهن کي ٻه پٽ ڏيونداس ۽ جيٺومل هئا. اهي جيٺوٽيڪ سيٺ هرچندراءِ جي ڏاڏي سيٺ نهالچند جا سوٽ هئا. تہ بہ ساٿس گڏيل ڪٽنب جا ڀاتي هئا. سيٺ جيٺي مل جو جنم ڳوٺ مانجهوءَ تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ سن 1834ع ۾ ٿيو هو. گهر جو ڪم ڪار گڏيل ڪٽنب جي سنڀال ۽ مٿن مائٽن وٽ اچڻ وڃڻ جو ڪم مٿس رکيل هو. سندس ديهانت 1898ع ۾ مانجهوءَ ۾ ٿيو. ڪيس ٽي پٽ واڌومل، ڪيسو داس ۽ نائونمل هئا، جن مان واڌو مل ننڍڙئي گذاري ويو. سيٺ ڪيسو داس جو جنم ڳوٺ مانجهوءَ ۾ 1863ع ۾ ٿيو. سندس سئوٽ سيٺ هرچندا راءِ وشنداس ڪانئس هڪ ورهيہ ڪن ننڍو هو ۽ پاڻ ۾ گهڻو سڻبنڌ هون. هيءُ سيٺ وشنداس جي ڀيلن جي ٺيڪن جو ڪم ڪراچيءَ جي ڪانئن ۽ ڪوئلن جو واپار ۽ سامونڊي دنگين جو ڪم سنڀاليندو هو. 1897ع ۾ ڪراچيءَ ۾ خوفناڪ پليگ پيئي، تہ سيٺ وشنداس غريبن جي دوا درمل لاءِ هڪ وڏي اسپتال کولي ۽ سيٺ هرچندراءِ سان گڏ، هو بہ پليگ ۾ ورتلن جي ٽهل ٽکور ڪرڻ لڳو. ڪراچيءَ جي ڪاري در وارا هندو توڙي مسلمان جهجهي عزت ڏيندا هئس. ليجي ميمڻن سان اهڙا تہ سنا ناتا هوندا هئس، جو سندس گهرو جهڳڙن جا فيصلا پاڻ ڪندو هو ۽ ڪين وري ڪير ڪنڌ ڪري ڇڏيندو هو. هن ڊسمبر 1905ع ۾ ڪراچيءَ ۾ چالاڻو ڪيو. ڪيس ڪوبہ اولاد ڪونہ هو.

سيٺ نائونمل جو جنم ڳوٺ مانجهوءَ ۾ سن 1866ع ۾ ٿيو. ۽ پنجويهن ورهن جي ڦوهہ جوانيءَ ۾ 1891ع ۾ چالاڻو ڪيائين. ڪيس ٻہ پٽ رامچند ۽ جيرامداس هئا.

سيٺ رامچند جو جنم سن 1884ع ۾ ڳوٺ مانجهوءَ ۾ ٿيو. ڪي ورهيہ ڪوئٽيا ۾ پنهنجي ڪاڪي سيٺ وشنداس جي ڇاپ تي رهيو، ۽ سيٺ ڪيسوَ داس جي چالائي ڪان پوءِ ڪراچيءَ جي ڪانئن ڪوئلن ۽ دنگين جي واپار واري ڪوٺيءَ تي رهيو. چوويهن ورهين جي ڄمار ۾ 1908ع

۾ ڪراچيءَ ۾ چالاڻو ڪيائين. ڪيس کو پٽ ڪونه ڄائو جو ويھي وسائي. پنھنجو نيڪ نالو ڇڏي هليو ويو.


سيٺ جيرامداس نائونمل

سيٺ جيرمداس جو جنم ڳوٺ مانجهوءَ ۾ 1885ع ۾ ٿيو.

ڪراچيءَ جي سرڪاري هاءِ اسڪول ۾ تعليم پرائي، پنھنجي ڪاڪي سيٺ وشنداس نھالچند جي اناج جي ڌنڌي جي ڪوٺي تي ويٺو؛ پر پوءِ سيٺ وشنداس جي ڪٽنب کان ڌار ٿيو ۽ پنھنجو اناج ۽ ڪپھ جي ڪميشن جو ڌنڌو 1919ع ۾ ڪراچيءَ ۾ کوليائين جو ڏينھون پوءِ وڌندو ويو. هن وقت سندس آفيسون ڪراچيءَ، بمبئي، جيڪب آباد ۽ سکر ۾ آهن. جيمس آباد ۾ ڪپھ ڇاهڻ جي انجڻ ۽ پريس اٿس. ڏوڪريءَ ۾ چانورن ڇڙڻ جو ڪارخانو، ڪراچيءَ ۾ دال جي انجڻ ۽ جايون زمينون اٿس. ڪيس ڇھ پٽ جواهرلال، موهن لال، هيرالال، هري لال، ڪنيالال ۽ ارجن لال آهن. سندس مربي پٽ جواهر لال (جنم 1918ع) ڪراچيءَ واري ڪارخاني جو مئنيجر آهي. پنھنجي پتا وانگر خوش مزاج ۽ شوقين طبيعت جو آهي ۽ نھايت داني پرش آهي. بنگال جي ٻوڏن، ڪستوربا فند ۽ ٻين قومي توڙي خير جي ڪمن ۾ وڏيءَ دل سان پئسي جي مدد ڪئي اٿس. هو ڪراچيءَ مان 6 جنوري 1948ع ۾ ڦر مار کان پوءِ لڏي وڃي بمبئي گھر ڪري ويٺا.

## ڀاڳچنداڻي - 1:

هيءَ حيدرآباد ۾ سپاهيملاڻي گھٽي طرف سکن جي پاڙي ۾ رهن ٿا، ۽ اصل ڀاٽيا آهن. ڏسو "ڀاٽيا" منجھائن مسٽر مينارام؛ ايم - ڀاڳچنداڻي گريجوئيٽ آهي ۽ ڪجھ وقت سنڌ جي ڊئريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن جو پرسنل اسسٽنٽ هو.

## ڀاڳچنداڻي-2:

نک "ڪمل". هيءَ وانهان آهن (ڏسو ڀاڱو پهريون؛ صفحو 270، "وانهاڻ"). سندن اصلوڪو ماڳ ايوڌيا (اَئوڌ) آهي. سندن گروسوائي صاحب آهن. جن سان گڏ، هو آگري ۽ اَئوڌ جي گڏيل علائقن مان سنڌ ۾ اول ساهتي پرڳڻي ۾ آيا؛ جنان پوءِ، درياهه اُڪري، بوبڪ تعلقي سيوهڻ ۾ وڃي رهيا (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 165). هن وقت منجهائن ڪي گرئجوئيٽ آهن ته ڪي ولايت مان وڏا امتحان پاس ڪري آيا آهن، ڪي گزيٽيڊ آفيسر، انجنيئر، آڊيٽر ۽ ڊاڪٽر آهن، ۽ ڪي زمينداري ۽ ڏنڊو ڏاري ڪندا آهن.

بوبڪ ننڍو ڳوٺ آهي؛ پر گهڻ ڪونهي، سڄيءَ سنڌ مان رڳو بوبڪ ۾ سرڪار جي پاران ڀنگ جي پوک ٿيئي ٿي، جنهن ڪري اتي ڀنگ جي وڪري لاءِ سرڪاري ڊيپو آهي. تماڪ ۽ ڏاٿن جي پوک به اتي گهڻي ٿئي ٿي، بوبڪ ۾ غاليچا به ٺهندا آهن. ڪجهه وقت اتي ماچيسن جوڙڻ جو ڪارخانو هو. بوبڪ جي نزديڪ ناماري منڇر ڍنڍ آهي، جنهنجون پيداشون ٻيهه، لوڙهه، ويئڙا، مهيون، ڪم، ڪوڻيون وغيره چڱو پئسو پيدا ڪن ٿيون. منڇر ڍنڍ جي مڇين ۽ پکين جو به گهڻو وڪرو ٿئي ٿو. آب هوا جي ڪري دادوءَ ۽ سيوهڻ کان بوبڪ وڌيڪ فرحتي آهي.

## ڀڳت:

هيءَ پڊعيدن ۽ ٺارو شاهه تعلقي نوشهري فيروز ۾ رهن ٿا. "ڀڳت" سندن نک جو نالو آهي. هيءَ سوائي صاحبن مان آهن. سوائي صاحب اصل ايوڌيا (هاڻوڪي "اَئوڌ") جا وينل، سري رامچندر جي وڏي پٽ ڪش جو اولاد، سورج ونسي گهراڻي جا کتري راجپوت ۽ ديويءَ جا اپاشڪ آهن. سوائي صاحبن جون به مکيه شاخون آهن. هڪڙي شاخ وارن راجائي ڪمائي، جن جي نسل مان مهاراج اڌيراج، سوائي مانسنگهه بهادر جيپور جو مهاراجا ۽ ٻيو اندور جو مهاراجا اڌيراج راج راجيشور سوائي شري يسونتراءِ هولڪر بهادر آهن. سندن فوٽن ۽ خاندان جي تاريخي احوال لاءِ ڏسو

"ٽائيمس آف انڊيا" جا 1934 ۽ 1935ع وارا سالیانا پرچا. سوائي صاحبن جي ٻي شاخ وارن ڀڳتي مارگ اختيار ڪيو. ٻنهي شاخن وارا "سوائي" سڏجن ٿا. "سوائي" هڪ لقب آهي، جو ڀڳتن کي سڌي پرابت ڪرڻ بعد آدِ ڪان مليل آهي. اهو "سوائي" لفظ خود چاٿائي ٿو. ته هو پنهنجي راڄڌانيءَ ۾ توڙي ورت ۾، ٻين کان سوايا هئا. اهي پوءِ لڙائي، ڏڪار وغيره سبب ايوڌيا ڇڏي لکنوءَ جي رستي هستناپور (دهلي طرف) ويا. اها حقيقت ديويءَ جي چرچن يعني شبندن مان معلوم ٿئي ٿو. "ڀڳت" نک وارا اڄ تائين پنجاب ۾ به آهن. سملي جي پرسان ڀڳت اسٽيٽ (رياست) آهي، ۽ انهيءَ رياست وارن سان هنن ڀڳتن جو لاڳاپو چوڻ ۾ اچي ٿو. هو پوءِ جيسلمير ويا، جتان سنڌ ۾ هاٿوڪي ڪوٽ لالو اسٽيشن وٽان گهڙيا. سندن اڳواڻ سوائي لالو جسراج هو، جنهن جي نالي پٺيان "ڪوٽ لالو اسٽيشن" سڏجي ٿي، جا پڏعيدن اسٽيشن جي ويجهو آهي. ڪوٽ لالو اسٽيشن کان ٻه ڪوهه ڪن پري ٻانڊي اسٽيشن طرف؛ "سوائي ايٺي پرش" جو آستان هو، جو نصرت جي ديهه ڀهرئينءَ جي نقشي ۾ ڄاڻايل آهي. سوائي صاحبن مان ڪي اڳيرو وڌي، چنيجا تعلقي موري ۾ ويا، ۽ ڪي موري وٽان پٺڻ اُڪري، دادوءَ ۽ سيوهڻ ويا، جتان سوائي نيبو مل اتمچند حيدرآباد ويو (ڏسو ٻاگو ٻهريون، صفحو 165) ڪي ٽارو شاهه ۾ رهيا. ميرن جي صاحبيءَ ۾ ديوان عيدن مل هنگورانيءَ هاٿوڪو پڏعيدن جو ڳوٺ ٻڌايو، ته ڪي ڀڳت ٽارو شاهه مان لڏي، اتي وڃي رهيا، جنهن ڳالهه کي ڏيڍ سئو کن ورهيه ٿيا. هنن ڀڳتن ۾ هڪ مهاپرش پيدا ٿيو، جنهن جو نالو سوائي ڪيولرام هو، ۽ سڄي عمر جتي ستي ٿي رهيو. سندس آستان اڄ تائين پڏعيدن جي ڀڳتن جي محلي جي وچ ۾ آهي، جنهن ۾ سندس چاکڙيون رکيل آهن ۽ سڀ ڀڳت انهن چاکڙين اڳيان متو ٽيڪيندا آهن. ڀرين ۾ جيڪي ڪيولراماڻي آهن، سي انهيءَ سوائي ڪيولرام جي نالي پٺيان سڏجن ٿا، جيتوڻيڪ سندس چيلي جو اولاد آهن. سوائي ڪيولرام وڏي ڪرامت جو صاحب هو. ڪائنس پوءِ ڀڳتن ۾ ٻيا به ڪي مهاپرش ٿيا جهڙوڪ ڀڳت ڪشنداس، ڀڳت موربو مل ۽ ڀڳت ڄيرامداس. ڀڳت ڪشنداس جي ڪوٺي ڳوٺ نقر تعلقي سڪرنڊ ۾ هوندي هئي. سندس ڪٺ اڄ تائين اتي آهي ۽

ڪيترا اُن کي متو ٽيڪيندا آهن. ڀڳت ڪشنداس ۽ ڀڳت موريو مل ڪرامت جا صاحب هئا، ۽ شهر جا ماڻهو عزت وچان کين ''ڀڳت صاحب'' سڏيندا هئا.

اڳي سڀ ڀڳت اڪثر واپار ڪندا هئا، ۽ پڊعيدن جا سڀ ديوان، ڀمياڻي ۽ ڪرناڻي، اڪثر زميني زمينداري ڪندا هئا، ۽ ڪي ٽيڪا ڪٽندا هئا. ڪيترائي انگريزي ڪونه ڄاڻندا هئا. سن 1916-1917ع تائين پڊعيدن ۾ رڳو هڪڙو گرئجوئيٽ پروفيسر مولچند شڪرامداس ڀمياڻي هو. پوءِ منجهن علم لاءِ چاهه وڌيو ته هن وقت پڊعيدن جهڙي ننڍڙي ڳوٺ ۾ ٽيهه کن گرئجوئيٽ آهن، جن مان ڀڳتن ۾ ڏهه کن گرئجويٽ آهن. هينئر پڙهي پيا آهن، ته چڱن عهدن تي وڃي رسيا آهن، ۽ ڪي وڪيل آهن. هيءَ ڀڳت سڀ ڪنهن شيءِ ڪارج مهل مهاديو جو روٽ ڪندا آهن، جو سورج ونسي ڳهراڻي وارا مهاديو جا پوڄاري هئا. خود راماڻن مهاديو جي استتيءَ سان شروع ٿئي ٿو. هيءَ ترپتا جڳ واري جهوني رسم وٽن اڄ تائين هلي اچي.

## ڀڳواناڻي:

نک ''ڪڪڙيجا''. انبواڻي، ڪيسواڻي ۽ مولچنداڻي به ساڳيءَ نک جا آهن. اهي سڀ اروڙونسي آهن. (ڏسو ٻيو ڀاڱو ڀهريون، صفحو 129 کان 135 تائين) چون ٿا ته ڪنهن لڙائي ڪندي سنڌن وڏن جو باروت کپي ويو، ته ان جي بدران ڪڪڙو ڪم آندائون، تنهن ڪري سنڌن پويان ''ڪڪڙيجا''. يعني ڪڪڙي وارن (ڪڪڙي ڪم آڻيندڙن) جو اولاد سڏجڻ ۾ آيا. ڀڳواناڻي خيرپور مير صاحب واريءَ ۾ رهن ٿا. منجهائن ديوان مولرام سٽي ماجسٽريٽ ۽ ڪي ٻيا بزرگ ٿي گذريا آهن. سنڌن هڪ شاخ وارا ''ڇينواڻي'' سڏجن ٿا، ''ڏسو ڇينواڻي''.

## پوڄواڻي:

نک ''جسوجا''. هي ڪراچيءَ جا سيٺيون اصل اروڙونسي آهن، جي 711ع ۾ عربن جي ڪاهه وقت اروڙ (الور) تعلقي روهڙيءَ مان لڏي پنجاب ڏي ويا. جتان پوءِ موٽي سنڌ ۾ آيا (ڏسو ٻيو ڀاڱو ڀهريون، صفحو 129 کان

135) هيءَ اصل پنهنجي وڏي ڏاڏي سيٺ ساجن مل گبرداس مل ولد سيٺ رنگومل جي نالي پٺيان "ساجناڻي" سڏبا هئا. سيٺ ساجن مل جو پٽ سيٺ نانڪداس هو، تنهنجي مربي پٽ سيٺ ڀوڄومل جي نالي پٺيان پوءِ پاڻ کي "ڀوڄواڻي" ڪوٺائڻ لڳا. آکهه جو اڳيون نالو ڪراچيءَ ۾ اچڻ کانپوءِ ڦيرايائون.

## ڪاهري:

سيٺ ساجن مل، ذات جو لهاڻو، ڪاهريءَ نالي شهر ۾ رهندو هو، جو هن وقت هڪ ننڍڙو ڳوٺ، دادوءَ طرف خدا آباد جي ويجهو، پيپان اسٽيشن کان ٻه ڪوهه ڪن پري آهي. اهو پاسو اڳي "سامتاڻي پرڳڻو" سڏبو هو، جنهن ۾ چنا ۽ پنهور ذاتين جا مسلمان زور هوندا هئا. سيٺ ساجن مل جي وقت ۾ ڪاهري هڪ وڏو شهر هو، ۽ سڄي پرڳڻي جي گاديءَ جو هنڌ هو. اتي هي سيٺ هڪ ناميارو زميندار ۽ وڏو واپاري هو. سندس پٽ سيٺ نانڪداس اتي وڏيڪ زمين خريد ڪئي، ۽ اباڻي ڌنڌي کي به زور وتائي ڪيترن هنڌ پنهنجون ڪوٺيون کوليائين.

## کارڪ بندر ۽ ڪراچي:

سيٺ نانڪرام به گهر پرڻيو هو. پهرين گهر مان سيٺ ڀوڄومل 1709ع ۾ ڄائس. ٻئي گهر مان ٽي پٽ ڪيولرام، هيمراج ۽ ڀاڳچند هئس. سيٺ ڀوڄومل ڄائو ننپنو ڪاهريءَ ۾ هو؛ پر سيوهڻ ۾ پنهنجي پتا جي ڪوٺيءَ تي ڪم ڪندو هو. سن 1725ع ۾، اجا سورهن ورهين جي ڄمار جو هو، ته ماتيجي ماءُ سان اڻبڻت ٿيس، پوءِ ڌار ٿي، هاٺوڪي ڪراچيءَ طرف، پنهنجي روءِ سوءِ وڻج واپار ڪرڻ لڳو. ان وقت ڪراچي هڪ مهاڻن جو ڳوٺڙو هو، ۽ هندو واپاري ڏهه ڪوهه ڪن پريان "کارڪ" نالي بندر ۾ رهندا هئا؛ ۽ سمنڊ جي رستي ايراني نار، پوربندر، ملبار وغيره سان واپار ڪندا هئا. سيٺ ڀوڄومل هتي اچڻ کان سگهوئي پوءِ پنهنجون ڪوٺيون سونمياڻي، گوادر، لس ٻيلي ۽ مسقط ۾ کوليون. پوءِ شاهه بندر ۽ لاڙي بندر ۾ به ڪوٺيون کوليون. سورت، پوربندر ۽ ملبار سان وڻج واپار ڪرڻ لڳو.

سن 1728ع ڌاري کارڪ بندر وٽان سمنڊ پنهنجو رخ ڦيريو. بندر تائين ڏنگيون اچي وڃي نٿي سگهيون، تنهن ڪري سيٺ ڀوڄومل ۽ ٻين واپارين ھاٺوڪي ڪراچيءَ جو اهو ڀاڱو اچي وسايو هو. هن وقت "اولڊ ٽائون" يعني جهونو شهر سڏجي ٿو. ڪراچيءَ جو شهر پوءِ ڪئن وڌيڪ وسيو سي حقيقتون اڳتي ڄاڻايون ويون آهن. (ڏسو صفحو 107)

ڪراچيءَ جو شهر وسڻ شروع ٿيو. تنهن کان سگهوئي پوءِ شاهه بندر وٽان بہ سمنڊ رخ ڦيريو. بندر وٽ ايترو رڙ يا لٽ چڙهيو، جو ڏنگيون ۽ جهاز بندر تائين وڃي نٿي سگهيا، تنهن ڪري اتي جا واپاري بہ ڪراچيءَ ۾ وڃي رهيا. ائين آدم ٿورو وڌيو، تہ هيءُ نئون پڌل شهر ڪلهوڙن پنهنجي تابعي ڪيو، جو ان وقت سنڌ ۾ بسندن صاحبي هئي. ننگر ٺٽي ۾ ڪلهوڙن جي پاران هڪ نواب حڪومت ڪندو هو، جنهن بجار خان نالي هڪ جوکيو پاڻ وٽ مقرر ڪيو هو. انهن جوکين کي "ڄام" جو لقب مليل هو. ڪراچيءَ لاءِ بہ هڪ جوکيو مقرر ٿيو، جنهن جو نالو ڄام دريا خان هو. ڀوڄوائي سيٺيون ۽ ٻيا هندو جن پهريائين ڪراچي وسائي، سي ڄام دريا خان جوکئي سان رس رهائي هلندا هئا، ۽ هو اوکي سوکيءَ ۾ سندن واهرو ٿيندو هو. ڄام جي ڏي هوندي بہ پنهنجي عزت، جان ۽ مال ملڪيت جي بچاءَ لاءِ پنهنجي نئين پڌل شهر جي چوڌاري هڪ ڪچ سرو ڪوٽ اڏاياٿون. ڪوٽ جي ڪنڊن وٽ ٺلهہ ٺاهيائون، ۽ مسقط مان توفون گهرائي، انهن ٺلهن تي رکيائون، باروت بہ پاڻ وٽ گهڻو موجود رکيائون. انهيءَ ڪوٽ ٺهڻ کان پوءِ هيءُ شهر "ڪلاچي ڪوٽ" سڏبو هو.

سن 1783ع ڌاري قلات جي خان جو نائي ميان عبدالنبي ڪلهوڙي کي مدد ڏيندي مارجي ويو، تہ انهيءَ خون جي عيوض ميان عبدالنبيءَ ڪراچيءَ جو شهر قلات جي خان کي ڏيئي ڇڏيو.ان وقت کان وٺي ڀوڄوائي سيٺيون ۽ ٻيا هندو خراسان سان وڻج واپار ڪرڻ لڳا. (ڏسو صفحو 108)

## سيوهڻ ۾ ڦرلٽ:

1725ع ۾ سيٺ ڀوڄومل پنهنجي پيءُ جي سيوهڻ واري ڪوٺيءَ سان واسطو ٽوڙي، ڪراچيءَ طرف ويو. تہ سندس ماٽيجو ڀاءُ سيٺ کيونرام

سيوهڻ واري ڪوٺيءَ جو ڪم سنڀالڻ لڳو. پنهنجو ڏنڌو ايتري قدر تہ وڌايائين، جو سندس چار سؤ کن گماشتا جدا جدا شهرن ۾ سندس ڪوٺيون هلائيندا هئا؛ پر پوءِ قسمت ڦيرو کاڌس. سن 1752ع ڌاري ڪلهوڙن ۽ ميرن جي وچ ۾ هالاڻيءَ ۾ لڙائي لڳي، جنهن ۾ ميرن کٽيو. ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي هار ٿي، تہ قندار جي حاڪم وٽان هڪ وڏو لشڪر مدد خان پٺاڻ جي مهنداريءَ هيٺ وٺي آيو. لشڪر جو خرچ پيري ڪين سگهيو، تہ پٺاڻن سنڌ ۾ ڦرلٽ ڪئي. سيوهڻ ۾ اهي پٺاڻ سيٺ ڪيولرام جي گهر ۾ گهڙي پيا، ۽ سندس سمورو ڌن ڪٽي ويا. انهيءَ ڦرلٽ مهل سيٺ ڪيولرام پنهنجيءَ جان بچائڻ سانگي سيوهڻ وارين ڪرين ڏانهن ڀڄي ويو، جتي جهولي جي جهڙپ اچي ويس ۽ لوڪ پڌاريو.

سيٺ ڪيولرام کان پوءِ پاڻس سيٺ هيمراج ڪاروبار هلائڻ لڳو. سيوهڻ واري سموري ملڪيت ڦرجي ويئي هين؛ باقي سندن چئن سون ڪوٺين تي گماشتن وٽ جهجهو ئي ناڻو هو. ناڻو وٺي پنهنجو ڌنڌو وري وڏي پيماني تي ڪرڻ لڳو ۽ اڳرو ٿي پيو.

## براهمڻن جو بچاءُ:

سن 1738ع ۾ نادرشاهہ بادشاهہ دهليءَ تي ڪاهہ ڪري، مغلن جو زور ڀڳو، ۽ دهليءَ، مترا ۽ لاهور ۾ ڦرلٽ ڪري، ڪابل ڏي موٽي ويو. ساڻس گڏ قلات جو خان نصير خان هو، جنهن لشڪر مترا جا ڪيترا براهمڻ ۽ براهمڻيون بہ قيد ڪيون هيون. انهن براهمڻن قيدين کي ملتان ۽ شڪارپور واريءَ واٽ کان قلات ڏي وٺي ٿي ويا، تہ سنڌ ۾ ڪيترن کي هن ڳالهہ جي سڌ پيئي. سيٺ پوجو مل جي ننڍي ڀاءُ سيٺ ڪيولرام جي ڌرمپتنيءَ شريمتي تخت ٻائيءَ کي براهمڻن ۽ براهمڻين جو قياس پيو. ان وقت سيٺ ڪيولرام جون ڪوٺيون شڪارپور ۽ ان جي پرپان قلات جي حد ۾ هيون. انهن ڪوٺين تي جيڪي سندن گماشتا هئا، تن کي لکائي موڪليائين، تہ پئسا ڏيئي، انهن براهمڻن ۽ براهمڻين کي ڇڏايو. انهن گماشتن هر هڪ براهمڻ ۽ براهمڻيءَ لاءِ هڪ سؤ کان اڍائي سؤ رپين تائين روڪ ناڻو ڏيئي، ڪين آزاد ڪرايو: شريمتيءَ تخت ٻائيءَ پوءِ ڪين سيڌو پاڌو ۽ راهہ

خرچ ڏياري، مٿرا ڏي موتائي موڪليو ۽ ائين انهن براهمڻن جو بچاءُ ڪري پاڻ کي پنجہ جو پاڳي ڪيائين. ڪلهوڙن کانپوءِ ميرن جي صاحبي ٿي، تہ ان وقت بہ پوچوائين واهہ جي سخاوت ڪئي!

## پوچوائين جي سخاوت:

سنہ 1811-1812ع ۾ ڪڇ علائقي، ڪاٺياواڙ ۽ راجپوتانا ۾ سخت ڏڪار پيو. ڪي مسڪين پنهنجا ٻچا وڪڻي، انهن جي عيوض اِن وٺڻ لڳا! ان وقت پوچوائي سيٺين جون ڪوٺيون ڪڇ علائقي ۽ هالا پرانت ۾ هيون. سندن گماشتن ان ڏيئي، اٺ ڏهہ ٻار خريد ڪيا؛ ۽ اهي ڪراچيءَ ۾ هنن سيٺين کي موڪليائون: سيٺين انهن ايهمن کي پاڻ وٽ پالي وڏو ڪيو ۽ جڏهن اهي ڪٽڻ ڪمائڻ جهڙا ٿيا تڏهن ڪين راهہ خرچ ڏيئي روانو ڪيائون.

انهيءَ ڏڪار وقت ڪيترا ڏڪار جا ماريل ڪڇ ۽ راجپوتانا کان سنڌ ۾ آيا. نئين تعلقي نوشهري فيروز جا "ٺهلياڻي" ۽ رتينديري طرف جا "ڇٽسبنگاڻي" بہ انهيءَ ڏڪار سبب جيسمير (جيسلمير) مان سنڌ ۾ آيا هئا. سنڌ ۾ آدم وڌيو تہ ان جا اگهہ چوٽ چڙهي ويا. جوئر، نانگلي گجرون ۽ ٻيا سادا ان بہ ملڻ مشڪل ٿي پيا. پوچوائي سيٺين وٽ ان جا پاندا پريل هئا، تن پنهنجن ماڻهن کي حڪم ڏنو، تہ جيڪو بہ هندو توڙي مسلمان اَن لاءِ اچي تنهن کي ڏهاڙي هڪ سير ان بنا پئسن ڏيو. ڪن هوند وارن کي پئسن تي بہ ڪٿان ان ڪونہ ٿي مليو، سي رات جي وڳڙي ۾ منهن ڍڪي ان وٺڻ لاءِ سيٺين جي در تي ٿي ويا، پر لڄ پئي آين. سيٺين حڪم ڪيو تہ رات جو پاندن ۾ جيڪي ڏٺا ٻرن تا سي سڀ گل ڪري ڇڏيو، تہ اوندهہ ۾ ماڻهو بنا حجاب ان وٺڻ اچن. ڪي ٻيا ۽ بيمار ان وٺڻ لاءِ سيٺين وٽ وڃي نٿي سگهيا، تن کي هڪ مهيني جو سيڌو هنن درياهہ دل سيٺين گهر ويٺي موڪليو. اهو ڏڪار ست اٺ مهينا سانڍهہ هليو ۽ اهو سڀ وقت پوچوائي سيٺين جي اها سخاوت هلندي آئي!

هھڙا ڪم پئسي سان ٿين ٿا. پوچوائين کي پئسي جو زور ڪيترو قدر هو، سا حقيقت بہ سيٺ نائون مل واري احوال ۾ ڄاڻايل آهي جنهنجو مختصر طرح ذڪر ڪجي ٿو.

**پئسي جو زور:**

سيٺ پوچو مل نانڪداس جي آکهہ وارا گڏيل ڪٽنب جا ڀاتي هئا. سنہ 1782ع ڌاري سيٺ پوچو مل گذاري ويو. ڪانئس پوءِ بہ سندس پٽ گڏيل ڪٽنب جا ڀاتي ٿي رهيا. پنهنجي ڏنڌي ڪي زور وٺائي ساڄا ٿي پيا، ۽ خرچ بہ وڌا ٿي هئن. گماشتن جي پگهارن سوڌو سندن ساليانو خرچ چاليهہ هزار ڪن رپيا هوندو هو. سنہ 1816-1817ع ۾ سيٺ پوچو مل جي گهر واري شريمتي پاربي ٻائيءَ چالاڻو ڪيو، تنهن کان پوءِ هي ڀائر ڌار ٿيا.

سيٺ پوچو مل پنهنجي جيئري پنهنجي هڪ گدام جي زمين ورائي، ان ۾ پنهنجو ڏن پوريو هو. پنج سو ڪن مڻ گگڙ جا ڪاڙهائي، انهيءَ زمين مٿان ڇٽڪارائي ڇڏيا هئائين ۽ ڏمڪ هٽائي زمين ڏادي ڪرائي ڇڏي هئائين.

سندس پٽن جنهن وقت اهو پوريل ڏن ٿي ڪڍايو، تنهن وقت تائين زمين اهڙي ڏادي ٿي ويئي هئي، جو ويهن مزورن کي زمين کوٽڻ ۾ مهينو ڪن لڳي ويو! آخر اندران پنج ڇهہ مٽ ايڏا وڏا نڪتا جو هر هڪ مٽ ۾ جيڪر ٽي مڻ ڪن ڳڙ جا ماپي سگهن. انهن مٽن ۾ چانديءَ جا جهونا سڪا، سونيون مهرون ۽ سيتاراميون هيون.• سيٺ پوچو مل جي پٽن اڪيچار مايا ۽ ٻي سموري ملڪيت پورا چار حصا ڪري، پاڻ ۾ ورهائي ڪنئين ۽ ڏنڊو بہ ڏارپار ڪرڻ لڳا. سيٺ پوچو مل جي مسقط ۾ هڪ جبري ڪوٺي هئي. سا پوءِ بہ هنن ڀائرن جي گڏيل ملڪيت ٿي رهي. هڪ يورپي جهاز انهيءَ ڪوٺيءَ جي گڏيل ملڪيت هو جو چٽنا ۽ جاوا جي وچ ۾ هلندو هو، ۽

---

• ميرن جي صاحبيءَ ۾ چانديءَ جا ڪورا رپيا چالو هوندا هئا، ۽ هر هڪ ڪوري رپئي جو ملهہ ڏهہ آنا هوندو هو. ٻيا ايراني سڪا هوند اهئا جي مشهد (تبريز) جي ضربخاني ۾ ٺهندا هئا، تنهن ڪري "مهيدي سڪا" سڏبا هئا، ۽ انهن جو ملهہ وڌيڪ هوندو هو. اهي سنڌ ۾ شڪارپورين چالو ڪيا هئا، جو خراسان ۽ ٻين پاسي ولج واپار ۾ اهي سڪا عام طرح ڪم ايندا هئا. پنجاب ۾ سکن جي صاحبي ٿي، تہ مهاراجا رنجيت سنگهہ پنهنجا سڪا چالو ڪيا، جي دسمان پاتشاهہ سري گرو گوبند سنگهہ جي نالي پٺيان "گوبندي" سڪا سڏبا هئا. پنجاب کان جيڪي آکهيون سنڌ ۾ آيون، تن اهي سڪا اتان آندا ۽ پوءِ سنڌ ۾ ايتري قدر چالو ٿيا جو خود ميرن جي خزاني ۾ " گوبندي" سڪا هوندا هئا. انهن کان سواءِ سيتاراميون هونديون هيون جي سوني پتيلن جي نموني هونديون هيون ۽ سڪا ٿي ڪم اينديون هيون، انهن تي سيتاماتا ۽ سري رامچندر جون شڪليون نڪتل هونديون هيون، تنهنڪري "سيتارامبون" سڏبيون هيون. جيئن ڪجهہ وقت اسان جون زالون گنين جا هار پائينديون هيون. اهو رواج اڄ تائين ڏکڻ هندستان جي زالن ۾ آهي.

وقتي بمبئي ۽ ملبار ڪناري ڪان به مال آڻيندو ۽ نيندو هو، هنيءَ حقيقتون ڏيکارين ٿيون، ته سيٺ پوڇو مل وٽ اڪيچار مايا هئي، ويتر سندس پٽن وڏي پيماني تي واپار پئي ڪيو جنهن ڪري پئسي جو زور گهڻو هوَن. ملڪ ۾ ڪيتري قدر هلندي هين، تن ڳالهين جا به وڏا بيان آهن، جي هتي ٿورن لفظن ۾ ڄاڻائجن ٿا، جو انهن ڳالهين جو سنڌ جي تاريخ سان واسطو آهي.—

## ميرن سان ڇڪري:

سنڌ ۾ ڪلهوڙن ڪان پوءِ ميرن جي صاحبي ٿي، ته پوڇواڻي سيٺين ميرن سان رستو رکيو؛ پر ڪراچيءَ جو شهر اڃا قلات جي خان جي هٿ ۾ هو تنهنڪري وڌيڪ رستو خان سان هوَن. خان جي پاران جيڪو نواب ڪراچيءَ لاءِ مقرر ٿيندو هو، سو جيڪڏهن ڪنهن وقت ڪا بيجا هلت هلندو هو، ته پوڇواڻي سيٺيون قلات جي خان کي رپورٽ ڪري، انهي نواب کي موقوف ڪرائي ڇڏيندا هئا. ائين چئڻ ته ڪراچيءَ جا والي پاڻ هئا، ۽ نواب به سندن ڏار تي هلندو هو.

سنه 1792-1793ع ۾ مير فتح علي خان ٽالپر ڪراچي جي شهر هٿ ڪرڻ لاءِ پندرهن هزار بروچ هٿيارن پنوهارن سان موڪليا. انهيءَ سال قلات جي خان جي پاران ڪراچيءَ ۾ جيڪو نواب مقرر ٿيل هو، تنهن وٽ نڪو پورو لشڪر نڪو پورو باروت هو. سيٺ درياهه ڏني مل ۽ سيٺ ٻلرامداس هلنديءَ وارا مڙس هئا، تن جهجهوئي لشڪر ڪنو ڪيو ۽پنهنجا باروت جا پاندا کولي پنهنجي لشڪر کي ڏنائون. آخر ميرن جي لشڪر کي شهه ڏيئي ڇڏيائون. ميرن پوءِ ٻيو گهمرو پنهنجو لشڪر موڪليو، ته پوڇواڻي سيٺين مڙسي ڪري، کين پڇائي ڪڍيو.

سنه 1794ع ۾ ميرن ٽيون گهمرو هيڪاري وڏو لشڪر موڪليو. قلات جي خان جي پاران جيڪو نواب ڪراچيءَ لاءِ مقرر ٿيل هو، تنهن ڏٺو ته هاڻ منهنجي پچڻ جي جاءِ ڪانهي، سو پنوچواڻي سيٺين کي چيائين ته مونکي ڪي ماڻهو ڏيو ته مونکي قلات ۾ سلامت پهچائي اچن. سيٺ درياهه ڏني مل پنهنجا ماڻهو ڏيئي، قلات روانو ڪيس. قلات جي خان کي لکي موڪليائين ته اسين واپاري ماڻهو آهيون، تنهن هوندي به لشڪر ۽ باروت جي

مدد ڏيئي اسان کي گهمرا ڪراچيءَ جو شهر بچايو آهي. هاڻ اوهين پنهنجي شهر بچائڻ جو پاڻيهي بندوبست ڪريو. قلات جي خان لکي موڪليس ته "اسين لڙائيءِ لاءِ تيار نه آهيون. هينئر به جيڪڏهن اوهين پاڻيهي ڪراچيءَ جو شهر بچائي سگهو ته بهتر، نه ته توهان تي ميار ڪانهي.

## ڪراچيءَ جا والي پوچوائي:

ميرن کي سڌ پئي ته قلات جي خان کي ڪراچيءَ جي بچائڻ جي سمر تي ڪانهي، ۽ اڳي به گهمرا پوچوائي سيٺين اسانجي ... ڪر کي هٿايو هو. انهي سبب مير ڪرم علي خان سيٺ درياهه ڏني مل کي ڏوراپي طور لکيو ته:

"اسين هڪٻئي جا جهونا دوست آهيون ۽ ساڳيءَ سنڌ ۾ رهون ٿا. قلات جو خان ڌاريو ماڻهو آهي، تنهن کي مدد ڪرڻ اوهان لاءِ واجب نه آهي" سيٺ درياهه ڏني مل ڏنو ته قلات جي خان وٽان لشڪر ۽ باروت جي ڪابه مدد ڪانه ٿي ملي، ۽ اسين جي ميرن سان لڙنداسين ته پنهنجي ڏنڊي ڌاريءَ ڏي ڏيان ڏيئي ڪين سگهنداسين، تنهنڪري مير ڪرم علي خان کي لکي موڪليائون ته "اسين برابر پاڻ ۾ دوست آهيون؛ پر ڪراچيءَ جو شهر اوهانکي انهي شرط تي ڏينداسين ته توهانجي لشڪر جو ڪوبه ماڻهو شهر ۾ اندر نه گهڙندو ۽ ڪراچي لاءِ جيڪو به نواب مقرر ڪندو، سو اسانجي صلاح تي هلندو، ۽ رعيت کي نه آزاريندو. مير ڪرم علي خان اهي شرط قبوليا، ۽ لکيائينس، ته اسانجي پاران جيڪو نواب ڪراچيءَ ۾ مقرر ٿيندو، سو سيٺين جي ڳالهه ۾ اوهانجي صلاح مصلحت موجب هلندو، ۽ اوهانکي ڪراچيءَ جو والي ڪري سمجهندو." سيٺ درياهه ڏنو مل کي اها خاطري ملي، تنهن کان پوءِ ڪراچيءَ جوشهر ميرن کي مليو. (ڏسو پاڱو پهريون، صفحو 222)

## پوچوائين سان رعايتون:

ڪراچيءَ جو شهر ميرن کي مليو ته مير گهڻو خوش ٿيا. پوچوائي سيٺين کي ڪراچي جو والي ڪري ٿي سمجهيائون تنهن ڪري حڪم

ڪيائون، ته ڪراچيءَ جي شهر مان جيڪا به سرڪاري ڍل اُگهڙي، تنهنجو حصو پوڄوائي سيٺين کي ملي. اِئين هنن سيٺين جو وڏو مان ٿيو. پر سيٺ درياهه ڏني مل پنهنجي شهر جي ڍل مان حصو وٺڻ واجب نه سمجهيو. انهيءَ تي مير فتح علي خان فرمان جاري ڪيو ته هنن سيٺين وٽان جيڪا "ايڪسائيز ڊيوٽي" وصول ڪرڻي پوي تنهنجو ٽيون حصو کين معاف ٿئي، سندن باغن باغيچن جي ڍلِ وٺڻ ۾ نه اچي ۽پنهنجي ٻني، مان خود ڪشيدي شراب ڪيڏائڻ جو جيڪو حق اڳيئي اٿن، سو ڀلي ته آئينديءَ به کين هجي، ميرن پوءِ حيدرآباد ۾ کين پاڻ وٽ گهرايو ۽ جهجهي عزت ڏنائونس، ۽ڪيترين سوغاتون به ڏنائونس.

## سيٺ هوتچند سان زبردستي:

سنه 1811-1812ع ۾ مير غلام عليءَ وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ مير ڪرم علي ۽ مير مرادِ علي گاديءَ تي ويٺا. مير ڪرم علي ۽ سيٺ درياهه ڏنو مل پاڻ ۾ گهرا دوست هئا ۽ هڪٻئي کي سوغاتون پيا موڪليندا هئا، پر مير مراد عليءَ کي اها ڳالهه دل ڪري نه پئي آئڙي. (ڏسو سيٺ نائون مل جو احوال صفحو 48) پنهنجي صاحبيءَ ۾ مير مراد عليءَ پوڄوائين کي رنج ٿيڻ لاءِ سبب ڏنو ته هنن ميرن جي صاحبي جي پڇاڙي ڪرائي ڇڏي.

اها حقيقت هِن طرح آهي تہ سنه 1832ع ۾ نصرپور جو هڪ هندو ڇوڪرو ڪراچيءَ جي ڪنهن واڄهي (هندو ماستر) وٽ پڙهندو هو. هڪ ڏينهن واڄهي جي سختيءَ ڪري اهو ڇوڪر گهران ڀڄي هڪ مسجد وٽ وڃي ويٺو. ڪن مسلمانن مسجد ۾ اندر وڃڻ لاءِ زور ڪيس، ۽ پوءِ اتي بند ڪري ڇڏيائونس. سندن انهي هلتِ تان ڪراچيءَ جي هندن سخت اعتراض وٺي هٿ تاڙ ڪئي، تہ مسلمانن کي روزمره جي گهرج جون شيون انهي ڏينهن ملي ڪين سگهيون. ٻئي ڏينهن نورل شاهه نالي هڪ سيد هندن کي گاريون ڏيندو پوڄوائين جي محلي وٽان لنگهيو. سيٺ نائون مل پوڄوائيءَ جي ننڍي ڀاءُ سيٺ پرسرام گارگند ڪرڻ کان روڪيس ته هن شهر ۾ اِئين وڃي هلايو. ته سيٺ پرسرام مونکي ۽ نبي سڳوري صلعم کي گهٽ وڌ ڳالهايو آهي، ۽ قرآن شريف سندن اڳيان جهلي سندن مدد گهريائين.

ائين نہ رڳو ڪراچيءَ ۾، پر ٺٽي، شاهہ بندر، حيدرآباد، متياري ۽ هالن ۾ ڪيترن مسلمانن کي پڙڪاياٿين، تہ منجهن جوش جاڳيو، ۽ ڳالهہ مان ڳالهوڙو ٿي پيو.

ڪيترن مسلمانن مير مراد عليءَ تي زور آندو، تہ سيٺ پرسرام کي حيدرآباد ۾ گهرايو. سيٺ هوتچند کي مير صاحب لکي موڪليو تہ پنهنجي پٽ سيٺ پرسرام کي اسان وٽ موڪليو. وري پيو فرمان موڪليائينس تہ جيڪڏهن سيٺ پرسرام ڪراچي ۾ نہ هجي تہ توهين پاڻ اچي حاضر ٿيو. سيٺ پرسرام سنڌ جا وڻ ڇڏي، جيسلمير هليو ويو هو. سندس بدران سيٺ هوتچند ٻہ هزار ڪن هندو ساڻ وٺي حيدرآباد ويو تہ ڪيترا مسلمان اچي چڙيا. مير مراد علي خان حيدرآباد ۾ ڪوبہ گوڙ ڪرڻ نہ ڏنن. سيدن کي چوائي موڪليائين تہ هن ڳالهہ جي فيصلي جو بار نصرپور جي پير صاحب تي وجهجي ٿو، ۽ اتي جيڪي وٺيو سو وڃي ڪريو. سڀ مسلمان پوءِ نصرپور ويا.

مير مراد عليءَ جي پاران سيد ذوالفقار شاهہ ۽ علي شاهہ ساٿن گڏ ويا، جي خانگي طرح بہ مسلمانن سان پٽ هئا. جيڪي هندو سيٺ هوتچند ساڻ نصرپور ويا، تن تي مسلمان ڪاهي پيا ۽ سندن وچان سيٺ هوتچند کي زبردستيءَ ڪٽي حيدرآباد هليا ويا. جتان پيڙيءَ جي رستي اول ٺٽي ۽ پوءِ شاهہ بندر طرف ڳوٺ ٻگائي ۾ وٺي ويس ۽ منلو شاهہ جي گهر ۾ وڃي رهاياٿونس جو نورل شاهہ جو مائٽ هو. سيٺ هوتچند کي اتي زوريءَ مسلمان ٿي ڪيائون، پر سندس چمار پنجاهہ ورهين کان ٻاهر هئي ۽ شريعت موجب ايڏي چمار واري جي طهر ڪرڻ روا نہ آهي، تنهن ڪري سنتون سنتڻ لڳا تہ پيو ڪهڙو اپاءُ ڪجي. سيٺ هوتچند کي پنهنجو رذل ڪاڏو پنهنجي ٿالهي مان ٿي کارايائون، پر هن نابري واري، ۽ ڏهہ ٻارهہ ڏينهن سانده ٻگڙن داڻا ڪائي پاڻيءَ جهلو پئي ڪيائين.

سيٺ هوتچند ڪراچيءَ ۾ وڏيءَ هلنديءَ وارو هو ۽ سنڌ جي هندن جو هڪ اڳواڻ هو (ڏسو سيٺ لاٿون مل جو احوال، صفحو 11). هيڏي وڏي ماڻهوءَ سان ههڙي زبردستي ٿي تہ سڄيءَ سنڌ ۾ رڙ پئجي ويئي. ڪيچ

۽ جيسلمير جي راجائن بہ افسوس ظاهر ڪيو تہ مير مراد علي خان جيڪو قدم کنيو هو تنهن لاءِ پاڻ پڇتائڻ لڳو.

يڪدم ٺٽي جي نواب کي لکي سيٺ هوتچند کي حيدرآباد ۾ گهرائي ورتائين، ۽ چيائينس تہ هاڻ جيڏانهن اوهان جي مرضي پوي تيڏانهن هليا وڃو. هو پوءِ لڪ چپ ۾ لکپت هليو ويو، جتي سندس ڪوٺي هئي. اتي ساڻس ڏاڍي همدردي ٿي، جنهن ڪري ڪنهن بہ سندس وار جو نالو نہ ورتو.

## پوڄواڻين جي انگريزن کي مدد:

سيٺ هوتچند سان هئن زبردستي ٿي تہ پٽس سيٺ نائون مل کي ميرن ۾ اهڙيون باهيون هيون، جو سندن صاحبيءَ جي حاتمي ڪرڻ جون واتون ڳولڻ لڳو. ڪرنل پاتنجز (1789-1856) جو "سر" جي خطاب ملڻ ڪري، سر هينري پاتنجر سڏبو هو، سو 1825ع ۾ ڪڇ جو ريزيڊنٽ مقرر ٿيو هو، ۽ پوءِ ڪجهہ وقت سنڌ ۾ پوليٽيڪل ايجنٽ هو. سن 1832ع ۾ حيدرآباد ۾ ميرن سان عهد نامو ڪرڻ آيو تہ انگريزن جا واپاري جهاز سنڌونديءَ مان لنگهن. ان وقت سيٺ نائون مل جي ساڻس واقفيت ٿي ۽ پوءِ پاڻ ۾ اهڙو رستو ٿين، جو هڪٻئي کي خط پٽ لکندا هئا. جيڪي بہ يورپي پوءِ سنڌ ۾ ايندا هئا، سي سرهينري پاتنجر ڄڃي چوڻ تي هر ڪا مدد سيٺ نائون مل کان وٺندا هئا، ۽ وقتي سندس مهمان ٿي سندس اوطاق ۾ وڃي رهندا هئا.

سن 1836ع کان 1842ع تائين هندستان جو وائسراءِ لارڊ آڪلنڊ هو. سندس وقت ۾ دوست محمد خان ڪابل جو حاڪم هو. لارڊ آڪلنڊ دوست محمد خان کي تخت تان لاهي شاهہ شجاع کي تخت تي وهارڻ لاءِ لشڪر سنيرايو. اهو لشڪر سنڌ مان شڪارپور جي رستي ڪابل ويٺو هو (ڏسو صفحو 109 ۽ 123) لشڪر لاءِ سيڌو سامان ۽ وهٽ کپندا هئا. سيٺ نائون مل کي سر هينري پاتنجر لکيو تہ لشڪر لاءِ سيڌو: بہ هزار لاڏو اٺ ۽ هڪ هزار کن ڏاند هٿ ڪري ڏيو، سيٺ نائون مل جو ڪراچيءَ جي پسنگرداٽي وارن ڪپترن بروچ سردارن سان رسنو هو. اهي بروچ سردار

خودمختيار ٿي رهندا هئا ۽ سنڌ جي ميرن کي ليکيندا ئي ڪين هئا. اويل سويل پيسو اڌارو کپندو هو تہ سيٺ نائون مل کان وٺندا هئا. انهن ٻروچ سردارن جي معرفت سيٺ نائون مل انگريزن جي لشڪر لاءِ وهٽ هٽ ڪيا، تہ ميرن کي اها ڳالهہ نہ وڻي، پر هن سندن ڪابہ پرواهہ نہ ڪري، بلڪ پنهنجي جان تان آسرو ڪٽي، سموري ڪم جي سرانجامي ڪئي. وهٽ ۽ سيڌو تہ هٽ ڪري ڏنائين، پر پنهنجو ننڍو ڀاءُ سيٺ سڪرامداس بہ ڏنائين جو منڊ کان پيچاڙيءَ تائين لشڪر سان رهيو ۽ لشڪر کي شڪارپور تائين پهچائي پوءِ موٽيو. مطلب تہ انگريزن کي ايتري تہ مدد ڪيائين، جو سر جان ڪين جنهن جي مهنداريءَ هيٺ انگريزن جو لشڪر ڪابل ٿي ويو، تنهن پاڻ قبوليو تہ سيٺ نائون مل جي مدد کانسواءِ شڪارپور طرف لشڪر موڪلڻ ئي مشڪل ٿي پوي ها.

سن 1838ع ۾ انگريزن دوست محمد سان جنگ جو اعلان ڪيو. 1839ع ۾ ڪابل ۽ غزني هٿ ڪيائون، ۽ شاهہ شجاع کي تخت تي وهاريائون. افغانن کي انگريزن جي دست اندازي نہ وڻي، تن وڳوڙ مچايا، پر انگريزن ماري مچاين. انگريزن پوءِ سنڌ هٿ ڪرڻ جو سعيو ڪيو، تہ سيٺ نائون مل انهيءَ ۾ بہ مدد ڪين، جنهن ڪري انگريزن جاگير امداد ڪيس، تن پيڙهين تائين هڪ سئو رپيا پينشن مقرر ڪيس ۽ سي ايس آءِ جو لقب ڏنائونس. سيٺ هوتچند ميرن جي صاحب اڪين سان ويٺي ڏٺي، ۽ تنهن کان پنج ورهيہ پوءِ سن 1848ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

## پوچواڻين جو سلسلو:

سيٺ پوچومل کي چار پٽ درياهہ ڏنو مل، لمنداس، ٺاڪرداس ۽ ٻلرامداس هئا. منجهائن پهريائين سيٺ ٺاڪرداس 1799-1800ع ڌاري چالاڻو ڪيو. پوءِ 1811-1812ع ۾ سيٺ ٻلرامداس، 1820-1821ع سيٺ درياهہ ڏنو مل ۽ 1830-1831ع ۾ سيٺ لمن داس گذاري ويا.

(الف) سيٺ درياهہ ڏنومل کي بہ پٽ موتيرام ۽ اڏير ڏنومل هئا. سيٺ سوبيرام جا پوٽا مسٽر ڪيرترا ۽ مسٽر ڏمن مل، جوهرمل ۽ مسٽر گهنشامداس مينارام اهن.

(ب) سيٺ ليمن داس کي ھڪڙو ئي پٽ سيٺ هوتچند هو، جنهن کي زوريءَ مسلمان ٿي ڪيائون. ڪيس ست پٽ هئا:

(1) سيٺ هوتچند جو پهريون پٽ سيٺ پريتمداس هو، جنهن جو پٽ سيٺ آتمارام (جنم 1827ع) "سنڌ سڀا" جو پريزيڊنٽ هو ۽ 1885ع ۾ گذري ويو.

(2) سيٺ هوتچند جو ٻيو پٽ ناٺون مل هو، جنهن جو پوٽو راءِ بهادر سيٺ آلومل ٽيڪمداس سنڌ جي اوائلي گريجوئيٽن مان هو (ڏسو صفحو 60). ڪيس ٽي پٽ سيٺ حشمتراءِ، سيٺ بولچند ۽ سيٺ ڪندنمل ٿيا، جن مان سيٺ حشمتراءِ، 1906ع ۾ گذاري ويو، باقي ٻه حيات آهن.

(3) ٽيون پٽ سيٺ پرسرام بنا اولاد گذاري ويو.

(4) سيٺ تلسيداس، جنهن جي نسل مان مسٽر جشن مل ٿهلرام.

(5) سيٺ سکرامداس، جنهن کي ٽي پٽ وسرامداس، پريمچند ۽ دولت رام هئا. سيٺ وسرامداس جو هڪڙو پٽ سيٺ منگهارام ۽ ٻيو سيٺ هاسومل هو، جو وليم واٽسن ڪمپنيءَ ۾ وڏي پگهار تي هو. سن 1902ع ڌاري انهي ڪمپنيءَ ڏيوالو ڪڍي ڪراچيءَ جي سپني يورپي فرمن جي پٽ وڃائي هئي.

سيٺ دولترام کي چار پٽ جمعيتراءِ، چئنراءِ، امر ڏنومل ۽ هيمنداس ٿيا. سيٺ جمعيتراءِ جو فرزند سيٺ تولارام ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن ۾ ڪيترن ورهين ڪان آهي. گذريل اٺن ورهين کان چيف آفيسر ٿي رهيو آهي ۽ شهر جي چڱي شيوا ڪري پنهنجو نالو ڪڍيو اٿس. ٻاٽس سيٺ پرتابراءِ B.O.A.C هڪ هوائي جهازن جي ڪمپنيءَ ۾ چڱي عهدي تي آهي: سيٺ چئنراءِ ۽ سيٺ هيمنداس اڃا تائين حيات آهن.

(6) سيٺ هوتچند جو ڇهون پٽ سيٺ گوپالداس هو، جنهن جي نسل مان سيٺ ڀڳتومل هو.

(7) سيٺ هوتچند جو ستون پٽ سيٺ ليکراج هو، جنهنجا پوٽا سيٺ نهالچند، راءِ بهادر سيٺ ليلارام گدومل ۽ ٻيا آهن. سندن سوٽ مسٽر پريداس، ۽ مسٽر جنارڌن لوڪومل وڪيل آهن.

(ب) سيٺ ڀوڄومل جي ٺٽين پٽ سيٺ ٺاڪرداس جي نسل مان "ڀوڄوائي برادرس" صراف آهن. سيٺ ڀوڄومل جا ٻيا پائڙ گهٽو ڪونه وڌيا.

## تخناڻي:

نک "درزي" هي ڀرين جا ديوان آهن هنگورائين جي شاخ آهن. ڏسو "هنگورائي".

## تلسياڻي-1:

نک "ماکيجا". هيءُ اصل اروڙ (الور) تعلقي روهڙيءَ جا وينل، 711ع ۾، عربن جي ڪاهه وقت اروڙ مان لڏي پنجاب ڏي ويا، جتان پوءِ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين ۾ موٽي سنڌ ۾ آيا. ڪيترا "ماکيجا" نک وارا اڄ تائين پنجاب ۾ آهن. (ڏسو ٻاڳو ٻهريون، صفحو 129، "اروڙونسي" ۽ صفحو 239، "ماکيجا").

تلسياڻي آکهه وارا هڪڙا ڀرين ۾ ۽ ٻيا حيدرآباد ۾ آهن، پر هتي جن جو ذڪر ڪجي ٿو سي حيدرآباد کان ڏهه ڪوهه پري سيڪاٽ تعلقي هالن جا وينل آهن.

لاڙڪاڻي جا ايسراڻي، ڀرين جا ماکيجا، ٻتڙگڙين جا مورجاڻي ۽ حيدرآباد جا ميرچنداڻي عامل سنڌن نکڙيا سوٽ آهن.

سنڌ جي ڪيترن ڳوٺن ۾ ڪي سماجڪ رسمون وڏن شهرن کان علحديون آهن. سيڪاٽ ۽ ٻين ڪن ڳوٺن ۾ چگن بڻ بنياد وارن کين "ستاويها" ڪري سڏيندا آهن، ۽ اهي ٿي وڏ گهراڻا يا اوچ درجي جا ڪري ليکبا آهن. انهن کان پوءِ ٻيو نمبر "ايکيها" ڪوٺبا آهن. انهن کان پوءِ گهٽ طبقي وارا آهن، جي پنجن دفعن ۾ ورهايل آهن، جن کي پندرهيا"، "ٻارهيا"، "ڪنگڻ"، "بداڻي" ۽ "ڦيراڻي" سڏيندا آهن.

ستاويها يا وڏ گهراڻا وهانءَ مهل پنج پرهاڻيون ڏيندا آهن يعني سنڌن ڪٽنب مان ڪا ڇوڪري پرڻبي آهي ته ڪيس گهٽ ۾ گهٽ پنج سؤ رپيا ڏاجي طور ڏيندا آهن. (هر هڪ پرهياڻيءَ جا 100 رپيا). ڪي ته اٺ ڏهه هزار به ڏيندا آهن، پر گهٽ ۾ گهٽ رقم پنج سؤ رپيا آهي.

سنڌن ڇوڪرين ۽ ڇوڪرا فضيلت پڙيا ۽ سوديءَ هلت وارا آهن ـهن ڪري ستاويهن سان ماڻتي ڪرڻ ۾ ڪيڏو فخر سمجهندا آهن، ويتر جي ڪڻ تمام سٺو هوندو آهي ته پوءِ اٺ ڏهه هزار رپيا ڏيئي به اها ماڻتي ڪندا آهن. ايڪيها چوٿا پرهاٿيون، پنڌرهيا ٿي ۽ ٻارهيا پڻ ڏيندا آهن.

ڏيتي ليتي ائڪٽ پاس ٿيڻ کان پوءِ ستاويهن ۽ اڪيهن سنڌو نڪري ويو آهي ۽ خود "پندرهيا" به پنج سؤ رپيا ڏيتي ليتيءَ طور ڏيئي پاڻ کي "ستاويها" سڏائيندا آهن. انهيءَ هوندي به جيڪي اصل وڏ گهراڻا آهن، تن جو ڳوٺن ۾ روب آهي ۽ ماڻهو ڪين عزت جي نگاهه سان نهاريندا آهن.

هندو ڌرم موجب نياڻي پرٺائجي ٿي، سو "ڪنياداڻ" آهي؛ پر ڪي نياڻيءَ لاءِ پئسا وٺندا آهن ۽ اهي ذليل ۽ ردي ڪلاس وارا ليکبا آهن. جيڪي "ڪنگڻ" سڏبا آهن سي نياڻيءَ جي عيوض هڪ ٽامي جي پائي به ڪين وٺندا آهن. ڏيتي ليتيءَ جي خرچ کان پاڻ بچائڻ لاءِ ڪي ڪنووٽي ڪندا آهن ۽ اهي "بدائي" سڏبا آهن. ڪنووٽي يا بدو تڏهن ٿيندو آهي، جڏهن هڪڙو پنهنجو پٽ ۽ ڌيءَ ڏيئي، انهن جي عيوض ٻئي جي پٽ ۽ ڌيءَ جو سنگ وٺندو آهي. ڪي وري ڦيري تي ڪنووٽي ڪندا آهن يعني هڪڙو ٻئي کي ڀيڻ ڏئي ۽ ٽيون ڇوٽين کي سنگ ڏيندو آهي ۽ چوٿون وري پهرين کي سنگ ڏيندو آهي. ائين جيڪي ڦيري تي ڪنووٽي ڪندا سي "ڦيرائي" سڏبا آهن.

سيڪاٽ ۾ جيڪي هندن جا گهر آهن، تن مان به ٿورا تلسياڻي آکهه وارن جا آهن، جنهن ڪري سيڪاٽ جو مکي سڏائين انهيءَ آکهه مان ٿيندو پئي آيو آهي. هن آکهه جو وڏو ڀائي تلسيداس هڪ سنت پرش هو. انهيءَ بزرگ جي وقت کان وٺي مکيڻ جي پڳ هن آکهه تي هلي اچي.

ڀائي تلسيداس جو پٽ ڀائي ٻالچند به هڪ سادوجن هو ۽ سري امر اڏيري لال صاحب جو پوڄاري هو.

اڏيرو لال سيڪاٽ کان اڍائي ڪوهه پري آهي. ڀائي ٻالچند سدائين اُسر جو اٿي پيرين پيادو اڏيري لال ويندو هو ۽ مندر جي صفائي وغيره ڪري پوءِ سيڪاٽ ۾ اچي دڪانداري ڪندو هو. ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ لڳا لال صاحب مٿس پرسن ٿي پنهنجو درشن ڏنس، ۽ اناج جا ڪي ڪڻا ٻڙهي

ڇپائينس تہ هيءَ وڃي پنهنجي گهر جي گنديءَ ۾ وجهہ. گنديءَ جي منهن مان جيترو بہ ان پيو ڪڍيندين تيترو پيو نڪرندو؛ پر گنديءَ جو منهن ڪڏهن بہ نہ کولج. جيڪڏهن کوليندين تہ پوءِ ان نڪرڻ بند ٿي ويندو. ڀائي ٻالچند اهي اَن جا ڪٽا آڻي پنهنجي گنديءَ ۾ وڌا. پوءِ تہ جيترو بہ ان گراهڪ گهرندا هئس، تيترو گنديءَ مان ڪڍي پيو ڏيندو هو. ائين ٻارهن مهينن اندر چار پنج هزار رپيا ڪمايائين. تہ اوڙي پاڙي وارا واڳڙا ٿيا، تہ گنديءَ ۾ ايترو ان اچي ڪٿان ٿو، جو گندي ڪڏهن بہ خالي نٿي ٿئي. ڀائي ٻالچند جي گهر جي زالن ڪاڻ ڪن اها ڳالهہ پڇي، تہ هُن سڄي حقيقت ٻڌائي. اڳلن پوءِ گنديءَ جو منهن وڃي کوليو، تہ ان ۾ فقط لال صاحب وارا ڏنل ان جا ڪٽا پيل ڏٺائون. انهيءَ ڏينهن کان وٺي گنديءَ ان ڏيڻ بند ڪيو. اڄ بہ اها گنديءَ واري ڳالهہ سيڪاٽ ۾ مشهور آهي.

ڀائي ٻالچند کي مولچند نالي هڪ پٽ هو، جنهن کي چار پٽ چيتنداس، تولارام، ٽلومل ۽ جاني مل هئا.

(الف) ڀائي چيتن داس کي ڇهہ پٽ هوتچند، جسومل، پوچومل، راهومل ڏيئومل ۽ هيمنداس هئا. (1) سيٺ هوتچند هُڙين ۽ ٻيلن جا ٺيڪا ڪٽندو هو، ۽ وڏيءَ هلنديءَ پڄنديءَ وارو هو. ڳوٺ جا لچ لمبٽ ڪانئس ڪن هٽندا هئا. برجستو بہ اهڙو هو جو هڪ لڱا ڪنهن شخص کهاڙيءَ سان ٻئي کي ڌڪ ٿي هنيا تہ سيٺ هوتچند پڪ وجهي، دسي پٽ تي هينس ۽ کهاڙي کسي ورتائينس. سندس ڏينهن ۾ تلسياڻي سيڪاٽ ۾ زور هوندا هئا.

سيٺ هوتچند کي ٽي پٽ دانومل، نانڪرام ۽ گاگنداس هئا. سيٺ داني مل جو پٽ سيٺ چنديرام، ميسرس واڌومل ۽ نانڪرام فرم جا ڪراچيءَ ۾ ڪوڙي باغيچي وٽ آهي، تنهنجو مئنيجر آهي. کيس چار پٽ راڄومل، ڪرمچند ۽ بہ ٻيا آهن.

سيٺ نانڪ رام هوتچند ڪوئلن ۽ ڪاٺين جو واپار ڪندو آهي. مسٽر واڌو مل



سيٺ چنديرام دانومل



سيٺ نانڪرام هوتچند

تيجومل سپاهيملاڻي (حيدرآبادي عامل) ۽ سيٺ نانڪرام انهيءَ ڌنڌي ۾ ڀائيوار آهن، تنهن ڪري سنڌن فرم ميسرس واڌومل ۽ نانڪرام جي نالي پنهنجيان سنڌجي تي، جا ڪراچيءَ ۾ ڪوٺي باغيچي وٽ آهي. سيٺ نانڪ رام مهمان نواز ۽ رسا ڪار آهي. ڪن عملدارن "راءِ صاحب" جو لقب وني تي ڏنس، پر اهو ڳالهه نه قبوليائين. کيس هڪڙو ئي پٽ سيٺ ليلارام آهي، جو سائس ڪوٺي باغيچي واري ڪوٺيءَ ۾ ڪم ڪندو آهي.



سيٺ ليلارام نانڪرام

ليلارام کي هڪڙو ئي پٽ تيجيان ۽ ٽي نياڻيون ڄايون. ڀڳوان جي اهڙي جوڙ جو سندس اهو هڪڙوئي سڪيلڌو پٽ تيجيان ننڍي ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو.

هن فوٽو ۾ سيٺ ليلارام جي نياڻي ڪماري ڪنوتي پنهنجي ننڍڙي ڀاءُ تيي جيان کي هنج ۾ کڻي ويٺي آهي. سيٺ نانڪرام کي پنهنجي ننڍڙي پوٽي جي مرتيوءَ ڪري ڏاڍو صدمو پهتو. ٻالڪ جي ماتا کي پنهنجي پٽ جي چالاڻي ڪري دل کي اهڙي چوٽ آئي جو جنسي پاڳل ٿي پيئي ۽ ڪي مهينا پئي رنائين. آنديءَ جي چر اڃها اهڙي آهي.

سيٺ هوتچند جو ٻيون پٽ سيٺ گاگنداس آهي. اهو به ميسرس واڌو مل ۽ نانڪرام واري فرم ۾ ڀائيوار آهي.



سب ڪماري ڪنوتي ۽ تيجيان


سيٺ ڳاگنداس هوتچند

سيٺ هوتچند جو پيءُ ڀائي جسومل چيتنداس نهايت سانتيڪي ۽ گنڀير سڀاءُ وارو هو، ۽ تيهن ورهين جي ڄمار ۾ چالاڻو ڪيائين. ڪيس ٻه پٽ رگھومل ۽ روپچند ڄاوا، جن مان ڀائي روپچند هڪ نيائي پٽيان ڇڏي پاڻ پرلوڪ پڌاريو. سيٺ رگھو مل جي هلت ساڌن سنتن جهڙي هوندي هئي، تنهن ڪري عام طرح "ساڌ" سڏبو هو.

سيٺ رگھو مل کي ٻه پٽ ساڌومل ۽ چيتانند آهن، جن مان مسٽر ساڌو مل سڀرن جي پيڙهي ۾ ڪم ڪندو آهي.


رگھومل جيسومل ۽

مسٽر چيتانند رگھومل "بيتاب" جي نالي سان مشهور آهي. سماج ۽ ديس جي شيوا ڪري چڱو نالو ڪڍيو اٿس. بي. اي، ايل. ايل. بي پاس ڪيل اٿس ۽ حيدرآباد ۾ وڪالت ڪندو آهي، ملڪي ڳالهين ۾ گھڻو ڀهرو وٺندو آهي، ۽ سڀني سهڻ ڪان ڪين ڪيٻائيندو آهي. قومي هلچل ۾ ٽي ڀيرا جيل جي ياترا ڪيائين ۽ ٻه گھمرا ڦٽڪن جو سزائون سهڻون پيس. سن 1942ع واري قومي هلچل ۾ پوليس جي لٽ بازيءَ ڪري سندس ساڄي ٻانهن ڀڄي پيئي. ڪانگريس اندر ڪم ڪندي هو حيدرآباد ضلعي مان ڊيليگيٽ چونڊيو آهي. هن وقت سنڌ پرانتڪ ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو پڻ ممبر آهي. ڊيليگيٽ جي حيثيت ۾


ساڌومل رگھومل



هو انڊين نيشنل ڪانگريس ميرٽ واري اجلاس ۾ شامل ٿيو هو. هالا، ٺٽي ۽ ٽنڊي الهيار ۾ ماتلي تعلقن جي اهنجن دور ڪرائڻ لاءِ ڪاميٽين جو پريزيڊنٽ آهي ۽ ڳوٺاڻن جي اهنجن ايذائن دور ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ڪندو آهي. سماج جي سيوا لاءِ ڊاڪٽر هيمنداس واڌواڻي خيرپور واري سان ملي "سنڌ اينٽي ڊيبٽ ليٽي ايسوسيئيشن" برپا ڪرايائين ۽ پاڻ ان جو جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو.

مسٽر چيتانند رگهومل

مسٽر چيتانند سنڌي ساهت جي واڌاري ڪرڻ ۾ به واهر ڪئي آهي. ڪي ناول لکيا اٿس جن مان هڪڙو "سونهري يارت" آهي. پاڻس مسٽر واڌو مل به انهي ڪم ۾ ڪيس چڱي مدد ڪري رهيو آهي.

(3) سيٺ پوچومل چيتنداس کي ٻه پٽ بسومل ۽ ڪوڏومل ٿيا. جن مان ڀائي بسومل کي سيڌي جو دڪان آهي ۽ ڀائي ڪوڏومل گذاري ويو آهي. هنن ٻنهي ڀائرن جي آکهه وارا هن وقت ٽنڊي جام ۾ رهندا آهن.

(4) سيٺ چيتنداس جو چوٿون نمبر پٽ ڀائي راهو مل هو، سو گذاري ويو آهي. ڀائي راهومل جو پٽ ڀائي دولارام به گذاري ويو آهي. جهڏي گدام طرف شراب جا گتا هوندا هئس. سندس آکهه وارا ٽنڊي آدم ۾ رهن ٿا.

(5) سيٺ چيتنداس جو پنهنجون نمبر پٽ ڀائي ڏيئومل هو جو گذاري ويو آهي. کيس ٽي پٽ گيهي مل، واڌومل ۽ ٿهل مل ٿيا. سندن پٽ نوڪرين ۾ آهن.

(6) سيٺ چيتداس جو ڇهون نمبر پٽ سيٺ هيمنداس ننڍڙپڻ ۾ گذاري ويو.

(ب) سيٺ چيتنداس جي ڀاءُ سيٺ تولارام کي ٻه پٽ وشنداس ۽ ٽڪيو مل هئا، جن کي پنهنجا باغ هئا ۽ ڪيترن زمين به هئي، سڀ ٺيڪ. سندن

پوين اهي باغ ۽ زمينون نيڪال ڪري ڇڏيون. ڀائي وشنداس ۽ ڀائي ٽڪئي مل جو اولاد اڄ تائين سيڪاٽ ۾ رهندو اچي.

(ب) سيٺ تولارام جي پاءُ سيٺ ٽلومل کي سيٺ طوطل داس نالي هڪ پٽ هو. جو قاعدي قانون جو چڱو ڄاڻو هو. ڪنهن به هندو توڙي مسلمان سان ڪو ڪنياءُ ٿيندو هو، ته هو وٽس نياءُ ڪرائڻ ويندا هئا. سيٺ طوطل داس جا پوٽا چمنداس. نهالچند ۽ درياهه ڏنومل وڏ ٿرمداس آهن. ڀائي چمنداس کي ڀڳوانداس، ڦڻ داس، ۽ ٻيا ٽي پٽ آهن، جن جي ڪراچيءَ ۾ کوڙي باغيچي وٽ ڪوٺي آهي.

(پ) سيٺ مولچند جي چوٿين پٽ جاني مل کي پنج پٽ ٽوپٽداس، شامن داس، لالچند، مولچند ۽ پاڳارومل هئا. ڀائي ٽوپٽداس جا پوٽا (ڀائي لالچند جا پٽ) نوتنداس، چتومل، چاندو مل ۽ گبهي مل صرافڪو ڌنڌو ڪندا آهن. ڀائي شامنداس کي ٽي پٽ کيمچند، ريواچند ۽ ٿهلرام هئا. ڀائي کيمچند ٽنڊي آدم جي منگهناٺي سيٺين سان ڀائيوار هو. ڀائي ريواچند جي پٽ چاندومل کي بمبئي ۾ ڪوٺي آهي.

ڀائي جاني مل جو پٽ مکي لالچند بنا اولاد گذاري ويو. تلسياڻين مان اهو مکي وڏيءَ ذيا ۽ ٻيڪي وارو هو ۽ هندو توڙي مسلمان پنهنجن معاملن جي نبيري لاءِ وٽس ايندا هئا. مکي لالچند جو ڀاءُ ڀائي مولچند هو، جنهن جو پٽ ڀائي هرچند مل اڄ تائين سيڪاٽ جو مکي آهي. ڀائي پاڳاري مل جي نسل وارا حيدرآباد ۾ رهندا آهن. هن وقت ڳوٺن ۾ رهڻ ۾ ڪيترا ماڻهو سلامتي نٿا سمجهن تنهن ڪري تلسياڻين مان به ڪي ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ته ڪي ٽنڊي ڄام ۽ ٻين شهرن ۾ وڃي رهيا آهن.

## تلسياڻي -2:

نک "مجر". سنڌن نکڙيا سوٺ واسواڻي آهن. جن مان ڪي عامل ته ڪي ڀائبند آهن. هي تلسياڻي آکهه وارا گجري تعلقي.موري ڪان ميرن جي صاحبيءَ ۾ حيدرآباد ۾ ڏنڌي ڏاريءَ ڪرڻ سانگي آيا (ڏسو صفحو 136). حيدرآباد ۾ سنڌن اٽڪل ڇهه گهر آهن.

**ٽولاڻي -1:**

نک "سچديو". حيدرآباد جي ڇٽناڻين جا سوٽ آهن. سندن احوال لاءِ ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 163.

**ٽولاڻي -2:**

نک "ڏاميچا". اصل اروڙونسي آهن. (ڏسو ڀاڱو پهريون صفحو 129 سرو "اروڙونسي"). 711ع ۾ عربن جي ڪاهه وقت اروڙ (الور) تعلقي روهڙيءَ کان پنجاب ڏي ويا، جتان پوءِ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبيءَ ۾ موٽي سنڌ ۾ آيا. هن وقت لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا. سندن وڏو ڏاڏو ديوان ٽولارام ولد ديوان ڏنراجمل ولد ديوان سڄڻ مل ولد ديوان پورومل هو. ديوان ٽولارام جو پٽ ديوان مدن مل هو جنهن کي ٻه پٽ منگهو مل ۽ جڙيو مل هئا. ديوان منگهو مل جو پٽ ديوان آوتراءِ تنهنجو پٽ ديوان سکاوتراءِ ۽ ان جو پٽ ديوان پريپداس لاڙڪاڻي ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ آهي. لاڙڪاڻي جو ميونسپل هاءِ اسڪول سندس ناليءَ پنيان سڏجي ٿو.

لاڙڪاڻي جي آريه سماج "سنگ سڀا" ۽ "سدار سڀا" جي مکيه بانيڪارن مان هڪڙو ديوان جڙئي مل جو پوٽو، مسٽر گرڏنومل اتمچند هو. سدار سڀا جي سهاري هيٺ برپا ڪيل هڪ ڇوڪرين جو اسڪول اڄ تائين آهي تنهنجو مئنيجر ڪيترو وقت مسٽر گرڏنومل هو.

**ٽولاڻي -3:**

نک "سيڙا". هيءَ سيٺ ٽولارام وربلداس ولد سيٺ نيبراج مل جو اولاد آهن. اصل پنجاب ۾ رهندا هئا. اتي گرو تيغ بهادر صاحب جي زماني ۾ وڏو وڳوڙ متو، تہ سيٺ ٽولارام سنڌ ۾ هڪ ننڍڙي ڳوٺ ڪتياڻ ۾ اچي ديرو ڪيو ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ ٽنڊي الهيار جي ڳوٺ ڪوڪرن ۾ وڃي رهيو. ان وقت ٻيا بہ ڪي هندو پنجاب کان لڏي سنڌ ۾ آيا هئا تنهن ڪري اهي سڀ "سنڌي - پنجابي" سڏجڻ ۾ آيا. اڄ تائين اهي سنڌي پنجابين ۾ سنگ ڏيندا وٺندا آهن. هن جي نک تي "سيڙا" نالو ڪئين پيو. سو ڪهاڻي

هڪ عمدي اڪائي آهي، چون ٿا ته پنجاب طرف سيٺ تولارام جي ٽن ڏاڏي کي هڪ پٽ ڄائو، تنهن سان گڏ هڪ نانگ به ڄائو! نانگ کي به پٽ ڪري پالڻ لڳا!!! هڪ لڳا ڪو مهمان سندن گهر ۾ آيو. پينگهي ۾ ٻار سان گڏ نانگ ويٺل ڏسي، ان کي ماريائين ته ٻار به پاڻمرادو دم ڏنو! ان وقت کان وٺي سندن نک جو نالو "سپڙا" يعني نانگ وارا پئجي ويو. انهي نک وارا اڄ تائين ملتان ۽ ان جي آسپاس رهن ٿا. انهيءَ واقعي کان پوءِ هن آکهه وارا چوماسي جا چار مهينا سيپون وارينداآهن، جو سيپون نانگ بلائن وانگر ورن وڪڙن سان ٺينديون آهن. جنهن سيپون ڪاڏيون تنهن جڻ ته پنهنجو اولاد ڪاڏو، چوماسي ۾ نانگ بلائون گهٽيون نظر اينديون آهن. تنهن ڪري سيپن وارڻ لاءِ اهو عرصو مقرر ڪيو اٿن. ڪوڪرن ۾ سنڌي اسڪول 1865ع ۾ کليو، تنهن کان پوءِ هن آکهه جا ٻار سنڌي پڙهڻ لڳا. هن وقت منجهائن ڪي ٽنڊي غلام علي، ٽنڊي محمد خان ۽ ٻين هنڌ رهندا آهن. گهڻا ڏندو ڌاري ڪندا آهن؛ پر ڪي زميندار آهن ته ڪي نوڪرين ۾ به آهن.

## ٽيجسنگاڻي:

نک "سپڙا". ساڳيءَ نک وارا "تولاڻي" (3) آهن. هي به سنڌي پنجابي آهن يعني اصل پنجاب کان سنڌ ۾ آيا هئا. هن وقت حيدرآباد ۾ رهن ٿا ۽ پنهنجي وڏي ڏاڏي ٽيج سنگهه جي نالي پٺيان پاڻ کي سڏائين ٿا. حيدرآباد جي قلعي وٽ مسٽر ڏريما ٽيج سنگهه جو انگريزي شراب جو دڪان ڪيترا ورهيه هوندو هو، سو انهيءَ ٽيج سنگهه جو پٽ هو، ۽ هي انهيءَ آکهه وارا آهن.

## ٽاراڻي:

حيدرآباد ۾ شهدادپوري پاڙي ۾ رهن ٿا. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ کان وٺي ڪرت زمينداري هين ۽ نوڪري. ڪانه ڪيائون. سندن پويان جيتي نه هليا ته بنيءَ ٽڪرا وڪڻا پين ۽ آخر ترين پر ٿيا! منجهائن مسٽر اوڌو داس ٽاراڻي زيلوي ۾ وچي نوڪري ڪئي ۽ اهو وڌي وچي اسسٽنٽ ٽرئفڪ سپرنٽينڊنٽ ٿيو ۽ پوءِ "راءِ صاحب" جو لقب مليس. پٺس مسٽر جيٺانند

G.D.A امتحان پاس ڪري، حيدرآباد ۾ نيشنل بئنڪ ڪولي. هينئر حيدرآباد ۾ پارٽ بئنڪ جو مئنيجر آهي.

مسٽر روپچند جهامراءِ ناراڻيءَ جو جنم سن 1868ع ۾ ٿيو. پبلڪ سروس امتحان پاس ڪري، سن 1887ع ۾ ڪراچيءَ جي ٽرامــوي ڪمــپنيءَ ۾ وڃي نوڪري ڪيــائين، جتي پنهنجي اورچائيءَ ۽ ايمانداريءَ ڪري چڱي درجي تي وڃي پهتو. ٽيرهن ورهيه نوڪري ڪيائين پوءِ ڪراچيءَ جي برهمو سماج وارن جو سنگ ٿيس، تہ 1900ع ڌاري نوڪري ڇڏي، لوڪن جي شيوا، پڇن پاڻ ۽ ڀڳتي ڪرڻ لڳو، جنهن ڪري "ڀڳت" سڏجڻ ۾ آيو. سندس



ڀڳت روپچند جهامرا

نيم هو، جو صبح جو شيوا پوڄا ڪري، ڦليليءَ تي ڀائي وسئي مل جي ميونسپل اسپتال ۾ بيمارن جي ملم پٽي وڃي ڪندو هو. اوري پاڙي وارن توڙي ٻين غريب ڪٽنبن جي پرگهور لهندو هو. انهيءَ ٻلي اٽڪل ڏيڍ سو رپيا ماهيانو خرچ ڪندو هو. انهيءَ ٻلي ڪم ۾ راجرشي ڏيوان ديارام گدو مل ۽ ٻيا سخي ڪليءَ دل سان پئسي جي سهائتا ڪندا هئس. پنهنجي ڪمائيءَ مان ميڙيل پنج سؤ رپيا ڪراچي برهمو سماج جي سيڪريٽريءَ ڪيّ مهارشي ديوندر ناٿ ٽئگور جي مندر ۾ آشرم جوڙائڻ لاءِ ڏيئي ڇڏيا هوائين، جنهن ڳالهہ جي خبر سندس پرلوڪ پڌارجڻ کان پوءِ سيڪريٽريءَ سڀني کي ٻڌائي هئي. پڇاڙيءَ ۾ سوڙهيءَ جي بيماري ٿس، جنهن سبب 12 ڊسمبر 1914ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

ڀڳت روپچند جو پٽ مسٽر هري سندر ڪيتر ورهين کان "ڪوڙومل ساهتيہ منڊل" برپا ڪيو آهي ۽ ڪيترائي ڪارائتا سنڌي ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا اٿس.

"سدار سيا" بہ ٺاهي اٿس، جنهن جي دوران غريب زالن ۽ ٻارن کي سهائتا ملندي آهي. انهيءَ ٻلي ڪم لاءِ ڪي داني پرش اٽڪل ٽي هزار رپيا

هر مهيني ڏيندا اٿس.

ٻيگت روپچند جي ڀاءُ مسٽر وشنداس جو هڪڙو پٽ ڊاڪٽر هاسا رام ۽ ٻيو پٽ ڊاڪٽر پريتمداس ٻئي ڪلڪتي ڊاڪٽري سکڻ ويا. ڊاڪٽر هاسارام ڪلڪتي مان موٽڻ شرط انڊين نيشنل ڪانگريس جي هڪ شاخ کولي جنهنجو پريزيڊنٽ آنربل سيٺ هرچندراءِ وشنداس ٿيو ۽ پاڻ سيڪريٽري هو. ڪجهه وقت "فينڪس" اخبار جو ايڊيٽر هو. پٽس مسٽر پرمانند ڊرگ روڊ جي هوائي جهازن جي اڏي ۾ هوائي جهازن هلائڻ جو ڪم سکي لنڊن مان A & C امتحان پاس ڪري آيو. هن وقت هوائي جهازن ئاهڻ جي ڪم تي، ڪانپور ۾، وڏو عملدار آهي. ڊاڪٽر پريتمداس چوئيتالهن ورهين کان ڊاڪٽري ڪندو اچي. ڏهه ورهيه کن ڪراچيءَ ۾ ميونسپل ڪائونسلر هو. ائين هيءُ لڙيل آکهه وارا چڙهي پيا. سيٺ پوڄراج جهمٽ مل ناراڻي سنڌ ورڪي ڪيترا ورهيه جپان ۾ هو. اهو گهر به چڱو چڙهيل آهي.

## پاڙواڻي-1:

نک "درزي". سندن نکڙيا سوٽ ڀهرواڻي، ٻالواڻي، رامچنداڻي، رامرکياڻي، ملڪاڻي، ۽ هنگوراڻي آهن. درزي نک وارا اڪثر جيسلمير کان سنڌ ۾ آيا هئا؛ پر هن آکهه وارن بابت چوڻ ۾ اچي ٿو، ته پنجاب کان آيا هئا. هيءُ سيٺ مينارام ۽ سندس ڀاءُ سيٺ چاڇي مل جو اولاد آهن. سندن ٽيون ڀاءُ سيٺ وسومل هو جو بنا اولاد گذاري ويو. سيٺ مينارام کي به پٽ پيرومل ۽ ٻالچند هئا، ۽ پيرومل جي نالي پنيان هيءُ پاڙواڻي سڏجن ٿا. اٽڪل پنجونجاهه ورهيه ٿيا، ته سيٺ پيرومل ۽ سندس عزيز سانگهڙ تعلقي جي هڪ قتل ڳوٺ لشڪريءَ ۾ وڃي رهيا، ۽ پنهنجي ڪاڪي سيٺ وسومل جي نالي پنيان ان کي ٽنڊو وسومل سڏيائون؛ پر اهو پيروءَ جو ڳوٺ سڏبو آهي. سيٺ پيرومل جون ڪونيون ٿرپارڪر ضلعي ۾ آهن. هن ڪٽنب وارا وڏا زميندار آهن ۽ نيڪا به ڪٽندا آهن. اناج ۽ ڪپهه جا به وڏا واپاري آهن. سيٺ پيرومل داني پرش هو ۽ سادن سنتن جي ٽهل گهڻي ڪندو هو. سندس پٽ سيٺ سيتلداس وڏو زميندار ۽ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر هو.

هي 1942ع ۾ ڪن حرن جي هٿان سنڌس خون ٿيو هو. سنڌس ننڍو ڀاءُ سيٺ ميٺگهو مل سنڌ اسيمبليءَ (ڪانگريس پارٽيءَ) جو ميمبر آهي.

## پاروائي-2:

نک "روگها". هن آکھ وارا ميرپورخاص تعلقي جي ڳوٺ جهلوڙيءَ جا وينل آهن ۽ پنهنجي وڏي ڏاڏي سيٺ پارومل جي نالي پنيان سڏجن ٿا. سيٺ پارومل جا پٽ ناڄمل، ڏيالداس ۽ بالچند هئا. ناڄمل کي هڪ پٽ مانومل، ڏيالداس کي چار پٽ ناڪومل، موتيرام، تيرٿداس ۽ مولچند ۽ بالچند کي ٽي پٽ گيهي مل، تيجو مل ۽ چتو مل ٿيا. هن آکھ وارا زميندار آهن. سيٺ ماني مل جو فرزند سيٺ هرچند راءِ ٿرپارڪر ضلعي جي پائيبند پنچات جو پرزيڊنٽ آهي. ميرپورخاص ميونسپالٽيءَ جو سيٺ ورهين ڪان ميمبر، جسٽس آف پيس (J.P) ۽ وڏيءَ هلنديءَ ۽ آزاد خيالن وارو ۽ پنگتي سڌاري جو ڪوڏيو آهي.

## پگراڻي:

نک "ڪوهڻا". هن آکھ وارا پاڻ کي برهم کتري سڏائيندا آهن، ۽ ڳوٺ مانجهند ۽ تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ رهندا آهن. هن آکھ مان سيٺ خوشحالداس پنجو مل پگراڻيءَ کي چار پٽ پرمومل، آسرداس، روچي مل ۽ جاني مل هئا، جي مانجهوءَ ۾ وڏيا ويجهيا. جنهن ڪري هنن مانجهوءَ ۾ پگراڻي خاندان جا چنيھ ڪٽنب آهن. سڀ اڪثر ڪپڙي رنڱڻ ۽ چڙ جو ڪم ڪندا آهن، پر ڪي بني پارو به ڪندا آهن. عام طرح "ڪتي اساڙ" سڏبا آهن. سيٺ آسرداس خوشحالداس نهايت ڪلمڪ هو. سنڌس چرچا اچا مشهور آهن. سيٺ جاني مل جو پوٽو ماستر تولارام سيٺلداس مانجهوءَ جي سنڌي اسڪول جو هيڊماسٽر آهي ۽ شيوا جو اڻگ منجهس آهي.

## پنوچارا:

نک "تلهر". هن نک وارا ڪنوائي ۽ پيا جدا جدا شهرن ۾ رهن ٿا، پر هن آکھ وارا ڳوٺ انڙپور تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ رهن ٿا. سندن ڪٽنب ۾ ٽلال

جي ستي" هوندي هئي، جنهن ڪري مٿن "پوڇارا" نالو پيو. منجهائن هڪ مکيه سيٺ موتيرام پوڇاري هو، جنهن کي ٽي پٽ ٻوچومل، ٽيڪچند ۽ رامومل هئا. سندس پوٽي جيٺي مل ٽيڪچند کي سيٺ وشنداس نهالچند مانجهوءَ واري ٻاڌه ۾ ڇاتورن جي انجڻ ڪڍائي ڏني جنهن ۾ هو ڀائيوار هو. سندس ڀائٽيو ٺاڪرداس موتومل ڇاتورن جو واپار ڪندو آهي ۽ پنچاتي ڪمن ۾ گهڻو چاهه وٺندو آهي.

## جڳنياڻي (پنجابي):

نک "ڇڇڙا". سندن ٽڪڙيا سنوت حيدرآباد جي لالواڻي ۽ اتم سنگ آکهين وارا ديوان آهن. هيءُ پنجاب کسان سنڌ ۾ آيا هئا، تنهن ڪري "سنڌي پنجابي" سڏجن ٿا، ۽ پنهنجي وڏي ڏاڏي سيٺ جڳتراءِ جي نالي پٺيان پاڻ کي "جڳنياڻي" ڪوٺائين ٿا. هن آکهه مان سيٺ چاندومل مکيه هو، جنهن 1835ع ۾ ميرن جي صاحبيءَ ۾ جواهرات جو ڌنڌو شروع ڪيو. سنڌ جي ميرن کي هيرا ۽ جواهر کپندا هئا، تہ سيٺ چاندو مل کين اهي پهچائيندو هو، جنهن ڪري هن آکهه وارا "ميرن جا جواهري" سڏجڻ ۾ آيا. سيٺ چاندو مل کي ڇهہ پٽ هئا. هوندومل، اوڌوداس، گهنشامداس، تيرٿداس، ڪندومل ۽ ويرو مل. هن ٻہ اباڻو ڌنڌو جواهرات جو شروع ڪيو، ۽ پنهنجي "فرم"



سيٺ ڪندومل چاندومل

برپا ڪيائون جا "ميشرس وي - ڪندا مل چاندومل" جي نالي سان مشهور آهي. انهيءَ فرم جون آفيسون حيدرآباد، ڪراچيءَ ۽ بمبئيءَ ۾ آهن. سيٺ ڪندومل پنجهٺ ورهين جي ڄمار ۾ 1942ع ڏاري گذاري ويو. سندس ٻہ پٽ ڀائي کيمچند ۽ ڀائي پيتامبر داس آهن. حيدرآباد واري هيڊ آفيس جو ڪاروبار ڀائي کيمچند سنڀاليندو هو. ڪراچيءَ ۾ مٿي در تي بہ جواهرات جو دڪان اٿن، ۽ اهو ڀائي پيتامبرداس هلائي ٿو.

سيٺ ڪندي مل جي پاءُ سيٺ ويرومل جو جنم 1885ع ڌاري ٿيو هو، ۽ پائيتاليهہ ورهين جي ڄمار ۾ سن 1927ع ڌاري گذاري ويو. سندس ٻہ پٽ پرسرام ۽ جيرامداس آهن. هن فرم جي بمبئيءَ واري ڇاپ سيٺ پرسرام جي حوالي آهي، ۽ ڪراچيءَ جي ايلفنسٽن اسٽريٽ واري ڇاپ نيٺ جيرامداس هلائي ٿو. گذريل هڪ سئو کن ورهين کان هن فرم جو نالو ناموس هليو اچي.



سيٺ ويرومل چاندومل

## جواهري ڀاٽيا:

ڏسو "ڀاٽيا".

## جئسنگاڻي:

هن اکهہ وارا لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا. اصل راجپوتانا کان آيا هئا. سن 1811-1812ع ۾ راجپوتانا ۾ سخت ڏڪار پوڻ سبب سنڌ ۾ آيا ۽ ڳوٺ طيب تعلقي رتيديري کان ڏيڍ ڪوهہ ڪن پريرو خانواهہ ۾ زمينون خريد ڪري، ٻني ٻارو ڪرڻ لڳا. سن 1850ع ڌاري خانواهہ ۾ ٻوڏ ٿي، تہ منجهائن ڪي رتيديري تہ ڪي ڳوٺ طيب ۾ زمينداري ڪرڻ لڳا. اٿين جئسنگاڻين جون ٻہ شاخون ٿيون، رتيديري وارن جئسنگاڻين جي احوال لاءِ ڏسو هن ڪتاب جو ڀاڱو پهريون، صفحي 198 کان 200.

طيب وارا جئسنگاڻي ميرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ ۾ آيا؛ پر ميرن وٽ نوڪري ڪانہ ڪيائون. اُنهي هوندي بہ ٻين هندن جي ديوانن وانگر ميراڻي پوشاڪ پائيندا هئا ۽ تراريون ٻڌندا هئا. سندن وقت جي هڪ ترار آبدار سون پاڻ ڏني آهي، جنهن تي پارسيءَ ۾ بيت لکيل آهن ۽ مياڻ تي سون جڙيل اٿس.

طيبُ وارن جئسنگاڻين مان مکيہ ديوان رامچند هو، جو انگريزن جي صاحبيءَ ۾ تي گذريو آهي. ڪيس پنج پٽ هئا جن جون هينئر پنج ڏار آڪهيون آهن. ديوان رامچند جو مربي فرزند ديوان قيمتراءِ پنهنجي وقت ۾ لاڙڪاڻي ۾ هڪ برک وڪيل هو. بنگل ديري، خيري ديري ۽ پنجوديري وارن جا ڪي تڪرار ٿيندا هئا، تہ سندن فيصلا ديوان قيمتراءِ ڪندو هو. سن 1905ع ڌاري هڪ سئو چئن ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو. ڪيس ٽي پٽ هرداسمل، عظمتراءِ ۽ حشمتراءِ هئا، جن مان وڏو ديوان هرداسمل پڻ لاڙڪاڻي جو هڪ مشهور وڪيل ۽ آنرري ماجسٽريٽ هو. ديوان قيمتراءِ جو پوٽو مسٽر عطرلال وڪيل لاڙڪاڻي ۾ و ڪالت ڪندو آهي.

ديوان عظمت راءِ زميندار هو. سندس نالي پٺيان ڳوٺ عظمت آباد ۽ ديوان قيمتراءِ جي نالي پٺيان ڳوٺ قيمت آباد سڏجي ٿو. ديوان هشمتراءِ قيمتراءِ جي نالي پٺيان ڳوٺ حشمت آباد سڏجي ٿو جو قيمت آباد کان ٻہ ڪوهہ ڪن پري ۽ عظمت آباد جي لڳو لڳ آهي. ديوان قيمتراءِ جي ننڍي ڀاءُ ديوان پرتابراءِ جي نالي پٺيان پرتاب آباد ۽ ديوان پرتابراءِ جي پٽ ديوان گيانچند جي نالي پٺيان گيانپور آهي. اهي سڀ ڳوٺ گهٽو ڪري ڳڙهي خيري طرف آهن. ايڏهين قيمت واهہ بہ مکيہ آهي.

ديوان حشمتراءِ جي اولاد مان ديوان آتمارام حيات آهي. جيڪب آباد طرف ٻنيون اٿس. حشمت آباد ۾ سارين ڇڙڻ جو ڪارخانو اٿس. ڪراچيءَ ۾ بہ ٽي بنگلاءِ ٻيي جائداد اٿس. سندس پٽ خوشيرام، مادوداس ۽ گوڪلداس سائس گڏ زمينداري ڪندا آهن.

## ڇينڙا:

هن نک وارا سنڌ جي ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آهن. پرين جا "نوتاڻي"، ڳوٺ ڪاهي قاسم تعلقي نوشهرفيروز جا "ڇيناڻي" ۽ ناروشاهہ جا "گيانچنداڻي" ساڳيءَ نک جا آهن. اهڙءَ، رتيت موري، سڪرنڊ، حيدرآباد، ميرپورخاص، بوبڪ، لاڙڪاڻي ۽ ٻين ڪن هنڌ انهيءَ نک وارا ٿڙيل نکڙيل آهن، جنهن ڪري چوٽي آهي تہ "ڇينڙا گڏ نہ وينڙا".

لاڙڪاڻي جو ديوان روجبرام جيسارام رٽائرڊ مختيارڪار ۽ ٻيا نائڻ

ڪي سڏائيندا ٿي "چينڙا" آهن. لاڙڪاڻي ۾ سٺن 9 گهر آهن. اهي اڪثر ديويءَ جا پوڄارا آهن، جنهن ڪري نوراتن (ايڪهٽن) ۾ شراب ۽ مانس مڇي کوته ورتائيندا آهن ۽ ٿوم ۽ بصر کائڻ جي به منع اٿن. اڳي منجهن ڪو وهاڻ ٿيندو هو ته وهاڻ کان اڳ سومر تي "جسراج" ڪندا هئا، جنهن ۾ ٻڪرو بل دان ڪري رڌيندا هئا. اهو رواج بند ڪري اٽڪل چاليهن ورهين کان وهاڻ تي زوٽ ڪندا آهن. لاڙڪاڻي، ناروشاه ۽ ٻين ڪيترن هندن جا "چينڙا" ويدناٿ جي مڙهيءَ جا شيوڪ آهن. ويدناٿ جو ڳوٺ دادو ضلعي جي ڪڪڙ تعلقي ۾ خيرپورناٿن شاه کان ڏيڍ ڪوهه ڪن پري آهي، جنهن ۾ ويدناٿ سوامي جي سماڌ آهي ۽ مٿان قبو اڏيل اٿس. انهيءَ آستان جو گديسر جوڳي اڪثر "چينڙا" تڪ مان ٿاقيندا آهن.

## چينوائي:

تڪ "ڪڪڙيجا". انبوائي، پڳواناڻي، ڪيسوائي ۽ مولچندائي سنڌ ۾ تڪڙيا سوٽ آهن. چون ٿا ته ڪنهن لڙائيءَ ۾ هن تڪ وارن جي وڏن جو باروٽ ڪيپي ويو، ۽ ان جي بدران ڪڪڙو ڪم آندائون. تنهن ڪري سٺن پويان "ڪڪڙيجا" يعني ڪڪڙي ڪم آڻيندڙن جو اولاد سڏجڻ ۾ آيا.

چينوائين جا وڏا پنجاب کان سنڌ ۾ آيا هئا، ۽ خيرپور مير صاحب واريءَ ۾ اچي رهيا هئا. سندن سڱا سوٽ خيرپور جا پڳواناڻي آهن جن سان چلي سوڱ وارن جي وات هوندي هين ۽ اچڻ به وڃڻ هئا.

ديوان چينمل جنهن جي نالي پنيان هن آکه وارا سڏجن ٿا سو خود پڳواناڻي هو، سندس ڪتب مان ڪنهن ناروشاه مان ديوان منسڪداس آوتراماڻيءَ وارن مان شادي ڪئي هئي، جو هڪ صغير پٽ ڇڏي مري ويو. سندس چالاڻي کان پوءِ سندس گهر واري خيرپور ڇڏي، پيڪن وٽ ناروشاه ويئي ۽ اتي ئي رهي پيئي. ناروشاه جا چينوائي انهي مائيءَ جي هڪ ڇڏيل پٽ جو اولاد آهن. اهي اڄ تائين ناروشاه ۾ رهندا اچن. ناروشاه جي ديوان منسڪداس آوتراماڻيءَ وارن مان هن وقت ڪوبه حيات ڪونهي. خيرپور جي منشين جي آکه (پڳواناڻين) وٽ هن چينوائين جو اڳي شاديءَ غميءَ ۾ اچڻ وڃڻ ٿيندو هو؛ پر پوءِ آهستي آهستي اهو رستو

ٻڌ ڏيندو ويو. هن آڪهه مان ماستر عالمچند سچانند ڪيترا ورهيه نوشهروفيروز ۾ پوسٽ ماستر هو. سندس پائر مسٽر سڪرامداس ۽ مسٽر ڏيارام اڃا حيات آهن.

## چاولا:

هن نک وارا اصل ۾ اروڙونسي آهن (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 129 "اروڙونسي"). عربن جي ڪاهه وقت اُهي اروڙ (الور) تعلقي روهڙيءَ کان پنجاب ڏي ويا جتي ڪي اڄ تائين آهن. ڪي ميرن جي صاحبيءَ ۾ موٽي سنڌ ۾ آيا. منجهائن ڪي لاڙڪاڻي ته ڪي سکر ۽ شڪارپور ۾ رهيا، ۽ ڪي وڏي ننڍي ڏي ويا. شڪارپور جو شهر جن هندن ٻهرايائين وسايو تن مان هڪڙا هن آکهه وارا هئا، جنهن ڪري شڪارپورين ۾ چوٽي آهي ته:
"چگهه ماڪيجا، چاولا، چوٽين ذات ٻجاج".

## چڻناڻي:

نک "سچديو". اصل اروڙونسي آهن. (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 129، "اروڙونسي") سنه 711ع ۾ عربن جي ڪاهه وقت ڀاڄڙ پيئي، ته اروڙ (الور) تعلقي روهڙيءَ مان لڏي، پيڙين جي رستي، پنجاب ڏي ويا، جتان ڪنهن وقت موٽي سنڌ ۾، ٻهرايائين چانڊڪي پرڳڻي (لاڙڪاڻي) ۾، ۽ تنهن کان پوءِ حيدرآباد ۾ آيا. سندن وڏو ڏاڏو ديوان شيوڪڙاءِ هو، جنهن جي پٽ ديوان تولارام جو اولاد "تولاڻي" سڏجن ٿا. (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 163). ديوان تولارام کي پنج پٽ هئا، جن مان وچون ديوان هيرانند هو، جنهن جي پٽ ديوان چٿرراءِ جي نالي پٺيان هيءَ "چڻناڻي" سڏجن ٿا: مطلب ته "تولاڻي" ۽ "چڻناڻي" ساڳي هڪڙيئي ٽڙ جون ٻه شاخون آهن.

ديوان چٿرراءِ حيدرآباد جي مسائي واري ٻائي نانگي گنگارام اداسيءَ جو سرڏالو سک هو. اهو ٻائو صاحب 1804ع ۾ حيدرآباد ۾ آيو هو ۽ 1824ع ۾ پرلوڪ پڌاريو. چون ٿا ته ديوان چٿرراءِ کي اُنهيءَ ٻائي صاحب جي آسيس سان ڇهه پٽ ڄاوا (1) ديوان سويراج (2) ديوان نانڪ بخش مختياڪار جنهن جو پٽ ديوان گيانچند ۽ ٻيا. (3) ديوان بهاري مل جنهن

جو اولاد راءِ صاحب ديوان پوپٽراءِ، ديوان ريجهومل ۽ ٻيا (4) ديوان گرڌاريمل (5) ديوان گوبند بخش جنهنجو اولاد ديوان پيرومل، ديوان وسٽمل ۽ ٻيا (6) ديوان موهن لال جنهن جي نسل مان ديوان خوبچند چيتمل بي. اي حيدرآباد جي هاءِ اسڪول جو هيڊماسٽر ۽ ٻيا. چئناٽي آکهه وارا شراب کو نه ورتائيندا آهن. وهانءَ وڏاڻ تي پنجتول ڪم آڻيندا هئا؛ پر هاڻ اهو رواج به بند ڪري ڇڏيو اٿن.

## چيلاڻي:

نک "ڪتوريا". هن نک وارن جا وڏا "ڪتوري" (ڪستوريءَ) جو واپار ڪندا هئا. تنهن ڪري سندن نک تي اهو نالو پيو. اهي اصل پنجاب ۾ رهندا هئا. جتان پوءِ ڪي شڪارپور ويا. جنهن ڪري "ڪتوريا" نک وارا اُتي به آهن. ڪي سنڌ ۾ اول خدا آباد ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ وڃي رهيا.

ڪي چوندا آهن ته اجوائي، پاوناڻي، جڳتياڻي ۽ گدواڻي سندن سؤٽ آهن؛ پر ائين نه آهي، جو انهن آکهين وارن جي نک "منچنديا" آهي، ۽ سکر جا "موٽواڻي" (ديوان بسنت رام ۽ ٻيا) سندن نکڙيا سؤٽ آهن. انهن موٽواڻين جي نک به "منچنديا" آهي.

چيلاڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان سبلداس (چيلداس) هو، جنهن بابت چون ٿا، ته کائڻ پيئڻ جو ڏاڍو خوراڪي هوندو هو. هرڪو طعام اهڙو تيار ڪرائيندو هو، جو ڪيا بات! سندس لاءِ سيرو اهڙو سنو ٺهندو هو، جو ڪي پهاڪي طور چوندا هئا ته:

"سيرو ته سبل سيرو، نه ته جاڻ ۽ جيرو"

يعني سيرو اهڙو کائجي جهڙو ديوان سبلداس (چيلداس) کائيندو هو، نه ته پيو سيرو کائڻ اهڙو آهي، جو چڻ ته جاڻ ۽ جيري جي ڦڪي پرٺي آهي!

چون ٿا ته چيلاڻين وٽ اڳي اڪيچار مايا هوندي هئي. چوپايو مال به هون جنهن ڪري وٽن کير اڻ ميو هوندو هو. هڪ لڳا ڪنهن چيلاڻيءَ جي نهن پنهنجا پير کير سان ڌوتا. تنهن کان پوءِ وٽائن مايا موڪلايو. هينئر به

چبلاڻي ڏکيا بکيا ڪنهن پر جيتري سنڌن ناڻي جي هاڪ اڳي هئي، تيتري هاڻي ڪانہ ٿي ٻڌجي.

حيدرآباد ۾ چبلاڻين جون بہ شاخون آهن، جن مان هڪ شاخ وارا گوسائين سورجگر جي گهٽيءَ ۾ شوداساڻين سان لاڳيتو رهندا آهن، ۽ ٻيءَ شاخ وارا سپاهي ملاڻين جي ويجهو رهندا هئا. هن وقت گهڻو ڪري ٻنهي شاخن وارن مان ڪي حيدرآباد جي هيرآباد ۾ ۽ ڪي ڪراچيءَ ۾، رهن ٿا. حيدرآباد جي گوسائينءَ واري گهٽيءَ ۾ چبلاڻين ۽ شوداساڻين جي پنچاتي اوطاق يڪي هوندي هئي، جا اڄ تائين سنڌن گڏيل ملڪيت آهي؛ پر هن وقت زبون ٿي پيئي آهي.

گوسائين واري گهٽيءَ جي چبلاڻين مان هڪ آکهہ ديوان پور سنگهہ جي آهي، جنهن جا پٽ ديوان هاسومل ۽ ديوان چيتن رام وڪيل هئا. ديوان هاسو مل ميرن وٽ مختيارڪار هو. مياڻي واري لڙائيءَ کانپوءِ ڪن ميرن ڪي ڪلڪتي موڪلياڻون تہ سنڌن خواهش پٽاندڙ، انگريزن جي منظوريءَ سان ديوان هاسو مل بہ ساڻن گڏ ويو هو. سن 1857ع ڌاري ڪلڪتي کان سنڌ ڏي ٿي موٽيو، تہ واٽ تي بلوويءَ جي ڳوٺ، ڪيس ترار جا گهاءَ رسيا هئا. سندس آکهہ مان مسٽر نارائڻ داس رامچند چبلاڻي ايم . اي ۽ ٻيا آهن.

چبلاڻين جي ٻي آکهہ ديوان وشنداس مختيارڪار جي آهي، جنهن جا بہ پٽ ديوان ٿانور داس ۽ ديوان بولچند زميندار هئا. ديوان وشنداس جو ڀاءُ ديوان گهنشام داس هو، جنهن کي بہ پٽ ديوان لالچند مختيارڪار ۽ ديوان ڪوتومل فاريسٽر ٿيا. ديوان لالچند مختيارڪار نهايت نيڪ انسان هو. سندس چالاڻو امرڪوٽ ۾ ٿيو هو. چبلاڻين مان مسٽر پرمانند چيتن رام جي آکهہ بہ مکيہ آهي.

جيڪي چبلاڻي سپاهيملاڻين جي پرسان رهندا هئا تن جي سپاهيملاڻين سان ڪيترا ورهيہ سانده ڀاڃيءَ واٽ نہ هوندي هئي؛ پر چلو سوتڪ بہ واريندا هئا. جيتوڻيڪ سپاهيملاڻين جي نک "ناگڏيو" آهي ۽ چبلاڻين جي ساڻن ڪابہ متي ماڻني ڪانهي. گهڻو وقت هڪٻئي جي پرسان رهيا هئا. تنهن ڪري شايد هڪٻئي کي پنهنجي برادري، وارو ڪري سمجهندا هئا. انهن چبلاڻين مان مکيہ آکهہ ديوان ٻهرڏنومل مجلسراءِ جي

آهي، جنهن کي ٻه پٽ ڏيوان ڏيارام ۽ ديوان ليکراج هئا. ديوان ليکراج کي چار پٽ ڄاوا: پرمانند، حشمتراءِ، منگهارام ۽ بولچند.

(1) مسٽر پرمانند ڊاڪٽريءَ جو امتحان پاس ڪيو هو، ۽ حيدرآباد جي سول اسپتال ۽ ٻين ڪيترين سرڪاري اسپتالن ۾ ڊاڪٽر ٿي ڪم ڪندو هو. سندس پٽ مسٽر ست سرڻ ڪراچي جي ڊي - جي سنڌ ڪاليج ۾ ايڪانامڪس جو پروفيسر آهي.



پروفيسر ايڇ. ايل. ڇبلاڻي

(2) حشمتراءِ - جنم 1889ع ديهانت 1934ع. هو صاحب ننڍڙپڻ ذهين ۽ فهيم هو. اڃا اسڪول ۾ پڙهندو هو، تہ "مڊل اسڪول اسڪالرشپ" مليس. هاءِ اسڪول ۾ پڙهڻ لڳو، تہ "هاءِ اسڪول اسڪالرشپ"۽ "سنڌ اسڪالرشپ" مليس. ڪاليج ۾ "پريويئس" امتحان ۾، سڄي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آيو هو. بي. اي ۾ فزڪز ۽ ڪيمسٽري ڪنئين هوائين، پر ايم. اي ۾ هسٽري ۽ ايڪانامڪس ڪنيائين. بي. اي پاس ڪرڻ کان پوءِ ڊي جي سنڌ ڪاليج ۾ "دڪشڻافيلو" مقرر ٿيو.

1911ع، ايم. اي پاس ڪيائين، ۽ سڄي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آيو، ۽ "تلنگ گولڊ ميڊل" انعام مليس. پوءِ بي. بي ڪاليج مظفرپور (بهار)، ڊي. اي. وي. ڪاليج لاهور، جسونت ڪاليج، جوڌپور، بنارس هندو يونيورسٽيءَ ۾ ۽ بمبئيءَ جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ پروفيسر مقرر ٿيو. ڪجهہ وقت حيدرآباد جي ڏيارام گدومل نيشنل ڪاليج جو پرنسيپال هو ۽ پوءِ دهلي يونيورسٽيءَ ۾ ايڪنامڪس ڊپارٽمينٽ جو وڏو پروفيسر مقرر ٿيو. "ايڪانامڪس" ۾ اهڙو تہ نالو ڪڍيائين، جو سن 1929ع ۾ هند سرڪار "بئنڪنگ انڪوائري ڪاميٽي" مقرر ڪئي ۽ کيس انهيءَ ڪاميٽيءَ جو ميمبر چونڊيو. سنڌ جي پرڳڻي کي بمبئي کاتي کان ڌار ڪرڻ جو سوال اُٿيو، تہ هيءُ انهيءَ رٿ جي برخلاف ٿي بيٺو. جهڙو هو انگريزيءَ ۾ قابل

ٿهڙو ئي هو فصيح زبان. سنڌ ۾ ڪيترن هنڌ تقريرون ڪري، سنڌي ماڻهن خاص ڪري هندن ۾ جاڳرتا پيدا ڪيائين. چي سنڌ ۾ جيتوڻيڪ هندو ٿورا آهن، تہ بہ سرڪار کي گهڻي پيدائش هندن مان ٿئي ٿي. هنر، ڪاريگريون، وڻج واپار سڀ گهڻو ڪري هندن جي هٿ ۾ آهن. جيڪڏهن سنڌ ڌار ٿيندي، تہ سنڌ جو پوڄڻو پنهنجي خرچ کي پورو پئجي ڪين سگهندو، ۽ گهڻو ڪري سڀ ڪوٽ هندن کي ڀرڻي پوندي، تنهن ڪري ويهن ئي تهن جو زور هلائي، اها رت تڏائي ٿئي ڪرڻ گهرجي. سگهوئي پوءِ هڪ ڪتاب انگريزيءَ ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين، جنهن ۾ خود سرڪار جي ڇپايل رپورٽن وغيره مان انگ اکر ڏيئي ثابت ڪيائين، تہ سن 1847ع کان وٺي جيئن سنڌ جو پرڳڻو بمبئي ڪاتي سان لاڳو ٿيو آهي، تيئن هر ڪنهن سال بمبئي سرڪار کي ڪيترو گهاٽو پيو آهي. هينئر سنڌ ڌار ٿيندي تہ سنڌ جي مالي حالت اهڙي نہ آهي، جو اسان جو پرڳڻو پنهنجي خرچ کي پاڻيهي پورو پئجي سگهي. پوءِ تہ اڻپڇو قسمين قسمين ٽيڪس پوندا ۽ انهن جو وڏو حصو هندن کي ڀرڻو پوندو. سنڌس انهيءَ ڪتاب ڇپجڻ کان پوءِ بمبئي سرڪار بلڪ هند سرڪار جون اکيون کليون، نہ تہ تنهن کان اڳ ڪين بہ ايتري ڳوڻي جو پورو پتو ڪونہ ٿي پيو. انهيءَ ڪتاب لکڻ ڪري پروفيسر ڇبلاڻي سڄي هندستان ۾ مشهور ٿيو. پوءِ لنڊن ۾ "رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس" ٿي، جنهن ۾ سنڌ کي بمبئي ڪاتي کان ڌار ڪرڻ جو فيصلو بہ ٿيڻو هو. هن سرڪار ڪيس چونڊي "رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس" ۾ موڪليو، تہ پنهنجا ويچار انهيءَ ڪانفرنس اڳيان ظاهر ڪري. انهيءَ ڪانفرنس ۾ سنڌ کي ڌار ڪرڻ جو فيصلو ٿيو. سن 1936ع کان وٺي سنڌ کي بمبئي کان ڌار ڪيائون، تہ جيڪا ڪوٽ پروفيسر ڇبلاڻيءَ اڳيئي ظاهر ڪئي هئي، سا سنڌ سرڪار کي هند سرڪار ڏيڻي ڪئي. مطلب تہ سنڌس ظاهر ڪيل انگن اکرن مان ڪوبہ عالم ڪابہ چوڪ ڪڍي ڪين سگهيو.

پروفيسر ڇبلاڻيءَ هندستان جي "ڪرينسي ۽ بئنڪن" بابت، ۽ هندستان جي آرٿڪ مسئلن بابت بہ کي ڪتاب انگريزيءَ ۾ لکيا آهن. هندستان جي انتظام ۽ ملڪي جوڙجڪ بنسبت بہ کي ڪتاب لکيا اٿس. انگلنڊ جي تاريخ بہ پاڻ ۾ نهايت عمدي ترتيب تي انگريزيءَ ۾ لکيائين.

تہ مون ان جو ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪري ڏنس. اها اسان واري تاريخ اڄ تائين سنڌ جي هاءِ اسڪولن ۾ درسي ڪتاب طور ڪم اچي ٿي.

پروفيسر چبلاڻيءَ هڪ وڏو ڪم هيءَ بہ ڪيو. جو ڪراچيءَ ۾ "ماڊل هاءِ اسڪول" کوليائين جو هاڻ سندس نالي پٺيان سڏجي ٿو. ڪراچيءَ جو هڪ ميونسپل ابتدائي اسڪول بہ سندس نالي پٺيان ڪوٺجي ٿو. ڪراچيءَ جي بندر روڊ واري خدا آبادي عامل پنچائت جي جاري ڪيل اسپتال تي بہ سندس نالو پيل آهي.

(3) مسٽر منگهارام. ڄمڻ 1896ع. سن 1917ع ۾ بي. اي پاس ڪيائين. بمبي جي سرڪاري ايس. ٽي. سي. ڊي ڪاليج مان 1921ع ۾ پڙهڻ جي ڪم ۾ فرسٽ ڪلاس ڊپلوما مليس. بي. اي پاس ڪرڻ کان پوءِ تعليم کاتي ۾ گهڙيو. ڪراچيءَ جي سرڪاري هاءِ اسڪول ۾ ماستريءَ ڪندي، 1922ع ۾ ايم. اي امتحان پاس ڪيائين. سن 1926ع ۾ پنهنجي پاءُ پروفيسر حشمتراءِ جي مدد سان ڪراچيءَ ۾ ماڊل هاءِ اسڪول کوليائين، جنهن جو پرنسپال پاڻ آهي. سن 1936ع ۾ ڪراچيءَ جي بندر روڊ ايڪسٽينشن طرف "واڌو مل بولچند هاءِ اسڪول" کوليائين ۽ ٻئي سال انهيءَ سان پرائمري اسڪول بہ لاڳو ڪيائين. انهيءَ ڊبليو. بي هاءِ اسڪول جو پرنسپال مسٽر چنديرام بولچند آڏواڻي آهي.



مسٽر ايم. ايچ. چبلاڻي

مسٽر منگهارام ڪيترو وقت هيڊماسترن جي ڪراچيءَ واري ايسوسيئيشن جو پريزيڊنٽ، ۽ ڪراچيءَ جي بواءِ اسڪائوٽ ايسوسيئيشن جو وائيس پريزيڊنٽ هو. هن وقت ڪراچيءَ جي انڊين گرلس هاءِ اسڪول جو سيڪريٽري، ڪراچيءَ جي تعليم جي ترقيءَ جي سوسائٽيءَ ۽ فيميل ايڊيوڪيشن سوسائٽيءَ جو آنرري سيڪريٽري آهي. ڪراچيءَ جي حيدرآباد عامل پنچائت جي مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر ۽ خزانچي بہ آهي. هندستان جي ملڪي جوڙجڪ ۽ انتظام بابت ڪتاب لکيا اٿس.

مسر هاسارام پرمانند رٽائرڊ انجنيئر جي آکهه وارا پاڻ کي "چيلاڻي" سڏائيندا آهن، پر سچ پچ ته مير چنداڻي آهن. ڏسو ٻاڳو ڀيرو صفحو 264

## چتواڻي:

هن آکهه وارا روهڙيءَ ۾ رهن ٿا. سندن وڏو ڏاڏو چتومل روهڙيءَ ۾ ١٩٥١ع ۾ ڄائو هو. جواني، جي وقت ۾ خيرپور رياست ۾ جواهرن جو ڌنڌو ڪندو هو. پوءِ اهو ڌنڌو سميٽي، حيدرآباد ۾ شراب جي ٺهڻ جو ڪم ڪنيائين. اڳي حيدرآباد ۾ ڦليليءَ جي ڪنٺي تي ڪيترا ڪلال هوندا هئا، جي ٺڪر جي مٽن ۾ ڳڙ ۽ ٻٻر جي چوڏي پسائي رکندا هئا، جنهن ڪري متل ڳڙ وٽن سدائين موجود هوندو هو. جن کي خودڪشيده دوآتشه يا سه آتشه شراب ڪڍائڻو هوندو هو، سي مصالحن جون ڇليون ڪلالن کي وٺي ڏيندا هئا، ته هو ڪرنڦلڻ ۾ مصالحا ڇڪائي گلابي، ترنجي، مشڪي، چؤعرقي ۽ ٻيا قسمين قسمين اڇا ذائقيدار شراب ڪڍي ڏيندا هئا. سن 1843ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي ته به اهو رواج هلندو پئي آيو. سن 1887ع ۾ ڪوٽڙي ۾ شراب جي سرڪاري ڊسٽلري (ڀٽي) کلي، ته ڦليليءَ واريون ڀٽيون بند ٿيون. ٻئي سال 1888ع ۾ سيٺ چتومل پرلوڪ پڌاريو. جيڪو وقت جيئرو هو سو وقت حيدرآباد ۾ ديوان جهوڙيمل واري گهٽيءَ ۾ رهندو هو، پر روهڙيءَ ۽ سکر وارن سان رستو هلائيندو آيو. ڪيس هڪ پٽ تاراچند هو جو سکر پراڻي جي چانڊواڻين مان پرڻايائين. تن ڏينهن ۾ آگ گاڏي ڪا نه هئي، تنهن ڪري وهاڻ جي ڄڃ جهاز جي رستي حيدرآباد کان سکر پراڻي ۾ وٺي شادي ڪرائي، موٽي حيدرآباد آئي هئي. حيدرآباد ۾ رهڻ ڪري تاراچند پنهنجون به نياڻيون عاملن ۾ پرڻايون جنهن ڪري هن آکهه وارن جو حيدرآبادي عاملن سان ناتو آهي.

مسٽر تاراچند جو مربي پٽ ماسٽر مولچند آهي جنهن جو جنم سن 1872ع ۾ حيدرآباد جي جهوڙيملاڻي گهٽيءَ ۾ ٿيو هو. سنڌيءَ ۾ ڪاميٽيءَ جو امتحان پاس ڪيائين ۽ به ورهيه ٽريننگ ڪاليج ۾ تعليم ورتائين ته سنڌي اسڪولن ۾ ماستريءَ ملڻ لاءِ حقدار ٿيو. ڪجهه وقت نولراءِ هيراند اڪيڊمي، جي سنڌي اسڪولن ۽ ڪجهه وقت حيدرآباد جي ميونسپل

اسڪولن ۾ ماستري ڪيائين. منهنجو مربي ڀاءُ مسٽر ٽانورداس بہ قلعي واري ميونسپل اسڪولَ ۾ ماستر هو. سندس معرفت ماستر مولچند سان ڄاڻ ڀڃاڻ ٿيم. سن 1890 کان 1894ع تائين اسان ٽنهين جو اهو نيم هوندو هو جو ڏهاڙي سج لٿي مهل سپاهيملاڻي گهٽيءَ ۾ سائين ڪيسورام ۽ سائين هريرام صوفين جي ٽڪاڻي ۾ ڪتا ٻڌڻ ويندا هواسين. ارتي ٿي رهندي هئي. تنهن کان پوءِ ماستر مولچند بڪتارو ڪٿي صوفياڻو ڪلام ڳائيندو هو. تہ چڱي موج مچندي هئي. سائينءَ هريرام ڪيڏانهن بہ ٻاهر ويندو هو، تہ ماستر مولچند کي پڇن ڀاءُ ڪرڻ لاءِ ساڻ کڻندو هو. ماستر صاحب مون کان پنج ورهيہ ڪن وڏو آهي، تہ بہ اڄ تائين الحان عمدو اٿس ۽ چڱو ڳويو آهي. شعر جوڙڻ جي ذات بہ اٿس. سندس سنگ ۾ مسان نندڙيئي علم موسيقيءَ مان ڪجهہ قدر واقف ٿيس ۽ شعر جوڙڻ ۽ ڪتابن لکڻ جو چاهہ بہ سندس سنگ بہ وڌيم، جنهن ڪري اڄ تائين ماستر صاحب سان منهنجو ياڻرن جهڙو رستو آهي. ڪيس پنج پٽ آهن جن مان ٻيون نمبر مسٽر لکي مل ايم. اي پاس ڪيل آهي ۽ روهڙيءَ جي ميونسپل هاءِ اسڪول جو هيڊماستر آهي. سندس ٽي ننڍا پٽ مئٽرڪ پاس ڪيلَ آهن ۽ نوڪرين ۾ آهي.

## چڳاڻي:

. نک "ڪڪڙيجا". ساڳيءَ نک وارا هالاڻي تعلقي ڪنڌياري ۾ "انبواڻي"، خيرپور مير صاحب واريءَ ۾ "ڀڳواناڻي" تارو شاهہ ۽ "چينواڻي"، روهڙي ۽ سکر ۾ "ڪيسواڻي" ۽ پنجوديري تعلقي رتيديري ۾ "مولچنداڻي" آهن. هي سڀ اصل اروڙونسي آهن. (ڏسو ڀاڳو ڀهريون، صفحو 129) پنجاب کان خيرپور مير صاحب واريءَ ۾ آيا هئا. جتي ميرن جي صاحبيءَ ۾ ديواني عهدي تي مقرر ٿيا هئا. انگريزن جي صاحبي ٿي، تہ خيرپور ڇڏي، درياهہ اُڪري، لاڙڪاڻي ضلعي جي رتيديري تعلقي ۾ ويا، جتي پنجو ديري ۾ پنهنجا ماڳ جوڙي ويٺا. چڳاڻي ڳروءَ جا سک آهن، ۽ سندن ٽڪاڻو اڄ تائين خيرپور جي پريان پير جو ڳوٺ تعلقي روهڙيءَ ۾ آهي.

پنجو ديري ۾ حگاڻي ڀهربائين فقط زمنداري ڪندا هئا. سوءِ منجهائن

جيڪي پڙهيا، تن مان ڪي نوڪريون، ته ڪي وڪالت ته ڪي ڊاڪٽري ڪرڻ لڳا. سندن جملي ڏهه ٻارهن گهر اُتي هئا. سن 1918ع ۾ پنجوديري ۾ ڌاڙو لڳو. جنهن ڏينهن ڌاڙيل آيا، تنهن ڏينهن بنگل ديري تعلقي رتيدري ۾ سڄي تعلقي جو پنچائتي ميڙ ڪوٺايل هو. ۽ گهڻو ڪري سڀ مرد ماڻهو اوڏهين ويل هئا؛ باقي هڪ ٽياسي ورهين جي چمار جو پير مرد ديوان ڪيرتراءِ چڳاڻي پنهنجي اوطاق ۾ وينو هو. ڌاڙيلن جي اچڻ جو ٻڌي، اوطاق مان نڪري، گهر ڏي ٿي ويو، ته ڌاڙيلن ڪيس روڪيو. ديوان ڪيرتراءِ سندن چوڻ ٻڌو اڻٻڌو ڪري، پوءِ ته پنهنجي گهر ڏي ٿي ويو، ته ڌاڙيلن بدوق هڻي ماري وڌس.

ديوان چڳومل بندومل جنهن جي نالي پٺيان هن آکهه وارا سڏجن ٿا، تنهن کي پنج پٽ هئا. سندس پوٽو ديوان ڪيرتراءِ هردا رام هو، تنهن کي ڌاڙيلن راهه ويندي هئن خون ڪيو. ان وقت کان وٺي ديوان ڪيرتراءِ جي آکهه وارا پنجوديري مان لڏي لاڙڪاڻي ۾ وڃي رهيا، جتي اڄ تائين رهن ٿا.

## خوبچنداڻي:

هيءَ نک "اُچڻ سڏ" وارا حيدرآباد جي اکترائي گهٽيءَ ۾ رهن ٿا. اصل خدا آباد ۾ رهندا هئا. سن 1759ع ۾ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾، ڪن ڪوسن ڦرلٽ ڪري، خدا آباد کي باهه ڏني ته ياڄڙ پيئي. انهيءَ ياڄڙ وقت ڪن ٻين آکهين سان گڏ هيءَ ٽلٽيءَ تعلقي سيوهڻ ۾ وڃي رهيا، جتي سندن ڏورانهان سوٽ "ٺهلراماڻي" اڄ تائين آهن. ميرن جي صاحبيءَ ۾ حيدرآباد جو شهر وسيو، ته ڪٿان ڪٿان جا هندو اُتي آيا. ان وقت ٽلٽي ۽ اکتر (نزديڪ يوبڪ) مان به ڪيترا هندو لڏي حيدرآباد ۾ آيا. منجهائن گهڻا اکتر ڪيان آبا هيا. تنهن ڪري سندن گهٽي "اکترائي" سڏجڻ ۾ آئي. هن آکهه وارا ٽلٽيءَ کان آيا هئا، تنهن ڪري اول "ٽلٽيائي" سڏبا هئا. مگر هاڻ عام طرح "خدا آبادي عامل" ڪوٺجن ٿا، ۽ حيدرآباد جي چند عاملن سان ميٽيون ماٽيون اٿن. اکتر کان آيل هندو پائيبند ليکجن ٿا. ۽ سندن پنچات ئي ڌار آهي.

ديوان خوبچند جنهن جي نالي پٺيان هن آکهه وارا سڏجن ٿا تنهنجي

اولاد مان مکيہ ديوان راهومل هو، جنهن جو مربي فرزند ديوان[illegible] کيترائي ورهيہ سانده "سنڌ سڌار" اخبار جو ايڊيٽر هو. سنڌ ۾ پهرين سنڌي اخبار اها جاري ٿي هئي، ۽ سن 1884 کان 1887ع تائين ان جو ايڊيٽر سادو هيرانند هو. سادو هيرانند کان پوءِ ديوان خانچند ان جو ايڊيٽر ٿيو هو. اها اخبار ويجهڙائيءَ ۾ بند ٿي آهي.

خوبچندائين مان ديوان ايسرداس. ديوان سهسانڊ مل ۽ کي ٻيا بزرگ ٿي گذريا آهن؛ جن جو اولاد آهي.

## خوبچنداڻي-2:

هي حيدرآباد جا پائيبند آهن. سنڌ ۾ لڏ پلاڻ ٿيڻ سبب سندن احوال ملي نہ سگهيو آهي، هن آکهہ وارن مان ڀاءُ هوتچند نيڻومل "هاٿوڪن سنڌورکين جي تاريخ" لکي ڏني، جا هن ڀاڱي جي صفحو 73 کان 79 تائين ڏني ويئي آهي.

## دوداڻي:

نک "هرچپال". اصل پنجاب کان آيا هئا. ۽ هن وقت لاڙڪاڻي، قنبر، وارهہ تعلقي نصيرآباد ۽ حيدرآباد ۾ آهن. سندن وڏو ڏاڏو دوداسنگهہ "سردار دودا سنگهہ" سڏبو هو ۽ پنجاب جي مهاراجا رنجيت سنگهہ جو ويجهو مائٽ (ڀاءُ يا سؤٽ؟) هو. ٻنهي عزيزن جي وچ ۾ اڻبت ٿي، تہ سردار دودا سنگهہ پنجاب ڇڏي، لاڙڪاڻي ۾ پنهنجن ڇئن پٽن سميت آيو. سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ سردار دوداسنگهہ جي پٽن جي وچ ۾ سوال اُٿيو، تہ خالصو ٿي رهجي، يا مونو ٿجي؟ انهيءَ ڳالهہ تان ڀائرن جو پاڻ ۾ اينري قدر مت ڀيد ٿيو، جو وڙهي هڪ ٻئي کان ڌار ٿيا! هڪڙو ڀاءُ لاڙڪاڻي ۾ رهيو، ٻيو قنبر طرف عيسي جي ڳوٺ ۾ گهر ڪري وڃي ويٺو، ٽيون وارهہ تعلقي نصيرآباد ڏي لڏي ويو ۽ چوٿون حيدرآباد هليو ويو! انهن سيني هندن سندن اولاد اڄ تائين آهي، ۽ اُهي سڀ "دوداڻي" سڏجن ٿا.

لاڙڪاڻي جي گهاڙواهہ جي هڪ شاخ نورنگ واهہ ۽ ٻي نور واهہ آهي. عيسي جو ڳوٺ نورواهہ جي ڪناري تي هڪ بندر هو. ۽ اُتي سرون

ٻيهتديون هيون. اِهو ڳوٺ چڱو وسيل هو، تنهن ڪري مختيارڪار جي آفيس اول اُتي هوندي هئي. اهو بندر پوءِ ڌڪائو، تہ مختيارڪاري قنبر ۾ ٿي. دوداڻين مان بہ ڪي قنبر ۾ وڃي رهيا، ۽ ڪي موٽي لاڙڪاڻي ۾ ويا.

قنبر وارن دوداڻين جي مکيہ ڪرت زمينداري هئي ۽ اهي پائيبندن جي دفعي ۾ لکيجڻ ۾ آيا. ڀائي منگهوسنگهہ ۽ ڀائي موهن سنگهہ قنبر جي دوداڻين جا مکي هئا. لاڙڪاڻي وارن دوداڻين مان ڪن ميرن وٽ منشگيري ڪئي، ۽ انگريزن جي صاحبيءَ جي شروعات ۾ ئي منجهائن ڪي سرڪاري نوڪرين ۾ گهڙيا، جنهن ڪري اهي "عامل" ۽ "ديوان" سڏجڻ ۾ آيا.

لاڙڪاڻي جي دوداڻي پنچائت جا مکي اصل گرڏنو سنگهہ دوداسنگهہ جي نسل وارا هئا. مکيڻ جي پڳ ديوان صورت سنگهہ سندس پٽ ديوان ڪرمسنگهہ تائين هلندي آئي. ديوان ڪرمسنگهہ جي مرتيوءَ کان پوءِ پنچائت مکيڻ جي پڳ ديوان قيمت سنگهہ کي ڏني جنهن ڦيرائي ديوان مينگهراج تي رکي، جو موفو هو. اٿين "سنگ" دوداڻين بدران "مونا" دوداڻي مکي ٿيا.


ديوان قيمت سنگهہ لکاسنگهہ

ديوان قيمت سنگهہ لکاسنگهہ دوداڻي اصل ماستر هو، ۽ پارسيءَ جو چڱو چاڻو هو. حيدرآباد جو ديوان چاندومل آڏواڻي دفتردار انوقت سکر ۾ هو. ديوان چاندومل "حيدرآبادي" ۽ "غير حيدرآبادي" ۽ "عامل" ۽ "پائيبند" جي وچ ۾ ڀيد ڪونہ رکندو هو، پر لياقت کي ڏسندو هو. ديوان قيمت سنگهہ پنهنجيءَ چال چلگت ۽ نيک سياءَ ڪري وٽي ويس، تہ ماستري ڇڏائي، ريوينيو کاتي ۾ نوڪري وٺي ڏنائينس تہ پنهنجو جوهر اُتي ڏيکاري. ديوان قيمت سنگهہ قابليت ۽ ايمانداريءَ سان نوڪري ڪئي، تہ وڏي وڃي فرسٽ گريڊ مختيارڪار ٿيو، ۽ ڪجهہ وقت ائڪٽنگ ڊپٽي ڪليڪٽر هو. ڪيس ست پٽ هئا:

(1) ديوان جيسہ سنگهہ: سندس احوال هيٺ ڏار ڏبو.

(2) ذيوان پريم سگنهه، جنهنجا ٻه پٽ مسٽر موتي سنگهه ۽ مسٽر ريواسنگهه انجنيري کاتي ۾ آهن.

(3) ديوان ڪيول سنگهه، جنهن جي ٻن پٽن مسٽر ٽيڪ سنگهه ۽ مسٽر ڪلياڻ سنگهه کي پنهنجو "ويلڊنگ" جو ڪارخانو آهي.

(4) ديوان چوئٿ سنگهه رٽائرڊ اڪائونٽنٽ جنهن جو موبي فرزند مسٽر شنڪر سنگهه سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ ڪلارڪ آهي ۽ ٻيا ٻه اڃا پڙهن پيا.

(5) ديوان ويرو سنگهه ٻي. اي، ايل. ايل. بي ائڊووڪيٽ آهي. هي ۽ صاحب ايڪيهه ورهيه ساندهه ميونسپل ڪائونسلر ۽ ٽي ورهيه لاڙڪاڻي ميونسپالٽيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ هو. ڪيس ڪارونيشن ميڊل مليل آهي. سندس نياڻي ڪاليج ۾ پرهندي آهي ۽ "سائنس ڪورس" ڪنيو اٿس.


ديوان ويرو سنگهه قيمت سنگهه

(6) ديوان صاحب سنگهه، جو وڪيل هو ۽ ڪيترا ورهيه ميونسپل ڪائونسلر هو. سندس يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ گانڌي باغ ۾ ڪلاڪ ٽاور سندس ناليءِ تهرايل آهي.

(7) ديوان ڪوڏو سنگهه، جو گريجوئيٽ آهي ۽ لاڙڪاڻي جي انگريزي اسڪول ۾ ماسٽر آهي. سندس فرزند مسٽر گرڏنو سنگهه سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ ڪلارڪ آهي ۽ ٻيا ٽي پٽ اڃا پڙهن پيا.

ديوان قيمت سنگهه جي مٿين ستن پٽن مان وڏو ديوان جيسا سنگهه سن 1866ع ۾ ڄائو هو. پنهنجي قابليت، آدم ۽ اورچائيءَ سان وڌي وڃي ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو. انهي عهدي تان 1916ع ۾ پينشن ورتائين، ۽ پوءِ سڀ وقت لاڙڪاڻي ۾ گذاريائين. شهر جي هندن توڙي مسلمانن ۾ گهڻي عزت هوندي هيس، ۽ اهي وقتي ڪانئس ڪي فيصلا ڪرائيندا هئا. سندس نيم هوندو هو. تہ صبح جو سنان پاڻي ڪري نسبوا ڪرڻ وهندو هو. ڪنهن


ديوان جيسانسگهه قيمت سنگهه

وقت تپ هوندو هوس، ته به انهيءَ ڳالهه جو ڪوبه سانگو نه ڪري، سنان ڪندو هو ۽ شيوا به ڪندو هو. گڻ گرهي هو تنهن ڪري نه رڳو هندڪن ڌرمي پستڪن پر قرآن شريف ۽ انجيل جو به ابياس ڪندو هو. هڪ لڳا رات جي وقت دل جي ڏاڍي تڪليف ٿيس، ته وڃي رات گذاريائين، پر گهر جي ڪنهن به ڀاتيءَ کي ننڊ مان نه اٿاريائين. ڪنهن وقت سندس گهر جا ڀاتي پاڻمرادو جاڳيا، ته چيائين ته "توهين اٿيا آهيو، ۽ منهنجو ڏيان پاڻ ڏي ڇڪيو اٿو ته هينئر وڏيڪ تڪليف محسوس ٿو ڪريان نه ته جيڪو وقت اوهين ننڊ ۾ هئا آهو وقت جڻ ته مون کي تڪليف هئي ڪانه."

هيءُ دل جو درويش 3- جنوري 1932ع جي پرلوڪ پڌاريو. پڇاڙيءَ جي وقت به گهمرا "ست نام" چئي پران تياڳيائين. سندس ديهانت کان ڪجهه وقت اڳ ڪنهن پڇس ته توهان وٽ ملڪيت ڪيتري آهي، ته چيائين "ٽي لک". اهو اشارو پنهنجي ٽن پٽن ڏي ڪيائين. سندس هڪ پٽ ڊاڪٽر کيسو سنگهه ايم. بي. بي. ايس اکين جو ڊاڪٽر آهي، ٻيو پٽ مسٽر چوهڙ سنگهه ائڊوڪيٽ آهي ۽ ٽيون پٽ مسٽر سوڀ سنگهه ڊاڪٽر آهي. مسٽر چوهڙ سنگهه ڪاليج ۾ پاڻ کي پنهنجي ڏاڏي جي نالي ٺيان "قيمت سنگاڻي" سڏائيندو هو. دوداڻين جي سڱابندي اڪثر لاڙڪاڻي ۽ ساهتي پرڳڻي وارن سان آهي؛ پر حيدرآبادين سان به ناتو اٿن.


ديوان گوبند بخش محمد

ڍيوان قيمت سنگهه دوداڻي جنهن وقت لاڙڪاڻي جي سنڌي اسڪول ۾ نائب ماستر هو. تنهن وقت سڀني اسڪول جو نائب

ماستر ديوان آٽلمل ڪندن ملي (حيدرآباد جي ديوان چترسنگهه وڪيل ۽ راءِ بهادر ديوان جڳت سنگهه رٽائرڊ ڪليڪٽر جو پتا) هو. هنن ٻنهي جي پوءِ پاڻ ۾ ايتري پريت ٿي، جو هڪ ٻئي سان سنگ ڳنڍيائون. ديوان قيمت سنگهه جي ستن پٽن مان ٻه پٽ ديوان جيسا سنگهه ۽ ديوان ڪيول سنگهه ماستر آٽلمل جون نياڻيون پرڻيا. اٿين هن لاڙڪاڻي جي دودائين جو ناتو حيدرآبادين سان شروع ٿيو. جو پوءِ وڌيو. ماستر آٽلمل جي پٽ ديوان چترسنگهه وڪيل ٻي شادي ديوان گوبند بخش لڪميچند دودائيءَ جي ڌيءُ سان ڪئي. ديوان چترسنگهه وڪيل جي معرفت خود منهنجو پٽ سرڳواسي پريداس عرف هرنام سنگهه ديوان گوبند بخش جي نياڻي پرڻيو.

ديوان گوبند بخش پنهنجي حياتيءَ جو پويون ڪجهه وقت سکر ۾ گذاريندو هو، جتي 12- آگسٽ 1946ع جي، چاهتر ورهين جي ڄمار ۾، چالاڻو ڪيائين. ڪيس ٻه پٽ آهن، جن مان وڏو مسٽر چيتن رام (جنم 1904-1905ع) سول انجنيئرنگ جو امتحان پاس ڪيل آهي ۽ ۽ هن وقت سکر بئراج ۾ اوورسيئر آهي. ديوان گوبند بخش جو ٻيو پٽ مسٽر ويرهو مل (جنم 1- آگسٽ 1915ع)



مسٽر چيتن رام گوبند بخش

بجليءَ جي انجنيئرنگ جو امتحان پاس ڪيل آهي، هن وقت لاڙڪاڻي ۾ "موتي اليڪٽرڪ ريڊيو ڪمپني" جو مئنيجر ۽ پروپرائيٽر آهي.



مسٽر ويرهومل گوبند بخش

مٿي ذڪر ڪيل دودائين ڪانسواءِ ٻيا به ڪي دودائي لاڙڪاڻي ۾ آهن جهڙوڪ مسٽر انند ڪمار ائڪٽنگ سب جج روهڙي. انهن جي نک به "هرچپال" آهي، پر سندن شجرو ٻين دودائين سان ملي نٿو اچي. ايترو معلوم

ٿئي ٿو تہ ميرن جي صاحبيءَ ۾ سندن ڪو وڏو حيدرآباد جي جيل ۾ نوڪريءَ ۾ هو، جنهن ڪنهن راجنيتي قيديءَ کي ڪارڪن جي وڏي پنديءَ ۾ لڪائي ڀڄڻ ۾ واهر ڪئي هئي. انهي سبب ڪيس دسهڙي جي ڏينهن مارايو هئائون، جنهن ڪري هن آکهہ وارا دسهڙو ملهائين ئي ڪونہ. انهي وقت ٻيا جيڪي دوداڻي حيدرآباد ۾ هئا، سي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ڳيريلي ۾ وڃي رهيا. سندن هڪ وڏو ڏاڏو ڀائي مورو سنگهہ اُتي ٿوري زمينداري ۽ ان جو واپار ڪندو هو. ڳيريلي کان پوءِ هيءَ لاڙڪاڻي ۾ دوداڻين جي پاڙي ۾ وڃي رهيا. ڀائي موروسنگهہ جو پٽ ڀائي سويراج هو، جو پوءِ سپروائيزنگ ٽپيدار ٿيو. کيس چار پٽ هئا؛ جن مان وڏو پٽ مينگهراج هو، جو "ديوان" سڏبو هو ۽ ڪجهہ وقت لاڙڪاڻي جي سيني دوداڻين جو مکي هو، جنهن ڳالهہ جو مٿي اڳيئي ذڪر ڪيو ويو آهي. مکي مينگهراج جو پٽ مسٽر لوڪرام پوسٽ ماسٽر هو، ۽ اِن جو پٽ ڊاڪٽر گنومل آهي جنهن جي فرزند مسٽر انند ڪمار تازو سب ججيءَ جي عهدي جي استعيفا ڏني آهي.

## ڏنجاڻي:

نک "ڪٿهريا". هي اصل ھالا تعلقي ۾ ڪوٽڙيءَ جي شهر ۾ رهندا هئا. اِهو شهر ورهين کان ويران ٿي ويو آهي، تہ بہ ان جو نالو وڃڻ جو نہ آهي، جو شاهہ عبداللطيف ڀٽائي انهيءَ ڪوٽڙي جي حڪيم جي نياڻي پرڻيو هو. چون ٿا تہ ڪوٽڙيءَ جي حاڪم مغل بيگ مرزا پنهنجي نياڻيءَ جو سنگ شاهہ صاحب کي ڏيڻ نٿي قبوليو، تہ شاهہ صاحب هيٺيون بيت پاراتي طور چيو هو:

بيگ تنهنجي بيگي ڪوٽڙيءَ ۾ ڪان،
اُتم آس الله ۾، دل مسارينئي مستان!

ڪوٽڙي ۾ هڪ "لال لٺو" يعني لٺيءَ جو وڻ آهي جتي سهڻي لال لطيف ننڍڙي هونديءَ ڪجهہ وقت جوڳ پڄايو هو. چون ٿا تہ شاهہ صاحب کي شاديءَ مهل نہ رڳو رواجي ڏاج مليو هو، پر ڪي ماڻهو بہ مليا هئس، جي پوءِ سائس گڏ پٽ (ڀٽ شاهہ) تي وڃي رهيا. ان وقت ڪوٽڙيءَ ۾ هن اِڪهہ وارا فقط ٽي ڀاٽر هئا؛ ڏنجي، سدن ۽ ڀيون، جتهن جو نالو ملي ٿو

سگهي. ڏنجيءَ جو اولاد "ڏنجاڻي" سڏجن ٿا. پاڻس سڏن، پٽ شاهہ جي پرنسان، ڪنڊوءَ جي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو، جتي سندس اولاد اڄ تائين آهي. اهي سندس نالي پٺيان "سڏناڻي" سڏجن ٿا. ڏنجيءَ کي عام طرح "ڏنجي شاهہ" سڏيندا هئا. سندس هڪڙو پٽ سکيو ۽ ٻيو مدن هو. ڀائي مدن هڪ وڏو ڀڳت هو ۽ شاهہ عبداللطيف جو گهرو دوست هو. سنڌ ۾ ڀڳت جڏهن ڪٿي ڀڳت وجهندا آهن تڏهن شاهہ صاحب ۽ مدن ڀڳت بابت ڪي عمديون ڳالهيون ۽ ڪي بيت ٻڌائيندا آهن. چون ٿا تہ هڪ لڳا شاهہ صاحب چرچو ڪري مدن ڀڳت کان پڇو تہ:

"حشر ويل حساب ۾ ڪافر ڪندا ڪئن؟"

مدن ڀڳت چيس تہ ان جو جواب ڪنهن ٻئي وقت ڏيندس. سگهوئي پوءِ هيءُ ٻئي ڄڻا ڪنهن پتڻ تي ويا. پاتڻي ٻيڙي جوڙي اڳيرو ويو، تہ مدن ڀڳت سڏ ڪري چيس تہ اسان کي بہ چاڙهي هل، تہ رواجي ڀاڙي کان ٽوڪي ڏهوڻو ڏينداسين. انهيءَ تي پاتڻي هرکي جهٽ موٽي آيو ۽ ٻنهي کي چاڙهيائين. پوءِ شاهہ صاحب کي مدن ڀڳت چيو تہ توهان پڇيو هو تہ:

"حشر ويل حساب ۾ ڪافر ڪندا ڪئن".

ان جو جواب توهان کي اتي جو اتي مليو آهي تہ:

"هٿ جني جو هئن، سي ڀهرين پتڻ پار پيا".

"هٿ جني جو هئن". يعني جن جو هٿ ڇوٽ آهي يا جي سخي مرد آهن (سي پنهنجي انهيءَ سخاوت سان ڀهرين پتڻ پار پون ٿا).

مدن ڀڳت جا رچيل ڀيا بہ ڪي بيت مشهور آهن. جهڙوڪ:

(1) ميان! پرائي ملڪ ۾ گهٽي بڪ م بڪ،
اڳيان راٿر وتندءِ روڪڙو، ڄاڪماٺو حق،
تڏهن مدن چوي مرڪ، جڏهن ڪنهنء ڏيئي خلاص ٿين.

(2) ڪالهہ پڻ ڪالهہ هئي، اڄ پڻ ڏينهن ٻيو،
مڙهيءَ ۾ مدن چوي، ويهي ڪانگ ويو،
جنهن ۾ ماڻ پيو. سا راهہ رهندي ڪيترو.

هن وقت شاهہ جي پٽ طرف ڏنجاڻين جو رڳو هڪ بہ گهر آهي سا

چڙوچڙ ٽي ٻين شهرن ۾ وڃي رهيا آهن. ٽنڊي آدم ۾ سوامي ٽيئون رام صاحب جا جيڪي گادي نشين آهن سي ڏنجاڻي آهن.

## ڏيرملاڻي:

نک "ڳيرا". ساڳيءَ نک وارا حيدرآباد جا سدا رنگاڻي ۽ مهتاڻي آهن، پر هي سهتا آهن، ۽ هالن پراڻن ۾ پنهنجي سهتن جي پاڙي ۾ رهن ٿا. هيءَ گوسائينءَ جا چيلا ۽ ديويءَ جا اپاشڪ آهن. سندن محلي جي منهن وٽ گوسائين نانڳي هرنم گر جي مڙهي آهي. محلي ۾ اندر اٽلاڻي، ڏير ملاڻي، غريب داساڻي، ڪنٿهار، منشياڻي ۽ هيرانندائي رهن ٿا. ڏيرملاڻين مان مکيه ديوان ڪرپارام مختيارڪار هو، جنهن جو پٽ ديوان مولرام ڊپٽي ڪليڪٽر هو.

## ڏاسواڻي:

نکِ "جيوڻ". هيءُ خدا آبادي پائيبند ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ خدا آباد ۾ وڏي پيماني تي وڻج واپار ڪندا هئا. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي وقت ۾ ڪن ڪوسن خدا آباد ۾ ڦرلٽ ڪئي ۽ شهر کي باهه ڏنائون، ته ڀاڄڙ پيئي. انهيءَ ڀاڄڙ وقت ڏاسومل، واسومل، محبوبراءِ ۽ مهتابراءِ اهي چار ڄڻا حيدرآباد جي هاٿوڪي مکي گهٽيءَ ۾ اچي رهيا. سندن اولاد ڏاسواڻي، واسواڻي، محبوباڻي ۽ مهتاڻي آهن. ڪائن اڳي انهيءَ ساڳيءَ گهٽيءَ ۾ ٻيا به پائيبند رهندا هئا، جن مان مکيه سکراڻي، ٻدراڻي ۽ صورتاڻي آهن. سندن ويڙها اڄ تائين مکڪيءَ گهٽيءَ ۾ هنڪبئي جي لاڳيتو آهن. انهن ٽنهي برادرين جو پنهنجو پنهنجو مکي هوندو هو، ڏاسواڻين مان ڀائي سين مل مکي هو. پوءِ ساگراڻي اتي اچي رهيا، جن مان مکيه ماڌو تارا چند هو. اهو پوءِ سڄي حيدرآباد جو مکي ٿيو، ۽ سندس پويان اڄ تائين مکي سڏجن ٿا: ڏسو "ساگراڻي".

ڏاسواڻي حيدرآباد ۾ اچڻ کان پوءِ گهڻو وڌيا ويجهيا. هن وقت سندن ٻه شاخون آهن: هڪڙا پاڻ کي "ڏاسواڻي" ۽ ٻيا ڀائي ڏاسومل جي نسل مان ڀائي چيلارام جو ٿالو گڏي پاڻ کي "ڏاسواڻي چيليا راماڻي" سڏائين ٿا.

ڏاسـوائين ۾ مکيہ ماڻهو ڀائي رامچند تلسيداس ۽ ٻيا آهن. منجهائن ڀائي خوبچند بولچند سنڌ ورڪي پنگتي سـڌاري جو ڪوڏيو هو. سن 1920ع ڌاري "ڪنيا" نالي هڪ هفتيـوار گـور مکي، سنڌي اخبـار جاري ڪئي هوائين، جنهن جي لکڻ ۾ منڊ ڪـان ٿي وئي مـان مـدد ڪندو هو سـانس. جرمنيءَ واري جنگ هلندي، جبرالٽـر ڪـان جنهن جهاز ۾ ٿي آيو سـو جهاز جرمن لوڪن ٻوڙي ڇڏيو ۽ هن ڪونڊر جو ائين اڻ منڌائتو موت ٿيو.

ڏاسـوائين مـان ڀـائي بولچند تولارام ڪي پسـاريڪو دڪان هو. ڏنڌو چڱو هلندو هوس جنهن ڪري گهـڻـو ڪمايائين. ڪيس پنهنجو اَنڍي ڄائو اولاد ڪونہ هو، تنهن ڪري پنهنجن پائيبند پائرن جي استرين ۽ نيائين کي پنهنجو اولاد سمجهي، سنڌن بهبوديءَ لاءِ پنهنجي ڪمائيءَ جو گهڻو حصو خرچڻ لڳو. پنهنجي پتـا جي نالي حيـدرآباد ۾ ڪانگن ڪـاڏي ڊيڊ طرف، "تولارام گرلس هاءِ اسڪول" جاري ڪيائين، جنهن جي عاليشان عمارت ايرنڊي ڪچي جو سينگار آهي. سنڌس ماتا سمورت ٻائي هئي، تنهنجي نالي ڀنيان جيڪو "سمورت ٻائي اسڪول" سڏجي ٿو، سو سنڌس پئسن ۽ محنت سان ٺهيل آهي. مطلب تہ وڏو داني ۽ پر اُپڪاري پرش هو. سياءَ جو بہ نهنو ۽ ڪلمڪ هو. ڌرم ڏي لاڙو گهڻو هوس ۽ چدا ڪاشي پنٿ ۾ درڍ وشـواش هوس. سـوامي هيـمـراج چدا ڪاشيءَ جا جوڙيل پسـتڪ "گلزار معـاني" ۽ ٻيا سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائي، پنهنجي خرچ تي ڇاپايائين ۽ ائين سنڌي ساهت جو بہ واڌارو ڪيائين. "جو ڏي گيا، سو لي گيا".

## ڏوڏيجا:

هيءَ لهاڻن جي هڪ نک جو نالو آهي: لهاڻا اصل ۾ سورجونسي کتري ۽ سري رامچندر جي پٽ لوجو اولاد آهن. (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 236 کان 236): ڪرنل ٽاڊ جي جوڙيل راجسـتـان جي اتهـاس ۾ ڏوڏا نالي هڪ نهايت حشمت واري حاڪم جو ذڪر آهي، جو عيسوي 6 صديءَ ڌاري ٿي گذريو آهي. هو هڪ رواجي سردار جو پٽ هو، پر پنهنجيءَ سورهيائيءَ ۽ ادم سان هاڻوڪين جيسلمير ۽ بهاولپور رياستن جي پرسان هڪ حڪومت برپا ڪئي هوائين. انهيءَ پرتابي راجا جو اولاد سنڌس ئي نالي پٺيان سڏجي ٿو.

راجا ڏوڏا کي ٻارهن پٽ هئا، جي سندس چالاڻي کان پوءِ ٻاڻ ۾ ڦٽا، تہ حڪومت ٿي ڊانواڊول ٿي وين. هن گهراڻي جو سلسليوار احوال ملي نہ ٿو سگهي تہ بہ راجستان جي گهڻين لڙاين جي بيانن ۾ ڏوڏا سيناپتين جو ذڪر آهي، جنهن مان ظاهر آهي تہ هن گهراڻي وارا ويرتا جي ڪري پوءِ بہ مشهور هئا. هن وقت امرتسر، ملتان، لوئر پنجاب، بهاولپور ۽ شڪارپور ۾ ڏوڏا خاندان جا گهڻيئي گهر آهن جا ڳالهہ ثابت ڪري ٿي تہ پندرهن صدين جي وڏي عرصي گذرڻ کان پوءِ بہ هيءُ گهراڻو پنهنجي هستي قائم رکندو آيو آهي.

شڪارپور ۾ ڏوڏيجن جا اٽڪل بہ سئو گهر آهن، جن مان پنجاهہ کن گهر ڀائي سنتداس ڏوڏيجا جي اولاد جا آهن. ڀائي سنتداس جو پتا ڀائي رهنداس هڪ وڏو واپاري هو، ۽ عيسوي ارڙهين صديءَ جي آخر ڌاري ٿي گذريو آهي. ڀائي سنتداس جي پٽ ڀائي تاراچند کي شڪارپور ۾ تامي ۽ پتل جي ديگين ٺاهڻ جو وڏو ڪارخانو هوندو هو، جنهن ۾ ٽيهہ چاليهہ ماڻهو ڏهاڙي ڪم ڪندا هئا، ۽ ٻاڻ ٺاٺارن جو مکي هوندو هو. شڪارپور جا ٺاٺارا ۽ ڀائي تاراچند جون ديگيون هندين ماڳين مشهور هونديون هيون. قنڌار، قلات ۽ ايران کان قافلا انهن ديگين خريد ڪرڻ لاءِ ايندا هئا.

ڀائي تاراچند کي ست پٽ هئا: ليکراج، چيلارام، پيسو مل، جيئومل، ڏيدارام، ٽوپڻداس ۽ بولچند. سندس مربي پٽ ڀائي ليکراج قنڌار، چمن ۽ قلات جي پٺاڻن سان واپار ڪندي سڄي عمر ڪوئيٽا ۾ گذاري، جتي ساڌ سنگت ۽ ڀڳتي ڀاءُ جو بہ چڱوئي پرچار ڪيائين. سن 1921ع ۾ گذاري ويو.

ڀائي تاراچند جا ٻيا چار پٽ ڀائي چيلارام، ڀائي جيئو مل (جيرامداس)، ڀائي ڏيدارام ۽ ڀائي ٽوپڻداس بہ پنهنجن وڏن جي ڪوٺين قائم رکڻ لاءِ بلخ بخاري، سمرقند ۽ يارقند ويا هئا. پهرين ٽن اتان چڱو ناڻو ڪمائي، سنڌ ۾ اچي پنهنجا ڌنڌا شروع ڪيا. چوٿون ڀائي ٽوپڻداس تہ چوڏهن ورهيہ بخاري ۾ رهيو.

هن آکهہ جي وڏن جون هنديون دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ هلنديون هيون. ٻاڻ سان ناٺي ۽ جوکم ڪڻڻ جي ضرورت ئي ڪانہ هوندي هئي.

شڪارپوز جي سيٺين کي ناڻو ڏيئي رسيد وٺبي هئي ۽ ان رسيد جا پئسا شڪارپوري سيٺين جي ڪنهن به ڪوٺيءَ تان ملندا هئا. اهي ڪوٺيون چين ولايت، جاوا، سوماترا، ايران، عراق، رشيا، بخاري، يارقند ۽ سمرقند تائين ڦهليل هيون ۽ ڪجهه قدر اڃا به آهن.

ڀائي ٽوپڻداس بخاري مان جيڪو ناڻو ڪٺي آيو، سو ڪم نه آيس، جو رشيا ۾ بولشيوڪن جي حڪومت ٿيڻ تي اتي جي زار جا اڳيان نوٽ هلڻ کان بند ٿي ويا. سؤ سؤ ربل جا روسي نوٽ پتين تي مورتون ڪري هنيائون، جي شڪارپوڙ جي ڪيترن ئي گهرن ۾ اڃا تائين لڳل آهن.

ڀائي ٽوپڻداس ۽ ڀائي ديدارام پنهنجن ستن پٽن، ننهن ۽ گهر واريءَ سميت 1935ع واري ڪوئيٽا جي زلزلي ۾ زمين ۾ دٻجي ويا. رڳو ٻه نياٽيون ٻچيون جي ويجهڙائيءَ ۾ پرڻيون آهن.



مسٽر جيٺمل رام گوبند بخش

ڀائي تاراچند جي پٽ پيسومل کي ننڍپڻ کان ئي وديا پراپتيءَ ۽ سنسڪرت سکڻ جو گهڻو چاهه هوندو هو. ميٽرڪ امتحان سنسڪرت ۾ پاس ڪيائين، سو به انوقت جنهن وقت سنڌ ۾ عام طرح پارسي پاڙهڻ ۾ ايندي هئي ۽ سنسڪرت سيکارڻ جو اسڪولن ۾ بندوبست ئي ڪونه هوندو هو. يونيورسٽي اڪثر مرهٽا پنڊت سنسڪرت لا ممتحن مقرر ڪندي هئي؛ پر پيسومل پاس ٿي آيو. ڏينهون ڏينهن پوءِ سنسڪرت ۾ ايتري قدر ته قابل ٿيو، جو وقتي سنڌ جا ڪي پنڊت پنهنجون مشڪلاتون ڪانئس حل ڪرائيندا هئا. ڪيس اهاتي اُڪير هوندي هئي، ته هڙ پراچين سنڌوديس ۾ ديوواڻيءَ جو پرچار زور وٺي. لاڙڪاڻي ۾ ڪجهه وقت هندي سيکارڻ لاءِ هڪ نائيٽ اسڪول کولرايائين. سنڌ ۾ هندي ڀاشا پرچار جي پهرين ڪانفرنس 1915ع ۾ ڪونيائين، جنهن جو سيڪريٽري پاڻ هو. انهيءَ ڪانفرنس جو اثرو ته اتر ٿيو جو ابر سنڌ ۾ هنڌ هنڌ هندي ۽ سنسڪرت جا اسڪول کلڻ لڳا. بنگني سد ڙي جد به گنهيئي

ڪم ڪيائين. ڏيتي ليتيءَ، ٻالپڻ ۽ ٻڍاپڻ ۾ شادين، ۽ مڇي ماني ۽ مڏرا جي برخلاف پرچار ڪرڻ لاءِ گهڻو ڪٽي لاڙڪاڻي، سکر ۽ شڪارپور جي گهٽين ۾ زوردار پرچار ڪيائين. سکر واري سڌار سڀا ۽ ٻين ڪيترين ڪانفرنسن جو سيڪريٽري ۽ پريزيڊنٽ هو.

اٺويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ وڪالت جو امتحان ڏيئي لاڙڪاڻي ۾ پنجٽيهه ورهيه وڪالت ڪيائين. حيدرآباد ۽ ٻين هندن جي ديوانن وانگر ميراثي پوشاڪ پائيندو هو ۽ عام طرح "ديوان پيسو مل" سڏبو هو. لاڙڪاڻي جي بار ايسوسيئيشن جو سيڪريٽري هو ۽ ڪجهه وقت پريزيڊنٽ به ٿي رهيو هو. وڪالت مان ايتري ته ڪمائي هيس، جو ڪيترا گهمرا جج ٿيڻ جي آڇ ٿيس ته به نه قبوليائين. چٽ جو لاڙو ڌرم ڏي هوس ۽ هٿ ڇو ڇوٽ هوندو هو. ڪيترين سفيد پوش وڌوائن کي ڳجهي پالهي مدد ڪندو هو. سندس ديهانت 1931ع ۾ ٿيو.

ديوان پيسو مل پنهنجي پٺيان پنج پٽ ڇڏيا: ڪنيا لال، لوڪرام، ڪرمچند، رامچند ۽ ماڌوداس. ڪنيا لال ڪراچيءَ ۾ ڪپهه جو واپار ۽ دلالي ڪندو آهي. ويدانت ۽ ساڌ سنگت جو گهڻو چاهه اٿس.

ڀائي لوڪرام ٻارهن ورهيه لائڊس بئنڪ ۾ نوڪري ڪئي ۽ پوءِ ڪراچيءَ ۾ "سنڌ اسٽيشنري مارٽ" نالي پنن ۽ اسٽيشنريءَ جو دڪان کوليائين جو ويڇهڙائيءَ ۾ سنڌ ۾ لڏ پلاڻ ٿيڻ سبب وڪٽي ڇڏيائين. ڇئن وزهن کان حيدرآباد اسٽيشن جي پويان "انڊس گلاس ورڪس" نالي سيشي جو وڏو ڪارخانو کوليو اٿس جنهن ۾ اٽڪل ڇهه سؤ ماڻهو ڪم ڪن ٿا ۽ 250 قسمن جون سيشي جون بوتلون ۽ گلاس مشين تي تيار ٿين ٿا. هن ڪارخاني جو مال نه رڳو سنڌ ۾، پر بمبئي، جوڌپور، اڌيپور، اجمير، ڪاٺياواڙ، گجرات، مدراس، دهلي، راولپنڊي، پشاور، ايران، افغانستان ۽ آفريڪا ڏانهن به وڃي ٿو، جا ڳالهه سنڌ لاءِ فخر جو باعث آهي. هن ڪارخاني جو ڪم به تحسين جوڳو ٿئي ٿو، جو ڪم جي سنڀال آزمودگار ڪن ٿا.

ديوان ڪرمچند انجنيري جو بي. اي امتحان ڏيئي سرڪاري نوڪري ۾ گهريو ۽ ڪوشش ۾ انجنيئر ٿي رهيو. اب ورهيه نوڪري ڪري ٿو.

1942ع ۾ نوڪري ڇڏيائين ۽ پنهنجي سالي سيٺ پياري لال وليچا سان پائيواريءَ ۾ ٺيڪيدار تي ڪم ڪري ٿو. حيدرآباد ۾ انڊس گلاس ورڪس ۾ پنهنجي ڀاءُ مسٽر لوڪرام سان به ڀائيوار آهي. ڪارخاني کي سڌارڻ ۽ وڌائڻ ۾ سندس گهڻو هٿ آهي. پنهنجي پتا وانگر هيءُ به پنگتي سڌاري جو گهڻو ڪوڏيو آهي. سندس شادي بنا ڏيتي ليتيءَ تي ۽ اٿين ٻين لاءِ چڱو مثال وڌو اٿس.

ديوان پيسومل جو چوٿون پٽ ڀائي رامچند مچارڪو ڌنڌو ڪندو آهي، ۽ پنجون مسٽر ماڌو داس بي. اي حيدرآباد جي انڊس گلاس ورڪس جو سيڪريٽري آهي.

## ڏيوناڻي:

نک "ڏڪٽي". هن آکهه وارا حيدرآباد جي ويجهو ٽنڊي حيدر ۾ رهن ٿا. سندن وڏو ڏاڏو ڏيونداس جنهن جي نالي پٺيان سڏجن ٿا تنهنجو پٽ پهلاجراءِ ۽ ان جو پٽ سيرومل هو. سندن نسل مان سيٺ شيوارام مکيه هو جو شروعات ۾ هڪ ننڍو زميندار هو. پنهنجي اولاد کي انگريزي وديا ڏنائين. اهي پوءِ واپار ۾ گهڙيا ۽ چڱا آسودا آهن. سندن ڪوٺيون شيوارام ريواچند جي نالي حيدرآباد، ماتلي، تلهار، ڪراچي ۽ بمبئيءَ ۾ آهن. حيدرآباد ۽ ماتليءَ ۾ ڪپهه ڪاٽڻ جون انجڻيون اٿن ۽ چانورن جي انجڻ تلهار ۾ اٿن. سيٺ شيوارام جو وڏو پٽ سيٺ چاچي مل آهي جنهن جو اولاد تعليم يافته آهي. سندس وڏو پٽ مسٽر چنديرام سول انجنيئرنگ جو گريجوئيٽ ۽ ماتلي ميونسپل ڪميٽيءَ جو چيئرمين آهي. سيٺ شيوارام جو ٻيو پٽ مسٽر سوڀراج بي. اي، ايل. ايل. بي آهي ۽ حيدرآباد ۾ وڪالت ڪندو آهي. ڪيترا ورهيه حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو ميمبر ٿي رهيو هو. ٽيون نمبر پٽ ڊاڪٽر چيلارام بمبئي جو ايل. سي پي. ايس آهي ۽ پنهنجي ڪراچيءَ جي ڪارخاني جو مئنيجر آهي. هيءُ انڊين سينٽرل ڪاٽن ڪاميٽيءَ ۽ نارٿ ويسٽرن ريلوي ائڊوائيزري ڪاميٽيءَ جو ميمبر آهي. هيءَ ڪراچي ڪاٽن ايسوسيئيشن جو وائيس پرزيڊنٽ ۽ انڊين مرچنٽس ايسوسيئيشن جو هڪ ورهيه پرزيڊنٽ پڻ هو.

سيٺ ربجهومل شيوارام سنڌ جنرس ايسوسيئيشن حيدرآباد جو سيڪريٽري ۽ سنڌ ڪاٽن ڪاميٽيءَ جو ميمبر آهي. حيدرآباد ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جو ٽي ورهيہ وائيس پريزيڊنٽ هو. ڏيوناڻي آکهہ وارا اڪثر زمنداري ڪندا آهن.

## رامچنداڻي- ا :

نک "درزي". ساڳيءَ نک وارا ٻالواڻي، رام رکياڻي ۽ هنگوراڻي آهن. انهن سڀني آکهين وارا اصل جيسلمير کان آيا هئا. ديوان رامچند جنهن جي نالي پٺيان هن آکهہ وارا سڏجن ٿا، سو ديوان ٿارومل جو پٽ ۽ ديوان هنگوريمل جو پوٽو هو، تنهن ڪري هنگوراڻي ۽ رامچنداڻي ساڳئي هڪ ٽڙ جون ٻہ شاخون آهن.

رامچنداڻي جيسلمير کان اول خدا آباد ۽ پوءِ ڳوٺ ڪاهي راهو تعلقي نوشهري فيروز ۾ وڃي رهيا، جتي هڪ کوهہ اڄ تائين سندن نالي پٺيان سڏجي ٿو. رامچنداڻي پوءِ ٽڙي پکڙي ويا. خيرپور مير صاحب واريءَ جي ويجهو ڳوٺ پرڳڙين ۾ رامچنداڻين جو محلو اڄ تائين مورجاڻي محلي جي لڳو لڳ آهي.

ديوان رامچ د پنهنجن سوٽن ديوان گوربخشراءِ ۽ ديوان املراءِ سان حيدرآباد ويو هو. ديوان املراءِ جي نسل مان مسٽر چيٺ سنگهہ نارائن سنگهہ ۽ ٻاٽس مسٽر دنگومل وڪيل آهن جي پاڻ کي "رامچنداڻي" سڏائين ٿا.

ديوان رامچند جڏهن ڪاهي راهوءَ ۾ رهندو هو، تڏهن حيدرآباد جي ملڪاڻين جا وڏا پيرين ۾ رهندا هئا. ديوان رامچند جو پٽ ديوان نئن سنگهہ ملڪاڻين مان پرڻيو هو. ديوان نئن سنگهہ جي پٽ ديوان صاحبراءِ کي ناناڻن (ملڪاڻين) پنهنجو گود جو پٽ ڪيو هو تنهن ڪري ديوان صاحبراءِ جو پٽ منشي اوتراءِ ۽ سندس نسل وارا پاڻ کي "ملڪاڻي" سڏائڻ لڳا. ديوان رامچند حيدرآباد ۾ ميرن وٽ وڃي نوڪري ڪئي تہ ملڪاڻي بہ ساڻس ويا جنهن ڪري حيدرآباد جي ملڪاڻي گهٽيءَ ۾ رامچنداڻين جا بہ گهر آهن. منجهائن ديوان جوهڙمل وڪيل ۽ ٻيا چڱو چڙهيا. هن خاندان مان مسٽر برمانند مسوارنہ هڪ چڱو سنڌي عالم هو. سندس جوڙيل سنڌي انگريزي

۽ انگريزي سنڌ ڊڪشنريون، گل ڦل ۽ ٻيا ڪي ڪتاب مشهور آهن. آڪٽوبر 1896ع ۾ "جوت" اخبار جاري ڪيائين جا اڄ تائين هلي اچي.

## رامچنداڻي 2:

هيءَ حيدرآباد جا ڀائيبند اصل سيوهڻ کان آيا هئا. سن 1785ع ڌاري ديوان فتح سنگهه تيج سنگهه ڀٽائي حيدرآباد جي ميرن وٽ نوڪري ۾ هو. تنهن ڪري سيوهڻ مان لڏي حيدرآباد جي خاتو بندن واري گهٽيءَ ۾ هميشه لاءِ وڃي رهيو. ڪاٺس پوءِ سندس ٻيا به ڪي عزيز سيوهڻ کان آيا ۽ حيدرآباد ۾ پنهنجو پاڙو ڌار ٻڌائون جو "سيوهاڻي پاڙو" سڏجي ٿو. هيءَ ڀائيبند به ان وقت آيا ۽ اڄ تائين سيوهاڻي پاڙي ۾ رهن ٿا.

ڀائي رامچند آئلمل جنهن جي نالي پٺيان هن آکهه وارا سڏجن ٿا. سو پهريون هندو هو جنهن حيدرآباد ۾ هندو سنڌي ۽ عربي سنڌي اسڪول کوليو ۽ تعليم کاتي وارن گرانٽ ڏني هيس. سندس پوٽو مسٽر ڀاونداس تلوڪچند حيدرآباد جي "ٻال سڌار" اسڪول جو مئنيجر آهي. حيدرآباد جو رامچند آئلمل اسڪول "ٻال سڌار" اسڪول جي هڪ شاخ آهي.

## رامرکياڻي:

نک "درزي". ساڳيءَ نک وارا ساهتي پرڳڻي جا ٻالواڻي، ٻختاڻي، کيرتاڻي ۽ هنگوراڻي، ۽ حيدرآباد جا رامچنداڻي ۽ ملڪاڻي آهن. انهن آکهين وارن سان گڏ هيءَ جيسلمير کان آيا هئا ۽ ورهين کان نوشهري فيروز ۾ رهن ٿا. سندن مکيه ڪرت ڌنڌو ڌاري ۽ زمينداري هئي. پوءِ ڪي پڙهي ٻيا، ته نوڪرين ۾ گهڙيا ۽ ڪن وڪالت ڪئي جهڙوڪ مسٽر پيسو مل ۽ ڀائس مسٽر تاراچند وڪيل، مسٽر گوبند رام (گوپي) سب جج، مسٽر پورومل چنديرام "هندو" اخبار وارو ۽ ٻيا.

## راءُ ڪنگهور:

هن نک وارا ڪيٽي بندر کان وٺي بدين تائين ، ڪڇ ، راجپوتانا ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن. سائنجي ٿو ته ڪڇ جي حاڪم "راءِ ڪنگهار" جو نالو پنهنجي نک تي رکيائون. جنهن جو اڳ ۾ ، ڦري "راءِ ڪنگهور" ٿيو آهي.

قديم زماني کان وٺي هن خاندان وارن جو مکيه شهر مغلبين تعلقي جاتيءَ طرف "رڙهي" نالي هئو، جتي جي شاهوڪارن جو هن ڪتاب جي منڍ ۾ اڳيئي ذڪر ڪيو ويو آهي. اهي اڳاتا سنڌ ورڪي ساموندي واپار ڪري ساڃا ٿيا هئا. شاهه جي رسالي جي سرسريراڳ ۽ سامونديءَ ۾ شايد هن تي وڻجارن جو ذڪر آهي. رڙهيءَ جي شهر کي پوءِ يا درياهه پاتو يا زلزلي زبون ڪيو، جنهن ڪري هن آکه وارن مان پوءِ ڪي جهوڪ شريف ۽ ٻين هنڌن وڃي رهيا ۽ اجا اُتي آهن اڪثر دال روٽي وارا آهن.

رڙهيءَ جا سيٺيون وڏا شاهوڪار ۽ سوما‌ڻ وارا هوندا هئا. سنڌن اڳوٺو اوچ ويو تنهن کان پوءِ به چون ته وقتي جي ڪين ڪنهن سوڙهي دريءَ مان لنگهڻو پوندو هو، ته ٻيا جيڪر مٿو نمائي لنگهن پر هيءَ مٿي نمائڻ ۾ پنهنجي گهٽتائي سمجهندا هئا. انهيءَ سبب هئڻ ڪندا هئا، جو دريءَ مان اول ٽنگون لنگهائي پوءِ پيٽ ۽ مٿو اونچو ڪري لنگهندا هئا.

رڙهيءَ جا سيٺيون شاهاڻي نموني هلندا هئا، ۽ سندن رڳي لوڏ لڪ لهندي هئي. هڪ پير مرد جي ڳالهه ٿا ڪن ته پنهنجيءَ آکه جي اڳوٺي اوچ جون ڳالهيون ڪٿي، ايتري قدر ته مست ٿي ويو، جو پنهنجي ٻانهن کي چيائين ته "توکي چيم، ته تون هاڻ نه لڏ. تون هاٿي چا تي ٿي ناز ڪرين؟ اسان جو اڳوٺو اوچ ويو، تنهن ڪري تنهنجو ٺلهو لڏڻ نٿو ٺهي". ائين چوندي پنهنجي ٻانهن وڍي ڇڏيائين!

هن خاندان وارا اڳي پنهنجن نالن اڳيان "راءِ" لفظ گڏيندا هئا. اڳوٺو اوچ وڃڻ ته اهو نموني بند ڪيائون. هاڻ پنهنجن نالن جي پٺيان نند، چند، مل، داس وغيره گڏيندا آهن.

## روپاڻي:

نک "ڇرا". هن آکه وارا نوابشاهه، ٽنڊي آدم ۽ ميرپورخاص ۾ آهن. اصل وڻل ڳوٺ چانهين تعلقي نوشهري فيروز جا آهن. سندن وڏو سيٺ روپچند ويڌومل ڳوٺ چانهيءَ ۾ هڪ هٽائي هو. کيس پنج پٽ هئا: منومل، سيرومل، ڄڳتراءِ، رام ڪرشن ۽ مليو مل. جن مان وڏي پٽ منومل جي نالي پٺيان چانهينءَ جو ڳوٺ "چانهين منو" سڏجي ٿو. روپاڻي آکه

وارن کي ڪپهه تاهڻ جون انجڻيون ۽ ڪپهه جا ڪارخانا ٽنڊي آدم، شهدادپور، نوابشاهه ۽ ٻين ۾ آهن. ڪراچيءَ ۾ پڻ ڪوٺيون اٿن. منجهائن سيٺ ڪشارام ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر، ڪراچي ڪاٽن ايسوسيئيشن جو ڊئريڪٽر ۽ نارٿ ويسٽرن ريلوي ائڊوائزري ڪاميٽيءَ جو ميمبر آهي. هن اکهه وارن مان کي زميندار آهن ۽ اڪثر سڀ آسودا ماڻهو آهن.

## ساگراڻي:

نک "چاٻڙيا". ساڳيءَ نک وارا شڪارپور جا ڇپملاڻي آهن، جن جو وڏو ڏاڏو ديوان ڇيتمل، ميرن جي صاحبيءَ ۾، شڪارپور جو گورنر هو (ڏسو ٻاگهو ڀيو، صفحو 200). انهيءَ نک وارا اڄ تائين پنجاب ۾ آهن، ۽ اروڙونسي سڏجن ٿا (ڏسو ٻاگهو ڀيو، صفحو 129، اروڙونسي). هيءَ لهاڻا، سري رامچندر جي پٽ "لو" جو اولاد، اصل مهاديو جا پوڄاري هئا؛ پر پنجاب ۾ ڪجھ وقت رهڻ ڪري ڳروءَ جا سک ٿيا. پنجاب ۾ سندن وڏا ديري غازي خان ۾ رهندا هئا. حيدرآباد جا ڇبلاڻي ۽ منگهو ملاڻي به اصل اتي رهندا هئا. جتان سن 1725ع ڌاري هيءُ سنڌ ۾ آيا.

ساگراڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان موالداس منوهرداس سن 1700ع ڌاري ديري غازيخان ۾ ڄائو هو. اتي ٽنڊن گر براهمڻ مسٽر خانچند ولد مسٽر سنيسو مل هو. ديوان منوالداس پارسيءَ جو چڱو ڄاڻو هو، جنهن ڪري ڪلهوڙن وٽ ديواني عهدي تي مقرر ٿيو هو ۽ دادوءَ طرف خدا آباد ۾ رهندو هو. ڪيس به پٽ ساگرمل ۽ ناگرمل هئا. جن جا پويان سندن نالن پٺيان "ساگراڻي" ۽ "ناگراڻي" سڏجن ٿا.

سگرمل جو جنم 1720ع ڌاري خدا آباد ۾ ٿيو هو، جتي ڪيس ھڪڙو پٽ ڌرمداس 1752ع ۾ ۽ ٻيو پٽ راجا رام 1754ع ۾ ڄاوا. سن 1759ع ۾ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي وقت ۾، ڪوسن خدا آباد ۾ ڦرلٽ ڪئي ۽ شهر کي باهه ڏنائون، ته ڀاڄڙ پيئي. پوءِ هالن جي نزديڪ نئون خدا آباد جو شهر بڌي سن ڪيترين اکهين سان گڏ هن اکهه وارا به اتي وڃي رهيا. نيي، خدا ... ڪي ... درياهه پاڻ لڳو. ... مسر فتح علي خان، جو

ڪلهوڙن کي شڪست ڏيئي سنڌ جو والي ٿيو هو، تنهن حيدرآباد جو شهر پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ڪيو. پوءِ خدا آباد ڏڪاٽجي ويئي ۽ اتي جا ڪيترا هندو حيدرآباد ۾ اچي رهيا ۽ قلعي ڪان وٺي چوٽڪي گهٽيءَ تائين پٽ والاريائون. ساگراڻي آکهہ وارا جنهن وقت حيدرآباد ۾ آيا. تنهن وقت هاٿوڪي مکڪي گهٽيءَ ۾ ڪي پائيبند اڳيئي اچي رهيا هئا (ڏسو "ڏامنواڻي). ان وقت هاٿوڪي مکڪي گهٽي، جي منهن وٽ پوليس جو ٿاڻو هو ۽ ان جي آسپاس اجا ڪيترو پٽ خالي پيو هو.

ديوان مولداس جي وقت ڪان وٺي هن آکهہ وارن جو سنڌ جي حاڪمن سان چڱو رستو هو، تنهن ڪري اهو ٿاڻي وارو پاسو ڪين مليو ۽ پنهنجو محلو جوڙايائون. ساگراڻين جي آکهہ مکيہ ۽ هلندي پڄنديءَ واري هئي، تنهن ڪري انهيءَ آکهہ جو وڏو سيٺ تاراچندا سيني پائيبندن جو مکي ٿيو. پوءِ عامل آيا جن چوٽڪي گهٽيءَ ڪان وٺي هاٿوڪي سري گهاٽ تائين پٽ والاريو. شروع ۾ عاملن کي ڪا ڌار پنچائت ڪانہ هئي، تنهن ڪري اهي بہ پائيبندن جي پنچائت سان گڏيل هئا ۽ سندن مکي ساڳيو سيٺ تاراچند ساگراڻي هو. تن ڏينهن ۾ ميونسپالٽيون ڪين هيون. تنهن ڪري حيدرآباد جي شهر جي صفائي، روشنائي وغيره جو ڪم سندس نظر ۽ هٿ هيٺ هوندو هو. ڪمي، ڪاسبي سپ ساڻس ٻڌل هوندا هئا. پٽ، پاڻي ۽ پانيڻ جا ٻنڌياڻ بہ وس ۾ هئس. ائين مکي تاراچند سڄي شهر جو مکي هو. پوءِ عاملن ڌار پنچائت ٺاهي، تہ بہ ساگراڻين جي مکپڻ جو سلسلو هلندو آيو ۽ اڄ تائين هلندو اچي، جنهن ڪري سندن گهٽي سندن نالي پنيان اڄ تائين "مکڪي گهٽي" سڏجي ٿي (ڏسو پاڱو پهريون، صفحو 89 ۽ 90).

اڄ تائين هن مکين جي آکهہ نہ رڳو حيدرآباد ۾، پر سڄيءَ سنڌ ۾ برک آهي، سندن سڱابندي اڪثر حيدرآباد جي وڏ گهراڻن عاملن سان آهي ۽ عاملن توڙي سنڌ جي سيني پائيبندن ۾ گهڻي عزت اٿن. پاڻ بہ "ديوان" بدران پاڻ کي فخر سان "مکي" ڪوٺائين ٿا ۽ پنهنجو اڳوڻو شان اڄ تائين رکندا پيا اچن.

## ساگراڻين جو سلسلو:

ساگرمل کي ٻه پٽ ڏرمداس (1752-1802ع) ۽ راجارام(1754-1786) هئا. ڏرمداس کي چار پٽ آسانند (آسنداس)، مجلسراءِ، تاراچند ۽ وليرام هئا. اهي چار ئي ڀائر، هالن طرف، نئين خدا آباد ۾ چاوا هئا. سندن آکهين جو سلسلو هيٺين، ريت آهي:

## (الف) آسانند جي آکھ:

آسانند ڏرمداس 1780ع ڌاري نئين خدا آباد ۾ ڄائو هو. سندس مائٽ جنهن وقت حيدرآباد جي مکڪي گهٽيءَ ۾ اچي رهيا، تنهن وقت پاڻ پنهنجن ڀائرن سان گڏ جنسن جو واپار ۽ صرافڪو ڌنڌو ڪندو هو. چارئي ڀائر گڏيل ڪٽنب جا ڀائي هوندا هئا. سندس ڀاڄائيءَ، مکي تاراچند جي ڌرمپتنيءَ چالاڻو ڪيو، ته سن 1835ع ۾ هيءُ سندس گورو ڪٽي گنگاجيءَ تي ويو هو، ۽ هردوار ۾ ڪنڀ جو ميلو ڏٺو هوائين. اها ڳالهه هردوار جي سنڌي ڌرمسالا جي پنڊي بدلداس بولچند جي چوپڙن مان معلوم ٿي آهي. ان وقت حيدرآباد مان ڪيترا ياتري پاڻ ۾ گڏجي، قافلو ڪري نڪتا هئا. سنڌونديءَ جي رستي ٻيڙين ۾ چڙهي ويا هئا، ۽ خشڪيءَ جو پنڌ ڏڳن جي گاڏين ۽ ڇڪڙن ۾ ڪيو هوائون، جنهن ڪري سفر ۾ ٽي چار مهينا لڳي ويا هئن.

مکي آسانند جو وهانءُ اُتمچندائين جي وڏي ڏاڏي ڀائي اُتمچند جي ڀيڻ سان ٿيو هو. کيس ٻه پٽ تلوڪچند ۽ بسنتراءِ هئا. ٻه نياڻون به هيس جن مان وڏي نياڻي منشي تخترام منشياڻي (آڏواڻي) سان پرڻي، جنهن جو اولاد هن وقت راءِ صاحب بولچند کيمچند آڏواڻي پبلڪ ورڪس ڊپارٽمينٽ وارو آهي. مکي آسانند جو ديهانت سن 1838ع ۾ ٿيو.

## (1) مکي تلوڪچند:

مکي تلوڪچند آسانند جو جنم 1810ع ڌاري ٿيو هو. پنهنجي پتا جي حالائي کان پوءِ پنهنجن چاچن کان ڌار ٿيو. 1854ع ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ

مکي بسنتراءِ کان بہ ڪاٺي پيئٽي توڙي ڏنڊيءَ ۾ ڏار ٿيو ۽ پنھنجي روءِ سوءِ ڏنڊو ڪرڻ لڳو. انھيءَ ھوندي بہ اھي سڀ مکين جي محلي ۾ ھڪ ٻئي جي پرسان رھندا ھئا. مکي تلوڪچند پھريائين پائي مولچند ڪرپالاڻي عاج واري جي ڀڦي پرڻيو. جنھن مان ٻہ پٽ مکي کيمچند ۽ مکي تيجومل ڄاوس. پوءِ مائيءَ جو من ڦري ويو تہ ٻيو گھر پرڻيو جنھن مان ڇھہ پٽ ٿيس. مکي تلوڪچند کي چار نياڻيون بہ ھيون، جن مان پھرين ديوان چنڊاسنگھہ شھاڻيءَ جي ڪٽنب ۾، بہ نياڻيون پنواڻين ۽ چوٿين منسڪاڻين ۾ پرڻايائين. سندس ديھانت سن 1870ع ڌاري ٿيو.

## (الف) مکي کيمچند تلوڪچند:

مکي تلوڪچند جو مربي پٽ مکي کيمچند سن 1831ع ۾ ڄائو ھو. پنھنجن سوٽن وانگر ڪوئي ڪارخانو ڪونہ ھوس. اڪثر دلالي ۽ آن جي سوداگري ڪندو ھو. کيس ڇھہ پٽ ھئا. ھڪ نياڻي بہ ھيس، جا عاملن (لالواڻين) ۾ پرڻايائين. سندس ديھانت 1901ع ۾ ٿيو.

## (1) مکي ھوتچند:

مکي کيمچند جو ھيءُ وڏو پٽ سن 1849ع ۾ ڄائو ھو. پھريائين سکر ۾ پنھنجي سوٽ مکي چاندومل وليرام جي ڪوٺيءَ تي ھوندو ھو. پوءِ اٽڪل پنجويھن ورھين جي ڄمار ۾ پائي وسئي مل آسومل جي فرم جي پاران سينگاپور ويو ۽ اتان جاوا ڏانھن بہ ويو جتي پنھنجو ڪارخانو وڌائين. پنھنجن ٻن پٽن نارائڻداس ۽ ٻگي مل کي بہ اتي گھرائي ڪم وڌايائين ۽ نيون ڪوٺيون کوليائين. ڪيترا ورھيہ ساندہ اتي رھيو ۽ ساچو ٿي پيو. پڇاڙيءَ جا ويھہ ورھيہ سنڌ ورڪ ڪونہ چڙھيو، ۽ حيدرآباد ۾ پنھنجي سوٽ مکي سکرامداس ھيرانند جي ڪوٺيءَ تي گھڻو وقت گذاريندو ھو، جو



مکي ھوتچند کيمچند

ساٿس چڱو رستو هو. مکي هوتچند نهايت خوش مزاج هو ۽ ڪاڌي پيتي جو به شوقين هو. منڍ کان ئي وٽي پنهنجن ڀائرن کان ڌار هوندو هو. سن 1900ع ۾ مکي ناراڻداس واري گهٽيءَ ۾ پنهنجي گهر جي جڳهه نئين جوڙايائين. سندس شادي ڀائي هوتچند گهنومل ميرپور ٻٺوري واري جي نياڻيءَ سان ٿي. سندس مکيه ڀائيوار ڀائي گهنومل جو پوٽو ڀائي مينگهراج ميوارام آهي. جنهن ڪارخانن جمائڻ ۾ گهڻي مدد ڪيس. کيس ٽي پٽ ڄاوا: ناراڻداس، بگومل ۽ کانچند.



مکي ناراڻداس هوتچند

## مکي ناراڻداس:

مکي هوتچند جو هيءُ وڏو پٽ 1869ع ڌاري ڄائو هو. گهڻو ڪري سڄي عمر ڄاوا طرف سنڌ ورڪي ٿي رهيو ۽ پنهنجن ڪارخانن کي چڱو زور وٺايائين. حيدرآباد ۾ ٿڪو گهڻو رهيو. تنڪا گهڻي واقفيت هئس. کيس هڪ نياڻي ۽ ٻه پٽ پيسومل ۽ واڌومل هئا. سندس ديهانت 1911ع ۾ ٿيو.

## مکي پيسومل:

مکي ناراڻداس جو هيءُ وڏو پٽ 1890ع ۾ ڄائو هو. اڃا ننڍڙو ئي هو، ته پٽس ڄاوا وٽي ويس. اُتي ڊچ ٻوليءَ ۾ تعليم ورتائين، تنهن ڪري ڊچ نئشنلٽي مليس ۽ "ولهيلم" (Wilhelm) جي نالي سان سڏيو هو. ڊچ ٻوليءَ ۾ قابل ٿي، پوءِ پنهنجي ڌنڌي ۾ گهڙيو: 1915ع ۾ پنهنجي ڪاڪي مکي بگيمل کان، بلڪ پنهنجي ننڍي ڀاءُ مکي واڌومل کان ڌار ٿيو ۽ کائن فارخطي لکائي ورتائين. سندن وراهپ جو فيصلو سندن سؤٽ مکي ڏيارام وشنداس ڪيو. سگهوئي يو.



مکي پيسومل ناراڻداس

1916ع ۾ گذاري ويو. سندس شادي ڪرپلاڻين مان ڀائي چيتمل ناروَمل جي نياڻيءَ سان ٿي هئي. هن مائيءَ کي فارخطيءَ مان جيڪو پئسو مليو تنهن مان ڪيترا هزار ڏيئي ڏيئلداس مولچند ڪلب ۾ پنهنجي پتيءَ جي پوتر يادگيريءَ ۾ ”ريڊنگ روم“ ٺهرائي اٿس.

## مکي واڌو مل:



مکي واڌومل نارائڻداس

مکي نارائڻداس جو هيءُ ٻيو پٽ 1897ع ۾ ڄائو هو. ننڍي ئي هوندي پنهنجي ڪاڪي مکي ٻگيمل سان گڏ ڪارخانا سنڀالڻ لڳو. سندس ڏاڏي مکي هوتچند کيمچند جي نالي هلندڙ جملي ڪارخانا سندس هٿ ۾ آهن. سندس ڪاڪو مکي ٻگومل گذاري ويو، تہ ان جي وصيت موجب ملڪيت جو وڏو حصو کيس مليو، جنهن ڪري هي هڪ وڏو شاهوڪار آهي. مکي ٻگي مل جي ملڪيت جو ٽرسٽي بہ پاڻ آهي. مکي ٻگومل ڪيترا لک دان ٻلي ڏيئي ويو آهي سي سڀ مکي واڌومل جي هٿان صرف ٿيٽا آهن. هيڏي ٻدارث وارو آهي تہ بہ نڪو گيرب نڪو گاءُ! سڀاءُ بہ لذيذ اٿس ۽ نهايت رلڻو ملڻو آهي. راءِ بهادر جو لقب مليل اٿس. سندس وواه 1915ع ۾ ڀائي چوهڙمل ڪلاچند اتمچندائي جي نياڻيءَ سان ٿيو. کيس ٻہ پٽ فتح چند ۽ هرگوبند آهي.

فتح چند جو جنم 1916ع ۾ ٿيو هو. انگريزي ڇهہ درجا پڙهي، ولايت ۾ پنهنجن ڪارخانن ڏي ويو. سن 1935ع ۾ ڀائي گاگنداس نيڄومل مهتائيءَ جي نياڻي پرڻيو، جنهن مان ٻہ پٽ هيرانند ۽ تاراچند اٿس.

## مکي ٻگومل:

مکي هوتچند جو ٻيو نمبر پٽ مکي ٻگومل سن 1878ع ۾ ڄائو هو. ننڍڙيئي پنهنجي ڀاءُ مکي نارائڻداس سان گڏ ڄاوا ۾ پنهنجن ڪارخانن جو



مکي بگومل هوتچند

ڪم هلائڻ لڳو. سن 1911ع ۾ مکي نارائڻداس گذاري ويو، تہ پنهنجي ڀائٽي مکي پيسومل سان گڏ ڪم ڪرڻ لڳو؛ پر پوءِ 1915ع ۾ ڪانئس ڌار ٿيو. سندس ڪارخانا "مکي هوتچند کيمچند" جيءَ نالي هلندا هئا، تن کي زور وٺائي، اهڙو ساڃو ٿيو، جو پنهنجي وقت ۾ مکي بگومل هڪ وڏن ۾ وڏو شاهوڪار ليکبو هو. 1920ع کان وٺي حيدرآباد ۾ گذارڻ لڳو. ڪيترا ورهيہ حيدرآباد جي پائيبند ڪلب جو پريزيڊنٽ ٿي رهيو. سياءُ جو مانيٽو ۽ ديرينو مڙس هو.

پنهنجي پتا وانگر پنهنجن سوٽن مکي هيرانند تاراچند وارن سان گهرو رستو رکندو ايو. سندس گهر مکي نارائڻداس واري گهٽيءَ ۾ هو. 1923ع ۾ گوڻي مئنن اسڪول جي پرسان هڪ عاليشان جاءِ جوڙائي اتي وڃي رهيو. مکي بگومل تي گهر پرٽيو هو؛ پر رڳو هڪ پٽ پوئين گهر مان ٿس، جو ننڍڙيئي گذاري ويو. سندس پوئين گهر واري شريمتي واڌي ٻائي 1932ع ۾ گذاري ويئي تنهنجي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ سندس نالي هڪ اسپتال حيدرآباد ۾ قلعي جي نزديڪ وچ بازار ۾ کولايائين، جنهن مان ڍهاڙي ٿي سؤ کن ماڻهو بنا پئسن دوا درمل وٺن ٿا. مارچ 1940ع ۾ اوچتو ئي ويٺي ويٺي دم ڏنائين. کو پٽ ڪونہ هوس، تنهن ڪري وصيت ڪريءَ ٿي لک رپيا پنهنجي نياڻي شريمتي جمنا ٻائيءَ کي ڏياريائين، چار پنج لک رپيا درمائو ڪمن بلي ڏنائي، باقي پيا ڪيترا لک پنهنجي ڀائٽي مکي واڌو مل کي ڏنائين، جو تورڙ تائين سائس گڏ ڏندو ڪندو هو. مکي بگومل ڪيترو ورهيہ بجلي ڪمپنيءَ جو ڊائريڪٽر هو. سندس نياڻي ڀائي ڪندنمل وٺد پيئي پربواچند واتومل مهتائيءَ جي ڌرميتني آهي.

مسٽر کيمچند جا ٻيا پٽ مکي ليکراج، لدارام ۽ ڀاونداس بنا اولاد گذاري ويا. باقي شوڪتراءِ کي هڪ پٽ جهمٽ مل ٿيو سو ٻڻ جوانيءَ ۾ ننڍ ڪري ويو ۽ انهيءَ جو ٻٽ رامچند آهي جو ترشندو ہي.

مکي ڪيمچند جو ٻچائيءَ جو پٽ شيوڪرام 1937ع ۾ گذاري ويو. ڪيس اولاد ڪونہ ٿيو، تنهن ڪري پنهنجي ڏهٽي نانڪرام کي گود جو پٽ ڪيو هئائين.

## مکي تيجومل تلوڪچند:

مکي ڪيمچند جو ڀاءُ ۽ مکي تلوڪچند جو ٻيو نمبر پٽ مکي تيجو مل 1834ع ۾ ڄائو هو. دلالي ڪندو هو. پئسي جو گهڻو زور ڪونہ هوس. سڄيءَ آکهہ مان رڳو اهو هو، جو توڙ تائين مکڪي گهٽيءَ ۾ مکين جي ويڙهي ۾ رهيو پيو هو. سندس ٻيا ڀائر اهو ويڙهو ڇڏي ٻين هنڌ وڃي رهيا هئا. شادي دادلائين مان ڪيائين جي ڪراچيءَ جا رهندڙ هئا. سندس ديهانت 1875ع ۾ ٿيو. ڪيس چار پٽ نهچلداس، آلومل، بگومل ۽ ڪندومل هئا، جن گهر کي چاڙهيو.

## مکي نهچلداس تيجومل:


مکي نهچلداس تيجومل

مکي نهچلداس جو جنم 1860ع ۾ ٿيو هو. اڃا پندرهن ورهين جي ڄمار جو هو، تہ سندس پتا چالاڻو ڪيو. سندس ڀائر ڪانئس بہ ننڍا هئا، ۽ ماءُ جيئري هين. پنهنجن مالي حالت سڌارڻ ۽ گهر کي چاڙهڻ لاءِ پهريون هيءُ قدم کنيائين جو پنهنجي سؤٽ مکي سکرامداس جي ڪوٺيءَ تي حساب ڪتاب رکڻ ۽ ٻيو ڪم ڪار سکي، پوءِ ڪولمبي ۾ مکي پريتمداس جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. پاڻ کي بلڪل ڪارائتو ثابت ڪيائين، تہ چڱو قدر ٿيس، ۽ سکي جيوت گذارڻ لڳو. سندس ڀائر بہ پوءِ سماڻا تہ مکي آلومل رنگون، مکي بگومل مالٽا ۽ ڪندو مل ڪولمبي ويا. ائين چارئي ڀائر روزگار کي وڃي لڳا ۽ گهر وڌيو چڙهندو.

مکي نهچلداس جو ڀاءُ مکي ٻگومل سورهن سترهن ورهين جو هو. تہ ـن سنڌ ورڪين سان گڏجي مالٽا ويو. اُتي ڪجهہ وقت رهيو تہ يقين ٿيس، تہ هتي جيڪڏهن پنهنجو ڪارخانو کولبو، تہ سيڪي ڪمائبو. سنڌ موٽي اچي، مري ڀاءُ مکي نهچلداس سان اها ڳالهہ ڪيائين. مکي ٻگومل سياءُ جو نهايت لذيذ ۽ ڏيرج وارو هو، تنهن ڪري سڀيئي پائر پائيندا هئس. مکي نهچلداس جا تہ منجهس پراڻ هوندا هئا. ويتر عقل وارو ۽ نهايت تيز فهم هو، جنهن ڪري هو سندس صلاح مصلحت کي وزن ڏيندو هو، پر پنهنجي ڪارخاني کولڻ لاءِ پئسو جام ڪيي. انهيءَ هوندي بہ سندس چوڻ مجي، پنهنجي سوٽ مکي سکرامداس کان پئسي جي مدد وٺي، مالٽا ۾ هڪ ڪارخانو وڏي پئماني تي ڪيڻ لاءِ پنهنجن پائرن آلومل ۽ ٻگي مل سان 1888ع ۾ گڏجي ويو. رڳو چوٿون ڀاءُ مکي ڪندو مل ڪجهہ وقت حيدرآباد ۾ رهيو، ۽ اُهو پوءِ ويو. جنهن رات مالٽا ۾ پهتا، تنهن رات ڪنهن هوٽل جي هڪڙيئي ڪمري ۾ هيءَ ٽيئي پائر سمهيا، تڏ گهٽي هئي. دريون دروازا بند ڪري ڪوئلن جي سکري ٻاري رکيائون. صبح جو ڏسن، تہ مکي ٻگومل گذر ڪري ويو هو! سندس پائرن جا ڇهہ ڇڇي پيا، جو جنهن آزمودگار ڀاءُ جي آسري آيا هئا، سو هئن پرديس ۾ اوچتو کين جدائيءَ جو داغ ڏيئي هليو ويو. هن ويهن ايڪيهن ورهين جي جوان جي اوچتي چالائي کان پوءِ هئن پائرن کي پاڻ تي ڀاڙڻو پيو. مالٽا ۾ پنهنجو ڪارخانو کوليائون. مکي نهچلداس کي "نهچومل" بہ سڏيندا هئا. پنهنجي ڪارخاني جو نالو ئي رکيائون "نهچامل برادرس" ۽ اتي جي "پرشن انڊين بازار" ۾ وڏي ڇاپ کولي ڏنڌو ڪرڻ لڳا. پئسيً ۾ زور ٿيا، تہ پنهنجي ڪارخاني کي هيڪاري وڌايائون. هڪڙي شاخ پورٽ سئيد ۽ ٻي ڪئرو (ايجپٽ) ۾ کوليائون. هيءَ ادم، اورچائي ۽ خوديا وري (Self-help) جو هڪ عمدو مثال آهي.

مکي نهچلداس جي چمڙي اهڙي صاف هوندي هئي جو جنهن وقت سوٽ بوٽ پائيندو هو. تنهن وقت جنسي گورو پيو پانئبو هو. شڪل بہ شاندار هيس، ۽ بدن ۾ ڳاڙهو ڳٽڪو هو. پوءِ سلهہ جا ارڪان سمجهائين. ـ مثل ڪارخانا پائرن کي ڏيئي 1902ع م ڏار ٿيو. ۽ حيدرآباد م وڃي رهيو

مکي نهچلداس اصل مکين جي ويڙهي ۾ پنهنجي ٻاڻي جا ۾ ...

سان گڏ رهندو هو؛ پر پوءِ پاسي ۾ پنهنجي ڌار جاءِ خريد ڪري، ۽ چڱي طرح جوڙائي، ان ۾ وڃي رهيو. ڀهريون گهرٻائي ايسرداس تلوسنگهه مهتاڻيءَ جي ڀيڻ پرڻيو، جنهن مان ٽي نياڻيون هيس. مان سندس وڏي نياڻي پرڻيس جي منهنجي ڀهرين گهرواري هئي، جنهن ڪري مکي نهچلداس منهنجو سهرو هو. پنهنجون ٻيون ٻه نياڻيون ٻه عاملن ۾ پرڻايائين. ڀهرين گهرواري گذاري ويس، ته ٻيو گهر اتمچندائين مان پرڻيو. ٻه پٽ ڄاوس؛ پر ٻئي ننڍڙيئي گذاري ويا. هن وقت سندس ڪوبه اولاد ڪونهي. سندس ديهانت سلهه سبب 1909ع ۾ ٿيو.

## (2) مکي آلومل تيجومل:



مکي آلومل تيجو مل

مکي تيجومل جو ٻيو نمبر پٽ مکي آلومل 1865ع ڌاري ڄائو هو. پنهنجي پتا جي چالاڻي وقت فقط ڏهن ورهين جو ڇوڪرو هو. ننڍڙيئي تيز فهم ۽ چالاڪ هو، ۽ پاڻ تي ڀاڙڻ جو انگ هوس. اڃا ڇڪرو هو، ته گهر کي چاڙهڻ ۽ پنهنجي جيوت سکي گذارڻ لاءِ، ڪنهن کي ٻه ٻڌائڻ کانسواءِ ڪن سنڌ ورڪين سان گڏجي رنگون ڏي هليو ويو! ڪم جو سچو هو، ۽ ايمانداريءَ سان هليو، ته ويو چڙهندو. سن 1888ع ۾ پنهنجن ڀائرن مکي نهچلداس ۽ مکي بگيمل سان گڏجي مالٽا ۾ پنهنجو ڪارخانو کولڻ ويو. مالٽا ۾ پهچڻ شرط مکي بگومل گذاري ويو، ته مکي نهچلداس ۽ پاڻ مالٽا ۾ ڪارخانو کوليائون. سندن ڀاءُ مکي ڪندو مل ٻه پوءِ وٽن ويو. پوءِ ٽيئي ڀائر يڪمشت ٿي ڪارخاني کي زور وٺائڻ لڳا؛ ۽ ايتري قدر سوڀارا ٿيا، جو پنهنجي ڪارخاني جي هڪ شاخ پورٽ سعيد ۾ ۽ ٻي ڪئرو (ايجپٽ) ۾ کوليائون. اهي ٻه نوان ڪارخانا "اي. نهچامل" (آلومل ۽ نهچامل) جي نالي سڏبا هئا. ۽ اهي مکي آلومل سنڀاليندو هو. مکيه نهچلداس پنهنجي تندرستي سڪ نه سمجهي، نه مٿل ڪارخانا ڀائرن کي ڏنئي. 1902ع م خ...

وچي رهيو، ۽ ٻائرن کان ڌار ٿيو. مالٽا وارو ڪارخانو مکي ڪنديمل ڪنيون، ۽ پورٽ سئڊ ۾ ڪئري وارا ڪارخانا مکي آلومل سنڀاليندو رهيو. ڪئري واري ڪارخاني ۾ پنهنجو سؤٽ مکي ڪسومل سوڀراج مقرر ڪيو هوائون، جو چڱي مدد ڏيندو هون. مکي ڪسومل پوءِ خارتوم (سوڊان) ۾ پنهنجو ڪارخانو وڃي کوليو.

سن 1901ع ۾ مکي آلومل، ڪئري ۾، هڪ يوروپي ڇوڪري مس ڪئني گرائيمس سان پرڻيو، جيتوڻيڪ حيدرآباد ۾ پنهنجي ڀرين گهر واري اڃا جيئري هيس. هن نئين شادي ڪرڻ کان پوءِ ڪئري وارو ڪم بند ڪري، پورٽ سئڊ ۾ وڃي رهيو، ۽ پنهنجي ڪارخاني کي اهڙو زور وٺايائين، جو سڀني ڀائرن کان پئسي ۾ وڌيڪ زور ٿيو. انهي ڪارخاني کي زور وٺائڻ ۾ سندس يوروپي گهر واريءَ به مدد ڪيس. ڪمائي ڏينهون پوءِ جام ٿيس، تہ پاڻ کي وڌيڪ سکي رکڻ لاءِ لنڊن ۾ وڃي رهيو، جتي پنهنجو زر خريد بنگلو هوس. پوءِ تہ گهڻو وقت لنڊن ۾ وڏن شاهوڪارن وانگو گذارڻ لڳو. هٿ جو بہ ڏاڍو سخي هو، تنهن ڪري وڏيءَ دل سان دان پڃ ڪندو هو. سن 1913ع ۾ "ڪئنسر" ٿيس ۽ ڇپ وٺجي ويس. لنڊن ۾ جيڪي بہ علاج ڪرڻا هئس، سي ڪري ڏٺئو پر فائدو ڪونہ ٿيو. پوءِ پنهنجي وطن (حيدرآباد) ورڻ جو ارادو ڪيائين. واٽ تي پاڻ کي گهڻو هلاڪ سمجهائين، تہ پورٽ سئڊ ۾ پنهنجي ڪارخاني ۾ آرام وٺڻ لاءِ لهي پيو. سندس بيماريءَ جي خبر سندس گهر جي ڀاتين کي حيدرآباد ۾ پيئي، تہ سندس سؤٽ مکي چوئٿرام ڏنراجمل لنڊن مان ڪيس وٺي اچڻ لاءِ هندستان مان روانو ٿيو؛ پر پاڻ اڳيئي پورٽ سئڊ ۾ وڃي پهتو هو، ۽ سؤٽس بہ اُتي گڏيس. بيماري پوءِ زور وٺي ويس ۽ ٽن چئن ڏينهن ۾ گذر ڪري ويو. پورٽ سئڊ ۾ ڪيس سمنڊ جي ڪناري تي لڪڙا ڏنائون. پورٽ سئڊ ۾ اڳي ڪڏهن بہ ڪنهن کي چکيا ڪانہ ڏني ويئي هئي، سو حشام ماڻهن جا سمنڊ جي ڪناري وٽ وچي مڙيا مکي آلومل جو پورٽ سئڊ وارو ڪارخانو برک لڪيبو هو، ۽ هيءُ وڏيءَ هلنديءَ وارو ۽ رلڻو ملڻو هو ۽ سڀني سان رس رهايو هوائين، تنهنڪري سڀ سرڪاري عملدار ۽ پورٽ سئڊ جا ڀيا بزرگ سندس ڪانيءَ سان سر ويا هئا.

مکي آلومل جو پنهنجن سؤٽن مکي هيرانند تاراچند وارن سان گهٽو رستو هو ۽ ڏي وٺ جو رستو بہ هون. مکي منگهارام گروڏنومل ۽ مکي چوٿرام لنڊن ۾ پڙهڻ ويا هئا، تہ وٽس وڃي رهيا هئا. پلڻ ۽ سندس مڏم ڪٽني هنن ٻنهي ڇٽن کي پنهنجي آنڍي ڄائي اولاد جهڙو سمجهي سندن خاطري ڪندي هئي. اٿين هنن سؤٽن جو هڪٻئي سان رستو هيڪاري وڌيو. مکي آلومل جي بيماريءَ وقت سندس سؤٽ مکي چوٿرام سائس پورٽ سئڊ ۾ وڃي گڏيو تہ پنهنجي چالاڪي کان هڪ ڏينهن اڳي پنهنجو پورٽ سئڊ وارو سمورو ڪارخانو کيس، مکي هيرانند تاراچند جي ڪوٺيءَ جي پاران، روڪڙن پئسن تي وڪڻي ڇڏيائين. ساڳئي وقت وصيت بہ ڪيائين، جنهن موجب لنڊن واري سموري ملڪيت ۽ ڪيتري جواهرات پنهنجيءَ مڏم ڪٽنيءَ کي ڏنائين. ڪيترا هزار ڊرم بلي ڊار ڪرايائين، باقي حيدرآباد واري ملڪيت، ۽ پيو پئسو ۽ زر زيور پنهنجي حيدرآباد واري زال کي ڏياريائين. سندس مڏم ڪٽني سن 1923ع ۾ لنڊن ۾ گذر ڪري ويئي. سندس حيدرآباد واري گهر واري اڃا حيات آهي. پٽ ڪونہ اٿس. هڪ نياڻي پرٽيل اٿس ۽ اها سندس وارثياڻي آهي. مکي آلومل جيڪي پئسا ڊرم بلي ڊار ڪرايا، تن مان حيدرآباد واري مسائي تي سترهن هزار کن رپيا خرچي وڏو ڇاپرو جوڙايو اٿن ۽ اها حقيقت سندس نالي سان گڏ حيدرآباد جي مسائي ۾ هڪ بورڊ تي لکيل آهي. مکي آلومل جو ٽرسٽي ڪيترا ورهيہ مکي هرڪشنداس گروڏنومل هو پر پوءِ هن صاحب ٽرسٽ ڦيرائي مکي آلومل جي گهر واريءَ جي نالي ڪيو.

## (3) مکي ٻگومل تيجومل:

مکي تيجومل جو ٽيون نمبر پٽ مکي ٻگو مل 1868ع ۾ ڄائو هو 1888ع ۾ مالٽا ۾ گذر ڪري ويو. جنهن ڳالهہ جو ذڪر سندس ڀاءُ مکي نهچلداس جي احوال سان گڏ اڳيئي ڪيو ويو آهي. سندس ڌرمپتني پوءِ بہ ڪيترا ورهيہ جيئري هئي، ۽ 1926ع ۾ چالاڻو ڪيائين. کين ڪوبہ اولاد ڪونہ هو.

## (4) ڪنڊومل تيجومل:

مکي تيجومل جو هيءُ چوٿون ۽ پوئيون پٽ 1870ع ۾ ڄائو هو. پائرن سان گهڻو وقت مالٽا ۾ گڏ رهيو. اهو ڪارخانو ورهاڱي ۾ پوءِ ڪيس مليو، پر سگهوئي پوءِ 1908ع ۾ چالاٽو ٿيس. سندس ڏرمپتني اڃا حيات آهي. ڪيس ٽي نياٽيون ڄايون، جي پرڻيل آهن. ڇٽني پائرن مان ڪنهن کي به پٽ ڪونهي، جنهن ڪري مکي تيجومل جي آکهه جو سلسلوئي بند ٿي ويو آهي.

## (ب) مکي ڏيئومل تلوڪچند:

مکي تلوڪچند جو ٽيون نمبر پٽ (مکي ڪيمچند جو ڀاءُ) مکي ڏيئو مل هو، جنهن جو جنم 1843ع، انگريزن جي صاحبي سنڌ ۾ شروع ٿيڻ وقت ٿيو هو. ڪجهه وقت جاوا ۽ سينگاپور ۾ رهيو؛ پر پوءِ جلدئي حيدرآباد ۾ گذر ڪري ويو. سندن هڪڙوئي پٽ مکي دلومل عرف خوشحالداس هو، جو پڻ جاوا ۽ سينگارپور ۾ رهندو هو. هي ڪارخانا پوءِ گهڻو نه هليا، تہ پائي ايسرداس آسٽريليا واري جي پاران پينگانگ جي ڀهراڙيءَ ۾ رهندو هو. سن 1938ع ۾ گذاري ويو. کيس ڪوبہ اولاد ڪونهي.

## (پ) مکي ڪوڏومل تلوڪچند:

مکي ڪيمچند جو ڀاءُ ۽ مکي تلوڪچند جو چوٿون نمبر پٽ مکي ڪوڏو مل (1844-1908ع) پنهنجن ٽن ڀائرن سان گڏ جاوا ۾ ڪارخانن تي هو. پائرن جي چالاٽي ڪان پوءِ پاڻ يڪي سر ڪارخاني کي زور وٺائي نہ سگهيو، جنهن ڪري ڪم گهٽجي ويس. ڪيس ٽي پٽ هاسومل، خانچند ۽ هيمنداس آهن جي سنڌ ورڪي آهن.

## (ت) مکي آسن مل تلوڪچند:

مکي تلوڪچند جو پنجون نمبر پٽ مکي آسن مل 1847ع ۾ ڄائو هو. جاڙو ڄاول هو، تنهن ڪري جاڙومل وڏو سڏبو هو. ڪجھ وقت جاوا ۽

سينگاپور ۾ سندس ڪارخانا هئا، جي پڇريائين زور هئا. پوءِ ڪم گهٽيس ته سينگاپور ۾ پائي وسئي مل وارن وٽ مهمان ٿي وڃي رهيو. پر سنڌ ڏي اچڻ جي نه ٿي ڪيائين. پڇاڙيءَ جا پنج ست ورهيه حيدرآباد ۾ اچي رهيو. 1924ع ۾ گذاري ويو. ڪيس ٻه پٽ ليلارام ۽ ڏرمداس آهن. مکي ليلارام (جنم 1889ع) ڪي جاوا ۾ پنهنجو ڪارخانو هو ۽ سگهرو ئي اوڏهين رهندو هو. لڙائيءَ جي وقت سال 1945ع ۾ گذاري ويو. پاڻس ڏرمداس حيات آهي.

## (ٿ) مکي آسڪرنداس تلوڪچند (1849-1880ع):

مکي تلوڪچند جو هيءُ ڇهون نمبر پٽ جاڙو ڄائو هو، تنهن ڪري جاڙو مل (ننڍو) سڏبو هو. ستون نمبر پٽ مکي گنوپالداس (ديهانت 1880ع) ۽ انون نمبر مکي مينارام هو، جو 1856ع ۾ ڄائو هو ۽ 1881ع ۾ گذاري ويو. هنن ٽنهين ڀائرن ڪي جاوا ۽ ملائي ۾ ڪارخانا هئا. مکي آسڪرنداس ۽ مکي مينارام گذاري ويا، ته سندن ڪارخانا ويهي ويا، جو مکي آسڪرنداس جا پٽ ٽوپٽداس ۽ ويرومل انوقت ننڍا هئا. مکي ٽوپٽداس وڏو ٿيو، ته پائي وسئي مل آسومل جي فرم ۾ وڃي ڪم ڪيائين. ڪجهه وقت سائن ڀائيوار به ٿي رهيو. سن 1926ع ۾ صفائي ڪري بئنڪاڪ (سيام) ۾ پنهنجو ڪارخانو کوليائين، پر گهٽو نه هليس، ۽ اوڏهين گذر ڪري ويو. سندس پٽ نارائنداس آهي.

مکي ويرومل جو ڪم پڻ جاوا ۾ هو سو ڪيترن ورهين کان بند ڪري اچي حيدرآباد رهيو آهي. ساڻ ٻڌي اٿس تنهن ڪري دنيا جي ڪٽراڳ ۾ ڪونه پوي.

## مکي بسنتراءِ آسانند:

مکي آسانند جو پيو نمبر پٽ مکي بسنتراءِ 1826ع ۾ ڄائو هو. پنهنجي وڏي ڀاءُ مکي تلوڪچند کان ڌار ٿي، پنهنجي ڪوٺي ڪڍيائين. نهايت حشمت وارو، ڦڙت ۽ چالاڪ هو، ۽ ڏنڊي مان ساڃو ٿي پيو هو. ٻنگتي سڏاري جو ڪانڪي هو، تنهن ڪري پنهنجي سوٽ مکي هيرانند ناراچند سان پنچائتي ۽ پنگتي ڳالهين ۾ ٻانهن ٻيلي ٿي بيهندو هو. شهر جي

ڀهبوديءَ جو ٻه اونو هوندو هوس، ۽ پوليس جي ڪمن توڙي سياسي ڳالهين ۾ ڀهرو وٺندو هو، جنهنڪري ڪيس گهڻا سجائندا هئا. اتمچندائين جو وڏو ڏاڏو ڀائي اُتمچند سندس مامو هو، ۽ اهو ٻه مشهور ماڻهو هو. سرڪار جي معرفت مکين جو پهريون فوٽو نڪتو هو، سو موجود آهي. ان ۾ مکي هيرانند ۽ ڀائي اُتمچند وينل آهن ۽ سندن وچ ۾ مکي بسنتراءِ ويٺل آهي.. هو ٻه گهر پرٿيو هو جن مان ست نياڻيون هيس، پهريون ٻه نياڻيون ملڪاڻين ۾، ٽين نياڻي راءِ بهادر ديوان هرومل جهانگياڻي انجنيئر سان ۽ چوٿين ديوان لالچند نانڪرام آڏواڻي انجنيئر سان پرڻايائين، جا حيدرآباد جي مکياڻي هئي، تنهن ڪري عام طرح "وشن مکياڻي" سڏبي هئي. (سڏو ڀاڱو پهريون، صفحو 99) ٻيون ٽي نياڻيون ٻه عاملن ۾ پرڻايائين.

مکي بسنتراءِ جو ديهانت 1875ع ڌاري ٿيو. پٽ ڪونه هوس، تنهن ڪري سن 1890ع ۾ سندس گهرواريءَ پنهنجو ڏوهٽو مسٽر بڪسراءِ جڳتراءِ ملڪاڻي پنهنجو گود جو پٽ ٿي ڪيو، جو مکي بسنتراءِ جي چالاڻي کان چار ورهيه پوءِ ڄائو هو. انهيءَ تان ٻين مکين سخت اعتراض ورتو. سندن چوڻ هو، ته بڪسراءِ کي مکين جي دفعي ۾ تڏهن ليکينداسين جڏهن عاملن وارو بوٽ سوٽ لاهي اسان مکين جهڙي پوشاڪ پهريندو، ۽ اسان وانگر ڪونهي ڪڏي مکي بسنتراءِ جو نالو قائم ڪندو. بڪسراءِ جي ماٽن اها ڳالهه نه قبولي، ته اها ردبدل گهڻو وقت پئي هلي. انهيءَ هوندي ٻه نانيءَ پاڻوت مکين جي محلي ۾ رهايس ۽ پنهنجو وارث ڪيائينس. مسٽر بڪسراءِ کي پنهنجي پيءُ جي ملڪيت ۽ جايون جڳهون گهڻيئي مليون، جن جي چڱي مسواڙ ملندي هيس. پوءِ اهي نيڪال ڪري نوابشاهه ۽ ميرپور ۾ زرعي زمينون ورتائين. ناناڻي ملڪيت مليس ته ناناڻي گهر واري جاءِ ٻه 1914ع ۾ نيڪال ڪري ڇڏيائين. ٻيو ڪو ڏٺو ڌاري ڪونه هوس. ڏاسوائين مان پرٿيو هو ۽ 1936ع ۾ گذاري ويو. ڪيس ٽي پٽ هئا. جن مان وڏو گذاري ويو آهي، نمبر2 رامچند ڪراچي ڪاليج ۾ سائنس جو ڊمانسٽريٽر آهي ۽ ٽيون حشمتراءِ ڏنڌو ڪندو آهي.

مٿيون سمورو ذڪر مکي ڌرمداس ساگرمل جي پهرين پٽ مکي آسانند جي آکه جو آهي.

## (ب) مکي مجلسراءِ جي آکهہ:

مکي ڏرمداس جو ٻيو نمبر پٽ مکي مجلسراءِ 1785ع ۾ ڄائو هو ۽ 1840ع ۾ گذر ڪري ويو. سندس پٽ مکي ورندمل (1800-1871ع) کي اولاد ڪونہ هو، تنهن ڪري پنهنجي ساهري پهر مان سوڀراج کي پنهنجو ڌرم جو پٽ ڪيائين. جو اول ڪپڙي جو واپاري هو ۽ پوءِ سنڌ ورڪ ۾ رنگون پاسي ويو. پوءِ پٽ ساماٽس تہ وڏيڪ ڪم ڪونہ ڪيائين. سن 1916ع ۾ مکڪي گهٽيءَ واري چاءِ ڇڏي، پراڻي ٽپال واري رستي تي وڃي رهيو. ڀائي بلومل ڏرمداس، جو پهريون سنڌ ورڪي چوڻ ۾ اچي ٿو، تنهنجي نياڻي پرٽيو هو. سندس جنم 1840ع ۾ ٿيو هو ۽ نوي ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو. ڪيس تي نياٽيون ۽ ست پٽ هئا. سندس وڏو پٽ پرتابراءِ (1863-1938ع) هو، جو ڪيترا ورهيہ مانجهو تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هيڊ ماستر هو ۽ پيچاڙيءَ جا ويهہ پاويهہ ورهيہ پينشن تي هو. 1938ع ۾ بئنڪ مان پينشن وٺي، ٽانگي ۾ ٿي چڙهيو، تہ ڪري پيو ۽ اتيئي دم ڏنائين.

مکي سوڀراج جو ٻيو نمبر پٽ خوشيرام (1869-1914ع) ۽ ٽيون نمبر ڪسومل (1874-1918ع) هو. مکي ڪسومل پهريائين پنهنجي سوٽ مکي نهچلداس تيجومل وٽ ڪئري (ايجپٽ) ۾ هو، ۽ پوءِ پنهنجو ڪارخانو خارتوم (سوڊان) ۾ وڌائين جو سندس ناني پٽيان "ڪي. ڊي. سوڀامل (D.D.Sobhamal) سڏبو هو. سندس آکهہ وارن مان گهڻا انهيءَ خارتوم واري ڪارخاني ۾ ڪم ڪندا هئا. پوءِ اهو گڏيل ڪارخانو ڪٽي ڇڏيائون. ڪسومل جو ديهانت خارتوم ۾ ٿيو هو. سندس ڀاءُ مکي خانچند هن وقت سوڊان ۾ پنهنجي خلاصي ڪم تي آهي.

## (پ) مکي تاراچند جي آکهہ:

مکي ڏرمداس ساگرمل جو ٽيون نمبر پٽ مکي تاراچند 1787ع ۾ هالن طرف نئين خدا آباد ۾ ڄائو هو. مکي ڏرمداس 1802ع ۾ گذاري ويو، تنهن کان پوءِ سندس وڏا پٽ مکي آسانند ۽ مکي مجلسراءِ ڪاٺي ٻيٽيءَ

توڙي ڏنڌي ڏاريءَ ۾ ڏار ٿيا، باقي سنڌس ۾ ننڍڙا پٽ مکي تاراچند ۽ مکي وليرام گڏ رهيا.

مکي تاراچند نهايت ڦڙت ۽ چالاڪ هو، ۽ ڏنڌي ڏاريءَ جو ڏينگ به چڱو هوس، جنهن ڪري سگهوئي پنهنجن وڏن ڀائرن کان به وڌيڪ ساچو ٿيو. هيءُ بيٺل ۽ برجستو مڙس نهايت ننگائتو هو. شهر ۾ آبرو جهجهي هيس، ويتر پنگتي سڏاري جو ڪوڙيو هو، تنهن ڪري ڀائيبندن ديڙ ڪري، پنهنجو مکي مقرر ڪيس. پوءِ خدا آباد ۽ بين هنڌان ڪيترا عامل حيدرآباد ۾ اچي رهيا. ان وقت عاملن کي پنهنجي-ڪا ڏار پنچائت ڪانه هئي، تنهن ڪري سنڌن مکي به ڪجهه وقت پاڻ هو. ڪانئس پوءِ سنڌس پويان پيڙهيءَ به پيڙهيءَ مکي ٿيندا آيا، ۽ ائين موروثي مکپڻ جو سلسلو هليو ۽ سنڌن گهٽي "مکڪي گهٽي" ڪونجڻ ۾ آئي. (ڏسو پاڱو پهريون، صفحو 89 ۽ 90)

مکي تاراچند کي حيدرآباد ۾ پنهنجي ڪوٺي هوندي هئي، ۽ پوءِ ننگر ٺٽي ۾ به ڪوٺي ڪوليائين، جنهن ڪري اوڏهين گهڻو ويندو هو. ٺٽي جي شهر کان ڪوهه کن پري، هڪ وڏي دربار آهي، جا "راجا گهاٽ دربار ننگر ٺٽو" جي نالي سان مشهور آهي. انهيءَ دربار جو بنياد پنجاب جي ڀائي بالڪرام وڌو، جنهن ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي پڇاڙيءَ ۾ پنجاب کان سنڌ ۾ اچي، ننگر ٺٽي جي ٻاهران ڌوٺي دکائي، جتي پوءِ اها دربار ٺهي.

مکي تاراچند جي وقت ۾ ٺي اها دربار مشهور هوئي هئي تنهن ڪري جهجهيءَ سڪ ۽ سرڌا سان اتي ويندو هو. ان وقت جي گادي نشين ڀائي سنتوڪداس کي چيائين: ته آسيس ڪريو ته پتر سنتان ٿئيم. ڀائي صاحب چيس، ته توکي پٽ ڄمندو ۽ ان جو نالو "هيرو" رکج، ۽ اهو سچو پچو هيرو ٿي سامائبو. مکي هيرانند جو جنم ائين ٿيو. اڄ تائين سنڌس پويان انهيءَ دربار ۾ گهڻو ويندا آهن.

مکي تاراچند جي وقت ۾ سنڌس سوٽن، ڪراچيءَ جي پوجوائي سيٺين ۽ ڪن بين سنڌي ماڻهن جون لکپت ۾ ڪوٺيون هونديون هيون، جو ان وقت اهو هڪ وڏي واپار جو هنڌ هو. سن 1843ع ۾ انگريزن ۽ ميرن جي وچ ۾ لڙائي لڳڻ جا هل پيا، ته سنڌ ۾ ڀاڄڙ پيئي. مکي تاراچند پنهنجي ۽ پنهنجن ڀائرن جي گهر جي ڀاتين کي لکپت ڏانهن روانو ڪيو. ڪي هندو

اچا حيدرآباد ۾ رهيا پيا هئا، ۽ پاڻ شهر جو مکي هو، تنهن ڪري پاڻ بہ حيدرآباد ۾ رهيو پيو هو. مياڻي واري لڙائيءَ ۾ ميرن جي هار ٿي، تہ سر چارلس نيپئر 19 فيبروري 1843ع جي حيدرآباد جو شهر وچي هٿ ڪيو. ان وقت ڪيترن ائين سمجهيو تہ هاڻ انگريزن جو لشڪر حيدرآباد جي شهر ۾ ڪاهي پوندو ۽ ڦرلٽ ٿيندي. شهر ۾ هراس پيدا ٿيو ۽ هٽ تاڙ ٿي. مکي تاراچند چار پنج پاڻ سان وٺي سرچارلس نيپئر وٽ ويو ۽ چيائينس تہ توهان کي پنهنجي لشڪر لاءِ جيڪو سيڌو سامان کپندو سو اسين توهان کي اتي پهچائينداسين، پر توهان جي لشڪر مان ڪو شهر ۾ نہ اچي. سرچارلس نيپئر اها ڳالهہ قبول ڪئي. مکي تاراچند پوءِ شهر جا دڪان کولائي، جيڪو سامان سرو لشڪر لاءِ کپندو هو، سو موڪليائين، ۽ دڪاندارن کي عيوضو پنچائتي ڳوٿريءَ مان ڏياريائين. ائين سک سان رهجي آئي.

سر چارلس نيپئر پوءِ گدو بندر ۾، درياهہ جي ڪناري وٽ دربار ڪئي، ۽ مکي تاراچند جي شڪر ادائي ڪيائين، جنهن شهر کي ڦرلٽ کان بچائڻ جي ارادي سان ڪيترو سيڌو سامان لشڪر لاءِ موڪليو هو. انهيءَ موقعي جي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ اهو دربار وارو پٽ مکي تاراچند کي امداد ڪيائين، جو اڄ تائين "مکين جي ڪري" سڏبو آهي. مکي منگهارام گرڌنومل کان معلوم ٿيو اٿم تہ انهي دربار جو سربستو احوال اڄ سوڌو لنڊن جي انڊيا آفيس جي ريڪارڊ روم ۾ موجود آهي.

سنڌ جي ميرن بہ لک رپيا ڪورا شهر جي ماڻهن کان اڌار ورتا هئا، سي سر چارلس نيپئر کان مکي تاراچند گهريا. سر چارلس چيو، تہ اسان کي ميرن جو ڪو خزانو هٿ آيو ئي ڪونهي جو اسين سندن قرض جي ادائي ڪريون. مکي تاراچند کي جاگير ڏيڻي ڪيائين. ماڻهن کي پنهنجا پئسا موٽي نہ مليا، تہ شهر ۾ رنج پيدا ٿيو، ۽ انهي ڪري مکي تاراچند ڪا خلاصي جاگير پنهنجي لاءِ وٺڻ نہ قبولي.

سر چارلس نيپئر جي ڏينهن ۾ ميونسپالٽيون ڪين هيون، تنهن ڪري 1846ع ۾ "حفظ صحت جا بورڊ" (Boards of Conservancy) برپا ڪيا هوائين. سي بہ رڳو ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾. ٻين شهرن ۽ ڳوٺن ۾ صفائي،

روشنائي وغيره جو بندوبست. قديم رواج پٽاندر پنچائتون ڪنديون هيون. بورڊن جا ميمبر سرڪاري عملدار ۽ ٻيا سرڪار جا تاقيل هوندا هئا. حيدرآباد ۾ پاڻيبندن مان مکي تاراچند ۽ عاملن مان ساڌو نولراءِ ۽ هيرانند جو ڏاڏو ديوان ننديرام هردا رام. آڏواڻي ۽ منشي آوتراءِ ملڪاڻي سرڪار جا تاقيل هئا، ۽ اهي ٽئي عاملن جا ٻهريان مکي هئا. (ڏسو پاڱو پهريون، صفحو 91).

حيدرآباد جي پنچائت کي اها بہ اختيار هئي، تہ جيڪو اُن ڀاڱران ايندو هو، تنهن تي ڪجهہ محصول اڳاڙي، شهر جي حفظ صحت بلي خرچيندي هئي. انهي محصول اڳاڙڻ جو بار مکي تاراچند کنيون. پاڻ پڏي رقم اڳوات ڏيندو هو، تہ حفظ صحت بلي خرچ ڪرڻ سولو ٿئي، ۽ پوءِ محصول پاڻ پيو اڳاڙيندو هو.

مکي تاراچند اٽڪل ستهٺ ورهين جي ڄمار ۾ سن 1854ع ڏاري گذاري ويو. پوين ڏينهن ۾ سندس ڪاروبار اڪثر سندس پٽ هيرانند هلائيندو هو.

## مکي هيرانند:

مکي تاراچند کي هڪڙو ئي پٽ مکي هيرانند هو، جنهن بابت چون ٿا تہ ننگر نئي جي راجا گهات دربار جي ڀائي سنتوکداس جي آسيس سان، 1809ع ۾ ڄائو هوس. هو ننڍڙي ئي ذهين ۽ فهيم هو، ۽ ڏنڌي ڏاريءَ توڙي پنچائتي ۽ ٻين ڳالهين ۾ پنهنجي پتا سان همراهہ هوندو هو. پنهنجي پتا وانگر ميرن وٽ بہ گهڻو ايندو ويندو هو، ۽ وٽن جهجهي عزت هوندي هيس. ڳالهہ ٿا ڪن تہ سندس وقت ۾، هڪ پاڻيبند ميرن جي حڪم سان گرفتار ٿيو هو ۽ هڪ هزار رپيا ڪورا ڏنڊ وڌو هوائونس. جيستائين ڏنڊ نہ ڏنو هوائين تيستائين هٿن ۾ هٿوڙيون ۽ پيرن ۾ پيڪڙا وجهي حيدرآباد واري قلعي ۾ باندي ڪيو هوائونس. مکي هيرانند کي پنج پاڻ سان



مکي هيرانند تاراچند

وٺي ميرن جي درٻار ۾ ويو. مير صاحب کي چيائين ته "مان هڪ خسيس ڪم جي لاءِ اوهان کي عرض ڪرڻ آيو آهيان. هن پائيبند تي جيڪو ڏنڊ وڌو اٿو، تنهن مان رڳي هڪڙي ٻڙي ڪٽي معاف ڪريوس. مير صاحب چيس ته "بس، ڳالهه ٻه ايتري"! مکي هيرانند يڪدم ڏنڊ واري رقم مير صاحب جي اڳيان رکي. ميرن جي خزانچيءَ پئسا ڳڻي چيو، ته "هيءَ ته رڳو هڪ سئو رپيا آهن." مکي هيرانند چيس، ته "مير صاحب جن مهرباني ڪري هڪ ٻڙي معاف ڪئي آهي، ته باقي ٿيندا ٻه هڪ سئو رپيا." مير صاحب مشڪيو، ته خزانچيءَ ماٺ ڪري اهي پئسا ورتا ۽ پوءِ هن پائيبند کي ڇڏي ڏنائون.

ميرن کانپوءِ انگريزن جي صاحبي ٿي. 1846ع ۾ حيدرآباد جي شهر لاءِ حفظ صحت بورڊ (ميونسپل ڪميشن) برپا ٿيو هو، تنهن لاءِ پهريون پائيبند جو سرڪار جو ثاقبل ميمبر هو، سو مکي تاراچند هو. سندس چالاٽي کان پوءِ پٽس مکي هيرانند کي سنڌ سرڪار انهيءَ بورڊ جو ميمبر ثاقيو، ته سرڪاري عملدارن کي شهر جي ميونسپل ڳالهين بابت ساڻس لکپڙهه ڪرڻي پوندي هئي. حيدرآباد جي ڪليڪٽر کي ڪو خط پٽ عربي سنڌيءَ ۾ لکائڻو هوندو هو، ته ديوان ٻگي مل مختيارڪار کان لکائيندو هو. ديوان ٻگومل پائيبندڪا هندو سنڌي اکر ڪونه ڄاڻيندو هو. مکي هيرانند ڄاڻندو ئي رڳو پائيبندڪا اکر هو ۽ انگريزي خواهه عربي سنڌي اکر ڄاڻندو ئي ڪين هو، تنهن ڪري ڏانهس خط لکڻ ۾ ڪليڪٽر کي تڪليف ٿي. ديوان ٻگي مل ڏنو ته ڪليڪٽر صاحب کي ڪرائتو ٿي نٿو سگهان، سو مکي هيرانند جي ڪوٺيءَ تي وڃي هندو سنڌي اکر سکيو. مکي هيرانند پوءِ جڏهن سرٽيفڪيٽ ڏنس ته هاڻ پائيبندڪا هندو سنڌي اکر چڱيءَ ريت لکي پڙهي سگهي ٿو، تڏهن ڪليڪٽر صاحب پاڻ وٽ رکيس.

مکي هيرانند وڏي هلنديءَ پڄنديءَ وارو هو. ضلعي جي ڪليڪٽر ۽ ٻين سرڪاري عملدارن سان چڱو رستو هوندو هوس، تنهن ڪري کي ڪامورا ڪاٿس ڪن هٿندا هئا، ۽ وٽس حاضريون پيا ڀريندا هئا. حيدرآباد جي ڪليڪٽر هڪ لڱا سندس فوٽي ڪڍائڻ لاءِ هڪ فوٽوگرافر خاص طرح ٻاهران گهرايو هو. سندس اهو فوٽو اڄ تائين موجود آهي.

سن 1854ع ڌاري مکي تاراچند چالاٽو ڪيو، ته شهر جي مکڻ جي

پڳ مکي هيرانند تي آئي. عاملن ۽ ڀائيبندن جو ڪو ميڙ ٿيندو هو. ته انهيءَ ميڙ جو سڀا پتي مکي هيرانند ٿيندو هو. شهر ۾ جهڙو هوس ناماچار ٿهڙي هيس هلندي. تنهن ڪري ديوان واڌومل گنگارام ٽنڊائي سب جج پنهنجي جوڙيل رسالي "خدا آبادين لاءِ ڪنٺ مالا" ۾ لکيو آهي ته "مکي هيرانند بلي بلي هو"!

سن 1885ع ۾ حفظ صحت جا بورڊ بند ٿيا، ۽ ميونسپالٽيون پيون. ته حيدرآباد جو پهريون ئي پائيبند جنهن حيدرآباد جي ميونسپل چوندن ۾ ڪٽيو، سو مکي هيرانند هو، ۽ ائين "شهر جو ابو" ٿيو. مکي هيرانند جي پنهنجي سؤٽ مکي بسنتراءِ سان گهٽي دل هوندي هئي، ۽ ٻئي شهر جو ڪيترو ڪم ڪار گڏجي ڪندا هئا.

حيدرآباد جي شاهي بازار ۾، مکڪي گهٽيءَ جي ويجهو ڀائي ڪانسنگهه بيديءَ جو ٽڪاڻو آهي، جو ڀائي ايسرداس جو ٽڪاڻو به سڏبو آهي. مکي هيرانند انهيءَ ٽڪاڻي ۾ گهڻو ويندو هو. ڳالهه ٿا ڪن ته انهيءَ ٽڪاڻي ۾ هڪ لڳا ڀهراڙيءَ جا ڪي پنج اچي ڪنا ٿيا. ٻن ڌرين جي وچ ۾ مڱڻي بنسبت معاملو نبيرڻو هو. هڪڙا چون ته ٻيءَ ڌر مڱڻو ڪيو آهي ۽ اڳلن چيو ته اسان مڱڻو ڪيو ئي ڪونهي. انهيءَ معاملي نبيرڻ جو بار مکي هيرانند تي وڌائون. مکي صاحب چيو ته "اول گهوٽيتا هڪڙي پاسي ۽ ڪنڌاريتا ٻئي پاسي ٿي وهن، ته پوءِ فيصلو ڪجي." ٻئي ڌريون ڌار ٿي ويٺيون. ته مکي هيرانند ڪين رام رام ڪري هلڻ لڳو. انهيءَ تي ڪن پنچن ترساءِ ۽ چيائونس، ته "پلاڻي ڪري فيصلو ڪري وڃو." مکي هيرانند چين ته "فيصلو پاڻهي ڪري چڪا آهن. جيڪڏهن مڱڻو ٿيل نه هجي ها، ته گهوٽيتا ۽ ڪنڌاريتا هيئن جيڪر ڌار ٿي وهن ئي ڪون ها". فيصلي ڪرڻ لاءِ واهه جو هيءُ نمونو اختيار ڪيائين!

مکي هيرانند پنگتي، ميونسپل ۽ ملڪي ڳالهين سان گڏ پنهنجي ڏنڌي ڌاريءَ ڏي به چڱو ڌيان ڏيندو هو. پهريائين پنهنجي سؤٽ مکي چاندومل وليرام سان گڏ جنسن جو ڌنڌو ڪندو هو. پوءِ سؤٽن کان ڌار ٿيو. ته به ساڳيو اڳيون ڀائپيءَ وارو رستو سائن رکندو آيو. تن ڏينهن ۾ ٻمبئي ۽ سنڌ جي وچ ۾ آمدرفت جو سهنجو نڪي خشڪيءَ نڪي سمنڊ

جي رستي هوندو هو (ڏسو صفحو 57 ۾ "بمبئي" وچڻ لاءِ واتون). انهيءَ هوندي به سن 1860ع ۾ مکي هيرانند پنهنجي هڪ ڪوٺي ڪراچيءَ ۾ ۽ ٻي بمبئيءَ ۾ کولي، ۽ ڏنڌي ۾ ڏينهون ڏينهن پوءِ زور ٿيندو ويو. سنڌس مال بمبئيءَ مان دنگين ۾ ايندو ويندو هو. جهاز پوءِ جاري ٿيا.

سن 1870ع ۾ مکي هيرانند پنهنجي مککي گهٽيءَ واري اباڻي جاءِ ڇڏي. خاتوبندن جي گهٽيءَ ۾ نئين جاءِ جوڙائي وڃي ويٺو. جنهن ڪري سندس برادريءَ وارا اڄ ڏينهن سندس اولاد کي "نئين جڳهه وارا" ڪوٺيندا آهن. انهيءَ جي جنهن وقت اچا پيڙهه بئي ڪوٺي، تنهن وقت هل پيو، ته پيڙهه ڪوٺيندي، سون جي ديگ هٿ آئي آهي. چون ٿا ته اهو هل رڳو هن ڪري پيو هو، جو مکي هيرانند کي ٻين ڪان وڏيڪ پئسو هو، ۽ نئين جاءِ تي خرچ اٿين پئي ڪائين جو چڻ ته ناٽي جي ديگ لڌي اٿس، جنهن ڪري ايترو پئسو خرچي ٿو. مکي هيرانند جي ڪوٺي پهرياڻين شاهي بازار ۾ سندس پاڻرن جي ڪوٺين جي پرسان هوندي هئي. پوءِ نئين جاءِ جوڙاياڻين ته انهيءَ جي پروارو پرور شاهه جي پڙوارن جو اوتارو خريد ڪري ۽ اهو نئين سر جوڙائي، ان ۾ ڪوٺي ڪيياڻين. انهيءَ اوتاري جي پٽين جي ويڪر ست فوٽ هئي. اهو ويڪرين پٽين جوڙڻ جو رواج موهن جي دڙي واري زماني ۾ هو، جو پوءِ سنڌ ۾ هلندو آيو. جنهن ڪري حيدرآباد جي قلعي ۾ ميرن وارين جهونين جاين جي پٽين جي ويڪر به وڏي هوندي هئي.

مکي هيرانند کي نڪ ۾ موڪو هو. ۽ ان پوءِ اهڙو هلاڪ ڪيس جو 1873ع ۾ گذر ڪري ويو. ڪيس پ پٽ مکي سکرامداس ۽ مکي وشنداس هئا. ٻ نياٽيون ٻه هيس جي حيدرآباد جي آڏواٽين ۾ پرڻيون هوائين. سندس هڪ ڏوهٽي ديوان وزير مل اتم سنگهه لالواڻي جج سان پرڻي هئي.

## مکي سکرامداس:

مکي هيرانند جو مربي پٽ مکي سکرامداس 1848ع ۾ ڄائو هو. حيدرآباد ۾ پنهنجي ڪوٺي هوندي هيس، جا سڄي شهر ۾ مشهور هوندي هئي. ڪوٺيءَ تي گهٽو ڪونه وهندو هو. ڪوٺيءَ جي پرسان پنهنجي اوطاق جڙندي هيس. تنهن ۾ گهڻو وقت گذاريندو هو. هيءُ مڙس نهايت گنڀير ۽



مکي سکرامداس هيرانند

سمجهو هوندو هو ۽ واپار ڪرڻ جو ڍنگ چڱو هوس، سگهوئي پنهنجون ڪوٺيون ۽ ڪارخانا وڌايائين. لاڙ پاسي بدين ۽ ننڍي شهر ۾ ڪوٺيون وڌائين، ۽ حيدرآباد ۾ انهن جي پيٽي گيهه جو واپار هلندو هو. هڪ ڪوٺي بمبئيءَ ۾ هوندي هيس. حيدرآباد ۾ ڪپڙي جي ڪوٺي بمبئي واري ڪارخاني سان لاڳو جدا هيس. حيدرآباد ۾ پائي ڳاگن مل ريجهو مل مهتائي ۽ بمبئي ۾ نولراءِ چوٿترام هاٿيراماڻي سندس مکيه پائيوار هئا. ڪولمبي ۾ به سنڌورڪ جو ڪم ڪوليائين، جو سندس پاران مسٽر آتمارام مُوج سنگهه پاوناڻي ۽ به پائيبند هلائيندا هئا.

سنه 1873ع ۾ سندس پتا مکي هيرانند چالاڻو ڪيو، ته مکپڻ جي گدي کيس ملي، مکي سکرامداس کي پنچائتي توڙي پنگتي ڳالهين ۾ ڪا صلاح صولح ڪرڻي هوندي هئي، ته پنهنجي سؤٽ مکي چاندومل وليرام سان ڪندو هو، جو ڪانئس عمر ۾ وڏو هو. انهيءَ هوندي به مکپڻ ۾ جهڙو نالو مکي هيرانند ڪڍيو، تهڙو نالو ڪونه ڪڍيائين؛ باقي ميونسپل ڳالهين ۾ پاڻ چڱو موڪيائين. پنهنجي پتا وانگر حيدرآباد ۾ ميونسپل ڪائونسلر هو، ۽ نهايت ڪارائتيون صلاحون ڏيندو هو، جنهن ڪري پيا ميمبر سندس راءِ کي گهڻو وزن ڏيندا هئا. ڪي ميمبر ته سندس ڪوٺيءَ تي صلاح مصلحت ڪرڻ لاءِ کهي ويندا هئا.

حيدرآباد ۾ ٻومڻ واهه کان ٽليليءَ ڏي جيڪو رستو وڃي ٿو، تنهن رستي جي نزديڪ مکي سکرامداس جو باغ هو، جو پنهنجن ساهرن هاٿيراماڻين کان خريد ڪيو هئائين. انهيءَ باغ کي چڱي رونق وٺايائين. وڏيون وڏيون پارٽيون ۽ جلسا اتي ٿيندا هئا، جنهن ڪري اهو باغ سڄي شهر ۾ هاڪارو هوندو هو. مکي سکرامداس کي ڳاني بجاني جو شوق گهڻو هوندو هو، ۽ انهن فن ۾ ماهر هو. اڪثر ستار وڄائيندو هو. هندستان جا مشهور راڳي حيدرآباد ۾ ايندا هئا، ته وٽس حاضري ڀريندا هئا. ۽ اوطاق يا باغ ۾ وٽس مجرا ٿيندا هئا.

مکي سنکرامنداس پڇاڙيءَ جا ٽي چار مهينا بيمار هو ۽ اهو وقت به اڪثر پنهنجي اوطاق ۾ گذاريائين. سندس ديهانت 1897ع ۾ ٿيو. کيس ٻه پٽ مکي گروڌنمل ۽ مکي گيانچند هئا. ٽي نياڻيون به هيس. جن مان وڏي ديوان تيجو مل عالمچند لالواڻي ڊيپوٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر سان، وچين ديوان رامچند پنجو مل منسکاڻي پوليس انسپيڪٽر سان، ۽ ننڍي نياڻي ديوان ٽيڪچند هاسا سنگهه گدواڻي زميندار سان پرڻايائين. اهڙين وڏ گهراڻن عاملن سان سڱابندي هيس. ڪيترن وڏن عامل عملدارن سان به دوستيءَ جو رستو هوس، تنهن ڪري ڪئين معزز عامل سندس ڪاڻيءَ سان سر وڍيا هئا.

## مکي گروڌنو مل سکرامداس:


مکي گروڌنو مل سکرامداس

مکي سکرامداس جو پٽ مکي گروڌنو مل 1866ع ۾ ڄائو هو. ڄمڻ سان لکن تي مٿو ڏوتو هئائين، ۽ ميرن وانگر پليو هو، ته پوشاڪ به ميراڻي پائيندو هو. وڏ گهراڻو هو، تنهن ڪري اسڪول ۾ ميرن جي ٻارن وانگر ويهڻ لاءِ ڪرسي ملندي هيس، ۽ ٻين شاگردن وانگر بينچ تي ڪونه ويهاريندا هئس؛ نه پڙهڻ تي گهٽو ڏيان ڪونه ڏنائين. ٻه ٽي درجا انگريزي پڙهي پوءِ پڙهڻ ئي ڇڏي ڏنائين. اردو ٻوليءَ جو چڱو ابياس ڪيو هئائين.

جوانيءَ ۾ ڪجهه وقت لاڙڪاڻي طرف گيريلي ۾ ٻنين جي سنڀال ڪندو هو، جن ۾ ديوان تخترام هوتچند منگهرملاڻي ڀائيوار هوس. 1903ع ۾ چانورن ڇڙڻ جي انجڻ گهراڻي ٺئين ديري تعلقي رتيديري ۾ هڪ وڏو ڪارخانو کوليائين، جو پوءِ 1930ع ۾ نيڪال ٿيو.

1897ع ۾ مکي گروڌنو مل کي پنهنجي پتا جي مکپڻ جي گدي ملي، ته مکي پريتمنداس سان گڏ پنچائتي، پنگتي ۽ ٻيو ڪاروبار هلائڻ لڳو. مکي ٿيڻ کان اڳ ڪيمخاب جي ڏگهي ٽوپي، قناويز جي سٿڻ، وڪرين ساٺن

۔ چولو ۽ نيم تنو (لندو ڪوٽ) پھريندو هو، ۽ ڏاڙهي ڇاپئين رکائيندو هو. مکي ٿيو، ته ڇاپئين ڏاڙهي ڪوڙايائين ۽ پوشاڪ به ڦيرايائين.

ساڳي سال 1897ع ۾ حيدرآباد ۾ پھرين پليگ پيئي، ته ڪو ڪيڏانهن ته ڪو ڪيڏانهن ڀڄي ويو. اُن وقت مکي گرڏنومل جو اباڻو جهونو باغ، جو حيدرآباد جي نئشنل ڪاليج جي پٺيان آهي ۽ "مکين جو ڪجين جو باغ" سڏبو هو، تنهن ۾ ڪچيون لانديون جوڙائي، هڪ ڳوٺ ٻڌايائين. اُن ۾ پنهنجن مٽن مائٽن، برادريءَ وارن، گماشتن ۽ نوڪرن کي رهايائين. جملي اڍائي سؤ کن گهر هئا، ۽ چار پنج مهينا سانده گڏ رهيا پيا هئا.

مکي گروڏنو مل خوش مزاج ۽ شوقين مڙس هوندو هو. پنهنجي پتا وانگر ڳائڻ وڄائڻ جو شوق گهڻو هوندو هوس، ۽ ڪتا ڪتان جا ڳويا سندس باغ ۾ اچي ڳائيندا هئا. هٽ جو گهڻو چوٽ هوندو هو، پر ڪوٽين ۽ ڪارخانن جي سنڀال جهڙي سندس پتا ڪندو هو، تهڙي ڪانه ڪندو هو، جنهن ڪري سندس ڪوٺين جو ڏنڌو ڏاري سندس وقت ۾ گهٽيل هو. انهيءَ هوندي به پئسو جام هوس. سنه 1908ع ۾ ڏسهڙي ڪان به چار ڏينهن اڳ ۾ بيمار ٿيو ۽ ٻائيتاليهن ورهين جي جوانيءَ ۾ پرلوڪ پڌاريو. ان وقت سندس پٽ مکي منگهارام لنڊن ۾ پئي پڙهيو، جنهن ڪري پڇاڙيءَ ۾ پيءُ پٽ جو مکا ميلو ڪونه ٿيو. مکي گورڏنو مل سيٺ ڳاگنمل رامچند اتمچندائي جي نياڻيءَ پرڻيو هو، جنهن مان ٻه پٽ هرڪشنداس ۽ منگهارام، ۽ ٽي نياڻيون ٿيس. نياڻين مان وڏي ديوان شامداس منيرام ميرچندائي جج سان پرڻائي هئائين، ٻي گذر ڪري ويئي ۽ ٽين ديوان عالمچند لالوائيءَ جي پوٽي ديوان هوتچند تاراچند زميندار سان پرڻائي هئائين.


مکي هرڪشنداس گروڏنو مل

## مکي هرڪشنداس گروڏنو مل:

مکي هرڪشنداس جو جنم 1883ع ۾ ٿيو هو. انگريزي ڇهين درجي تائين پڙهي، پوءِ پڙهڻ ڇڏي ڏنائين. پنهنجي پتا جي حياتيءَ ۾

لاڙ واري زمينداري، ۽ بمبئيءَ واري ڪارخاني تي گذاريندو هو. ڪيس گهڻو شوق باغن ۽ ٻنين جي سنڀال جو هوندو هو. ڪارخانن جي ڪمن ۾ گهٽي دلچسپي ڪانہ ڏيکاريائين. سنہ 1908ع ۾ پٽس جو چالاڪو ٿيو. تہ مکڻ جي گاديءَ مليس. هلي چليءَ موجب ڀيريائين مکي پريتمنداس سان ۽ پوءِ ان جي پٽ مکي چيتانند سان، ۽ انهن کانپوءِ مکي گوبند رام سان گڏ پنچائتي ۽ پبلڪ ڪاروبار هلائيندو هو. پنچائتي ڪمن ۾ جيترو پاڻ ڀهرو ورتائين تيترو سندس سڄيءَ آکهہ مان مکي هيرانند ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن بہ ڪونہ ورتو. 1908ع کان وٺي حيدرآباد ميونسپل ڪائونسلر ٿيو ۽ ميونسپل ڳالهين ۾ چڱو ڀهرو ورتائين. سنہ 1925ع ۾ مکي هرڪشنداس جي تحرڪ سان حيدرآباد ۾ بجلي ڪمپني برپا ٿي ۽ سندس فرم وارا (مکي هيرانند تاراچند ۽ سنس) انهيءَ ڪمپنيءَ جا مئنيجنگ ايجنٽس مقرر ٿيا. پاڻ بجلي ڪمپنيءَ جو مئنيجنگ ايجنٽ ٿيو. جنهن وقت ميونسپالٽيءَ سان ائگريمينٽ ڪيائين تنهن وقت قاعدي پٽاندر ميونسپل ڪائونسلريءَ جي استعفيٰ ڏيڻي پيس ۽ ميونسپل ڪائونسلري جا 1885ع کان پشت بہ پشت سندن ڪٽنب ۾ هلندي پئي آئي. سا انهيءَ سبب 1923ع ۾ بند ٿي. 1927ع ۾ حيدرآباد، نوابشاهہ ۽ ٿرپارڪر ضلعن جي پاران بمبئي جي قاعدي ساز ڪائونسل جو ميمبر چونڊجي ويو. جنهن جڳهہ تان 1930ع ۾ مهاتما گانڌيءَ جي هلچل ڪري استعفيٰ ڏنائين. ڪيترا ورهيہ آنرري ماجسٽريٽ هو ۽ جسٽس آف پيس (J.P) مقرر ٿيو. سنڌ ورڪ مرچنٽس ائسوسيئيشن سندس ڪوشش سان 1917ع ۾ برپا ٿي هئي، جنهنجو پندرهن ورهيہ پريزيڊنٽ پاڻ ٿي رهيو.

سنہ 1914ع ۾ مکي هرڪشنچند ولايت جو سير ڪرڻ ويو هو. جنهن وقت جرمنيءَ واري مهاڀاري جنگ شروع ٿي تنهن وقت لنڊن ۾ هو، ۽ جلد وطن ڏي موٽڻو پيس. سنہ 1930ع ۾ سندس ڪوٺين ۽ ڪارخانن کي سخت تڪليف پهتي. پوءِ حيدرآباد ۽ دادوءَ ۾ ڪيترا ئي ٽائڻ جا ڪارخانا کولبائين، ۽ ولايت پاسي بہ وري نئين سر ڪارخانا چاڙهيائين.

مکي هرڪشنداس کي چار نياڻيون ۽ چار پٽ ٿيا مولچند. لڪميچند. تندرام ۽ واسديو. اهي اڪثر جننگ فئڪٽرين جو ڪم سنڀاليندا اهن. مکي مولچند ۽ مکي تندرام ڪجهہ وقت ولايت ۾ ڪارخانن ۾ رهيا هئا.

## مکي منگھارام گروڌنو مل:



مکي گروڌنومل جو ٻيو نمبر ۽ پڇاڙي، جو پٽ مکي منگھارام 1886ع ۾ ڄائو هو. ٻنڍڙپڻ ذهين ۽ فهيم هو، ۽ پڙهڻ لاءِ ڇڳو چاهه ڏيکاريائين. سن 1903ع مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. 1904ع ۾ بمبئي جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ ۽ 1905ع ۾ ڪراچيءَ جي ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۾ تعليم ورتائين. 1906ع پونا جي ڪاليج آف سائنس ۾ ڇهه مهينا پڙهي، 15 سيپٽمبر جي پنهنجي سؤٽ مکي چوئٿرام سان گڏجي ولايت ۾ پڙهڻ ويو. سڄيءَ سنڌ مان پهريون مکي منگھارام هو، جو ڪئمبرج يونيورسٽيءَ ۾ وڃي پڙهيو، ۽ 1908ع ۾ ايگريڪلچرل سائنس جي ڊپلوما مليس. لنڊن ۾ پنهنجي پتا جي مرتيوءَ جي خبر پهتس، تہ ڪجھہ وقت لاءِ حيدرآباد هليو آيو؛ پر وري وڃي 1909ع ۾ بئرسٽريءَ جو امتحان لنڊن ۾پاس ڪيائن. 1910ع ليڊس شهر جي ائگريڪلچرل سائنس جو ٻيو ڊپلوما ورتائين، ۽ پوءِ هندستان ۾ موٽي آيو. ايگريڪلچرل سائنس ۾ پڙهو، تنهن ڪري پونا جي ايگريڪلچرل ڪاليج ۾ پروفيسريءَ جي آڇ ٿيس؛ پر نہ قبوليائين. لنڊن مان بئرسٽر ٿي آيو، تہ سنڌ ۾ ڊپٽي ڪليڪٽريءَ جي عهدي لاءِ سندس واسطي سفارش ٿي، پر سرڪار اها جاءِ خاص طرح ڪنهن مسلمان واسطي رکي هئي، تنهن ڪري سنڌ سرڪار کيس فرسٽ گريڊ مختيارڪار جي عهدي جي آڇ ڪئي، جا نہ قبول ڪيائين. پوءِ تہ ڪراچيءَ ۾ اٿرس بئرسٽر مئڪنزي سان پائيوار ٿي وڪالت ڪرڻ لڳو. ٻہ ورهيہ ڪن وڪالت ڪري 1913ع ۾ بنهنجن ولايت جي ڪارخانن سنياڻ لاءِ پورٽ سيڊ ويو. 1918ع ۾ جپان ۾ ۽ 1920ع ۾ سام ملڪ (سريا) ۾ ننهنجا ڪارخانا وڌائين. انهن 1929ع ۾ ڄاڻن هڪ وڏو واپاري ي رڻيو.

مکي منگھارام گروڌنو مل

1920ع کان 1923ع تائين حيدرآباد ۾ اچي رهيو ته پنهنجي ڀاءُ مکي هرڪشنداس سان گڏجي حيدرآباد جي بجلي ڪمپني برپا ڪيائين، ۽ پنهنجيءَ جفاڪشيءَ سان ان کي پختي پائي تي بيهاريائين. ڪڏهن ڪيڏانهن ٻاهر ويندو هو، ته سندس سوٽ مکي چوئترام مئنيجنگ ڊئريڪٽر ٿي ڪم ڪندو هو، نه ته مٿن کان ئي وٺي پاڻ انهي بجلي ڪمپنيءَ جو مئنيجنگ ڊئريڪٽر ٿي رهيو آهي. سن 1940ع ۾ مئنيجنگ ايجنسيءَ جو ٿورڙو عرصو پورو ٿيو، ته هيءُ مکي هيرانند تاراچند فرم وارا ٻن ويهن سالن يعني 1960ع تائين وري نئين سر مئنيجنگ ايجنسين مقرر ٿيا آهن ۽ سمورو ڪاروبار مکي منگھارام پيو سنڀالي. هيءَ حيدرآباد جي بجلي ڪمپني هندستان جي ڪن ٿورين ڪمپنين مان آهي جنهن جو سمورو انتظام ۽ ڪاروبار هندستانين جي هٿ ۾ آهي.

گذريل سترهن ورهين کان مکي منگھارام حيدرآباد ۾ رهيو آهي. اهو سڀ وقت پنهنجي ڀاءُ مکي هرڪشنداس کي پنچائتي توڙي پنگتي ڪمن ۾ چڱي مدد ڪندو پئي آيو آهي. سن 1940ع ۾ سکر ۾ فساد ٿيا ته ان وقت سنڌ پرڳڻي جي گڏيل پنچائت ڪيس سرومٽي چونڊيو. تازو اجمير کان آيل ڪن مسلمانن حيدرآباد ۾ وڳوڙ مچايو، ته ان وقت جن هڏوڪين هندن جي بچاءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو، تن مان هڪڙو مکي منگھارام هو. ڪيترن هندن کي سنڌ مان لڏڻ لاءِ سهوليتون نٿي مليون، ته کين سهوليتن وٺي ڏيڻ لاءِ عملدارن وٽ پئي ڌڪيو ڌوڙيو. ائين پاڻ کي گھٽيءَ طرح ڪرائتو ڪيو اٿس. گھرجائو ماڻهن کي هڙون توڙي وڙون مدد ڪندو آهي جنهن ڪري پنهنجو چڱو جس وڌو اٿس. مکي منگھارام جسٽس آف پيس (J.P) آهي.

مکي منگھارام پاڻ اعليٰ تعليم ورتي، ته ضرور چاتائين، ته پنهنجي اولاد کي به اعليٰ تعليم ڏيان. 1923ع ۾ پنهنجو ڪٽنب ولايت وٺي ويو، جي 1929ع تائين رهيو. ولايت ۾ سندس ٻار انگريزي ۽ فرينچ اسڪولن ۾ پڙهندا هئا. کيس ٽي نياڻيون ۽ ٽي پٽ آهن، جن مان وڏي سرسوتي بائي (لو) آهي. انهيءَ بي. اي ۽ بي. ٽي جون ڊگريون حاصل ڪيون آهن. اها مسٽر پرمانند ڄيٺلاڻي انجنيئر سان پرڻيل آهي جو ايئرفورس ۾ سڪواڊرن ليڊر آهي.

مکي منگهارام جي ٻي نياڻي شريمتي وديا 1939ع ۾ بمبئي ۾ ايم. اي امتحان انگريزيءَ ۽ فرينچ ۾ پاس ڪيو. جنهن ڪري ڪجهه وقت حيدرآباد ڪاليج ۾ فرينچ ٻولي سيکارڻ لاءِ آنررِي ليڪچرر ٿي رهي. پوءِ مسٽر موهن لال سجان جج سان پرڻي. راڳ ۾ نهايت ماهر آهي. انهي ڪري ڪيترا "ڪپ" ۽ سونا ٻلا مليا اٿس.

مکي منگهارام جي ٽين نياڻي شريمتي گوپي ٻه گريجوئيٽ آهي. ۽ پنهنجي پتا وانگر جسٽس آف پيس به آهي. سندس وهانءُ لاهور جي اڳوڻي وزير لالا هرڪشن لال جي پٽ مسٽر موهن گابا سان ٿيل آهي، جو هن وقت ڪراچيءَ جي ريڊيو لئمپس فئڪٽريءَ جو مئنيجنگ ڊئريڪٽر آهي. هيءَ پهرين شادي سنڌ ۽ پنجاب جي مکيه ڪٽنبن جي وچ ۾ ٿي آهي.

سنڌ جي سڄي ڀائيبند قوم ۾ هي ٽي ڇوڪريون آهن، جن پهريائين اعليٰ درجي جي تعليم ورتي. حيدرآباد جي ڀائيبند ناري سڀا انهن ٽن ڀينرن جي تحرڪ سان برپا ٿي. سڀا جي پهرين گوپي ٻائي سيڪريٽري هئي ۽ هنيئر وديا آهي.

## مکي پرسرام منگهارام:

مکي منگهارام جو پهريون پٽ مکي پرسرام 1918ع ۾ ڄائو هو. سندس جنم وقت پٽس جپان ۾ هو. مکي منگهارام پوءِ 1923ع ۾ ٻارن ٻچن سان ولايت ويو، ته هيءَ اليگزينڊريا ۾ "وڪٽوريا ڪاليج" نالي هڪ پبلڪ اسڪول ۾ پڙهندو هو. پوءِ ايم.اي ۽ ايل.ايل.بي پاس ڪري ڪجهه وقت مسٽر سنتداس منگهارام وڪيل سان گڏ وڪالت ڪيائين، ۽ هينئر شهدادپور ۾ جج آهي. هن پڻ هڪ پنجاب جي مشهور ڪٽنب "ملڪن" مان مسٽر ايسرداس ملڪ جو سنڌ پرچيس بورڊ جو مانيجنگ ڊئريڪٽر آهي تنهنجي نياڻي سرلا ٻائي سان شادي ڪئي. سرلا ٻائي بي.اي، بي.ٽي پڙهيل آهي.

مکي منگهارام جو ٻيون نمبر پٽ "جيء" 1928ع ۾ ولايت ۾ ڄائو ... جنهن ڪري سندس جنم جي داخلا ... ڊيٿوس ... جي

رجسٽر ۾ ٿيل آهي. تيرهن ورهين جي ڄمار ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين ۽ هينئر ايم.اي، ايل.ايل.بي پڙهندو آهي.

مکي منگهارام جون ٽيون نمبر ۽ پچاڙيءَ جو پٽ "نچيت" 1934ع ۾ ڄائو هو جو هن وقت ڇهون درجو پڙهندو آهي.

## مکي وشنداس هيرانند:



مکي وشنداس هيرانند

مکي هيرانند جو ٻيو نمبر ۽ پچاڙيءَ جو پٽ مکي وشنداس 1844ع ۾ ڄائو هو. پنهنجي وڏي ڀاءُ مکي سکرامداس کي سدائين "ادا" ڪري ڪوٺيندو هو. پنهي ڀائرن جو پاڻ ۾ گهڻو سلوڪ هوندو هو. ڪوٺين ۽ ڪارخانن جي ڪاروبار ڏي گهٽو ڌيان ڪونه ڏيندو هو. چوندو هو تہ منهنجو وڏو ڀاءُ وينو آهي ۽ اُهو بس آهي. مکي وشنداس سياءَ جو شانتيڪو هوندو هو. پر اُڇن ڪپڙن ڪرڻ ۽ گهمڻ گهتڻ جو شوق گهڻو هوندو هوس. گهوڙن ۽ انن تي چانديءَ جا سنج ۽ پاکڙا، ۽ ريشمي گديون وجهائي، سواري ڪندو هو. ڪيس ڪن ۾ پلڙو پيل هوندو هو. ڏهاڙ صبح جو ٽڪاڻي ۾ وڃڻ جو نيم هوندو هوس. 1899ع ۾ پنهنجي ڪٽنب سان تيرٿن تي ويو. موٽندي امرتسر ۾ ڏياريءَ جي رات جو جلندر جي بيماريءَ سبب تضيو ٿيس. کيس چار پٽ ڌنراجمل، ديارام، هيمراج ۽ ڏيئلمل هئا. ٻہ نياڻيون ٻہ هيس جن مان وڏي ديوان خوشحالداس سهجرام آڏواڻي رٽائرڊ ڊيپوٽي ڪليڪٽر جي ڌرمپتني اهي ۽ ننڍي مسنر لالچند آوتراءِ جهانگياڻيءَ سان پرڻايائين.

## مکي ڌنراجمل وشنداس:

مکي ڌنراجمل جو جنم 1869ع ۾ ٿيو هو. ڇهہ درجا انگريزي پڙهيو هو. سيمجي ٻيا مکي وسنداس جي ڇالاڻي دڪان ڪمخاب جي ڊکبي ويبي .


مکي ڏنراجمل وشنداس

پتلون پهريندو هو. مکي سکرامداس هيرانند جي نالي ڪولمبي ۾ ڪارخانو هو، تنهن ۾ ڪجهه وقت ڪم ڪيائين، پر پوءِ حيدرآباد ۾ اچي رهيو. ٽي ورهيه ميونسپل ڪائونسلر هو ۽ پنچائتي ڳالهين ۾ بهرو وٺندو هو. ٻومڻ واهه طرف پنهنجي باغ ۾ پنهنجن سؤٽن سان گڏ گهڻو وقت گذاريندو هو. پنيءَ تي پلهاري نڪتي هيس، جنهن سبب سندس ديهانت 1913ع ۾ ٿيو. ڪيس تي پٽ چوئٿرام، آسومل ۽ موتيرام ڄاوا. ٻه نياڻيون به هيس جن مان وڏي ديوان رنجيت سنگهه وشنداس رامچندانيءَ سان ۽ ننڍي ڏيءَ ٽنڊائين ۾ پرڻايائين.

## مکي چوئٿرام ڏنراجمل:


مکي چوئٿرام ڏنراجمل

مکي ڏنراجمل جو مربي پٽ مکي چوئٿرام 1887ع ۾ ڄائو هو. پنهنجي سوٽ مکي منگهارام گروڏني مل وانگر ننڍڙيئي ذهين ۽ فهيم هو. هُن سيٺوٽ اسڪول توڙي ڪاليج ۾ ته گڏ پڙهيا. پر ولايت به گڏجي ويا، جتان ٻنهي بئرسٽريءَ جو امتحان 1910-1909ع ۾ پاس ڪري آيا. مکي چوئٿرام 1912ع تائين ديوان هردارام ميوارام چڳتيانيءَ ۽ مسٽر ڏيپچند وڪيلن سان وڪالت ۾ ڀائيوار هو. هن 1912ع ۾ وڪالت ڇڏي ولايت ۾ پنهنجن ڪارخانن تي ويو. 1930ع ۾ سنڌ فرم جي ڪارخانن کي تڪليف پهتي، تنهن ڪانپوءِ سيمنس فرم (جرمن ڪمپني) جو ڪراچيءَ ۾ مئنيجر ٿي رهيو. جرمني واري ٻي لڙائيءَ ڪانپوءِ اها فرم بند ٿي ويئي، ته حيدرآباد جي بجلي ڪمپنيءَ جي ٻورڊ آف ڊائريڪٽرس جو ميمبر مقرر ٿيو.

مکي چوئٿرام جو وڏو پٽ موهنداس انگريزي ستين درجا پڙهي ولايت جي ڪارخانن تي چڙهيو. سنڌس ٻيو نمبر پٽ ڪاليج ۾ بي.اي پڙهندو آهي ۽ ٻيا ٻه ننڍا پٽ اسڪول ۾ پڙهندا آهن.

مکي ڏيراجمل جو ٻيو نمبر پٽ مکي آسودو مل 1900ع ۾ ڄائو هو. ست درجا انگريزي پڙهيو. منڍ کان وٺي پنهنجن ولايت وارن ڪارخانن تي رهيو آهي.

مکي ڏيراج مل جو ٽيون نمبر پٽ موتيرام 1856ع ۾ ڄائو هو. انگريزي پنج ڇهه درجا پڙهيو. پاڻ وانگر ولايت وارن ڪارخانن تي گذاريندو آهي.

## مکي ديارام وشنداس:



مکي ديارام وشنداس

مکي وشنداس جو ٻيو نمبر پٽ مکي ديارام 1884ع ۾ ڄائو هو. مکين جي ڪٽنب ميان هيءَ پهريون هو، جنهن 1894ع ۾ مئٽريڪيوليشن امتحان پاس ڪيو، ۽ هڪ ورهيه ڪاليج ۾ به پڙهيو. پوءِ پڙهڻ ڇڏي، پنهنجي "فيرم" مکي هيرانند تاراچند ۾ گهڙيو. شروعات ۾ بمبئي ۾ هو، پوءِ ملتان، ڪراچي، حيدرآباد ۽ نئين دهلي جي انچٽين وارن ڪارخانن تي گهٽو ويندو هو. جو هيرانند تاراچند جي فيرم جا سڀ ڪارخانا سنڌس حوالي هوندا هئا. سنه 1930ع ۾ ڪارخانن کي تڪليف پهتي ته پوءِ اهي مکي منگهارام گروڏنو مل جي سنڀال هيٺ رهيا. ڪيترا ورهيه صرافن جي پنچائت جو پريزيڊنٽ هو. 1934ع ۾ ڪيس تنهن جو اثر ٿيو ۽ ان وقت کان وٺي طبيعت ڍلي هئڻ سبب آرام ۾ گذاريندو آهي.

مکي ديارام جو وڏو پٽ مهادو داس ڪاليج ۾ ٻه سال پڙهي ولايت جي ڪارخانن تي چڙهيو ۽ اُنهيءَ ڌنڌي ۾ آهي. ٻيو پٽ نرسنگ داس L.L.B آهي ۽ ديوان شونچند گوپالداس ٻرسٽر سان گڏ وڪالت ڪندو آهي.


مکي هيمراڄ وشنداس

مکي وشنداس جو ٽيون پٽ مکي هيمراڄ 1878ع ۾ ڄائو هو. انگريزي پنج ڇهه درجا پڙهي حيدرآباد وارو ڪارخانو سنڀالڻ لڳو. نهايت خوش طبع ۽ رلڻو ملڻو هو. 1915ع ۾ فقط هڪ ڏينهن بيمار پيو ۽ انهيءَ ڏينهن گذر ڪيائين. سندس پٽ مکي پيسو مل بہ سندس جهڙوئي خوش مزاج آهي ۽ فرم جي ولايت جي ڪارخانن تي گذاريندو آهي.

مکي ڏئيمل 1884ع ۾ ڄائو هو. مئٽرڪ تائين پڙهيو. 1907ع ۾ سندس سؤٽ مکي الومل تيجو مل پنهنجي پورٽ سيڊ واري ڪارخاني تي وني ويس ۽ ڀائيوار ڪيائينس. 1913ع ۾ اهو پورٽ سيڊ وارو ڪارخانو مکي هيرانند تاراچند جي فرم خريد ڪيو ۽ 1928ع تائين اتي رهيو.


مکي ڏيئلمل وشنداس

پورٽ سيڊ ۾ وڏيءَ فلڪ سان گذاريندو هو. 1930ع کان 1934ع تائين حيدرآباد ۾ رهيو. حيدرآباد جي ڀائيبند ڪلب جو ڪيترو وقت سيڪريٽري هو ۽ سنہ 1943ع ۾ اوچتو ئي اوچتو قضيو ٿيس.

سندس هڪ ئي پٽ گلاب راءِ آهي، جنهن بي.اي پاس ڪئي آهي ۽ هينئر ايم.اي پڙهندو آهي.

## (پ) مکي وليرام ڌرمداس جي آکهہ:

مکي ڌرمداس ساگر مل جو ڇوٿون ۽ پڇاڙيءَ جو پٽ مکي وليرام 1795ع ۾ ڄائو هو. چارئي ڀائر مکڪي گهٽيءَ واري مکين جي محلي ۾ گڏ رهندا هئا ۽ ذيندو ڏاري بہ گڏ هون. سنہ 1838ع ڌاري سندن وڏي ڀاءُ مکي

آسانند چالاڻو ڪيو، تہ مکي مجلسراءِ ڏار ٿيو، باقي بہ ننديا ڀائر مکي تاراچند ۽ مکي وليرام گڏ رهيا. اصل ڏنڌو جنس جو ۽ صرافڪو هون؛ پوءِ ڪپڙي جا واپاري بہ ٿيا. حيدرآباد جي شاهي بازار ۾ جتي هن وقت مکي پريتمداس جي ڪوٺي آهي تتي مکي ناراڻداس جي ڪوٺي هئي ۽ انهيءَ سان لاڳيتو مکي هيرانند تاراچند جي ڪوٺي هئي. اهي سڀيئي جڳهون جنسن جا ڀانڊا ۽ صرافڪيون ڪوٺيون هيون. جنسن جو ۽ صرافڪو ڪم مکي تاراچند ۽ سندس پٽ مکي هيرانند سنڀاليندا هئا. مکي وليرام پنچائتي ۽ ٻين ٻاهرين ڪمن ۾ گهڻو ٻهرو ڪونہ وٺندو هو. ڪيس نہ پٽ ۽ بہ نياڻيون هيون. سندس ديهانت 1845ع ۾ ٿيو.

## مکي لوڪو مل وليرام:

مکي وليرام جو مربي پٽ مکي لوڪو مل (لوڪرامداس) 1815ع ۾ ڄائو هو. پنهنجي سؤٽ مکي هيرانند سان ٿورو وقت گڏ ڏنڌو ڪيائين؛ مگر ڪنهن پنچائتي ڀڃگتي ڪم ۾ ٻهرو ڪونہ ورتائين. مڙس ديريتو، ٿورو ڳالهائو ۽ حشمت وارو هو ۽ 1872ع ۾ گذر ڪري ويو. ڪيس بہ پٽ ڪيئلداس ۽ ناراڻداس هئا. چار نياڻيون بہ هيس جن مان پهرين ديوان نيٹومل درگاهي مل عيدناڻي مختيارڪار (مسٽر جڳت سنگهہ وڪيل جي پيءُ) سان، ٻي راجرشي ديوان ڏيارام گدو مل جي ڀاءُ ديوان چٿنراءِ سان، ٽين مسٽر بولچند ڪوڏو مل جڳتياڻي بي.اي حيدرآباد گورنمينٽ هاءِ اسڪول جي هيڊ ماسٽر سان، ۽ چوٿين ديوان منگهارام منڪاڻي مختيارڪار سان پرڻايائين.

## مکي ڪيئلداس لوڪو مل:

مکي ڪيئلداس جو جنم 1835ع ۾ ٿيو هو. پنهنجي چاچي مکي چاندو مل وليرام کان ڏنڌي ۾ ڏار ٿي، پنهنجي ڏار ڪوٺي لوڪرامداس وليرام جي نالي سان هلائڻ لڳو. سندس ديهانت 1879ع ۾ ٿيو. ڪيس بہ پٽ گنگارام (1861-1911ع) ۽ سيرو مل (1869-1911ع) هئا. اهي ٻئي ماٺي جا باڻ هئا ۽ ڏار ڀڄ هئا.

مکي گنگارام عاج ۽ وياج وهيءَ جو ڪم ڪندو هو. ڪن کان گهٽو پوڙهو هوندو هو. سندس وڏو پٽ لڇيرام ڪيترو وقت سيٺ وسيو مل آسومل وارن جي امرتسر واري سنڌي ڌرمشالا سنڀاليندو هو. ٻيو پٽ گوپالداس ساڌ بدي ۽ وارو اهي ۽ ڪوبه ڪم ڪونه ڪري. ٽئين پٽ مکي شامداس کي ولايت ۾ ڪارخانو هو جو بند ڪري مکي گوبندرام سان ساڃهواري ۾ ڏنڊو ڏاري ڪندو آهي. سندس وڏو پٽ رتن چند بي.اي پاس ڪري هاڻ ايم. اي پڙهندو آهي.

مکي سيرومل (1869-1911ع) مکي لوڪرامداس وليرام جي ڪوٺيءَ تي پنهنجي چاچي مکي نرائڻ داس سان گڏ هو. ڪيترو وقت نوابشاهه جي زمينداري تي پنهنجي ناليءَ اڏايل ڳوٺ ٽنڊو سيرو ۾ رهندو هو. سندس سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتاب چندرڪانتا ۽ سورج ڪانتا مشهور آهن.

مکي نارائڻ داس (1859-1918ع) هيءَ پنهنجي وقت ۾ مکي لوڪرامداس وليرام نالي ڪوٺي هلائيندو هو جا سندس سؤٽن جي ڪوٺين کان مشهور هوندي هئي ۽ انهيءَ جون شاخون ڪراچي، بمبئي ۽ پنجاب ۾ پکڙيل هيون. سندن باغ مکي سکرامداس جي باغ جي لڳو لڳ هو ۽ مکي نارائڻداس جو باغ ڪري سڏبو هو. مکي نارائڻداس ڏاڍو سمجهو ۽ دربنو ماڻهو هو. سندس هڪ ئي پٽ مکي کيرولرام ولايت ۾ ڪارخانا چاڙهيا جن جي ڏڪاڻڻ ڪري ولايت مان بيمار ٿي موٽيو ۽ حيدرآباد ۾ سال 1923ع ۾ ننڍي اوستا ۾ گذر ڪري ويو.

## مکي چانڊومل وليرام:

مکي وليرام جو ٻيو نمبر پٽ مکي چانڊومل 1830ع ۾ ڄائو هو. پنهنجي سؤٽ مکي هيرانند ۽ ان جي پٽ مکي سکرامداس سان ڪچهري وقت گڏ ڏبدو ڪندو هو، ۽ ڪپڙي جي ڪوٺي هلائيندو هو. پنهنجي پاءُ مکي لوڪو مل (لوڪرامداس) جي چالائي ڪاڻپوءِ ڏبڊو ڏار ڪرڻ لڳو. پنهنجي ڏار ڪوٺي هيس، جا سنڌس نالي پنيان سڏبي هئي. هن وقت حيدرآباد جي شاهي بازار ۾ جيڪا مکي گوبندرام پريتمداس جي ڪوٺي آهي، سا مکي چانڊومل ڪڍي هئي. ۽ اني اون گڏيل ڪٽنب جي جسن جو ٻانڊو هوندو هو.

مکي چانڊو مل پنچائتي ۽ پنگتي ڳالهين ۾ مکي سکرامداس سان گڏجي ڪم ڪندو هو. مکي سکرامداس حيدرآباد جو ميونسپل ڪائونسلر ٿيو، تہ سندس ڪوشش سان مکي چانڊومل بہ سرڪار جو تاڦيل ميمبر مقرر ٿيو.

مکي چانڊومل قد جو بندرو هوندو هو. ڏاڙهي هٿ مڙيل هوندو هوس. هڪ لڱا ٻنڊي تي سنان ڪندي ڏکو ڪاڏو هئائين ۽ ڏاڙهي هٿ مڙي ويس جو وري سينئون نہ ٿيو. سندس ديهانت 1885ع ۾ ٿيو. کيس هڪڙو ئي پٽ مکي پريتمداس هو. پہ نياٽيون بہ هيس، جن مان وڏي ديوان کانچند گوپالداس منسکاڻي ڪراچيءَ جي نامياري وڪيل جي ماتا هئي. سندس ٻي نياڻي ساڌو هيرانند شوقيرام جي سوٽ ديوان گوبند بخش خوبچند آڏواڻي رٽائرڊ مختيارڪار سان پرڻيل هئي.

## مکي پريتمداس چانڊو مل:

مکي چانڊو مل جو هڪڙو ئي پٽ مکي پريتمداس سنہ 1859ع ۾ ڄائو هو. پنهنجي پيتا جي ڄالاڻي وقت اڃا ايڏو نہ هو، جو ڪوٺيءَ جو ڪم پاڻيهي هلائي سگهي، تنهنڪري سندس سوٽ مکي سکرامداس ڏهاڙي سندس ڪوٺيءَ تي وڃي ڪاروبار هلائيندو هو، ۽ کيس ڪم مان واقف ڪندو هو، جو مکي چانڊو مل پنهنجي ڄالاڻي کان اڳ پنهنجي پٽ جي پارت ڪري ڇڏي هئس. جيئن مکي چانڊو مل کي مکي



مکي پريتمداس چانڊومل

هيرانند ۽ مکي سکرامداس پنچائتي ۽ پنگتي ڳالهين ۾ پاڻ سان شامل ڪندا هئا، تيئن مکي پريتمداس کي بہ ڪيائون. سڀ ڪنهن سوارٿ ڪرائڻ مهل توڙي پنچائتي ميڙ ۾ گڏ هوندا هئا، ۽ انهن ٻن مکين جو رواج پئجي ويو. مکي سکرامداس جي ڄالاڻي کان پوءِ بہ ساڳيو رستو سندس پٽ مکي

گروڌني مل ۽ ڪانشس ٻنهيءَ سندس پٽ مکي هرڪشنداس جو مکي پريتمداس سان هلندو آيو.

مکي پريتمداس جهڙو ٿي هو ديرينو ۽ سانتيڪي سياءُ وارو نيڪ مرد تهڙو ئي هو نيڪ بخت. واپار ۾ سندس ڪوٺيون ڏينهون ٻوءِ زور ٿيون، تہ ويو پئسي ۾ پر ٿيندو. نوابشاهہ ضلعي ۾ مکي تاراچند ۽ مکي ولبرام جي هڪ هزار کن ايڪڙ زمين هئي جا اڪثر ويران پيئي هوندي هئي. ٻوءِ ورهين بچاٿا سندن پوين مکي سکراماداس ۽ مکي پريتمداس اها زمين ۽ ٻي ڪجهہ گڏيل ملڪيت پڪا وجهي ورهائي، جنهن ۾ اها زمين مکي پريتمداس کي آئي. سگهوئي پوءِ 24 نومبر 1899ع ۾ جي جمڙائو واهہ ڪليو، تہ هيءَ ويران زمين پارس ٿي پيئي. مکي پريتمداس پوءِ ويو مهانگا وٺندو. پنهنجن سوٽن مکي باراٺداس ۽ مکي سيرومل کان بہ سندن حصا خريد ڪيائين، تانجو زمين وڌائي ڏهہ هزار ايڪڙ ڪيائين! ائين مکي پريتمداس هڪ جبرو زميندار ٿي پيو. انهيءَ زرخيز زمين مان توڙي پنهنجي ڏنڌي ڌاريءَ مان ايترو تہ ناڻو ڪمايائين جو حيدرآباد ۾ پهريون نمبر شاهوڪار ليکبو هو. هيڏي پدارت وارو هو، تہ بہ مڙس کي نڪو گيرب نڪو گاءُ! دل جو نرم ۽ سخي هوندو هو: پر جيڪي بہ ڏيندو هو سو گپت. مکي سکراماداس جي آکهہ وارن سان توڙ تائين پائيءَ جو ناتو نڀايائين. سندس ديهانت 1920ع ۾ ٿيو.

مکي پريتمداس کي چار پٽ ۽ چار نياڻيون هيون. سندس وڏي نياڻين ديوان هوتچند چاندومل ٿڌاڻي رٽائرڊ ڪليڪٽر ۽ ڊسٽرڪٽ ماجسٽريٽ سان پرڻي. اها گذاري ويئي تہ ديوان هوتچند سندس ٽيون نمبر نياڻي پرڻيو: پر اولاد رڳو پهرين گهرواريءَ مان ٽيس. مکي پريتمداس جي ٻي نياڻي ڊاڪٽر ڪلياڻداس چيناند شوداڻي سول سرجن سان پرڻي ۽ چوٿين مسٽر موتيرام گدو مل جهانگياڻيءَ سان پرڻي جو بمبئي ۾ جي.پي.آءِ ريلوي جو سپرنٽينڊنٽ آهي.

مکي پريتمداس جي چئن پٽن مان پهرين مکي جيناند هو. بيو گرداريمل ۽ ٽيون مٿراداس ٻارهن ٻارهن ورهين جي ڄمر ۾ گذاري ويو. هن وقت فقط سندس چوٿون پٽ مکي گوبندرام حيات آهي.

## مکي چيناننڊ پريتمداس:

مکي چيناننڊ جو جنم 1883ع ۾ ٿيو هو. اسڪول ۾ انگريزي ۾ درجا پڙهيو، پر پوءِ خانگي طرح ابياس ڪري، انگريزيءَ جو چڱو مايو وڌايائين. مکي پريتمداس جي جيئري ئي پنچائتي، پنگتي ۽ ملڪي ڳالهين ۾ ڀرو وٺندو هو. ڪجهه وقت ڪانگريسي ٿي رهيو؛ پر پوءِ سرڪار سندس برخلاف قدم کنيون، تہ پنهنجي منورتي ڦيرائڻي پيس. هڪ لڳا سنڌ جي ڪن پنچائتين جا مکي حيدرآباد ۾ ڪٺا ٿيا، ۽ حيدرآباد جي پنچائت کي هميشه جيان مني قائم ڪيائون. مکي چيناننڊ عمر ۾ مکي هرڪشنداس کان وڏو هو، تنهنڪري ڪيس سرومڻي ٿاڦيائون ۽ انهيءَ ڪري مکي چيناننڊ سنڌ جو مکي ليکجڻ ۾ آيو. ہہ گهمرا بمبئي جي قاعدي ساز ڪائونسل جو چونڊيل ميمبر هو، پر ٽئين گهمري مکي هرڪشنداس کي وارو ڏنائين.

مکي چيناننڊ نهايت شوقين مڙس هوندو هو. ڪيترا هزار روپيا خرچي پنهنجي اباڻي باغ کي اهڙي رونق ونبايائين جو اهڙو عاليشان باغ سڄيءَ حيدرآباد ۾ ٻيو ڪونہ هوندو هو. اڄ تائين ڪيترا ماڻهو انهيءَ باغ ۾ گهمڻ ويندا آهن.. پنهنجو مکڪي گهٽيءَ وارو گهر ڇڏي، هومسٽيڊ هال جي سامهون پنهنجو محل جوڙايائين، جنهن ڪيترا لک ڪاڏا آهن ۽ اهڙي جاءِ حيدرآباد ۾ ٻي ڪانهي. سنہ 1927ع ۾ چوئيتاليهن ورهين جي ڄمار ۾ پرلوڪ پڌاريو. ڪيس فقط ہہ نياڻيون ڄايون. هڪ مسٽر فتحچند تاراچند سان پرڻيل آهي ۽ ٻي مسٽر وروملُ لالواڻي انجنيئر سان.

## مکي گوبنڊ رام پريتمداس:



مکي گوبندرام پريتمداس

مکي گوبندرام پريتمداس 1898ع ۾ ڄائو هو. پٽس کي لکن جي ملڪيت هئي ۽ هيءَ وڏو ڀاڳوان هو، جو ڄمڻ سان لکن تي مٿو ڏوڻائين. پيءُ جو پڇاڙيءَ جو پٽ، ويتر ندريني شڪل جو سبنو ۽ ٿهوڪو. سو

پٽس گهڻو پائيندو هوس ۽ طوق پٽلو ڪري پاليائينس، جنهن ڪري هيءَ اگوندرو گذارڻ لڳو. مئٽرڪ پاس ڪري سال ٻه ڪاليج ۾ پڙهيو، ۽ پوءِ ڌنڌي ۾ گهڙيو. سندس مربي پاءَ مکي جيٺانند پنهنجي جيٺريئي ڪيس پنچائتي ۽ پنگتي ڪمن ۾ گهيڙي ڇڏيو هو.

مکي جيٺانند جي قضيئي وقت مکي هرڪشنداس پونا ۾ بمبئي جي قاعدي ساز ڪائونسل جي سيشن ۾ هو، تنهنڪري سڀڏس ڄاڻ ۽ رضامنديءَ سان مکي گوبندرام کي پاڻس جيٺانند واري مکين جي گادي ملي، ۽ سنڌ جو مکي سڏجڻ ۾ آيو. خانداني گهراڻي جو ماڻهو، پئسي ۾ پر ۽ سنڌ جو مکي، ته به سندس دل ائين پيئي چاهيندي هئي، ته جيتري قدر ٿي سگهي تيتري قدر پاڻ کي وڏيڪ ڪاراتو ڪريان. انهيءَ ابلاڪا ڪري، ڪي ٿوريون سنسٿائون هونديون جن جي سرومٽي تيڻ جي هُن ڪوشش نه ڪئي هوندي. انهيءَ ڪوشش ۾ جيئن سوپارو ٿيندو ويو، تيئن گهڻين سنسٿائن جو بار پنهنجي سر تي کڻندو ويو.

ڪجهه وقت حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو ميمبر هو. هندو فنڊ مان گهڻين آکهين کي سهائتا ٿي ملي، ته هيءَ انهيءَ فنڊ جو ڊائريڪٽر ٿيو. ٽي ورهيه ٽولارام گرلس هاءِ اسڪول جو پريزيڊنٽ ٿي رهيو. مکي جيٺانند جي وقت ۾ حيدرآباد جي پائيبندن پائيءَ جي انگ وڌائڻ لاءِ "پائيبند سڀا" برپا ڪئي، ته ڪيترائي ورهيه هيءَ انجو پريزيڊنٽ ٿي رهيو. پوءِ هندو سڀا جي لوڪل برانچ جو پريزيڊنٽ هو. هڪ دفعي سنڌ هندو ڪانفرنس جو سڀا پتي ٿيو هو. سنه 1936ع ۾ سنڌ جو پرڳڻو بمبئي کاتي کان ڌار ٿيو ته سنڌ جي گورنر لاءِ هڪ صلاحڪار بورڊ برپا ٿيو. سرڪار جي انهن ٽاڦيل صلاحڪارن (وزيرن) مان سنڌ جي هندن طرفان هڪڙو مکي گوبند رام هو. ٻئي سال اسيمبلي جون چونڊون ٿيون ته حيدرآباد جي شهر طرفان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي ويو. سنڌ سرڪار جو ٻهريون ئي هندو وزير مقرر ٿيو، ۽ انجنيئري کاتو سنڀالڻ لاءِ مليس. مکي گوبندرام جسٽس آف پيِيس به آهي. اوريچ ٿي گهڻن ڪمن ۾ پاڻ کي مشغول رکيائين، پر پنهنجن زمينداريءَ ۽ اباڻن ڌنڌن کي پوريءَ ريت منهن نه ڏنائين.

سنه 1945ع ۾ ٻيو گهمرو وزير ٿيو ۽ صحت. ڪيتي ۽ شرن جو

کاتو سنڀالڻ لاءِ مليس. پر پوءِ جلدي نيون چونڊون ٿيون، جن مان زمينداري ۽ جاگيرداري جي دفعه مان چونڊجي آيو ۽ ڪائونسل جو ميمبر ٿيو. کيس 5 نياٽيون ۽ 3 پٽ آهن. وڏو پٽ گوورڌنداس زمينون سنڀاليندو آهي. ٻيو پٽ رامچند ڪاليج ۾ پڙهندو آهي ۽ ٽيون ننڍو آهي جو اسڪول ۾ پڙهندو آهي.

مٿيون سموررو احوال ساگرائڻ جي وڏي ڏاڏي ساگر مل جي ڀيرين پٽ ڏارمداس جي اولاد جو آهي. هاڻ سندس ٻئي پٽ راجا رام جي آکهه جو ذڪر ڪجي ٿو.

## راجا رام جي آکهه

راجا رام جو جنم 1754ع ڌاري ٿيو هو ۽ 1786ع ڌاري گذر ڪري ويو. کيس ٻه پٽ مينگهراج ۽ گلابراءِ هئا. جن مان مينگهراج کي پٽر سنتان ڪانه هئي. گلابراءِ کي پنج پٽ هئا. جن مان جيچندراءِ وڌيو ويجهيو ۽ 1844ع ۾ چالاڻو ڪيائين. جيچندراءِ جو وڏو پٽ منگهارام 1820ع ۾ ڄائو هو ۽ 1891ع ۾ پرلوڪ پڌاريو. ڄاين جي دلالي ڪندو هو، مگر شان ۽ ٻيڪي سان هوندو هو. کيس ٻه پٽ چوهڙ مل ۽ دولهه ڏنو مل هئا. چار نياٽيون به هيس، جن مان وڏي ديوان شوقي سنگهه پريداس ملڪاڻي ڊويزنل فاريسٽ آفيسر سان پرڻي.

چوهڙ مل منگترام (1856-1900ع) واچ ميڪر جو ڪم ڪندو هو. سندس وقت ۾ حيدرآباد ۾ برف ڪراچيءَ کان ايندي هئي تنهنڪري حيدرآباد جي صدر ۾ پنهنجو برف جو ڊيپو کڏيائين.

گلابراءِ راجا رام جو پوٽو هرچندمل آوت راءِ (1814-1892ع) پنهنجي سبڻ سيٺ آتمارام پريتمداس پوجواڻي ڪراچيءَ واري سان ڀائيواري ڳنڍي شراب ۽ آفيم جا گتا کڻندو هو. گتن جو ڪم چڱو هلندو هوس. کيس پنج پٽ ڄاوا. هڪ نياٽي به هيس، جا ڪراچيءَ جي سيٺ فتح چند آتمارام پوجواڻيءَ سان پرڻايائين. هن آکهه وارن اڪثر گتا کيا، مگر گلاب راءِ جي پٽ شامداس (1800-1840ع) لکپت ۾ پنهنجي کوٺي وڌي. جنهن ڪري سندن آکهه کي "لکپت پرارا" سڏيندا هئا. لکپت ۾ مکي شامداس

پنهنجي پتا جي پوتر يادگيريءَ ۾ هڪ ڌرمشالا جوڙائي، جا "گلابراءِ سنڌي ڌرمشالا" سڏبي آهي. 1843ع ۾ مياڻيءَ واري لڙائيءَ وقت سنڌ ۾ ڀاڄڙ پيئي، تہ مکي هيرانند تاراچند جي آکهہ وارا ڏيڏن جي گاڏين ۾ کجاوں ۾ چڙهي، حيدرآباد کان بدين ۽ مغلڀين جي رستي لکپت ۾ پنهنجن سوٽن وٽ وڃي رهيا هئا. پوءِ سک سانت ٿي تہ موٽي حيدرآباد ۾ آيا. هرچند مل جو پوٽو مسٽر گزداريمل تلسيداس هو جو ڪوئيٽا ۾ ملٽري ڪاتي ۾ چڱي، نوڪريءَ ۾ هو ۽ سال 1945ع ۾ گذاري ويو.

هرچند جي ٻئي اولاد مکي لالچند وارن جا ڪارخانا جبرالٽر ۽ ٽرنيڊاڊ ۾ آهن.

## ستڙا:

هيءَ حيدرآباد ۾ رهن ٿا، جتي سندن ناليواريون "ستڙن جي گهٽي" مشهور آهي. ستڙا شاهيءَ جي بنياد جوا حوال هن ريت چوڻ ۾ اچي ٿو.

هڪ لڳا گروهر گوبند صاحب ڪشمير مان موٽندي، پنجاب جي ڪنهن ڳوٺ مان اچي لنگهيا، تہ سندن ڪن تي ڪنهن ٻار جي ڪيڪرات جو پڙلاءُ پيو. انهيءَ تي گروجن پنهنجن ماڻهن مان هڪ کي ڊوڙايو، جنهن جاچ ڪري اچي چيو، تہ هڪ ڪترو (دکي يا ڏکيو) ٻار پيو رئي. گرو جن اهو ٻالڪ گهرايو، ۽ سندس شڪل ڏسي چيائون، تہ هيءَ "ڪترو" نہ آهي، پر "سترو" (ستريو) يعني سکيو سهنجو آهي. پوءِ پاڻ سان نيائونس. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ ٻالڪ جا مائٽ آيا، جي پاڻ سان موٽائي وٺي ويس، ۽ پالي وڏو ڪيائونس.

ستڙو ڏاڍو چتر ۽ چالاڪ هو. سندس مائٽن جي مرضي ٿي، تہ ڪنهن ڪرت ڪار ۾ لڳائي ڇڏجيس، پر اها ڳالهہ نہ قبوليائين. مائٽن جي چالائي ڪانپوءِ ستڙي هڪ وڏو يگيہ ڪيو، جنهن ۾ اباڻي سڀ ملڪيت خرچي پوري ڪيائين ۽ پوءِ ٿوٽيون ٿوڪيندو گرو جن وٽ آيو. گروجن برباٽ ٿي ڪيڪاري چيس تہ "آئو ستڙي شاهہ!" انهي وقت کان وٺي ستڙا شاهي شروع ٿي. گرو هر راءِ صاحب جي ڏينهن ۾ ستڙي کي سيلهي ۽ ڊگهي ٽوپي ڏني. سڪندرم جو سرچارڪ مقرر ڪيائون. انهيءَ وقت ڪ نہ ڊي

ستري جا جيڪي چيلا ٿيا سي بہ "سترا" سڏجڻ ۾ آيا، ۽ انهن جو هڪ ڌار فرقو ٿيو.

سترو پنهنجي ذاتي سياءَ ڪري ڪلمڪ ۽ چرچائي هو. ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪ لڱا بخمل جي ڇتي چار فوٽ لنبي جوڙايائين جنهن تي ڏاڍو عمدو پرت پرايائين، ۽ هر هڪ پادر تي "فرشتہ" لفظ لکائي ڇڏيائين. اڌ رات جي مهل هڪ پادر شهر جي قاضي جي در وٽ ڇڏي آيو. صبح جو سوير قاضي اٿيو تہ ڇا ڏسي تہ هڪ سهڻو بخمل جو چار فوٽو پادر پرت پربل پيو آهي! انهيءَ تي "فرشتو" لفظ لکيل ڏسي، پانيائين تہ سچ پچ ڪو فرشتو پنهنجو پادر ڇڏي ويو آهي. پوءِ تہ سڄي شهر ۾ اها ڳالهہ ڦهلجي ويئي. ڪيترا ماڻهو انهيءَ پادر جي ديدار لاءِ آيا. قاضي هر هڪ ڪان ڪجهہ رقم وٺي اهو پادر ٿي ڏيکاريو. سگهوئي پوءِ ستري ڇا ڪيو جو ٻيو پادر هڪ ڪاٺيءَ ۾ لٽڪائي قاضيءَ جي گهر وٽ بيهي پڪارڻ لڳو تہ، "منهنجو هڙو پادر ويو آهي، سو جي ڪنهن لڌو هجي تہ ڏئي." اتي قاضي کي خيال ٿيو، تہ هيستائين ماڻهو سچ پچ ائين وسهي ويا آهن، تہ ڪنهن فرشتي جو پادر آهي؛ ۽ هينئر سڌ پونديس تہ هن ستري جو پادر آهي، تہ ڳالهہ مان ڳالهوڙو ٿي پوندو. پوءِ ستري کي چيائين: تہ پنهنجو پادر وٺي ماٺ ميٺ ۾ هليو وڃ. ستري چيس تہ مان ماٺ تڏهن ڪندس جڏهن منهنجا بہ شرط قبوليندؤ. قاضيءَ چيس تہ پنهنجا شرط ٻڌاءِ. ستري چيس تہ هڪڙو تہ شهر ۾ ڪنهن بہ هندوءَ جو جٽيو ڪونہ لهرائي، ۽ ٻيو تہ مونکي هٽ هٽ تي ٻنڌياڻ ٻڌائي ڏيو.

ملڪ جي حاڪم وٽ قاضيءَ جي هلندي هئي، تنهن ٻئي شرط حاڪم کان منظور ڪرايا، ۽ ڳالهہ شب ۾ رهجي آئي. انهيءَ وقت کان وٺي سترن جو ٻنڌياڻ هليو اچي. اڄ تائين هو هٽ هٽ تان پئسو وٺندا آهن ۽ ڏونڪو ڏونڪي تي هٽي چوندا آهن تہ:

"هردم بابا نانڪ شاهہ، سڀني دا ٻيڙا ٻني لاءِ."

جيستائين پئسو نہ ملندو اٿن تيستائين پنڌ تي بيهندا آهن.

مٿيون مضمون حيدرآباد جي "هندو" اخبار جي منگل تاريخ 16 اپريل 1929ع ڌاري پرچي ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هو. ان وقت "هندو" اخبار جو سمپادڪ پروفيسر گهنشيام جيٺانند هو.

## سپاهيملاڻي:

نک "ناگڏيو". اصل اروڙونسي آهن. سنہ 711ع ۾ عربن جي ڪاھ وقت اروڙ (الور)تعلقي روهڙي مان پکا ء بيڙين جي رستي پنجاب ڏي ويا (ڏسو پاڱو پهريون، صفحو 129، اروڙونسي). ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ هيءَ پنجاب ۾ ملتان جي شهر ۾ رهندا هئا، جتان سنڌ ۾ اول خدا آباد ۾ اچي رهيا. سنہ 1759ع ۾ خداآباد جو شهر ڦٽو (ڏسو پاڱو پهريون، صفحو 72) تہ هن نک وارا ٽڙي پکڙي ويا. ڪي ساهتي پرڳڻي ڏي ويا، جتي منياٽي تعلقي نوشهري فيروز ۾"مائيداساڻي" ۽ "موتياڻي" آهن، ۽ نک ساڳي "ناگڏيو" اٿن. منجهائن ڪي درياھہ اُڪري سيوهڻ ڏي ويا، جتي "بٺاڻي" آڪهہ وارا "ناگڏيو" نک جا آهن. مير فتح علي خان ٽالپر جي صاحبيءَ ۾ حيدرآباد جو شهر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ٿيو، تہ هيءَ سپاهيملاڻي ٻين ڪيترين عامل آکهين اکن اڳ حيدرآباد ۾ آيا، جنهن ڪري شهر جي وچ ۾ جاءِ ملين. حيدرآباد ۾ ڪي ڇيلاڻي سندن ويجهو اچي رهيا، تہ انهن سان نہ رڳو پاڇيءَ واٽ هين پر چلي سوتڪ وارڻ جي بہ واٽ هين. (ڏسو "ڇيلاڻي")

ديوان سپاهيمل جنهنجي نالي پٺيان هن آکهہ وارا سڏجن ٿا، سو ديوان ڪرمچند جو پٽ ۽ ديوان ڪلياڻداس جو پوٽو هو. هن وقت جيڪي سپاهيملاڻي آهن، تن مان گهڻا ديوان شپاهيمل جي پٽ ديوان ننديرام جي نسل مان آهن. انهيءَ نسل وارن مان مکيہ ماڻهو ۽ سچو سنت سائين ڪيسورام هو، جو سائين دلپترام صوفيءَ سيوهڻ واري جو شش هو ۽ پوءِ سندس گاديءَ تي وينو هو. سائين ڪيسورام نماڻي مورت هو ۽ سندس ٻاٽي بہ نماڻي آهي. سائين ڪيسورام کان پوءِ سندس مربي پٽ سائين هريرام ۽ پوءِ ٻيو پٽ سائين آتمارام گاديءَ تي وينا ۽ اها گادي پشت بپشت اڄ تائين هلي اچي. هنن سنتن جي ڪري ڪتان ڪتان جا صوفي درويش سپاهيملاڻي گهٽيءَ ۾ هن ٽڪاڻي ۾ ايندا هئا.

هن گهٽيءَ مان جيڪي انهيءَ ٽڪاڻي وٽان لنگهندا هئا، سي بہ مٿو ٽيڪي، ٽڪاڻي جي ٻاهرينءَ پٽ تان هٿ پري منهن کي لائيندا هئا. هيءَ ٽڪاڻو ڪو رواجي ٻاون جي ٽڪاڻن جهڙو ڪونهي. سائين دلپترام بابت

چون ٿا تہ ڏهاڙي سج لٿي کان پوءِ سيڌي پاڌي رکڻ جا ٿانءَ ۽ پاٿيءَ جا مٽ دلا اونڌا ڪرائي ڇڏيندو هو، چوندو هو، تہ "سياٽي جا پاڳ سياٽي سان"! سندس گادي نشين سائين ڪيسورام، سائين هريرام ۽ آتمارام بہ اهڙائي لاطمع هوندا هئا. سائين هريرام منهنجو ماسڙ هو تنهن ڪري ننڍڙي هوندي کان وٽي مان سندس ٽڪاڻي ۾ ويندو هوس. منهنجن اکين ڏٺي ڳالهہ آهي تہ ڪنهن مائيءَ جي من جي ڪا مراد پوري ٿي، تہ سمجهائين تہ هنن سنتن جي آسيس سان منهنجي مراد پني آهي، سو پنهنجي ڳچيءَ مان سوني پندرهن پٽي يا يارهن پٽي لاهي پيٽا طور ڏنائين. ان وقت پائي مولچند عاج وارو وينو هو، جو پاڻ بہ هڪ سنت هو. سائين هريرام اهو مائيءَ وارو زيور کيس ڏنو، تہ هن اهو وڪٽي، انهن پئسن مان سيڌو سامان آندو جو غريب غربن کي ڪارايائون. سائين ڪيسورام جي وقت کان وٺي هن ٽڪاڻي وارن جو دستور هوندو هو. تہ ڏهاڙي ڊوڍا پچارائي رکندا هئا ۽ جيڪو ٽڪاڻي ۾ ايندو هو تنهن کي ڊوڍي ٽڪر ۽ رڌل سائي پاڄيءَ ذرو پرساد طور ڏيندا هئا. ڪتان کو اوچو طعام ايندو هو، تہ اهو بہ ائين ورهائي ڏيندا هئا. ڏهاڙي سنجها جي مهل آرتي ٿيندي هئي ۽ پوءِ ڀڄن ڀاءُ ٿيندو هو، تہ اهڙي موج مچندي هئي جو هن ٽڪاڻي مان اٿڻ تي دل نہ پيئي ٿيندي هئي. (ڏسو "چتوائي"). سائين هريرام عمدو شاعر ۽ گويو هوندو هو. سندس رچيل ڪيتري وائي هٿ اکرين لکيل اڄ تائين ٽڪاڻي ۾ رکيل آهي.

ساڳي نسل مان گيان سروپ هو، جو پڻ هڪ سچو سنت هو، پر شراب پيئڻ جي عادت گهٽي هوندي هيس. ڪيترن پناڻن جو منجهس يقين هوندو هو، سي ڪيمخاب جا ڪوٽ، قناويز جون سٿڻون، ريشمي چولا ۽ اڇا پٽڪا، زريدار ڪلن سان پهرڻ لاءِ ڏيندا هئس. سنڌن ويجها سوٽ ديوان جڳتراءِ (پٽس مسٽر چاندو مل) جي آکهہ وارا ۽ ديوان هرگنداس جي آکهہ وارا آهن. ديوان هرگنداس جا پٽ مسٽر شامداس ۽ مسٽر چيتنرام گذاري ويا آهن، باقي رڳو مسٽر گوبند رام حيات آهي جنهن تازو ملٽري انجنيئرنگ سروس مان رٽائر ڪيو آهي. سنڌن پيا ويجها سؤٽ ديوان رامچند، ديوان روپچند (گرهام ڪمپنيءَ وارو) ۽ ديوان تاراچند (ڪوپر ڪمپنيءَ وارو) گذاري ويا آهن. سنڌن پتا ديوان گرڌرداس هو جو ديوان هوتچند جو پٽ هو.

ديوان هوتچند منهنجي پتا جو نانو هو. منهنجي پتا ڳالهه ڪئي ته ديوان هوتچند سنت ماڻهو هوندو هو, هڪ لڳا چانديءَ جو تائٽ ڪنهن پاٽوليءَ کي پوتڻ لاءِ ڏنائين، ۽ چيائينس ته منهنجو نوڪر ايندءِ تنهنکي اهو تائٽ ڏجانءِ ۽ اهو پوٽائي به ڏيئي ويندءِ. ديوان پوءِ پنهنجو نوڪر موڪليو. جنهن پاٽوليءَ کي پوٽائي ڏيئي ڪانئس تائٽ ورتو. نوڪر گهر موٽي آيو ته ڏسي ته ڪيسي ۾ تائٽ آهي ئي ڪونه! اتيئي پويان پير ڪري. تائٽ ڳولهڻ ويو، پر ڪونه لڌس. هو پوءِ مورڳو منهن ڪري ديوان هوتچند جي اڳيان اچي بيٺو. ديوان کي خاطري هئي ته نوڪر ايماندار آهي، تنهن اهو تائٽ پاڻ نه کنيون آهي، پر ڪيسي مان ڪو ڪڏي ويو اٿن. نوڪر کي چيائين ته تو غفلت ڪري منهنجو نقصان ڪيو آهي، هاڻ اُنهيءَ لاءِ توکي ڪهڙي سزا ڏيان؟ تائٽ جي قيمت تنهنجي پگهار مان ڪاٽڻ به واجب نه ٿو سمجهان تنهنڪري توتي رڳو هيءَ ڪم ٿو رکان ته رات جو جڏهن مان ماني کائي پنهنجي بستري تي ليٽان تڏهن مونکي زور ڏج ۽ "رام رام" به پيو چئج. نوڪر ڏٺو، ته ديوان مونکي ٿوري ۾ ئي ڇڏايو تنهن گهڻي خوشيءَ سان اها ڳالهه قبولي. رات جو ديوان هوتچند ماني کائڻ کانپوءِ پنهنجي بستري تي وڃي ليٽيو، ته نوڪر کيس زور ڏيڻ لڳو ۽ رام جو نام به اچارڻ لڳو. ڪجهه وقت ائين ڪري پوءِ پڇيائين، ته "ديوان، جاڳو پيا؟" ديوان چيس ته "هائو". نوڪر چيس ته "سائين، مون کي جيڪڏهن چوندا ته مان سڄي رات اوهان کي زور ڏيندس، باقي "رام رام" ٿو چوان ته ننڊ پيئي اچيم! ديوان مشڪي چيس ته "رام جو نالو ڳنهڻ به توکي بوجو ٿي لڳو ٿو ڀانئجي. ڇڱو وڃي سمهي پؤ."

ديوان هوتچند جي آکهه وارن جا پيا ويجها سوٽ مسٽر پرمانند چتو مل، مسٽر ٽلومل ٽيڪچند ۽ سندس ڀائر، مسٽر نيٽو مل پورٽ ٽرسٽ وارو، مسٽر نارائڻداس، مسٽر ڏيپچند مسٽر لچيرام ۽ پيا آهن، جن جو ڏاڏو ديوان اوڏو داس هو. ديوان اوڏو داس جو پاءُ ديوان کيمچند هو، جنهنجا پٽ مسٽر چوٿرام (گرهام ڪمپنيءَ وارو) مسٽر پيسو مل سالٽ ۽ ايڪسائيز کاتي وارو، مسٽر ولايتراءِ (استراس ڪمپنيءَ وارو) مسٽر جهمتمل (گرهام ڪمپنيءَ وارو) هئا. هنن پائرن مان مسٽر پيسو مل اجا جوان هو ۽ فقط (6)

رهين پگهار تي هو، تہ پيٽ جي خرابيءَ ڪري آپريشن ڪرايائين ۽ سگهوئي پوءِ پرلوڪ پڌاريو.

مسٽر ولائتراءِ اڃا جوان هو، تہ سندس گهر واري پٽ ڄڻي مري ويئي ۽ پٽس بہ گذاري ويو. پوءِ ٻيو گهر ڪونہ پرڻيو ۽ پنهنجي ڀاءُ مسٽر پيسو مل جي ٻارن ڪي. پنهنجو اولاد سمجهي پالڻ لڳو ۽ پنهنجو اهو فرض توڙ تائين نباهيائين. مسٽر پيسو مل جو وڏو پٽ مسٽر کانچند ايم.اي امتحان پاس ڪيل آهي ۽ ڪيترن ورهين کان بنارس هندو يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر آهي. مسٽر پيسو مل جو ٻيو پٽ مسٽر نارائڻداس ڪانگريسي آهي ۽ وڪالت ڪندو آهي. مسٽر پيسو مل جي وڏي نياڻي مسٽر ڀاڳچند کوبچند ڪرپالاڻي بي.اي سان پرڻي. مسٽر پيسو مل جي ننڍي نياڻي ڪماري پاروتي بائيءَ (ڪڪلا) سنہ 1908ع ۾ ڄائي هئي. بي.اي پاس ڪيل آهي، ۽ ڪراچيءَ جي انڊين گرلس هاءِ اسڪول ۾ ماسترياڻي آهي. ٻالڪن جي ٻاريءَ ۽ ٻين ڪن سنسٿائن ۾ چڱو ڀرو وٺندي آهي. سندس هڪ مکيہ ڳالهہ هيءَ آهي تہ "سنڌ جي هڪ سؤ ورهين جي ڪهاڻي" نالي ڪتاب لکيائين جنهن ۾ ڄاڻايو اٿس تہ گذريل هڪ سؤ ورهين ۾ سنڌ جي پرڳٽي پنگتي، ڌرمي، ملڪي ۽ ٻين ڳالهين ۾ ڪيئن ۽ ڪيتري قدر ترقي ڪئي آهي. اهو سچو ئي ناول تاريخي ڳالهين تي ٻڌل آهي ۽ ان ۾ هندن جي جيوت جو نقشو نهايت عمديءَ طرح چٽيل آهي. سنڌ سرڪار جي برپا ڪيل سنڌي ادب (ساهت) لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ ڪي اهو ڪتاب ايتري قدر پسند پيو جو ڪماري پاروتيءَ کي انهيءَ ڪتاب لکڻ ڪري سچ سو روپيا انعام طور مليا. سچي، سنڌ ۾



مسٽر ولائتراءِ کيمچند



ڪماري پاروتي پيسومل

هي ڀهرين چوڪري آهي، جنهن کي بورڊ وٽان انعام مليو آهي. هن آڪهہ وارن جا ٻيا سوٽ مسٽر پرمانند ڪندنمل پبلڪ پراسيڪيوٽر ۽ ٻيا آهن؛ جن جي پيڙهي ڏيوان تنديرام سپاهيمل سان وڃي لڳي ٿي.

ديوان تنديرام سپاهيمل جي نسل مان ٻي مکيہ آڪهہ ديوان ايسرداس مينارام جي آهي، جو سالٽ ۽ ايڪسائيز کاتي ۾ هو ۽ انتيهن ورهين جي ڄمار ۾ سنہ 1890ع ڌاري گذاري ويو. کيس چار پٽ هئا: تلسيداس، ٻاڳچند، جڳتراءِ ۽ ڪوڏو مل؛ جي چار ئي گذاري⁄ويا آهن.



ديوان تلسيداس ايسرداس

ديوان تلسيداس ايسرداس جو جنم 8. جولاءِ 1874ع ۾ ٿيو هو. مئٽريڪيوليشن امتحان پاس ڪري جون 1891ع ۾ هند سرڪار جي ملٽري انجنيئرنگ سروس ۾ گهڙيو، جتي ڇٽيهہ ورهيہ ساندهہ نوڪري ڪيائين. ڪيترا ورهيہ ڪراچيءَ ۾ ڪمانڊنگ رايل انجنيئر جي آفيس ۾ هيڊ ڪلارڪ هو ۽ ڪئي ورهيہ ساندهہ ساڳي عهدي تي ڪوئيٽا ۾ بہ هو. چار سؤ کن رپيا پگهار هوس، ۽ ان وقت ايترو پگهار کن ٿورن عاملن کي ملندو هو. پنهنجو شان رکي هلندو هو، ۽ نوڪري بہ ايمان جي سلامتيءَ سان ڪندو هو. جرمنيءَ جي پهرينءَ جنگ ۾ ملٽري کاتي وارن جو ڪم گهٽي قدر وڌيل هو، تہ هيءُ گوڏو ٻڌي ڪم جو اُڪلاءُ ڪندو هو. گهٽي ويهڪ ڪيائين تہ سنہ 1916ع ۾ سنڌن جي سور اهڙو هلاک ڪيس جو خود ملٽري ڊاڪٽرن چيو، تہ سرڪاري ڪم جي اُڪلاءَ لاءِ گهٽي ويهڪ ڪري پنهنجو بت جهوري وڌو اٿس. سور لاءِ جيڪي علاج ڪرٽا هئس سي ڪري ٻيٺو پر ڪوبہ فائدو ڪونہ ٿيس. هو پوءِ انگلينڊ ۾ پنهنجي علاج ڪرڻ لاءِ ويو. ڪجهہ قدر پاڻ ڪنيائين، تہ وري نوڪريءَ تي چڙهيو. ساڳي ايمانداريءَ ۽ اورچائيءَ سان ڪم ڪي.جنبي ويو. سندس قابليت، ايمانداري ۽ جفاڪشيءَ ڪري سرڪار "راءِ صاحب" جو لقب ڏنس، پر گهٽي ڪم ڪرڻ ڪري بت ڍهي پيس جنهنڪري

سويلٽي پينشن وٺي پيس. پينشن به گهڻو وقت ڪونه ماڻيائين، ۽ 1 - جولاءِ 1926ع تي پرلوڪ پڌاريو. پنهنجي پنيان ٻه پٽ ۽ چار نياڻيون ڇڏيائين. سندس ٻه پٽ مسٽر ليکراج ۽ مسٽر اڏا رام ڪراچيءَ جي ايم. جي شهاڻي ڪمپنيءَ ۾ پائيوار ٿي رهيا. منجهائن مسٽر ليکراج تازو گذاري ويو آهي.

ديوان تلسيداس جي ٽئن نياڻين مان وڏي شريمتي ديوي ٻائي پرٽيل آهي. سندس ٻي نياڻي ڪماري پوجي ٻائي مئٽرڪ پاس ڪري، ڊاڪٽري پڙهي. پوءِ "آپينڊي سائينس" جو آپريشن ڪرائڻو پيس ۽ پنهنجي پتا جي چالاڻي کان ٿي هڪ ورهيه ڪن اڳي 1925ع ۾ پرلوڪ پڌاري.



ڪماري جيٺي سپاهيملاڻي

ديوان تلسيداس جي ٽين نياڻي ڪماري جيٺي ٻائيءَ جو جنم 4 - فيبروري 1906ع ۾ ٿيو هو. مئٽرڪ پاس ڪري ڪاليج ۾ "ايڪس اسٽوڊنٽ" ٿي رهي. ڪاليج ۾ پڙهندي پنگتي ۽ ملڪي ڳالهين ۾ بهرو وٺندي هئي.

سنه 1929ع ۾ ڀيڻ جيٺي ٻائي ديا آشرم جي پرنسپال ٿي، پر ٻئي سال (1930ع) ۾ اهو عهدو ڇڏي ملڪي هلچل ۾ گهڙي. اهوئي وقت هو جو اسانجي هن ڀيڻ ۽ ٻين ڀينرن "پڪيٽنگ"، کاڌي پرچار ۽ ٻين ملڪي ڳالهين ۾ پليءَ پٽ بهرو وٺي پنهنجو جوهر ڏيکايو، ۽ سڄي استري جاتيءَ جو مان مٿي ڪيائون، جن ڳالهين جو ذڪر هن ڪتاب جي باب پنجين ۾ ڀيڻ ڪماري سرلا ڄڳو مل نرسين اڳيئي ڪيو آهي. ڀيڻ جيٺي ٻائي ڪجهه وقت گانڌي اسپتال جي سيڪريٽري هئي ۽ ميونسپل اسڪول بورڊ جو ميمبر ڪري چونڊيو هئائونس. اهائي پهرين ناري هئي جا سنه 1934ع ۾ ميونسپل ڪارپوريشن جي ميمبر چونڊجي آئي.

سنه 1935ع ۾ تعليم جي سرشتي ۽ ٻين اهڙين ڳالهين جي اڀياس ڪرڻ لاءِ يورپ ۾ ويئي. سنه 1936ع ۾ سنڌ جو پرڳڻو بمبئيءَ کاتي کان ڇڄي ڌار ٿيو، ته ٻئي سال (1937ع) ۾ ڀيڻ جيٺي ٻائي سنڌ ليجسليٽو

اسيمبليءَ جي ميمبر ٿي. پنهنجي قابليت ڪري 1938ع ۾ اسيمبليءَ جي ڊپٽي اسپيڪر ٿي ۽ اهو عهدو اڄ تائين بيءَ ڪنهن به سنڌ جي ناريءَ ڪونه ماڻيو آهي.

سنه 1932ع ۽ 1942ع ۾ ملڪي هلچل ۾ خوب طرح بهرو ورتائين ته ترنگ جو ٽيرٽ ڪرڻو پيس. جيل جون سختيون سٺائين، ته به سندس اتساهه ڪين گهٽيو. پنهنجي جيوت ديس سيوا بلي ارپڻ ڪري ڇڏي اٿس تنهنڪري اڄ تائين پنگتي ۽ ملڪي ڳالهين ۾ گهڻو بهرو وٺندي آهي. سنه 1944ع کان وٺي اڄ تائين پراونشل نرسز، مڊوائيفر ۽ هيلٿ وزيٽرس ڪائونسل جي پريزيڊنٽ آهي.



ديوان ڀاڳچند ايسرداس

ديوان تلسيداس جو پاءُ ڀاڳچند ايسرداس سنه 1878ع ۾ ڄائو هو. مئٽرڪ پاس ڪري ڪراچيءَ جي ڊي.جي. سنڌ ڪاليج ۾ تعليم ورتائين. ڪاليج ۾ جيڪي ساٿس گڏ پڙهندا هئا، تن مان هڪڙو ساڌو ٽي.ايل.واسواڻي هو. هنن ٻن ڄڻن ۽ ڪن ٻين شاگردن جي تحرڪ سان ڊي.جي. سنڌ ڪاليج مسليني جاري ٿي، جنهنجا پهريان ٻه ايڊيٽر ديوان ڀاڳچند ۽ ساڌو واسواڻي مقرر ٿيا هئا. بي.اي پاس ڪري ديوان ڀاڳچند پهريائين خيرپور رياست جي وزير قادر داد خان جو پرائيويٽ سيڪريٽري ٿيو. سگهو ئي پوءِ ريوينيو کاتي ۾ گهڙيو. ڪيترا ورهيه مختيارڪار ٿي رهيو. پڇاڙيءَ جا چار پنج ورهيه ڊپٽي ڪليڪٽر هو. سنه 1932ع ۾ ٺٽي اڌمر ۾ اوچتو رات جي وقت قضيو ٿيس.

ديوان ڀاڳچند جوپٽ ڪشنچند 1905ع ۾ ڄائو هو. بي.ايس.سي ۽ ايل.ايل.بي پاس ڪيل اٿس ۽ هن وقت ڪراچي ڪارپوريشن جيو ميونسپل پراسيڪيوٽر آهي.

سپاهيملاڻين مان ڊاڪٽر نارائڻداس ڌرمداس جي آکهه وارا ڇڱا. ڄڙهبل اهن. منتر ليلارام ولاٽترا، سپاهيملاڻي ۽ ماستر نيپراج سپاهيملاڻي.

حيدرآباد ۾ سنڌ جو ويناٽيل ڪوآپريٽو سوسائٽي برپا ڪئي هئي جا اڄ تائين هلي اچي.

## سنڌي پنجابي:

هيءَ اصل پنجاب کان آيا، ۽ سنڌ ۾ هميشه لاءِ رهي پيا، تنهنڪري "سنڌي پنجابي" سڏجڻ ۾ آيا. منجهائن گهڻا الهندي پنجاب جي ديري غازيخان جا وينل هئا. اورنگزيب بادشاهه جي وقت ۾ سندس مقرر ڪيل عملدار مسلمانن وٽان زڪوات ۽ غير مسلمانن وٽان جزيه جي ڏل اڳاڙيندا هئا. دسمان پاتشاه سري گرو گوبند سنگهه صاحب جي آڳيا پٽاندر سکن انهيءَ ڏل ڏيڻ کان نابري واري، تہ ساڻن سختيون ٿيون، جي ڪي ڏينهن سانده هليون. انهن سختين سبب پنجاب ۾ ڪيترن هندن پاچڙ پيئي، تہ هيءَ سنڌ ڏي آيا. ان وقت سنڌ جو لاڙ وارو ڀاڱو وڻج واپار ڪري مشهور هو، تنهن ڪري منجهائن گهڻا اوڏهين وڃي وڻج واپار ڪرڻ لڳا. هن وقت سنڌي پنجابي ڪراچي، ڪوٽڙي، حيدرآباد، ٽنڊي جام، ٽنڊي الهيار، ميرپورخاص، ساماري، ڊگريءَ، ٽنڊي آدم، نوابشاه ۽ سڪرنڊ ۾ آهن، ۽ اٽڪل روءِ سنڌن ڇهہ سؤ گهر آهن. اهي سڀ ساڳئي هڪڙي خاندان جا نہ آهن، تنهنڪري نکون علحديون علحديون اٿن جهڙوڪ سپڙا (ڏسو "تولاٽي - 3")، ڳيرا (ڏسو "جڳتياڻي - 2") مٽڪا پاسي وغيره منجهائن ڪيترا انگريزي پڙهي نوڪريون، وڪالت وغيره ڪرڻ لڳا. پهريون سنڌي مسٽر چوهڙ مل ڪندنمل پنجابي هو جو ساڌو نولراءِ شوقيرام، ديوان ڏيارام جيٺمل ۽ ديوان ڪوڙيمل چندن مل سان گڏجي بمبئيءَ ۾ مئٽرڪ امتحان ڏيڻ ويو هو، ۽ رڳو پاڻ پاس ٿيو هو. پهريون سنڌي بہ پاڻ هو، جنهن 1865ع ۾ بي.اي جو امتحان پاس ڪيو هو. هن خاندان مان ديوان بهادر مرليڌر جيرامداس پنجابي بہ ناميارو ٿي گذريو آهي. مسٽر چوهڙ مل وڪيل جو پٽ لالچند حيدرآباد ۾ مشهور فوجداري وڪيل هو ۽ سنڌ جو پبلڪ پراسيڪيوٽر ٿيو.

## سهتا:

سهتن جو نالو ٻهريائين ڀهريائين ڇڇ نامي ۾ نظر اچي ٿو. جنهن ڪري

چئبو، ته 711ع ۾ عربن جي ڪاهه کان اڳي جيڪي هندو سنڌ ۾ هئا، تن مان هڪڙا هيءَ هئا. هيءَ سنڌ جي نهايت جهوني خاندان وارا عربن جي ڪاهه وقت سپنڊ مان ڀڳا. هن وقت جيڪي سهتا سنڌ ۾ آهن، تن جا وڏا ميرن جي صاحبيءَ ۾ مارواڙ کان آيا هئا، اِهي اصل رانوڙ راجپوت آهن. مارواڙ ۾ زبردست سيلاب آيو، جنهن ڪري سهتن مان هڪڙا سنڌ ڏي آيا، ۽ ٻين ڪڇ پڇ طرف ماندوي (مڏئي) جو شهر وڃي وسايو. ماندويءَ سنڌ وارن سهتن جو پهريائين هڪبئي سان رستو هو، پر پوءِ ٻنهي هنڌن تي سهتن جي پوشاڪ، کائڻ پيئڻ جي نموني ۽ ٻوليءَ ۾ وڏو ڦير آيو؛ ته اڳي جيڪو پاڻ ۾ رستو هون سو ٽٽي وين ۽ ڏينهون پوءِ هڪٻئي کي ڌاريو ڪري سمجهڻ لڳا.

سنڌ ۾ سهتا پهريائين ساهتي پرڳڻي ۾ زهندا هئا. هن وقت ساهتيءَ ۾ سندن هڪڙو به گهر ڪونهي. گهڻا سهتا ڪراچيءَ، حيدرآباد، لاڙڪاڻي ۽ سکر ضلعن ۾ آهن. هالن پراڻن ۾ سهتن جو محلو ئي ڌار آهي. منجهائن ڪي نوڪرين ۾ آهن، ڪي ڊاڪٽري ڪندا آهن پر گهڻا اڪثر ڏنڌو ڌاري ڪندا آهن. ڪراچي جو مشهور وڪيل ڦيمتراءِ پوڄراج ساهتو هالن پراڻن جو وينل هو.

## شوداساڻي:

نک "ڪنگهر" (ڪنگهار - راءِ ڪنگهار). حيدرآباد جي ٽڏاڻي (نهاين جي پڙ وارا)، شوداساڻي ۽ منسکاڻي پاڻ ۾ سڳا سؤٽ آهن. سندن وڏا ٽڏو مل، شوداس، ڏيونداس ۽ منسکداس پاڻ ۾ ڀائر هئا ۽ ملتان کان سنڌ ۾ اچي، حيدرآباد جي هاٿوڪي گوسائين واري گهٽيءَ جي مڙهيءَ وٽ جايون جوڙائي رهيا هئا. سندن تاريخي احوال اڳي ئي پاڱي پهرين جي صفحي 175 کان 178 تائين ٽڏاڻين (2) جي ذڪر ڪندي ڏنو ويو آهي. گوسائين واري گهٽيءَ ۾ ٽڏاڻين کي جاءِ ڪانه ملي سي نهاين جي پڙ ۾ وڃي وينا ۽ شوداساڻي گهٽي اڄ تائين گوسائين واري گهٽيءَ ۾ آهي. منسکاڻي ڪانئن ٿورو پريرو وينا آهن.

شوداساڻين جي وڏي ڏاڏي ديوان شوڌاس کي چار پٽ ڪاليداس، نائون مل، هوتچند ۽ شنڪرداس هئا. انهن مان ديوان ڪاليداس جي اولاد

مان ديوان ليلارام ۽ ديوان ٻيلارام جي آکھ وارا مکيہ آھن. ديوان ليلارام جي نسل مان ديوان رامچند تيکچند ۽ ديوان هاسو مل آھن. پئي آءِ.سي.ايس آھن. ديوان ٻيلارام پاڻ ناميارو جج ھو. سندس پٽ ديوان روپچند، ديوان ٺارو مل (زميندار) ۽ ديوان جهمٽ مل(زميندار) آھن. ديوان روپچند پهريون ئي سنڌي آهي جنهن ائڊيشنل جڊيشنل ڪمشنر جو عهدو ماڻيو. علمي، پنگتي ۽ پنچائتي ڪمن ۾ بہ گھڻو ئي ڀهرو پئي ورتو اٿن. سندس فرزند مسٽر هيرانند آءِ.سي.ايس آهي. هن خاندان مان ڪي ٻيا بہ چڱو چڙهيا، جهڙوڪ ڊاڪٽر پرسرام بولچند سول سرجن.

ديوان شوداس جي پاءُ ديوان ڏيوڻ داس جي اولاد مان ديوان چوٿرام دفتردار جي آکھ وارا آھن، جن مان پروفيسر گھنشيام جيٺانند سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ پڪو ڪانگريسي آهي ۽ پنهنجي جيوت ديش شيوا ٻلي ارپڻ ڪري چڏي اٿس. اهي سچ پچ "ڏيون ملاڻي" آھن؛ پر پاڻ کي "شوداساڻي" ڪوٺائيندا آھن.

## شهاڻي:

نک "ٻنيجا". مغل بادشاھ اورنگزيب جي وقت ۾ پنجاب کان سنڌ ۾ آيا هئا. اصل جنهن هنڌ رهندا هئا تنهن هنڌ سندن ٻنو سدائين تتو پيو هوندو هو ۽ رهگذرن کي ماني تکي کارائي خوش ڪري ڪيندا هئا، تنهن ڪري سندن پويان "ٻنيجا" يعنيٰ ٻني وارن جو اولاد سڏجڻ ۾ آيا. هن وقت شهاڻي لاڙڪاڻي، ٺارو شاھ ۽ حيدرآباد ۾ آھن.

عام طرح هر ڪنهن آکھ وارا پاڻ کي پنهنجي ڪنهن وڏي ڏاڏي جي نالي پٺيان سڏائيندا آھن؛ پر شهاڻين جي حالت ۾ ائين نہ آهي.ميرن جي صاحبيءَ ۾ چانڊڪا پرڳڻي (لاڙڪاڻي) جو گورنر شاھ بهارو هو. جنهن جي درگاھ اڄ تائين لاڙڪاڻي جي شهر ۾ ڪيراج فقير جي باغ کان ٿوروئي پريرو، گهاڙ واھ جي ڪپ جي ويجهو آهي. انهيءَ حاڪم وٽ ڪيترا هندو ننڍن توڙي وڏن عهدن تي هئا، ۽ سيني هندن تي پنهنجو هٿ رکيو هئائين. تہ سندس شڪرگذاري ظاهر ڪرڻ لاءِ هو پاڻ کي سندس نالي پٺيان "شہاڻي" سڏائڻ لڳا. مطلب تہ "شاھ" لفظ مان "شاهاڻي- شہاڻي" ٿانو

ٿاهيو اٿن. چانڊڪا پرڳڻي (لاڙڪاڻي) جيءَ هنن ڪامورن اهو نمونو اختيار ڪيو، تہ شاهہ بهاري ۽ سندس عملي جا جيڪي مودي هئا، سي بہ پاڻ کي "شهاڻي" سڏائڻ لڳا. اهين چاٺايائون تہ اسين بہ شاهہ بهاري جو اولاد آهيون، جو هو اسان کي پنهنجن ٻچن جهڙو ڪري سمجهي ٿو. انهن مودين مان ڪن جو اولاد هن وقت ٺارو شاهہ ۾ آهي.

شاهہ بهاري وٽ جيڪي هندو نوڪريءَ ۾ هئا، سي سڀ جدا جدا آکهين جا هئا، پر سڀيئي پاڻ کي "شهاڻي" سڏائڻ لڳا تہ سڀيئي چڻ تہ هڪڙي خاندان جا ٿي پيا؛ ويتر سندن مودي بہ پاڻ کي "شهاڻي" سڏائڻ لڳا، تہ هن وقت سمجهڻ ئي ڏکيو ٿي پيو آهي، تہ اهي اصل ڪهڙين ڪهڙين آکهين جا هئا. نکن جا نالا بہ ضرور پيا پيا هوندن؛ پر هتي رڳو انهن شهاڻين جو ذڪر ڪجي ٿو جن جي نک بنيجا آهي. لاڙڪاڻي ۽ شڪارپور جي هڪ آکهہ وارا پاڻ کي سڏائيندا ئي "بنيجا" آهن، ۽ نہ "شهاڻي". انهن بنيجا نک وارن مان ڪي قنڌار ۾ وڻج واپار ڪندا هئا، ۽ پوءِ شڪارپور ۾ اچي رهيا. جنهن ڪري اهي اڄ تائين "قنڌاري بنيجا" سڏجن ٿا.

حيدرآباد ۾ جيڪي شهاڻي آهن، تن کي آسانيءَ سان ٻن دفعن ۾ ورهائي سگهجي ٿو، ۽ ان لاءِ هڪ تاريخي سبب آهي. سنہ 1793ع ۾ سنڌ جي ميرن حڪومت جو ورهاڱو ڪيو هو (ڏسو ڀاڱو پهريون صفحو 75). انهيءَ ورهاڱي وقت جيڪي هندو لاڙڪاڻي ۾ ديواني ۽ ٻين عهدن تي هئا، تن مان ڪي اتي ئي پنهنجن عهدن تي قائم رهيا ۽ ڪن حيدرآباد جي ميرن وٽ وڃي نوڪري ڪئي ۽ هميشہ لاءِ حيدرآباد ۾ رهيا. تنهن ڪري هڪڙا لاڙڪاڻي وارا شهاڻي ۽ پيا حيدرآباد وارا شهاڻي سڏجن ٿا. ٻنهي ڌرين جي سيني شهاڻين جو هڪٻئي سان جڳري ناتو ڪونهي؛ باقي پرنسپال صاحب سنگهہ چندا سنگهہ شهاڻي جي آکهہ وارا لاڙڪاڻي جي ڪن شهاڻين جا ڏورانهان سوٽ آهن..

لاڙڪاڻي ۾ پيچائون ڪنديءَ پتو پيو، تہ لاڙڪاڻي وارن شهاڻين مان هڪڙو ديوان انوپراءِ هو جنهن جو پٽ ديوان ليکراج لاڙڪاڻي جو مکي هو. سندس وقت ۾ سر چارلس نيپيئر لاڙڪاڻي گهمڻ جي بهاني آيو هو، ۽ خاندان جاچي ويو هو. ديوان ليکراج جو پٽ ديوان حشمتراءِ هو، جنهن جي

فرزند ديوان پرتابراءِ جو پوٽو مسٽر هربخشراءِ هوتچند بي.اي-لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪندو آهي. ديوان حشمتراءِ جي ٻئي فرزند ديوان لڌارام جو پٽ مسٽر روچيرام رٽائرڊ هيڊ ماستر آهي ۽ انجو پٽ مسٽر آوتراءِ روچيرام شهاڻي ڪراچيءَ جي پبلڪ ورڪس ڊپارٽمينٽ ۾ هيڊ ڪلارڪ آهي. انهن لاڙڪاڻي وارن شهاڻين جي وڏي ڏاڏي ديوان انوپراءِ جو ڀاءُ پرنسپال شهاڻيءَ جو ڏاڏو هو جو حيدرآباد ۾ اچي رهيو هو. ديوان انوپراءِ جي نسل وارن شهاڻين ڪانسواءِ لاڙڪاڻي جي شهر ۾ ٻيا به شهاڻي آهن، جي گهاڙ واهه طرف رهن ٿا. اهي ديوان انوپراءِ جي نسل مان نه آهن، جنهن ڪري چئبو ته خود لاڙڪاڻي جو شهر ۾ جيڪي شهاڻي آهن، سي هڪ ٻئي جا ويجها سؤٽ ڪينهن، جيتوڻيڪ آکه جو نالو ساڳيو شهاڻي اٿن.

حيدرآباد ۾ جيڪي شهاڻي آهن، سي حيدرآباد ۾ تڏهن آيا جڏهن قلعي ڪان وٺي گوسائين واري گهٽيءَ تائين شهر اڳيئي وسڻي ويو هو. هوءَ پوءِ گهاٽ واري گهٽي ۽ پراڻي ٽپال وارو پاسو وسائي ويٺا ۽ ڪي ڪيانتي ٽنڊي ۽ اميرشاهي گهٽيءَ ۾ وڃي رهيا. پوءِ سوڙهه سبب شهاڻين مان ڪي ڪاهيءَ واري رستي ڏي به جايون جوڙي ويٺا (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 211). ويجهڙائيءَ ۾ ڪي هيرا آباد ۾ ته ڪي ڪراچيءَ ۾ پنهنجا بنگلا جوڙائي ويٺا آهن. ائين هن آکهه وارا ٽڙيل پکڙيل آهن، ته به اصل نسل ساڳيو ئي اٿن، رڳو پرنسپال شهاڻي، ديوان گلابسنگهه بجاسنگهه ۽ سندن ڀين سؤٽن جو ناتو لاڙڪاڻي جي ديوان انوپوراءِ وارن سان آهي. سندن گهر اصل اڪترائي گهٽيءَ ڏي هئا.

حيدرآباد جي شهاڻين جو جيڪو شجرو موجود آهي، تنهن موجب راجرشي ديوان ڏيارام گدومل، ديوان گورمک سنگهه پارومل، مسٽر صاحب سنگهه بولسنگهه، ڊاڪٽر آوت شهاڻي، گهاٽ واري گهٽيءَ ۽ ڪيانتي ٽنڊي وغيره وارا شهاڻي تن سيني جو وڏو ڏاڏو ديوان سلامتراءِ هو، جنهن جي پٽن ديوان نرملداس، ديوان ٿانور داس ۽ ديوان حڪومتراءِ جو اهي سڀ اولاد آهن.

راجرشي ديوان ديارام گدو مل (1857-1929ع) جو جيون چرتر پروفيسر شيوارام ڇبروانيءَ اڳيئي لکيو آهي. هتي رڳو ايترو ڄاڻائجي ٿو ته

ڪراچيءَ جو ڊي.جي سنڌ ڪاليج سنڌ جي ڪيترن تعليم يافته هندن جي ڪوشش سان سنه 1887ع ۾ کليو هو، ته ٻه ڇٽبو ته ديوان ديارام جيٺمل ڀين کان وڌيڪ پاڻ نه پتوڙي ها، ته سنڌ ۾ ڪاليج سترو نه کلي ها. (ڏسو صفحو 61). سادو هيرانند ڪي حيدرآباد ۾ يونين اڪيڊمي (هاڻ اين.ايچ اڪيڊمي) کولڻ ۾ به وڏي واهر پاڻ ڪئي هئائين. پنهنجي پتا جي نالي گدومل سنسڪرت پاٺشالا کوليائين. جا اڄ تائين هلي اچي. سنڌ هندو پراويڊنٽ فنڊ جو حيدرآباد ۾ بنياد پاڻ وڌائين. ائين ڪيترن علمي، ڌرمي ۽ پنگتي ڪمن پئيان نه رڳو پاڻ پتوڙيائين، پر پئسو به جام خرچيائين. پنهنجي مايا اجا وڌيڪ سڦلي ڪرڻ لاءِ ديوان ميٺارام ڌرمادا ٽرسٽ برپا ڪيائين، جنهن مان گهڻيئي خير جا ڪم ٿين ٿا. انهيءَ ٽرسٽ وارن هڪ لک رپيه ڏيئي حيدرآباد ۾ ڪاليج کولايو جو ديوان صاحب جي نالي پٺيان سڏجي ٿو. سنڌي، پارسي ۽ سنسڪرت ۾ ڪيتريقدر قابل هو، تنهن ڳالهه جي ساک سندس رچيل پستڪن جهڙوڪ: جپ صاحب، ٽيڪا ساڻ، شريمد ڀاڳوت گيتا جو سنڌي ترجمو، يوگ درشن، من جا ڇهبڪ وغيره مان پوي ٿو. مطلب ته سنڌ سان گهڻيئي ڀال ڀلايائين. سندس سپتر مسٽر ڪيولرام سندس نالو چڱيءَ ريت قائم ڪندو اچي.

راجرشي ديوان ڏيارام گدومل جي وڇجهڻ سؤٽن مان مونکي پنهنجي سر ديوان گورمک سنگهه پارومل ڪڍهن به وسرڻ جو نه آهي. منهنجو پتا ۽ ديوان خوبچند تنديرام آڏواڻي، حيدرآباد جي خدا آبادي عامل پنچائت جو مکي (ديوان نولراءِ ۽ سادو هيرانند جو ڪاڪو). پينشن وٺڻ کانپوءِ اڪثر ڪاتين جا ٺيڪا کڻندا هئا (ڏسو ٻيو ڀاڱو پهريون، صفحو 82 ۽ 83). هڪ لڳا منهنجي پتا ڪنهن واهه جي ڪاتيءَ جو ٽينڊر ٽي ڀريو، ته ديوان گورمک سنگهه چيس ته انهيءَ جي ٻدران ڦلاڻي واهه جي ڪاتيءَ جو ٺيڪو کڻو ته اهو چڱو ٿيندو. منهنجي پتا چيس ته اها اوهان جي صلاح پوري آهي، پر انهيءَ واهه جي ڪاتيءَ بلي پئسو گهڻو سيڙائڻو پوندو. ديوان خوبچند ۽ مون وٽ جيترو پئسو آهي تنهن کان اٺ ڏهه هزار رپيا وڌيڪ اسان وٽ هجن ته پوءِ اهو مقاطعو ڪٽي سگهون. ديوان گورمک سنگهه چيو ته ديوان خوبچند ۽ توهان جهڙن مڙسن ڪي جيترو به پئسو کپي تيترو مان ڏيان. منهنجي پت

ڪانئس نو هزار رپيا هٿ اڌارا ورتا. پئسن جي رسيد لکي ٿي ڏنائينس، ته ديوان گورمک سنگهه رسيد وٺڻ کان انڪار ڪيو. چي توهان جهڙا مڙس جيڪڏهن منهنجا پئسا الي ويا، ته چئبو ته ڪلجڳ آيو! سائس وياج تي بولياٿين ته اهو به وٺڻ کين قبوليائين: چي منهنجا پئسا جيڪڏهن ٿوري وقت لاءِ اوهان ڪم آندا ته اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. ڪير جيڪر ايترا پئسا بنا رسيد ۽ بنا وياج ڏئي؟ اهي اڳين ماڻهن جا جگر هئا، ۽ ماڻهو ماڻهو به پرکي سگهيا ٿي. خيرن سان مقاطعو پورو ٿيو ۽ ان مان لاڀ به چڱو ئي ٿيو.

ڪاڪي خوبچند ۽ منهنجي پتا چيو ته جنهن نيڪ مرد هيترا پئسا بنا رسيد ۽ بنا وياج ڏنا آهن، تنهنکي رواجي وياج کان ڪيترو به وڌيڪ ڏبو، ته به چئبو ته اسان سندس پورو قدر ڪونه ڪيو. تنهنڪري ائين سمجهڻ گهرجي ته هو اسان سان ڀائيوار هو، ۽ اها رقم جڻ ته ڀائيواريءَ سبب سيڙائي هوائين. پوءِ نون هزارن بدران ٻارهن تيرهن هزار ڏنائونس. سندن نسپت، سچائي ۽ قدرشناسي ساراهڻ جوڳي آهي، ته به چئبو ته وڏي شابس ديوان گورمک سنگهه کي آهي جنهن دل ٻڌي ايڏي رقم ڪڍي ڏني هئي.

ديوان گورمک سنگهه جون ٻنيون ڳوٺ قاضي احمد تعلقي سڪرنڊ ۾ هونديون هيون ۽ انهنجي سنڀالڻ ۾ پٽس مسٽر ٽيڪچند چڱي مدد ڪندو هوس. ديوان گورمک سنگهه جو ٻيو پٽ مسٽر موتيرام ڪراچيءَ ۾ هڪ وڏو واپاري آهي. ڪراچيءَ جي ناماري "ايم. جي شهاڻي ڪمپني" سندس نالي پٺيان سڏجي ٿي.



ديوان گورمک سنگهه جا پائر به چڙهيل آهن. سندس پائرن مان راءِ صاحب ديوان ايسرداس ۾ ديس شيوا جو انگ جهجهو آهي، ۽ ٻيءَ طرح به نهايت لائق انسان آهي. سنڌ ۾ لڏ پلاڻ ٿيڻ سبب هن آکهه مان رڳو مسٽر صاحب سنگهه جو بلاڪ ملي سگهيو آهي.

مسٽر صاحب سنگهه بول سنگهه شهاڻيءَ جو جنم 26 ڊسمبر 1884ع جي ٿيو هو. اجا ننڍڙو هو: ته سندس ماتا چالاڻو ڪيو. جنهن ڪري سندس پالڻ پوشڻ سندس نانائي گهر، ديوان ٽرام صورت

مسٽر صاحب سنگهه بول سنگهه

سنگھہ ڀاوناڻيءَ جي گھر ۾ ٿيو هو. حيدرآباد جي اين.ايچ اڪيڊمي ۾ وديا پرائي سرڪاري نوڪريءَ ۾ سينٽرل اسٽامپ آفيس ۾ گھڙيو ۽ پينشن به اتان ورتائين. سنہ 1937ع ۾ "اسٽامپ ائنڊ پروسيجز" نالي قاعدي جو ڪتاب انگريزيءَ ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين جو سڄي هندستان ۾ چڱيءَ ريت واپرجي رهيو آهي. سر والٽر اسڪاٽ جي ناول "اِتونهو" جو ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪيائين ۽ انهي ڪتاب جو نالو "سيل پريڪشا" آهي. سنڌيءَ ۾ ڪي بيت به رچيا اٿس، جن مان راجا پرتريءَ بابت بيت اخبارن ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا هئا. پينشن وٺڻ ڪانپوءِ تي ورهيہ محنت ڪري گرو گرنٿ صاحب جون به ڪاپيون عربي سنڌيءَ اکرن ۾ اهنجن لفظن جي معنائن سان لکيون اٿس. هن مان ڏسڻ ۾ ايندو نہ چت جو لاڙو ڌرم پاسي اٿس. ڪلمڪ به آهي، پر سياءَ نهايت سيتل اٿس. سندس هڪ مزيدار ڳالهہ هيءَ آهي تہ سنہ 1918ع ۾ "سنڌ واسي" اخبار ۾ لکيائون تہ مسٽر صاحب سنگھہ گذاري ويو! انهيءَ تي راءِ صاحب ديوان ايسرداس پارومل وٽ ڪيترا اعزاپرسيءَ جا خط آيا هئا، جي مسٽر صاحب سنگھہ پاڻ پڙهيا هئا!

هن شهاڻين جا ڏورانهان سوٽ ديوان ٽڏي مل جي آکھہ وارا آهن. ديوان ٽڏو مل صاحبلوڪن کي سنڌي ۽ ٻيون ڏيهي ٻوليون سيکاريندو هو، تہ سندس پٽن ديوان انندرام ۽ مسٽر ڏيارام بہ اهو ڌنڌو اختيار ڪيو ۽ انهيءَ مان چڱو ئي ڪمايائون. پنهنجي پريس کولي ايڊيوڪيشنل پبلشنگ ڪمپني برپا ڪيائون ۽ اسڪولن ۽ ڪاليجن جا ڪتاب ڇاپڻ لڳا، جن جو ڪاپو سڄي بمبئي ڪاتي ۾ ٿئي ٿو. مسٽر ڪشنچند پٽن جو واپار بہ ڪرڻ لڳو. ائين سڀ پاڻ ۾ يڪمشت ٿي ڪم ڪرڻ لڳا تہ پنهنجو گھر چڱيءَ ريت چاڙهي ڇڏيائون. مسٽر جوٽ سنگھہ انجنيئرنگ ڪاليج ۾ پروفيسر آهي تہ بہ ڪتابن تيار ڪرائڻ ۽ ڇاپائڻ ۾ ٻين ڀائرن کي چڱي مدد ڪري رهيو آهي. ديوان انندرامُ گھڻين ٻولين جو ڄاڻو آهي. سندس جوڙيل سنڌي ـ انگريزي، انگريزي ـ سنڌي، ۽ پارسي ـ انگريزي ڊڪشنريون مشهور آهن.

ديوانُ صاحب سنگھہ چندا سنگھہ شهاڻي ۽ سندس ويجهن سؤٽن جن حيدرآباد ۾ اڪترائي گھڻيءَ وارو پاسو وسايو. تن بابت اڳيئي ڇيو ويو آهي، تہ سندن نسل لاڙڪاڻي جي ديوان انوپراءِ جي آکھہ سان وڃي ٿو

لڳي. ديوان صاحب سنگهه جو پتا ديوان چندا سنگهه ڪانسنگهه حيدرآباد جي اوائلي آنرري ماجسٽريٽن مان هو. پنهنجيءَ اوطاق ۾ ڪٿ تي ويهي مقدما هلائيندو هو. سندس پٽ ديوان صاحب سنگهه پنهنجو مٽ پاڻ هو. راجرشي ديوان ڏيارام گدو مل وانگر بمبئيءَ جي سفر جون سختيون سهي (ڏسو صفحو 57 کان 59) ايلفنسٽن ڪاليج ۾ وڃي پڙهيو ۽ ايم. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. ڪراچيءَ جي ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۾ اڳي رڳو يورپي پرنسپال مقرر ڪندا هئا. هيءَ پهريون ئي سنڌي هو جو سنڌ ڪاليج جو پرنسپال مقرر ٿيو. جهڙو هو قابل تهڙو ئي هو ڏيا ۽ حشمت وارو، ۽ شخصيت ۾ شهاڻي هيس. راج رشي ديوان ڏيارام گدو مل سنڌ سان گهڻيئي ڀال ڀلايا، ته هن شير مڙس به سنڌ سان وڏا ئي وڙ ڪيا. اهو مڙس هو جنهن نه رڳو سنڌ ڪاليج کي اوج تي آندو پر انجنيئرنگ ڪاليج، ”لا“ ڪاليج به برپا ڪرايائين. زرعي ڪاليج ۽ ڪمرشل ڪاليج کولڻ ۽ سنڌ ۾ يونيورسٽي برپا ڪرڻ جا روزمره سپنا پيو لهندو هو. ڪنهن وقت دل ۾ آيس ته ڇوڪريون به اعليٰ تعليم وٺن. اهڙي مثال وجهڻ لاءِ اول پنهنجي وڏي نياڻي ڪاليج ۾ داخل ڪرايائين، جنهن بي. اي پاس ڪئي. پوءِ سندس پيون نياڻيون به ڪاليج ۾ پڙهڻ لڳيون، ته ٻين ڇوڪرين ۾ پاڻ مرادو رشڪ جاڳي. ڇوڪرين جي مائٽن کي خاطري هئي، ته پرنسپال شهاڻيءَ جهڙو نر مڙس، جو ڪاليج جو انتظام تمام چڱيءَ ريت رکي وينو آهي سو اسانجن نياڻين جي هر طرح سار سنڀار لهندو، تنهن ڪري نرسنسي پنهنجون نياڻيون ڪاليج ۾ موڪلڻ لڳا. ائين زناني تعليم زور ورتو جنهن لاءِ جس پرنسپال شهاڻيءَ لهڻي. پاڻ انگريزيءَ جو پروفيسر هو، ته به سنڌي ٻوليءَ لاءِ چاهه هوس. ”چنڊبول“ ۽ ”وهيو“ پڪيءَ بابت ڇيدي سنڌيءَ ۾ نهايت عمدا ليک لکيائين ۽ پوءِ ”بلو کوکر“ ۽ ”تارن جو اپياس“ لکيائين. اڳي سنڌي رڳو مئٽرڪ تائين پاڙهڻ ۾ ايندي هئي ۽ ڪيترا گهمرا مئٽرڪ جي سنڌيءَ جو ممتحن پاڻ مقرر ٿيو هو. سندس ڪوشش سان ڪاليج ۾ سنڌيءَ کي پير پائڻ مليو ۽ بي. اي وارن کي سنڌي سيکارڻ لاءِ نومبر 1924ع ۾ مون کي پاڻ مقرر ڪرايو هئائين. بمبئيءَ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جو ميمبر ۽ سنڌيءَ جي بورڊ آف اسٽڊيز جو ڪيترا ورهيه چيئرمين هو. ڦڙت ۽ محنتي ڇڪڙوئي ٿو ءاتبنس رانه جو گهٽو ڪوڏيو هو. پنهنجن ٻنين جي به گهڻي

سنڀال ڪندو هو. سنہ 1927ع ۾ ست ورهين جي ڄمار ۾ ڪاليج مان رٽائر ڪيائين. پڇاڙيءَ ۾ پيرہ ۾ "گـُئنگرين" ٿيس جنهن سبب ڪلفٽن واري بنگلي ۾ ديهانت ٿيس. سندس مربي فرزند ديوان پرتاب سنگهہ ڪراچيءَ ۾ ناميارو وڪيل آهي ۽ پنهنجي پتا وانگر انگريزيءَ ۾ نهايت قابل اٿي. پرنسپال شهاڻيءَ جي ويجهن سؤٽن مان ديوان گلاب سنگهہ حيدرآباد جي آريہ سماج جي اوائلي ميمبرن مان هو ۽ سماج کي چڱو زور وٺايو هئائين.

## شيوڪراماڻي:

نک سروپا. ھيءُ ٺٽي آدم ۾ رهندڙ وڏا زميندار ۽ واپاري آهن. سيٺ شيوڪرام جنهن جي نالي پٺيان هن آکهہ وارا سڏجن ٿا، سو ٺٽي آدم جو مکي هو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ سيٺ عالمچند مکي ٿيو. سيٺ عالمچند جو پٽ سيٺ ڪندو مل پڳت ماٿهو هو تنهن مکيپڻ نہ قبولي. سيٺ ڪندي مل عالمچند جُون ڪونيون ٺٽي آدم ۽ ڪراچيءَ ۾ هوندوين هيون. ڪيهہ تائڻ جي انجڻ ٺٽي آدم ۾ هوندي هيس، جنهن جو ڪم سندس پٽ سيٺ آسنداس ۽ سيٺ راڌاڪرشڻداس سنڀاليندا هئا. سيٺ آسنداس پنگتي ڳالهين ۾ ٻهرو وٺندو هو. سيٺ راڌا ڪرشڻ داس پندرهن ورهيہ ٺٽي آدم ميونسپالٽيءَ جو چيئرمين ۽ ٽي ورهيہ پريزيڊنٽ هو. ڪليڪٽر ۽ ڪمشنر جو درباري بہ هو. سيٺ راڌاڪشن ٺٽي آدم اڪيڊميءَ جو مئنيجر ۽ ميونسپل ڪائونسل ۽ اسڪول بورڊ جو چيئرمن آهي.

## عيدناڻي:

هن آکهہ وارن جا وڏا پنجاب کان سنڌ ۾ آيل هئا. ديوان عيدن مل جنهن جي نالي پٺيان هيءُ سڏجن ٿا، تنهن کي ٽي پٽ ڦبيا سنگهہ، ڏيارام ۽ گربو مل هئا. انهن جي نسل مان مسٽر جڳتراءِ وڪيل ولد ديوان نيٹو مختيارڪار، ديوان منگهومل ايسرداس رنگون وارو، ڊاڪٽر آسودو مل ٻاگمل ۽ ٻيا مکيہ آهن. راءِ صاحب بولچند کيمچند جي آکهہ وارا اٽڪل هڪ سؤ ورهين کان آڏواڻي گهٽيءَ جي منشاڻين جي وٿڙهي ۾ رهندا اچن، تنهن ڪري پاڻکي "اڏواڻي" ڪوٺائين ٿا. پر سچ پچ تہ عيدناڻي آهن.

## غريبداساڻي:

نک "سيڏاڻ" (سري دان). هيءَ اصل راٺوڙ راجپوت آهن ۽ سنڌ ۾ "سهتا" سڏجن ٿا ۽ هن وقت هالن پراڻن ۾ سهتن جي محلي ۾ رهن ٿا. (ڏسو "ڏيرملاڻي"). سندن وڏو ڏاڏو غريب داس اصل راجپوتانا کان سنڌ ۾ آيو هو. سندن پويان پوءِ پڙهي پيا ۽ سرڪاري نوڪرين ۾ گهڙيا. منجهائن ڪي مختيارڪار ٿيا جهڙوڪ: ديوان چاندو مل، ديوان کانچند ۽ ديوان سنگتراءِ صاحب راءِ.

## ڪاريا:

هن نک وارن جون آکيون ڪراچي، هالن پراڻن ۽ ڳوٺ عالم خان مري ضلعي حيدرآباد ۾ آهن. اٽڪل ٽي سؤ ورهيه ٿيا، ته هالن پراڻن جي ڪاريا نک وارن جو وڏو ڏاڏو سيٺ ٽانورداس پنجاب کان آيو ۽ هالن پراڻن ۾ اچي رهيو. ڪيس هڪڙو پٽ ٻنيٺ ڪوٽو مل هو، جنهنجي پوٽي سيٺ کيمچند وسٽمل جو اولاد پاڻ کي "ڪيمائي" سڏائيندو آهي.

سيٺ کيمچند هالن پراڻن ۾ دڪاندار هو ۽ هالن وارن مخدومن جو ٽوپيو پڙيندو هو. پنهنجي محنت سان پاڻ کي چڱو آسودو ڪيائين. پارسيءَ جو چڱو ڄاڻو هوندو هو ۽ گروءَ جي ڪيترا ٻاٽي ڪنٺ هوندي هيس. هو تعلقي لوڪلبورڊ جو ڪجهه وقت ميمبر هو.

پڇاڙيءَ تائين ڪليڪٽر جو درٻاري هو. وڪرمي سنبت 1987 ۾ پنجاسيءَ ورهين جي ڄمار ۾ چالاڻو ڪيائين.



سيٺ ڪيمچند وسٽمل

سيٺ ڪيمچند کي چار پٽ ٽيئونمل، پهلاجراءِ، پرمانند ۽ ٽلهرام ڄاوا. سيٺ پهلاجراءِ هالن پراڻن ۾ وڪرمي سنبت 1931 ۾ ڄائو هو. پارسيءَ ۽ سنڌيءَ جو ڄاڻو هو. زميندار هو ۽ پاڻ ناموس هوس ۽ ڪليڪٽر ۽

ڪمشنر جو درباري ٿيو. هالا تعلقي بورڊ ۽ ٻين ڪن تعلقي بورڊن جو اٽڪل ويهہ ورهيہ ميمبر هو. هالا تعلقي لوڪلبورڊ جو وائيس پريزيڊنٽ بہ هو ۽ پنج ورهيہ هالن ۾ سيڪنڊ ڪلاس آنرري بينچ ماجسٽريٽ هو. هو صاحب نهايت خوش مزاج ۽ اونچي سپيتا وارو هو. ڳوٺ واسين جو مددگار هو ۽ وڏوائن ۽ غريبن جي سار لهندو هو، جنهن ڪري هندن توڙي مسلمانن ۾ گهڻي عزت هوندي هيس. ڪيس هڪ پٽ خوشيرام هو جو گذر ڪري ويو آهي، باقي سندس پوٽو مسٽر ڀڳوانداس آهي جو ريوينيو ڪاتي ۾ آهي. سيٺ ڀلاج راءِ جي هڪ نياڻي شريمتي ساوتري ٻائي ڪراچيءَ جي سيٺ سکديو اوڌوداس ايمہ ايل. اي (سينٽرل) سان پرڻيل آهي. سيٺ ڀلاجراءِ وڪرمي سنبت 2001 ۾ ستر ورهين جي ڄمار ۾ پرلوڪ پڌاريو. سيٺ ڀلاجراءِ جي ڀاءُ سيٺ پرمانند جو پوٽو مسٽر ولبداس موهنداس بي.اي ميرپورخاص ۾ ائڊووڪيٽ آهي.

ڪيمائي آکهہ مان ٻيا ڪي زميندار آهن، ۽ڪي نوڪرين ۾ آهن. "ڪاريا" نک جو هڪ ڪٽنب ڳوٺ عالم خان مري ۾ سيٺ ٻالچند ٽلڻ مل زميندار جو آهي.

## ڪانجڻ:

هن نک وارن جا وڏا ديوان چانڊو مل ۽ ٻيا خيرپور مير صاحب واريءَ ۾ رهندا هئا ۽ پوءِ شايد نوڪرين سانگي لاڙڪائي ۾ وڃي رهيا. جتي هن وقت سندن پنجويهہ ڪن گهر آهن. اهي اڪثر ڪراچيءَ ۽ ٻين هنڌ نوڪرين ۾ آهن.

## ڪرپالاڻي-I :

نک "چگهہ". حيدرآباد جا چنديراماڻي، شنگهواڻي ۽ منگلاڻي، پڊعيدن تعلقي نوشهري فيروز جا پنياڻي ۽ ڪرناڻي ديوان بہ ساڳيءَ نک جا آهن. ڪيترا چگهہ لاڙ ۽ پنجاب ۾ بہ آهن، ۽ لهاڻا سڏجن ٿا. ڏسو "لهاڻا" (ٻاگو پهريون، صفحو 236 کان 239).

ڪرپالاڻين جا وڏا اصل پرياگ ۾ رهندا هئا. سندن شجرو ديوان ٽڪو

مل ڪان وٺي شروع ٿئي ٿو. ديوان لکو مل کي چار پٽ هئا: آسڪرنداس، ڪلياڻداس، رنگومل ۽ چترداس. آسڪرنداس کي ٻه پٽ جيٺ داس ۽ منيرام هئا. منيرام جو هڪ پٽ ڪرپالداس (ديوان آڪسنرنداس جو پوٽو) وڏي عهدي اقبال وارو هو. پنهنجو اولاد ڪونه هيس: پر برادريءَ وارن ڪيس شرف ڏيئي، پاڻ کي سندس نالي پٺيان "ڪرپالاڻي" سڏايو. حيدرآباد ۾ جنهن گهٽيءَ ۾ اُهي رهن ٿا، اُها بہ ڪرپالاڻي گهٽي سڏجي ٿي.

(الف) ديوان لکومل جي پهرين پٽ ديوان آسڪرنداس جو فرزند جيٺ داس هو، تنهن جي نسل مان مسٽر ٽوپڻ مل جيٺمل وڪيل ۽ ٻيا آهن. ديوان آسڪرنداس جو ٻيو پٽ ديوان منيرام هو، جنهن کي چار پٽ هئا: اٽلراءِ، منشارام، ڪرپالداس ۽ هرپالداس، ديوان منشارام جي نسل مان ماسٽر ڏيارام ليکراج ۽ ٻيا آهن. سندن ويجها سوٽ مسٽر گاگو مل ڊيٺا رام وڪيل، مسٽر ڪوتومل جهانگي مل رٽائرڊ ايڪسائيز انسپيڪٽر ۽ ٻيا آهن. ديوان هرپالداس کي ٻہ پٽ عجائب راءِ ۽ چٽنراءِ هئا. ديوان عجائب راءِ جي نسل مان سندس پوٽا ديوان گنگارام مکي ۽ ڀائي ڪيمچند صاحب ناميارا هئا. ديوان گنگارام جي نسل مان مسٽر چترڀج تيجو مل ۽ ڀائي ڪيمچند صاحب جي نسل مان مسٽر ساتولداس موهن لال ۽ ٻيا آهن. ديوان چٽنراءِ هرپالداس جو پٽ ديوان ٿانور داس هو جنهن کي ڇهہ پٽ هئا:

(1) ديوان وشنداس، جنهن جي ٻن پٽن ديوان ٻچا سنگهہ ۽ ديوان ٽيسو داس جو گهٽو ئي اولاد آهي.

(2) ديوان نريداس، جنهن جو پڙپوٽو مسٽر پرمانند پارو مل (ولد ديوان مولچند نريداس) رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ ٻيا آهن.

(3) ڏيوان تيرٿداس بنا اولاد گذاري ويو.

(4) ديوان گرداس مل جنهن جي نسل مان مسٽر ٺاڪرداس کانچند وڪيل ۽ ٻيا آهن.

(5) ديوان ريلا رام جنهنجو پٽ مسٽر جشن مل آهي.

(6) ديوان ڪنڊ مل، جنهن جي پوٽي ديوان خوشيرام سترامداس کي پنج پٽ ڏرمداس، هيرانند، حشمتراءِ، سنتداس ۽ موتيرام آهن. انهن مان مسٽر هيرانند، مسٽر سنتداس ۽ موتيرام نيئي آءِ.سي.ايس آهن.

هڪڙي ئي گهر مان ئي ٻائر آءِ.سي.ايس ٿين، اهڙو مثال سڄي هندوستان مان مشڪل ملندو.

(ب) ديوان لکو مل جو ٻيو نمبر پٽ ديوان ڪلياڻداس هو. سندس مربي فرزند ڏيوان شامداس هو، جنهنجي نسل مان دبوان روچيرام گجو مل چگو سنڌي عالم ۽ سرڪاري سنڌي ترانسليٽر هو. ديوان روچبرام جو ٻاءُ ديوان هاسو مل مختيارڪار هو، جنهنجو پٽ مسٽر ڊيٽا.رام اڃا حياب آهي. سندن ويجها سوٽ مسٽر درياهه ڏنو مل نعمتراءِ ۽ ٻيا آهن.

ديوان ڪلياڻداس جو ٻيو نمبر پٽ ديوان ايسرداس هو، جنهنجي نسل مان مسٽر ڪيئو مل اپريو مل ٽرئولنگ ٽڪيٽ انسپيڪٽر هو.

ديوان ڪلياڻداس جي پٽ ديوان سانولداس جي نسل مان ديوان پوهو مل هو، جنهنکي ٽي پٽ هئا:

(1) ماسٽر خوبچند، جنهنجا پٽ ديوان نارائڻداس ڊپٽي ڪليڪٽر، مسٽر هرداسمل، مسٽر ڀاڳچند، مسٽر پريتمداس ۽ مسٽر خوشيرام (ديهانت 1901ع).

(2) بابو پرمانند، جنهنجا پٽ مسٽر ڌرمداس ۽ ٻيا.

(3) ديوان تيجو مل، جنهنجا پٽ مسٽر جيوترام سپرنٽينڊنٽ مارپيڙر سالٽ ورڪس ۽ ٻيا آهن.

(پ) ديوان لکو مل جو ٽيون نمبر پٽ رنگومل هو، جنهنجي نسل مان چچو مل هو ۽ ان جو اولاد "چچوائي" سڏجي ٿو.

(ڀ) ديوان لکو مل جو چوٿون نمبر پٽ چترداس هو، جنهنکي پنج پٽ هئا: رامچند، ڌرمداس، ڏاتو مل، دنيچند ۽ هرجيون. انهن مان رڳو دنيچند وڌيو ويجهيو. کيس ٻه پٽ مينگهراج ۽ ٺاڪرداس هئا.

(1) مينگهراج جو وڏو پٽ بولچند بنا اولاد گذاري ويو. ٻيو پٽ منگترام هو، جنهن کي ٻه پٽ ٻاگو مل ۽ ڪوڏو مل هئا. ديوان ٻاگو مل جو پٽ ديوان ويرو مل هو، جنهنکي چار پٽ منگهن مل، تيڪچند، گاگن مل ۽ اڏارام هئا.

ديوان اڏارام ويرومل ڪراچيءَ جي مئڪبنان مڪنزي ڪمنيءَ ۾ هيڊ ڪلارڪ هو ۽ ساڳي وقت ڏندو ڏاري ٻه ڪمدو هو. جنهن ڪري


ديوان اڌارام ويرومل

ساڃو تي پيو هو. نوڪريءَ جي وقت ۾ ڏکڻي ٽوپي پائيندو هو، ديس شيوا جو انگ هوس. ڌرمي ۽ پنگتي ڳالهين ۾ گهڻو ڀرو وٺندو هو. نوڪريءَ مان پينشن وٺڻ کان پوءِ ٻارهن ورهيه ساندهه، انت گهڙيءَ تائين، ڪرپالاڻين جي پنچائت جو مکي هو. اوڻهتر ورهين جي ڄمار ۾ سنه 1926ع ۾ پرلوڪ پڌاريو. پنهنجي پٺيان ٽي پٽ پرسرام، ڪلاچند ۽ موتيرام ڇڏيائين.

ديوان اُڌارام جو مربي فرزند ديوان پرسرام ڪراچيءَ جي والڪرٽ برادرس ڪمپنيءَ ۾ چڱي عهدي تي هو، ۽ ٽيونجاهه ورهين جي ڄمار ۾ 1934ع ۾ گذاري ويو. سندس ٻه پٽ مسٽر نولراءِ ۽ مسٽر چندريان آهن. مسٽر نولراءِ سچ پچ ته مسٽر ڪلاچند جو پٽ هو؛ پر مسٽر پرسرام پنهنجي گود جو پٽ ڪيو هوس، ۽ چندريان پوءِ ڄائس. ديوان ڪلاچند سٺونجاهه ورهين جي ڄمار ۾ 40-1939ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

مسٽر موتيرام هن وقت (1948ع) ۾ سٺونجاهه ورهين جي ڄمار جو آهي. بينڪ ڪار ۽ ننگائتو مڙس آهي. هيءَ ڀائر شروعات کان وني ڏنڌو ڪرڻ لڳا ۽ مسٽر موتيرام سيني ڀائرن جو ڪنو ڏنڌو سنڀاليندو آهي.

(2) مينگهراج جي ڀاءُ ٺاڪرداس دنيچند جي نسل مان ڀائي مولچند عاج وارو نهايت مکيه ماڻهو ٿي گذريو آهي. ڪرپالاڻين جي وڏي ڏاڏي ديوان لکو مل جا ٽي پٽ ميرن ۽ انگريزن وٽ نوڪريون ڪرڻ لڳا، تنهن ڪري اهي "ديوان" سڏجڻ ۾ آيا؛ پر چوٿين پٽ چترداس جي اولاد مان ڪيترا شاهوڪاري ڏنڌو ڪرڻ لڳا، تنهن ڪري اهي ڀائيبندن جي دفعي ۾ ليکجڻ ۾ آيا. اهوئي سبب آهي جو اڄ تائين ڪرپالاڻين ۾ ڪي عامل (ديوان) ته ڪي ڀائيبند آهن، جيتوڻيڪ ڏاڏنگ ساڳيو ئي اٿن.

ڀائي مولچند عاج واري جو جنم 12- مئي 1850ع ۾ حيدرآباد ۾ ٿيو هو. سندس پتا ڀائي مينگهراج چتومل ڀرين هالن جي ڀاپرن واري ڪونيءَ

تي پگھار تي منيب هو، ۽ تنهن ڪانپوءِ مکي چانڊو مل ۽ مکي هيرانند جي گڏيل ڪوٺيءَ تي سنڌن ڀائيوارَ تي بمبئيءَ ۾ ڌنڌو ڪندو هو.

ڀائي مولچند جو ڪاڪو ڀائي وشنداس اوچن ڪپڙن تي زريءَ جو پڙت ڀرائي، ڍالن مان گنج ۾ ڀيو جنديءَ جو سامان گھرائي بمبئيءَ ڏانهن نيڪال ڪرڻ لاءِ موڪليندو هو. ڀائي مولچند ويهن ورهين جي ڄمار جو ٿيو ته پاڻ به ساڳيو اهو مال پنهنجي پتا کي بمبئي ۾ نيڪال ڪرڻ لاءِ موڪليندو هو. ٻه ٽي ورهيه ائين ڪيائين. پوءِ پنهنجي پتا جي صلاح سان عاج جو ڌنڌو ڪرڻ لڳو. سنڌ ۾ عامل توڙي ڀائيبند زالون ٻانهين پائينديون هيون، تنهنڪري سندس پتا بمبئي مان عاج گڻهي موڪليندو هوس ۽ ان جو چڱو ڪاپو ٿيندو هو، جنهن ڪري هيءَ پئسي ۾ پر ٿيندو ويو.

ڀائي مولچند جي ماتا شريمتي پيوند ڀائي نهايت حليم ۽ مانيٽي سياءَ واري هوندي هئي، ۽ ڀائي مولچند کي اهو سياءُ جڻ ته پنهنجيءَ ماءُ وٽان ورثي ۾ مليو هو. سنڌن گھر جي ڪڌ تي ٻه ٺڪر جون ڀاٽيون رکيل هونديون هيون، جن مان هڪ ۾ ڍهاڙي پکين لاءِ ڏارو ۽ ٻيءَ ۾ پکين جي پيئڻ لاءِ پاڻي وجهندا هئا. هيٺ اڱڻ ۾ به هڪ ڀاٽ ۾ مانيءَ جا ٽڪرا ۽ ٻيءَ ڀاٽ ۾ ڪتن ٻلن جي پيئڻ لاءِ پاڻي وجهندا هئا. ڀائي مولچند به ننڍڙپڻ ائين ڪرڻ لڳو، ته جيوديا جو انگ منجھس وڌيو. ڀائي صاحب هندو سنڌي ۽ گُرمکي اکر ڄاڻندو هو. ڍهاڙي سنان پاڻي ڪري گُرمکيءَ ۾ لکيل پارس ڀاڳ ۽ شريمد ڀاڳوت گيتا جو پاٺ ڪلاڪ ڪن ڪندو هو ۽ ڀائي لڇمڻداس ٻيراڳيءَ جي ٺاڪر دواري ۾ ٺاڪرن جي مورتيءَ جو درشن ڪرڻ ويندو هو. موٽندي گھر لاءِ تيوڻ تلهو ۽ ڏڌ وٺي ايندو هو ۽ اهو گھر پهچائي پوءِ سپاهيملاڻي گھٽي ۾ سائين ڪيسورام صوفيءَ جي ٽڪاڻي ۾ ويندو هو. سائين ڪيسو رام سپاهيملاڻي (ڏسو سپاهيملاڻي) ۽ ڀائي ڪيمچند ڪرپالاڻي ٻئي سائين دولترام صوفيءَ جا شش هئا. انهن ڪامل سنتن جي سنگ جو رنگ ڀائي مولچند تي چڱو چڙهيو ۽ پاڻ به سنت ٿي پيو. ڀائي ڪيسو رام غريبن ۽ لولن لنگڙن جي شيوا پنهنجن هٿن سان ڪندو هو ۽ پنهنجيءَ گھرج کان جيڪي وڌيڪ هوندو هوس سو دان ڪري ڇڏيندو هو. ڀائي مولچند به ائين ڪرڻ لڳو. سندس وقت ۾ پراڻي سول اسپتال حيدرآباد جي الهندي

ڪچي ۾ پڪي ٻيهر واري چاڙهيءَ تي هاٿوڪي زناني اسپتال وٽ هوندي هئي. ڀائي مولچند جو گهر انهيءَ اسپتال جي ويجهو هوندو هو. واندڪائيءَ جي وقت انهيءَ اسپتال ۾ وڃي بيمارن جي ٽهل ڪندو هو، ۽ پنهنجي گهران سندن کائڻ لائق کاڌو تيار ڪرائي اسپتال ۾ وڃي کين کارائيندو هو. اسپتال ۾ ڪو مرندو هو ته کاٽ ڪڦڻ (ڪفن) پنهنجن پئسن تي خريد ڪري اگني سنسڪار ڪرائيندو هو ۽ ڪريا ڪرم به پاڻ ڪرائيندو هو. ائين اٺاويهه ورهيه سانڊهه سول اسپتال ۾ غريب بيمارن جي شيوا ڪيائين.

حيدرآباد جي ڪن غريب گهرجائو عزيزن ۽ ٻين سفيد پوش ڀائرن جي حالت روزگار جي تنگيءَ سبب سخت ڏسي ڀائي مولچند پنهنجي پتا جي آگيا سان کين ماهوار سهائتا ڏيڻ لڳو. اهو خرچ در مهيني هڪ سؤ رپيا ڪندو هو.

ڇپني ۾ يعني چاونجاهه سنبت ۾ ڪڇ ۽ ٿر ۾ سخت ڏڪار پيو، ته اتي جا رهاڪو سنڌ ۾ آيا. راج رشي ديوان ڏيارام گدو مل ۽ ڀائي مولچند هنن لاءِ سستا اناج جا دڪان کولايا، ۽ اڌ ناڻي ۾ کين ان ڏيڻ لڳا. ائين ڀائي مولچند جو اٽڪل ڇٽيهه هزار روپيا خرچ آيو. ڏسو راجرشي ديوان ڏيارام جو جيون چرتر صفحو 129 ۽ 130.

سنه 1897ع ۾ ٻهرين پليگ پيئي ته راجرشي ديوان ڏيارام گدو مل ٽي مهينا موڪل وٺي اچي پليگ ۾ ورتلن جي سهائتا ڪرڻ لڳو. ان وقت ڀائي مولچند به ساڻس ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو. هر قسم جي سيڏي جي سهائتا غريب گهرجائو ڀائرن کي ڏيندا هئا. ڪو پليگ ۾ ورتل مرندو هو ته ڀائي مولچند سندس اگني سنسڪار پنهنجي خرچ تي ڪرائيندو هو. پليگ پوري ٿيڻ تي سندس پتا پنهنجي ڪوٺيءَ جا حساب ڪتاب جاچيا ته ڏٺائين ته ڪل چوويهه هزار رپيا پليگ جي وقت ۾ ٽن مهينن جي اندر غريب ماڻهن ۽ بيمارن جي سهائتا لاءِ ڪوٺيءَ تان کڻي چڪو هو.

راجرشي ديوان ڏيارام گدو مل جهڙي تهڙي ماڻهوءَ جي سنگت ڪرڻ وارو نه هو، پر ڀائي مولچند ۽ ڀائي ڪلاچند سان گڏجي روز سانجهيءَ جو گهمڻ ويندو هو.

حيدرآباد جي ڀائي پرتاب جي پتا ڀائي ڏيٺلداس موٽچند جو گهڻو

نشچو هوندو هو. ڀائي مولچند وانگر سفيد پوش گهرجائو ڀائرن جي سهائتا ڪندو هو ۽ سول اسپتال ۾ سول سرجن کي در مهيني اسي روپيا ڏيندو هو ته غريب گهرجائو ڀائرن کي ميوو ۽ کير انهن پئسن مان ڏنو وڃي. ڀائي ڪوڙو مل خوبچند صراف تي به ڀائي مولچند جي سنگ جو اثر ٿيو ۽ هو پراپڪار ڪرڻ لڳو. ڀائي مولچند کي ڀائي گنگارام تلوڪچند ٻندرهن ويهه ورهيه ساندهه مهيني سر مهيني هزار ڏيڍ غريبن جي سهائتا لاءِ موڪليندو هو. ائين ڀائي مولچند ڪي هزارن ته ڪي وڙون غريبن جي سهائتا ڪري 2 - جنوري 1934ع جي پرلوڪ پڌاريو.

## ڪرپالاڻي-2:

هن آکهه وارن جا وڏا اصل اُچ کان سنڌ ۾ آيا هئا. سنڌ ۾ هو نه ڪي شهدادپور ۾ نه ڪي حيدرآباد جي شهدادپوري پاڙي ۾ رهيا، ته به شهدادپوري سڏبا هئا، جو مير شهدادخان وٽ نوڪريءَ ۾ هئا. سندن گهر ڪيانتي تندي ۽ چيتيل چاڙهيءَ ڏي آهن. منجهائن ڪي پنهنجي ويجهي ڏاڏي ديوان سنچانند ۽ ديوان هسراجمل جي نالن پٺيان پاڻ کي سچانندائي ۽ هسراجاڻي سڏائيندا هئا. شهدادپوري سڏبا هئا سا ڳالهه ڪين ٿي آتڙي. ڪيترا ورهيه ڀهراڙين ۾ سنگ ڏيندا وتند اهئا تنهن ڪري عامل ڪونه ليکبا هئا. ٿورا ورهيه ٿيا ته حيدرآباد جي مکي ديوان تاراچند سندن شجرا وغيره جاچي ظاهر ڪيو ته هيءَ خدا آبادي عامل آهن ۽ قديم زماني کان سندن وڏا خدا آبادي عاملن سان پنچائتي ڪمن ۾ شامل هئا ۽ هينئر به سندن لاڳاپو پنچائت سان آهي. ان وقت کان وٺي هو پنهنجي وڏي ڏاڏي ديوان ڪرپارام جي نالي پٺيان پاڻ کي "ڪرپالاڻي" سڏائيندا اچن.

## ڪنواڻي:

نک "للهر" هن نک وارا گهڻن هنڌ آهن؛ مگر هن آکهه وارا اصل انڙپور تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ رهندا هئا، جتان پوءِ خاصاڻن جي ڳوٺ ۾ ويا، ۽ ويجهڙائيءَ ۾ اتان لڏي مانجهند ۾ وڃي رهيا آهن. ڪراچيءَ ۾ به جايون جڳهيون ۽ ڏندو ڏاري اٿن. سندن وڏو ڏاڏو سيٺ ڪنومل جنهنجي نالي پٺيان سڏجن ٿا تنهن کي به پٽ گنگارام ۽ ننو مل هئا.

سيٺ گنگارام جو پٽ سيٺ واڌو مل مانجهوءَ واري سيٺ وشنداس جي ڪراچيءَ جي اڻ جي گدام جو مئنيجر هو. سيٺ نٿو مل جو پٽ سيٺ رتو مل پڻ سيٺ وشنداس جي هڪ ڪارخاني جو مئنيجر هو. هينئر پنهنجو ڪميشن جو ڪم رتومل ورندمل (ٻنهي ڀائرن) جي نالي ڪراچيءَ ۾ ڪندا آهن. سيٺ ورند مل جو پٽ سيٺ ڪيئلداس گدامي پنچائت جو پريزيڊنٽ آهي. ڀاڻس سيٺ ايسرداس ڪراچي ڪاٽن ائسوسيئيشن جو پريزيڊنٽ ۽ سنڌ اسيمبليءَ جوميمبر ۽ پڪو ڪانگريسي آهي. (ڏسو ڪاريا).

## ڪرانا:

هن نک وارا جيڪب آباد ۾ آهن. منجهائن شري ماڌوداس شيوالومل بي. اي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ پڪو ڪانگريسي آهي. شڪارپور جي "سنڌو" مخزن جو جائنٽ ايڊيٽر آهي ۽ لکڻي سنئين اٿس. هن جوان ۾ ديس شيوا جو انگ جهجهو آهي.

## ڪلٿاٽي:

نک "هندوجا". اصل اروڙونسي آهن. (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 129، "اروڙونسي"). هيءَ سرائي آهن ۽ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. سندن وڏا اصل پرِيا تعلقي نوشهري فيروز کان ڪراچيءَ ۾ آيا هئا. ڀائي ڪلڻ مل (ڪلڻداس) مينگهراج جنهنجي نالي پٺيان هن آکهہ وارا سڏجن ٿا، سو واپار سانگي پرين مان لڏي ڪراچيءَ ۾ آيو هو. ڀائي ڪلڻ مل کي ٻہ پٽ ڏيونداس ۽ مونچند هئا. ڀائي ڏيونداس کي ٽي پٽ سڪرامداس، جيتانند ۽ فتح چند هئا. ڀائي فتح چند ڪراچيءَ ۾ هڪ وڏو واپاري هوندو هو. ڪراچيءَ جي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ فتح چند ڪلٿاٽي هال ۽ڪراچيءَ جي شهر ۾ ڏيارام ڪلٿاٽي هال ۽ لئبرري لاءِ هن ڪٽنب وارن پئسا ڏنا هئا. سيٺ وشنداس (ولد فتح چند) ۽ سيٺ موتا مل نارو مل لئنڊ لارڊ ساڳي نسل مان آهن. هيءَ سڄو ئي آسودو ڪٽنب آهي.

**نوٽ:** پرين جي ڪلٿاٽي آکهہ مان راءِ بهادر ديوان ڪوڙو مل چندن مل هڪ وڏو سنڌي عالم ٿي گذريو آهي. سندس سپيئي پٽ ۽ ٻيا ڪي ڪلٿاٽي جڳهو چڙهيل آهن پر سنہ احوال نہ مليو آهي.

## ڪيئلداساڻي:

ڀائي ڪيئلداس جنهنجي نالي پٺيان هن آکهه وارا سڏجن ٿا، تنهنجو پٽ ڀائي مينگهراج هو، جنهن کي چار پٽ هئا. سندس ٻه وڏا پٽ ڀائي هاسو مل ۽ ڀائي عالمچند گذاري ويا آهن، باقي ٻه ننڍا پٽ ڀائي نانڪرام ۽ ڀائي تولارام حيات آهن.



ڀائي نانڪرام مينگهراج

ڀائي نانڪرام جو جنم حيدرآباد ۾ سن 1877ع ڌاري ٿيو هو. ننڍڙي ئي ڄمار ۾ گهڙيو ۽ سڄي عمر سنڌورڪي تي واپار ۾ گذاريائين. ڀائي سوڀراج جهمت مل گيانچندائي (ڏسو "گيانچندائي") جنهنجي فرم سندس پتا ڀائي جهمت مل قيمتراءِ جي نالي پٺيان "جي. قيمتراءِ ڪمپني" سڏجي ٿي تنهن ۾ ڀرياين ڀائي مينگهراج جا ٽي پٽ ڀائي عالمچند، ڀائي نانڪرام ۽ ڀائي تولارام ڀائيوار هئا. مگر هن وقت رڳو ڀائي نانڪرام آهي. احمد آباد واري ريشمي ڪپڙي جي مل ۾ به جي. قيمتراءِ ڪمپنيءَ وارن سان ڀائيوار آهي. هن وقت اٽڪل سٺ ورهين جي ڄمار جو آهي. ويجهڙائيءَ ۾ حيدرآباد جي قلعي وارا پٽ وڪاڻا ۽ ڪيترا ڀائيبند اُتي عمديون عمارتون جوڙائي وڃي رهيا، تہ پنهنجن ڀائيبند ڀائرن جي سهنج لاءِ هڪ هال قلعي ۾ شادين ۽ ٻين ڪارجن لاءِ جوڙايائين جو سندس نالي پٺيان "ڀائي نانڪرام هال" سڏجي ٿو. سندس پٽ ڀائي ٽيڪمداس گذر ڪري ويو آهي، تنهنجي پوتر يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ قلعي ۾ ڇوڪرين جو اسڪول جاري ڪرايو اٿس جو "ٽيڪمداس نانڪرام گرلس اسڪول" سڏجي ٿو. ساڳي نالي سان ايور ويدڪ اسپتال ۽ اسڪول قلعي ۾ آهن. اهڙي ريت حيدرآباد ۾ گهڻيئي ڌرم جا ڪم ڪيا اٿس، جنهن ڪري سندس جس پيو ڳائجي.

## گانڌي:

هيءَ ڀاٽيا آهن، ۽ شڪارپور ۾ رهن ٿا. اصل جيسلمير کان آيا هئا. "گانڌي" سندن نک جو نالو آهي، جنهنجي بنيادي معنيٰ آهي "سرهائيون وڪڻندڙ". "گند" معنيٰ بوءِ، سگند معنيٰ خوشبو ۽ درگند معنيٰ بدبو. تيل قليل ۽ ٻيون سرهائيون اڪثر پساري وڪڻندا آهن، تنهن ڪري گجراتيءَ ۾ "گانڌي" معنيٰ "پساري". پر هن آکهه وارا چون ٿا ته سندن وڏا ڏاڏهن جيسلمير ۾ هوندا هئا، تڏهن وڏيءَ هلنديءَ وارا ڦوندا هئا. سو به ايتري قدر جو جوڌپور ۽ جيسلمير جي راجائن جي وچ ۾ وقتي تڪرار ٿيندا هئا، ته هيءَ سندن تڪرار لاهي، کين ڳنڍي، هڪ ڪندا هئا. تنهنڪري چون ته اسين "ڳانڌي" يعني "ڳنڍيندڙ" آهيون. "ڳانڌي" جو بنياد آهي سنسڪرت لفظ "گرنٿي" معنيٰ ڳنڍ، پر ڀاٽين جي نک جو نالو "گانڌي" آهي، ۽ نه "ڳانڌي" (ڏسو "ڀاٽيا").

شڪارپور جي گانڌي آکهه وارن جو وڏو ڏاڏو سيٺ ٻالڪرام جيسلمير کان سنڌ ۾ آيو هو، تنهن ڳالهه کي اٽڪل چار سؤ ورهيه ٿيا. ان وقت هاٿوڪو شڪارپور جو شهر اڃا ڪونه ٻڌو هو، باقي ڳوٺ لکي ۽ ٻيا پر وارا ڳوٺ زور هئا. سيٺ ٻالڪرام کان پوءِ سيٺ گربخش ۽ انهيءَ کانپوءِ سيٺ نارائڻداس آيا. اهي به اول ڳوٺ لکي ۾ اچي رهيا هئا. سن 1617ع ۾ شڪارپور جو شهر ٻڌو، ته هنن مان پهريائين سيٺ گربخش ڳوٺ لکي ڇڏي شڪارپور ۾ اچي رهيو، تنهن ڪري سندس آکهه وارا "لکيائي" يعني لکيءَ کان آيل سڏجڻ ۾ آيا. اهي "گربخشائي" به ڪوٺجڻ ۾ آيا، پر عام طرح "گانڌي" سڏجن ٿا. اهي اڪثر زميندار ۽ ٺيڪيدار هئا. هن وقت منجهائن ڪي گرئجوئيٽ به آهن ۽ نوڪرين ۾ آهن.

## گيانچندائي (گياني):

نک "قول وديا". هي اصل پنجاب کان آيا هئا. ڀائي گيانچند، جنهنجي نالي پٺيان هن آکهه وارا سڏجن ٿا، تنهنجي ڀائرن جي اولاد مان ڪي اڄ تائين لاهور، دادو، سکر ۽ خيرپور ۾ آهن، پر هيءَ دادو، طرف

خدآباد ۾ وڃي رهيا، جو انوقت سنڌ جي گادي جو هنڌ هو. سندن نسل ستين اٺين پيڙهيءَ ڀائي پوهومل کياڻيءَ جي آکهه وارن سان وڃي لڳي ٿو.

ميرن جي صاحبيءَ ۾ حيدرآباد جو شهر چڱي قدر وسڻ لڳو ته ڀائي گيانچند جو پٽ ڀائي رامن مل حيدرآباد ۾ اچي رهيو. ان وقت حيدرآباد ۾ واپار جي بازار اڃا ماني هئي، پر هنگي وڏي پيماني تي واپار ڪرڻ جو خيال هو. سو بمبئيءَ هليو ويو. تن ڏينهن ۾ بمبئيءَ ۽ سنڌ جي وچ ۾ آمدرفت جو سهنج نڪي سمنڊ نڪي خشڪيءَ جي رستي هو، پر هيءَ پهريون ئي سنڌوڙڪي هو، جو ڪراچيءَ مان دنگيءَ ۾ چڙهي بمبئيءَ ويو ۽ اُتي وڃي ڏنڊو کيائين، جنهنڪري "ڀائي رامن مل بمبئيءَ وارو" سڏجڻ ۾ آيو. اڄ تائين سندس آکهه وارا "بمبئي وارا" ڪوٺبا آهن.

ڀائي رامن مل جنهن وقت خدا آباد ڇڏي حيدرآباد ۾ اچي رهيو هو، تنهن وقت حيدرآباد جي ميرن سان رستو رکيو هئائين. حيدرآباد مان پوءِ بمبئيءَ ويو، ته اتان موٽندي گهڙيال، شيشي جو سهڻو سامان ۽ ٻيون سوغاتون ميرن لاءِ وٺي آيو. ائين ان وقت جي حاڪمن سان رس رهائي ويٺو هو.



ڀائي ٽولارام ڏامون مل

ڀائي رامن مل کي ٻه پٽ ڄاوا: ڏامون مل ۽ قيمتراءِ. ڀائي ڏامي مل جو هڪ پٽ ڀائي ٽولارام هو، جنهن جو جنم 9 - آکار وڪرمي سنبت 1914 ۾ (1858ع ڌاري) ٿيو هو. وڏي هوندي واپار ڪرڻ لڳو، پر ساڳي وقت ڌرمي، پنچائتي ۽ ميونسپل ڳالهين ۾ گهڻو ٻهرو وٺندو هو. شهر ۾ نانءُ ناموس هئڻ سبب سندس نالي گهڻي آهي. سندس سرڳواس ناهري مهيني جي 19 - تاريخ وڪرمي سنبت 1988 ۾ ٿيو هو. ان وقت عمر منو سؤ کن ورهيه هيس. سندس پٽ ڀائي گنومل، ڀائي تاراچند ۽ ڀائي هاسومل آهن.

ڀائي ٽولارام جو ڀاءُ ڀائي منگهن مل هو، جنهنجا ٽي سرشداس.

ڳلابراءِ ۽ مولچند آهن. انهن اعليٰ تعليم ورتي. مسٽر تيرٿداس بئرسٽر ٿيڻ لاءِ ولايت ويو. سمجهيائين تہ يورپي لوڪن کي اسانجي آکھ جو نالو اُچارڻ ڏکيو لڳندو. سو "گيانچندائي" نالي جو اچار گهٽائي، پاڻ کي "گياني" سڏائڻ لڳو. هاڻ سڀيئي پاٽر ٻاڻ کي "گياني" سڏائيندا آهن.

راءِ بهادر ديوان پريداس شيوڪرام آڏواڻي جنهن حيدرآباد سنڌ ۾ نوودياليہ هاءِ اسڪول جو بنياد وڌو هو. تنهنجو پاٽيو مسٽر موتيرام دلپتراءِ آڏواڻي بمبئيءَ ۾ وڏو انڪم ٽيڪس آفيسر آهي؛ پر هن خاندان مان مسٽر مولچند گيانيءَ سان پنهنجي نياڻي پرڻائي اٿس.

ڀائي رامن مل گيانچند جو ٻيو نمبر پٽ ڀائي قيمتراءِ بمبئيءَ ۾ واپار ڪندو هو. اُهو چڱو وڏيو ويجهيو. ڪيس ڇهہ پٽ ڄاوا: ناراڻداس، جهمٽ مل، ٿهلرام، ايسرداس، وليرام ۽ ويڙهو مل. ڀائي ناراڻداس جا ٻہ پٽ ڀائي شامداس ۽ ڀائي ساڌو مل آهن.



ڀائي جهمٽ مل قيمتراءِ

ڀائي جهمٽ مل قيمتراءِ جو جنم حيدرآباد ۾ سنہ 1860ع ڌاري ٿيو هو. ننڍڙپڻ کان جو لاڙو ڌرم ڏي هوس، تنهنڪري سنگي بہ اهڙا ڳوليائين: ڀائي ڪلاچند گدواڻي جو هڪ چڱو سنت ٿي گذريو آهي، تنهن سان سنگ ٿيس. پاڻ ۾ گڏجي، ست سنگ جاري ڪيائون، جو اڄ تائين ڀائي جهمٽ مل جي نالي سان مشهور آهي. اٽڪل هڪ سو ماڻهو ڏهاڙي، صبح شام‌جهيءَ، اتي ست سنگ ۾ اچي ڪٺا ٿيندا آهن. غريبن لاءِ سدا ورت چالو ڪيائين، جو اڄ تائين هلندو اچي، انهيءَ سدا ورت جو سمورو خرچ سندس پٽ ڀائي سوپراج ڪندو آهي.

ڀائي جهمٽ مل نہ رڳو ڌرمي ڳالهين تي ڌيان ڏيندو هو، پر پنهنجي ڌنڌي وڌائڻ ڏي بہ اُدم ڀيو ڪندو هو. اصل سنڌن ڪپڙي جو دڪان ممبرن جي وٽ ڪاني وني شاهي بزار ۾ گهنٽي گهٽيءَ وٽ هوندو هو. جو پنڃاهہ

کن ورهيه هلايائون. سنه 1890ع ۾ سنڌورڪ جو ڪم رنگون ۾ چالو ڪيائين، جتي ڀائي نانڪرام مينگھراج سان ڀائيوار هو. سنڌورڪ مان چڱي ڪمائي ٿيس، ته پنهنجي مايا سڦلي ڪرڻ لاءِ، هيڪاري وڏيءَ دل سان دان پڃ ڪري، پنهنجا هٿ ٺاريائين. هن ڌرماتما پرش جو ديهانت چاهٺ ورهين جي ڄمار ۾ آگسٽ 1926ع ۾ ٿيو. پنهنجي پنيان ٻه پٽ ڀائي سوپراج ۽ ڀائي لالچند ڇڏيائين، جن مان ڀائي لالچند ٻنا اولاد گذاري ويو آهي.

ڀائي سوپراج جهمٽ مل جو جنم، حيدرآباد ۾، سنه 1890ع ڌاري ٿيو هو. ننڍڙپڻ پنهنجي پتا ڪي دان پڃ ۽ ست سنگ ڪندو ڏٺائين، ته پاڻ به اهي سلڇڻ پرايائين. پنهنجي پتا وانگر پاڻ به سنڌورڪي ٿيو ۽ سنڌس جيئري ئي جپان ۾ گذاريندو هو. پنهنجي پتا کانپوءِ پنهنجو واپار هيڪاري وڌايائين ۽ گھڻن هنڌ ڪارخانا کوليائين. سندس ڪارخانا احمد آباد، بمبئي، دهليءَ، جپان، جاوا، منيلا، شنگھائي، سينگاپور، رنگون، سيگون، فرانس ۽ لنڊن ۾ آهن. ڀائي سوپراج پهريون ئي سنڌي آهي، جنهن ريشمي ڪپڙي جي مل احمد آباد ۾ 1937ع ۾ ڪڍي، جا نانڪرام سوپراج لميٽيڊ جي نالي سان سڄي هندستان ۾ مشهور آهي. حيدرآباد ۾ سندس ڪوٺي قلعي وٽ آهي. ڀائي نانڪرام جي احوال لاءِ ڏسو "ڪيڊلڊآبائي".

ڀائي سوپراج پنهنجا ڪارخانا وڌائي واپارين ۾ برک ٿيو، ته پيزا سنڌورڪ مرچنٽ ائسوسيئيشن جو پريزيڊنٽ مقرر ٿيو. خدا آباد ڀائيبند پنچائت ۽ ٻين ڪيترين سنسٿائن سان لاڳاپو اٿس. جسٽس آف پيس (J.P) به آهي. پنهنجي پتا وانگر وڏيءَ دل سان دان پڃ ڪندو آهي ۽ سندس جاري ڪيل سداورت اڄ تائين هلائيندو اچي.



ڀائي سوپراج جهمٽ مل

لالواڻي -1:

نک "ڇيڙا" ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 231.

## لالواڻي -2:

نک "للا". هن نک وارا سنڌ ۾ گهڻن هنڌ آهن (ڏسو "للا") مگر هن آکهه وارا هالاڻي تعلقي ڪنڊياري ۾ رهن ٿا. ڀائي لالچند جنهنجي نالي پٺيان سڏجن ٿا. تنهنجي پڻ پٽن ٺاڪو مل ۽ آٽلداس جو اولاد آهن. هالاڻيءَ ۾ سندن ڏهه ڪن گهر آهن. اهي اڪثر زميند اري، سرڪاري نوڪري ۽ واپار ڪندا آهن. هن وقت هن آکهه مان مسٽر ڪشنچند ليلارام ۽ مسٽر ڀڳوانداس موتيرام گريجوئيٽ آهن.

## لاهوري:

هي لاڙڪاڻي ۾ آهن. سندن وڏا لاهور کان آيا هئا، تنهنڪري اهو نالو مٿن پيو. ساڳيءَ ريت نواب حاجي امير علي خان جي خاندان وارا لاهور کان آيا هئا، تنهنڪري اهي به "لاهوري" سڏجن ٿا. لاڙڪاڻي جي هندو لاهورين مان ديوان ڪشنچند هو، جنهنجا ٻه پٽ ديوان هاسارام ۽ ديوان ڪندن سنگهه ڊپٽي ڪليڪٽر هئا. ديوان هاسارام جو پوٽو مسٽر آسودو مل راڌو مل بي.اي، ايل ايل. بي ائڊووڪيٽ آهي، ديوان ڪندن سنگهه جو پٽ مسٽر ريجهو مل ايم.اي، ايل ايل. بي لاڙڪاڻي ۾ وبا ۾ ورتلن جي ٽهل ڪندي پاڻ 12 - آگسٽ 1929ع ڌاري پرلوڪ پڌاريو. لاڙڪاڻي ۾ بيڪر روڊ وٽ سندس سنگمرمر جو پتلو جڙيل آهي. لاڙڪاڻي جو "ريجهو باغ" سندس نالي پٺيان سڏجي ٿو.

## لڪاڻي:

نک "چاپڙيا". هيءُ اصل ۾ ناگراڻي آهن. ۽ حيدرآباد جي مکي منگهارام گروڌني مل، مکي گوبند رام پريتمداس ۽ٻين مکين جا سوٽ آهن يعني انهن مکين جي وڏي ڏاڏي ساگر مل جي ڀاءُ ٽنگر مل جو اولاد آهن. سندن ٿورو ذڪر اڳيئي ڪيو ويو آهي. ڏسو "ساگراڻي". هيءَ ڀهرياڻين ميرچنداڻي گهٽيءَ طرف رهندا هئا. پوءِ سوڙهه سبب اتان لڏي هيرا آباد ويا، ۽ ويجهڙائي ۾ ڪي ڪراچيءَ ۾ پنهنجون جايون جوڙائي. هميشه لاءِ اتي رهي

پيا. هن آکهہ مان ڊاڪٽر وليرام جرت سگھہ ڊاڪٽر جمعيت راء ائڪٽنگ پرنسپال ڊی.جي. سنڌ ڪاليج ڪراچي. پروفيسر ايم. بي لڪائي ء پيا چڱو چڙهيل اهن.

## لکوائي:

نک "چندي پونر". اتڪل ٻہ سؤ ورهيہ ٿيا ـ ھي. مري بروچن سان گڏ ڪوهستان مان لڏي سنڌ ۾ آبا. مري بروچ مالدار هئا. پنهنجو مال ڪاهي ٿنڌي آدم جي ويجهو چام جن جي ڪوٽ وٽ پنهنجا گهرڙا ناهي اچي ويٺا. انهن بروچن جي گهيٽن ء رڍن جي اُن ڀائي سڪانند ڪترينڊو هو سو سائن گڏ ڪوهستان کان آيو هو. انهيء ڀائي سڪا نند جي پوٽي لکو مل پرسو مل جي نالي پنيان هيء "لکوائي" سڏجن ٿا. ڀائي لکومل پارسي جاڻندو هو ء مري بروچن جي وڏيرن جي لکپڙهہ جو ڪم ڪندو هو. انگريزن جي صاحبيء جي اوائل ۾ ڀائي لکو مل ء ٻين ڪن ٻيٺل ماڻهن ڪي ڪيتري زمين بنا مالڪائي ملي، تہ آبادي ڪن تہ سرڪار جي ريوينيو وڏي. ڀائي لکو مل ڪي ڳچ جيتري ايراضي ملي جا آباد ڪرايائين. سندس پٽ ديوان ڀاونداس ء ديوان ڪرپالداس تعليم يافتہ ٿيا تہ پنهنجي زمين سڌاري وڌائون. سڄي تعلقي ۾ جرئت پريا زميندار ليکبا هئا. ديوان ڀاونداس کي ٻہ پٽ تارا چند ء راءِ صاحب نارائڻداس ٿيا. تاراچند بنا اولاد هو؛ باقي راءِ صاحب نارائڻداس کي جمعيتراء ء ٻيو اولاد ٿيو. ديوان ڪرپالداس ٻيرائي تعلقي شهدادپور وارو جبرو زميندار ٿيو، ء سرڪار وٽ توڙي عام خلق ۾ جهجهي عزت هوندي هيس. پنگتي سڏارڪ پڻ هو. کيس ٻہ پٽ راءِ صاحب شامداس ء ديوان سيرومل آهن. ديوان سيرو مل سنڌ اسيمبلي (ڪانگريس پارٽيء) جو ميمبر آهي.

## لکيائي:

نک "بجاج". ڀارواڻي سيٺيون، جن مان آنربل سيٺ هرچند راء وشنداس هو. تن جا سوٽ هن آکهہ وارا آهن. سندن وڏو ڏاڏو سيٺ سانول مل بجاج هو جنهن کي ٽي پٽ: پرو مل. نکي مل. جوٺو مل ء حسو

مل هئا. سيٺ لکي مل جي نسل وارا پاڻ کي "لکيائي" سڏائين ٿا. (ڏسو ٻاڳو ڀهريون، صفحو 146 ۽ 147).

سيٺ لکي مل کي ٻه پٽ ساجنداس ۽ ٿانورداس هئا، جي وڏا شاهوڪار واپاري هئا. سيٺ ساجنداس جو پٽ سيٺ ڏيارام گهٽو وڏيو ويجهيو. سيٺ ٿانورداس کي ست پٽ هئا: نيپائو مل، ناروَمل، ٽنديرام، نولراءِ، تلوڪچند، ميارام ۽ لاڄند. هتي رڳو سيٺ تلوڪچند جي ڪٽنب جو ذڪر ڪجي ٿو.

سيٺ تلوڪچند ڳوٺ مانجهوءَ تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ آسودو واپاري هو. کيس ٽي پٽ سترامداس، ليلارام ۽ گرداس ڄاوا. سيٺ سترامداس کي هڪ پٽ گيان نالي هو، جو ننڍڙي ئي گذاري ويو: گرداس هينئر "ٻائو گرداس" آهي، ۽ مانجهند جي ٻائي گوبندرام واري مشهور ٽڪاڻي جو گديسر آهي.


سيٺ ليلارام تلوڪچند

سيٺ ليلارام تلوڪچند جو جنم ڳوٺ مانجهوءَ ۾ سنبت 1933 ۾ ٿيو هو. سندس پتا جي سموري ملڪيت سيٺ سترامداس ڪپائي پوري ڪئي هئي، تنهن ڪري سيٺ ليلارام کي ننڍڙيئي تنگ حالت ۾ گذارڻو پيو. پوءِ اُدم ڪري ميشرس رَالي برادرس جو ڪپهه جو دلال ٿيو ته آسودو ٿي پيو. کيس ٽي پٽ، مولچند، گورمل ۽ منگهارام آهن. سيٺ مولچند وڏو ٿيو ته کيس ڪپهه جي دلاليءَ ۾ گهيڙي، پاڻ دلالي ڇڏيائين. ڪراچيءَ ۾ اناج ۽ ڪپهه جي ڪميشن جو ڌنڌو پنهنجن پٽن منگهارام ۽ گورمل جي نالي سنبت 1987 ۾ کوليائين جو ٻئي ڀائر هلائيندا آهن. سيٺ ليلارام ڪراچيءَ جي سنڌي پنچائت جو مکي آهي. ڪراچي ڪاٽن ائسوسيئيشن جي عاليشان عمارت جي پائي وجهڻ جو مهورت ڪانئس ڪرائي هئائون. هينئر طبيعت عليل هئڻ سبب مکيڻ سندس پٽ گورمل هلائيندو آهي. جو انڊس مرچنٽس

ائسوسيئيشن جي مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر آهي. سنه 44-1943ع ۾ ائسوسيئيشن جو وائيس پريزيڊنٽ هو. پراڊيوس بورڊ جو ڊائريڪٽر ۽ امپورٽ گرين مرچنٽ ائسوسيئيشن جو وائيس پريزيڊنٽ آهي. پاڻس مسٽر منگهارام بمبئي يونيورسٽي جو سائنس ۾ گرئجوئيٽ آهي.



سيٺ ڪيمنداس جڳومل

سيٺ لکي مل جو ٽڙ پوٽو سيٺ ڪيمنداس جڳو مل ڳوٺ مانجهوءَ ۾ ڄائو هو. ننڍي هوندي غريب هئڻ سبب ڪيترا ورهيه نوڪري ڪيائين. پوءِ ڪانين ۽ ڪوئلن جي ڪميشن جو ڌنڌو ڪوليائين ۽ بادهه ۾ چانورن ڇڙڻ جي انجڻ ورتائين. اهو ڪارخانو سندس پٽ هلائيندا آهن. ڪيس ڇهه پٽ ٿيمتراءِ، آسنداس، جمناداس، ليلارام، ڏيوڪشن ۽ نارائڻ آهن. سنه 1842ع ۾ ڏيوڪشن بم گولن ٺاهڻ جي ڪيس (پچراپور بامب ڪيس) ۾ ڦاٿو هو، ۽ پنج ورهيه سخت پورهئي جي سزا ملي. هيس پر پوءِ فيڊرل ڪورٽ ۾ اپيل ۾ ڇٽي ويو. ته به اڍائي ورهيه جيل ۾ گذاريائين. سيٺ ڪيمنداس جي سوٽ سيٺ هيرانند ڪي ڪانين ۽ ڪوئلن جو ڊيپو ڪراچيءَ جي صدر مارڪيٽ ۾ آهي.

## للا:

هن نک وارا شڪارپور، لاڙڪاڻي، سکر، روهڙي، ڪنڊياري، هالاڻي، پيلاڻي، جلباڻي، خانواهڻ، گمبٽ، ٽنڊي مير علي ۽ ٽيبا پوٺه رياست خيرپور ۾ آهن. لاڙڪاڻي جي للا آکهه وارن جي احوال لاءِ ڏسو ٻاگو پهريون، صفحو 234).

## ماتا:

هن نک وارا اصل اروڙونسي آهن (ڏسو ٻاگو پهريون، صفحو 129) هيءَ پنجاب کان شڪاربور م آيا جتي سندن ويهه پنجويهه گهر آهن. سندن

وڏا اڪثر پشم جو واپار ڪندا هئا. هن وقت صرافڪو ڌنڌو ۽ ٻيا ڌنڌا ڪن ٿا.

**مٽنئي:**

هن آکهہ جا وڏا اصل ملتان کان آيا ۽ سنڌ ۾ ٺارو شاهہ ۾ اچي رهيا. ٺارو شاهہ کان ڏيڍ ڪوهہ ڪن پرپرو پير سخي دادوائي جي ميلي تي پاڻيءَ جا مٽ ڀري رکندا هئا. ۽ زيارتين کي پاڻي پيئاريندا هئا. تنهن ڪري مٽن "مٽنئي يا مٽائي" نالو پيو. ٺارو شاهہ ۾ سنڌن ڇاليهہ کن گهر آهن. منجهائن ڪي زميندار، تہ ڪي سرڪاري نوڪري ڪن ٿا ۽ ڪي ڊاڪٽر آهن. ساهتي جي پائيبنڌن ۾ هيءَ بينل آکهہ ليکجڻ ۾ اچي ٿي.

**منسڪاڻي:**

ٽک "ڪنگهر". هيءَ تڏائين ۽ شوداساڻين جا سؤٽ آهن (ڏسو "شوداڻي"). ديوان منسڪداس جنهنجي نالي پٺيان هن آکهہ وارا سڏجن ٿا، تنهنجي پوٽي ديوان بالڪرام جيٺمل کي پنج پٽ هئا. جن مان هڪڙو ديوان ڏيئو مل ۽ ٻيو ديوان کيمچند هو. ديوان ڏيئومل جو پوٽو ديوان جيٺمل واڌو مل هو. جنهن ڪراچيءَ جي گاڏي کاتي ۾ چاليهہ گهڙي جوڙائي، ۽ گهرد ٺارو ۽ پيچاڻتي هال بہ جوڙايائين. سندس هڪڙو پياءُ ديوان گروڏنو مل هو، جنهنجا پٽ ديوان ٽيڪچند ۽ ديوان شيوڪرام زميندار ٿي رهيا. ديوان جيٺمل جو پياءُ ديوان لالچند هو، جنهنجو پٽ ديوان گوپالداس هو. ديوان گوپالداس جو پٽ ديوان خانچند ڪراچيءَ ۾ ناميارو وڪيل آهي.

ديوان بالڪرام جو ٻيو نمبر پٽ ديوان کيمچند هو. نواب محمد خان ٺوڙو، جنهنجي نالي پٺيان حيدرآباد جي "ٺوڙي جي چاڙهي"، ۽ قليليءَ جي پرپان "ٺوڙي جو ٽنڊو" سڏجن ٿا، تنهن وٽ ديوان کيمچند وزيريءَ جي عهدي تي هو. اهي ٺوڙا ٽالپر هئا.

ديوان کيمچند جو پٽ ديوان ميٺارام هو. جو پنهنجي پتا جي چالاڻي ڪانپوءِ، سندس جاءِ تي، نواب محمد خان ٺوڙي جو وزير مقرر ٿيو. ۽ توڙ تائين سائس وفادار ٿي رهيو. نواب بوءِ گذاري ويو. تہ ديوان ميٺارام وري


ديوان مينارام کيمچند

ڪُنهن ٻئي وٽ نوڪري ڪانہ ڪئي. ٽنڊي باگي تعلقي ۾ پنهنجون ٻنيون هيس، ۽ اهي سنڀاليندو هو. وڏي عهدي ۽ ڄهجهي ۽ هوند وارو هو. تہ بہ برادريءَ ۾ ڪو بيمار پوندو هو. تہ پاڻ وڃي سندس ٽهل ڪندو هو. ڪنهن ڳالهہ ۾ حق جو جواب ڏيڻو هوندو هو، تہ للي چپي ڪانہ ڪندو هو. سنہ 1878ع ڌاري گوسائين واري گهٽيءَ جي،شيخ تارو مل ماکيجاڻيءَ کي شڌ ڪري، وري هندو ڪيو هوائون؛ پر عاملن جي مکيءَ ديوان شوقيرام آڏواڻيءَ ڪيس نيات ۾ گڏجڻ نتي ڏنو. ديوان شوقيرام جي نياٽي ديوان مينارام جي پٽ ديوان هاسارام سان پرڻيل هئي، تہ بہ ديوان مينارام سيٽيي سڄڻيءَ جو ڪوبہ خيال نہ ڪري ديوان شوقيرام سان شامل راءِ نہ ٿيو. سندس ديهانت 11- فيبروري 1880ع ۾ ٿيو.

ديوان مينارام کي ڇهہ پٽ هئا:

(1) هيرانند (لا اولاد). (2) ديوان هاسارام جنهنجو ذڪر هيٺ ڪبو (3) ديوان تيرٿداس جو وڏي وڃي ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو هو (4) ماستر نهالچند جنهنجو پٽ مسٽر گلابراءِ وڪيل گذاري ويو آهي ۽ پيو پٽ مسٽر ڪشنچند حيات آهي (5) مسٽر نرملداس جنهنجا ٽي پٽ چنديرام، نانڪرام ۽ ڪلاچند حيات آهن. (6) مسٽر منگهارام جنهنجو پٽ مسٽر ٽيڪمداس حيات آهي ۽ مسٽر نانڪرام ٿورن ورهين کان گذاري ويو آهي.


ديوان هاسارام مينارام

ديوان هاسارام ميناارامِ جو جنم 1855ع ڌاري ٿيو هو. ننڍڙي ئي ذهين ۽ فهيم هو. سندس وقت ۾ ننڍپڻ ۾ شادي

ڪرڻ جو رواج بلڪل عام هو. راء بهادر ديوان شوقيرام آڏواڻي (ساڌو نولراء جي پٽا) سندس پٽا جي عهدي اقبال کي ڏسي پنهنجي نياڻيءَ شريمتي مني ٻائي ديوان هاسارام سان ننڍڙيئي پرڻائي. وڏي هوندي ديوان هاسارام انجنيئري ڪاتي ۾ گهڙيو. پنهنجيءَ قابليت ۽ ايمانداريءَ سبب وڏي وجي سب انجنيئر ٿيو. سندس ديهانت ٻاهٺ ورهين جي ڄمار ۾ 10- مئي 1917ع جي ٿيو.



ديوان چوهڙمل هاسارام

ديوان هاسارام جو هڪڙو ئي فرزند ديوان چوهڙ مل آهي، جنهنجو جنم مئي 1889ع ۾ ٿيو هو. هن وقت اٺهٺ ورهين جي ڄمار جو آهي. سڄي عمر ڪٿي به نوڪري ڪانه ڪيائين. پنهنجون اباڻيون ٻنيون هيس، تنهنڪري زميندار ٿي رهيو. سندس فرزند مسٽر پرمانند ايم.اي، ايل ايل.بي حيدرآباد ۾ وڪالت ڪندو آهي.

ديوان ٻالڪرام چينمل جا ٻيا ٽي پٽ ديوان ريجهو مل، ديوان مولچند ۽ ديوان ٻگو مل هئا، جن مان ديوان مولچند چڱو وڌيو ويجهيو. ديوان مولچند جو هڪڙو پٽ ديوان پارو مل ٻيو ديوان ٺهلرام ۽ ٽيون ديوان اڌارام هو. ديوان اڌارام جو پٽ ديوان واڌو مل هو جو ڪراچيءَ ۾ هڪ ناميارو وڪيل ٿي گذريو آهي. سندس پٽ مسٽر ٽيڪمداس به پنهنجي پٽا وانگر وڪالت ۾ چڱو نالو ڪڍيو آهي.

ديوان مولچند جو چوٿون نمبر پٽ ديوان پنجو مل هو، جنهنجا پٽ مسٽر گلابراءِ، مسٽر رامچند، مسٽر اتمچند ۽ مسٽر تنديرام.

ديوان مولچند جو پنجون نمبر پٽ ديوان عيدنمل هو، جنهنجو مربي فرزند راءِ بهادر ديوان ريواچند ڪيترا ورهيه حيدرآباد ۾ سٽي ماجسٽريٽ هو. ديوان عيدن مل جو ٻيو نمبر فرزند مسٽر موتيرام هو، جنهن ڪراچيءَ ۾ وڪالت ۾ نالو ڪڍيو. مٿيون سمورو احوال ديوان منسکداس جي پهرين پٽ ديوان چينمل جي اولاد جو آهي.

ديوان منسکداس جا ٻيا ٻه پٽ ديوان هريسنگهه ۽ ديوان راڄمل هئا. ديوان هريسنگهه کي ٽي پٽ لکو مل، ايسرداس ۽ منگهو مل هئا. ديوان لکومل جو پٽ ديوان تيجو مل جڄ هو. ديوان تيجو مل جو وڏو پٽ ديوان هيمنداس ناظر هو ۽ ٻيو پٽ ديوان پرمانند ڪراچيءَ ۾ هڪ جبرو وڪيل هو.

ديوان تيجو مل جڄ جو ڀاءُ ديوان نارائڻداس هو، جنهنجو هڪڙو پٽ ديوان چتو مل ۽ ٻيو ديوان ميٺارام هو. ديوان ميٺارام جا پوٽا مسٽر حشمتراءِ رٽائرڊ انڪم ٽيڪس آفيسر، مسٽر تاراچند ۽ ٻيا آهن. راءِ صاحب هوندو مل سندن ڏورانهون سوٽ آهي.

## منشياڻي-1:

نک "مگهو کتري". حيدرآباد جي آڏواڻين جي هيءَ هڪ شاخ هي. ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 92 ۽ 98.

## منشياڻي-2:

هيءَ هالن پراڻن ۾ سهتن جي محلي ۾ رهن ٿا، سندن وڏا ميرن جا منشي هئا، تنهنڪري ياڻ کي "منشياڻي" يعني "منشين جو اولاد" سڏائين ٿا. هن خاندان مان سائين ولايتراءِ ولد منشي پرتابراءِ نهايت ناميارو سنت ٿي گذريو آهي. سندس جنم هالن پراڻن ۾ 1825ع ۾ ٿيو هو، ۽ 15 جنوري 1887ع جي قمبر ۾ چولو ڇڏيائين. قمبر ۾ سندس دربار آهي جا سائين ولايتراءِ ۽ سائين جيوت سنگهه جن جي دربار ڪوٺبي آهي. سائين جيوت سنگهه سندس شش هو؛ پر اهو به وڏيءَ ڪلا وارو هو. سندس ڪيتري ٻاڻي رچيل آهي.

## موتياڻي:

نک "واسوجا". هيءَ ميرپورخاص جا وڏا زميندار ۽ واپاري اصل پراڻي ميرپور ۾ رهندا هئا. ميرپورخاص ۾ سندن ڪچ ملڪيت آهي ۽ سڄي ضلعي ۾ گهڻي هلندي اٿن. سندن ڪپهه جا وڏا ڪارخانا ميرپورخاص ۽ ٽنڊوري ۾ آهن. سندن ڪوٺيون ميرپورخاص، ڪراچيءَ ۽ بمبئي ۾ آهن. هن

خاندان ۾ سيٺ لالچند خانچند (ولد پهلومل ولد موتيرام) ميرپورخاص ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ ۽ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو ميمبر هو، ۽ سڄي ڊويزن ۾ هلنديءَ وارو هو.

راءِ صاحب جهامنداس ميرپورخاص ميونسپالٽيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ، ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو ميمبر ۽ سنڌ جنرس ائيسوسيئيشن جو پريزيڊنٽ آهي. سيٺ پارو مل ۽ زوپچند ميرپور جا ميونسپل ميمبر آهن. سيٺ ديوراج ڪراچيءَ جي ڪارخاني جو مئنيجر، ڪراچيءَ ڪاٽن ائسوسيئيشن جو ڊائريڪٽر ۽ انڊين مرچنٽس ائسوسيئيشن جي مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر آهي.

## موٽوائي-1:

نڪ "موٽڻ پوتا". موٽوائي آکيون سکر، ميهڙ، ٽلٽي ۽ ٻين ڪن هنڌ آهن؛ پر هتي لاڙڪاڻي وارن موٽوائين جو ذڪر ڪجي ٿو، جن جي ٻين هندن جي موٽوائين سان ڪا به مٽي مائٽي ڪانهي.

لاڙڪاڻي ۾ موٽوائين جا اٺ ڏهه گهر آهن، جن مان مکيه ديوان چاندو مل ولد منشي نهرو مل منگلداس هو. سندس جنم 1845ع ۾ ٿيو هو. پهريائين ڊڪ منشي هو؛ پر پوءِ وڪالت جو امتحان ڏنائي، وڪالت ڪرڻ لڳو ۽ چڱو نالو ڪڍيائين، ۽ سيڪي ڪمايائين. چت جو لاڙو ڌرم ڏي هوس، تنهنڪري ڌرم ٻچ ڪري هٿ به چڱا ناريائين. پوءِ ٽلهي وارن ساڌن، سائين ولايتراءِ ۽ سائين جيوت سنگهه جو سنگ ٿيس (ڏسو "منشيائي"-2)، ته دنيوي ڳالهين تان ايتري قدر چت ڪڇي ويس، جو وڪالت ڇڏي. قمبر ۾ سندن دربار جي درباني قبوليائين! انهن سنتن جي سنگ ۾ ٻاڻ به رچي لال ٿيو، سو به ايتري قدر جو ڪيترا درويش ۽ ساڌو سندس درشن ڪرڻ ويندا هئا. خيرپور جا ڪي ديوان ڪيس پنهنجو ستگرو ڪري مڃيندا هئا. پڇاڙيءَ ۾ ذيابيطس ٿيس ۽ پنيءَ ۾ ٻلهياري نڪتيس. ٽيتاليهين چوئيتاليهن ورهين جي ڄمار ۾ سنه 90-1889ع ڌاري پرلوڪ پڌاريو.

ديوان چاندو مل کي پنج پٽ ۽ ٻه نياٽيون هيون. پهريون پٽ ديوان ٺهلرام هوس. ٻيو پٽ ديوان يوڄراج اگزيڪيوٽو انجنيئر جو هيڊ ڪلارڪ


رامر. بي. موٽواڻي

هو. پنهنجي پتا جي ڪري نندڙپڻ کان وٺي ٺٽي وارن ساٿن جي دربار ۾ ويندو هو. ۽ ڀڄن ڀاءُ ڪندو هو. پوءِ پنهنجي ڀاڻي جوڙي چوڻ لڳو. سندس جوڙيل منو سؤ کن ڪافيون ڇپيل آهن، جن مان ظاهر آهي ته هيءُ صاحب سنڌ جو هڪ عمدو شاعر هو. سندس شعر ۾ ٻسڪ ۽ درد گهڻو آهي. ديوان ڀوڄراج جو ٻيو پٽ مسٽر رامر. بي موٽواڻي لاڙڪاڻي جي زميندارِي بئنڪ جو مئنيجر آهي. ديس شيوا جو انگ جهجهو اٿس. لاڙڪاڻي ۾ "شيوا منڊلي" برپا ڪئي اٿس، جتي هرڪو صبح سانجهيءَ مفت ۾ اخبارون وغيره پڙهي ٿو. دواخانو به کوليو اٿس ۽ ٻيا عام خلق جي ڀلي جا ڪم ڪيا اٿس. سندس ڀاءُ مسٽر ٻلرام ڪراچيءَ جي هندو اخبار جو اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ سنڌ جي ايڊيٽرن جي ڪانفرنس جو آنرري سيڪريٽري آهي. سندس ٽيون ڀاءُ مسٽر شيوڪ بي. موٽواڻي بي. اي آهي، جنهن پنهنجن ڪن پريتوانن سان گڏجي سنڌ ۾ "ٻالڪن جي ٻاري"" برپا ڪئي. ٻارن جي سکيا ۽ وندر لاءِ "گلستان" نالي هڪ ماهوار مخزن باتصوير انهيءَ ٻاريءَ جي سهاري هيٺ جاري ڪرايائين جنهنجو ايڊيٽر ڪجهه وقت پاڻ هو.


ديوان گيانچند چاندومل

ديوان چاندو مل جو ٽيون پٽ ديوان گيانچند هو. واپار جو ڏينگ چڱو هوس ۽ اصليت وارو شخص هو.

سنه 1908-09ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ بجليءَ جي "ب" به ڪانه هئي تڏهن پنهنجي اورچائيءَ سان فلمن، ريڊيو، ٽاڪيز ۽ بجليءَ جي ڪم مان واقف ٿيو. سڄيءَ سنڌ ۾ اهوئي پهريون صاحب هو، جنهن بجليءَ جي سامان ريڊيو وغيره جو ڌنڌو اول شروع ڪيو هو..

اُدار چت بہ هڪـڙوئي هو. لاڙڪاڻي واسين جي سک لاءِ پنج لک کن رپيا خرچي، گهاڙواهہ جي ڪپ تي هڪ شاهي باغ بنايائين، جو سندس نالي پٺيان "گيان باغ" سڏجي ٿو. ڪيترا هندو توڙي مسلمان صبح سانجهيءَ اتي هواخوريءَ لاءِ وجن تا ۽ پاڻ وندرائين ٿا. مالهين جي پگهار وغيره بلي هڪ هزار روپيا در مهينو خرچ اچي ٿو. سندس ڪارخانا بمبئي، ڪلڪتي، لکنو، دهليءَ ۽ لاهور ۾ آهن. بمبئي وارو ڪارخانو سندس پٽ مسٽر وشارام ۽ مسٽر ناتڪرام اڄ تائين سنڀالين پيا. سندن "موٺواڻي ريڊيو مئنيوفئڪچرنگ ڪمپني" سڄي هندستان ۾ مشهور آهي.

ديوان چاندو مل جو چوٿون پٽ مسٽر رامڪرشن ڪراچيءَ ۾ بجليءَ جي سامان جو ڌنڌو ڪري ٿو. ڪراچيءَ جي گاڏي کاتي ۾ رامباغ پارڪ جي سامهون پنهنجون جايون جوڙايون اٿس. مطلب تہ هيءَ سڄي آکهہ چڱي چڙهيل آهي.

## موٺواڻي-2:

نک "پوپٽ". هيءَ لهاڻن جي نک جو نالو آهي (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 236، "لهاڻا"). هن آکهہ وارا پوٽڙن ۽ ٺلٽيءَ تعلقي سيوهڻ ۾ رهن ٿا. سندن وڏو ڏاڏو موٺو مل جنهنجي نالي پٺيان سڏجن ٿا تنهنجي نسل مان ديوان فتح چند هو جو پوٽڙن ۾ رهندو هو. پوءِ ٺلٽيءَ مان پرٽيون تہ پوٽڙن مان لڏي ٺلٽيءَ ۾ وڃي ويٺو، جنهن ڪري رڳو سندس نسل وارا ٺلٽيءَ ۾ آهن، نہ تہ ٻيا سڀ پوٽڙن ۾ آهن. ديوان فتح چند جي نسل مان ديوان صاحبراءِ تيرٿداس رٽائرڊ هيڊ اڪائونٽنٽ، مسٽر رام ٻاونداس (ٻالڪن جي ٻاريءَ وارو ۽ ڪجهہ وقت گلستان جو ايڊيٽر) ۽ ٻيا آهن. پوٽڙن وارن موٺواڻين مان ديوان چمنداس (پنس مسٽر طوطا رام وڪيل)، ديوان ٽيڪمداس جج ۽ ٻيا مکيہ آهن.

## موٺواڻي-3:

هن آکهہ وارا آراضي تعلقي سيوهڻ ۾ رهن ٿا، ۽ والهان آهن، (ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 270، "والهان"). مٿين موٺواڻين سان سندن ڪا بہ مٽي

مائٽي ڪانهي. منجهائن مکيہ ماڌو ڊاڪٽر رگھو مل موٽوائي، مسٽر کيمچند وڪيل ۽ ٻيا آهن.

## موٽوائي-4:

نک "منچنديا". سنڌن نکڙيا سوٽ خيرپور جا اجوائي ۽ حيدرآباد جا ڀاونائي. جڳتياڻي ۽ گدوائي آهن؛ پر انهن سان توڙي متين موٽوائين سان سنڌن ڪابہ متي مائٽي ڪانهي. هن آکهہ وارن جو وڏو پنجاب کان لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آيو هو ۽ ڳوٺ دوست علي تعلقي قمبر ۾ اچي رهيو هو. انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ هاڻوڪو سکر جو شهر وسيو، تہ هن آکهہ وارو واپار سانگي اتي آيا. سکر جو غريب آباد ڪوارٽر موٽو مل ۽ ٻين ٺئين سر وسايو هو. هن آکهہ مان مسٽر ارجنداس وڪيل، مسٽر بسنترام وڪيل ۽ سکر ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ، مکي جهامنداس جي آکهہ وارا ۽ ٻيا مکيہ آهن.

## مورجاڻي:

نک "ماکيجا". هيءَ اصل اروڙونسي آهن. (ڏسو ٻيو ڀاڱو ڀهريون، صفحو 129، "اروڙونسي" ۽ صفحو 239 "ماکيجا"). سنڌن وڏا اصل ملتان کان سنڌ ۾ آيا هئا. ڪجهہ وقت نوشهري فيروز ۾ ميرن جي ٻاران ٻتئي ڪندا هئا، ۽ پوءِ خيرپور مير صاحب واريءَ کان اڌ ڪوهہ ڪن پري ڳوٺ پرڳڙين ۾ وڃي رهيا جتي سنڌن گھر اڄ ٿائين آهن. نوشهري فيروز جا ڪي ٻالاڻي بہ ساڻن پرڳڙين ۾ ويا هئا. ڏسو "ٻالاڻي".

## مهرونتري:

هن نک وارا پنجاب ۾ گھڻا آهن، پر سنڌ ۾ سنڌن فقط هڪ آکهہ آهي. سنڌن وڏو ڏاڏو ديوان تلسيداس هو، جنهنجي پٽ ديوان بنسيرام کي خدا آباد جي ويجهو ڪانهريءَ ۾ ڪلهوڙن وٽان ٻني ملي جا اڄ ٿائين اٿن. ديوان بنسيرام جو پٽ ديوان تلو مل ۽ ان جو پٽ ديوان چتو مل هو. ڪين خدا آباد وٽ، ڪلهوڙن وٽان مليل، ٻني هئي. جا پڻ اٿن ۽ انهن ٻنين جون

سندون به اٿن. ديوان چتو مل پوءِ ميرن وٽ وزير مقرر ٿيو. سندس پٽ ديوان لوڪمنداس، ان جو پٽ ديوان هيرانند (ديهانت 1838ع) ۽ ان جو پٽ ديوان چنديرام (1810-1898ع) حيدرآباد جي ميرن وٽ مکيه وزير هئا. سندن وزيريءَ جا پروانا ۽ ميرن وٽان آيل خط وغيره موجود آهن جن ۾ کين "پايي سلطنت"، "رڪن دولت"، "وزير اعليٰ" ۽ "ديوان" سڏيو اٿن. ديوان چنديرام کي ابائين جاگيرن هوندي به ميرن وٽان جاگير ملي هئي ۽ اهو پرواتو به اڃ تائين اٿن. ديوان چنديرام ميرن سان اينتري قدر وفادار هو، جو انگريزن سنڌ فتح ڪئي، ۽ حيدرآباد جو قلعو سندن هٿ ۾ آيو ته ڏيوان چنديرام اها ڳالهه سهي ڪين سگهيو. انهيءَ سبب پنهنجي جنم ڀومي حيدرآباد ڇڏي، باقي حياتيءَ جا ڏينهن ٺٽيءَ ۾ گذارڻ لڳو. ديوان چنديرام جو ٿورو ذڪر سنڌ گزيٽيئر ۽ ٻين ڪن ڪتابن ۾ آهي. ديوان چنديرام جو پٽ راءِ بهادر ديوان واڌو مل (1837-1909ع) ڊپٽي ڪليڪٽر هو. مطلب ته هيءُ گهر وڏي نانءُ ناموس وارو آهي.

## ميرچندائڻي:

نڪ "ماڪيجا". هن آکه جي جدا جدا شاخن جو ذڪر پاڳي پهرين جي صفحي 256 کان 267 تائين اڳيئي ڪيو ويو آهي. هتي سندن ڪجهه وڌيڪ احوال ڏجي ٿو.

## ميرچندائڻي گهٽيءَ وارا:

ميرچند جي پٽ ديوان سجانسنگهه جا فرزند "رائملائڻي" ڪوٺيا آهن. رائمل کي ڇهه پٽ هئا. جن مان هڪڙو ديوان رامسنگهه هو. (ڏسو پاڳو پهريون، صفحو 262 ۽ 263). ديوان رامسنگهه جا پٽ منشي جشن سنگهه ۽ مسٽر دولت سنگهه هئا. مسٽر دولت سنگهه راءِ بهادر ديوان پريداس شيوڪرام نوودياليه برپا ڪندڙ جي پيڻ پرٽيو هو جنهن مان هڪ پٽ هوس جو گذاري ويو آهي. سندس وڏي ڀاءُ منشي جشن سنگهه کي به پٽ مسٽر هيراسنگهه ڪسٽمس آفيس وارو ۽ مسٽر گورمک سنگهه وڪيل هئا. مسٽر

هيراسنگهه جا پٽ مسٽر ريواچند، مسٽر حڪومتراءِ ۽ ٻيا آهن، جن مان مسٽر ريواچند چڱو چڙهيو.



مسٽر ريواچند هيراسنگهه

مسٽر ريواچند هيراسنگهه 23 آڪٽوبر 1889ع جي ڄائو هو. 1909ع ۾ بي.اي پاس ڪيائين. 1910ع کان 1914ع تائين حيدرآباد جي نووياليه ۾ ماستري ڪيائين. پر انهيءَ وچ ۾ 1912ع ۾ ايم. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. جولاءِ 1914ع کان سيپٽمبر 1922ع تائين بيلي ڪاليج ۾ فيلسوفيءَ جو پروفيسر ٿي رهيو. سيپٽمبر 1922ع ۾ ڪراچيءَ جي ڪسٽمس کاتي ۾ "اپريزر" مقرر ٿيو. پوءِ وڏي هيڊ اپريزر ٿيو، ۽ اپريل 1945ع تائين ڪسٽمس کاتي جو اسسٽنٽ ڪليڪٽر هو. ديس شيوا جي خيال وچان 1930ع ۾ ڪراچيءَ ۾ سوشل سروس ليگ هاءِ اسڪول جاري ڪرايائين جو هاڻ هيرانند نندلال اڪيڊمي سڏجي ٿو. پاڻ سوڏيءَ رهت وارو آهي ۽ ٻين کي به سوڏي هلت هلڻ لاءِ اپديش ڪندو آهي: ڪراچيءَ جي ڊسٽرڪٽ جيل ۾ جيڪي هندو قيدي آهن، تن کي اخلاقي سکيا ڏيڻ لاءِ سنه 1930ع ۾ سرڪار مقرر ڪيس. مسٽر ريواچند همو آهي. ڪراچيءَ جو نووڏان مندر جو مشن روڊ تي آهي تنهنجو 1931ع کان وٺي، آنرري سيڪريٽري ۽ ٽرسٽي آهي.



مسٽر ۽ مسز سندرداس

مسٽر ريواچند کي پنج پٽ ڄاوا. سندس مربي فرزند مسٽر فتح چند لشڪر ۾ وائسراءِ جي ڪميشن ۾ آهي. سندس ٻيو نمبر پٽ مسٽر سندرداس (جنم 28- جنوري 1917ع) ڊپٽي سپرنٽنڊنٽ پوليس آهي ۽ پنهنجيءَ برجستائيءَ ڪري پوليس کاتي ۾ چڱو نالو ڪڍيو اٿس. مسٽر ريواچند جا

پيا تي پٽ انند، ڪراپل (Bevin boy) ۽ وشنو آهن.


مسٽر انند ريواچند

مسٽر انند ريواچند 28 - آڪٽوبر 1919ع ۾ ڄائو هو. وديا پرائڻ لاءِ چاهہ گهڻو هوس، سبو سال بسال اسڪول جا امتحان پاس ڪندو، ڪراچي ڪاليج ۾ داخل ٿيو. 1939ع ۾ انٽر سائنس ڪلاس ۾ هو. انهيءَ سال منگهي پير تي گهمڻ ويو جتي ڪن عجيب حالتن هيٺ زهر ملڻ سبب سندس ديهانت 14- جولاءِ 1939ع جي ٿيو.

## فوجداري گهٽيءَ وارا:

ميرچندائين جي وڏي ڏاڏي ميرچند جو وڏو ڀاءُ متو مل هو، جنهنکي ٽي پٽ اميرچند، چتو مل ۽ پريتمداس هئا. ديوان پريتمداس جي نسل مان ٻہ ڀائر ديوان جڳتراءِ ۽ ديوان مورجمل جوهر مل هئا. ديوان جڳتراءِ جا پوٽا ديوان خانچند جيچندراءِ سرورير ۽ ڀيا آهن.د يوان مورجمل جو پٽ ديوان ڪيرتراءِ هو جنهن کي چار پٽ ديوان رتنچند (سندس اولاد مسٽر جيوترام ۽ پيا) ديوان ڪلاچند، مسٽر اڌارام ۽ مسٽر حشمتراءِ وڪيل (پال) ڄاوا.

ديوان ڪلاچند ڪيرتراءِ 30- اپريل 1857ع جي حيدرآباد ۾ ڄائو هو. سنڌي، اردو ۽ پارسي چڱي ڄاڻندو هو. انگريزي ڇهہ درجا پڙهيو هو، پر خانگي طرح اڀياس ڪري انگريزيءَ جو چڱو مايو وڌايو هئائين. تنديڻ ۾ پرڻجڻ جو رواج ان وقت عام هو، تہ بہ هيءَ ايڪيهين ورهين جي ڄمار ۾ ديوان مينارام منگهر ملاڻيءَ جي نياڻي پرڻيو. (ديوان مينارام لاءِ ڏسو ڀاڱو پهريون، صفحو 222). شادي ڪرڻ کان هڪ ورهيہ پوءِ حيدرآباد جي ٽريننگ ڪاليج مان انجنيئري امتحان پاس ڪيائين. 10 - آڪٽوبر 1878ع جي ڦمبر ۾ سب اوورسيئر مقرر ٿيو. ڦمبر ۾ ٿلهي وارن ساڌن سائين ولايتراء ۽ سائين جيوتسنگهہ سان پرچو ٿيس (ڏسو "منشياڻي"). سائين جيونسنگهہ کان گرمنتر ورتائين، ۽ گرهست آشرم ۾ رهندي، سنياسي

ساڌن جهڙي ورتي ڌاريائين. گڻ گرهي هو تنهن ڪري سري گرو گرنٿ صاحب، راماڻ، پارسيءَ ۾ لکيل نامور صوفين جا ڪتاب، بائبل ۽ قرآن شريف جو اڀياس گهڻو ڪندو هو، ۽ انهن مان چيدا ٽڪر چونڊي ٻين کي ٻڌائيندو هو. صوفياڻي ڪلام ٻڌڻ جو ايترو شوق هوندو هوس، جو جتي به ميلا لڳندا هئا، تتي اوس ويندو هو.


ديوان ڪلاچند ڪيرتراءِ

ديوان ڪلاچند سنت ماڻهو هو، تنهن ڪري رشوت خوريءَ کان پري ڀڄندو هو. پنهنجيءَ ايمانداريءَ ۽ قابليت سان وڏي وڃي سب انجنيئر ٿيو. سندس وقت ۾ مسٽر چندناڻي ايگزيڪيوٽو انجنيئر هو. مسٽر چندناڻيءَ جو مرتبو نارو شاهه ۾ ٿيو هو؛ پر سندس ڪٽنب جا ڀاتي حيدرآباد ۾ هئا. ان وقت چيف انجنيئر هڪ يورپي هو، تنهن ديوان ڪلاچند کي چيو ته چڱو ائين ٿيندو جو مسٽر چندناڻيءَ جو لاشو حيدرآباد ۾ ڪٺائي وڃون، ته سندن ڪٽنبين جو سلڻس پهچاڙيءَ ۾ مڪاميلو ٿئي. ديوان ڪلاچند ڪيئن اها ڳالهه وٺي سو گهوڙي تي چڙهي نارو شاهه کان پڊعيدن اسٽيشن ڏي ويو. پاڻ اسٽيشن تي پهتو تنهن کان سگهو ئي پوءِ آگ گاڏي آئي؛ پر لاش پهچڻ ۾ ڪجهه دير هئي. ديوان ڪلاچند اسٽيشن ماسٽر کي چيو ته جيڪڏهن اڌ ڪلاڪ ڪن ٽرين ترسايو، ته چڱو. اسٽيشن ماسٽر يڪدم ناڪار ڪئي؛ پر هن سنت جي من جي مراد پوري ٿيڻي هئي، سو ڏسو ڀڳوان جي قدرت، ته جنهن وقت گاڏي چٽي تي، تنهن وقت انجڻ کي اڃي باهه لڳي! جيستائين باهه وسايائون ۽ گاڏي هلڻ جهڙي ٿي، تيستائين لاش به اچي پهتو. اهو گاڏيءَ ۾ رکايائين تنهن کانپوءِ گاڏي چٽي!

ديوان ڪلاچند 1930ع ۾ پينشن ورتي. طب جو ڄاڻو هو، تنهن ڪري بيمارن جن دوائون مفت ڪندو هو. پاڻ ڌرمشٽ هو تنهن ڪري استرين ۽ ٻين کي اپديش ڪندو هو، ۽ ڪٿائون ٻڌائيندو هو. سندس ڪي


مسٽر تيجومل ڪلاچند

پستڪ سنڌيءَ ۾ آتم گيان بابت رچيل آهن جهڙوڪ "جيون جوتيون" (جيئن جو تيئن)، آتم تيرٿ اٿواجسپ صاحب، آتم هار، ست ابناسي وچن، ست ڌرم ۽ قصو دلشاد بيگم جو. سندس ديهانت 11 آگسٽ 1935ع جي شام جو ٿيو هو. پنهنجي پنيان ٽي پٽ تيجو مل، وشنداس (1945-1888ع) ۽ رامچند ڇڏيائين.

مسٽر تيجو مل ڪلاچند جو جنم 22 جون 1883ع جي ٿيو هو. بي. اي ۽ ايل ايل. بي. پاس ڪري حيدرآباد ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو ۽ اجا پيو ڪري. چت جو لاڙو ڌرمي ڳالهين ڏانهن اٿس. پنهنجي پتا جا رچيل پستڪ پاڻ ڇپايا اٿس.


مسٽر موهن لال تيجومل

مسٽر تيجو مل جو پٽ مسٽر موهن لال بي. اي، ايل ايل بي پاس ڪيل آهي. هن وقت پوليس پراسيڪيوٽر آهي ۽ ساڳي وقت وڪالت به ڪندو آهي، جنهن ۾ چڱو نالو ڪڍيو اٿس.

مسٽر تيجو مل جو ٻيو پٽ مسٽر مائٽڪراءِ مڪئنيڪل ۽ اليڪٽريڪل انجنيئرنگ جو B.E امتحان پاس ڪيل آهي ۽ هن وقت ميرپورخاص ۾ والڪرٽ برادرس جي فرم ۾ آهي.

ساڳي مٿين نسل (متيملائين) مان ديوان آوتراءِ هو (ڏسو ٻاڱو ڀهريون، صفو 267)، جنهن کي پنج پٽ هئا: ڪشنچند، ماستر قيمتراءِ (پٽس ڊاڪٽر اڏارام ۽ ٻيا)، امرتراءِ ۽ آسودو مل.

ديوان امرتراءِ کي ٻه پٽ مسٽر کيمچند ۽ مسٽر ڪرمچند (پٽس مسٽر هيرانند ايڊيٽر "هندو" ٿيا. ۽ ديوان آسودو مل جتي پرش ٿي رهيو.

مسٽر کيمچند امرتراءِ جو جنم 18 – جنوري 1866ع جي ٿيو هو. سندس ننڍڙي هوندي جو سنگتي مسٽر پرمانند ميوارام ڪانئس ڏهه ٻارهن ڏينهن ننڍو هو.



مسٽر کيمچند امرتراءِ

مسٽر پرمانند انگريزي پنجين درجي تائين پڙهي، پوءِ پڙهڻ کي ڇڏي ڏنو؛ پر مسٽر کيمچند مئٽريڪيوليشن امتحان پاس ڪيو. پوءِ حيدرآباد ۾ پنهنجو خانگي اسڪول کوليائين، جنهن ۾ فقط پهريان ٽي انگريزي درجا هئا. سن 1888ع ۾ ساڌو هيرانند "يونين اڪيڊمي" کولي جنهن ۾ فقط مٿيان چار درجا انگريزي هئا. مسٽر کيمچند پوءِ پنهنجو اسڪول اڪيڊميءَ سان گڏ ڇڏيو، ته اڪيڊميءَ ۾ سڀئي درجا ٿيا ۽ پاڻ به وڃي اتي ماستري ڪيائين. مسٽر پرمانند ڪانئس ٿي اڳ ۾ اڪيڊميءَ ۾ وڃي ماستر ٿيو هو. ان وقت اڪيڊميءَ ۾ ٻيا ماستر ساڌو هيرانند، ديوان پريداس شيوڪرام (پوءِ "راءِ بهادر")، بابو نند لال سين ۽ بابو ڀواني چرڻ بئنرجي (اپاڌيايه برهم بندو) هئا. جي چارئي برهمو هئا. سندن سنگ ۾ مسٽر کيمچند ۽ مسٽر پرمانند به برهمو ٿيا.

ڀواني بابو پوءِ ڪن پادرين جي سنگ ۾ اول پراٽسٽنٽ ٿيو؛ پر پوءِ رومن ڪئٿولڪ ڌرم اختيار ڪيائين. سندس سنگ ۾ مسٽر کيمچند ۽ مسٽر پرمانند به 92-1891ع ڌاري ڪرستان ٿيا. مسٽر کيمچند جو عيسائي نالو "ٽامس" ۽ مسٽر پرمانند جو نالو "فيلڪس" هو. مسٽر کيمچند جي پنهنجي ننڍڙي نياڻيءَ کي به وڃي ڪرستان ڪيو جنهنجو نالو عيسائي نالو "اينگلس" آهي، ۽ هن وقت حيدرآباد جي ڪنڊمل گرلس هاءِ اسڪول جي پرنسپال آهي.

ڪرستان ٿيڻ ڪانپوءِ هي ٻئي ڄڻا اڪيڊمي ڇڏي ويا. ڀواني بابوءَ ۽ مسٽر کيمچند ڪراچيءَ ۾ اخبار نويسي اختيار ڪئي ۽ 1896ع ۾ مسٽر پرمانند به "جوت" اخبار جاري ڪئي. مسٽر کيمچند ڪجهه وقت انگريزي

اخبار "حيدرآباد جرنل" (پوءِ "سنڌ جرنل")، ۽ حيدرآباد جي سنڌي اخبارن "پريات" ۽ "سنڌواسيءَ" جو ايڊيٽر هو. پريس ۾ ڪم ڪندي نرت گهڻي ويس. سا به ايتري قدر جو ڪيڏانهن ٻاهر نڪرندو هو، ته پيو ڪو هٿ ڪين وٺي هلندو هوس. انهيءَ هوندي به ڏسو هن مڙس جا انصاف، جو اخبارن جي مضمونن لکڻ لاءِ پينسل ڪٽي ٻني تي مضمون رهڙيندو ويندو هو. پوءِ ڪمپازيٽرن کي گهرائي چوندو هو، ته پڙهو ته ڇا لکيو اٿم؟ جيڪي لفظ صفا نه لکيل هوندا هئا، سي ڪين پڻ ٻڌائيندو هو. ۽ پوءِ هو سمورو مضمون وٽن "ڪمپوز" ڪندا هئا. مسٽر پرمانند کي "جوت" اخبار لکڻ ۾ به پهريائين گهڻي مدد ڪندو هو. ڪو عملدار بي انصافيءَ جي هلت هلندو هو، ته ڪيس سگهن تي ڪٽندو هو. هر هڪ ليک اهڙو زبردست لکندو هو، جو پاڻ ته بر گولو ڦاٽو! اهڙا ديس شيوا گهٽي ڪيائين. خود سرڪار سندس قدر ڪري پنيءَ ٽڪر ٻنا مالڪاڻي ڏنس. سندس ديهانت 24 ڊسمبر 1941ع جي ٿيو.

ديوان صورت سنگهه فوجدار واري گهٽيءَ ۾ ميرچنداڻين جي ٻي آکهه منشي چينمل ڦولچند جي آهي، جو تپيدار هو، ۽ 1912ع ۾ پينشن ورتائين. سندس پٽن کي ڪراچيءَ ۾ نوڪريون هيون، تنهن ڪري پاڻ به گهر ڪري وٽن ڪراچيءَ ۾ رهيو، جتي 1923ع ۾ چالاڻو ٿيس. پنهنجي پنيان چار پٽ هيرانند، پوپٽراءِ، سنتداس ۽ أدارام ڇڏيائين. ٽي نياڻيون به هيس، جن مان به گذاري ويون آهن، ۽ ٽين شريمتي رڪمڻي ٻائي (وراڻ ٻائي) مسٽر هاسي مل پريداس پنواڻيءَ سان پرڻائي هئائين، جا اڄا حيات آهي. (ڏسو هن ڪتاب جو ٻاڳو پهريون، صفحو 190).

منشي چينمل جي مربي پٽ مسٽر هيرانند ڪا خاص نوڪري ڪانه ڪئي، ۽ 1940ع ۾ گذاري ويو. ٻئي پٽس مسٽر پوپٽراءِ گهڻن هنڌ نوڪريون ڪيون. پڇاڙيءَ ۾ ڪراچيءَ ۾ ڪمانڊنگ رائل انجنيئر جي آفيس ۾ خزانچي هو، جتان ويجهڙائيءَ ۾ "رٽائر" ڪيو اٿس. هن وقت اوٺهتر ورهين جي عمر جو آهي. ڪيس به پٽ آهن جي نوڪرين ۾ آهن.

منشي چينمل جي ٽئين فرزند مسٽر سنتداس جو جنم 1893ع ۾ ٿيو هو. ڪراچيءَ جي برماشيل (تيل جي ڪمپنيءَ) ۾ هو.


مسٽر سنتداس ڄيٺمل

1941ع ۾ آفيس ۾ڪم ڪندي اوچتو چاتيءَ ۾ سور پيس، ته گهر هليو آيو ۽ اتي پهچڻ کان سگهوئي پوءِ پراڻ تياڳيائين. سندس اڻ منداڻتي ۽ اوچتي چالاڻي ڪري سندس سيني آفيس وارن کي گهڻو ارمان ٿيو. سندس آکهہ کي اعزاپرسيءَ جا خط موڪليائون ۽ سندس جيوت جو مختصر احوال سندس فوٽو سميت اخبارن ۾ ڇاپيائون. مسٽر سنتداس کي چار پٽ آهن، جن مان ٻه نوڪرين ۾ آهن، ۽ ٻه پڙهن پيا.

منشي ڄيٺمل جي چوٿين فرزند مسٽر اُڌارام جو جنم 1896ع ۾ ٿيو هو. مئٽرڪ ۽ فسٽائينل پاس ڪري، اول هاءِ ڪورٽ ۾ ڪلارڪي ڪيائين. پوءِ ڪراچيءَ جي ڪسٽم ڪاتي ۾ 1920ع ۾ گهڙيو جتي امپورٽ ڊپارٽمينٽ ۾ سپرنٽينڊنٽ هو؛ پر تازو بمبئيءَ بدلي ٿي ويو آهي.


مسٽر اُڌارام ڄيٺمل

## ناڳپال:

هن نک وارا اصل ۾ اروڙونسبي آهن، ۽ پنجاب ۾ به آهن. هن وقت سنڌ ۾ هبو شڪارپور ۾ رهن ٿا، جتي سندن پنجتيهہ کن گهر آهن. اڪثر ڏنڌو ڌاري ڪندا آهن. (ڏسو ٻاڳو ڀهريون، صفحو 129)

## نانواڻي:

نک "ڪاريا". هيءَ حيدرآباد جا ٻائيبند سيٺيون آهن، جن مان ڀائي ڏيئلداس جي آکهہ وارا مکيہ آهن. سندن نکڙيا سوٽ حيدرآباد جا سجانسنگاڻي ديوان آهن. پڻ ڏسو "ڪاريا". ڀائي پرتاب جو ڏاڏو ڀائي

مولچند هيمنداس ولد ڀائي نانو مل هو، جنهنجي نالي پٺيان هيءَ آکهہ سڏجي ٿي. ڀائي نانو مل جو نسل سجانسنگاڻين سان وڃي ٿو لڳي، جيئن هردوار جي پانڌين وٽ رکيل شجرن مان معلوم ٿئي ٿو.

ڀائي پرتاب جو ڏاڏو ڀائي مولچند ٺيڪا ڪٽندڙ هو، جن مان چڱي ڪمائي هيس. سنہ 1862ع ۾ حيدرآباد جي ڪيانتي ٽنڊي واري بازار ۾ پٿر جو فرش پئي ٻڌو، اتان گهوڙي تي چڙهي ٿي لنگهيو، تہ ڌڪو ڪاڌائين، ۽ پٺيهن ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو. پنهنجي پٺيان ٽي پٽ شيوڪرام، ڏيئلداس ۽ رتنچند، ۽ هڪ نياڻي ڇڏيائين، جي ان وقت سڀ صغير هئا. سندن ماتا (ڀائي پرتاب جي ڏاڏيءَ) کين پالي وڏو ڪيو. مائيءَ کي گهر جي جاءِ پنهنجي هئي؛ باقي پئسي جو زور ڪونہ هوس، تنهن ڪري ڪپوٽ ۽ ڪفايت گهٽي ڪنديءَ هئي. سندس پٽ ڀائي ڏيئلداس ڳالهہ ڪندو هو، تہ منهنجي ماتا رات جي وقت ۾ ڀاڄي وٺي ايندي هئي، تہ سستي ملي . اٿين جيتري قدر ٿي سگهندو هوس، تيتري قدر گهر بلي خرچ گهٽ ڪ-ي هئي؛ پر دان پڄ وڏيءَ دل سان ڪندي هئي. وس پڄندي ٻهوبہ سوالي پنهنجي در تان خالي نہ موٽائيندي هئي. جيو ديا جو انگ ايترو هوس، جو ڪٽي ڪو ڦٽيل پکي يا جانور ڏسندي هئي، تہ پنهنجي گهر آڻي ان جي پرگهرو ڪندي هئي. پکين لاءِ پڃرن خريد ڪرڻ جي وسعت ڪانہ هيس، تنهن ڪري پراڻا ڪنا يا دلا اونڌا ڪري، انهن ۾ پکي رکندي هئي. اهو ئي آتت دل کي هوس، تہ جيو ديا ڪبي، تہ ايشور بہ اسان تي ديا ڪندو.



ڀائي ڏيئلداس مولچند

ڀائي پرتاب جو پتا ڀائي ڏيئلداس اجا ٻارهن تيرهن ورهين جي ڄمار جو هو، تہ پنهنجيءَ غريبائيءَ حالت ڪري ڪنهن دڪان تي وڃي نوڪري ڪيائين. پوءِ ڪجهہ وقت بازار ۾ پنهنجو ننڍڙو هٽ کوليائين. جتي پڳڙين ٻڌڻ جو ڪم ڪندو هو. اٺڪل ارڙهن ورهين جي عمر ۾ سندورڪ وغيره

جتي آهستي آهستي چڙهندو ويو. پوءِ پنهنجا ڪارخانا کوليائين ۽ جهجهي هوند وارو ٿي پيو!

ڀائي ڏيئلداس رڳو هندو سنڌي اڪر ڄاڻندو هو. پنهنجيءَ ماتا ونان چڱا سنسڪار پراپائين، ته چت جو لاڙو ڌرم ڏي ٿيس. وٽس ڪٿائون وارتائون ٿينديون هيون، ۽ خاص ڪري سري يوگ وسشٽ ٻڌڻ جو گهڻو چاهہ هوندو هوس. پنهنجيءَ ماتا وانگر دان پڄ ڪرڻ تي دل گهڻي ورتدي هيس. دل بہ اهڙي ڪومل هوندي هيس، جو ڪنهنجو درد ڏسندو هو، تہ سهي ڪين سگهندو هو. غريبن سان گهڻي همدردي هوندي هيس. ننڍڙي هوندي پنهنجي ماتا کي ڦٽيل پکي پاليندا ڏٺا هئائين، تہ وڏي هوندي پاڻ بہ پنهنجي گهر ۾ توڙي ڪوٺيءَ تي ڦٽيل پکين جي پرگهور ڪندو هو. پوءِ تہ انهن لاءِ اسپتال جاري ڪيائين، جا اڄ تائين آهي. ڪيترا ورهيہ هيئن ڪندو هو جو گهوڙي تي چڙهي، دوائن جي پيتي پاڻ سان کڻي، ڊومڻ واهہ ۽ ڦليليءَ طرف ويندو هو، ۽ بيمارن جي دوا ستي ۽ ٽهل ٽڪور ڪندو هو. گدو بندر ۾ چرين جي اسپتال ۾ وڃي، چرين کي پنهنجن هٿن سان سنان پاڻي ڪرائي، ڪارائيندو پياريندو هو. سول اسپتال ۾ وڃي غريب بيمارن کي کير ۽ ميوو پهچائيندو هو، ۽ لاوارث مردن جو اگني سنسڪار پنهنجي خرچ تي ڪرائيندو هو. هو ائين سمجهندو هو تہ ايشور جو مونکي هيتري مايا ڏني آهي، سا نہ پنهنجيءَ تن پروريءَ ۽ سرخروئيءَ لاءِ پر چڱي ڪتب آڻڻ لاءِ اهڙا ويچار ڪري، هو سادو کائيندو هو، ۽ سادو هنڊائيندو هو؛ باقي دان پڄ بلي هزارين روپيا خرچيندو هو. سندس نالي گدوبندر وارو پارڪ ۽ ڪلب بڻي پوءِ ٿهيا؛ پر پنهنجي جيئري پنهنجو نالو ڪونہ ڪندو هو. ڀائي پرتاب ڳالهہ ٿو ڪري تہ سدائين گپت دان ڪندو هو، جنهن ڪري اسانکي بہ پتو ڪونہ پوندو هو، تہ ڪنهن کي ڪنهن کي ٿو ڏئي. ڦليليءَ تي هڪ آشرم غريبن لاءِ کوليائين. جن پير مردن کي سندن اولاد نہ سنڀاليندو هو، سي انهيءَ آشرم ۾ وڃي رهندا هئا، ۽ پاڻ سندن ٽهل ٽڪور ڪندو هو. هيڏي پدارث وارو هو، تہ بہ هٿ وڏائي ڏيکارڻ بدران پنهنجي غريبيءَ جي زماني جون ڳالهيون بنا حجاب ٻڌائيندو هو.

ڀائي موٽچند ڪرپالاڻي: عاج وارو هڪ جڳو سنت ٿي گذريو آهي.


ڀائي نارائڻداس ڏيئلداس

تنهنکي پنهنجو گرو ڪري سمجهندو هو. سوامي سچدانند سان بہ گهڻو پريم هوندو هوس. سندس ديهانت 1921ع ۾ ٿيو. پنهنجي پٺيان چار پٽ ڇڏيائين: نارائڻداس، پرتاب، هرڪشنداس ۽ ٻلرام. ڀائي نارائڻداس جو جنم 1899ع ڌاري ٿيو هو. وڏيءَ دل سان دان پچ بلي خرچ ڪندو هو ۽ پاڻ کي بہ سکي رکندو هو. رهڻي ڪهڻي بہ شاهاڻي هوندي هيس. پنهنجي پتا جي پوتر يادگيريءَ ۾ "ڀائي ڏيئلداس ڪلب" ۽ گدو بندر وارو پارڪ جوڙايائين. ٻيا بہ خير جا ڪم گهڻيئي ڪيائين؛ پر گهڻو ڪوتہ تڳيو. سندس ديهانت اٺٽيهن ورهين جي ڄمار ۾ 1928ع ۾ ٿيو.


ڀائي پرتاب ڏيئلداس

ڀائي پرتاب ڏيئلداس جو جنم 14 - اپريل 1908ع جي ٿيو هو، جنهن ڪري هن وقت (1948ع ۾) چاليهن ورهين جي ڄمار جو آهي. علمي، ملڪي، پنگتي ۽ ڌرمي ڳالهين ۾ گهڻو ٻهرو وٺندو آهي..

حيدرآباد ڪاليج جي بورڊ تي رهي ڪاليج جي بهبوديءَ جو گهڻو اونو پئي ڌاربو اٿس. تازو سنڌ يونيورسٽي کلي ۽ يونيورسٽي بل ۾ ڪي ڳالهيون سنڌ جي هندن جي دل وڻان نہ هيون، تہ پنهنجي يونيورسٽي کولڻ لاءِ چڱا چندا ڪٺا ڪرڻ لڳو. سگهوئي پوءِ سنڌ ۾ لڏپلاڻ شروع ٿي تہ يونيورسٽي کولڻ جي ضرورت نہ ٿي. هينئر اها ئي ڪوشش ڪري رهيو آهي تہ ڪڇ رياست طرف "نئين سنڌ" ٺاهجي. اچاريہ ڪرپالاڻي ۽ ٻيا ڪي سڄڻ ساڻس آهن ۽ سنڌ جي هندن کي سکي ڪرڻ لاءِ پاڻ پيا پتوڙين.

ڀائي پرتاب جا ڪارخانا ڪراچيءَ، بمبئيءَ، پورٽ سئد، ڪيئرو، اسماعليا (ايجپٽ)، جبرالٽر، اسپئنش ۽ فرينچ موراڪو، ڪئنري آئلنڊس، ڊچ ويسٽ انڊيز، نيو يارڪ، لنڊن، جپان ۽ هانگ ڪانگ ۾ آهن. حيدرآباد جي شاهي بازار ۾ "ڀائي ڏيئلداس مولچند جي ڪوٺي" مشهور آهي، ۽ اها سندن هيڊ آفيس آهي. ڀائي پرتاب جي رهڻ جي عاليشان جاءِ "مٽتري نالي، حيدرآباد جي الهندي ڪچي ۾، رومن ڪئٿولڪ چرچ جي ويجهو، جنهن هنڌ آهي، تنهن هنڌ اڳي ڊاڪٽر ميٿوءَ جي اسپتال هوندي هئي. ڪجھ وقت مسٽر پرمانند ميوارام (ڪرستان) جي "جوت" اخبار جي آفيس اتان هوندي هئي.

ڀائي ڏيئلداس جي وڏي ڀاءُ ڀائي شيوڪرام جا ٽي پٽ دولترام، رامچند ۽ ڀڳوانداس آهن، ۽ ننڍي ڀاءُ ڀائي رتن چند جا ٻه ٽي پٽ بولچند، ڪشنچند ۽ گوبند رام آهن.

## نصرپوري ۽ ڇاپرو:

"نصرپوري" معنيٰ نصرپور جا وينٺل. ڪراچيءَ جو شهر اڃا ٻڌو ئي ڪونه هو، تنهن کان ئي اڳ سنڌ جا ڪي هندو ڪراچيءَ جي ڀريان ڪارڪ بندر، سونمياڻيءَ ۽ لس ٻيلي ۾ وڻج واپار ڪندا هئا. پوءِ ڪراچيءَ جو شهر وسيو تہ منجهائن ڀوڄواڻي ۽ ٻيا ڪي سيٺيون لڏي ڪراچيءَ ۾ هميشه جي لاءِ اچي رهيا، جن مان ڪي نصرپوري هئا، جي اصل نصرپور جا وينٺل هئا. سندن ڀويان اڄ تائين "نصرپوري" سڏجن ٿا، پر جنم ڀومي ڪراچي اٿن. نصرپور ۾ سندن نسل وارا "ڀهرياڻي" آهن. (ڏسو "ڀهرياڻي").

نصرپوري سنڌ جا جهونا واپاري آهن. خود نصرپور جو شهر بہ قديم آهي. سري امر اڏيري لال صاحب جو جنم سنبت 1007 ۾ (951ع ڌاري) نصرپور ۾ ٿيو هو، تنهن مان ظاهر آهي، تہ هيءُ شهر عيسوي ڏهين صديءَ کان بہ اڳ جو آهي. اهو شهر نصير نالي هڪ مهاڻي جي نالي پٺيان سڏجي ٿو. اڳي سنڌوندي نصرپور وٽان وهندي هئي (ڏسو صفحو 1)، جنهن ڪري هتي جي واپار جو چلتو چڱو هوندو هو. نصرپور جون سوسيون ۽ بُلبل

حنمر ڪيس اڄ تائين مشهور آهن. نصرپور مر ڪبر پيڙا بہ تمام سٺا ٿين ٿا،

"چاپرو" معنيٰ چپر يا جبل جا ويٺل. ڪراچيءَ کان وٺي لس ٻيلي تائين، ۽ ملير کان وٺي ٿاڻي بولا خان تائين، جيڪو چپر يا جبل (ڪوهستان) آهي، اتان جيڪي هندو ڪراچيءَ ۾ اچي رهيا سي سڀ "چاپرو" سڏجن ٿا.

چاپرن جا جملي پنج ورڻ يا پنج نياتيون آهن، جن مان "چاپرو" نالو پهريائين انهن جي نيات تي پيو، جي ڪراچيءَ جي آسپاس واري جابلو ڀاڱي کان ڪراچيءَ ۾ آيا هئا. ٻيا "ٿاٿائي" يعني ٿاڻي بولا خان کان آيل، ٽيان "چڪائي" يعني چڪ کان آيل، چوٿان "گهارائي" يعني ڳوٺ گهاري تعلقي ميرپورساڪري کان آيل، پر انهن جون ٻه نياتيون آهن، ۽ مکي ڌار ڌار اٿن. انهيءَ هوندي به انهن پنجن ئي نيات وارن تي هڪ يڪو نالو "چاپرو" پيل آهي. سندين آکهين جا نالا جدا جدا آهن جهڙوڪ راموائي (ماستر موتيرام ۽ ٻيا).

ڪراچيءَ جي آسپاس واري جابلو ڀاڱي کان جيڪي چاپرو آيا، تن مان "ملاڻي" آکهه وارن ڪراچيءَ ۾ اچي هڪ نئون ڏنڊو ڪوليو. ملاڻين جو وڏو ڏاڏو "مل" هو، جنهنجي نسل مان ڀائي ڏيئو مل ڪراچيءَ کان ٽي ڪوهه پري مواچ جي ميدان ۾، سمنڊ جي پاڻيءَ جي دٻن مان لوڻ ڪڍي، گڏهن تي لوڻ لڏي، اتين آني لوڻ جو ٻورو ڪراچيءَ ۾ وڪڻندو هو. سندس پٽ ٽنومل، هيمون مل، لڌو مل ۽ ٻيا به اهين ڪرڻ لڳا. سنہ 1878ع ۾ ماريپور لوڻ کان کولڻ ۾ هنن مدد ڪئي، تہ ڪين لوڻ جون کاڻيون (Salt-pans) انعام مليون، جي اڄ تائين اٿن. ڀائي هيمون مل جو پٽ مسٽر تاراچند گذاري ويو آهي، باقي مسٽر ويرومل جو ڪيترا ورهيہ سکر جي ٽيڪنيڪل انسٽيٽيوٽ جو سپرنٽينڊنٽ هو، سو اجا حيات آهي. هو برهمو سماجي آهي ۽ ساڌو هيرانند جي جهونن سنگتين مان آهي.

## واڌوائي:

نک "پٺاڻ". هندستان جي "پڪٽ" آرين مان ڪي افغانستان ڏي لڏي ويا هئا، ۽ سندن اولاد "پڪٽون" (پٺاڻ) آهن. هن وقت پٺاڻ اڪثر مسلمان آهن. هيءَ واڌوائي يا تہ پڪٽ آرين جو اولاد (هندو پٺاڻ) آهن. يا

تہ افغانستان جي پٺاڻ حاڪم جو متن هٿ هو. تنهن ڪري پنهنجيءَ نک تي سندس نالو "پٺاڻ" رکيائون، جيئن شاهہ ڀهاري جي نالي پنيان شهائي" سڏجن ٿا. بهرحال ايتري پڪ آهي تہ سنڌ، پنجاب، افغانستان ۽ بلوچستان جي وچ ۾ قديم زماني کان وٺي وڻج واپار هلندو هو. جنهن ڪري هن آڪهہ وارا پنجاب ۾ بہ هئا. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ واڌوائين جو سڄو ويڙهو ملتان کان سنڌ ۾ آيو هو. منجهانئن ڪي ڪلهوڙن وٽ خدا آباد ۾ ديواني عهدي تي مقرر ٿيا هئا. پوءِ ميرن جي صاحبي ٿي، ۽ حيدرآباد وسي تہ حيدرآباد ۾ آيا.

سنہ 1793ع ۾ سنڌ جي ميرن حڪومت جو ورهاڱو ڪيو، ۽ خيرپور رياست ڌار ٿي، تہ هڪڙا واڌوائي خيرپور ويا ۽ ٻيا حيدرآباد ۾ رهيا (ڏسو ٻاڳو پهريون، صفحو 75). انهيءَ هوندي بہ، خود منهنجي ڏسندي، خيرپور جا واڌوائي (مسٽر روپچند وڪيل ۽ ٻيا) حيدرآباد جي واڌوائين وٽ شاديءَ غميءَ ۾ ايندا ويندا هئا. پوءِ "پٽ پيئي، وٽ پيئي!!" هاڻ "جي چلهہ کان دور سي دل کان دور" ٿي پيا آهن.

حيدرآباد جي واڌوائين مان ديوان جيوترام ٻولچند ڊپٽي ڪليڪٽر، ماسٽر هيمنداس ۽ ٻيا مکيہ آهن. منجهائن ديوان مولچند ۽ ديوان املراءِ جي آکهہ وارا هميشہ لاءِ ڪراچيءَ ۾ وڃي رهيا، تنهن ڪري آهي "ڪراچيءَ وارا" سڏجڻ ۾ آيا. ديوان مولچند جي نسل مان مسٽر ليلارام پريمچند رٽائرڊ هيڊ ماسٽر، مسٽر ڌرمداس چيٺا نند، مسٽر گنگارام ٿيمتراءِ ڪانپور جي ايلچڻ مل جو ايجنٽ، ڊاڪٽر ڪشنچند وزيرسنگهہ ۽ ٻيا آهن. ديوان املراءِ جا پٽ خانچند، نتديرام، ريواچند ۽ موتو مل هئا، جن جي نسل مان مسٽر تيجو مل منگهارام (ولد ديوان خانچند)، مسٽر پرسرام گوبند رام (ولد ديوان نتديرام) ۽ ٻيا آهن. مسٽر ڪرمچند هرو مل سب پليٽ ليڊر ۽ ڪي ٻيا گذاري ويا آهن.

خيرپور جي واڌوائين مان پهريون ديوان ڀهرڏنو مل (ڀهرڏنو مل) هو، جو حيدرآباد مان لڏي خيرپور ۾ وڃي رهيو هو. سندس پٽ ديوان رامچند هيڊ منشي شڪارپور وارو خيرپور ۾ چڱو وڏيو ويجهو. سندس وڏو فرزند مسٽر روپچند وڪيل هن وقت چوهتر ورهين جي ڄمار جو آهي. ڪيس چار

پٽ ديوان هرجن داس پي. اي رٽائرڊ سيشن جج خيرپور، ڊاڪٽر هيمنداس، ڏيوان پرسرام ائڊووڪيٽ جيڪب آباد ۽ ديوان ڪشنچند اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر آهن.



ڊاڪٽر هيمنداس روپچند

ڊاڪٽر هيمنداس روپچند جو جنم 12 - جنوري 1895ع ۾ ٿيو هو. ننڍڙي ئي ذهين ۽ فهيم هو.

بمبئيءَ جي گرانٽ ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهيو ۽ ايم.بي.بي.ايس جي ڊگري حاصل ڪيائين. ويئنا جي ”نيومن ڪلينڪ“ ۾ ڪن جي بيمارين (ٻوڙاڻ وغيره) جو خاص طرح ابياس ڪيائين، پوءِ جيڪب آباد ۽ ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽري ڪرڻ لڳو. ڪيترا ورهيه جيڪب آباد ضلعي جي انڊين ريڊ ڪراس سوسائٽيءَ جو آنرري سيڪريٽري هو.

سنه 1932ع ۾ پنهنجا بار ٻچا وٺي يورپ ويو هو، ۽ پئرس جي ريڊ ڪراس سوسائٽين جي ليگ ۾ ڏيڍ مهينو ڪن ڪم ڪيائين، ته ڏسان ته دنيا جون ريڊ ڪراس سوسائٽيون ڪيئن ٿيون ڪم ڪن. ريڊ ڪراس سوسائٽين جي ڪم ڪرڻ ڪري سنه 1934ع ۾ قيصر هند جو ٻلو مليو هوس.

سنه 1936ع ۾ سنڌ جو پرڳڻو بمبئي ڪاتي کان ڌار ٿيو، ته ٻئي سال (1937ع ۾) سنڌ جي ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو، ۽ پبلڪ ورڪس ڊپارٽمينٽ ۽ پبلڪ هيلٿ کاتي جو وزير ٿيو. ساڳي سال 1937ع ۾ نارٿ ويسٽرن ريلوي ائڊوائزري بورڊ جو ميمبر به مقرر ٿيو هو. سنڌ نرسنگ ڪائونسل لاءِ به هيءَ پهريون ئي پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. 1942ع کان 1945ع تائين وري ٻيو گهمرو هيلٿ، انڊسٽريز ۽ سول ڊفينس کاتن جو وزير ٿيو. سنه 1939ع کان وٺي 1947ع تائين هندستان جي ميڊيڪل ڪائونسل جو ميمبر ٿي رهيو. سنڌ يونيورسٽيءَ جو فيلو ۽ سنڊيڪيٽ جو ميمبر به آهي. سنڌ جو وزير ٿي، هيلٿ، ميڊيڪل ۽ انڊسٽريز کاتن ۾ گهڻا سڌارا ڪيائين؛ پر سنڌس مکيه ڳالهه هيءَ آهي، ته ڪراچيءَ ۾ ”ڊو“ ميڊيڪل ڪاليج

سندس ڪوشش سان برپا ٿيو. ڏيتي ليتيءَ جي برخلاف ائڪٽ بہ سندن ڪوشش سان پاس ٿيو. ڏيتي ليتيءَ برخلاف ائسوسيئيشن بہ برپا ڪئي اٿس جنهنجو پريزيڊنٽ پاڻ آهي. سنڌ مئنارٽيز ائسوسيئيشن پاڻ جاري ڪرايائين ۽ ان جو پريزيڊنٽ بہ پاڻ آهي. سندس ڪيترا ليڪ هندو مسلم اتحاد ۽ ٻين پنگتي ۽ ملڪي ڳالهين بابت هيسنتائين اخبارن جي وسيلي ڇپجي پڌرا ٿيا آهن.

## واڌواڻي-2:

نک "پوپٽ". هيءَ لهاڻن جي نک جو نالو آهي. سندن نکڙيا سوٽ پوٽڙن ۽ ٺلتيءَ جا موٺواڻي آهن. پر هيءَ پرين ۾ رهن ٿا. سندن وڏو ڏاڏو سيٺ واڌو مل هو. جنهن کي بہ پٽ شامداس ۽ آسنداس هئا. جنهن ڪري هن آکہ وارا ڪجهہ وقت پاڻ کي "شامداساڻي" سڏائيندا هئا. هن آکہ وارن مان ٿورا نوڪرين ۾ آهن ۽ ٻيا ڏنڌو ڌاري ڪندا آهن.

## واسواڻي:

نک "مجر". سندن وڏا اصل مڃ جو واپار ڪندا هئا. تنهن ڪري ٻنڌين نک تي اهو نالو پيو. اهي اصل ملتان ۾ رهندا هئا. جتان پهريائين عيدناڻي، ڪرپالاڻي، ميرچنداڻي ۽ واسواڻي اهي چار پاڙا سنڌ ۾ آيا هئا، ۽ خدا آباد ۾ اچي رهيا هئا. منجهائن جيڪي سرڪاري نوڪرين ۾ گهڙيا، سي "عامل" (ديوان) سڏجڻ ۾ آيا، ۽ جن وڻج واپار ڪيو سي "ڀائيبند" ڪوٺجڻ ۾ آيا. انهيءَ سبب واسواڻين مان ڪي عامل ۽ ڪي ڀائيبند آهن. حيدرآباد جو شهر وسيو تہ پهريائين ڀائيبند واسواڻي اتي آيا. سندن گهر اصل مکڪي گهٽيءَ ۾ وڏي دروازي جي اندر هوندا هئا. پر هاڻي ٽڙي پکڙي ويا آهن. عامل واسواڻي ٻين ڪيترن عاملن کان گهڻو پوءِ حيدرآباد ۾ آيا. ڳچ جيترا پٽ اڳيئي والارجي ويا هئا تنهن ڪري هڪ هنڌ ڄاءِ نہ ملين. منجهائن ڪي دلواڻي گهٽيءَ ۽ ٻين هنڌ وڃي رهيا. ڪن نوآباد ۽ مارڪيٽ وارو پاسو وسايو. راءِ بهادر ديوان ٽيڪچند اوڌو داس جي آکہ وارا، پروفيسر گوبند رام ڏي. جي سنڌ ڪاليج وارو، مسٽر ڏيئلمل مينگهراج، انڊين گرلس ها،

اسڪول وارو، مسٽر گوبند رام ٻالچند اسسٽنٽ انجنيئر ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن وارو، ماستر مولچند منگھومل، پروفيسر موتيرام هيرانند ڪاليج آف ڪامرس وارو، ديوان ڏرمداس جج ۽ مسٽر پرسرام ڪندنمل بئريسٽر جي آکھ وارا. ديوان آسومل تو آباد وارو ۽ ٻيا مکيه آهن.د يوان آسومل وارن جا ويجها سوٽ ڊاڪٽر پرمانند ۽ پٽس پروفيسر شامداس آهن. واسوائين مان سادو ٽي. ايل (ٽانور داس ليلارام) واسوائيءَ چڱو نالو ڪڍيو ۽ ديس شيوا گھڻي ڪئي اٿس. سندس ڪيترا پستڪ سنڌيءَ ۽ انگريزيءَ ۾ ڇپيل آهن. ميران هاءِ اسڪول سندس برپا ڪيل آهي.

حيدرآباد ۾ ڀائيبند واسوائين جا سٺ کن گھر آهن ۽ اورچائيءَ سان ڪيئن چڙهيا آهن تنهنجو هڪ ٻه مثال ڏجي ٿو.



راءِ بهادر سيٺ موهنداس
مينگھراج

راءِ بهادر سيٺ موهنداس مينگھراج جو جنم 1860ع ڌاري ٿيو هو. ننڍپڻ کان وٺي پنهنجي چاچي سيٺ تاراچند پرسرام جي جواهرات جي ڇاپ تي بمبئيءَ ۾ ڦهريائين پگھاردار ٿي رهيو، ۽ پوءِ ڀائيوار ٿيو. سيٺ تاراچند کي ڪلڪتي، رنگون ۽ جپان ۾ ٻه ڪوٺيون هيون؛ ڪلڪتي واري ڇاپ ۾ کي ڀائيوار هئس، جهڙوڪ ڀائي ليلارام دولهڏنو مل ۽ ڀائي ايسرداس، اهي ڀائيوار الڳ ٿيا، تنهن کانپوءِ سيٺ موهنداس ڪلڪتي وارو ڪارخانو سنڀاليائين. اتي ٻه ڦهريائين پگھاردار هو، پر سگھو ئي پوءِ ڪام ڀائيوار يعني سيني ڪارخانن ۾ ڀائيوار ٿيو. ڪلڪتي واري دڪان ۾ لارڊ منٽو ۽ ليڊي منٽو سان واقفيت ٿيس، ۽ اهي سندس دڪان تي گھڻو اچڻ وڃڻ لڳا. لاڊ منٽو ”راءِ بهادر“ جو لقب ڏنس. ڪابل جو امير امن الله ٻه سندس ڪلڪتي واريءَ ڇاپ تي گھڻو اچڻ وڃڻ لڳو. راءِ بهادر جا فوٽا لارڊ منٽو ۽ امير امن الله سان گڏ نڪتل آهن. نيپال جي شاهي خاندان وارن سان ٻه چڱو رستو هوس ۽ انهن سان گڏ ٻه فوٽا نڪتل اٿس. ڪيس اولاد ڪونه هو تنهن ڪري

"ول" (وصيت نامو) ٺاهيائين جنهن ۾ مکي گوبند رام پريتمداس، پنهنجو سؤٽ سيٺ سيرو مل نهالچند ۽ پنهنجو سالو سيٺ خوشيرام هاسو مل ڪرپالاڻي ٽرسٽي مقرر ڪيائين. سندس ملڪيت ڇهن لکن روپين جي آهي. مسواڙن ۽ وياج سميت ٻه هزار کن روپيا در مهيني ۾ پيدا ٿين ٿا ۽ اهو سمورو پيسو ڌرمائو ڪاتي ۾ وڃي ٿو. سندس جڳهيون حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي گاڏي کاتي ۽ صدر ۾ آهن. سندس سالو سيٺ خوشيرام گذاري ويو تنهن ڪانپوءِ سيٺ خوشيرام جو پٽ ڀائي هرڪشن داس ٽرسٽي ٿيو. حيدرآباد ۾ وڏي ڌرم شالا پنهنجي جيئري مسافرن جي سهنج لاءِ جوڙايائين، جنهن ۾ مسافر آرام وٺي رهيا آهن. سندس ديهانت ستر کن ورهيه جي ڄمار ۾ 1930ع ڌاري ٿيو هو.

راءِ بهادر سيٺ موهنداس جو ٻيو سؤٽ ڀائي سيرو مل نهالچند 1889ع ۾ ڄائو هو. ننڍپڻ کان وٺي رنگون ۾ پنهنجي چاچي ڀائي گني مل پرسرام جي جواهرات جي ڇاپ تي ڀڳهار دار ٿي رهيو. ائين هڪڙي مسافر ڪيائين تنهن کانپوءِ سندس ٻئي چاچي سيٺ تاراچند پرسرام ڪيس بمبئيءَ ۾ پنهنجيءَ جواهرات جي ڇاپ تي رکيو. ٻه مسافريون ڀڳهاردار ٿي ڪيائين، تنهن کانپوءِ کيس ڪام ڀائيوار (سيني ڪارخانن ۾ ڀائيوار) ڪيائين. ڪيترا ورهيه سيٺ تاراچند سان گڏ ڪم ۾ شامل هو. ائين پنهنجيءَ محنت ۽ سچائيءَ سان ڀڳهارادر مان ترقي وڏي درجي وارو ٿيو ۽ پاڻ به سيٺ ٿيو. 1932ع ۾ سيٺ تاراچند جي وڏي اوستا ٿيڻ ڪري، الڳ ٿي پنهنجو جواهرات جو دڪان بمبئيءَ ۾ پنهنجي نالي کوليائين. بمبئيءَ ۾ چڱي واقفيت هيس ۽ سيني سان رس رهائي هليو هو، تنهن ڪري ڪيترا وڏا ماڻهو بلڪ راجائون سندس گراهڪ ٿيا، ته اپراسو به چڱو ٿي ٿيس. سندس اهو دڪان اڄ تائين هليو اچي، ۽ پاڻ اڄ سودو ڪم ڪندو اچي، جت جو لاڙو ڌرم پاسي اٿس، تنهن ڪري ڪي هزارن ته ڪئي وڙون غريبن کي ڳجهي پالهي طرح مدد ڪندو آهي.

## ھاٿيرامائي:

نک "سامتا". هيءَ اصل پنجاب کان آيا هئا. پنجاب کان ڀهرٻائين

لکپت ڏي ويا هئا. جو اهو شهر وڻج واپار ڪري ان وقت نهايت مشهور هو. ۽ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين ۾ سنڌ جي ڪن هندن جون ڪوٺيون اتي هونديون هيون، هو پوءِ لکپت مان لڏي سنڌ ۾ آيا. ۽ ڪيترو وقت ٺٽي ۽ تعلقي سيوهڻ ۾ رهيا هئا، جتي اڄ تائين سندن نکٽيا سوٽ آهن، جي پنهنجي ۽ نک (سامتا) جي نالي پنيان پاڻ کي "سامتاڻي" سڏائيندا آهن. هاٿيراماڻي پوءِ ٺٽي ۽ سان لاڳاپا ٽوڙي (واسطا ڇني) حيدرآباد هليا آيا، ۽ ڀرپاسائين واڌواڻي گهٽيءَ ۾ اچي رهيا. شروع ۾ سندن فقط ٽي گهر هئا. پوءِ وڌيا ويجهيا ته سوڙهه سببان واڌواڻي گهٽي ڇڏي، جدا جدا هنڌ وڃي رهيا. هن وقت هاٿيراماڻين جا پنجاهه کن گهر آهن. انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل تائين اتمچنداڻي، ساگراڻي، مهتاڻي ۽ هاٿيراماڻي حيدرآباد جي شهر جا مکيه پاوا ڪري ليکبا هئا. شروع ۾ وڻج واپار ۾ زور هئا. منجهائن پوءِ ڪيترا پڙهي پيا، ته ڪي سرڪاري نوڪرين ۾ گهڙيا ۽ ڪي وڪالت ڪرڻ لڳا. سندن مٿيون ماڻهيون حيدرآباد ۾ چڱن ڀلن گهرن سان آهن، ديوان ٽولارام جي اکيهه وارن جو نالو ۽ ناموس شهر ۾ گهڻو آهي.

## هٿگوراڻي

نک "درڙي". ديوان هٿگورو مل سکانند ولد ديوان کيمو مل ٿنهنجو اولاد هٿگوراڻي آهن. ديوان کيمو مل جيسلمير جي راول ((راجا)) جو وزير هو. ڪنهن وقت راجا ۽ هن وزير جي وچ ۾ ڪن ملڪي ڳالهين تان مٽ پيد ٿيو، ته ديوان کيمي مل پوءِ اتي وڌيڪ وقت رهڻ ۾ پنهنجي سلامتي نه سمجهي ۽ ڀرپاسائين پنهنجي پٽ ديوان سکانند کي، سندس ٻارن ٻچن سميت، سنڌ ڏي روانو ڪيو.

ديوان سکانند کي ٻه پٽ ديوان هٿگورو مل ۽ ديوان رنگو مل هئا، جي سنڌ جي ڪلهوڙن وٽ داڏو جي نزديڪ خدا آباد ۾ وڏا عملدار هئا. 1759ع ۾ خدا آباد جو شهر ڦٽو (ڏسو ٻيو ڀاڱو ڀيرو صفحو 72) ته هي ۽ ٽڙي پکڙي ويا.

ديوان هٿگورو مل کي چار پٽ ٽلو مل، ڀاڳچند، خوبچند ۽ تارو مل هئا. ديوان ٽلو مل نوشهرو فيروز وسايو. سندس پاڻ ديوان ڀاڳچند ۽ ديوان

خوبچند لاڙڪاڻي جي پرسان دودن جي ڳوٺ ۾ وڃي رهيا، تنهن ڪري "دودائي" سڏجڻ ۾ آيا. ڪجهه وقت ڪانپوءِ سندن اولاد وڃي لاڙڪاڻو وسايو. لاڙڪاڻي ۾ پنهنجو جيڪو پاڙو ٻڌائون، سو اڄ سوڏو "دودائي پاڙو" ڪوٺجي ٿو. مسٽر امر لال وسٽمل وڪيل دودائي هنگوراڻين مان آهي. ديوان ٺارو مل کي ٻه پٽ گوربخشراءِ ۽ رامچند هئا، سي سندس ڳوٺ ڪاهي راهو تعلقي نوشهروفيروز وسائي ويٺا. اهي پوءِ حيدرآباد ويا. سندن نسل وارا، ديوان رامچند جي نالي پٺيان، پاڻ کي "رامچنداڻي" سڏائيندا آهن. ديوان هنگوريمل جو وڏو پٽ ديوان ٽلوڻمل جو نوشهري فيروز ۾ وڃي رهيو هو، تنهن کي ٻه پٽ موتيرام ۽ املراءِ هئا. ديوان موتيرام جو پٽ ديوان گنو مل نوشهري فيروز ۾ مورجاڻين مان پرڻيو هو. مورجاڻي پوءِ خيرپور مير صاحب واريءَ جي پرپان ڳوٺ پرڳڙين ۾ وڃي رهيا (ڏسو "مورجاڻي"). تہ ديوان گنو مل بہ ساهرن سان گڏ پرڳڙين ۾ وڃي رهيو. سندس اولاد اڄ تائين اتي آهي. اهي سندس پٽ ديوان کيرت سنگهہ جي نالي پٺيان پاڻ کي "کيرناڻي" ڪوٺائيندا هئا، پر اتڪل پنجٽيهن ورهين کان پاڻ کي "رامچنداڻي" سڏائيندا آهن.

ديوان موتيرام جو ڀاءُ ديوان املراءِ پنهنجن سوٽن ديوان رامچند ۽ ديوان گوربخشراءِ سان حيدرآباد ۾ ويو هو. سندس نسل مان حيدرآباد جو مسٽر جيٺسنگهہ نارائڻسنگهہ پبلڪ پراسيڪيوٽر آهي. هن اکهہ وارا بہ پاڻ کي "رامچنداڻي" ڪوٺائيندا آهن. مطلب تہ رامچنداڻي بہ هنگوراڻين جي هڪ شاخ آهن. (ڏسو "رامچنداڻي").

ديوان هنگوريمل جي ڀاءُ ديوان رنگو مل کي ٽي پٽ عيدنمل کيراجمل ۽ ٺانورداس هئا. ديوان عيدنمل پنهنجي نياڻي هنگورجن جي ديوان نارائڻداس سان پرڻائي هئي. پوءِ نوشهري فيروز تعلقي ۾ پنهنجو نئون ڳوٺ ٻڌايائين جو اڄ تائين سندس نالي پٺيان "پڊعيدن" سڏجي ٿو. پنهنجي ناٺيءَ کي اتي رهايائين. هن وقت پڊعيدن ۾ ديوان نارائڻداس جو اولاد آهي (ڏسو ٻاگھو ڀيو، صفحو 159 "پنياڻي"). ديوان عيدنمل جي ٽن پٽن کيمچند، ٽوٻر مل ۽ نندلال پڙيا ۽ ٺارو شاهہ وسايا. ديوان کيمچند جي نسل وارا پرين ۾

سندس پوٽي ديوان تخت مل جي نالي پٺيان پاڻ کي "تختاڻي" سڏائيندا هئا، مگر اڄڪلہ پنجيتاليهن ورهين کان پاڻ کي "هنگوراڻي" سڏائيندا آهن.

ديوان عيدنمل جو پاءُ کيراجمل ۽ سندس سوٽ ديوان ٺاور مل هنگورو مل ڳوٺ ڪاهي راهو تعلقي نوشهري فيروز ۾ وڃي رهيا، ۽ ديوان عيدنمل جو پاءُ ٽانوراس نسيتا ناڙيءَ ڏي هليو ويو. حيدرآباد ۽ پرڳڻن وارن ڪانسواءِ ٻيو سمورو اولاد ديوان هنگوريمل ۽ رنگو مل جو آهي ۽ اهي سڀ پاڻ کي هنگوراڻي سڏائيندا آهن. ٺاروشاهہ وارن هنگوراڻين مان ديوان ٻانها سنگهہ جج جي آکهہ وارا، پرين مان راءِ بهادر ديوان طوطا رام ميارام وارا ۽ ڪاهي راهوءَ مان راءِ صاحب ديوان ڪرمچند ليلارام رٽائرڊ ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر جي آکهہ وارا ۽ ڪي ٻيا مکيہ آهن. ڊاڪٽر گيانچند ٽيئونمل هنگوراڻي ڪجهہ وقت سول سرجن هو مطلب تہ هنگوراڻي آکهہ وارا چڱا چڙهيل آهن.



# هندن جي لڏپلاڻ جي تاريخ

هي ڪتاب اڃا ڇپيو پئي، تہ 15- آگسٽ 1947ع کان وٺي ڀارت کنڊ ڪي ڀڃي، ٻہ ڀاڱا "هندستان" ۽ "پاڪستان" ڪيائون. سگهوئي پوءِ ڀارت جا هندو پاڪستان ڇڏي هندستان ۾، ۽ ڀارت جا مسلمان هندستان ڇڏي پاڪستان ۾، جدا جدا شهرن ۾ وڃي رهيا. ائين ڪروڙها ماڻهو هيستائين لڏي چڪا آهن، ۽ ڪيترا اڃا لڏين پيا. سڄيءَ دنيا ۾ ايتري قدر لڏپلاڻ اڳي ڪڏهن بہ ڪانہ ٿي هئي؛ پر ٻين هندن جي ڳالهہ ڇڏي، هتي رڳو سنڌ جي هندن جي لڏپلاڻ جي تاريخ، قديم زماني کان وٺي، ڏجي ٿي.

## ويدڪ زماني ۾ لڏپلاڻ:

رگ ويدڪ زماني ۾ قديم آريہ لوڪ سنڌو ماٿر ۾ رهندا هئا. يجر ويد واري زمـــــاني ۾، هزارين آريہ لوڪ، پنجاب ۽ سنڌ جا وڻ ڇڏي، ھاٿوڪي آگـــري ۽ ائوڌ جي گـــڏيل پرڳڻن ڏي ويا، ۽ اوڏهين پنهنجون بادشاهتون برپا ڪيائون. اها لڏپلاڻ پنهنجي خوشيءَ سان ڪيائون. (ڏسو پاڱو پهريون، صفحو 38).

## اتهاسڪ زماني ۾ لڏپلاڻ:

مهاڀارت واري لڙائيءَ ۾ سڄي ڀارت جا هزارين سورما سرڳواسي ٿيا، تہ ڀارت جو روشن ڏيئو ڄڻ تہ اجهامي ويو! انهيءَ وقت ڀارت جا ڪيترا هندو اينري قدر دلگير ٿيا، جو ڀارت کنڊ ۾ وڌيڪ رهڻ واجب نہ سمجهيائون. منجهائن ڪي مغربي ملڪن، نہ ڪي دور يورپ (جاوا وغيره) ڏي، ترڪي ۽

آمريڪا ڏي ويا. سنڌ جي ڪيترن هندن ائبيسينيا يا حبش ملڪ ۾ وڃي بينڪ وڌي. وڌيڪ حقيقتن لاءِ ڏسو هربلاس ساردا جو انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب ”هندو سپيريارٽي“.

مهاڀارت واري لڙائي شروع ٿيڻ کان ٿي اڳي سري ڪرشڻ پنهنجا ڪيترا جادو ونسي پاڻ سان وٺي، مٿراءِ ۽ گوڪل ڇڏي، دوارڪا ۾ وڃي رهيو. جادو ونسين اتي پنهنجيءَ سلطنت جو پايو وڌو. سري ڪرشڻ کانپوءِ جادو ونسين ۾ گهرو لڙائي لڳي. پوءِ دوارڪا ڇڏي ڪيڏانهن ويا، ۽ ڀاٽيا قوم ڪيئن پيدا ٿي تن حقيقتن لاءِ ڏسو هن ڪتاب ۾ ”ڀاٽيا“.

## پوڙهي زماني ۾ لڏ پلاڻ:

ويدڪ زماني کان وٺي پوڙهي زماني تائين سنڌ جي سيتا ۽ شاهوڪاريءَ جون هاڪون هنڌين ماڳين هونديون هيون، تنهن ڪري ڌاريون قومون وقت بوقت سنڌ تي ڪاهي پئي ايندڙون هيون. انهن ڪاهن وقت سنڌ ۾ ڪا گهڻي لڏپلاڻ ڪانه ٿيندي هئي، جو ڌاريون قومون رڳو ٿورڙا ڏينهن رهي، سنڌ کي ڌن پرو ڪري، پوءِ موٽي هليون وينديون هيون؛ ۽ حڪومت جو چرخو وري به سنڌ جا هندو ڀيا هلائيندا هئا. سنڌ ۾ جيڪي ساڪ يا ستين لوڪ آيا هئا، سي رڳو سنڌ ۾ هميشه لاءِ رهي پيا هئا، پر ان وقت سڄي هندستان ۾ ٻڌ ڌرم زور هو، ۽ پاڻ به اهو ڌرم اختيار ڪيائون. ساڳيءَ ريت پوءِ ”هون“ لوڪ White Huns آيا جن خود هندو ڌرم اختيار ڪيو، ۽ سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جو راڄ برپا ڪيائون. کانئن پوءِ سنڌ ۾ راڄائي براهمڻ گهراڻي جو هو. ائين قديم زماني کان وٺي سنڌ ۾ سڀ هندو هئا، ۽ صاحبي به سنڌن هئي، جنهن ڪري لڏپلاڻ لاءِ سبب ئي ڪونه هو.

## عربن جي ڪاهه وقت لڏپلاڻ:

711ع ۾ عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي، تنهن وقت سنڌ ۾ براهمڻ گهراڻي جو راڄ هو؛ پر رعيتي ماڻهن مان ڪيترا ٻڌ ڌرم جا هئا. ”اهنسا“ مت زور هئڻ سبب ڪيترن هندن مان اڳيون ويرتا جو انگ نڪري ويو هو، تنهن ڪري عربن جي ڪاهه وقت ايترو هراس پيدا ٿيو، جو ڪيترا هندو

سنڌ ڇڏي پيجي ويا. ڪي خشڪيءَ جي رستي، ڪڇ جو رڻ لتاڙي، لکپت ۽ ڪڇ علائقي جي ٻين شهرن ڏي ويا. ڪي ٻيڙين ۾ چڙهي، اتر ڏي رخ رکي ويا هئا. سنڌن نسل وارن مان ڪيترا اڄ تائين بهاولپور ۽ ان جي پرڳڻن، سنڌونديءَ جي ٻنهين ڪنارن تي، ۽ پنجاب جي نه پنجن ئي ندين جي ٻنهين ڪنارن تي هماليه جبل جي ڪور تائين، پنهنجا ماڳ جوڙي ويٺا آهن. هن وقت تائين اهي وڏي ويجهي پندرهن لک کن ٿيا آهن. اهي سڀ اڄ تائين "اروڙونسي" يعني اروڙ يا الور کان آيل هندن جو اولاد سڏجن ٿا. عربن جي ڪاهه وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ اروڙ (الور) تعلقو روهڙي هو، تنهن ڪري انهيءَ شهر جو نالو مٿن پيل آهي. ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين ۾ سنڌن ڪيتريون آکيون نوڪرين، وڻج واپار ۽ ٻين سببن ڪري موٽي سنڌ ۾ آيون، جهڙوڪ: آڏواڻي، اجواڻي، بجاج، ٻارواڻي، جڳتياڻي، ڀاگرواڻي، گدواڻي، موٽواڻي وغيره. مطلب ته سنڌ جي هاٺوڪين جن آکين بابت چئون ٿا ته باهران آيون هيون سي اصل سنڌ جون هيون، جي موٽي سنڌ ۾ آيون، ۽ ڪيتريون اڃان پنجاب ۽ ٻين هنڌ آهن ته به اروڙونسي سڏجن ٿيون (ڏسو ٻاگو پهريون، صفحو 129 کان 135). انهيءَ هوندي به ايترو چئبو ته عربن جي ڪاهه وقت سنڌ سڄي خالي ڪانه ٿي ويئي هئي، پر اڃا ڪيترا هندو هئا. جن پوءِ خليفن جي نائبن جو زور پڃي، سنڌ موٽائي پنهنجي قبضي ڪئي، جنهن ڪري سنڌ ۾ سومرن جي صاحبي شروع ٿي ۽ پوءِ سنڌ جا جاڪبر سما ٿيا جي جادو ونسي هئا. (ڏسو ٻاگو پهريون، صفحو 57 کان 63).

## مسلمانن جي صاحبي ۾ لڏپلاڻ:

سنڌ ۾ مسلمانن جي حڪومت سچ پچ ته ارغونن جي راڄ کان وٺي شروع ٿي ۽ مسلمانن جو تعداد به ان وقت کان وڌيو. سنڌن صاحبيءَ ۾، جدا جدا وقتن تي سنڌ ۾ ڪيترن هنڌ ڦرلٽ ٿي هئي ۽ باهيون لڳيون هيون ۽ قنڌار کان آيل پٺاڻن ڪيترا قهر ڪيا هئا. اهڙن وقتن تي هراس وچان نه رڳو هندو پر سنڌ جا ڪيترا مسلمان به ڀڳا ٿي: پر سگهوئي پوءِ سانت ٿيڻ سبب ماڻهن پنهنجا ماڳ موٽي اچي ٿي وسايا.

## انگريزن جي صاحبيءَ ۾ لڏپلاڻ:

سنہ 1843ع ۾، ميرن جي صاحبيءَ ۾، انگريزن سنڌ تي ڪاهہ ڪئي، تہ سنڌ ۾ ايتري قدر پاڇڙ پيئي جو اڄ تائين "ميرن وازي پڇ" اها چوٽي مشهور آهي. ڪيترا هندو لکپت ۽ ڪڇ علائقي جي ٻين شهرن ڏي ڀڄي ويا هئا، تہ بہ سنڌ ۾ گهٽيئي هندو رهيا پيا هئا. انگريزن حيدرآباد جو قلعو هٿ ڪيو، تہ بہ خود حيدرآباد جا سڀ هندو ڀڄي ڪونہ ويا هئا، جيئن ساڳرائين (مکي تاراچند) جي احوال مان معلوم ٿيندو: مطلب تہ سنڌ ۾ هاڻوڪي جهڙي لڏ پلاڻ اڳي ڪڏهن بہ ڪانہ ٿي هئي.

## هاڻوڪي لڏپلاڻ جو ذڪر:

سنہ 1936ع ۾ سنڌ جو پرڳڻو بمبئي کاتي کان ڌار ٿيو، تہ سنڌ وزارت ٺهي، پر اها اڪثر لوڏن ۾ هوندي هئي، جو مخالف ڌر (ڪانگريس پارٽي) زور هوندي هئي. پوءِ نيون چونڊون ٿيون، تہ مسلم ليگ زور ٿي. جلد ئي پارٽ ڪنڊ ڪي پڇي بہ ڀاڱا "هندستان" ۽ "پاڪستان" ڪيائون تہ ٻين سڀني پرڳڻن کان اڳ ۾ سنڌ جو پرڳڻو پاڪستان ۾ داخل ٿيو، ۽ سنڌ جي مسلم ليگ سرڪار هيڪاري پختي پائي تي ٿي (ڏسو صفحو 49). انهي وقت ئي سنڌ جي هندن کي اهو انديشو ٿيو، تہ اسانجو آئيندو الاجي ڪهڙو ٿيندو؟ سنڌ جي هاڻوڪي لڏپلاڻ جو پهريون ۽ مکيہ سبب اهو انديشو آهي.

پارٽ ڪنڊ جو اجا ورهاڱو ٿيو ئي ڪين، تہ ڪلڪتي، نوکالي ۽ ٽپيرهہ ۾ هندو مسلم فساد ٿيا، جي ڪيترا ڏينهن سانده پئي هليا. ايتري قدر قرلٽ ۽ خونريزي ٿي، ۽ باهيون لڳيون جو سڄي هندستان ۾ رڙ مچي ويئي! ڪلڪتي ۾ بهار جا ڪيترا هندو خون ٿي ويا، تہ بهار جي هندن کي ايتري قدر تاءُ آيو، جو بهار ۾ ڪيترن مسلمانن کي قتل ڪري ڇڏيائون! بهار جي جن مسلمانن جا گهر تڙ چٽ ٿي ويا هئا، تن کي سنڌ سرڪار، نينڊ ڏني، تہ اچي سنڌ ۾ رهو؛ تہ توهانکي هٽ رهڻ ڏينداسين ۽ روزگار ۾ بہ لڳائينداسين. ائين اول بهار جا مسلمان خاص ڪري ڪراچيءَ ۾ آيا. ڪراچيءَ جو شهر پاڪستان سرڪار جي گاديءَ جو هنڌ مقرر ٿيو، تہ بوءِ

تہ ڪتان ڪتان جا مسلمان نوڪرين، وڻج واپار وغيره سانگي، لکن جي تعداد ۾ ڪراچيءَ ۾ هڪ ٻئي جي پٺيان اچڻ لڳا. هندو هيڪاري ٿورائيءَ ۾ ٿي پيا، جنهن ڪري سرڪاري نوڪرين ملڻ جي ٿوري وزارت ۾ پنهنجن گهڻن عيوضين چونڊي موڪلڻ جي گهٽي اُميد رکي نٿي سگهيا، ۽ پاڻ کي ويچارو سمجهڻ لڳا.

ڪراچيءَ جو شهر پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ ٿيو، تہ هيڏي عملي لاءِ جاين هٿ ڪرڻ ۽ نين جاين جوڙائڻ لاءِ سيمينٽ، لوهہ، ڪاٺ، بجليءَ جو سامان، تل، گٽر ۽ ٻيون اهڙيون شيون کپن. سنڌ جا واپاري متان اهي شيون وڪٽي پوريون ڪري ڇڏين، يا تل ڪري ڇڏين، تنهن ڪري "آرڊيننس" جاري ٿيو، تہ سنڌ سرڪار متحرڪ (جايون ۽ پٽ) ۽ غيرمتحرڪ (سيمينٽ، لوهہ وغيره) ملڪيتون "رڪئزيشن" ڪري سگهندي. سرڪاري عملدار پوءِ دڪانن ۽ ڪارخانن ۾ وڃي تپاس ڪرڻ لڳا، تہ واپارين وٽ ڪيترو سيمينٽ، لوهہ ۽ ٻيو اڏاوتي سامان اڳيئي موجود آهي. هن آرڊيننس جاري ٿيڻ شرط سنڌ جي هندن کي ڌپ لڳو، تہ سنڌ سرڪار ڪنهن بہ وقت اسانجا بئنڪن ۾ پيل پئسا بہ روڪي ڇڏيندي؛ جو "غيرمتحرڪ ملڪيت" ۾ نائو بہ اچي ٿو وڃي. جن سيٺين جا ڪارخانا بمبئي، ڪلڪتي، مدراس ۽ هندستان جي ٻين شهرن ۾ آهن، تن پنهنجون سڀ رقمون سنڌ جي بئنڪن مان ڪڍائي، پنهنجن هندستان وارن ڪارخانن جي نالي ڪرائي ڇڏيون. ائين ٿورڙن ئي ڏينهن ۾ ڪروڙها روپيا سنڌ مان نڪري ويا!!!

سنڌ سرڪار ور ور ڏيئي ظاهر ڪيو، تہ "غير متحرڪ" لفظن ڪم آڻڻ جي مراد رڳي هيءَ آهي تہ اڏاوتي سامان "رڪئزيشن" ڪري سگهجي؛ پر ماڻهو ڊڄو اٿيڊو ڪري پنهنجون رقمون پاڪستان کان ٻاهر روانيون ڪندا رهيا. ائين ماڻهن کان اڳ پهريائين نائو اڏائو.

سنڌ سرڪار پوءِ ڪن ماڻهن جا خانگي پٽ "رڪئيزيشن" ڪيا، ۽ انهن تي ٿوري سرڪاري ۽ ميونسپل پٽن تي ڪيتريون نيون جايون جوڙائڻ شروع ڪيون. ڪراچيءَ جا ڪيترا اسڪول بند ڪرائي انهن ۾ پناهگيرن کي رهايائون. ڪيترن هندن جي گهرن ۾ رهڻ لاءِ ٻاهران آيل مسلمانن کي

رينٽ ڪنٽرولر "الاٽمينٽ آربر" ڏيڻ شروع ڪيا. ڪو هندو پنهنجي جاءِ خالي ڪري نه ڏئي، ته رينٽ ڪنٽرولرن کي اختياري ملي ته پوليس موڪلي، اها جاءِ خالي ڪرائين. پنجاب ۽ ڪن ٻين هنڌان آيل مسلمانن مان پوءِ ته ڪي ايتري قدر ويا. جو زوريءَ هندن جي گهرن ۾ گهڙي ٿي پيا! هندو مالڪ ٿوري وقت لاءِ گهر کان ٻاهر ٿي نڪتو، ته موٽي اچي ڏسي، ته جاءِ جو ڪلف لٿو پيو آهي، ۽ ڪري مسلمان اچي جاءِ ۾ ويٺا آهن! مالڪ ڪجهه ڪڇيو ٿي، ته اڳلن چڙي ٿي ڏيکاريس! اهڙين ڪيترين جاين ڪن مسلمانن زوريءَ پنهنجي قبضي ڪيون، ته واجبي رڙ متي! هندو چوڻ لڳا، ته خود پنهنجن گهرن جا هاڻ اسين مالڪ نه ٿياسين، جو ڌاريا ماڻهو زوريءَ مالڪ بڻجي ٿا/ويهن، ته پوءِ سنڌ ۾ ڪيئن رهي سگهبو؟ سنڌ ۾ انهيءَ حالت هلندي پنجاب ۾ هندو مسلم فساد ٿيا. سگهو ئي ڪوئيٽا ۾ ڪيترن سنڌ جي هندن سان وٽل وهيا، ته سنڌ ۾ ترٽلو پيو. اجمير ۾ ٻه هندو مسلم فساد ٿيا، ۽ ڊسمبر 1947ع جي اجمير کان آيل ڪن مسلمانن حيدرآباد ۾ ڦرلٽ ڪئي ۽ ٻاهيون ڏنيون ۽ ڪن هندن کي ڇريون هٽي زخمياٿون! پنجاب کان ٻه ڪي مسلمان آيا، ۽ سنڌ ۾ جيڪو ٻه سک يا هندو ٿي ڏٺائون تنهن کي ڪٽهي يا ڦٽي ٿي ڇڏيائون! ريل گاڏيءَ ۾ چڙهيل هندن ۽ سکن کي ڦري لٽي زخمي ڪري پوءِ هلنديءَ گاڏيءَ مان ٻاهر اڇلي ڦٽو ٿي ڪيائون!!! منگل 6 - جنوري 1948ع جي ڪراچيءَ ۾ ڪي سک خون ٿيا! ساڳي ڏينهن ڪراچيءَ ۾ ڪروڙها روپين جي ملڪيت جي ڦرلٽ ٿي، ۽ ڪي هندو ڦٽيا! سنڌ سرڪار ريل گاڏين ۾ پوليس جو خاص پهرو رکايو، ۽ ڪٿي ٻه وري اهڙي ڦرلٽ نه ٿئي تنهن لاءِ سنڌ سرڪار سخت قدم کنيا، ۽ هندن کي سنڌ ۾ رهڻ لاءِ همٿايو، تنهن هوندي ٻه سنڌ ايتري قدر خالي ٿي ويئي آهي جو اڄ هڪڙو ٻه ٻائو يا ٻانيڻ سنڌ ۾ ڪونهي جو گهرج مهل ڪريا ڪرم ڪرائي! حيدرآباد جي اسٽيشن ۽ ان جي آسپاس اٽڪل ٽيهه هزار هندو ويٺا آهن جي راجا واري گاڏيءَ ۾ چڙهي جوڌپور ۽ ٻين پاسي وڃڻ لاءِ آتا ويٺا آهن، پر ڪين وڃڻ لاءِ اجا وارو نٿو ملي. ساڳيءَ ريت ڪراچيءَ جي ڪن پناهگيرن جي ڪئمپن ۾ ويهه ٻاويهه هزار هندو جهاز جي رستي وڃڻ لاءِ آتا ويٺا آهن؛ پر انهن کي ٻه اجا ٻاهر وڃڻ لاءِ وارو نٿو ملي. تازو سرحد سنڌ

وارن لاءِ حڪم جاري ٿيو آهي، ته جيڪي غير مسلم حيدرآباد کان راجا واڙي گاڏيءَ ۾، يا ڪراچيءَ کان جهاز جي رستي، وڃڻ چاهين، سي ضلعي جي ڪليڪٽر کان اڳواٽ پرمٽ وٺن ۽ لکيءَ ڏين ته ڪين ڪنهنجو قرض ڏيڻو ڪونهي؛ هندو انهن حڪمن جي بجاوري ڪن پيا. ٻاهر ويندڙ هندن جي مسلم نئشنل گارڊ، پوليس ۽ ڪسٽم ڪاتي وارا تلاشيون وٺن ٿا، ۽ اسٽيشن ۽ ڪياماڙيءَ جا مزور مسافرن کان ڳاتي پڳيون ڪٺائيون وٺن ٿا. ته به ڏهاڙي ٽي چار هزار هندو ريل ۽ سمنڊ جي رستي ٻاهر وڃن پيا.

بمبئي، دهليءَ ۽ ٻين هندن آيل مسلمان واپارين ڪراچيءَ ۽ ٻين هنڌ ڪيترن هندن جون جايون، دڪان، ڪارخانا وغيره سامان سميت خريد ڪيا آهن! عجب ته ڏسو ته رڳو ٽن چئن مهينن جي اندر ڪراچي، حيدرآباد، روهڙي، سکر ۽ شڪارپور ڦري مسلمانڪا شهر ٿي پيا آهن، ۽ ٻين شهرن ۽ ڳوٺن جي رونق به تڪڙي تڪڙي ڦرندي پيئي وڃي!

•

پورو ٿيو

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڍي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻُ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي ڀاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چِو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نه رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو ته ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)